ڪيو هو رڳو عشق ڪندو هو. ”عشق بازي الله راضي“ ان لامارا ڏيندڙ شادي شلعن کي چڙي ڪري اهڙا سيل پيڪ هن جا اڏ برزن کن عشق هڪ ئي وقت هلندا هئا. تنهن زماني ۾ فون يا موبائل ته هئي ڪانه رابطي جو واحد ذريعو خط هئا. هي لئو پيڊن جي خوبصورت پيجن تي هڪ ئي نموني جا خط اڳوات لکي ڇڏيندو هو رڳو موڪلڻ مهل تاريخ هٽي چوڪرين جا نالا مٽائي مونکي ڏيندو هو ته ڪين سنڌن گهرن تي پهچائي اچان مان چڻ هن جو مقرر ڪيل ”ٽالو ٽپالي“ هجان. موٽ ۾ انهي پڙوت جو هي مونکي خرچيءَ جي صورت ۾ معاوضو به ڏيندو هو. ان وقت ياءَ جي پڙوت جو مزو ئي پنهنجو هو، مونکي پوءِ خبر پئي ته ڪيئن هن هڪ ننڍڙي ياءَ ڪان اينڏو وڏو ڪم پئي ورتو، مان هن جي سمورن عشقن جو رازدار به هوس، هن جا هر چوڪري سان ڇڻ ڏينهن مقرر هئا. هي هر ڏينهن هڪ نئون خط ڏئي ڪنهن نئين چوڪري ڏانهن موڪليندو هو. پوءِ ته مونکي برزباني ياد ٿي ويو ته اڄوڪي ڏينهن تي هي خط ڪهڙي چوڪري تائين پهچائڻو آهي. خميس جو ڏينهن فريده لاءِ وقف هو. هو هن جي خط سان گڏ سوپاريون به ڏيندو هو. فريده انهيءَ ٻوڳل سوپارين کي شوق سان کائيندي هئي. ياءَ جو پيغام پهچائڻ لاءِ مان گهوڙي تي چڙهي ويندو هوس. منهنجو گهوڙو به انوکو هو. دراصل منهنجو گهوڙو لڪڻ يا ڪاٺ هوندو هو جو مان ڇٽن هيٺان رکي ان تي چڙهي ڀوڙندو هوس ۽ هٽڪارون به گهوڙي واريون ڪندو هوس اهو منهنجو فريده لاءِ ڪاشن به هوندو هو. پوءِ هو يڪدم در کوليندي هئي. اهو خطن جو سلسلو جاري هو. خط ڏاڍا جنباني ۽ محبت ڀريا هوندا هئا. هي خط وٺڻ وقت ڪلي چوندي هئي ”چڱو هاڻي تون ڀلي وڃ.“ پر مان تب نه ويندو هوس. ”چا خرچي کپي؟“ مان جيڪو ٻنهي پاسي خرچي وصول ڪندو هوس. پر الائي چو فريده ڪان خرچي بجاءِ ٻيو ڪجهه وصول ڪندو هوس مان پنهنجي اشد آنگر پنهنجي ڳل تي رکي ڪيس اشارو ڪندو هوس ته هو سمجهي ويندي هئي ۽ ڪلي چوندي هئي. ’آخر هو نا ناظر کي ڀائي. سو عادتين ڀهي اُسي هونگي.‘ پوءِ هو مهنجي ڳل تي لپسٽڪ لڳل هڪ مٺي ڏيندي هئي ۽ مان اکيون بند ڪري انهيءَ چمي جو سرور وٺندو هوس، هي ڏاڍي چنچل هئي هن جي مسڪراهٽ ڏاڍي پياري هئي. هي ڳالهه ڳالهه تي اک هٽي مان سان تاڙو ملائيندي هئي. هن جيُ مسڪراهٽ منهنجي دل ۾ گهر ڪري وئي سچ پچ مونکي به چڻ هن سان عشق ٿي پيو هو. اهڙو تجربو مونکي پنهنجي وڏي ياءَ مان مليو. اهو ٻهريون اتفاق هو جو مون محسوس ڪيو ته هڪ ڏهن سالن جي ٻار کي به ڪنهن نوجوان عورت جي سونهن متاثر ڪري سگهي ٿي. هي ڦوهه جوانيءَ ۾ هئي. چڻ سيڪس جي مڪمل ٻتي هئي. هو مونکي اڪثر ٻهاني سان گهر گهرائي هر هر ساڳو احوال وٺندي هئي. هن جا ٽي رٽيل سوال هئا. ”مون کي ياد ڪندو آهي يا نه؟ هو منهنجي باري ۾ ڇا چوندو آهي؟

مان هن کي وڻندي آهيان يا نه؟“ مان جڏهن پڪائي ڪندو هوس ته هو مونکي هنج ۾ ويهاري پاڪر وجهي هر هر چمي جي چٽ ڏئي احوال وٺندي هئي مان ڪيس ڪوڙ سچ ملائي خوش ڪندو هوس. مان هن جي شربتي اکين تي هٿ رکي چوندو هوس. ”هو چوي پيو تنهنجو اکيون ڏاڍو سٺيون آهن.“ مان هن جي سيڪسي چپن تي آڱر گهمائي چوندو هوس ”هو چوي پيو فريده جا چپ ڏاڍا پيارا آهن“ ۽ پوءِ مان ان جي اڀريل ڇاتي ڏي ڏسڻ لڳندو هوس جا مونکي تنهي تان تازي لٿل اوڦراتي وانگر لڳندي هئي ”هو چوي پيو ته هن جا انار ڏاڍا سٺا آهن“ ۽ پوءِ هو پنهنجي ڇاتي کي ڏسي يڪلمر رئي سان ڊڪي چوندي هئي ”بس بس هاڻي تون پلي وڃ“ مان دري جي سوراخن مان ڏسندو هوس هو اڪثر اڪيلي گرامان فون تي وڄڙي جا گيت ٻڌندي هئي. جهڙوڪ ”سن لئي جاني وفا تو هي دنيا ميري، مين تيري زندگي ڪبهي هوگئي نه هم تم جدا.“ هيءَ منهنجي ڀاءُ لاءِ صفا ديواني هئي. ٻئي پاسي ٻه محبت وڃي اوڄ تي پهتي هئي. هي ٻئي عشق جي چوٽ تي چڙهيل هڪبئي جي شڪل ڏسڻ لاءِ آتا هئا. منهنجي انهيءَ ڀاءُ جو سمورين محبوبائن سان ملڻ جو هنڌ راڻي باغ جو عيد گاهه هوندو هو، جيڪو هنن جو ”لو پائينٽ“ هو جتي هو اڳ ئي وڃي هوندو هو، گلاب جو گل هٿ ۾ کيون، فريده ڪو نه ڪو بهانو ٺاهي مونکي ساڻ ڪري عيد گاهه وٺي ايندي هئي. نظرن جي پاڻ ۾ ويڙهه شروع ٿيندي هئي، هي ٻئي ويٺي ويٺي هڪبئي ۾ گم ٿي ويندا هئا. مان وري اتي ڪانگ پيو هڪليندو هوس مان هنن جي جذبن جو قدر ڪندو هوس. هي عجيب قسم جي ڇوڪري هئي. پهرين ملاقات اڃان شروع ٿي نه آهي هو ان ڪان ايندڙ ملاقات جو هر هر يقين وٺندي هئي. منهنجو ڀاءُ ڪيس مذاق ڪندي چوندو هو ته هي پنهنجي آخري ملاقات آهي“ ته هو پريشان ٿي ويندي هئي. انهيءَ فڪرات ۾ هو گم سم لڳندي هئي هو هڪ آزاد خيال ڇوڪري هئي هو پنهنجو تن من هن لاءِ هر وقت لٽائڻ لاءِ تيار هئي هو جسماني طور هن سان پاڪر ۽ چمي تائين ئي وڌيو هو. هن جو ان سان روحاني عشق هو، هو چاهي ها ته سيڪجهه ڪري ٿي سگهيو. هن عشق ۾ ڪڏهن ٻه هوس کي نه آندو. پوءِ جلدي منهنجي هن ڀاءُ جي شادي جي تاريخ مقرر ٿي هن عاشقي جي ٻجاڻي هئي. آخري ملاقات ڪجهه ڏکي ٿي وئي. وحدت ڪالوني جي ڪوارٽر نمبر C-36 جنهن ۾ اسان رهندا هئاسون تنهن ڪوارٽر جي هيٺان ٻه ڪوارٽر هئا هڪ ۾ منهنجو هي ڀاءُ اڪيلو رهندو هو ۽ ٻئي ۾ امان جي ساهيڙي پيو ماءُ رهندي هئي جنهن جو مڙس احمد حسين حميدي هائي ويز ڊپارٽمنٽ ۾ سروس ڪندو هو. فريده حميدي صاحب جي سالي هئي. ٻنهي گهرن جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي ديوار هئي. هن پنهنجي سالي کي ناظم جي ڪوارٽر ۾ ٽپندي ڏسي ورتو چوندا آهن“ 99 ڏينهن چور جا هڪ ڏينهن ڀاڳي جو“ آخر ٻئي پڪڙجي پيا. ڪنهن جو ڪنهن سان عشق چو ٿو

ٿئي؟ هن کي ان رات حميدي صاحب ۽ سندس پيڻ ڏاڍو ماريو هئي ڏينهن سندس پيڻ پيو ماڻ سان گڏجي کيس سکر واري ريل ۾ سندس ماءُ وٽ بيراج ڪالوني سکر ۾ ڇڏي آيا سون. جنهن رات اسان بيراج ڪالوني ۾ ستاسون ان رات هو ڪاڻ ستي. سڄي رات هن جي سڏڪن جا مون آواز ٻڌا. اڌي رات منهنجي بستري ۾ هڪ خوشبوءِ ۾ ويڙهيل ٽٽو جهوٽ ساهه ۾ لهي آيو. هو مونکي ڇاتي سان لڳائي ڏاڍو رني. هو منهنجو انگ انگ چمڻ لڳي ڇڻ مون ۾ هو منهنجي پاءُ کي تلاش ڪندي هجي مان جيڪو عاشقي، جي لباس ۾ اجا معصوم هوس منهنجي جسم ۾ عجيب حرارت پيدا ٿي. مان ان جي دل جي گهرائين جي خوشبو کي اڄ به محسوس ڪريان پيو. هو منهنجي پاءُ جي زندگي ۾ هڪ خوشبو ڇڏي ويئي. هڪ ٺهڪ هو جو هوائن ۾ اڏامي ويو. هو ويندي ويندي پنهنجي گهر جي پتين تي. حيدرآباد جي ريلوي اسٽيشن تي، ريل جي بوگي ۾ ۽ پنهنجي اچي وڃي تي اگرين مان هر هر رت ڪڍي I Love You لکندي ويئي. موڪلائڻ مهل هن مونکي هڪ شعر چيو جيڪو اڄ به مونکي ياد آهي.

اس کي حسرت هي جسي دل سي بهلا بهي نہ سکو
مين گيا وقت تو نهين کي لوٹ کي آ بهي نہ سکو

## سهاڳ رات

سهاڳ رات جڏهن مون پهريون ڀيرو پنهنجي نئين ڪنوار سان ٻوڙ ٻوڙان پئي ڪئي تہ ان وقت مونکي شيخ اياز جي دوست ڊاڪٽر مبارڪ وارو لطيفو ڏاڍو ياد آيو. گهوٽ شادي رات بيڊ تي رت ڏسي پنهنجي نئين ڪنوار کان پڇيو "هي ڇا آهي؟" ڪنوار جواب ڏنس "اهو هاڻ جيڪو تو منهن ڪارو ڪيو اهو آهي، پيو ڇا آهي." هن ڪنوار کي چيو "اهو بہ مونکي ٿي ڪرڻو پيو باقي ايترو وقت تو ڇا پي ڪيو؟" سو سائين منهنجا، اهو بہ مونکي ڪرڻو پيو. مٺي امان مونکي سبق ڏنو هو تہ "پٽ اڄ سهاڳ رات جي معراج مائڻ وڃي ٿو تہ پر پلي وقت تي ماريجان." سو مان پلي مارڻ لاءِ ان پرٺي رات نويڪلي ڪمري ۾ داخل ٿي در بند ڪري سهاڳ جي سيج تي آيس ۽ ڪاروائي شروع ڪرڻ لاءِ گهربل سموري تيار ڪري چوڪس تہ هن منهنجو موشن ٽوڙي وڌو جو جو هن جون آجوج ماجوج قڦين جنهن هن کي ناتي پالي وڌو ڪيو هو، جو ڪيس پاڙي پڪڙ ڪري موڪليو هو تہ "جيستائين هو، شڪراني جي نماز ادا نہ ڪري تيستائين ڪيس هٿ بہ وجهڻ نہ ڏيجان." سو هن قڦين جو مان رکڻ لاءِ مونکي چيو "قبلا تڪڙ نہ پهرين شڪراني جا ٻہ نفل پڙهي وٺو. هو ڏسو سامهون مصلو وڇايل آهي جتي مون بہ ٻہ نفل ادا ڪيا آهن. هاڻي اوهان جو وارو آهي." مونکي ڇڻ موت اچي

ويو مان جو ڪڏهن پلجي به عيد جي نماز نه پڙهي، مائٽ چا چوندا ته "جوڙس پهرين ڏينهن اهڙو سڌو ڪيس جو همراه نمازون پيو پڙهي." دل ۾ سوچيم رڪ مولا تي ڦاسڻ کان پوءِ ڦٿڪڻ ڪهڙو. اهي ڏينهن به ڏسڻا پيا. سو ان وڇايل مصلي تي سهاڳ رات مائٽن کان اڳ ۾ ٻه نفل شڪراني جا ادا ڪرڻ لاءِ بسم الله ڪري شروع ٿي ويس، مان جڏهن نماز پڙهڻ لاءِ بسم الله ڪئي ته اهو لقاءُ ڏسي هو اصل ڪل ۾ ويڙهجي وئي مونکي اهو ٻڌائيندي شرم ٿو اچي ته جڏهن مان رڪوع ۾ ويس تان پوءِ خبر پئي اڙي هي چا، مان ته اگهاڙو آهيان. مان صفا الف اگهاڙا هئس ۽ ننگي نماز پڙهي رهيو هئس. نماز جي طريقي ۾ اهو اوچتو گهوٽالو ٿي پيو هو. هون ته منهنجي نيت صفا هئي. پر مان چا ڪيان، مان پنهنجي فطرت بدلائي نه ٿو سگهان. مون دل ۾ سوچيو نماز پڄڻ به ته عظيم گناهه آهي. ماشاءِ الله چڪ پنڌ ڪي مان اگهاڙو الله ڪي سجدو ڪري رهيو هوس. اهو اوگهڙ ۾ الله آڏو دنيا جو پهريون انوکو ۽ رهيل سجدو هو. اهو جائز هو يا ناجائز؟ پر هُو ته دليون ٿو پرکي. سجده ڪري دعا پني. سلسلي کي اتان ئي شروع ڪيم جتي مون ڇڏيو هو. اصل ڪم تان ڌيان هٽائڻ لاءِ هن وري هيو رينگٽ شروع ڪيو ته "هن سينگاريل سيج کي ڏسي مونکي ڊپ ٿئي ٿو ته جڻ مان ڪنهن درگاهه ۾ ستل هجان يا مونکي هن سيج ۾ غيبات جو اثر پيو ٿئي." آخر مون اها سيج به پٽي جيڪا ڪالهه رات تائين مون وڏي خرچ محنت ۽ محبت سان ٺاهي هئي. هي سڄي رات همدردي حاصل ڪرڻ لاءِ ڊپ سبب منهنجي ياڪر ۾ رهي. ٿوري به ڪوشش ڪيان ته هي پئي چئي "ڇڏ مونکي الئه چا ٿو ٿئي." مونکي اوچتو مئي امان وارو ڏنل ٻلي ۽ وارو سبق ياد اچي ويو. اهو سبق ياد ڪندي مون چا ڪيو جو سندس

پاران ڏاج ۾ اندل پيرن واري ڪپڙن جي مشين مان ڦيٿن وارو نيٽ ڪڍي اچي ورتومانس ته بيهي اها سيج واري غيبات تنهنجي جسم ۾ داخل ٿي رهي آهي. جنهن کي روڪڻ لاءِ ائين ڪرڻ لازمي آهي جنهن لاءِ مونکي معاف ڪجانءِ منهنجو سبق پڪو نڪتو نيٽ رات سڄائي ڪئي سين مان ٻلي مارڻ ۾ ڪامياب ويس، پوءِ سڄي رات منهنجي هئي مون جيئن ٿي چاهيو ان ائين ٿي ڪيو، رڳو اشاري ڪرڻ جي دير هئي. صبح ساڻ مئي امان پڇيو "پٽ ڏي خبر ٻلي مارئي ڪن نه، مون ڪيس ڪاميابي جي وڪٽري ڏيکاري.

## عورت مرد جي کيتي

عورت مرد جي کيتي آهي، جنهن وٽيس کيڙي. سندس هر هڪ عضوءِ ڏيڻ لاءِ ڪيس خلقيو ويو آهي. شادي بعد صرف جنس مونث ڪي ئي قيمت ادا ڪرڻي پوي ٿي. رڳو هو ڏيندي رهي ٿي، عورت جڻ تماشو هجي ٿي، عجوبو هجي ٿي. سڀ جا سڀ مرد پنهنجي زال کي هڪ رانديڪو سمجهي ان سان

ڪيڻ جو حق رکن ٿا. ته ان کي پڇڻ جو به شوق پالين ٿا. هر زال کي مڙس جو عضو گهڻو پوندو آهي، رسڻ جي ريت ۽ پرچائڻ جو طريقو سکڻو پوندو آهي، هن جي موڊ ۽ ريچڪ مان واقف ٿيڻو پوندو آهي. هر آدرشي زال جو ڪم آهي جيڪا ماني کارائڻ مهل ماءُ گهرو ڪم مهل ٻانهي، صلاح مصلحت مهل وزير ۽ رات سمهڻ مهل مڙس لاءِ رنڊي بڻجي مزو ڏئي، اهڙي زال ئي گهر جي راڻي بڻجي مڙس تي راڄ ڪري سگهي ٿي. زال جيڪا ماءُ ڀيڻ جو عارضي عيش چڏي مڙس جو حقيقي ۽ مستقل عيش چاهيندي آهي، زال پنهنجي مڙس کي سڀ ڪجهه کولي ته نه چوندي ته هائي اچ. زال لاءِ صرف ايتروئي ته ڪافي ناهي، هو پنهنجي مڙس مان ٻيو به گهڻو ڪجهه چاهي ٿي، جيڪڏهن اهو ٻيو ڪنهن مڙس وٽ هجي ئي نه ته. منهنجي زال جيتري منهنجي زال آهي اوترو مان ان جو مڙس نه آهيان. پلا مان روزي روٽي جي ڪريان يا سڄو ڏينهن ڇمانس ڇتيانس. اسان جي شادي کي 19 سال گذري چڪا آهن، مون مان ڪيس چار ٻار ڄڻ آهن. جيڪي اڃا جوان ٿيا آهن ته به ڪيس شڪايت آهي ته مون ڪيس ايترو پيار نه ڏنو آهي جنهن جي هي حقدار آهي. هن جي اها شڪايت حقيقتن درست نه آهي دراصل هي مونکي اڄ تائين سمجهي نه سگهي آهي ۽ مان به هن کي سمجهي نه سگهيو آهيان. مذهب ۽ قانون جي نظر ۾ منهنجي هي نڪاح هيٺ زال رڳو ويچاري منهنجي بيڊ پارٽنر بڻجي رهجي وئي آهي. نڪاح جي ٻن ٻولن تي فقط رات جي اونداهه ۾ منهنجي بيڊ تي سمهي گذارڻ لاءِ پابند آهي. رات گذري بات گئي. ڪٽ تي پٺ واري پاسي منهن ڪري سمهڻ مان هي شايد اهو مطلب ٿي ڪڍي ته منهنجي دل هن مدي خارج زال مان هاڻ ڀرجي ويئي آهي. حالانڪ ائين نه آهي هي سڄو ڏينهن ٻارن ۾ پوري آهي ته مان سڄو ڏينهن ٻارن ۾. منهنجو هن سان ظاهري لڳاءُ نه جهڙو آهي جڏهن مان رات جو هين لڳي ٽڪيو ٽوٽو اڃان ٿو ته مون کي هن جو بي ٽڪيون ڳالهيون هيٺ جو وقت نٿو بچي. مون کي ڪجهه ته ريسٽ گهرجي آخر مان به ته انسان آهيان. مڙس کي وس ڪرڻ ۽ راضي رکڻ جون رمزون ته ڪو سنڌي زالن ڪان سکي، نه ته مون پارا مرد ته گهر واپس چو اچن. ڏينهن جو زال ٻار کي کير پياري ۽ رات جو مڙس کي علامتي کير پياري، مڙس جي وفادار زال پلي ڪاري ڪوجهي هجي ان مٿان هزارين حسين بي وفا زالون قربان ڪجن. وفادار زال جو جسم ڪو نه هوندو آهي، منهنجي زال ظاهري شڪل صورت ۾ ايڏي سهڻي نه آهي پر اندر جي ڏاڍي سهڻي آهي. منهن ۾ مٺيا نه اٿس. منهن مان چٽ اندريون جلوو پيو بکندو اٿس، هو اندر ۾ پري آهي، چٽ اڇو سنگ مرمر، مان ظاهري حسن ۽ خوبصورتي چا ڪندس، اندريون حُسن ۽ خوبصورتي ته خدا ڏني اٿس. هوءَ جڏهن مون سان سمهي ٿي ته منهنجي سيڪس جون سموريون گهرجون پوريون ڪري ٿي. ٻيو مونکي چا گهرجي. سڄو ڏينهن اسان پلي ڪاوڙيل هجون پر رات جڏهن

هي مون سان سمهندي آهي ته سڄي ڪاوڙ اتي جو اتي ختم ٿي ويندي آهي. هيءُ سڄو ڏينهن نير سلطانه وانگر روئندي آهي سواءِ روئڻ جي ٻيو ڪجهه به ڪو نه ڪندي پر رات اڌ منو ڪلاڪ مون سان گڏ هوندي ته صبح جو تازي تواني هوندي ڄڻ ڪجهه ٿيو ڪو نه هجي. هي عورت منهنجي زندگي جي وارياسي ۾ اڪيلو گل آهي. مون هميشه گهر جي ٺي ماني کاڌي آهي. ڪڏهن به سَڌ ڪانه ٿيندي آهي ته ذائقو بدلائڻ لاءِ ٻاهر جي ماني کائي ڏسان. ليڪن مجبوري ۾ ٻاهر جي ماني سان من ڪچو ٿيندو آهي ۽ بدهاضمو ٿي پوندو آهي.

**ادب**

مان هڪ حقيقت پسند ليکڪ آهيان، سنڌي ٻولي جي علم ۽ ادب سان منهنجو بي پناهه عشق آهي منهنجي هر خيال ۽ عمل جو محرڪ سنڌ رهي آهي، منهنجي هر سوچ هر تخليق سنڌي زبان تائين محدود رهي آهي مون صرف پنهنجي ٻولي ۾ لکيو آهي پنهنجي ٻولي ۾ لکڻ عبادت آهي. مون جيڪو زنده ادب تلخيق ڪيو آهي، بنا غرض ۽ بنا لالچ جي سنڌ جي خدمت سمجهي ڪيو آهي. منهنجي لاشعور ۽ تحت الشعور ۾ مطالعي کان وڌيڪ مشاهدو رهيو اهي. مان فطرت جو ديوانو آهيان. منهنجو ويساهه آهي ته هر غير معمولي ڏاهپ ديوانگي جي ڪک مان جنم وٺندي آهي، دنيا جي وسيع ڪک مان جڏهن ڪا تخليق جنم وٺندي آهي سا دنيا جهان کي ڏوڏي وجهندي آهي، مان پيدائشي ليکڪ نه آهيان،پر منهنجو ننڍپڻ کان علم ادب سان لڳاءُ رهيو آهي، پنهنجي ادبي مزاج سبب، سالن کان ادب جو پياسو رهيو آهيان، انهي ادب جي طلب ۾ پاڻ کي بچائي ڇڏيو آهي، منهنجي ادبي ڪيتر ۾ قدر قيمت ڪجهه به نه آهي، مان ادب جو والنٽير آهيان، منهنجي ادب ۾ ايڏي وڏي ڪا ڪنٽريبيوشن نه آهي. مان صرف سنڌي ٻولي ۽ ادب جا گهڙا ڀريندڙ آهيان. مون ادب جي نالي ۾ پنهنجي پوري زندگي قربان ڪري ڇڏي، مان ادب ۾ ڇا ويس ڇڻ رڻ ۾ رولي ويس. ”نه دين جو رهيس نه دنيا جو“، يا ائين ڪٺي چئجي ته ”دوبيءُ جي ڪتي جيان نه گهر جو رهيس نه گهاٽ جو“. منهنجو عقيدو آهي ته بهتر اديب بهتر انسان هجڻ کپي، مون بهتر انسان ٿيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي نه ٿيس ته پڇي جان ڇڏائي، منهنجو اديبن سان بيزاري جو سبب، مون ڏٺو، ته سڀ سنڌي شاعر ۽ اديب چڱا انسان نه آهن ذري گهٽ سمورا سنڌي اديب ڇتون آهن، هنن سان ادبي دوست به بکراس آهي هتان جا اديب گولي سان اڏائڻ جهڙا آهن، مان اڄ ڪلهه ادب واري رنگت ڇڏي ڏنو آهي ۽ هنن ڪنگال ۽ ٽوٽي اديب کا ٽريل آهيان، هٽ نام نهاد ادبي جاهلن جو ٽولو وينل آهي جتي مون جهڙي پڙهي جي جاءِ نه آهي.

## اديبن جو ڇوڪرن سان رومانس

اسان جا ڪئي (Intellectuals) برک ڏاها، معتبر شاعر، اديب ۽ صحافي وغيره خوبصورت ڇوڪرن سان پيار ڪن ٿا. ۽ اهڙن ڇوڪرن سان عشق واري ڳالهه کي قبولڻ ۾ ڪو عيب نہ ٿا سمجهن. اسان وٽ اهڙا اديب جهجهي تعداد ۾ آهن جيڪي پنهنجي پوري زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي اهڙن خوبصورت ڇوڪرن سان زبردست رومانس ڪري چڪا آهن. حسن مجتبيٰ جو ذوالفقار هاليپوٽي ۽ آغا سعيد سان، آغا سعيد جو محمد علي رياض سان، اڪبرسومري ۽ آڪاش انصاري جو حسن درس سان، تاج جوئي جو زبير سومري سان منصور قادر جوڻيجي جو مقبول ميمڻ سان، نصير مرزا جو طارق عالم ابڙي سان اڪبر ساگر جو اياز گل سان استاد بخاري جو منظور سخيراڻي سان. سوز هالائي جو عرفان مهدي سان، سياش موتوائي جو سهيل اديب بڇاڻي سان ۽ منهنجو نظير ٻلال گجو ۽ پپي، ذولفي سان پنهنجي دور جا زبردست عشق هئا. اسان وٽ اهڙن ڇوڪرن جي وسيع فهرست آهي جيڪي پنهنجي پرنسلءِ نجي محفلن توڙي عام پبلڪ پليس تي ويهي سوين ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ سيڪس متعلق اوپن ڊسڪس ڪن ٿا ۽ ڪين اهڙين بيهودا ۽ واهيات ڪمن جون ساراهون ڪندي زرو بہ شرم يا حياءُ محسوس ڪونہ ٿو ٿئي ۽ هي التو انهيءَ غير نظري عمل کي پنهنجي لاءِ عزت لائق سمجهن ٿا

## آغا سعيد

آغا سعيد حسين صورت سبب پنهنجي دور ۾ ڏاڍو نالو ڪمايو. ناز سهتو، نصير مرزا، زوار نقوي مختيار اعواڻ ۽ حسن مجتبيٰ هن جا ان دور جي چٽن عاشقن مان هئا. جيڪي اڄ بہ هن تي اوترو ئي مرن ٿا. هاڻي جا ٽيڻلو؟ ڇڙيا ڇوڳ ڳئي ڪيت، مزا لٽيگيا علي رضا باقي بچي قضا. هي مينهن جا مهينا اسان وٽ اچي رهندو هو. پر هن کي سهوليت انهيءَ ۾ ٿيندي هئي تہ هي اڪيلو ڪٿي رهي. هي نظام لاج. شيزان هوٽل ۽ ٽنڊو ولي محمد ڪان سواءِ ڪٿي اديبن جي دل ۾ بہ رهندو هو. "هي چوندو هو تہ آياسين تہ پنج منٽ ويهي هلڻ جي ڪنداسون ان لاءِ اهو پلو آهي عزت بہ رهي تہ قرب بہ رهي." هي جڏهن پنهنجي دنيا ۾ وڃائجي ويو تہ مان اهي ساڳيون خوشيون ڳوليندو رهجي ويس، پر پوءِ مون کي ڪجهہ هٿ نہ آيو تہ مان بہ اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏنو پوءِ اسان جو رابطو بہ تقريباً منقطع ٿي ويو. هن عاشقي ۽ معشوقي خوب ڪمائي. "ساري لٺي فقيراندي." هن جا معشوق منهنجي مٽ ۾ هئا. اسان هڪ جهڙا وڳا پائيندا هئاسون ۽ هڪئي ڪٽ تي سمهندا هئاسون. ٻنو پڇي ٻني ۾ پرندو هو. اسان شين ۾ ڪنڊ نہ واپرائيندا هئاسون. پر ڳڙ يا ڳڙ واري ڪنڊ واپارائيندا هئاسون جنهن کي مستي بہ چوندا آهن. جڏهن هن جي منگيتر منهنجي پيڻ رضوانہ وفات

ڪئي ته هن نورجهان سان شادي ڪئي. "نور آ ته جهان آ". نورجهان جي چڪرن ۾ هي شهزادو سليم اسان کي وساري ويٺو. هي مونکي اڄ به ايترو پيارو آهي جيترو هن کي اڳ محمد علي رياض پيارو هو يا هاڻ ڪيس نورجهان پياري آهي.
سندس پٽن سرمد ۽ سارنگ جي روپ ۾ هڪ نيٽن حسناڪي جنم وٺي چڪي آهي هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته انهيءَ جي رستي ۾ ڪير ڪير ٿو ڪسجي. آغا سعيد اڄڪلهه سخت ذهني دٻاءُ جو شڪار آهي. شل هن آزمائشي امتحان مان سچل جي نگري درزان جي سائين قبول محمد شاهه جي دعائن سان پار پوي.

**مان ۽ منهنجو بڻ بنياد**

چل بُليا' اُتي چليئي، جتي ساري اني،
نه ڪوئي ساڏي ذات پڇاڻين، نه ڪوئي سانون مني. (بلي شاهه)

مان پنهنجي ذات جي اصليت ڏانهن موٽان ٿو. مان ذات پات جو پيد بلو ڪونه رکان، مان پنهنجي ذات ٻڌائڻ کان وڌيڪ پنهنجي مشاهدن ۽ تجربن کي اوهان آڏو آندو آهي. اسان ذات جي ڪامليت تي يقين رکون ٿا. ذات پات ۾ ڇا رکيو آهي. ذات پات جي مرتبي ۾ گهٽ ذات، نيچ ذات يا ڪمذات. سمجهندڙ پنهنجي ذات ۾ نامڪمل ۽ احساس محرومين جو شڪار هوندا آهن. هتي ذات بدلائڻ جو رواج عجيب آهي. ڪوڙو ڀرم رکڻ مان فائدو؟ ڏنڌي جي ڪرت ڪري ڪنهن کي سماجي حيثيت ۾ پاڻ کان ڪمتر يا نيچ سمجهندڙ خود نيچ ۽ گهٽيا آهن. ذات يا ڪرت جو تعصب

معيشيت کي تباهه ڪري ٿو. پاڻ سڀڳورن جو آخري حج جي موقعي تي ڏنل سبق مان اڃان نه آهيان وساري سگهيو. اهو وسرڻ به نه گهرجي. منهنجي هڪ پشتو پٺاڻ حاجي نصير قاسم آباد حيدرآباد ۾ پڪوڙا اسٽاپ تي هڪ پڪوڙن جو دوڪان کوليو ته سمورن پٺاڻن اچي ٺڪ ٻجو ڪري ورتس ته "پڙوا ڪجهه ته شرم ڪر ان کان ته سٺو هو چڪلو کولي هلائين ها. هي پڪوڙا ڪپائي اسان پٺاڻن جو نڪ ٻوڙي ڇڏيئي." هو وائڙو ٿي ويو ته اسان پٺاڻ جيڪي موچي ٿي ٻين جا جوتا ٺا صاف ڪريون ته به نيچ نٿا سڏجون. مان پڪوڙا ٿو ڪپايان ته نيچ ٿي ٿو پوان. سو اسان جي شڪارپوري پٺاڻن جي اٽين ڪوپڙي قريل آهي. ڀاڻيندي يا پڙوت ۽ خوشماند ڪندي غيرت نٿي اچين پر ڪنهن مولائي ٻچن جي گذر سفر لاءِ ٽوپي جو دوڪان کوليو ته ڇڙهي ويندس ڏاڪا ٻڌي ته ٻيو ڪو ڏنڌو ڪري اهو نه ڪر اسان پٺاڻن جي عزت ٿي گهٽجي. مون ايگريڪلچر ڪامپليڪس ۾ ميرج بيرو ٿي کوليو ته منهنجو هڪ سرت آغا فياض خان صفا جلبلي ٿي ويو ته "متان اهو ڪم ڪرين ميرج بيورو معنيٰ چڪلو اسان پٺاڻ آهيون عزت وارو ماڻهو ڇا چوندا ته پٺاڻ ٿي چڪلو ٿا هلاين" جڏهن ته سندس پاڻيجي گهر ۾ بيوٽي پالر کولي ويٺي هئي جا منهنجي پاڻتي ٿئي. هاڻي هن پروفيسر کي

ڪير سمجهائي ته رشتن ڳنڍڻ خدا جو بهترين روپ آهي. ۽ خدائي ڪم آهي نه ڪي چڪلو جنهن ته انجي پيٽ ۾ بيوٽي پالر جيڪو ڪمائن پيا اهو به اوهان کي خبر آهي. ٻنهي مان چڪلو ڪهڙو ٿيو اهو اوهان پاڻ فيصلو ڪندا. پوءِ مون ته اهو چڪلو ڪرڻ ڪوليو پر پوءِ ان ملان ٽاٽپ سوٽ پنهنجي سمورن ڀائيجين ۽ ڀائيجن جا رشتا هڪ هلندڙ ڦرندڙ ميرج بيورو عورت جي معرفت ڪيا. نه رڳو ايترو پر غيرت ۾ مري ويندڙ مرحوم لالا نياز خان جي اولاد به اهو ثواب ڪئو. منهنجي سالين ۽ سالن جا ڀاڳ پڻ انهيءَ ميرج بيورو جي صدقي کليا. جو ست سمونڊ پار پيا مرجون ڪن. هاڻ ته خاندان جا پيا غيرتي پٽ پڻ ماسي زرينه سانگي جي جلتي ڦرتي ميرج بيورو جي هر وقت چڪر ڪاٽيندا رهن ٿا. من ڪو ڀاڳ ڪولي پوي. شڪارپور جو هڪ پيشوار سنڌي آغا پناڻ پڙوو منهنجي دوستن جي نجي محفل ۾ ويهي منهنجي روبرو دوستن کي پيو چئي هي آغا، وغا تورئي آهي هي ته مغل آهي. هاڻي هن بي وقوف کي ڪير سمجهائي ته اُهي مغل مٺي جن بر صغير ۾ نسلن بادشاهي ڪئي يا اُهي پناڻ مٺي جيڪي رستن تي اجلايل ماڻهون جو ڪن ڪچرو ٿا ميڙين. منهنجي ته ايتري ڦٽل آهي جو مان شايد پڙوت ۾ به چڙهي نه سگهان.

## منهنجا وڏا

منهنجا وڏا ڪير هئا ڪٿان آيا انهن سان اوهان جو ڇا؟ اسان جا وڏا ڳوٺ ۽ گام ڇڏي ائين خير سگالي سان نه آيا هوندا. اسان جي خانداني هسٽري دنيا جي هسٽري شيٽرن وانگي آهي، پناڻ خانا بدوش ۽ جنگجو قبيلو آهي. ضرور پرين سان اڻ بڻت هوندن. رڻ ٻاري ملڪ تپائي، پينگ ڪري، ديس ڏڪاريل باغي بڻجي، دنيا رلي پني پوءِ هت شڪارپور آيا هوندا. هتي به ڪجهه ڏسي، تاڙي پوءِ پڪا اڏيا هوندئون. منهنجو انهن کي سلام آهي جن هنن قرآنين کي اتان تڙي پاڙ پٽي پڇايو هوندو تڏهن وڃي انهن جو ملڪ نريو هوندو. شڪارپوري يعني اُترادي، اترادي معنيٰ حرامي. شڪارپورين سان ڪو ڪنهن به ريت پڇي نه سگهندو. خودگرز، مطلب پرست وقت تي گڏهه کي به پيءُ ڪري وٺندو. چار ماڻهو ڏسندو ته اصليت ڏيکاريندو. رڳو پنهنجو فائدو ڏسندو. هٽ ڪان ولي پاڻ جهيڙونه ڪندو پر ٻئي کي ٽيڪر ڏيندو جيئن لعل به ليي ۽ پريت به رهي اچي، شڪارپور يا اول نمبر جو چالاڪ هوندو يا اول نمبر جو بيوقوف چار گهر هوندو ته پاڻ ۾ نه ٺهندا. ڀاءُ ڀاءُ جي ترقي ڏسي جلندو. ڀاءُ ڀاءُ سان نه ڳالهائيندو، پيءُ پٽ سان نه ٺهندو. يعني هڪٻئي جون ڪچيون ڀرٽيون ڪاٽيندا. ٻئي جو لن به پٽي نه سگهندا پر پنهنجي جو سُوٽ پي ويندا. شڪارپورين تي جيڪي به چوٽيون مشهور آهن. اها حقيقت آهي مان ان سان سئو سيڪڙو اتفاق ڪريان ٿوءِ قبول ڪريان ٿو. پوءِ پل شڪارپوري انهيءَ جي بچاءُ ۾ ڪهڙا به دليل چو نه ڏي.

## لکيدر جا لونڊا

شڪارپور اوائل ۾ ھڪ مضبوط قلعو ھو. جنھن مان اڄڻ وڃڻ لاءِ اڌ-اڌ ميل تي چوداري اٺ دروازا لکيدر، ھاٿيدر، ھزاري در،سويلر، واڳڻو در، خانپوري در، ڪُرن در ۽ نوشرو در ھئا. جتي ھڪ ماڙي ۾ ھئي صديق ماڙي جي نالي سان. لکيدر شھر جو مرڪزي گيٽ ھو. جتي گھنٽا گھر آھي. ھتي ڪاڏي پيتي جا مرڪز ھئا. جتي ماڻھو تفريح لاءِ ايندا ھئا. ايران، سمرقند، بخارا ۽ قنڌار جي لونڊي باز ڪنڌاري پٺاڻن ڪي ڦرڻ ۽ چريو ڪرڻ لاءِ ھتان جا خوبصورت، ڳاڙھا ٽماٽر جھڙا ڇوڪرا ململ جو چولو پائي، پاسي واري ڳچي جا سمورا بٽڻ کولي ھوا ۾ ڪائيندا ھئا تہ پنھنجي ٻُوبيءَ جو ديدار بہ ڪرائيندا ھئا جيڪي ڳچي ۾ رابيل جو ھار وجھي ھٿ ۾ ريشمي رمال ڪٽي ٽاٽائي واري لوڏ سان انھن پرديسن جو دل ڪٽندا ھئا. دائود پوٽن جو آباد ڪيل ھي شڪارگاھ بادشاھن جي شڪارگاھ سان گڏ اسان پارن شڪارين جو پڻ شڪار گاھ ھو. جتي ويھي سھٽا ديوان جو فالودو. ڪائي ۽ مائي واري ڪلفي چوسيندا ھئا. ھتي ھر قسم جي مٺائي ڪان سواءِ، چٽڪاريدار آچار، ڳڙ واري لائي بہ ملندي ھئي. ھتان جي انھن خوبصورت ڇوڪرن جي، ھند، سنڌ ۽ ولايت تائين ھاڪ ھوندي ھئي. اھي گلاب چڪائي ھلندڙ ڇوڪرا. سنڌ جي حاڪمن جي لشڪر ۾ پڻ ڀرتي ٿيا. ۽ انھن جي وڏن کي تہ وڏيون جاگيرون مليون جيڪي پوءِ سردار ٻٽجي ويا ۽ اڄي ڪوٽ وسايون. انھيءَ جاگير بدلي پنھنجي .آقائن ڪلھوڙن کي خوش رکڻ لاءِ ھي لشڪر ھر وقت ذميواري نڀائيندي نظر ايندو ھو، اھي رات کي ڏينھن ڪندڙ ڇوڪرا لکيدر تان ٽانگن ۾ چڙھي شاھي باغ ۾ ويندا ھئا.

## شڪارپور جا پرين

شڪارپور جي نوجوانن کي ڪسرت جو ڏاڍو شوق آھي. اُھي وٽندڙ ۽ پيارا ڪسرت خانہ مان خاص طور تي ڏسڻ ويندو آھيان. شڪارپور جا ڪدڙا بہ پنھنجو مٽ پاڻ آھن. باقي شڪارپور جي ٽيشن واري ڇڪلي جي مان ڳالھ نٿو ڪريان جو اھا منھنجي لائين ڪانھي. شڪارپور منھنجي پرين جو شھر بہ آھي. وقت برقت ھتي منھنجا ڪئي پرين ٿي گلريا آھن. جن مان نديم شجراءِ، سعيد انور شاھ، ڪرپال داس، جاويد شيخ، نجيب حيدر شاھ، پيارن دل گھرين دوستن ۾ اعجاز منگي، قيوم منگي، ارشاد شيخ، ارشاد سومرو، امير سومرو، فضل جوڻيجو، مقصود منگريو، غفور شيخ، آغا نجيب، مختيار سومرو قاصر نواز، ديدار سومرو ۽ ٻيا اڃي وڃن ٿا. شڪارپور جو ھر ماڻھو مڪڻ آھي. شڪارپور جي ھر چيز اعليٰ آھي. ھتان جي دوستي بہ اعليٰ آھي. انھن دوستن جو ذڪر اڳتي ڪبو. شڪارپور ۾سوادي چيزون ايتريون آھن جو مان گھر جو ڪاڏو ڇڏي سڄو وقت ٻاھريون شيون کائيندو آھيان. جن جو ذائقو ياد ڪري اڄ بہ وات مان پاڻي اچي وڃي ٿو.

## گهوڙي سواري زنده باد

تنهن زماني ۾ گهوڙي سواري معتبري، جو باعث هئي ۽ بگي يا ٽانگي تي چڙهڻ عزت ۽ شان هو. اسان جڏهن بابا سان گڏجي ريل ۾ يا ويگن ۾ ايندا هئاسون ته اتان ٽانگي ۾ چڙهي ڪڙي نواب خان ويندا هئاسون ۽ شڪارپور ۾ هوا خوري تي نڪرندا هئاسون ته اڪثر ٽانگي ۾ چڙهندا هئاسون. مون کي اتان ٽانگي ۾ سواري ڪرڻ جو موقعو مليو. ٽانگي ۾ چڙهبو هو ته ڄڻ اسان ٻارن لاءِ عيد هوندي هئي. گهوڙو پنهنجي مخصوص انداز ۾ ٽاپ ٽاپ به ڪندو هو ته ٽڻ ڏيندو به هلندو هو اسان پوءِ گڏجي کلندا هئاسون ۽ وات مان ٽڻ ڪڍندا هئاسون اهو اسان ٻارن لاءِ روندشو هو. امان چوندي هئي "فضيلت سکو اهو چاهي؟" مان ڪئي

پيرا بگي گهوڙي تي چڙهيو هوس. شڪارپور جا سڀ بگي گهوڙي وارا ياد هئا. مون کي اڳواٽ خبر هوندي هئي ته ڪنهن جو گهوڙو چنبو آهي ته ڪنهن جو گهوڙو صلورو آهي. خالا ماسي نورجهان امان سان گڏ مائٽن ڏانهن وڃڻ وقت چنبن گهوڙن تي نه چڙهندي هئي چوندي هئي ته "ان ڪان پنڌ ڪجي ته ڀلو آهي." هڪ ڀيري گهوڙي جي اولر تي امان ۽ خالا ماسي اچن برقعن سوڙو اچي وچ بازار ۾ ڪريون هيون. انهي ڏينهن کان وٺي ماسي مرندي مري ويئي پر ٽانگي تي نه چڙهي نياڳو يا چنبو گهوڙو نڪبو هو ته وچ رستي تي منڊ جي بهاني بيهي رهندو. گڏهه جيان گهه ڪري پڙ ڪڍي بيهي رهندو. لغام چهبڪ گهوڙي کي قابو ۾ رکڻ ۽ سندس چال کي تيز ڪرڻ لاءِ هڪلڻ جي ڪم ايندو آهي. پر هي ڀلي چهبڪ هڻوس، پل به قلم اڳتي لهي چڪيوس ته چار پير پنتي موٽي ويندو. ڪجهه ٽڪ ڪجهه ضد ۽ ڪجهه مرد جو معاملو هوندو آهي. گارين جو ٺهڪو پوندو آهي. بگيءَ واري جو چهبڪ جي ڏڪ ۽ گار ڪان سواءِ هڪ منٽ به نٿي سري. هي هر وقت هن گگدام تي ظلم پيا ڪندا آهن. ڪنهن کي مارڻ ڀلي ڪنهن جانور يا پکي کي به ڪيڏو نه وڏو پاپ آهي. ڪي ته ٽانگي وارا اخلاق وارا به آهن. پر تب سنڌن دامن اخلاق جي دائري کان نڪريو وڃين. استاٽ ڀلو ڪندا پر نالي واري مصره تي سنئو سنئو ڳونهه ڪائيندا آهن. صدقو وڃائي. هيڏي ٿي هوڏي ٿي، بابا- پٽ- من — اوسائين. هيڏي نه ٿو ٿين، هيڏي ڪاڏي ٿو مرين. ماءُ جا چڏ، پيڻ جا چڏ جاهئين ماءُ کي، جاهئين ڏاريندي کي. ٽانگي وارا گارين جي پيڙ پيڙان لاهي ڏيندا آهن. سواري به گارين جي لسٽ وٺندي رهندي آهي. شڪار پورين جون هي انوکيو گاريون اوهان کي ڪنهن بڪشنري ۾ نه ملنديون. بابو وري چڙچاڪين (وڪٽوريا) گاڏين جو شوقين هو. بابو اسان کي حيدرآباد تروڙي شڪارپور ۾ وڪٽوريا گاڏين تي چڙهي ڏاڍو دبلبي سان نڪرندو هو. مان اڪثر وڪٽوريا

ھلائيندڙ سان گڏ ٽي ويھندو ھوس ۽ پوءِ ٻارن جيان چوندو ھوس "اڙي اڙي مان مٿي مٿي تان ھيٺ ھيٺ." ھڪ گھوڙي واري ۽ وڪٽوريا تہ مون سواري ڪئي آھي تہ ٻن گھوڙن واري تي بہ، حيدرآباد ۾ شادي جي پاڙي لاءِ گھوٽ ڪنوار جي لاءِ اسپيشل چئين گھوڙن واري بہ وڪٽوريا آھن. مان جڏھن لاھور ۾ پنھنجي اڪيلي سالگرہ ڪئي ٿي ڇھن گھوڙن واري وڪٽوريا 1991، ۾ 3000 روپين ۾ ڀاڙي ڪرائي ھئي. جنھن مون کي سڄي لاھور جو ٻاھرين ٻاھرين سير ڪرايو ھو. مون پوءِ لاھور جي قلعي جي گيٽ وٽ ڪجھ ٺاھوڪا ڇوڪرا مٽن ۾ دوست بڻائي سالگرہ جو ڪيڪ ڪٽيو ھو ۽ ڪين ھن وڪٽوريا جي باقي سفر ۾ گڏ پڻ ڪنيو ھو. جن مان ھڪ سان پوڙ پوڙان بہ ٿي. بابا سان مان ھر آچر تي تيار ٿي بازار ويندو ھوس جوانيءَ واري بي فڪري جي انھن ڏينھن ۾ فلمون بہ وٺنديون ھيون فلم جو آخري شو بہ ڏسبو ھو. وري ٽانگي تي چڙھي ڪري اچي گھر پھچبو ھو. ھر آچر تي نئين فلم ڏسڻ ۽ واپسي ۾ ٽانگي تي گھر اچڻ منھنجو ۽ منھنجي ڀاءُ لالا غني جو جڻ فرض ھو. انھيءَ دؤر ۾ فلم ھڪ وڏي تفريح ھوندي ھئي. ڏينھن ھو آوارہ گردي لاءِ وقف تہ رات ھئي فلمن ڏسڻ جي بلي ۽ ھو واپسي ۾ گھر رڳو امان بابا جون قواليون ٻڌڻ لاءِ ئي ايندا ھئاسون. چھبڪ نہ رڳو گھوڙن لاءِ ھو پر نٺڍي ھوندي مون بہ خوب تي اھي چھبڪ کاڌا. مان حرڪتي ھوندو ھوس ٽانگي تي پٺيان واري جڳھ تي پيٽ رکي چڙھندو ھوس تہ گاڏي وارو امالڪ چھبڪ ھوا ۾ ڦيرائي زيٽ وارو آواز ڪري چوندو ھو "خبردار پلٽي ماري ويھي رھو" پر مان گھوڙي جو ھر ھر مٿي ڪيل پڇ جھلندو ھوس تہ گھوڙو ڊپ ۾ پوين پئي ٽانگو ٻاڌي کي نڪاٽو ڪندو ھو، تہ ھڪ نڪاٽو ٻيو بہ ٽيندو ھو اھو ٽانگي واري جي چھبڪ جو منھنجي پٺي تي ھوندو ھو. جڏھن ڏک بچائي وٺندو ھوس تہ وري کو ٻار چوچ ڏئي اک ھٽندو ھو تہ وري ٿي وجي. تہ وري ٿي ويندو ھو پوءِ برقعي مان امان جو پادر بہ گڏ مون تي وسندو ھو ۽ ٻيا وينا ٽانگي سان گڏ منھنجي مار جو بہ مزو وٺندا ھئا. وقت شھمور گھوڙي ھيئان لتاڙي ويو ۽ اڄ جو انسان گھوڙي جي چڙھڻ بجاءِ انڌ جي گھوڙي تي چڙھيو وتي.

## احمد علي ماما

لالا احمد علي خان منھنجو سڀ کان ننڍو مامو آھي. لالا لياقت جي سياست ۾ ھئڻ سبب ھي مولائي ھميشہ ڀاءُ جي حصي جي جيل ۽ ڪوڙا کائيندو ھو. ھي شڪارپور جي شاھي باغ لڳ ھڪ ٽيوب ويل تي ٽيوب ويل آپريٽر آھي. ھي فطرتن قلندرانہ طبيعت جو مالڪ آھي. ڏاڍو سچو ۽ ڀلو انسان آھي. مون ھن کي ننڍپڻ کان ئي فقيري طبيعت ۾ علي علي ڪندي ڏٺو آھي. شاھي باغ جي منڍ ۾ ٽيوب ويل

تي هنئڻ ڪري ماما وٽ هر وقت ماڻهن جي رش لڳي پئي هوندي هئي. ماما ياروِيس ۽ مهمان نواز به وڏو آهي. سائين حاجن شاهه ماڙي وارو سندس مرشد آهي. مرشد کي به هي مريد سڀ کان پيارو آهي. ماڙي جو لنگهه شاهي باغ مان هئڻ ڪري سائين حاجن شاهه ايندي ويندي هن ٽيوب ويل تي احمد ماما لاءِ وقفو ضرور ڪري جنهن سبب هتي ته ميلو مچي ويندو آهي، هي سائين حاجن شاهه جو من پسند ٽاڪ آهي ۽ ماما سائين جو دل گهريو ٻالڪو آهي. انهي ٽيوب ويل کان سواءِ ماما جي هڪ بينڪ ٻي به آهي. منهنجي مامي لالا لياقت جي گهر لڳ ماما جي هڪ سياسي اوطاق پڻ آهي جنهن جو گرائونڊ فلور ماما لالا لياقت سڄو جو سڄو استعمال ڪندو آهي باقي انهيءَ اوطاق جو ڇت وارو پاسو احمد ماما جي حوالي آهي جتي منهنجي هن مامي غريباڻي طرز تي هڪ ٻڍا منڊلي پڻ قائم ڪئي آهي. جتي ماما جي سمورا ٻڍا دوست ۽ پنهنجا پراڻا سنگتي جيڪي گهر گهاٽ وارا آهن تن کي ماما گهر ڪري رهائيندو آهي. ماما جي هن ٻڍا منڊلي ۾ سمورن پوڙهن جو هڪ ٻئي ۾ ساڻ پيار ۽ ساهه آهي. ڪوبه ڪنهن هڪ کان سواءِ جي نه سگهندو آهي. جتي کين ماني ٽڪي، دوا درمل، اٽولٽو، چانهه ٻيڙي، سگريٽ، ٽاڏل ڀنگ چرس، کير، شربت مطلب ته هر حاجت مامو پنهنجي هڙان وڙان پوري ڪندو آهي. اسان جون ٽي ماميون ويچاريون سڄو ڏينهن لالا لياقت جي سياسي دوستن مهمانن لاءِ ۽ احمد ماما جي ٻڍا منڊلي وارن لاءِ ۽ واندن موالين لاءِ هر وقت ماني پچائڻ ۾ پوريون، هونديون آهن. هي منهنجون ٽيئي پڙهيل لکيل ماميون ڪڏهن به اُف نه ڪنديون آهن. هاڻ ته سندن اولاد به وڏي ٿي وئي آهي، جن جي دوستن يارن جي ائي ڏينهن دعوت ڪرڻ جي ٽڻنگ کي پڻ منهن ڏين ٿيون. مان جڏهن شڪارپور ويندو آهيان ته جيستائين ماما سان نه

ملان تيستائين مون کي چين ۽ سڪون نه ايندو آهي. اها ڳالهه نه هوندي آهي جو ماما مون کي ويهاري. مٺايون اچي وينديون. ڪلفيون، فالودو، آچار، سگريٽ، کير، کير ۾ باداميون، ماما مون کي موڪلائڻ مهل شڪارپور جون سوکڙيون به ڏيندو آهي ته نقد خرچي به ته جئين واپس حيدرآباد جو ڀاڙو ڪندو شيون کائيندو وڃان. مطلب ته ڪا ڪسر نه ڇڏيندو آهي. مان شڪارپور ٻارن سان نه ايندو آهيان. پر پنهنجي منهن انجواءِ ڪرڻ ايندو آهيان ان لاءِ ڪنهن نه ڪنهن يورل سان گڏجي ايندو آهيان مفت کا چوڏنا اور دور لئي جانا پوءِ اچي ماما وٽ مهمان ٿيندو آهيان رات جو لالا لياقت جي اوطاق تي مهمان سان AC ۾ سمهندو آهيان ۽ سڄو ڏينهن احمد ماما جي حوالي هوندو آهيان. حيدرآباد کان آندل انهي اسپيشل لاٽي کي ماما احمد علي شڪارپور جي لاٽي به کارائيندو آهي. نئين مهمان لاءِ ڀنگ جو اسپيشل انتظام پڻ ٿيندو آهي ٻڍا منڊلي جڻ ساهه ڏيندي آهي، خوشي موٽي ايندي آهي، مهمان کي ڏسي پوڙهن ۾ جڻ جواني موٽي ايندي آهي. هر ٻڍو مهمان جي پرسان ويهڻ ۾ فخر محسوس ڪندو آهي. ائين ڪل ڪل ۾ جڏهن اڌ رات ٿيندي آهي ته مان انهيءَ ٻڍا منڊلي جي ميزبان

ڪانَ اجازت وٺي مهمان سان گڏ هيٺ لهي ايندو آهيان. پوءِ ڳوٺ منهنجو اوطاق منهنجي، مهمان منهنجو ۽ رات منهنجي هوندي آهي.

## ٽيوب ويل

شڪارپور اڇبو هو ته ماما وٽ جي ٽيوب ويل تي نه وڃبو هو ته ماما ڏوراپو ڏيندو هو. احمد ماما ٽيوب ويل تي هڪ خوبصورت باغ به سينگاريو هو جنهن کي آرامده بنائڻ ۾ هن ڪابه ڪسر نه ڇڏي هئي. باغ ۾ لانڊي يا بينچون هيون انهن ۾ مهمان مڙو سک سان ويهندو هو باغ ۾ ڪسرت به ڪئي ويندي هئي. لانڊي ۾ ماما مهمان لاءِ سنا تڏا آڻي ڏيندا هو ۽ پاڻ ڦاٽل تڏن تي ويهندو هو. ماما مون کي وٽن هيٺان تڏا رکي ڏيندو هو. ڪونڊي ۾ ٿاڌل به گهوٽبي هئي ڪونڊو جڏهن واندو ٿي ماما کي ملندو هو تڏهن هي ان هنڌ ويهي ٿاڌل گهوٽيندو هو. مان وڏو گلاس ٿاڌل جو چاڙهي ڪپڙا لاهي ڳوڏ ٻڌي اچي پاڻي ۾ گهڙندو هوس. نشا چڙهي ويندا هئا. مون لاءِ اونهاري جو مهينو خاص ڪري جون جولائي ۾ ويل هوندو هو. جيستائين مينهن وسڻ سان گرمي جو درجو جسم جي گرمي جي درجي کان هيٺ نه اچي وڃي. مان پائيسز (حوت) آهيان. پائيسز معنيٰ مڇي ۽ مڇي معنيٰ پاڻي. مان پاڻي جو عاشق آهيان. پاڻي جي پرسان وڃي منهنجي ڪيفيت بدلجڻ لڳندي آهي. پاڻي ۾ وهنجڻ مون کي مزيدار لڳندو آهي. سنان وهنجڻ يا تڙ ڪرڻ پوءِ اهو باٿ جو شاور هجي، ٽيو ويل هجي، واهه هجي، درياهه هجي يا ڪو ٽب، پاڻي سان منهنجي سيڪس جو پاور وڌي ويندو آهي. اونهاري ۾ ٽيوب ويل ۾ پاڻي ٺري يخ ٿي پوندو آهي ٽيوب ويل مان پاڻي ڪسين مان وهي دلفريب فضا پيدا ڪندو آهي. ٽيوب ويل جي ڌارا تارونءِ تي پوندي آهي ته لڳ لڳ ٺري پوندو آهي. ٽيوب ويل جي هيٺان ويهه بدن کي ٺري عجيب خوشي محسوس ٿيندي آهي. تڙ کان اڳ ميٽ هٿي جنهن ۾ نر جا پن ڏوهي، رابيل يا موتئي جا گل وجهي بدن کي لڳائي سڪائبو هو ته آرايون ۽ ڦرڙيون به لهي ويندون هيون بدن پوءِ خوشبودار ٿي پوندو هو. ڪيتري دير تائين اڻين پاڻي ۾ وهنجندي منجهند ٿي ويندي هئي. پاڻي کان ٻاهر نڪرڻ تي دل نه چوندي هئي. آخر وهنجي ٻت سڪائڻ لاءِ ماما پوتڙو ڏيندو هو، مان ٻاهر نڪري ٻت اگهي ڪپڙا بدلائي شاهي باغ جو چڪر ڏئي ايندو هوس ته ماما مون لاءِ ڍير توت، ڦاروا، موريون يا انبڙيون آڻي ڏيندو هو.

## اقبال احمد بلوچ

مان بانبڙا پائيندي ڀهريون دوست اقبال بلوچ کيو، اسان هر عمر هئاسون، منهنجو هن تنڍپڻ جي دوست سان توڙ تائين ناتو هلندو رهيو اسان جي دوستي تہ وفا ڪئي پر زندگيءَ هن سان وفا نہ ڪئي، هو اپريل ۾ ڄائو ۽ اپريل ۾ ئي مري ويو، اپريل فول تي بجلي هن سان وٺل ڪري وئي، هي ٽي سال اڳ پاڻي جي موٽر ڏاهيندي ڪرنٽ لڳڻ سبب گذاري ويو. هي هر وقت خطرن سان کيڏندڙ منهنجو دوست دوستي جو بہ شينهن هو، اسان ٻئي دوست هڪ ئي پاڙي ۾ رهندا هئاسون، ۽ هڪ ئي اسڪول ۾ پڙهندا هئاسون اسان هڪ ئي پاڙي ۾ ننڍا ئي وڏا ٿيا هئاسون، اسان ڏک سک جا سائي هئاسين، تڪليف ۾ هو سڀ کان اڳ مون وٽ ٻوڙي ايندو هو، مان بہ حال سارو هن سان پيش پيش هوندو هئس، اسان جوگهر هڪ ئي قطار ۾ لاڳيتو هو، مان سي-36 ۾ ۽ هي سي-38 ڪواٽر ۾ رهندو هو، هن جي ماءُ ڪراچي جي لي مارڪيٽ جي ميمڻ هئي، تہ پيءُ ٽنڊوالهيار جي ننڍي ڳوٺ آمري جروار جو جروار بلوچ هو، هي ميمڻ ٽائيپ ٻروچ دوست هائي ويز ڊپارٽمينٽ ۾ جونيئر سپرٽينڊنٽ هو هن ايل ايل بي بہ پاس ڪئي هئي ۽ وڪالت جو سوچي رهيو هو. هن سان مون سڄي زندگي گذاري هئي پر هن سان گهاريل گهڙيون ڪلهہ ڪلهوڪيون لڳن ٿيون، هي جسماني طور تہ مري چڪو آهي پر منهنجي دل ۾ هميشہ لاءِ جيئرو رهندو، هي منهنجو سڳو ڀاءُ تہ نہ هو، پر ڀائرن کان مٿي هو، هن جي طبيعت ۽ منهنجي طبيعت ۾ زمين آسمان جو فرق هو، پر پوءِ بہ اسان هڪ ٻئي کان سواءِ رهي نہ سگهندا هئاسين هي الف هو تہ مان نون، اسان جي الف نون جي جوڙي هئي، مان اقبال جي گهر ٻاهران بيهي وڏي سڏ "اقبال او اقبال" سڏيندو هوس، ايڏيون تہ ڪوڪون ڪندو هوس جو پاڙو مٿي تي کڻي ڇڏيندو هوس اهو منهنجو روزانو جو قصو هوندو هو، هن جو پيءُ چاچو مظهر ڏاڍو ڏنگو ماڻهو هوندو هو ڪڏهن ڪڏهن ڪاوڙ ۾ پٽ کي چوندو هو تہ "ڪتي جا پٽ جلدي وڃ همراهہ جو ڦر ڦر ڪري ڪڏهن ڪڏهن چاچو مونکي آمالڪ گيلري مان ٻاهر نڪري" گاريون بہ ڏيندو هو، اقبال شادي کان پوءِ جلدي بتيون بند ڪري مائي سان سمهي رهندو هو، پر پوءِ منهنجي سڏ تي بتي ٻاري دري ڪرلي هيٺ اچڻ جو اشارو ڪندو هو پر ٻاهر ايندي هن کي ڪلاڪ کن لڳي ويندو هو، ۽ منهنجي رڙ تي رڙ ٻئي پوندي هئي، هي ڪڏهن دري مان، ڪڏهن گيلري مان، تہ ڪڏهن اڱڻ مان هڪ منٽ ڇني ڇڻ هڏي ويندو هو مونکي بيهاري بيهاري پيخ ڪيي ڇڏيندو هو، پوءِ هو جڏهن ٻاهر ايندو هو تہ اسان گهمڻ ڦرڻ ويندا هئاسون، مان اڄ بہ جڏهن اقبال جي گهر وٽان لنگهان ٿو تہ دل ٿي چاهي تہ هن کي وڏي سڏ، سڏ ڪريان اقبال او اقبال" من هي آمالڪ دري مان ڏسي چوي هڪ منٽ

مان ٻاهر اچان ٿو پر هو ته گهر ۾ ستل نه آهي هو ته ڏرتي ماءُ جي هنج ۾ ستل آهي جتي کو به سڏ پڄي نه ٿو سگهي، جتان ڪو به واپس اچي نه ٿو سگهي، منهنجي اکين ۾ پاڻي اچيو وڃي، منهنجو قلم اڳتي هلڻ کان جواب ڏيو ڏي، مان پنهنجي آتم ڪٿا جا ٻه هزار پيج لکي چڪو آهيان پر الائي ڇو اقبال تي هڪ پيج به لکي نه ٿو سگهان، منهنجا هٿ منهنجو ذهن، منهنجي دل ۽ منهنجو قلم ساٿ نه پيو ڏي، مونکي ائين لڳي ٿو ته اقبال نه مئو آهي ڇڻ مان مري ويو آهيان ٻي خبر ناهي پر مرڻ کان پوءِ تو ساڻ گڏجڻ جون حسرتون رهنديون.

## پارٽ ٽائيم جاب

هر ماڻهون جي زندگي ۾ ڏکيا سکيا ڏينهن ايندا آهن. سدائين وقت هڪ جهڙو نه آهي هوندو. منهنجي به زندگي ۾ جڏهن به ڏکيو ڏينهن آيو، مون مڙس ٿي اُن کي منهن ڏنو. مان زندگي جي سخت تڪليفن ۾ پارٽ ٽائيم جاب کي ترجي ڏيندو آهيان ۽ جڏهن حالات بهتر ٿيندا آهن ته ڇڏي ڏيندو آهيان. بابو جڏهن حيات هو تڏهن بئراج ڪاٽي ۾ ڪا جڳهه خالي هئي، بابي جي خواهش هئي ته مان اُها نوڪري ڪريان. پر مان بادشاهه ماڻهو هوس، ائين نه ڪيو، پر پوءِ بابي اُها نوڪري ڪنهن دوست جي پٽ کي وٺي ڏني. بابي جي وفات کان فورن بعد جهڙوڪر اسان جي مٿان مصيبتن جا پهاڙ اچي ٽٽا. اسان زيرو تي اچي وياسون. وڃي وڃي هڪ ڏينهن عزت آئي دل ۾ چيم، ٻچا هاڻ ڪو ننڍو وڏو ڌنڌو ڳول، جنهن مان به پئسا اُپت ٿئي ۽ گهر جو گاڏو هلي، نه ته مارجي ويندا سي. پوءِ پنهنجي دوست اقبال بلوچ سان صلاح ڪيئي. جنهن ٻڌايو ته "ريشم گلي حيدرآباد ۾ هڪ پلازه آهي محبوب ڪلاٿ مارڪيٽ جتي يونس ڀائي جو بنارسي ساڙهين جو وڏو دوڪان آهي جنهن تي هر وقت سيلزمين ڇوڪرن جي ضرورت پوي ٿي منهنجو ننڍو ڀاءُ مشتاق جروار جو ڇڻ ڪاٺياواڙين جو مرشد هجي تنهن کي ڇون ٽا. مشتاق پاڻ به ڪنهن يونس ڀائي وٽ ملازم هو. جي مجيبن ته پاڻ هئي گڏ هلي لڳون" مشتاق جي سفارش تي اها نوڪري ملي پوءِ اها نوڪري اقبال نه ڇهن مهينن ۾ ڇڏي آيو پر مان سال ڪن ڪيئي، مون اُتي نئين روايت وڌي مون هڪ ڪلهي تائين ڪٽيل وڳ خريد ڪئي سيڪسي ته اڳ ۾ ئي هوس، پنهنجي پسند تي ڪا به ساڙهي چوندي ڀائي ماڊل ٿي بيهندو هوس پوءِ اُها ساڙهي هٿو هٿ وڪجي ويندي هئي، ائين گهراڪ به خوش ته يونس ڀائي به خوش، ٿوري وقت ۾ ڪافي ميڊمون منهنجو مريد ٿي ويون، گهران تائين ساڙهيون ڏيئي ايندو هوس. ائين ساڙهين جي سيل جي چڪر ۾ منهنجي سيل لڳي ميڊمن مون کي ڪلفي وانگر چوسيو، ملائي ته چوسي ويون باقي وڃي ڪاٺي رهجي ويس ۽ ڏاڍو بيمار ٿي پيس ۽ نيٺ اها نوڪري ڇڏي ڏني. ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ جڏهن مان

دوستن سان گڏجي حيدرآباد ۾ شهر وينلو هوس تہ سينٽ ميري اسڪول جي سامهون هڪ مارويءَ ميوزڪ سينٽر هو. هي حيدرآباد ۾ ٽاپ ڪلاس جو ميوزڪ سينٽر هو جتي ڪافي خوبصورت ڇوڪرا خريداري لاءِ ايندا هئا. سامهون اسڪول جي ڪري ڪافي ديدار بازي بہ ٿيندي هئي، بس اڇي شوق ٿيو تہ ڇا بہ ٿي پوي اتي نوڪري ڪبي، آخر وڃي هنڌ ڪيم. مشتاق ميمڻ ۽ انور شاهہ پارٽنر دوست هئا. اڇي هنن کي پاسو ڏنم بہ سال رهيس، پهرين اسٽاف بواءِ جي نوڪري ملي پوءِ رڪارڊنگ تي رهيس جينس جي پينٽ ۾ وڏي گهرائي جون ڇوڪريون گوڏو گوڏي ۾ ملائي رڪارڊنگ روم ۾ اچي ويهنديون هيون. صفا چريو ڪري ڇڏيائون. مون کي بوائي فيس بيبريون پسند هيون. ڇوڪرن جهڙيون ڇوڪريون. انور صاحب پاڻ بہ ڏاڍو خوبصورت جوان هو، ڇوڪريون هن تي مرنديون هيون، اتي طارق اشرف سان ملاقات ٿي جيڪو مون کي سهڻي پريس وٺي آيو جتي ليڪ نسيم کرل جي ڪنهن ڪتاب جا پروف گم ٿي ويا طارق اشرف جي ڪاوڙ سبب نوڪري ڇڏي. وري محمد عثمان ڏيپلائي صاحب وٽ آيس جتان پوءِ مدد علي سنڌي مون کي سنڌ نيوز پريس ۾ وٺي آيو، جتان سائين نثار حسيني آگم وٺي ويو ۽ مان آگم جو ٿي رهجي ويس ۽ اديب بڻجي ويس. ائين لالي ڪتابي سلسلي ڪان پوءِ قاسم آباد پڪوڙا اسٽاپ تي نين تارا پريس. سونهري بوڪ لينڊ سامهون آغاز وڊيو سينٽر ايگريڪلچر ڪامپليس وٽ سگريٽن جي منڊلي ڪرلي. اداڪارن جي تصويرن جو دوڪان پڻ انشورنس ڪمپني ۾ بہ سروس ڪئي ٿي سال قمرالزمان شاهہ وٽ ايوان زراعت ۾ آفيس سيڪريٽري ٿي رهيس. ائين ننڍا وڏا ڪيئي، ڪاروبار پڻ ڪيا.

## راڻديون ۽ راڻو

تو نڪرڻ کان بس ڪئي، مون ڪيڏڻ کان بس ڪئي.

ڪجھ ياد اٿئي يا نہ، ننڍڙي لاءِ جون ڳالهيون

ٻاروتڻ جون يادگيريون وڌيڪ دلڪش هونديون آهن. ٻاراڻي وهي ۾ راڻو منهنجي ننڍپڻ جي دوست ۽ ساٿي هئي. اڄ بہ هن جو خاڪو منهنجي ذهن ۾ موجود آهي. هو مون کي اڃان ياد آهي هو اڪثر منهنجي ذهن جي چانئٽ تي اچي ويهندي آهي. مون هن سان گڏ ننڍپڻ کان وٺي 13 سالن تائين جو عرصو هڪڙي ماحول ۾ گذاريو هو. راڻو ۾ ڇوڪرين جي بنسبت ڇوڪرن واريون خاصيتون وڌيڪ هونديون هيون. هوءِ اڪثر ڇوڪرن جا ڪپڙا پائيندي هئي. هن جا وار برائون هئا. ڪنهن ڪنهن کي سنهري رنگ سهڻو لڳندو آهي. هو شڪل صورت ۾ بيحد سهڻي هئي پناڻڪو ٻار هون ٿي خوبصورت هوندو آهي هوءِ هر وقت پئي مشڪندي هئي هوءِ هڪ مڪمل ڪيچلي ڇوڪري هئي. هن جو تڪيہ ڪلام هو الائي ڪيئن؟ هوءِ ڇوڪرين سان نہ پر اسان ڇوڪرن سان راند ڪندي گذاريندي

هئي. اسان صبح جو اٺين وڳي کان رات جي اٺين وڳي تائين گڏ هوندا هئاسون، منهنجون اکيون هميشه هن جي ڳولا ۾ رهنديون هيون. هو ڪنهن نه ڪنهن طرح مون کي ڪولي لهندي هئي. پوءِ جڏهن اسان هڪ ٻئي ۾ سموئجي ويندا هئاسين. رانو اسان سيني ڇوڪرن کان وڌيڪ هوشيار، چالاڪ ۽ بهادر هئي. مجال آهي جو ڪو هن سان سينو ساهي سگهي، هوءِ زبان سان نه هٿن سان ڳالهائيندي هئي. هوءِ لاتون، اٽي ڏڪر، بلور، سٽ ڪٽ ۽ ونجهه وٽي جي شوقين هئي. هو بهترين لغڙائي (لغڙباز) هئي. رانو جي ڪري ٻين ڇوڪرين سان به ملڻ لڳس ۽ ڇوڪرين وارين رانديون کيڏڻ لڳس. اسان سان ننڍپڻ ۾ جيڪي ڇوڪريون گڏ راند ڪنديون هيون تن ۾ ريشمان قريشي، فضا قريشي ٻئي ڀيڻو ڪلثوم قاضي، شهناز قاضي، ممتاز قاضي ٽئي ڀيڻو هيون. نگينه ناز ناجي، لبان، روبي ، فاطمه مگريو، رخسانه بلوچ ۽ ٻيون. ٻار هئاسون ٻاراڻا ٻول ۽ گيت هوندا هئا. لڪ ڇپ يا ٻيون رانديون ڪندا هئاسون. ڇيڙائڻ لاءِ "ڇري ڇوڪري ڇر جي ڪاٺي ڪنا ٻير، اٺ جيڏي اوجهري، گابي جيڏا پير." "ننڍڙي ڙي ننڍڙي اسين تنهنجا ماٺهو ڇپينداسون ڏاڙهون. هي ڇوڪر ڪهڙي ستن پائن جهڙي." "ارڇڪ مرڇڪ ڏاڍا ڏرڇڪ آگ پٽيڙا ناگن جوڳڻ، ڪارا ڪٽي مني ڇٽي." "ڦوٽا ڦڪيندس، لونگ لٽيندس، هيٺينڙو يا مٿينڙو،" "ڦر ڦر سوٽو دبلي تي ڪڙڪي،" ڇيلهه جهڪائي اونڌا ٿي اکيون پوري ٻيهندا هئاسين ۽ ڇيلهه تي مڪ رکي راند ڪندا هئاسين. ڇوڪريون گول ناهي ڏانديا به ڪنديون هيون. ٺڪري راند به هوندي هئي. "ائم آءِ آئوٽ" مطلب ته سڄو ڏينهن راند روند ۾ هوندو هو. ڪا روڪ ٽوڪ نه هوندي هئي. ڪا غلط سوچ نه هوندي هئي سنو دور هو. ڇوڪرين سان راند ڪندي ڪڏهن به مون کي اهو حساس نه ٿيو ته مان ڪا ٻي مخلوق آهيان. ڇوڪرين سان راند ڪندي منهنجون عادتون به ڇوڪرين وانگر ٿينديون ويون هيون. هر ڳالهه تي اي الله ڇوڻ اٽي دڳ تي ڇڏي هيٺ ڪري ڇوڪرين وانگر ويهي پيشاب ڪندو هوس ۽ ڇوڪريون کلنديون هيون. رانو کي لغڙ راند جو به ڏاڍو شوق هو جنون جي حد تائين. هو الڳ الڳ ڊول ۽ شڪل جا لغڙ پسند ڪندي هئي هوءِ ڪانچ جي چوري ۾ لئي ناهي مانجهو تيار ڪندي هئي. جنهن لاءِ اسان سڄو ڏينهن گهٽين مان وتندا هئاسون شيشا ميڙيندا.. هو ڏور واري چڪري جهلڻ لاءِ مون کي ڏيندي هئي ۽ پاڻ لغڙ کي اڏائي شرطون لڳائيندي هئي. ڪنهن به لغڙ کي ڪاٽا ڪرڻ رانو جو مٺڻ جو کيل هو. هو لغڙ کي بل ڏيڻ لاءِ به مون کي چوندي هئي. هوا جي جهوٽي سان لغڙ جڏهن ڦر ڦر ڪري مٿي چڙهندو هو ته آسمان تي ٽڪ ٻڌي بيهندو هو. آسمان رنگ برنگي لغڙن سان پيو ڀڪندو هو. هو ڪاٽا ٿيل لغڙ کي جهڻ جي به ماهر هئي. رانو جي مون کان سواءِ منهنجي دوست اقبال بلوچ سان به

لڳندي هئي جنهن کي مان پيار ۾ لغڙي شاهه چوندو هوس. اقبال رانو ۽ مون کان قد ۾ ڊگهو هو ر ڳو ٻانهون مٿي ڪندو هو ته ڪاٽا ٽيل لغڙ چقمق جيان هن ڏانهن ڇڪجي ايندو هو. اسان ٽنهي جو تيڙو هوندو هو. اسان ٽنديڻ گڏ گذاريو هو. رانو جڏهن مون وٽ ايندي هئي ته پوءِ اسان ٻئي گڏجي اقبال وٽ ويندا هئاسون يا رانو اقبال وٽ پهرين ويندي هئي ته هو ٻئي گڏجي مون وٽ ايندا هئا. هن (چاچي شڪاري مظهر زنگي) جي پٽ اقبال، رانو کي هڪ گليل سوکڙي ڏني هئي رانو اها گليل ڪڍي هر وقت گهٽين ۾ وتندي هئي جهرڪيون ماريندي اسان ڍنڍن ۽ درياهه تي مڇيون به ماريندا هئاسون. هڪ ڏينهن ماڇيون مارڻ هڪ ڍنڍ تي وياسون. قدرت خدا جي اتفاق سان رانو جو پير ترڪي ويو وڃي هيٺ ڍنڍ ۾ ڦهڪر ڪيائين. هن وڏيون رڙيون ڪيون اقبال ۽ منهنجو ساهه سڪي ويو. هي اسان کان ڪجهه وزني هئي بهرحال اسان هن کي وڏي ڪوشش کان پوءِ ڇڪي ورتو. مٿي چڙهي ويچاري ڏڪي رهي هئي عجيب نظارو هو. ان ڏينهن کان پوءِ مون هن تي "وڏي مڇي" نالو رکيو. هوءِ ان چڙ تي چڙندي هئي ۽ اسان کي وري رونشو لڳندو هو. اسان پکين ڦاسائڻ جون ڪوڙڪيون به ٺاهڻ سکيون هيون. اسان جڏهن اونڌي ڪاري کي هيٺان ڪاٺي جي آڌر ڏئي جڏهن ڪاٺي ۾ ٻڌل ڏوري کي ڇڪيندا هئاسون ته ڪاري جهرڪين جي مٿان اچي ڦهڪر ڪندي هئي. درجن ڪن جهرڪيون هر پيرا اچي ڦاسنديون هيون. منهنجي پهريون جهرڪين ڦاسائڻ جو تجربو ناڪام ٿيو.

مون گليلي سان پکي مارڻ جي ڪوشش به ڪئي پر مٿي سان ناهيل گولا يا ڳوڙها اهڙي رفتار سان نٿي ويا جهڙي رفتار سان پکي اڏامي ٿي ويا. مون مڇي مارڻ جي به ڪوشش ڪئي پر ناڪام رهيس. رانو کي مينا ڏاڍي وڻندي هئي. اسان مينا ڦاسائڻ لاءِ روڊ جي هن پار ويندا هئاسون. جنهن فليٽن ۾ هالي وحدت ڪالوني جو يوٽيليٽي اسٽور آهي. اهي فليٽ ٺاهڻ لاءِ ڪجهه سال ڪڏا ڪري ڇڏي ڏناهون. جن ۾ ذات ميناڻون اچي گهر ڪيا هئا. اسان مينا ڦاسائڻ ويندا هئاسين ته ڪڏهن ڪڏهن طوطا به ڦاسي ويندا. هئا. مان مينا ۽ ڪٻر ۾ فرق نه ڪري سگهندو هوس. هڪ ڏينهن رانو مون کي هڪ مينا جو ٻچو ٻر مان ڪڍي ڏنو ۽ چيو ته "اڄ اهو تنهنجو امتحان آهي. هن مينا ۾ منهنجو ساهه اٽڪي هي مري ويئي ته سمجهان مان مري ويس." مان ان ٻچي کي وڏو ڪيو مان هاڻ گهڻو وقت ان مينا سان ڪيڏندو هوس. مون وٽ جڏهن به رانو ايندي هئي ته مان رانو تي گهٽ مينا تي وڌيڪ ڌيان ڏيندو هوس. مون رانو سان ملڻ به گهٽائي ڇڏيو هو. منهنجي مينا هاڻ وڏي ٿي ويئي هئي. مان هن لاءِ اڱڻ جي ڇت تي ميرو ۽ پاڻي جي وٽي به رکندو هوس هڪ ڏينهن هو ٻليءَ جي ڊپ کان اڏي هيٺ سپاش جي گهر ويئي، مون پنهنجي اکين سان ڏٺو ته

هو سباش جي گهر ويٺي ۽ سباش ان کي پڪڙي رهيو هو. سباش کي خبر هئي تہ اها منهنجي مينا آهي ڇو تہ مان اڪثر مينا کي اقبال، فاروق ۽ سباش جي گهر بہ کڻي ويندو هوس ۽ هر وقت مون سان گڏ هوندي هئي. مون سوچيو تہ ماني کائي پوءِ سباش کان پنهنجي مينا وٺي ايندس. ٻلي واٽي جا فروٽ کائي ڍو ڪري، پر مون کي ڪهڙي خبر تہ هي منهنجي وچاري مينا جو آخري ڏينهن هوندو. مان جڏهن گهران هيٺ لهي سباش جي در وٽ پهتس تہ مون کي آڌر ٻاڻ لاءِ منهنجي پياري مينا جو ڀڳرا ڀڳرا ڪيل لاش مليو. ائين لڳو تہ ڪنهن هن کي جيئري ڀڳرا ڀڳرا ڪيو آهي. ڪڏهن بہ ڪنهن جانور جي حملي جي خبر نٿي پئي مون اڄ تائين سباش کي معاف نہ ڪيو آهي ۽ هو صفائي ۾ گيتا جو قسم کڻي چوندو آهي. "انهيءَ نيچ حرڪت جو مان سوچي بہ نٿو سگهان. اسان واٽيا تہ مسلمانن کان وڌيڪ پکين ۽ جانورن سان محبت ڪندا آهيون" پر مان ٿو چوان محبت انڌي هوندي آهي. هن جو رانو سان نندپڻ جو عشق هو ۽ رانو ڪيس لفٽ ڪا نہ ڪرائيندي هئي. سباش کي خبر هئي تہ رانو جي دل مان قيوم ڪڏهن بہ نڪري نٿو سگهي ڪيس خبر هئي تہ هن مينا ۾ رانو جو ساهہ آهي. جيڪڏهن قيوم مينا جي حفاظت نہ ڪري سگهيو تہ رانو هن جو منهن بہ نہ ڏسندي. هن اها نيچ حرڪت ڪري الزام بہ مون تي هڻي پنهنجو رستو صفا ڪرڻ ٿي چاهيو، پر حقيقت منهنجو رب ٿو ڄاڻي. رانو ڪٿي شين کائڻ جي ڏاڍي شوقين هئي. اها اڪثر گدامڙي انبڙين ۽ ڪتن ڏاڙهن ۾ لوڻ وجهي کڻي ايندي هئي پوءِ اسان گڏجي وڻن تي چڙهي کائيندا هئاسين. جنگل جليبي، گرامڙي جا وڻ، ٻير، ليسوڙا، انب جا وڻ ۽ ڪجين جا وڻ اسان کان ڳجها نہ هوندا هئا. اسان انهن جي پينگ ڪري جهٽيندا هئاسين. مڪڙن وانگر اسان جو پيٽ بہ نہ ڀريو هو اهي ڪچا پڪا ميوو پيٽ ۾ ڳوهڙ بہ ڪندا هئا پر اسان لاءِ ڄڻ عيد هجي. منڊ ۾ ٻير چونڊڻ، انبڙيون پٽڻ اسان لاءِ ڄڻ فرض ۾ شامل هو. اها ننڍڙي ڏهن ورهين جي ٿي هئي مان ۽ رانو انبڙين جي لالچ تي اڪثر اقبال جي گهر ايندا هئاسين. هن جي گهر جي اڱڻ هيٺان هڪ ڏگهو انب جو وڻ هو. ان انب جون لامود ڪرڻي مٿان نرڙيل اقبال جي گهر ۾ پونديون هيون. ان وڻ جي انبڙين جو سواد بہ واهہ جو هو. اسان ٻاندر وانگر ٽپ ڏئي ڪڏهن ڪرڻي تہ ڪڏهن وڻ تي چڙهي ويندا هئاسين. پوءِ انبڙين جي جهول ڀري هيٺ لهي ايندا هئاسين. اسان جڏهن وڻ تي چڙهي انبڙيون لاهيندا هئاسين تہ اقبال جي ماءُ ڏاڍو چڙندي هئي پر انبڙين جي لالچ تي گهٽو زور نہ پرينڊي هئي تہ هٿ پير ڀڄڻ جي ڀپ کان منع ڪندي هئي. اسان کي هيٺا وارن جي شڪايت تي چاچي مظهر کان بہ ڌبون ڪاٽيون پونديون هيون. چاچو لٺ کڻي اچي اسان کي وڻ تي چڙهڻ کان روڪيندو هو. اقبال جي گهر جي ورانڊي لڳ ٻير جو وڻ بہ هو جنهن جا پڻ مزيدار ٻير هئا. اسان اڪثر اهي ٻير بہ پٽيندا هئاسين. ان

تي بہ چڙھي ٻير لاھيندا ھئاسين. رانو اڪثر ٻولڙي وانگر گھر مان ٽپ ڏيئي ٻير ٻتي، ايندي ھئي مون ھن تي ”ٻولڙي“ بہ نالو رکيو. اسان ھيٺ جوکين جي گھر مان انھن ٻيرن جون جوريون بہ گڏجي ڪندا ھئاسين. ھون بہ ميويدار وڻ تي ھر طرف کان ٻئر اجلايا ويندا آھن. جيڪو ميوو ھجي، رس ڀيندو تہ ٻاڻ ئي ڪري بہ پوندو ھو. اقبال ڀت تي ۽ رانو وڻ تي چڙھي ويندي ھئي. مشتاق ھيٺان ويھندو ھو. مان ورڇ گھٽي ۾ چونڪي لاءِ ويھندو ھوس. رانو ٻولڙي وانگر ٻير جي يا انب جي وڻ تي چڙھي ڏوٽيندي ھئي. وڻ کي ڏوڏڻ سان پڪل ميوو ھيٺ ڪرندو ويندو ھو. اقبال ۽ زاھد ڏاڏوٽو چٺيل ڳاڙھا ٻير ۽ انبڙيون چونڊيندا ويندا ھئا ۽ ٻاھر مشتاق بلوچ ۽ اسلم بلوچ کي اجلائي ڏيندا ھئا. پوءِ اسان ڪٺي وڃي سڄي گينگ ڊيو ڪري کائيندا ھئاسين اسان جا ھر وقت ڳاڙھن ٻيرن سان گيدا ڀريل ھوندا ھئا. ھڪ ڏينھن مالڪ چالاڪي ڪري ٻاھران تالا ڏياري اندر لڪي ويٺو ھو. ڪيس اسان تي ڏاڍيون ٻاھيون ھيون. ان ڏينھن ھيٺ ڏوٽيندڙ ٻير چونڊڻ تي منھنجي ڊيوٽي ھئي. اقبال ڀت تي ۽ رانو وڻ تي ھئي ڪارروائي شروع ھئي تہ مالڪ اوچتو اندران ھڪل ڪئي. ”نہ ويندو“ رانو ۽ اقبال تہ ڦرتي ڏيئي ڀڄي ويا. پر مان ٻيرن سان ڀريل جھول جي لالچ ۾ رھجي ويس، جيڪڏھن اھي اجلائي ڀڄان ھا تہ مان بہ بچي وڃان ھا، پر مان محنت رائيگان ٿيڻ نہ ٿي ڏني ۽ مان جھلجي ويس. ھن مون کي ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيو. پوءِ مون سان اھڙي ٿي ”جھڙي ٻرڙن ڪيئي ٻارن سان.“ مون کي ان تکي جي ٻيرن کاڻ وڏي قيمت ادا ڪرڻي پئي ۽ پوءِ جڏھن ڀريل جھول سان ٻاھر آيس تہ سڀ حيران ٿي ويا. مون رانو کي ڪن ۾ چيو ”تنھنجي عشق ۾ مون سان اھا جٽ ٿي.“ رانو وات تي ھٿ رکي چيو ”بيشرم“ پوءِ جڏھن رانو کي ٻيرن کائڻ تي دل ٿيندي ھئي تہ مان دل جلي ٿيڻي ڦاڙائڻ عزت ۽ شان سان چاچي جي ڪمري ۾ ويندو ھوس ۽ موٽ ۾ ٻيرن جي جھول ڀري اچي رانو کي ڏيندو ھوس، پر رانو چوندي ھئي ٻاڻ شڪار ڪرڻ جو مزو ئي پنھنجو آھي. اسان ڪڏھن ساڳي طرح راتي باغ بہ ويندا ھئاسين. جتي بہ انبڙيون پٽيندا ھئاسين، چوڪيدار ھڪل ڪندو ھو تہ گھر ڏانھن ڀڄي ايندا ھئاسين. ھڪ ڏينھن رانو بيل باٽم پائي آئي ڏاڍي خوبصورت لڳي رھي ھئي مون ڪيس ڀھريون پيرو ڇوڪرين جي روپ ۾ ڏٺو ھو. منھنجو وات ڦاٽي ويو. منھنجي وات مان نڪري ويو. رانو اڄ تہ مون کي ھڪڙي ڇمي ڏيڻ ڏي. ھن شرمائيندي چيو ”الائي ڪيئن؟“

اسان اقبال جي گھر ۾ اڪثر اڱڻ جي ڀت تي چڙھي گڏ تان منگھہ جي اندران ھيٺ بورچي خاني ۾ لھندا ھئاسون ۽ بورچي خاني مان انھي، منگھہ ذريعي اندرن چڙھي ڪڏ تي بہ ويندا ھئاسون. عجيب ڊپ بہ ٿيندو ھو تہ ھڪ ھنئي کي ڪارڻ لڳڻ سبب بوٽ ٻڌجڻ تي ڪل بہ ڏاڍي ايندي ھئي. رانو تہ صفا جنڙي

لڳندي هئي مون هن تي وري "جنڙي" نالو رکيو جيڪو پڻ پڪو ٿي ويو. پوءِ اسان ٽئي پوٽ ڳڍجي دربند ڪري بورچي خاني ۾ اقبال جي ماءُ جون رکيل ڊبل روٽيون چورائي سينڊ وچ ناهي کائيندا هئاسين. اقبال جي گهر باٿ روم ۾ اقبال ۽ مان اڳهاڙا ٿي ڳڍجي نلڪي هيٺان تڙ پڻ ڪندا هئاسون ۽ رانو اسان سان ڪلاڪن تائين بيٺي هوندي هئي. اسان باٿ روم جو در بند ڪري ان جي نيڪال واري سوراخ ۾ ڪپڙو جهي هودي ناهي تڙ به ڪندا هئاسون ته هي وڏي مچي (رانو) به تلاءُ ۾ گهڙندي هئي. اتي ڪچهري ڪندي هڪ ڀيري اقبال مون کي چيو ته "اڄ ته اڄ هڪ قسم کڻون ته اسان هڪ ٻئي ڏينهن هڪ ٻئي گهر مان جاڙين ڀينرن سان شادي ڪنداسون. پر جيڪڏهن اسان مان ڪنهن به وعدي جي ڀڃ ڪڙي ڪئي ته پهرين جيڪو شادي ڪندو اها زال اسان ٻنهي جي ڳڏيل زال هوندي" پوءِ اسان ٻنهي چٽن هٿ ملايو. سامهون رانو جيڪا اسان جون ڳالهيون غور سان ٻڌي رهي هئي مون "چيو پاڻ پري چو وڃو، ايئن ٿا ڪريون جو ٻئي رانو سان شادي ٿا ڪريون. تون اڳيان ڪجانس ته مان پويان." رانو الائي ڪيئن؟ چٽي پڇي ويئي نه اسان ٻنهي جي شادي رانو سان ٿي نه اسان ٻنهي هڪ گهر مان شادي ڪئي پر هڪ ٿي سال 1991ع اسان ٻنهي شادي ڪئي، پهرين اقبال يوم مئي تي مقبول ساٿي جي گهران ۽ پوءِ مون 10 آڪٽومبر تي لالا گل پناه جي گهران شادي ڪئي. اسان جي جوان ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ بجاءِ ٻلي جي پيڻ رانو وڃي ڪراچي جا وڻ وسائيا. هو جيئرِ به آهي يا مري وئي اها به مون کي خبر ڪانهي پر خدا اڄان پيو شاهدي ڏي ته هوءِ جنڙي آهي.

## اسڪولي جيون جون رانديون

اسڪولي جيون ۾ اسان جي اسڪول ۾ فنڪشن ٿيندا رهندا هئا، اسپورٽس جا ڏينهن ملهائيا هئا. ذهني چٽا پيٽي ٿيندي هئي. مان انهن فنڪشن ۾ حصو وٺندو هوس ۽ رانديڻ ۾ به برابر بهرو وٺندو هوس اسڪول ۾ راند جو ميدان به هو. مون کي پڙهائي سان خاص دلچسپي نه هئي. پر رانديڻ جو گهڻو شوق هو. مان اڪثر رانديون کٽنيدو هوس. ٻوري ۾ ويهي بانلر وارا ٽپا ڏيڻ ۽ لوهه جو گولو اڇلائڻ ته منهنجي ڪاٻي هٿ جو کيل هو. مون کي انهن ٻنهي رانديڻ ۾ ڪو به شڪست ڏيئي نه سگهندو هو. مان مزاحيه خاڪن کان سواءِ ٻکين ۽ جانورن جون ٻوليون به ڪري سگهندو هوس. جهن ڪري مون کي ڏاڍي مشهوري پڻ ملي. ڪلاس ۾ ڪڪڙ جو آواز ڪڍڻ منهنجو روز جو معمول هو. سائين اڪثر موٽ ۾ چوندو هو. اٿوڙي ڏس ته ڪڪڙ بيلو لاٿو آهي ڇا! اسڪول ۾ پي ٽي ماسٽر بلال صاحب موٽي ڏنڊي جي زور تي اسان کي پي ٽي ڪرائيندو هو. مان پي ٽي به سٺي ڪرڻ لڳو هوس. هن کي هر وقت ڳچي ۾

اسڪائوٽن واري سيٽي هوندي هئي. مان حرڪتي هوندو هوس. هر هر هن جي رسي ڇڪي سيٽي وڄائيندو هوس. جنهن تي اهو ٿهلو ڏنڊو اڪثر ڳڃي تي پوندو هو: جنهن سان منهنجي ڳڃي سوڄي ويندي هئي. اسڪول ۾ اسڪائوٽنگ وغيره به ٿيندي هئي جنهن ۾ مان به حصو وٺندو هوس. صبح صبح جو اسيمبلي ۾ بئنڊ به ٿيندي هئي. بئنڊ ماسٽر وقت جي پابندي جو سخت هو. ماڊل اسڪول جي بئنڊ جڳ جهان ۾ مشهور هئي. مان بئنڊ ۾ سڀ ساز وڄائيندو هوس. بئنڊ ۾ مون کي بگ ڊرم ۽ سائيڊ ڊرم پسند هئا. مان چيلهه تي پٽو ٻڌي وڏو ڊرم وڄائيندو هوس. ڪيٽي پيرا ڊرم وڄائيندي ڊرم ڦاڙي وڌو. جنهن تي خوب مار پڻ ملندي هئي. بينڊ ماسٽر سهڻن جو عاشق هو. هي به سهيل شيخ تي مرندو هو. آخر ۾ بينڊ ماسٽر چون ٿا ڪنهن خوبصورت شاگرد جي گهر قتل ٿي ويو. بينڊ وڄائڻ ۽ سکڻ ۾ وڏي موج ۽ مستي هوندي هئي. بيننڊ ليڊرن ۾ پهرين مظفر سومرو پيو اختر ميمڻ ۽ منهنجي وقت ۾ مون وڏو نالو ڪمايو. منهنجي آئيڊ تي ڊرائنگ جي استاد شيخ محمد بخش عادل جي ڪوشش سان بينڊ جي ڊريس سوسي ۽ اجرڪ رکي وئي اها ڏاڍي پياري ۽ سيڪسي ڊريس هئي. اها اڌ اگهاڙي ڊريس پائي اسان ائين لڳندا هئاسين جڻ برطانيا جون خوبصورت ڇوڪريون هجيون. انهي دور ۾ مان بينڊ ليڊر چونڊيو ويس منهنجو سمورو بندن سيڪسي هو ۽ ڊريس به سيڪسي سو مان ڪجهي ٻيهنلو هوس مان ان دئور جون تصويرون ڏسنلو آهيان ته پاڻ تي عاشق ٿي پوندو آهيان. اهو شاندار دور اڄ به مون کي ياد آهي. اسڪول ۾ بينڊ وڄائيندي جڏهن بينڊ منهنجي اشاري تي شروع ۽ بند ٿيندي هئي ته مون کي ڏاڍي راحت ملندي هئي. مون کي اسڪول جا سمورا دوست هلو "مسٽر ڪئپٽن" ڪري سڏيندا هئا ته منهنجي هلڻي ڦري ويندي هئي مان پاڻ کي بحري جهازن جو ڪپٽن سمجهندو هوس ۽ انهي دوران مان لڪل ڇپ ۾ ڪنفسٽن سگريٽ پيئڻ پڻ شروع ڪيا ۽ پورو پورو لطف وٺڻ ڪاڻ الطاف شيخ جا سفرنامہ پڙهڻ لڳس. مون دل ۾ سوچيو ڇا به ٿئي پڙهي بحري جهازن جو ڪئپٽن ٿي الطاف شيخ وانگر سفرنامہ لکي وڏو ليکڪ ٿيندس، پر اڄ تائين مون بحري جهاز ڏٺو به نہ آهي. رڳو فلمن ۾ ڏٺو آهي. بحري جهازن تي فلمايل فلمون ۽ الطاف شيخ جا سفرنامہ مون کي اڄ به پسند آهن. مان حج بحري جهاز تي ڪرڻ جو خواهشمند آهيان.

## عرف مولا بخش

مون ننڍپڻ ۾ اسڪول جي ماسترن هٿان ڏاڍيون مارون کاڌيون. اهو ٿي سبب آهي جو شاگرد استادن جي رويي کي پسند نہ ٿو ڪري. اڪثر سبق ڪجهہ ڪرڻ تان به مارون ڏوہ تي کائيندو هوس. اسڪول ۾ هوم ورڪ پورو نہ ڪرڻ تي ڏنڊا وسندا هئا. عربي جو استاد حاجي موٽيل وٽ هڪ رول سدائين سندس ميز تي

هوندو هو. اهو رول جيڪو ليڪن ڪيڻ لاءِ هوندو آهي، هو ان سان اسان ڪي دل تي مارون ڪيڏيندو هو. اهڙيون جو هن جي نالي ڪان به وٺون ويندو هوس سوال جو جواب صحيح نه ملڻ تي هن جو پارو چڙهڻ شروع ٿيندو هو. هٿ ۾ هڪڙو ٿلهو ڏنڊو سدائين. هوندو هوس جنهن کي هو "مولا بخش" چوندو هو. مان شرارتي گهٽو هوس ان لاءِ ان رول عرف مولا بخش منهنجا گهڻا ليڪا لاٿا. بدن تي ٻنا ٿي پوندا هئا. مار ڏاڍي بڇڙي شيءِ آهي، مون کي سخت استادن جا نيٺ اڄ به ياد آهن. استاد مونکي ائين ماريندا هئا جيئن اٽ پٽڻ تي ڪٽجي. رولن جو مون تي وسڪارو هوندو هو مان مار جو به ڏاڍو هوس مار مون ڪان به ڏاڍي هوندي هئي. اڳئي استاد گوسڙو يا ٽوٽي شاگردن کي بي دردي سان ماريندا هئا لڪڻ مٿن ڀڃي ڇڏيندا هئا، پر مجال جو مائٽ ٻار جو طرف وٺن مونسان به استادن وڏيون ڄٽيون ڪيون ان ننڍڙي عمر ۾ ماري ماري اڌ مئو ڪري ڇڏيندا هئا. مون ماڊل اسڪول ۾ ڪڏهن نه گسايو هوندو يا ٽنايو هوندو، پر پرائمري ۾ ڪڏهن پيٽ جي سور جو مڪر ڪري ڪڏهن ڪو مٽ مائيٽ ماري ٽنائيندو هوس. گهران اسڪول لاءِ نڪرندو هوس پر واٽ تان غائب ٿي ويندو هوس پوءِ اسڪول جو ٽائيم پورو ڪري واپس ڪتاب ڪٺي گهراڻدو هوس. جڏهن ڪو بهانو بڻائي اسڪول مان گسائيندو هوس ته استاد کي الائي ڪيئن حقيقت جي خبر پئجي ويندي هئي. پوءِ اسڪول جا طاقتور شاگرد خاص ڪري موڏانهن ڏياري موڪليندو هو. پوءِ اهي حڪم موجب زوري ٽنگو ٽالي ڪري سائين جي ور چاڙهيندا هئا. پوءِ وري اهي ڇوڪرا موڪليندو هو جيڪي اڌڙ لڪڻ جا پٽي اڻيندا هئا. استاد جي ڪاوڙ 100 ڊگري تي پهچي ويندي هئي پٽي تي لڪڻ جي بارش وسائجي ويندي هئي سائين جي موچڙن ڪان بچڻ لاءِ الا الا ڪندو رهندو هوس پيا مار ڪائڻ وقت الاڙي گهوڙاڙي ڪندا هئا پر مان "ائيليڙي" ڪندو هوس هو چوندو ويندو اڙي وري ٽنائيندين، ٽنائيندين سائين هاڻي وري ڪونه وري ڪرنه نيٺ جڏهن استاد منهنجي اڳهاڙي پٽي تي بيدردي سان رول وسائي ٿڪبو هو پوءِ ڇڏيندو هو. مار نه پيا به استاد ڏيندا هئا پر سائين مظفر جهڙو پيار وري ڪنهن ڪرنه ڏنو. ڪي استاد نه صرف ۾ چار لڪڻ وهائي ڪيندا هئا. ڪي وري مار سان گڏ اڻ وڻندڙ لفظن سان مسلسل عزت نفس مجروع ڪندا هئا ماستر جڏهن خوبصورت ڇوڪرن جي هٿن تي رول هڻندا هئا ته منهنجي ڪبوتر جهڙي دل ڏکي ويندي هئي. مان پنهنجي دل تي سيڪجهه صحيح ويندو هوس پر انهن پورلن تي به لڪڻ سنا نه ٿيندا هئا. دل ۾ ڏاڍي ڪاوڙ ايندي هئي ته اهو لڪڻ ڪسي ڪيس وهائي ڪيان. بد دعا ڏيندو هوس ته شل استاد جا هٿ سُڪن. عبدالرحمان ميمڻ ڪڏهن به ڪنهن شاگرد کي ٿڦڙ نه هڻندي نه ته گهٽو ڪري پيا استاد سڀ ٿوري گهٽي ٿڦا ٿڦي ڪندا هئا. احمد خان ميمڻ ته ٿڦڙون هڻندي دير ئي ڪونه ڪندو هو، عبيد صاحب

ڪبڙن ميرن ۽ ننهن وڏن تي اڪثر هٿ جي صفائي ڏيکاريندو هو. حاجي موتيل چوندو هو "گئي پر نه رول وڃائين." مان کيس چوندو هوس "سائين گئي پر رول نه وڃهو باقي جيڪو وٺيو وڃهو" ته ڪاوڙ ۾ اچي ويندو هو. هي جڏهن بيزيون پٽيندو هو ته مان فوت ڪن مٿي ٿي ويندو هوس، استاد مار کان سواءِ پيون سزائون به ڏيندا هئا. جهڙوڪ هٿن جي ڏوڏن سان ڪنڌ. ڪڪڙ ڪري مٿان سرون رکڻ ڪلاس کان ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ، بينچ تي اُٿاري بيهارڻ. پٽ ڪي منهن ڏئي بيهارڻ وغيره وغيره هڪ ڏينهن قدرت خدا جي استاد جي تنظيم پاران استادن پنهنجي مطلب لاءِ جلوس ڪڍيو ته پوليس لاٺي چارج ڪئي ۽ اُهو استاد ڏاڍو ڪٽيو ويو ان جي مار ڏسڻ وٽان هئي مان ڏاڍو خوش ٿيس ته استاد کي خبر ته پئي مار ڇا ٿيندي آهي. اهو گوسڙو استاد واقعي مار جو حقدار هو.

## 100 سيڪڙو مارڪون

اسڪول هجي يا ڪاليج ماسترن، پروفيسرن ۽ شاگردن جي وچ ۾ هڪ خاص قسم جو ناتو هوندو آهي. استاد ڪلاس ۾ نهايت سختي سان پيش ايندا هئا پر ڪلاس کان ٻاهر اسان سان گڏجي ٽهڪ ڏيندا هئا. سنڌي جي پنجن ڪلاس جي تعليم جو احوال پورو نه ڪيو آهي مان موٽان ٿو واپس اسڪول ڏانهن هي انهي، زماني جي ڳالهه آهي جڏهن مان ٻاروتڻ ۾ هئس ۽ پرائمري ۾ پڙهندو هوس. هي براماڻي واقعو مون کان مور نه وسرندو. هي استاد مون کي ڏينهن قيامت تائين ياد رهندو منهنجي دل ۾ هن لاءِ هميشه عزت ۽ دعا رهندي هي چوٿين درجي سنڌي ۾ منهنجو ڪلاس ٽيچر هو ۽ اسان جو ڀريون پيرڊ وٺندو هو. انهيءَ کان سواءِ هن کي فري پيرڊ به ملندا هئا. هي هڪ بلند خيال ۽ سخت استاد هو ڪيڏو نه وڏو عظيم ماڻهو هو. پڙهائڻ جو نهايت قابل استاد هو سنڌ ۾ هن جهڙو ڪو مشڪل استاد هوندو. هن جو پڙهائڻ بس لڪ لهي. اهڙي ته سولي ۽ سنئي نموني ڳالهائيندو هو جو دل چوندي هئي پيو ڳالهائي هو اسان کي سدائين سمجهائيندو هو ته "پٽ پڙهو پڙهڻ ٿي ڪم ايندو پيو ڪجهه به نه" مان ڪلاس ۾ اڳين بينچن تي ويهندو هوس. هن مون کي پاڻ پرين بينچ تان سڏي اڳيان پنهنجي سامهون ويهاريو هو. مان جڏهن به ڪتابن مان ڪنڌ مٿي ڪيو هوندو ته مون هن کي هميشه پاڻ ڏانهن گهوريندي ڏٺو. آئون پريشاني وچان ڪنڌ ہئي پاسي ڪري پنهنجي ڪم ۾ جنبڻ چاهيو پر سندس پراسرار تاثر مون ۾ مانڊاڻ مچائيندو رهيو. سندس ڳاڙهين اکين ڪي پنهنجي بت ۾ پيچندو پانيم. هن جي مسلسل گهوري ڏسڻ سان مان هر وقت پريشاني ۽ مونجهاري جو شڪار ٿي پوندو هوس. ان استاد جي اندر ۾ ڪو شاگرد لڪيل هو هو منهنجي وچ ۾ ويهي ائين محسوس ڪندو هو ته ڪيس ڄڻ جنت ملي وئي آهي. هو اڪثر منهنجي بينچ تي ويهي شاگرد ٻڌجي ويندو هو ۽ مونکي چوندو هو ته "تون منهنجي ڪرسي تي

ويهي اسان کي پڙهائي.“ هو مون ۾ پنهنجو ماضي تلاش ڪندو هو. هو جڏهن ٻه منهنجي ٻنهي ٽي وچ ۾ ويهندو هو ته مون کي ڀاڪر پائي ويهندو هو ۽ ائين ڪافي دير تائين گم سم رهندو هو. هو مونکي اوائل ڪان وٺي پاڙهيندو هو. هو جڏهن مونکي ڪاوڙجي هٿن تي روول هڻندو هو ته پوءِ منهنجا اُهي ڳاڙها هٿ اکين تي رکي چمي روئي پوندو هو. ڪلاس جا سمورا شاگرد مون تي ڳالهيون ناهڻ لڳا. هو مون کي ڪڏهن ڪڏهن موڪل ملڻ وقت ويندي ويندي چمي به ڏئي ويندو هو پر هن مون سان ڪڏهن به غلط حرڪت نه ڪئي. نه ئي هن جي سوچ غلط هئي. هو مون کي مارڪون جا ڍير ڏئي ڇڏيندو هو. هو مونکي ڪڏهن ڪڏهن 100 مان 200 مارڪون به ڏيندو هو. هن جو مون سان بي پناهه عشق هو. هو مون تي مست الست ٿي پيو. جنهن ڏينهن مان اسڪول نه ايندو هوس ان ڏينهن هن کي بخار ٿي پوندو هو. هڪ ڏينهن هن مون ڪان ڇپن تي چمي ورتي مان ڳاڙهو ٿي ويس مون وڏو هنگامو ڪري ڪيو رسي ويهي رهيس ۽ ڊپ وچان سندس منهن تي ٿُو ٿڻي ڇڙهيس. ان ڪان پوءِ سائين ٻه مهينا بيمار ٿي پيو. مان شرارت ڪان باز نه آيس هڪ ڏينهن اسڪول جي نوٽيس بورڊ تي لکير ته افسوس جو سر- گذاري ويو. ان جي افسوس ۾ اسڪول بند ٿيو سمورا استاد ۽ شاگرد سندس گهر آيا ڏسن ته سائين جيئرو جاڳندو پاڙي مان پاڇي وٺي رهيو هو. ايترا شاگرد ۽ استاد ڏسي پريشان ۽ حيران ٿي ويو مون چيو ”سر اوهان مون ڪان ناراض ٿي بيمار ٿي پيا هئا انهيءَ لاءِ مان هي سڄو ميڙ وٺي آيو آهيان ته جيئن اوهان جي ناراضگي ۽ بيماري ختم ٿئي“ استاد چيو ”ٻچن ڪان ناراض ٿيو آهي جا؟“ پوءِ استاد ڏاڍو خوش ٿيو سڀني جي خدمت جو سوچي رهيو هو. جڏهن استادن اجازت ورتي ته مان به هلڻ لڳس ته سائين مون کي هٿ ڪان وٺي روڪيو ته ”پٽ گهڙي پل ته مون سان ويهه متان مان مري وڃان تو سان ڪجهه ڳالهيون ڪرڻيون اٿم.“ اها منهنجي سائين سان آخري ڪچهري هئي. هي مارڪون جو سخي دل جو به سخي هو. هن جڏهن مون کي سموريون مارڪون ڏئي ڇڏيون ته پوءِ ڪيس ڪنهن ٻئي کي ڏيڻ لاءِ هڪ به مارڪ باقي نه بچي ته هو مري ويو ۽ هو جڏهن سچ پچ مري ويو ته اسڪول ۾ ڪابه موڪل نه ٿي نه ڪو استاد يا شاگرد سندس گهر ويو. ٽن ڏينهن ڪان پوءِ آئون سندس گهر ويس. سندس پٽ جڏهن سندس پرسنل ڪمرو کولي مون کي ويهاريو ته مان حيران ٿي ويس آبو! مون ڪان رڙ نڪري ويئي. سندس پٽ چانهه لاءِ ڪچن ۾ ويل هو. استاد جي ڪمري ۾ سندس شاگردي ڪان آخري دور تائين جون سڀ نشانيون موجود هيون. منهنجون سائين کي وقت بوقت ڏنل نشانيون. جهڙوڪ پين، ڊائري، رومال، فيشني عينڪ، نيشنل جو چمڙي وارو ريڊيو جنهن تي هو BBC ٻڌندو هو. منهنجي ٽين درجي واري ڊيسڪ جنهن تي مون پلڪار سان سهڻن اکرن ۾ آغا قيوم جي ڊيسڪ لکيو هو. منهنجا ڪلاس ۾ اڇلايل رف ڪاغذ منهنجو ڇلڻ وارو ٽوٽل پلاسٽڪ

جو گلاس. خاڪي پينٽ جو اڳيون تِتل بڻيل. اداڪاره شبنم جي تصوير جا هن ڪلاس مان مون ڪان ڦري هئي. اهو ڇاق جنهن تي مون مصوري ڪئي هئي ۽ اهو ڪاپي جو پنو جنهن تي مون استاد جو ڪارٽون ٽائپ اسڪيچ ڪڍيو هو. هي سڀ سندس ڪمري ۾ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي سينگاريل هيون، مون کي پنهنجو هي ڪارنر ڏسي يقين نه آيو ته استاد جي دل ۾ منهنجي لاءِ ايتري عزت هئي. سندس پٽ ٻڌايو "ته بابا اڪثر هن ڊيسڪ تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ سمهي رهندو هو. آخر دم به هن ئي ڊيسڪ تي ڏنئين." هاڻ ته نه اهو استاد هن دنيا ۾ رهيو نه سندس پٽ حيات آهي نه اهو گهر باقي رهيو نه اهي نشانيون باقي هوندو پر منهنجي دل ۾ انهيءَ استاد جي تصوير ۽ عزت باقي رهندي. ۽ اها سندس عزت دانو تي لڳائڻ نه چاهيندي مان سندس نالو نٿو ڪڍان.

## رام پياري

مان حيسڪو هيڊڪوارٽر جي پنگياڻي رام پياري کي به وساري نٿو سگهان، جنهن هن اداري کي سڄي زندگي ڏيئي ڇڏي هي ايڏي دلير هئي جو هن سان ڪوبه تڪڙ نه ڪندو هو. چيف به ڪجهي نه سگهندا هئا. هي نشاني اڄ به انهن ڏينهن جي ياد ڏياري ٿي. هي جڏهن پنهنجي مرضي سان صفائي ڪندي هئي ته منهنجي نه اٺڻ تي مونکي منهنجي ٽيبل کان ڇڪي ٻاهر ڪڍندي هئي، هي چڻ راڪاس هئي ڪيس پريان چڻ مت ٻڌل هوندا هئا. ٻن ڏيهن جو مال ڪٺي وٺندي هئي، هي جڏهن ڪاوڙيل هئي ته منهنجي هنج ۾ ويهي رهندي هئي، منهنجو چڻ ساهه وٺندو هو. مان پڇي جان ڇڏائيندو هوس هن بلا مان، هن جي ڇاتي به منهنجي ڳهي ڪان وڌي هئي. مڻ مڻ جو ٻيو هوس بنا ٽڪيٽ جي مزو پيو ايندو هو.

## لونڊو لونڊو هوندو آهي

مون زندگيءَ ۾ ڪنهن به ڇوڪري سان سدائين لاءِ جنسي رشتا جوڙڻ ٿي گهريا، پر مونکي ڊپ هو ته اهڙا رشتا مون لاءِ ڏکوئيندڙ ۽ تباهه ڪن نه ثابت ٿين ۽ زندگيءَ جي ڏکهي پنڌ ۾ هو مونکي ڪڏهن به ڇڏي وڃي سگهن ٿا. تنهنڪري مون وقتي طور تي مختلف ڇوڪرن سان جنسي رابطا ته رکيا جيڪي بي معنيٰ نه ها پر انهن سان مون جا احساس نٿي ڊڪجي سگهيا. رات جي تنهائين جا ساٿي ڪڏهن به زندگي جي طويل سفر جا ساٿي نه ٿيندا آهن. مون کي پسند ايندڙ ڇوڪرا ٿين ٻين سان منسوب ٿي ويندا هئا. لونڊو لونڊو ٿيندو آهي، اهو ڪنهن جو به يار نه آهي ٿيندو.مان اڄ تائين ڪنهن به ڇوڪري جي ڳچي ۾ نوڙ ڪري رجهڻ پسند نه ڪيو آهي.

# منھنجو سھڻن سان سر لڳي

محبوب

اھا حقيقت آھي تہ مان پنھنجي ۽ پنھنجي بد صورت زندگيءَ کان فرار حاصل ڪرڻ لاءِ سونھن جي پناھ گاھ ۾ لڪڻ چاھيان ٿو. مون ھن روپ (پرينءَ جو پاڻ) ۾ پنھنجي خوشي ۽ زندگي لاءِ روشني ڳولي آھي جو تہ ان قسم جي محبت، جيڪا پنھنجي ھم جنس سان ڪئي وڃي، انھيءَ محبت جو مان قائل آھيان، سچ ڪي وڏي سگھ آھي ۽ سونھن مون لاءِ سڀ کان وڏو سچ آھي. ھر سھڻي شيءِ پويان بدصورتي يا عيب ھوندو آھي ھر بدصورتيءَ ۾ ڪا سونھن ھوندي آھي، ۽ ھر سونھن ۾ منھنجو ساھ آھي. مون ساھ سنگت سنڌ جي پليٽ فارم تان سڄي سنڌ جي سونھن کي ميڙيو آھي. منھنجي وس ۾ ھجي ھا تہ مان سڄي سنڌ جي خوبصورت ڇوڪرن جون رڱو تصويرون ئي محفوظ ڪري ورلڊ رڪارڊ قائم ڪيان ھا. ڪٿي انھن ڇوڪرن جون تصويرون گڏ ڪرڻ جي چڪر ۾ نہ ماريو وڃان. منھنجي زندگي ۾ ايترا محبوب آيا آھن جو مان صرف اُنھن جي نالن جو ھار ٺاھي پنھنجي ڳچي ۾ وجھان تہ ان ڳوري ھار جي وزن ۾ منھنجو ساھ ئي نہ نڪري وڃي. مان سڄي زندگي انھن گلن جي ڳولا ۾ رھيس.

سونھن جا گل سوين آھن ۽ مان ھڪڙو آھيان. مون کي جتي بہ حسن نظر آيو، مون ان کي ڪاميابي (ڪاريگري ۽ منفرد فن) سان پنھنجي زندگي جي سونھن بڻايو. مون اُنھن دلبرن جي جوڀن کي ضايع ٿيڻ نہ ڏنو. مون کي سونھن پرين جي روپ ۾ پسند آھي. حسن جو ديدار مون ۾ اُٿل پيدا ڪندو آھي. اھا منھنجي دل جي راحت آھي. معشوق جو جلوو مون کي سٺو لڳندو آھي. مان پنھنجي فراريت پنھنجي سموري توجھہ ان تي مرغوب ڪري ڇڏيندو آھيان. مان اڪثر سوچيندو آھيان تہ اھو خوبصورت ڇوڪرا آخر مون کي ڇو سٺا لڳندا آھن. جڏھن تہ سونھن سدائين نہ وسندي آھي. شايد اھو زنده رھڻ جو ھڪ بھانو آھي. مان جيڪڏھن زنده آھيان تہ صرف اھڙن دلبرن ۽ محبوبن جي محبت ڪري. ٻچپن کان منھنجو مزاج عاشقاڻو ھو، منھنجي ھر پاسي ڇوڪرا ويٺل ھجن ٿا. مون انھن ڇورن سان عشق سالھا سال ڪيا. اھا ڪھاوت پڻ آھي تہ ”ننڍپڻ جو معشوق وڏي ھوندي جو عاشق ھوندو آھي“. مون معشوقي کان عاشقي تائين ترقي ڪئي آھي. مجاز حقيقت جي پل آھي. پر مان چوان ٿو تہ ”حقيقي مجاز جي پل آھي خدا جڏھن انسان (مرد) جي روپ ۾ اچي ٿو تہ ھو وڌيڪ پراسرار ۽ پيارو لڳي ٿو. مجازي عشق لاءِ شرط اھو آھي تہ معشوق کي اصل خبر نہ پوي. منھنجو سھڻن سان سر لڳي، مون جنھن سان پيار ڪيو انتھائي کھرو پيار ڪيو. منھنجي پسند ۽ نا پسند نھايت تيز آھي. دل کي محبت سان پرکڻو آھي مان عاشق

ٿي معشوق ۾ گم رهيو آهيان. سهڻن کي مون جيءَ ۾ جايون ڏنيون آهن، منهنجا دلبر انتها گهڻا آهن، منهنجا سمورا محبوب منهنجي من جي الڳ الڳ ڪنڊن ۾ زنده آهن، فراخدلي سان پوري زندگيءَ ۾ ڪوئي محبوب مون سان نہ هليو آهي، مونکي هڪ آدرشي محبوب جي اڄ بہ تلاش آهي، جيڪو آخر تائين هلي. "بن جائو ميت ميري ميري، جيت امر ڪردو" جيڪڏهن ڪو محبوب سائين منهنجي دل کي پنهنجو ڪري تہ سندس دلفريب عشق عيوض مان پنهنجي باقي زندگي ڪيس ڏئي ڇڏيندس. دلبر جي هٿن سان جي زهر بہ چوندو تہ پيءُ تہ پيئڻو پوندو. پر اهڙو ڪوئي محبوب نٿو سجهي جو سڄي زندگي نڀائي سگهي، ڪنهن جي دل تائي رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ مان نوان نوان طريقا سوچيندو آهيان، عاشقيءَ ۾ ناز نخرا تہ سهڻا پوندا. مان اهو سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ لڪين انسانن کي ڇڏي ڪوئي هڪ انسان کي ڇو ٿو چونڊي؟ ۽ هن سان محبت ڇو ٿو ڪري؟ جڏهن هو ڇڏي وڃي ٿو تہ هن کي سڄي عمر ياد ڇو ٿو اچي؟ شايد چيز جو قدر وڃائڻ مهل پائبو آهي. جن محبوبن جو مان مطلوب هئس، اهي دل ڏڪائيندڙ دلبر هڪ هڪ ڪري مون کي راهن ۾ ڇڏيندا ويا. مان قدرت جي هر رنگ جو مشتاق آهيان، پر سونهن جو ڪجهہ وڌيڪ پياسي آهيان، سونهن مون کي ماري وجهندي آهي. زندگيءَ ۾ محبوب جو وجود ضروري آهي. عاشق معشوق ڪان سواءِ ٿي نٿو سگهي محبوب جو رشتو اهم ۽ معتبر رشتو آهي. هر عاشق کي معشوق سان پيار هوندو آهي. دل جي آئيني ۾ محبوب جو عڪس هميشہ پلو نظر ايندو آهي. محبوب جي هر برائي ۾ خوبي نظر ايندي آهي. دلبر جي هر فعل تي ناز هوندو آهي. دلبر سان جنهن ويل ملبو آهي تہ ڇڻ زندگي ملي ويندي آهي، پاڻ جيئارڻ لاءِ هڪ دل پسند دلبر ضروري آهي. جيئن ڪي سهڻو رکڻ لاءِ شوپيس جي طور تي هڪ دلبر هر وقت گڏ ضرور رکڻ گهرجي. هر سهڻو مون کي پنهنجو دلبر لڳندو آهي. مان جڏهن ڪوئي رابيل جهڙو مکڙو ڏسندو آهيان تہ چرڪي ويندو آهيان. درجن کان وڌيڪ ٺاهوڪا ڇوڪرا هن وقت بہ منهنجا محبوب آهن. مون زماني کان ڪڏهن بہ پنهنجا محبوب ۽ دلبر لڪائي ناهين رکيا. منهنجي انهن گلابن سان دوستي ازل کان آهي. اهو منهنجي زندگي جو محور رهيا آهن. منهنجا سمورا محبوب مذڪر آهن. محبوبہ محبوب آهن نہ ڪي محبوبائون آهن. مون کي جنت ۾ حورن جي نہ پر غلمانن جي تمنا رهندي. هتي ڇوڪرن جو وڏو جهان آهي. هر طرف گلاب، موتيو، رابيل، چمبيلي، پوپٽ ۽ بلبل آهين. سنڌ ڇڻ حسن جو درياهہ آهي ۽ دلبرن جو ديس. سهڻن جي هن سمنڊ ۾، معشوقن جو جلوو ڏسڻ ڪاڻ اوهان کي صرف دلبرن جو دربان ٿيڻو پوندو. واٽ مٺو ڪرڻ لاءِ سنڌ جي هي مٺائي ۽ ميوو هڪ انمول سوکڙي آهي.

اکڙين جا اُهي شهر سدائين آباد هجن، چون ٿا تہ "سلام ڳانڍاپي جي ڪنجي آهي". "سلام ملاقات جي پهرين ڇمي آهي."

ڇمي تنھنجي پريل پاڪر- اسان جي تہ يارو ڪل ڪمائي آ.
تنھنجي ڳِل تي هي تر ڪارو، حسن ۾ ڪا سوائي آ.

زندگي موت جي قريب ا ۾ ڪوئي محبوب درميان آهي

**محبوب سائين (زبير لنڊ)**

حيدرآباد جي هوائن جهڙو هي منهنجو محبوب "زبير لنڊ" منهنجو ٻيو ساهہ آهي، هن جي پيار جا رنگ ائين پوپٽ جي پرن جي رنگن جيان جلدي ئي مٽجي ويندا مون ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو. ڪو ڪنهن جو ڪونهي، هي جڏهن پاڪر ۾ اچي سمهندو هو تہ راتيون گذري وينديون هيون اکيوٽ ۾ ئي يار جي صحبت ختم ٿي وئي، هن دلبر کي مون اجهان ڊوَ ڪري ڏٺو بہ ڪونہ هو. هي آنڌي جيان آيو ۽ طوفان جيان هليو ويو. مون پنهنجي حياتي جون چند گهڙيون هن سان گڏ گذاريون هيون هي ٿورو وقت لهہ وچڙهہ ۾ رهيو. هي منهنجو "ڪمپليٽ گرائيف" هو. هن جي محبت ۾ گهاريل گهڙيون پل مختصر رهيون

هجن پر اُهي ڏينهن مون هن بهار جيان بي وفا تان صدقي ڪري ڇڏيا، هي سدائين ساهہ سان سانديل رهندو، مان انهن پلن جو ٿورو ڪڏهن بہ لاهي نٿو سگهان. فراق محبوب جي ياد کي سرسبز ۽ تازو ٿو رکي. ڪجهہ وقت اڳ تائين هي اڻ دريافت ٿيل ڪنهن قيمتي نوادرات جيان هڪ پاسي رکيل هو. هن کي خدا واندڪائيءَ ۾ ويهي گهڙيو هو. هن کي پنهنجو پاڻ تي وڏو ناز هوندو هو. هي اصل کهنڊڙ ڇوڪرو، الائي ڪهڙي ديس مان آيو هو، هن جي ڀاڳ سان ڪنهن جي بہ جاءِ ناهي شڪل صورت ۾ سهڻو ۽ مشڪي هو. هي بيحد خوبصورت نوجوان هو، سندس اکيون گلاب جي گل جهڙيون هيون، پهرين نهاريندو هو ۽ پوءِ مشڪندو هو. سرمدي اکين ۾ ڪنوارپ جا خمار هوس. هي محبوب قاتل ڪرڻ جا سمورا حق رکندو هو. پهرين ملاقات ۾ ڪافي اثر ڇڏيائين. منهنجو نظرون ڦري ڦري بہ هن تي اچي بيهنديون هيون. هن جون اندر ڻاريندڙ ادائون ۽ چال ۾ معشوقائي رفتار جهڙي ڪشش هئي. جڏهن مان هن نيڻ لريندڙ زناني مهانديءَ واري دلڪش "محبوب سائين" کي ڏسندو هئس تہ منهنجي ڇهري تي لالي اچي ويندي هئي. هي ڇڻ منهنجي اڳوڻي محبوب "وجي جيون" جي ڪاري ڪاپي هو. منهنجا سمورا محبوب ڇڻ پاڻ ۾ جاڙا ڀائر هجن. هي منهنجي زندگيءَ جي سمورن محبوبن تي حاوي رهيو. سڀ ڪجهہ سمجهندي بہ اُجهاڻ ٻڌجي وڃڻ هن جي پراڻي عادت هئي. اها انسان جي فطرت آهي تہ هو

چاهيندو آهي ته ڪيس هر جڳهه چاهيو وڃي ۽ ڪير ڪنهن سندس انتظار ڪري
هي مون کي ڪنهن انتظار ڪرڻ لاءِ چوندو هو ۽ پاڻ وڃي گهر سمهي رهندو هو،
مان بنا جرم ڪيل انتظار ۾ ٽيپ ڪٽيندو رهندو هوس، سڄو وقت لڇ لڇان
لڳي پئي هوندي هئي. اُن تڻ هوندي هئي. هن ظالم مون کي ڏاڍو ستايو هو. هي
تڇلو ڏيئي ڪيئي ڏينهن گم ٿي ويندو هو. هن جي دل ۾ جاءِ پيدا ڪرڻ
ڪا سٺي ڳالهه نه هئي، هي هر ملاقات ۾ ڪاوڙجي ويندو هو. هن جي هر
ملاقات آخري ملاقات لڳندي هئي. محبوب جا وڏ ۽ عذاب سهي مان هوش وڃائي
ويهندو هوس، هر پيري ڏڪ ڪاڻ ڪان پوءِ به هن لاءِ مرندو هوس مون هن لاءِ پٽ
سٽ ڪري هڪ سيڪنڊ هينڊ هيرو موٽر سائيڪل خريد ڪئي هئي، مون انهي
بائيڪ جو نالو به "محبوب سائين" رکيو هو. مان، گلشاد ۽ محبوب سائين. موٽر
سائيڪل تي چڙهي سڄي رات حيدرآباد جي رستن تي ڦرندا هئاسون. هي منهنجو
روزانو 100 روپين جو پيٽرول خرچ ڪرائيندو هو. جڏهن گاڏي جو پيٽرول ختم
ٿيندو هو ته هي سڃاڻندو به نه هو. جوڳي نه ڪنهن جا مٽ. "علي علي" چئي
روانو ٿيندو هو ۽ پويان مڙي به نه ڏسندو هو ته ڪير مئو يا ڪير بچيو، بس مون
ڪان شروع ۾ غلطي ٿي وئي هئي مون پنهنجي هن معشوق کي ڇهئو به نه هو.

جڏهن ته هن مون کي رسمي دعوت به ڏني هئي، ان وقت تائين ڪنهن به هن کي
هٿ نه لاتو هو. هي صفا براند نيو هو. پوءِ هي ڊاڪٽر خالد ابڙو جو ڪمپائونڊر
ٿي رهجي ويو، هن جي دنيا صرف ڪلينڪ تائين محدود ٿي وئي باقي وقت
رات، اڌ رات هي يارڙو ذيشان پلازه جي چوڪيدارن سان گذاريندو هو. مون
پاتيو هو ته هي منهنجو آخري محبوب ٿي هميشه گڏ هوندو. پل پل گڏ گذارڻ
وارا. هڪ پل لاءِ به هڪ ٻئي کي سامهون ڏسڻ لاءِ تيار نه آهن. هي جيڪو ڪالهه
منهنجي جان هو. هاڻي مون کي ڏڪندڙ ڏند وانگر ٿي لڳو جنهن جي نڪرڻ وقت
سور ته ڏاڍو ٿيندو آهي، پر پوءِ هميشه لاءِ آرام اچي ويندو آهي. (منهنجون
اهڙيون حسين دريافتون لا تعداد آهن)

## پرويز ٻشني

پرويز خاصخيلي منهنجو دوست آهي هن، جي دوستي زماني سازيءَ جي
آهي. هي منهنجي ساهه جي هر ڇڪ سان سٽ ٻڌجي پوي ٿو. هي مون تي وڏو
مهربان آهي ۽ ٽڪ ٻجهڻ وارو يار آهي. اسان جو چولي دامن وارو ساٿ آهي اسان
ٻنهي ۾ درهاڳو ان ٿيٺي ڳالهه آهي. پرويز جو ايگريڪلچر ڪامپليڪس وحدت
ڪالوني چونڪ تي سينڊوچ ۽ برگر جو سڀ رنگ جي نالي سان اسٽال آهي. اسان
جي اڄڪلهه بينڪ پرويز جي ان گاڏي لڳ آهي جتي اسان رات جو سڀ دوست گڏ

ٿيون ٿا. قومي روايت آهي ته ”گدا ٿي ڪمائجي ۽ شاهه ٿي کائجي“ سو هي به ڳُٽھ ٿي ڪمائيندو آهي ۽ بادشاهه ٿي خرچ ڪندو آهي. هن سينلوچ ۽ برگر ڪان سواءِ هن جا پيا به ڪيئي ڌنڌا آهن پر هي ڌنڌو هن جي اصل سڃاڻپ آهي. هي مرغي جو سوپ، اسڪولن ۾ چرس جي سپلائي ۽ ڪيٽنين، اسٽيٽ ايجنسي، ايجنسي ۽ پڙوت به ڪندو آهي. هي ڏينهن ۾ گهٽ ويهارو ڪن ڌنڌا ڪري ٿو. هي ڪل وقتي ۽ ڪل وقتي ڪم ڪندڙ آهي، مطلب ته (All Rounder) آهي. جيئن منگهار جو پيٽ نه ڀربو آهي تيئن هن جو به پيٽ نٿو ڀرجي، هن ڪي ڪا پٽ آهي ته هي هڪ هنڌ ويهي نٿو سگهي جنهن ڪاروبار ۾ چڙهندو اهو جهيل ڌنڌو چار پيسن جي لالچ تي ڀي ڪي ڪپائي وري زيرو ڪان پيو ڌنڌو شروع ڪندو. وڏا چئي ويا آهن ته ”جن لفظن ۾ ”پ“ ڀهرين اچي اهو ڪامياب رهندو. جيئن پير، پاڳارو، پنجابي، پناهگير، پناڻ ۽ پرويز“. چون ٿا ته باقائده حديث آهي ته ”پرويز نالو نه رکڻ کپي“ خبر نه اهي جو پر پرويز نالي جا ماڻهو وڏا پلستر هوندا آهن. پيءُ سان به سچا نه هوندا آهن. پرويز مشرف، پرويز الاهي، راجا پرويز افضل ۽ اسان جي حد يوسي ون جي ناظم پرويز رانجها وانگر هي به اهڙو آهي جن ڪان الله پناهه ۾ رکي. وڏو پلستر، ٽپتائي، ٽوپي باز، چاپلوس، مخبر ۽ ڀهرين نمبر جو بشني، هتان جون هتي ۽ هتان جو هتي هر ڳالهه ۾ وڏائ ڪرڻ جي به پراڻي عادت اٿس. هن جي پيٽ ۾ ڪا ڳالهه رهي نٿي، اوهان هن سان ڪا ڳالهه ڪيو يا نه ڪيو پر هن کي خبر پئجي ويندي، اوهان جيڪلهن هن کي منع به ڪندا ته اها ڳالهه ڪنهن سان نه ڪجانءِ پر ٿوري دير ۾ رستي ۾ روڪي به ماڻهن کي اها ڳالهه ٻڌائيندو سڄي ملڪ ۾ منٽن ۾ پڙهو گهمي ويندو ته فلاڻي ڳالهه ٿي آهي. هن جي سامهون اوهان ڪا ڪوڙي ڳالهه اچلايو، دير ٿي نه لڳندي ٺڪ ٿي ويندو اهڙي هراس ۾ ڳالهه ڪندو جو 10 منٽن ڪان پوءِ ٽر مان يا جيڪب آباد ڪان فون ايندي ته خبر پئي اٿئي ته ”چنڊ ۾ بينظر جي شڪل پئي نظر اچي“. دل ۾ چوندس ته اهو شر مون ٿي ته ڏنو هو پر ان ڪوڙي خبر جي پڪيڙ جو ڪمال پرويز جو آهي. ماڻهو سامهون ويٺو هوندو ته ثابت ڪندو ته اهو همراه دنيا ۾ ڪرنهي بلڪه حيات ٿي ڪونهي جيئن ٻليءَ کي مياٺون مياٺون ۾ مزو ايندو آهي يا جيئن ڪانءُ کي لهڙ ۾ مزو ايندو آهي، الائي ڇو هن ڊنليرورڇي کي حرامپائي ۾ مزو ايندو اهي. هن آڏو بي بي سي ۽ انٽيليجنس ادارو رڇي چولا ڪپائي هي حرامپائي ۽ رپورٽ ۾ ايجنسين جي به ماءُ آهي، هي يارن جو يار آهي، پر مهل جو مڙس ماڻهو نه آهي هن ۾ برداشت جو مادو آهي هن کي ڪجهه به چئو سهي ويندو. سورين اوٺائين هوندي هي هڪ مکڻ ماڻهو آهي. مان جڏهن ڀهريون پيرو سڀ ڪان ٿلهي پٽ هالار کي هتي وٺي آيس، هو ان وقت اڃان ٽن سالن جو مس هو. هاڻ ماشاءالله ڇهن جو آهي. هن جي هٽ ۾ بسڪوٽن جو پڙهو هو گهر ۾ ماءُ پڇيس ته

”پٽ اهو ڪٿان آيو“ چئين ”اهو ٻشني ماما وٺي ڏنو آهي“، اسان جو سنگت ۾ هر هر پرويز ڪي مذاق ۾ ٻشني ٿي ڪوٺيو ته هن اهو شايد ڀتو هوندو ڪيس ناليءِ جي ته خبر نه هئي پوءِ پرويز تي ٻشني نالو پڪو ٿي ويو، پرويز جي هالار سان ۽ هالار جي ۾ پرويز سان وڏي دل آهي. هي اڄ به ڪيس ٻشني ماما چوندو آهي، جڏهن ته هن کي اڃان ٻشني جي معنيٰ به خبر نه آهي. هالار کي اهو ٻشني ماما پنهنجي سڳن مامن کان وڌيڪ پيارو ۽ عزيز آهي هي ته ناليءِ ۾ ٻشني آهي هو ته طبيعتن ٻشني آهن. هالار هن سان ائين هلي ٿو جيئن سچ پچ پرويز هن جو سڳو مامو هجي، جنهن ڪري پرويز کان اسان جي سڄي فيملي پردو نه ڪندي آهي. پرويز جي شادي به مون ڪرائي هئي. هن لوسيءَ جا جڏهن سڳا ماءُ پيءُ ۽ ڀيڻ ڀائر به هن جي ضمانت ڏيڻ لاءِ راضي نه هئا ته اسان زال مڙس پرويز عالم جو بنگالين کان هن جو ماءُ پيءُ ٿي رشتو ورتو هو. هن جي سانوري سلوڻي بنگالڻ زال ڏاڍي پياري هئي. منهنجي زال چوندي آهي ته ”اهڙي ٻي آهي، اهڙي ٻي آهي ته مان توکي وٺي ڏيان“ مان چوندو آهيانس ته ”اهڙي ٻي هئي پر ٻلي کڻي ويئي“. ڪنهن ٻروچ جي باري ۾ ٻڌل لطيفو ٿو ياد اچي ته ”ڪنهن ٻروچ کان پڇيائون ته پرڻيو آهين؟“ جواب ڏنائين ”پڄ پي گئي“ ته پرويز جي زال بنگالڻ آسما جهڙي پياري ڌيءُ پرويز کي نشاني ڏيئي ”پڄ پي گئي“ .جيون ساٿي وڇڙي ويو ڪهاڻي ختم. ”لن تي نينڊ ڪورت ٿي بند“ هاڻي وتئي ٿو چورا تاڙيندو. رن کي نه تت گهرجي نه بخت، مير علب خان سخت گهرجي، ٽيڙ نه هوندو ته رن ته ڀڄندي، سنڌ ۾ قلندر جو لفظ پاراتي طور ڪم اچي ٿو اڪثر چوندا آهن ته ”توکي ڪا قلندر جي مار پوي“. سو هاڻي وتي ٿو قلندر جون حاضريون ڀريندو. ”ميرا پيار مجهي لوٽا دو“ هي بنا ناغي سيوهڻ ويندو آهي. قلندر جي درگاهه تي راتيون جاڳڻ هن جو عام مشغلو آهي. هي دعائن گهرڻ ۽ زيارتون ڪرڻ ۾ به وڏي مهارت رکي ٿو. هي قلندر جي نگري تي ويندو ضرور آهي پر لوٽو ۽ ٺلو کڻي قلندر جي در تي ڪڏهن نه ويٺو. مان به هن سان هر سال رجبي واري ميلي تي قلندر تي ويندو آهيان، هي نه رڳو قلندر جون گگهيون ڀريندڙ آهي پر سڄي سنڌ جي درگاهن جو پڻ پوڄاري آهي. هي مون کي جمعي جي رات ڪنهن نه ڪنهن پاسي ساڻ کڻي هلندو آهي. موٽر سائيڪل منهنجي هوندي آهي ۽ تيل خرچ پرويز جو هلندو آهي. اسان هر جمعي رات ڪوٽڙي مان نٿو شاهه بخاري کان ٿيندا. گلجن شاهه مست ۽ اتان پوءِ پڙ نهر رحمان بلبا وٽ ڪندا آهيون ۽ اسان سان اڪثر رشيد جمالي به گڏ هوندو آهي. ”اڄ ڪلهه آتر ڪٿا لڪان پيو ان ڪري به يا شايد جمالي جي غير موجودگي سبب دل نٿي چاهي. جمعي رات ايندي ته پرويز اڳ ۾ ئي ڪن ڪڍائيندو ته اڄ جمعي رات آهي. ڪا به حرامپائي نه هلندي پاڻ کي نڪرڻو آهي ديوٽي تي.“ مان ڪتاب لکڻ جو بهانو ڪندس. ”ڏس يار توکان سواءِ مزو نه ايندو.“ مان سوال ڪندس ”ڪير ڪير هلندو.“ چوندو ”تون ۽ مان“، مان چوندس ”جمالي نه هلندو“، هي چوندو

ڇنيس لوڪن جو ڀاڪ جاءِ تي گڏ ڪئي هلڻ سنو نٿو لڳي ”ٻيو، تون وچ مان نٿو
هلان مون کي وري جمالي کان سواءِ مزو نٿو اچي گڏ هجي مزيشي وسون هونئي“
ٿيڪ آهي تون جمالي سان سفان ڇنڊ جي ٻهاتي ڪارخاني تي اچ مان ڪيڏا مسئلي
گهر ڀاهران بيٺو هوندس“ اهو پڪي مان نه ڪري سگهندس پوءِ منهنجي محبوب
سائين موٽر سائيڪل جو ٻاڪلٽ هوندو رشيد جمالي پويان مان ۽ منهنجي پويان
پرويز. نه سڄي زندگي جمالي موٽر سائيڪل سکي سگيو نه مان سيکاري سگهيس،
اڳين آسرن آسرن پر ڪيئي جمعي راتون گذري ويون. ايئان جمع ٻه آهن گهڻا پڇو ٻه آ
تيزو من ڪو ڇاڻو نٿي. ان اُميد تي پيا چونڪيون ڏيون. جمعي رات تي ٻليا رحمان
وٽ حاضري ڏينئي سُڌ نٿي ڪاڏ پوندي آهي. اچي ٻاڻگو ٿينديون آهن پرهه ڦٽي ويل
مارڪيٽ ٽاور تي سيرابوري ۽ مالا پوڙا ڪئي گهر موٽندا آهيون. نيٺ نه اها اڄ
رات ختم ٿيندي ۽ صبح ٿيندو ۽ منهنجو مارڪيٽ ٽاور اصلي مالا پوڙو کڻندو.
في الحال نه چين تي گرم گرم چانهه جي سرڪن تي گذارو آهي.

## رشيد جمالي

گلن جي انهي، خوبصورت گلدستي ۾ هڪ گل خورشيد جمالي ٻه آهي.
جنهن جو اسان پل ۾ ”خو“ ڪڍي ڇڏيو آهي باقي وڃي رشيد جمالي بڇيو آهي.
هن کي وري ”ڀهائل جو نه پر ڳائڻ جو“ شوق آهي. ”هرڻي اڳيئي ڪڏئي، ويتر
ٻڌونس گهنڊڙي“ هي ڳائڻ وقت جنسي وات ڦاڙيندو آهي. هر وقت واڳون، جيئو
وات ڦاڙيو انس اهو منهنجي فرض ۾ شامل آهي ته مان جنهن ٻه ايگريڪلچر
ڪامپليڪس تي پنهنجي ٽاڪ سب رنگ برگر تي اچان نه جمالي جي ڪلي، جي
ڦري تي نونگو ضرور هڻان اڳ هلڪي اگر سان هي شرم کان ڀيڻو ٿي ويندو
هو. هاڻ جنهن چوندو آهيانس ته ”جمالي چاچا ڪي ٻاڪي ته ٻاهِ“ يا ڪنهن ٻه هٽ
وجهڻ جي ڪيانس يا چوانس ته ”ڪيلي جي ڦري ته ڏي“ نه هي پنهنجي ڪيلي
جي ڦري، ڏي اشارو ڪيو چيو ته ”هي حاضر آهي ڪاهه، چوانس ”هي ته چوسڻ
ٿي، آهي، چريا جمالي ڪائيندا آيو جا؟“ پرويز جو ڪر گراهڪ برگر ڪائيندي
شڪايت ڪري ته ”يار ونگي ڪوڙي هني“ ته مان چوانس ”پرواهه ناهي جمالي ۾
چڪ وجهو وات منو نٿي پوندو.“ گل حسن گل، اختيار دائي ۽ ساگر شاهه ڪيس
لوڙا ته سرسبز باغ ڏيکاريا انس جو هي سمجهي ٿو ته مان ضامن علي کان ٻه
وڌو ڳائڻو آهيان. سنڌس اواز ٻلو هجي يا نه پر سنڌس سرزمين ٻلي انس پر
اڃان غيرآباد آهي پر جيڪڏهن مون کي مقاطعي تي ڏئي ته سرسبز ۽ آباد ٿي
سگهي ٿي. هي مولاڻي انهي، راڳ جي چڪر ۾ ڪني پنهنجي ڳڻي نه ڦاڙائي
وجهي هي سينڊوچ يا برگر وچئون ڪڍ پيو صفدر ٻاهِ نه ڪائي وڃي. هي صفا
واڄان قسم جو ماڻهو آهي. ”وائڙي ڪُتي مرون جي منهن.“ هن کي پنهنجي
وائڙپ مارائيندي. شوق ڪنيو بيٺو انس سدائين ساڳيو سر وڄائڻ شروع ڪندو

مان هن کي پري پري کان چاهڻ لڳو آهيان هن بہ منهنجي من جو چور
سڃاتو آهي. ”ٻکري کي ماءُ ڪب تڪ خير منائيگي.“ هي منهنجي ڳالهہ ميچي ۽
ڪا ٽاٽائي وٺائي تہ واقعي ۾ ضامن کي بہ ماري سگهي ٿو. هاڻ جڏهن اسان هر
جمعي رات تي پرويز سان گڏجي منهنجي موٽر سائيڪل تي بابا رحمان وٽ امبر
مهڪ جو راڳ ٻڌڻ ويندا آهيون تہ هي رستي ۾ هٽ چراند ۽ اگھاڙا چرچا بہ
ڪرڻ لڳندو آهي. مان جڏهن ڪيس سٽرن ۾ هٽ وجهندو آهيان تہ هي تنگو
سيڪڙيندو آهي ۽ پوءِ جڏهن اڌ ۾ چرڪ پريندو آهي تہ مان چوندو آهيانس تہ ”جڏ
زورا ور! باقي بہ ٿي وڃي“. برحال ”مان جنهن جي پويان لڳس ان کي پاتو اهو
منهنجو رڪارڊ رهيو آهي.“ منهنجي چڻ خدا ٻڌي هڪ ڏينهن مان ڪيس ڪلام
سيکارڻ لاءِ جڳهہ تي وٺي آيس. اسان هڪٻئي جو سٺو ساٿ ڏنو. هن ڪلام
پيش ڪيو ۽ مون هن جو دهل وڄايو، هي بہ ٻين وانگر آڊيشن ۾ پاس ٿي ويو.
جمالي سريلو آهي پر تال تي اڃان پورو نہ آهي هي پروفيشنل نہ آهي. هي مون
کان بہ سٺو طبلچي ٿي سگهي ٿو بشرط هي مون کان بہ وڏي ڍولڪي نواز
قاصر نواز جي حوالي ٿي ۽ ان جي استادي قبول ڪري برحال وري بہ منهنجي
استادي ۾ سکيل هي اڃوکي تال آڳتي هلي ڪر ايندس ”ائين سنگت ۾ طبلا،
ڍڪڙ ۽ مٽڪا وڄندا رهندا تہ دوئين دڪندي رهندي“ ۽ ائين هي پيءُ ماءُ جو ۽
اسان جو بہ شان وڌائيندو. بس رڳو هن جي پٺي ٺپڻي آهي جو هي روح کي
راحت پهچائيندو رهي شل واڄٽ وڄندا رهن.

## پورل ظامن علي

وڏي مزي جي ڳالهہ آهي تہ هتي شاعري بہ اها ٿي ڪئي ۽ ڳائي وڃي ٿي
جنهن ۾ پورل جو ذڪر ٽيل هجي ٿو. اسان وٽ عظيم شاعرن ۽ عالمن جا ڪتاب
چوڪري بازي جي چشڪي ۽ مزي جي ذڪر سان ڀريل آهن. ڪيسٽ ڪلچر جي
ڪيسٽي شاعرن کان سواءِ مهان شاعرن جهڙوڪ طالب مولا، کان وٺي استاد بخاري
تائين، ديوان حافظ کان وٺي خوشحال خان خٽڪ تائين چوڪرن تي شاعري ڪئي
آهي. اهو ئي سبب پڻ آهي جو مارڪيٽ ۾ استاد منظور علي خان، مائي ڀاڳي ۽
عابده پروين جون ڪيسٽون گهٽ، جلال چانڊيو، منظور سخيراڻي ۽ شمن علي
ميرالي جون ڪيسٽون هٿو هٿ وڪامجن ٿيون. ڪشش، ڪي ٽين اين، مهراڻ،
ڌرتي، آواز يا سنڌ ٽي وي کوليو تہ هر وقت پورل ظامن علي ٽپڙ جهڙو مائيڪ وات
۾ وجهو پيو ڳائيندو نظر ايندو. اهو سڪينگ جون سڪون لاهيندڙ ظامن علي
جيترو SHO لال بخش ڏيپر کي پسند آهي شايد ان کان وڌيڪ مون کي پڻ پسند
آهي. جڏهن آئون ڦهريون پيرو ڪنهن پروگرام لاءِ آغا ثناءالله راڳي جيڪو منهنجو
مائيٽ پڻ آهي کي ساڻ ڪري ظامن کي بوڪ ڪرڻ لاءِ سنڌس پاڙن سان مليس تہ

انهن چيو "ظامن هڪ ڪلاڪ جا 30 هزار وٺندو آهي" مون ڪيس موٽ ۾ چيو "جا ظامن ڳائڻ کان سواءِ سڄي جيج کي يهڻ به ڏيندو جا جو 30 جا هزار ٿو وٺي" ۽ پوءِ مان پرويز جي سب رنگ برگر واري چوري رشيد جمالي مان 100 روپين ۾ ڪم هلايو جيڪو شڪل توڙي راڳ ۾ ظامن کان گهٽ ڪونهي. واهه واهه ٿي ويئي، هي نه ٿورو ويئي پئي ته چڙهي ويندو. "جيڪو وهندو سو چڙهندو" هوريان هوريان اچي پيو لائين تي اختيار دائي، گل حسن گل ۽ ساگر شاهه کان ٿي آيو آهي. باقي مرتضيٰ مشوري، صفدر صديقي ۽ منهنجو مڪمل سهڪار حاصل ڪري ته دبئي مان به ٿي اچي سگهي ٿو. باقي سندس مرضي.

## اڳهاڙي سواري

صبح جو ارلي مارننگ واڪ ۽ هر جمع رات تي پرويز ۽ خورشيد جمالي جي ڀاڪرن سان پنهنجي پاڪ هيرو بائيڪ تي حيدرآباد جي خالي رستن تي سڄي رات گشت ڪري رات کي ڪنائي گهر موٽڻ مون لاءِ عياشي آهي، ماضي قريب ۾ گلشاد چانڊيي ۽ محبوب سائين زبير لنڊ جي ڀاڪرن ۽ چمين ۾ هن بائيڪ تي آڻ ڏئي منزل ڏانهن چڪيندي ڪئي سفر ڪيا آهي، محبوب هتا گڏ نه ته ڪنهن کي ڳتي پئي آهي جو هن اڳهاڙي ۽ بي چٽي سواري موٽر سائيڪل تي 200 ڪلو ميٽر سفر تي وڃي سگهي، صبح وڃي ۽ رات موٽي اچان ڪنهن کي خبر نه پوي، هڪ هڪ ٿي اهي سمورا محبوب ڇڏيندا ويا، اهي محبتون محبتون هجتون نه رهيون اهي چاهتون دوستيون دلبريون نه رهيون، زندگي موت جي قريب آهي پر وري به ڪرڻي راڳي ضامن علي جهڙو نئون محبوب سائين درميان آهي ضامنت ڏني آهي ته مان تنهنجي ڀاڪر ۾ تنهنجي هن بائيڪ تي ڊرائيور بڻجي تنهنجي رهيل سفر جا ٽڪ لاهيندس، اهو پير جو چنچر ڏسون ته ڪلهن ٿو پنچر ٿي، ۽ جيڪي منهنجي رات ۾ منهنجي پنڌ ۾ منهنجي ٽڪ ۾ شريڪ رهيا تن کي منهنجو سلام.

## پورلن جو ميڙاڪو

منهنجي پرين لاجبر خان جي شهر نبي سر روڊ ۾ مرحوم ڪامريڊ غلام محمد لغاري هم جنس پرست پورل چوڪرن جو هڪ ميڙاڪو ڪهرايو هو جنهن ۾ اٽڪل پنجاهه کن جوڙن شرڪت ڪئي هئي. جن هڪٻئي کي پسند ڪيو هو ۽ هڪٻئي کي پنهنجي. اندرئين دائري ۾ داخل ٿيڻ جي نيند پڻ ڏني هئي ۽ پوءِ جوڙا هڪ ٻئي سان هم آغوش ٿيا هئا. انهي محبت ۽ ميلاپ جي گڏيل مٺا سٺا جي راهه ۾ جيڪي شامل ٿيا هئا اهو پڻ هڪ راز آهي تڏهن مون سان به هڪ ڀاڪر هو جو مون لاءِ ان وقت سڄي ڪائنات هو. مون کي خبر هئي ته منهنجي هن برائي سبب سموريون ٻلايون ۽ خوبيون به تباهه ۽ برباد ٿي سگهن ٿيون، پر هن جي سيڪس ۾ تازگي جي خوشبوءِ هئي. جسم جي ڪلي چوٽ هئي، ڪامريڊ ياران هن پارٽي ۾

”ڪريو يا ڪرايو“ وارو نهراءِ پاس هو، فصل راتو رات ۾ لهيٽو هو. پر ائين ٽپي جو ٽيٽو هو. هن ڏنو ۽ عيوض ۾ ورتو. پڻ گهڙين جي موج ۽ عياشي ڪان پوءِ هن سڄي زندگي پڇتاءُ هو ۽ هو اڄ تائين مون سان نظرون نه اکي ملائي سگهندو. ان واقعي کان پوءِ هو جڏهن به منهنجي ٻانهن ۾ پاڪ ساز ٽي ستو ۽ جڏهن اوٿير نه هن جو وضو نه ٽٽو ته به اٽڻ وقت منهنجي ڪابي ٻانهن تي پنهنجي لڪيل نانءُ LAJBER ڪي ٽڪ هٽندو ويو.

## نئون مال

صنوبر ۽ لاجبر جي سوٽ رحمت الله خان سان به منهنجي گهڻي لڳندي هئي، رحمت الله واحد ماڻهو هو جو منهنجي لائين جو هو، هن کي نبي سر روڊ جي بازار ۾ هڪ واچن ۽ گهڙيالن جو دڪان هو، هو بهترين واچ ساز هو، هن کي هتي مستقبل نظر نٿي آيو، هن جو من ڪراچي تي ڪچيل هو، هي هر وقت ڪراچي وڃڻ جو سوچيندو هو، تڏهن هت هن جو ڪو خاص ڏنئو نه هو. هي ڪجهه وقت ڪراچي ۾ به رهيو هو، هي مون کي چوندو هو ته ”ڇوڪرا ته ڪراچي ۾، ڪراچي ته سهڻن جو سمونڊ آهي، هتي جا ڇوڪرا ته ڳئي ۾ پٽر سان ٿا اگهن، ساڳياساڳيا ڇوڪرا ڪائي هاڻ ته التي ٿي اچي، مان جيترو وقت به نبي سر روڊ ۾ هوس هن منهنجون اهڙيون ڪيئي دعوتون ڪيون مون به هن کي حيدرآباد شهر جو نئون مال چکايو هن جڏهن ان وقت جي منهنجي محبوب نظير ٻلال گجو ۾ هٿ وڌو ته مان ڏاڍو جذباتي ٿي ويو هوس، هن وٽ ڪا شايد گدڙ سنگهي هئي جو گجو مون کي اڪيلو ڇڏي هن جو ٿي ويو، مان پرديس ۾ ڪجهه وقت ته پاڻ کي سنڀالي نه سگهيس ۽ پوءِ جڏهن مان هن جي معرفت گجو کي ڦيرين پيرو ڪاڌو ته سڀ پاڻ ٿي ٺيڪ ٿي ويو ۽ پوءِ مون محبوب سائين جو درجو گجو کان کسي لاجبر جي حوالي ڪيو ۽ ائين لاجبر منهنجو محبوب سائين بڻجي پيو.

## نظير ٻلال (گجو)

نظير ٻلال (گجو) هي يادگيري آهي وڏيڪ يادگار نوعيت جي هڪ تعلق جي جو جنهن زماني ۾ منهنجي آغوش ۾ هو. هي رهندو ته اسان جي پاڙي وحدت ڪالوني ۾ هو پر اصل دادو مورو پل جي وچ واري ڪچي جي ڳوٺ فتح محمد ٻلال جو هو. هاڻ مهراڻ يونيورسٽي ۾ سروس ڪري ٿو ۽ چار شوري ۾ ٿي رهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ڪيس سلام ڪرڻ تي دل ٿي چوي، جادو جهڙي تاثير جهڙو اثر رکندڙ نظير ٻلال جنهن کي پيار ۾ ”گجو“ ڪري سڏيو هو هي شيطان مونکي ته ٻيگوان لڳندو هو. ڪنهن زماني ۾ هن سان به منهنجي پريت رهي هئي، هي مون سان ٻانهن ۾ ٻڌل تعويذ جيان ٻڌل رهيو. هي منهنجو تن ڏينهن ۾

منظور نظر هو. گڏجو پنهنجي دور ۾ ڪنهن قيامت کان گهٽ ڪونہ هو. هي عام هوندي بہ ڪيڏو نہ خاص لڳندو هو. جنهن کي مان پنهنجي زندگيءَ ۾ خاص اهميت ڏني. هن سان منهنجا سڀ حق ۽ واسطا قائم هئا. هن سان سياسي، معاشي، روحاني ۽ جسماني سڀ سلسلا ڳنڍيل هئا. هي محبوب جي آڙ ۾ مون لاءِ زال ۽ مڙس بہ بڻيل رهيو. هن جي ڏسڻ ۽ ڇهڻ ۾ ڇڻ ڪو جادو هو. جنهن لوڏ سان هلندو هو سا بہ واهہ جي ڏسڻ وٽان هوندي هئي. هي ڪنهن ٻيل وانگر ٽلندو هو. هن جي شڪل صورت سٺي هئي هي رنگ جو مشڪي هو هي معصوم بہ هو، جنهن تنهن کي وڻندو هو، هي مونکي بہ ڏاڍو وڻندو هو. اهو سندس ذات جو ميگنيٽزم هو تہ هي سڀني کي وڻندو هو. اها هن جي رمز مون کي وڻندي هئي ڪنهن کي پنهنجو ڪرڻ تہ ڪو هن کان سکي، ڪنهن جي دل ۾ هي پنهنجي جاءِ پاڻ ٺاهيندو هو. مون هن سان زندگي جا 10 سال گڏ گهاريا، هي انهي عرصي ۾ مون سان ٻاچي وانگر رهيو هي منهنجي دل جي ديري ۾ بستر وڇائي سٽو مون هن کي گڏ زندگي جي سفر ۾ ڪنيو. مون هن کي سڄي سنڌ توڙي سڄي پاڪستان جو سير ڪرايو. اهي ڏينهن اسان دل کولي انجواءِ ڪيا سون مان سڄو وقت هن کي پنهنجي جهولي ۽ سيني سان لائي ويٺس. هي منهنجي ضرورت ۽ اهميت هو اسان کي هڪٻئي ڪانسواءِ سک نہ ايندو هو اسان ٻئي هڪ ٺي مرڪز هئاسون. اسان واري جوڙي جڳ مشهور ٿي. ٻن دوستن ۾ ايتري گهري محبت ورڻي ملندي، هي سڀني کان گوءِ ڪٽي ويو. سيڪس جو پورو نچوڙ مونکي هن مان ملندو هو گڏجو مان منهنجو هر مطلب پورو ٿيندو هو. اسان ٻنهي هڪٻئي مان گهڻو ڊوءِ ڪيو اسان پنهنجي خوشي لاءِ جئين ڪڻي تيئن ڪيو، سيڪس کي نواڻ ڏيڻ لاءِ، نئون تجربا ڪندي اسان سيڪس جون سموريون حلون اورانگهي وياسون، ڪهڙي اهڙي شي آهي جنهن ۾ اسان ڪا ڪسر ڇڏي هجي هن پاڻ کي انهيءَ عمل لاءِ حڪم جو ٻنلو بڻائي ڇڏيو هو هي لڳاتار مونکي جنسي تسڪين ۽ مزي ماڻڻ لاءِ ونلو ۽ تماشو ميسر ڪندو رهيو اهو هن جي فن جو ڪمال هو. اهو هنر بہ ٿورن کي ايندو آهي. مان ان جهڙو ٿي وڃان ممڪن ناهي. مان سڄي عمر هن جو ٿورائتو رهندس. جوين جا ڏينهڙا گذري ويا باقي حوس باقي آهي. اسان جدا ٿي وياسون پر آرزو پڊي نہ ٿي آهي. هن لوُ مٿريچ ڪئي ۽ هاڻ نيڪ نمازي آهي. ڏاڙهي رکائي منهن ۾ جهنگل ڪٽي پيو گهمي گڏجو شاديءَ بعد مونکي گڏيو ئي ڪونهي. نہ اهي اڳي وارا رابطا رهيا آهن ۽ نہ ئي انهن رابطن ۾ ڪا خلوص جي چاشنيءَ باقي رهي آهي. ماٺهو جو من ڪڏهن ۽ ڪيڏيءَ مهل ٿو ڦيرو کائي، ڪيئن ٿو کائي ڪجهہ چئي نٿو سگهجي.

## گلشاد چانڊيو

زندگيءَ جي ورو ڪڙ سفر ۾ زندگي جو گيئر بہ بار بار بدلجندو ئي رهي ٿو. مون پراڻا تعلقات ڇني ڇڏيا هئا ۽ نوان اجان پيدا نہ ڪيا هئا. جڏهن منهنجي دل ڏاڍيجي ويندي هئي يا ڪا نئين چيز ملندي هئي تہ اڳلي جو ڪوڏيءَ جو ملهہ بہ نہ ڪندو هوس. هر پيري ڏوڪو ڪاڻ ڪان پوءِ زماني مون کي هاڻ سيکاري ڇڏيو آهي. مون پنهنجي غلط پرک جو نتيجو بہ چڱو ڀوڳيو آهي ۽ هي دل جو معاملو آهي، هي منفرد ڇوڪرو هڪ بيباڪ، ذهين ۽ بافضيلت نوجوان هو. سندس شخصيت جي چوڌاري سونهن جي لاٽ ڦرندي هئي. هن ۾ غير معمولي صلاحيتون هيون. هن جي ملڻ جو انداز مون کي ڏاڍو پسند آيو، هي صفا ڪچي ملندو هو. هي مون وٽ مهيني ٻئي مهيني ڦيرو ڪندو هو. هي مون کي جڏهن پيرين پئي ملندو هو تہ مان هن کي ڪٺي ڀاڪر پائي وٺندو هوس. هن جي ڀاڪر ۾ مون کي راحت ملندي هئي پوءِ جڏهن هن سان پيار جا ڀاڪر ۽ چمين جي شفقت هلي مون کي محسوس ٿيو تہ هاڻ هن کي گهڻو وقت پاڻ سان رکڻ کپي انهيءَ لاءِ مونکي چڱي محنت ڪرڻي پئي. هڪ رات جڏهن اڪيلي ۾ هن سان خيالن جي ڏي وٺ ٿي تہ مون کيس چيو "منهنجي دل ۾ تولا جاءِ آهي مون وٽ چو نٿو اچين". هن موٽ ۾ مرڪي ڏنو ۽ پنهنجي دل جو در کولي منهنجي چمن ۾ هلي آيو، هن جو چهرو ٻين خوبصورت چهرن سان ملي هڪ گل دستي ۾ سمائجي ويو. هي سڀ کان منفرد گل جنهن جو نالو گل شاد هو. منهنجي ٿورن دوستن ۾ هي گلشاد چانڊيو پڻ آهي. جيڪو ٻين محبوبن سان ملي هڪ محبوب ٿي اڀريو. منهنجي گلشاد سان دوستي دل جي دوستي آهي، چون ٿا تہ "دوستي اها جو زال ننگي سمهي تہ دوست هن ڏانهن اک بہ نہ کڻي" "ڪاش! هن جي ۽ منهنجي زال بہ ساڳي هجي ها" هي منهنجي هر منظر ۽ پس منظر ۾ رهي ٿو جيڪو شاد ۽ آباد رهي ٿو، سک سنگت ۽ پنهنجائپ ۾ هن سان ڪيئي رس ڀريون رهاڻيون ٿيون، جنهن ۾ بہ پاڻي ڪرڻ جو موقعو بہ مليو جنهن ۾ هن جا وارا نيارا ٿيا ڇُٽي ڪٽ. "بيبي شريني" جو هي مڙس جيڪو صرف ڪُتي ڪاڻ تي هِريل هو منهنجي دوستيءَ کان پوءِ هن جون پنج ئي آڱريون گهہ ۽ مٿو ڪڙهائيءَ ۾ رهيس. ڪي غلط راهون آهن جن تي مان هلير آهيان سيڪس جو پورو نچوڙ مون کي هن ۾ مليو، هي ڊبل شفٽ ڪندڙ ڊيلي ويجز ڊرائيور حقيقت ۾ اورٽائير ۽ ٽي اي ڊي جو پڻ حقدار آهي، پر جيئن تہ ملڪ جو خزانو خالي آهي، تنهنڪري منهنجي پاران ملندڙ ڏود پٽي چانهہ جي ڪٽ ۽ پرويزبشني جي سب رنگ سنڌوچ تي فلحال گذارو ڪري. اسان دوستن کان ڪِنو ڪِنو رهندڙ خودسختا جلاوطن ٿيل اسان جو هي دوست گلشاد اڄڪلهہ

اسڪرين آئوٽ آهي. پڳون متيندڙ اها دوستي هاڻ پرڻتي پنجي ويئي آهي. باوجود بي وفائي جي ساڳيو پاڻيي، ۽ دوستي، جو رشتو هلندو اچي. بدليل هوا جو اثر هن تي به ٿيو. هي منهنجي پاڇي ۾ رهندو هو هيئنر هن کي وجهه مليو آهي، پنهنجي شخصيت کي اڀارڻ جو. هي هاڻ پريس ڪلب حيدرآباد جو ملازم آهي. ۽ پريس ڪلب جي عهيدارن، مهيش ڪمار، لالا رحمان سمون، خالد ڪوکر ۽ اقبال ملاح جي ڏينهن رات خدمت ڪري ٿو. اسان ٻئي هڪ آهيون پر رڳو ٻتڻ ۾ به آهيون. هي هن جا ڀاڳ آهن جو سڀڪو هن کي چاهي ٿو. هي تمام ويجهو هو گهر جي به ته دل جي به، گلشاد اسان جي گهر جي فردن وانگر آهي. ڪجهه ماڻهن سان حال اورڻ ۽ خيال ونڊڻ جو مزوئي ڪجهه ٻيو هوندو آهي، هي به مونکي حال پائي بٽائي سڀ ڪجهه ٻڌائيندو آهي. اسان جي دوستي جيئن پراڻي ٿيندي وجي تيئن مڏ وانگر رچي ريئي ٿيندي وجي، هر آچر تي مان سندس گهر ضرور ويندو هوس، منهنجو اڌ ڏينهن اتي ڪٽبو هو. هن جي گهر جا ڀاتي به مون کان پردو نه ڪندا هئا ته منهنجا گهر ڀاتي هن کان، هن جا ماءُ پيءُ به منهنجي ڏاڍي عزت ڪندا هئا. اهڙي طرح جيئن پوءِ تيئن اسانجا ناتا پختا ٿيندا رهيا. ٻئي هڪٻئي لاءِ لازم ملزوم هئاسون، هڪڙي ڪان سواءِ ٻيو هلي ڪونه ٿي سگهيو. ٻي ڪانسواءِ هڪڙو نه، اهو اسان جو مقدر هو. اسان هڪٻئي کي ڇڏي نه پيا سگهون. اسان جي دوسي بلستور قائم هئي، هي اڪثر منهنجي ٺاڪ تي روح رهاڻ لاءِ ايندو هو. هن سان رهاڻ ڪرڻ جون هوٽل تي روز کي نه کي گهڙيون ملي ونديون هيون، هوٽل تي ويندا به گڏ هئاسين ۽ موٽندا به گڏ هئاسين، دوستن جي دل ۽ منهنجي دل وچ ۾ هڪ ڏاگهو آهي. اسان جون دليون سنهي سئي سان سبيل آهن، اهو سيبو يا اهو ٽوپو بلڪل مضبوط آهي، اهو نه اڪلجي ٿو نه اُڌڙي ٿو. گلشاد جڏهن منهنجو منظور نظر هو تڏهن اسان جي جسمن مان هوا به پاس نه ٿيندي هئي، تڏهن مان ڪيس پنهنجي "هڪ لاڙي دوست" سان ملايو هو. ان رات اسان ان جي قاسم آباد واري بنگلي تي برئنڪ به ڪئي هئي ۽ رات گڏجي سُتا به هئاسون هڪ ئي رات ۾ اهو "مهان شاعر" منهنجي هن دوست کي ايترو ته عظيم لڳو جو هن منهنجي روبرو پنهنجي عظمت خدا ڪارڻ ڪيس اربي ڇڏي. تڏهن مون کي اياز گل جو هي بند ذهن تي تري آيو ته "هي به انهي، جو ئي ويندو جنهن وٽ بنگلا ڪارون آهن" ان وقت مونکي ائين محسوس ٿيو جڻ ڪنهن مون کي "آڪاش" تان زمين تي اڇلايو هجي. ان وقت منهنجي دل مون کان "سوال" ڪيو ڇا تون هن کي پنهنجي دل مان هميشه هميشه لاءِ "جلاوطن" ڪري سگهندي؟ مون هي جيڪا ٻڪري گڏ رکي هئي اويل سويل جي کير پيئڻ ڪاڻ، هي لومڙي ان ٻگهڙ کان به وڌيڪ حرفتي نڪتي، پر کير ڪيئن به چوي يا ميڇي هڪ ٻئي سان ناتا جنم جنم تائين هلندا آهن.

## سينڊوچ سيڪس

منهنجي ذهن ۾ ويڇوڙائي ۾ ٿي گذريل هڪ واقعو تازو ٿي ويو آهي. اهڙا ڪيترائي واقعا ۽ حادثا منهنجي لاشعور ۾ دفن ٿيل آهن. هي منهنجو هم خيال دوست هوندو هو مونکي هن سان ۾ ڏاڍو پيار هو. اسان جي گهرائپ ڏيري ڏيري گهٽجي ويئي هئي. پنهنجي پنهنجي ڪرت ۾ مشغولي سبب هڪئي شهر ۾ رهندي هڪبئي کان دور ٿي ويلسين. انجو ڏک هن کي ٻه هو ته ارمان مون کي ٻه هو، پوءِ مون جيئرن جي فهرست مان هن جو نالو ڪٽي ڇڏيو هو، پر هن جي وات جي لسٽ مان اڄ تائين وساري نه آهيان سگهيو. هڪ ڏينهن هي اوچتو بنا اطلاع جي الائي ڪٿان اچي لٿو هو. تڏهن منهنجو گهر خالي هو گهر ۾ ڪير ڪونه هو. اتفاق سان گهر جا ڀاتي ٻاهر ويل هئا. هي سڄو وقت مون سان ويٺو رهيو، منجهند جي ماني ۽ ٻه گڏجي کاڌيسين. هي وقت سان گڏ گهر جو ننڍي ۾ ننڍو ڀاتي هوندي گهر جو وڏو ٻڻجي ويو هو. معاشري جي ڪيئي شديد طوفان جي زد ۾ آيل ڪنهن ٻن جيان ٽٽڪڻ لڳو هو. زندگيءَ جي خلوشين ۾ ان موڙ تي داخل ٿي چڪو هو ڪيس ڪنهن ساٿ جي شديد ضرورت هئي. هن جو مون تي ڀروسو هو. هن دنيا ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي هڪ ٿي همدم ۽ همراز ملي وڃي ته غنيمت آهي. هي ڪجھ پريشان هو پر ٻڌائي نه سگهيو. ڀيهراچڻ جو آسرو ڏئي ويو. ٽي چار ڏينهن کان پوءِ پلازه مان موٽي رهيو هوس ته وٽ تي هي گڏجي ويو لڳو پئي ته منهنجي تاڙ ۾ بيٺو آهي وجھ وٺي چيائين "ٻڌ سباڻي رات جو مون وٽان گهران چڪر ته هڻي وڃجانءِ توسان ضروري ڪم آهي. رات جي ماني ٻه مون وٽ کائجان. اچجانءِ ضرور پر اڪيلو اچجانءِ" مون سمجهيو مڙيئي خير جو ڪم هوندو. مان ٻئي ڏينهن رات جو ائين لڳي سنلس گهر اچي نڪا ڪير منهنجي در کڙڪائڻ تي جڏهن نڪ نڪ ٿي ته ڪچو ڀهريل هجڻ واري حالت ۾ هن در کوليو ۽ مون کي اندر گهرايو. مان دروازو ڀيڪڙي اچي هڪ صوفي تي ويٺس. هن پوءِ ٻاهرين درجو جو ٻلٽ اندران چاڙهي ڇڏيو. "ترس ته مان ڀهرين ڀڪ ڪري اچان ته پر واري بيڊ روم جي در جو ٻلٽ اندران ڏنل آهي". هن پوءِ وراندي واري در جو ڪڙو ٻه اندران بند ڪيو، "هاڻي ڪو اوتو نه رهندو نه ٿي ڪو بسترب ڪندو". هن چيو "ڀهرين تيوڻ ٿي وڃي" شراب جو آڌيو آيو، پيگ ڏيڍ وسڪي جو هي بنا پاڻيءَ جي نيٽ هڪ ٿي ڍڪ ۾ پي ويو. پيگ تي پيگ ٺهندو رهيو مون هڪ پيگ، ٻيو پيگ ۽ پوءِ تيون پيگ پيتس، چين چُڪين ڪانپوءِ چڙ نشي ۾ الوٽ تي لڳس ڪڇهري دوران سبڪ جي ڏي وٽ ڪنيسون ته چيائين "ٻيلي ٻلر نه چاڙهه مون تي تنهنجا اڳئي ٿورا آهن جنهن زماني ۾ گهرج وقت منهنجا ڀاڙ ڪم نه آيا هئا لالي تون منهنجي مدد ڪئي هئي جنهن لاءِ مان اڄ تائين تنهنجو ٿورائتو آهيان"، مون چيو "مونکي شرمسار نه ڪندو ڪر. ضرورت وقت جيڪو ڪم نه اچي اهو دوست نه آهي". جڏهن هي لوَمئريج پيو ڪري ته هن کي 35 هزار روپين جي سخت ضرورت

هئي هي شرم کان گهري نہ سگهيو هو. مون کي ڪٿان خبر پئي مان پنهنجي جي پي فنڊ مان 35 هزار ڪڍائي ڪيس هٿ ۾ ڏيئي چيو تہ ”ڪجهہ نہ چئيجان جڏهن ٽيئني تہ ڏجانءِ نہ تہ پلجي ويجهان“. اڄ هن جو پيو موڊ هو. هن پنهنجا رهيل کهيل قرض لاهڻ لاءِ مونکي پنهنجي گهر سڏايو هو. چيائين ”هٿ مون وٽ رهي پئو توکي ڏاڍو خوش رکندس“ پوءِ مون کي گمان ٿيو تہ ٻئي ڪمري جي دروازي جي مختصر وٿي مان ڪوئي اهو سڀ لڪاءُ ڏسي رهيو آهي. منهنجو انومان سورهن آنہ صحيح هو. دروازي جي انهي، مختصر وٿي مان ايندڙ روشني جي پٺيان سندس زال هئي. هن چُڪي مان منهنجي سڄي عمر جي اُڃ اجهان نہ لٿي هئي هن منهنجي سرير جي ساز کي ڇيڙي لرزش ۾ آندو هو. منهنجا سموررا لٽا لٽل هئا. هن منهنجي ٽپڙ کي هٿ جي موٽ ۾ جهلي چيو ”يار ڪيڏو نہ ڏکهو ۽ ٿلهو اٿئي“ ”نظر لڳائيندين ڇا؟“ منهنجي ڇهري تي نخرو مرڪ هئي.اڄ تہ ستو ڪريون يا ڪجهہ ڏينهن لاءِ اُڌارو نہ ڏيندين“، ”ڪوڻ سنڀالي سگهندي ڇريا“. ”جو نہ تون سنڀالين پيو“، منهنجي ڳالهہ ٻي آهي“ اکين ۾ شرارت پري ئر جي وٿي ڏانهن ڏسندي چيومانس هن جي ڪيڏڻ واري مختلف طريقن مان اهو بہ هڪڙو طريقو هو. پوءِ مونکي خبر پيئي تہ مون کي ڇا ڪرڻو آهي. هي بہ هڪ ڦندو هو. ڦ شاديءَ کان پوءِ هڪ ڀيرو پنهنجي زال کي مون سان ملايو هو ۽ هن سان منهنجي واقفيت ڪرائيندي چيائين ”هي آهي آغا قيوم لالي جنهن جو مان اڪثر رات جو توسان پهڻ وقت ذڪر ڪندو آهيان.“ پوءِ هن جوءِ کي ٽپائيندي چرچي طور مون کي ٻڌايو تہ ”هڪ رات قسمت سان ڏنو ۽ سڻ تي ڪاٽو رکيم، صبح جو اٿندي زال چيو ”رات ڇا ڪئي آيو هئين“ مون ڪيس چيو ”ڇري رات تہ مان ٿوريئي هوس، رات تہ اونداهہ ۾ لالي تهنجا ڪر لاهي ويو“ هي پوءِ شرمائجي ويئي هئي. لوچتو اوائي لڳي رات جو مون کي ٽڪليٽ وڃڻ جو خيال ٿيو جيئن تہ اسان ڊرائينگ روم ۾ هئاسون ۽ ٻاٿ وڃڻ لاءِ هن جي بيڊ روم مان لنگهي وڃڻو پوندو هو. هن جي زال مون کان پردو نہ ڪندي هئي ۾ مان صفا سُل اگهاڙو هئس تن کي ڍڪڻ لاءِ مون ڪپڙا ڪنيان تہ هن چيو ”ڪير ٿو ڏسي اٿين هليو وڃ“ مان ڪترائيندي وري بہ هٿن سان پنهنجي انگ ڍڪي جڏهن هن جي بيڊ روم ۾ ويس پر هتي تہ قصو ئي اور هو. منهنجي ديدہ حيران هئي مون جيڪي اکين سان ڏٺو ان تي مون کي اعتبار نہ آيو. هونئن مان تمام شريف ماڻهو آهيان ڪنهن بہ عورت تي اک ميري نہ ڪئي اٿم، مون عورتن ڏانهن گهٽ رخ رکيو ڇا، اهو گهٽ تياڳ آهي؟ اندر پلنگ تي هن جي جوءِ سُل ننگي ٿي اونڌي سمهي پئي هئي ننڊ ۾ هئي يا جاڳ ۾ مونکي خبر ڪانہ هئي پوءِ خبر پئي هوءِ ننڊ ۾ ڪانہ هئي ٽائليٽ جو ٿورو تاڪ پيڪڙي ٽلارغ ئي وري روم ۾ آيس تہ دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ريئي هئي. جوڪري تہ صفا ٿهر ڪري ڇڏيو هاڻ پيو پاسو هو. هر چيز جرڪي پئي هن جي ڇاتي ڏانهن گهوري ٺلو تن جا سموررا ڪپڙا لٽل اگهاڙي ڇاتي برينز کان آجي ڦندي پئي هئي ڦندري ڏاڙهن

جيان ڪنهن درگاهه جا گنبذ پئي لڳا منهنجي نڙي خشڪ ٿي وئي هن سوني گَدي جي
چيلهه سنهي، سندس دلڪش گوري بدن جو جوڀن ڇڏ تي سيڪس جا اُڪريل ڇڻ
ڪشش جو ڪارڻ هئا. اکين ۽ چپن تي مرڪ مان شيطاني پئي بکي. ابليس مونکي
برگلائي رهيو هو. هن جي انگ انگ کي ڏسي ڇڻ مون ۾ جواني وري موٽي آئي هئي
ڪيڏي نه بي باڪ ڇوڪري هئي مان هن جي جسم مان لذت وٺڻ تي چاهي پر در ڇگي
ريت بند نه هو، ان لاءِ جگر ڪپي آخر دوستي جي به پت رکڻي پئي مون دل ۾ سوچيو
هي اهڙي ناهوڪي ۽ خوبصورت زال هوندي ڇوڪرن پٺيان پاڳل ڇو آهي؟ پاڻ شادي
شده هوندي اوطاق ۾ مون سان ورتو وينو آهي ۽ سندس زال بيڊ روم ۾ شل ننگي ۽
اڪيلي ستل آهي. پنهنجي زال وٽ به نٿو وڃي اوطاق ۾ مونکي ويهاريو وينو آهي
مون ٻڌو هو ته مڙس گهر ۾ زال سان نٿو سمهي هي ويهاڻي سان ڀڪ وجهي سمهي ٿي
۽ وَرَ ڪي ساري رات ساري ٿي هن چشمي ۽ ڪراهه مان، آڃايل هوندي به بنا پاڻي پئي
جڏهن واپس وڃڻ لڳس ته هي اوچتو ڪمري ۾ داخل ٿيو. مون جي دل جي ڌڙڪن هن
جي ڪمري ۾ گهڙڻ شرط تيز ٿي وئي هئي گويا مان ڇڻ امتحان هال ۾ ڪاپي ڪندي
سڳ سوڌو پڪڙيو ويو هجان. مان گهٻرائجي ويس ڪاروڪاري اصل ۾ ڀروچن جي بد
رسم آهي. ڇون ٿا ته 12 مهيني ٻڙوي کي به غيرت ايندي آهي. هن ڏسڻي آڱر کي آڱوٺي
سان ملائي هٿ کي هلائي ڇڻ چوندو هجي ته واهه جي آهي، ”آغا سوچين پيو ته مووي
هجي ها ته رڪارڊ ڪريانس ها“. مون ڪلي دل سان داد ڏيندي چيو ”ميڄڻ مراد آهي“. پوءِ
هن منهنجي مڪمل سهڪار جي خاطري ۽ ٻاهر ٻاڦ نه ڪڍڻ جي خاطري تي ڇنهب
ٻوڙڻ جو سرپرائيز ڏنو. پوءِ ڇڻ منهنجي لاٽري لڳي. هن مهمانوازي جا شرط پوري
طرح بجا آندا. هن مون کي اشارو ڪندي بيڊ تي اچڻ لاءِ چيو هن جا لفظ مون لاءِ ڇڻ
حڪم هوندا هئا. هن منهنجو هٿ جهلي اُن جي ران دٻائي. سينڊوچ سيڪس جي
فارمولي تحت هڪ ئي روم ۾ هڪ ئي بستر تي ٽئي ڄڻا پايسرا ٿي گڏ ستاسون مست
ادائن ۾ ٽي جسم بيخود جو دم پرجي هڪ ٿي ويا. ڊبل پروگرام ٿيو. وڻراٽي پروگرام
انهن ٻنهي شغلن ۾ شامل ٿيس اڳيان به لال ته پويان به لال انهيءَ ٻلال وچ ۾ ڇڻ پروڻ
جو سينڊوچ ٻڻجي ويس اها سيڪسي پارٽنرشپ هئي ۽ اونرشپ پڻ مون ڏٺو ته هو
خاموش اکيون ڇنيي رهي هئي هن جي ليکي ته مان سمجهان پيو ته هو ننڊ ۾ آهي
جنسي عمل دوران هن جي ڳيت ٻڌائي پئي ته هو جاڳي پئي مان مسلسل ڇُٻن جو
ورجاءُ ڪندو رهيس مان هن جي ڀوٽيل اکين جي ڇمي ورتي ته هن ذري اک کلي ۽
وري ٻُوٽي ڇڏي اها اک ڇنڀ ۽ ڇُمي ڇٽ هلندي رهي هو پنڪيون کائي رهي هئي، مان
هڪ نئين تجربي مان لنگهي رهيو هوس. فرانسيسي اديبا بالزج سٽنڊ چيو هو ته ”زنا ان
رات جو نالو نه آهي جا عورت يار سان گذاري ٿي، پر ان ڏينهن جو نالو آهي جو هو
مڙس سان گذاري ٿي.“ عورت پيو سڀ ڪجهه برداشت ڪري سگهي ٿي پر نٿين

جواني، جو جوش ۽ اُمنگن جو ميسرجڻ سهي نٿي سگهي. هو سمجهي ويٺي تہ هن جي مڙس جي مرداني طاقت ختم ٿي چڪي آهي ۽ هي پنهنجي اجهل امنگن کي جهل ڏئي نٿو سگهي. مڙس ۾ ڪجهہ بہ نہ هو جو هو ٽانبو ٺاري هن کي راضي رکڻ لاءِ ۽ هن جي باھ کي ٺارڻ لاءِ ڏنبومرد گهرجي مڙس جيڪڏهن زال کي مطمئين نٿو ڪري سگهي تہ زال کي حق آهي تہ جيڪي چاهي سا پنهنجي مرضي موجب ڪري، هڪ شادي شده عورت جنهن جو مڙس بہ روبرو هو ڪيس ڊُپليڪيٽ چابي سان تالوکولڻ جي اجازت ڏني. مڙس جي رضا منديءَ سان ڪنهن اوپري مرد سان همبستر ٿيڻ لاءِ سنلس حاضري ۾ بيڊروم بستر جي راند ڪرڻ اهو آهي جنسياتي انقلاب! هن جي اعتبار لاءِ ڪنهن ثبوتي جي ضرورت ناهي مڙس آڏو زال جي توهين ٿيندي رهي. بيهودگي رنڍي ڪان بہ چڙهي ويئي. مان اڃان تائين بيڊ تي ليٽيو پيو هوس ۽ لنت وٺي رهيو هوس هونئَ بہ چوراپل مال ۾ چشڪو وڌيڪ ٿيندو آهي. دل ۾ سوچيو ڪر الھ توهار رهجي ايندي پوءِ جڏهن مان لطف جي چوٽي تي هوس تہ هن مونکي ٽانڊا ڏيئي چڙيا ڏري ڏري ڪليو چڙي سو پڪ هئي تہ پڪ اپ سٽي ٿيندي. پوءِ ڪيس خوب لٽيو لٽي موج آخر نڪي. نيٺ چئين بجي ڪلاس پورو ٿيو ۽ کيل ختم ٿيو اها رات ڏاڍي ملهائتي هئي، مون پنهنجو اڃڻ سجايو سمجهيو. انهي جي زال سان سمهي رات گذاري چڻ نئين جواني ماڻيءَ هُن جي نفس کي بہ تڏهن آرام آيو جڏهن هن پنهنجي زال کي مون سان همبستر ٿيندي ڏٺو. ايتري رنگيني ۽ خوبصورت احساس شايد ڪڏهن بہ ناهي وسري سگهندو ان رات مون هن کي نٽ ڪرايو ۽ هو ان تي ايترو هري ويو جو روز فرمائش ڪرڻ لڳو. مون کي چوڻ لڳو هو چوي ٿي تہ ”دوست کي چئو تہ هو مون سان ملندو رهي سنلس قرب واري ڪچهري مون ڪان وسري نٿي.“ پوءِ اهو چڻ روز جو معمول ٿي ويو مان ڪڏهن ڪڏهن فرصت ملڻ تي هن جي گهر ويندو هوس اُهي ملاقاتون ڪڏهن اڌ رات جو تہ ڪڏهن اَسر جو ٿيون. هو منهنجي دل جو دلبر بڻجي ويئي. ان وچ ۾ منهنجي گهرائپ ڪافي وڌي ويئي سڄيون راتيون گڏ سمهيا پيا هوندا هئاسين پر هو اڄ تائين لوڙهو لتاڙي ڪانہ آئي. اهڙي دوستاڻين محفلن جو سلسلو هڪ سال هليو. اهڙي ريت هن جي غيرآباد زمين ۾ منهنجي هر سان هڪ گل ڦٽو، هي جوءِ جو دلال منهنجي پوکي لٽڻ ڪان پوءِ بهانو بڻائي زال کي منهنجي سپرد ڪري بنلي ۾ پيو ڪجهہ وٺڻ چاهيو ٿي، هن هڪ ڏينهن آخر چيو ”اٿئي منظور“ مون چيو ”نامنظور“. هئي جي رن جو چور. هئي جي چوري تہ صحيح سمجهندو آهي پر پنهنجي رن جي چوري برداشت نہ ڪندو آهي. ان رات ڪان پوءِ هو مون کي وري نہ مليو ۽ اها مهر گهڻو وقت نہ هلي. بهرحال سلسلو ٽٽو ڪونهي وري جڏهوڪا مينهن تڏهوڪا پاڻي. بس اهو هڪ زندگيءَ جو حادثو هو. هن کي اڄ بہ اها خاطري آهي تہ اها ڳالھ مون ڪنهن سان نہ ڪئي هوندي مان اڄ بہ اهو سوچيان ٿو تہ اُها عورت ڪيڏي نہ عظيم هئي، جنهن پنهنجي مجازي خدا جو حڪم مڃي ابليس ٿيڻ جي لعنتائي ڪان پاڻ کي بچايو يا اهو حڪم مڃي هن اهو ڪبيرا گناھ ڪيو، خدا معلوم.

## جوين اگم ڏينهڙا
## اگم

ڪو زمانو هو جڏهن حيدرآباد جو شهر سياسي، سماجي، تعليمي ۽ ادبي سرگرمين جو مرڪز هو، ان زماني ۾ ساهتڪارن، سچاڻ ليکڪن، انقلابي، سياسي ۽ صحافين لاءِ معتبر بيٺڪ هئي اگم جنهن جو روح روان هو سائين نيڪ محمد شاهه، سنڌي ڪيتر جي هي تاريخساز شخصيت "باباءِ اگم" جا ادبي حلقن ۾ نثار حسيني جي نالي سان ڄاتي سڃاتي ويندي هئي، هي ناميارو ناٽڪ نويس جو قليچ سنگت جو ڪرتا ڌرتا ٻه هو، دراصل پبلشنگ جي دنيا جو بي تاج بادشاهه هو، اگم پبلشنگ ايجنسي جي آفيس جي چائنٽ اسان لاءِ ڪنهن مقدس درسگاهه جيان هئي، حيدر چوڪ کان عبرت اخبار جي آفيس تائين ويندڙ اهو سڌو رستو جنهن تي اگم واقع هئي، اسان لاءِ ڄڻ جنت جو رستو هئي، سنڌي ادب جي هي قبلهِ اول عظيم درسگاهه اسان ساهتڪارن لاءِ هڪ پناهه گاهه هئي، جتي سڄي سنڌ ۽ هند جا اديب پنهنجي ادبي اُڃ اجهائڻ ڪاڻ ايندا هئا، هي آستانو جتي علم جا پنڌير اچي ويهندا هئا، جو صحيح معنيٰ ۾ سوجهه بوجهه رکندڙ انهيءَ ادبي برادري جي ڳنڍاپي جو مضبوط پليٽ فارم هو، اگم منهنجي پناهه گاهه ٻه رهي ته منهنجي ادبي اوسر ۽ پذيرائي جو سبب ٻه، جتي لاتعداد اديبن، شاعرن، ڪهاڻيڪارن، دانشورن ۽ نقادن سان ڏيٽ ويٽ ٿي، اها ساهتيڪ ناتن واري شناسائي اڳتي هلي هڪ مضبوط شخصي دوستي ۾ بدلجي وئي. اگم هميشه ياد رکڻ جهڙو-ادارو آهي هتي گهاريل گهڙيون منهنجي زندگيءَ جون انمول گهڙيون هيون، مان هاڻ پنهنجي وجود ۾ وڃائجي ويل اگم ۾ گهاريل انهن پلن ۽ لمحن کي ڪٿان آڻيان، سيني لاءِ پريت ۽ پيار رکندڙ سائين نثار حسيني ڄڻ پارس هو، هي جنهن کي ڇهندو هو اهو سون بڻجي ويندو هو هن کي جتي ٻه فن ۽ حسن نظر آيو، هن ان کي پنهنجي پيار سان پنهنجي اگم جي گلدستي جي سونهن بڻايو، هن مون کي ٻه پنهنجي دل جي فرسٽ ڪارنر تي رکيو، مان ۽ نصير مرزا ڄڻ هن جي وجود جا ذرا هجون، هن جو نماڻائي ڀري انداز ۾ ملڻ، هن جي پاڪر جي هٻڪار، هن جي ساهن جي خوشبو ۽ هن جي سادگي ڀري گفتگو واري تصوير اڃان مون کان وسري نٿي ۽ اگم جا اهي انمول ڪردار نصير مرزا، زيب نظاماڻي، اسرار شاهه، عزيز گوپانگ، زوار نقوي، عابد مظهر، علي بابا، عرفان مهدي، وفا رضا بلوچ، پروانو سيوهاڻي، رياض ميمڻ، جاويد عزيز ميمڻ، آغا سعيد، نور محمد پٽو، لياقت رضوي، طارق عالم، ابڙو ۽ مرتضيٰ سيال. اگم جا اُهي علم ادب جا چراغ ۽ ڏيئا جت ٻه جنهن ٻه روپ ۾ ٻرندا اُهو اگم جو ئي تسلسل هوندو، پل سائين نثار جي وئي کان پوءِ سندس

جانشين جاويد نثار يتيم ٿيو هجي پر سندس ونء زيب نظاماڻي بيوه ٿي وئي هجي، پر اگهر ۾ آگمين جي وجود جو ملبو به باقي نه رهيو هجي، پر اگهر جي انب وڻ ۾ هاڻ نئون ٻور نه ٿيندو هجي، پر جيستائين حيدر چوڪ تي سائين نثار حسيني جا اهي هٿ دعا لاءِ ڪڇيل رهندا، تيستائين اگهر ۽ آگمين جو وجود مٽجي نه ٿو سگهي ۽ نه هي اڪرين جو اگهر ڪڏهن ختم ٿيندو.

هر پل دل جي سوڪهڙي تي آس رهي ٿي اگهر جي

اداس موسمون جي چپن مٿان
منهنجي ڪرتا – لاليءَ ڪي لاٿي ڇڏجو

## لالي ڪتابي سلسلو

اسان وٽ ٻاراڻي ادب تي تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي، اڳي ٻارن جا سٺا ڪتاب ٻار جي تربيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا هئا، ٻارن لاءِ مطالعي جو هڪ خاص ذوق پيدا ٿيندو هو، ٻارن ۾ پڙهڻ جي عادت به ختم ٿيندي پئي وڃي، پر اڄ جي ٻار کي ان حوالي سان قائل ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. اڄ جي دور ۾ ٻاراڻي رسالي جو ڪو به تصور نه رهيو آهي، ٻاراڻو رسالو هاڻ محض هڪ خواب بڻجي ويو آهي، دنيا انٽرنيٽ جي دنيا بڻجي وئي آهي، اڄ جو ” من پسند گليمر “ جي دنيا جو ٻار پنهنجي بليڪ اينڊ وائيٽ درسي ڪتابن کان گهڻو اڳتي نڪري چڪو آهي.

هي وڊيو گيمز کيڏڻ، ڊش اينٽينا ڏسڻ، ڪمپيوٽر ۾ مگن ۽ چينلس جي ريموٽ ۾ مصروف ۽ گم آهن. جديد مشيني تبديلين جي تکڙي اثر سبب، خلائي مخلوقي ٻار بڻجي ويو آهي. ان غير فطري ٻار کي هاڻ فطرت ڏانهن واپس موٽائڻ ناممڪن آهي، ۽ ناممڪن کي ممڪن بنائڻ لاليءَ جو ئي ڪم آهي، ڪنهن به ڪم ڪرڻ لاءِ هڪ اعتماد گهرجي. لالي اڄ به اها وڃايل وات سنواري سگهي ٿو. ٻارن جي هڪ انوکي دنيا آهي، ٻارن جو هڪ سچو ٻاراڻو ڪلچر آهي. ٻارڙن جي نازڪ جذبات کي لالي چڱي ريت سمجهي ٿو. لالي، آسي واري ڏهاڪي ۾ سنڌ جي تهذيبي ۽ ثقافتي ٻوليءَ ۾ ٻارڙن جي ذهن کي وسيع ڪندڙ هڪ منفرد رسالو هو، جنهن ٻارن کي هڪ سٺو ماحول ڏنو. ٻارڙن لاءِ شايع ٿيندڙ ان واحد سلسلي وار رسالي ” لاليءَ “ سنڌي ٻاراڻي ادب کي هڪ نئون موڙ ڏنو. ان ڳالهه کي ويهارو سال گذري ويا آهن، سنڌ ٻاراڻي ادب ۾ اڄ به لاليءَ جا پاڇا نظر اچن ٿا. اڄ به مون کي ڪيترائي اهڙا ڪامورا ملن ٿا. جن ڪچهري ڪندي ٻڌايو ته هنن ٻالڪ واري زماني ۾ لالي رسالو پڙهيو هو. ابتدائي اسڪول واري زماني ۾ اردو جو ٻاراڻو ادب اسان لاءِ زندگيءَ جي وڌندڙ ونڊر بڻجي ويو هو. تنهن وقت اسان جي ڄمار جو ٻار پنهنجي مادري ٻوليءَ جي درسي ڪتابن

ڪانسواءِ ڪنهن ڏاري ٻوليءَ جي ادبي ڪتابن ڏانهن ڪو ڌيان نہ ڏيندو هو، پر منهنجا ويچار پنهنجي ڄمار جي ڇوڪرن کان اڳيرا ۽ اُسريل هئا. اهڙي ريت مان ترت سرگرم ۽ پرجوش ٻڻجي ويس. هوريان هوريان منهنجي ويچارن جي واڌ ۽ اوسر ٿيندي رهي. پندرهن ورهين جي ڄمار ۾ مون علي بابا چاليهہ چور، چار درويش، حاتم طائي، الف ليليٰ ۽ امير حمزه جهڙا داستان پڙهي ڇڏيا. اُهي اڏندڙ کٽولن واريون فرضي ڪهاڻيون ايتريون تہ اثرائتيون هيون جو سچين جو گمان ٿيندو هو. آکاڻيون ڏاڍيون سٺيون هونديون هيون سو مان ٻارن کي پڙهي ٻڌائيندو هوس. منهنجي ارد گرد سدائين ٻارن جو هجوم اچي مڙندو هو. ٻارن سان منهنجي وري گهڻي پوندي هئي. منهنجي سدائين ٻارن سان محبت رهي آهي. سنڌ ۽ سنڌ جي ٻار سان مونکي بي پناهہ پيار آهي. ٻارن سان مونکي بلڪل ٻار ٿيڻو پوي ٿو، منهنجي اندر ۾ هڪ معصوم ٻار ويٺل آهي. منهنجي اندر جو هي ٻار ڏاڍو شوخ ۽ شرارتي آهي. اُهي ٻار تہ آخر وڏا ٿي ويا پر مان اڃان ٻار رهجي ويس، پاڻ مان وڏو ٿيو ئي نہ آهيان يا عمر ۾ وڏي بہ اچا ٻارڙن جيان نادان آهيان اهڙي ريت زندگيءَ جي اوائلي ڏينهن ۾ ٻاراڻي عمر کان وٺي نفسياتي لڳاءَ سبب مون ڪتابن تي ٻين شين کان وڌيڪ ترجيح ڏني. مان جڏهن ننڍو هوس تڏهن ”نونهال“ ۽ ”بچون کي دنيا“ منهنجا من پسند ڪتاب هئا. تن ڏينهن ۾ سواءِ ”گل ڦل“ جي سنڌي ۾ ٻارڙن لاءِ ڪو معياري رسالو نہ هو. ٿورو پوءِ هلال پاڪستان اخبار پاران محمود يوسفاڻي جي سرواڻي ۾ ”گلن جهڙا ٻارڙا“ جهڙو رسالو آيو، ان زماني ۾ اخبارون ۽ رسالا اسٽالن کان اڳ ريلوي اسٽيشنن تي ملندا هئا. ٻي شمار تائين ٻارن جي ننڊ حرام ڪندڙ هن رسالي کي پوءِ الائي ڪنهن جي نظر لڳي ۽ هي پنهنجو وجود وڃائي ويٺو. ”لاٽ“ جو پنڌ اتان شروع ٿئي ٿو جتان ”گلن جهڙا ٻارڙا“ دم ڏنو، اگر جي ڪال ڪوٺڙي ۾ لاٽ کي جنم ڏئي آغا قيوم لالا مان لاٽ ٻڻجي ويو ٿو. لاٽ جي آبياري ٿئي ٿي ۽ لاٽ جي مهانتا وڌڻ لڳي ٿي، سنڌ جي ادب جي زمين ايتري زرخيز هجي ٿي جو اُن ۾ جيڪي بہ پوکجي ٿو اهو سلو ڪڍي ٿو. منهنجو ادبي مزاج ننڍپڻ کان ئي هو، مون سنڌ جي ٻارڙن جي بنا ڪنهن فرق جي وڏي خدمت ڪئي، مان پنهنجي زندگيءَ جا قيمتي سال ۽ پنهنجا سمورا وسيلا لاٽ تي صرف ڪري ڇڏيا. ٻارڙن جي ادب جي واڌاري لاءِ مون ڏاڍو پاڻ پتوڙيو. لاٽ رسالي ۾ گهڻي نواڻ هئي، دلچسپي هئي ۽ معيار هو. جنهن هن کي ٻين ٻارن جي نڪرندڙ رسالي کان ڪافي ميڙو ۽ اڳيرو ڪيو. هي مهيني سر مهيني نڪرندڙ پرچو، سچو مهينو سڪندي گذرندڙ انهن ٻارن جي چُوس جو ڦل هو، جنهن سبب هي ورهين جا ورهيہ هليو. اهو لاٽ جو اوج ۽ ڀاڳ هو. اما منهنجي ٻاراڻي ساهت سان گڏ

منهنجي پڻ سوڀ هئي. ٻارن جي جماعت بندي ۾ ٿي. لاليءَ ٻالڪ سنگت ۾ جڙي هن تنظيم ۾ پيرين اگهاڙا، انگ اگهاڙا، پيٽ بکيا ٻار ۾ هئا. جن ڪنهن ۾ خوبصورت رانديڪن سان راند نه ڪئي هئي. جن هميشه پيڙائن، تڪليفن ۽ ڏکيان جي رانديڪن سان راند ڪئي هئي. منهنجا اهي ننڍڙا معصوم ساٿي لاليءَ جا اضافي هٿ هئا. مون انهن جي ميرن هٿن ۾ سندن ئي تصويرون وارا، پيارا، خوبصورت ۽ رنگين ٽائيٽل وارا لاليءَ جا رسالا ڏٺا. جن پنهنجي پيڪٽ مني ۾ وڌنڌڙ اضافو ڏسي ڍيري ڍيري لاليءَ کي سنڌ جي واهڻ واهڻ، ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر ۾ هٿون هٿ کپي، ٽڪڙي وڪري ۾ لاليءَ رسالي کي پنهنجو مٽ پاڻ بڻايو. لاليءَ انهن ٻارڙن جي چپن تي واقعي لاليءَ ثابت ٿيو، لاليءَ جي اهميت ۽ اثر کي نظر انداز ڪندڙ استادن لاءِ، جڏهن لاليءَ وادو ڪمائي جو ذريعو ثابت ٿيو ته، لاليءَ، کي جي ڪان ڪاليج تائين جي سمورن شاگردن لاءِ درسي ڪتابن سان گڏ سندن پستن ۽ ٿيلهن ۾ لازم ملزم بڻجي پيو، انهن استادن جي محبت ۽ شاگردن جي چاهت سان لاليءَ محبوب بڻجي اسڪولن ۾ پهريون يا آخري پيرڊ ماٺيو. لاليءَ انهن پئسن جي هرڪيل، پيٽ بکين ٻارن ۽ انهن استادن جيڪي واقعي ئي وڏا استاد هئا جو پيٽ ته ڀريو پر منهنجا کيسا هميشه لاءِ خالي رهيا. منهنجي ذهن ۾ غربت بابت اهو تصور آهي ته هو ڇاتي ڀڄهي ڪنگالپڻو گهري وٺندو آهي. مالي مشڪلات سدائين لاليءَ سان ساڻ رهي. هن راهِ ۾ ڪي ٿورا ڪي رنڊا روڙا آيا هئم پر انهن جي ڪا معنيٰ ڪانه هئي مان چڱي هلندي پڄندي وارو ماڻهو هوس سو، هڙان وڙان ڪري ۾ هن قافلي کي پئي هلايو. جڏهن لاليءَ جو ڳاٽيتو هڪ هزار کان وڌي اٺ هزارن جي تقاضن تائين پهتو، ته هن مقبول رسالي لاءِ ڊاڪٽر نجم عباسي کان امر جليل جهڙو مهان ليکڪن جو ٻارن لاءِ ڪهاڻيون ۾ اچڻ شروع ٿيون ڊاڪٽر نجم عباسي مونکي ڏاڍو پائيندو هو. مان لاليءَ جي هر نئين پرچي جي پهرين ڪاپي سوکڙي طور سڀ کان اڳ کيس پهچائي ايندو هوس. اڳوڻي گورنر دائود پوٽي جي ڪوشش سان لاليءَ PIA جي پرواز ۾ مسافرن ٻارن لاءِ لازم سوکڙي پڻ بڻيو. هندوستاني سنڌي ليکڪ پرڪاش جي اڳواڻي ۾ لاليءَ انڊيا ۾ به پيو جنم ورتو. لاليءَ يار محمد ملاح جي پاڻ جي ڪوشش سان يورڪي ۾ پهتو. لاليءَ جو 50 ڪن ڪاپيون پاڻ نظير جوئي ڏانهن جدي سعودي عرب پڻ سڀ کان اڳ روانو ٿينديون هيون. سنڌي ادبي حلقن ۾ منهنجي ڄاڻ سڃاڻ "لاليءَ جي ڪري هئي. "لاليءَ" تخلص ۾ هڪ عجيب ڪشش ۽ پنهنجائپ هئي، جيئن نالي جو نئين تخلص جو به ماڻهو جي سڀاءَ ۽ حلت تي اثر پوندو آهي. جڏهن انڊين ليکڪ لڇمڻ ڪومل پهريون ڀيرو نثار حسيني جي عشق ۾ سنڌ آيو ته اڳم ۾ مون سان ملي ڏاڍو متاثر ٿيو، ۽ پوءِ هو

اڪثر ايندو رهندو هو. هڪ ڏينهن مونکي چوڻ لڳو لالي، منهنجي زال گوپيءَ خواجہ غريب نواز اجميري جي عقيدت مند آهي. مان ڪيس چوندس خواجہ کان دعا پني تہ مونکي تو لالي جهڙو پٽ ڏي. جي پٽ ڄائو تہ مان ان جو نالو لالي رکندس. ٻن ڏينهن کان پوءِ ڇهن سالن بعد خواجہ غريب نواز لڇمڻ جي زال گوپيءَ جي دعا ٻڌي ۽ کيس پٽ ڄائو ۽ لڇمڻ وچن مطابق ان جو نالو لالي رکيو. جو اڄ ماشاءَ الله منهنجي وڏي پٽ شاهہ رخ جي عمر جو آهي. مون لاءِ شيخ اياز پنهنجي آٽوگراف ۾ لکيو هو تہ "کهڙو ٻار لاليءَ سان کٽي ڪري سگهندو؟ ٻارن لاليءَ سان کٽي تہ ڪانہ ڪئي پر لالي ٻارن سان کٽي ڪري هليو ويو. مان ڪجهہ وقت ٻاراڻي ادب ۾ جن ٻڌجي آيس ۽ پوءِ دونهون ٿي گر ٿي ويس. لالي تہ لالي هئي نيٺ تہ لهڻي هئي. هاڻ تہ سوچيان لالي نہ ڇڏيان ها. سنڌي ٻار اهڙا ادبي يتيم نہ ٿين ها جهڙا هاڻ آهن مان وعدو ٿو ڪريان. جيڪڏهن مان اڃان زنده رهيس تہ مان پنهنجي اندر جي معصوم ٻالڪ کي زنده رکڻ لاءِ ۽ ٻارن سان ٻڌي ڪرڻ لاءِ هڪ پيرو ٻيهر ڪاٻي لالي کڻي ضرور ايندس. جنهن جو رنگ ڪچو نہ پر هميشہ پڪو ۽ اڻ مٽجندڙ هوندو.

## دل وراڪو دوست سين

مان دوستن جون اکاڻيون لکڻ ٿو چاهيان، دوستن جو ذڪر نہ ڪندس تہ منهنجي زندگيءَ جي کهاڻي اڌاري رهجي ويندي. "آپ-بيتي جيڪا جڳ بيتي جي علامت پڻ آهي". آتم ڪٿا جو واسطو بنيادي ريت فرد سان فرد جي اردگرد جي ماحول جي واقعن ۽ ڪردارن سان آهي، ماضي جون ساروڻيون جن ۾ ڪيترين ئي وابستگيون لکل آهن. هي سڀ منهنجي پنڌ جا خاموش تماشائي ها. منهنجي زندگيءَ ۾ آيل ننڍو تورڙي وڏو ڪردار منهنجا اثاثا هئا، جيئرنيءَ ۾ دوستن جو اهو ذڪر ان ڪري ڪيو اٿم جيئن خبر پوي تہ زندگيءَ جي کهڙي موڙ تي ڪير ڪير آيو، ۽ کهڙي ۽ کهڙن دوستن جي صحبت حاصل ٿي. هي ڪتاب منهنجي يادگيرن ۽ منهنجي دوستن جي شخصي خاڪن تي مشتمل آهي. هي آتم ڪٿا مون اڪيلي جي آتم ڪٿا نہ پر انهن دوستن جي بہ آهي جيڪي هن ۾ شامل آهن. منهنجو عشق منهنجو پيار منهنجي چاهنا، منهنجا دوست، منهنجا محبوب، منهنجا درد بہ حساب آهن، منهنجي توجهہ جو مرڪز دوستي، محبت ۽ پنهنجائپ ئي رهي آهي. مان پنهنجي چوڌاري دوستيءَ پيار ۽ پنهنجائپ وارو

ماحول ڏسڻ چاهيندو آهيان. دوستي منهنجو گذري ويل ماضي آهي. دوستي منهنجو حال آهي جنهن ۾ مان جيئان ٿو ۽ دوستي منهنجو مستقبل هوندي، هنن دلبر دوستن کان سواءِ مان ڪجهه به نه آهيان. هي منهنجي زندگيءَ جو اڻ ٽٽ حصو ٿي رهيا آهن. ڏاڍا ڀاڳن وارا آهن اهي جنهن کي دوست آهن. دوستي دنيا جو خوبصورت ترين رشتو آهي. دوست نه ماڻهو لاءِ اضافي هٿ آهن. دوستن سان عمر وڌي ٿي. ماڻهو ان ڏينهن مرڻ لڳي ٿو جڏهن دوست مرڻ شروع ٿين ٿا. مري ويلن ۽ غير حاضرن کي دوست نه ٿيندا آهن. ڪوبه دوستن جي طاقتن کان ٻاهر نٿو جئي سگهي. چون ٿا ته ”دوست ۽ ڀاڙيسري ٿي ته ڀاڻ سڳورن کي سڀ کان پيارا هئا“. دوستي ۾ ننڍي وڏي جي اهميت ساڳي هجڻ کپي. ننڍ وڏائي جو خيال نه ڪجي ته دوستيون سدائين قائم دائم رهي سگهن ٿيون. دوستي اهو ڪچو ڌاڳو آهي جنهن کي وڌيڪ ڇڪ ايندي ته ٽٽي پوندو. مونکي زندگيءَ ۾ دوست احبابن جو وسي حلقو به مليو. منهنجي اردگرد اڄ به دوستن جو جهنڊ جمع آهي. مون کي ڪيئي دوست آهن. پنهنجو خاندان آهي، پنهنجو ڪٽنب آهي، سڄي زندگي مون رڳو دوست ئي ميڙيا آهن. بي وفا ۽ باوفا دوستن سان منهنجي ڀرپور زندگي سٺي پئي آهي، هن گهما گهميءَ واري دور ۾ منهنجي دل جي تجوڙي دوستن جي خزاني سان ڀريل آهي. مون کي جيارڻ وارا ۽ مون کي مارڻ وارا اُهي دوست ئي ته آهن جن لاءِ مان روڄان ٿو. مران ٿو. مون جو جيڪڏهن ڪنهن دوست سان پيچ پئجي ويو ته مرندي گهڙي تائين جڙجي ويندو آهي. مان جڏهن دوستن ۾ داخل ٿيندو آهيان ته ائين محسوس ٿيندو اٿم ڄڻ ڪنهن گهاٽي وڻ جي ڇانوَ هيٺ آهيان. منهنجا دوست ڪرا آهن انهن ۾ ڪوٽ يا ملاوت اصل ڪانهي. جيڪي مون سان ڏک سک ۾ ساٿي رهيا، جن منهنجي زندگيءَ ۾ بهار پيدا ڪئي. منهنجي دوستن جو سُک منهنجو سک آهي، انهن جو ڏک منهنجو ڏک آهي. ڏاڍا ڀاڳن وارا آهن، منهنجا اُهي دوست جن جو مان يار آهيان، سچ ته مان پنهنجي دوستن يارن سان بي پناهه محبت ڪندو آهيان. مون پنهنجي سمورن دوستن سان پيار ڪيو آهي، عشق جي حد تائين. مون کي هر رشتيءَ ۾ دوستيءَ جي رشتي سڀ کان وڌيڪ موهيو آهي. مان هلان ٿي دوستن جي پريءَ جي زور تي ٿو. پري لاهينديس ته مري ويندس، رڳو سلسلائي ته وڃي بچيا آهن دوستن جا، انهن مان ڪي دوست منهنجي ننڍپڻ جا ته ڪي جوانيءَ جي دور جا آهن، تنهن کان سواءِ جي هاڻوڪي ڪڙين ۾ گڏ ٿيا سي به آهن. مان ايترن سارن دوستن کي ڪيئن ٿو محبت ۽ پيار ڏيان، مان پاڻ کي جدا جدا دوستن ۾ ڪيئن ٿو ائڊجسٽ ڪريان، اهو منهنجو ڪمال آهي ۽ منهنجي رب جي منهنجي مٿان رحمت آهي. انسان ان آئيني ۾ پنهنجون مون ۾ بري ڀلي جي پرک نه آهي.

بُرايون ۽ چڱايون ڏسي سگهي ٿو. ڪنهن به پراڻي دوست کان بهتر آئينو نه آهي. هڪ پراڻو دوست ئي بهتر آئينو آهي. تنهن جا هجائتا دوست ڪيڏا نه پيارا لڳن ٿا.انهن سان ڳالهيون ڪري انسان پنهنجي ماضيءَ ڪي موٽائي سگهي ٿو. ماضي جو هون اڻ موٽ آهي. پراڻا دوست وڏيڪ سچا هوندا آهن پر پوءِ به انسان نون دوستن جي خواهش ۾ چو ٿو مري؟، اڄ جا نوان دوست ڪجهه وقت گڏ هلي پوءِ جدا ٿي وڃن ٿا پر پراڻا دوست پٿر تي ليڪ وانگر دل تي اُڪري ويندا آهن. تنهن ڪان گڏ رهندڙ دوست وقتي تور مون کان ناراض به رهيا. جذبات ۾ اچي مون ڪين رنجايو به هوندو پر هنن منهنجون ڪچايون درگزر ڪيون هونديون، پوءِ به مان انهن سان پوري زندگي گذاري آهي ۽ مان اطمينان سان گهڻن تي لکي سگهان ٿو. هتي مون ڪي انهن سيني لاءِ لکڻو آهي جيڪي منهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ آيا. هن دؤر ۾ حقيقي سچڻ ۽ وفادار دوستن جي ڏاڍي کوٽ آهي، منهنجا سنا ۽ قابل دوست، منهنجا لنگوٽي يار جيڪي منڍ ۾ سنگتي ٿيا جي يا عمر وسرڻ جا نه آهن، اڄ ڪلهه دوستي ۾ مروت ۽ وفا اڻ لڀ شيءِ آهي، سچن دوستن جي هينئر اڻاٺ آهي. اعتبار جوڳا دوست ڳوليان نه ٿا لڀن. دوست تي اعتبار ڪرڻو پوي ٿو جيستائين هو غدار ثابت نه ٿئي، دوستيءَ ان لاءِ ڪانه رکبي آهي ته هن مان ڪو ڪم يا مطلب نڪرندو. ڪي دوست دم ساز به هوندا آهن، ته ڪي دوست، دوستن جا گڏيل دوست به هوندا آهن. ڪي ماڻهو ساڳيا ساڳيا چهرا ڏسي بور ٿيندا آهن ۽ نوَن چهرن جي تلاش ڪندا آهن. لازمي طور اڳين چهرن کان هي بهتر نه هوندا. ڪا سنگت ڪجهه وقت لاءِ ٿئي وري جدائي وري نئين سنگت وري جدائي، دنيا هڪ تماشو آهي. روز نوَن چهرن جي ڳولا اڄڪلهه شهر جو فيشن بڻجي پيو آهي، جيڪو پراڻن دوستن ۽ سائين ڪي ڇڏي روز نوان چهرا دوست بنائي ٿو، هڪ ڏينهن اهڙو به اچي ٿو، ڪيس سڀ پراڻا دوست ۽ يار هڪ هڪ ڪري ڇڏي وڃن ٿا ۽ هو دنيا ۾ اڪيلو رهجي وڃي ٿو. هزارين چمين ۽ لکين پاڪرن هوندي به مان اڄ به اڪيلو آهيان، اهو هنن جو ازلي دستور آهي ته هو ڪم ڪڍي پوءِ گڏي هٽندا آهن. مان ته دشمنن تي به فدا آهيان. چون ٿا ته ”دشمن پٺي ۾ چرو هٽندو آهي ۽ دوست ڇاتي ۾ جتي دل هوندي آهي“ مونکي دوستن ڏنگيون آهي. منهنجا جاني دوست ئي منهنجا جاني دشمن بڻيا. غدار دوست نما دشمنن جي نالائقين ۽ ويساهه گهاتين مون ڪي ماريو آهي. دوست سانڊي وانگر ڪل بدلائين ٿا. منهنجا دشمن دوستن ۾ لڪيل آهن، منهنجي دل تنگ ٿي پئي آهي، دغاباز ۽ منافق دوستن مان، دوست اڪين ڀوڻ، احسان فارموش ۽ حاسد چوڻا ٿين؟ اڄڪلهه دوست دشمن کان بدتر آهي. مان دوستن کان وڏيڪ خوف کاوان ٿو چوڻ ته ”جڏهن هو دشمن ٿيندا ته سڀ کان خراب

۽ بدتر دشمن هوندا“. مان ڏٺو آهي ته منهنجا دوست ئي منهنجا دشمن نه ثابت ٿيا. حقيقت ته ڏٺي مونکي ڪو دشمن ڏنو ئي ڪونه هو. منهنجي ڪنهن سان به، دشمني ڪونهي مان ته فقير ماڻهو آهيان. مون کي اڄ ڏينهن تائين ڪو صحيح دوست ملي نه آهي سگهيو، بدبخت جي صحبت مونکي بدبخت ڪندي ٻرن جي ٻاري برائي ڏانهن وٺي ويندي. ماڻهوءَ جو ڪو سدائين دوست آهي ۽ نه ماڻهوءَ جو ڪو سدائين دشمن فقط هن جا مفاد سدائين آهن. هي سنگتي ساٿي هي آلا اولاد سڀ وهم آهن. منهنجي دل ٿي چاهي ته انهن دوستن کي مبارڪ ڏيان جيڪي زندگيءَ ۾ ڪنهن جا به دشمن، ناهن ٿيا. ڪيئي دوستن جون دشمنيون مون درگذر ڪيون. ٿي سگهي ٿو انهن ۾ ڪجهه ڏوهه منهنجو به هجي، ڪي دشمنيون پنهنجي ڪٽنبن سميت اڄ به اوهڙيون جو اوهڙيون ئي باقي آهن، ڪي دشمنيون آهن جيڪي واندڪائي ۾ وندر جو سامان آهن، ڪي اذيتون آهن جيڪي عبور ڪرڻيون آهن. ”اي مست هوا اسان جي دوستن کي سلام پهچايو، هو جتي به هجن“. پرين جيڪڏهن هن سنسار ۾ دوستن جو ذڪار ٿئي ته قرب خاطر مون کي ضرور ياد رکجان.

## ڪردار ڪشي

هتي مان خاص لُچائي تي به ٿورو ڳالهائڻ چاهيان ٿو. پياري ٽئگور چيو آهي ”ڪين موقعو ڏيو نه ڏيو ڳلا ڪرڻ وارا اوهان جو ڪيس ڳولي ئي لهندا“. معاشري وٽ سڀ کان موثر هٿيار ڪردار ڪشي رهيو آهي، جيڪا ڪنهن به انسان لاءِ موت جي سزا کان گهٽ اذيتناڪ سزا نه آهي. زندگي ڏاڍي بدصورت آهي، روين جي گدلاڻ ۾ ساهه کڻندي ڪندي انسان ذهني مريض بڻجي وڃي ٿو، پنهنجي پسند جي دنيا وسائڻ وارن کي هي معاشرو جيڪڏهن طبعي موت نه ماري سگهندو آهي ته ٻروڻلفظن جا ڏنڀ ڏيئي روحاني موت مارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. بي يقيني، ڪنهن به حساس انسان کي مارڻ لاءِ اهو موثر هٿيار آهي، جيڪو زندگي جي ڇهري تي جرڪندڙ سمورا رنگ قتل ڪري ڇڏيندو آهي، مون کي بي يقينيءَ کانءُ ڏاڍو ڀؤ لڳندو آهي، پنهنجي مطلب خاطر ڪو ڪم ڪجي ته پلو جي ڀيو ڪو ڪري ته ان کي ٻرو پلو چئي ڌاهجي. دنيا جي دورنگي ۽ منافقتون مون اکين سان ڏٺيون آهن. منافق وڏيڪ خطرناڪ آهن، منافق بظاهر ته اوهان جو همدرد هوندو آهي. مون کي هر ڏينهن روين جو زهر پياري روحاني موت مارڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. منهنجا واهرو ئي منهنجا سڀ کان وڏا ويري آهن، هي منهنجا همراز ئي مون خلاف ساز باز ڪن ٿا ۽ مون کي ڏاڪڻ وانگر استعمال ڪري ڪوٺي تي پهچي ڏاڪڻ کي ٺيڙ ڏين ٿا. مون سان حسد ڪندڙ منهنجي خلاف سازشن ۾ ڀٽ هوندا آهن. منهنجو گروپ جيڪو سدائين منهنجي مخالفت ڪندو آهي ۽ مون سان غلط افواهه

منسوب ڪري خوش ٿيندو آهي. انهن بهتانن، الزامن ۽ غلط افواهن جي ڪري نه ڄاڻ ڪيترين زندگيون برباد ڪيون ويون آهن. دوستي جو جنازو ڪيندڙ اهي ٽڪي ٽڪي جا ماڻهو جيڪي منهنجي برائي پلائي جي جاچ پڙتال جي چڪر ۾ اڪثر قائل رهن ٿا، جڏهن رستي ۾ بيهي مون تي فقرا ڪيندا آهن. ڪچهري ۾ ويهي ٽٽول ڪندڙ خود پنهنجي مهانبو ته ڏسي. ڪڏهن به پنهنجي ڪارڻ ڪرنه ڏسندو آهي. جيتوڻيڪ اڄ جيڪي به دوست منهنجي ڪردار تي آڱر اپي ڪن ٿا انهن جي اڪثريت ۾ بذاتي خود ايتري بدعنوان ۽ بدڪردار آهي. مان ڪنهن جي متعلق بڌل ڳالهه تي يقين نه ڪندو آهيان، جيستائين پاڻ اکين سان نه ڏسان. دوستن کي ڪوئن وانگر ڪاٽ هٽي تباهه ڪندڙ اصليت تي لهي ايندڙ اهي خود غرض، تنگدل ۽ منافق جڏهن عملي روپ ۾ ايندا آهن ته عجب گهڻ محسوس ٿيندي آهي، هنن جي روين ۾ هر لفظ جي پنيان ڪيترين ئي معنائون لڪل هونديون آهن. اسان ماڻهن سان سدائين اهو ورتاءُ ٿيندو آيو آهي. مان انهن ماڻهن مان هڪ آهيان، جيڪي ڪلهه ويڙهه اڪيلي سر شروع ڪندا آهن ۽ اڪيلي سر ختم ڪندا آهن يا ته مان اڪثر جلبلت ۾ اچي پاڻ وڃائي ويهندو آهيان يا انهن جون سموريون ڪوششون بيڪار ثابت ٿينديون آهن ته هو منهنجي نظرن ۾ ڪري پون ٿا، سندن ويساهه سدائين لاءِ ڏوڙ ٿي وڃي ٿو ۽ هو پريشان ٿي پون ٿا، هنن لاءِ مون خلاف وڙهڻ ته نهيو مورڳو پاڻ کي بچائڻ ئي ڏکيو ٿي پوي ٿو، تڏهن اهي منهنجي اڻنگي مخالفت ڪندڙ ٻاڙيا ٻاڻمرادو پيچي ويندا آهن ۽ ڪٿي ڳوليا به نه لڀندا آهن.

اُسے حقیر نہ سمجھو وہ آسمان تھا کبھی
جو شخص بیٹھ گیا ہے یہاں پر زمین کی طرح

## بينڪ

سنڌ ماٺهوءَ جو وڏي ۾ وڏو مرض ڪچهري آهي، جا سندس سنڌ سڪائي ٿي وجهي، اها ڪچهري يا وندر هاڻ رڳو اوتارن، اوطاقن ۽ هوٽلن ۾ وڃي بچي آهي. ننڍپڻ کان ئي منهنجي دل ۾ به هڪ اوطاق آباد آهي، مونکي الائي ڇو هوٽلن ۾ چرچن ۾ پنهنجو وقت فضول وڃائڻ سٺو لڳندو آهي، مان گهر کان وڌيڪ رستن، بازارن ۾ وڌو ٿيو آهيان، مونکي آزاد ۽ کليل فضائن ۾ ساهه کڻڻ ۾ مزو ايندو آهي، مان جيڪو رول پارٽي آهيان، رات سڄي جاڳي ڏينهن ڪندو آهيان، مان جيڪو گهر کان ڪٽيل ۽ دنيا سان ڳنڍيل آهيان، مس مس منهنجي رول پين ٿمي آهي. دوستن سان آواره گرديءَ کي ڪجهه لغام مليو آهي. هاڻي جيڪو مان گهر، آفيس ۽ هوٽل جي ٽڪبندي ۾ قيد آهيان، گهر کان آفيس، آفيس کان گهر، گهر کان هوٽل، هوٽل کان واپس وري گهر واري انهيءَ شيطاني چڪر مان، مان اڃا آجو نه آهيان، اهو منهنجي زندگيءَ جو روز جو معمول آهي، اڃان الائي ڪيترو وقت ان ئي چڪر ۾ چاڪي جي ڏاند جهڙي زندگي گذاريندي آخر موت جي آدم خوار جو ڪاڄ بڻجي ويندس.

اڄڪلهه منهنجو هيڊ ڪوارٽر وحدت ڪالوني حيدرآباد جو هي ايگريڪلچر ڪامپليڪس آهي، هن پلازه جي لنگهه ۾ منهنجي هڪ پراڻي دوست الله نور جو ڇانهه پرائي جو هوٽل "ڪوئيٽا بخارا" جي نالي سان آهي. اسان سڀ ٻنڌا توڙي وڏا ڪيس نانو ڪري سڏيون ٿا. انهيءَ ساڳي اسپارٽ تي منهنجو هڪ قربدار دوست پرويز عالم خاصخيلي جنهن کي دوست "بشني" ڪري سڏين ٿا، جيڪو هڪ چلتو پرزو ماڻهو آهي جيڪو هن پلازه جي در تي ٽنگيو ريڙهيءَ تي سينڊوچ ۽ برگر وڪڻي روزي روٽي ڪري، ٻارن جو پيٽ پاليندو آهي. هاڻ اسانجون بيٺڪون روزانو رات جو پرويز جي انهيءَ سب رنگ برگر جي گاڏي جي ٻريان لڳن ٿيون. انهيءَ مولائي جي گاڏي سان گڏ مڙيئي اسان جي سنگت جو اهو گاڏو به پيو هلي. هن گاڏي کي ڏسي مونکي ائين لڳندو آهي ڄڻ مون به سموري زندگيءَ کي هڪ ڳوري ريڙهي وانگر جڳهه جڳهه گهيلو آهي. ساڳي هنڌ بينڪ هئڻ سبب اسين روزانو دوست پاڻ ۾ گڏجندا آهيون. پلازه جو هي اسپارٽ جو هٽان جو مرڪزي پرائنٽ آهي، جتي سهڻن جو هر وقت ميلو لڳي

ٿو. جتي مون ۾ هڪ ڪنڊ وسائي آهي. هي اهڙي پناه گاهه آهي، جتي ويهي مونکي سڪون ۽ راحت ملي ٿي. جتي مان پنهنجو پاڻ کي وساري ويهندو آهيان. هي پلازه ڄڻ منهنجي گادي جو هنڌ آهي. مان زندگي ۾ جتي ٻه ويٺي ڊيرو ڄمائي ويٺس. هي جيڪو بنا خلق جي ويران پلازه هو جنهن کي عارف ٻلير هاڻ سڄي رات ڪليل ڏسي حيران رهي ٿو، "اسان جتي جتي ويناسين اُهي برباد پنيور ٻه آباد ٿي ويا ۽ جتان جتان ٻه رنج ٿي اُٿياسين اهي هنڌ وري آباد نه ٿيا." ايگريڪلچر ڪامپليڪس ۾ مون ڄڻ هي هڪ ننڍي آگم ٺاهي آهي "هر پل دل جي سر ڪهڙي ڪي آس رهي ٿي آگم جي" هي ڀرپور خوشين جو مرڪز ۽ هي منهنجو دل گهريو ٺاڪ منهنجي ادبي استاد سائين نثار حسيني جي آگم جو ئي تہ تسلسل آهي. هي ٺڪاڻا منهنجي زندگيءَ جو محور آهن. مان پنهنجي محور جي چوڌاري هڪ جنبي سان ويڙهجي ويو آهيان. مونکي هي ننڍي دنيا پنهنجي دنيا کان وڌيڪ وسيع لڳندي آهي، اسان جي پنهنجو پاڻ ۾ هڪ پوري ڪائنات هوندي آهي، جنهن کان ٻاهر وڃڻ تي دل نہ ٿيندي آهي ۽ سنگت کي ٻه ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذري وڃڻ جي باوجود اُٿڻ تي روح نہ ٿيندو آهي، هي سچو ماتباڻ هڪ چاهه تہ آهي، سچ پڇو تہ قرب جي ڪا ٻه ذات ڪانهي، منهنجو هي ٺاڪ هڪ تفريح گاهه پڻ آهي جتي هر قسم جي مخلوق اچي لهي ٿي. منهنجي هن چانهه خاني تي فرشتا ۽ شيطان، زنانا ۽ مردانا دوست هڪ ئي گُٽ تي لڪ سان چانهه جا ڪٽ پيئندا آهن، منهنجي دل جي هن ديري ۾ جنّهن پکي اچي ويهندا آهن تہ هو اُڏرڻ ڀُلجي ويندا آهن، بس پوءِ مان ٻه هنن دلبرن سان سک ۾ سُک ٿي ويندا آهيان، مان جو هر پل شادي جي ڪارڊ جهڙو ڏيک ڏيندڙ آهيان، اوهان کي پنهنجي منفرد يونيفارم يعني چڊي ۾ لڪ سان، بالم بڻيو، هر وقت هتي بنا فريم جي گروپ فوٽو ۾ ويٺل ملندا سين. ان دربار مان جنّهن مزو هليو ويندو تہ پوءِ مان اهو دفتر ويڙهي ڪنهن گم نام هنڌ هليو ويندس يا جنّهن منهنجو وجود ئي باقي نہ رهندو تنّهن پلازه جي هي ڪنڊ واري ڪرسي خالي پئي هوندي جنهن تي مان قبضو ڄمائي ويهندو هوس يا ڪرسي تي ڪو پيو چهرو ويٺل هوندو. مونکي هن هنڌ سان ايترو عشق آهي جو دل ٿي چاهي تہ مان وصيت ڪري وڃان تہ مونکي هن پلازه جي ديگ تي پورئجو تہ جيئن منهنجو زيارت گاهه جا سلامي خالي نہ وڃن.

## ڪلب جا ساٿي

مان موٽي ٿو اچان پنهنجي اصلي شاخ تي، مون کي گهر کان نڪرڻ کان پوءِ هٿ ڪرڻ مشڪل هوندو آهي، ليڪن جهڙي مون جي ويجهو دل جي به ويجهو هوندا آهن تن کي، منهنجا ٽڪاڻا سمجهن ٿا جهڙي پوءِ مون کي ڳولي وٺي لهندا آهن. منهنجي هن ٽڪاڻي تي اهل دوستن ۽ رفيقن جي زندگي جو احوال ڏکندس جن سان محفلون ۽ ملاقاتون رهيون، ڪهڙيون ڪهڙيون ملاقاتون صحبتون ۽ حجتون سارجن ڪهڙيون ڪهڙيون روح رهاڻيون ياد رکجن. هر هڪ جي ڏک پري ڪهاڻي آهي، مان ڪنهن ڪنهن جي ڪهاڻي لکان، مان انهن ڪهاڻين جي لڙڪن جي اولڙن جا عڪس ڏيندس سڀ کان پهرين مان موجوده دوستن جي ڪورم جو ذڪر ڪندس. اسان جي هن چانهه خاني جا مستقل ۽ ميمبر آهن صفدر صديقي، طارق عباسي، ڊاڪٽر نورل ڪانڊرو، ضمير ايف ايم، پرويز خاصخيلي، توصيف جتوئي، مرتضيٰ مشوري ۽ مان، انهي ۽ کان سواءِ ڊاڪٽر احمد علي پڳهيو، ڊاڪٽر عمران آخوند، حفيظ قريشي، اسماعيل مغل، ڪامريڊ شمن، رحيم بنگالي، احسان صديقي، منصور قادر جوڻيجو، رشيد جمالي، مشتاق سولنگي، آغا ثناءِ الله، پروفيسر عبدالرحمان سيال، ظهور شاهه، گلشاد چانڊيو، اسد شيخ، جئي پرڪاش وڪيل مگريو، محمد علي رياض، حسن درس، شاهد ميمڻ، جنيد وسطڙو ۽ منور صديقي به هاڻ عارضي ميمبر رهيا آهن. اسان کي ڪچهري ڪرڻ جو ڏاڍو جنون آهي شام ٿيندي چڪار تي ويندا. ڪرسيون پنجي ويهنديون آهستي آهستي سنگت اچڻ شروع ٿيندي. سڀني جو اچڻ ۽ وڃڻ جو پنهنجو ٽائيم ٽيبل آهي. مون وٽ هر وقت دوستن يارن جا ميلا متل رهن ٿا. اهو ميلو رات 8 کان رات ٻين ٻجي جي وچ ۾ چڙهيو پوندو آهي. مان پنهنجي اسپارٽ تي رات 9 لڳي براجمان ٿي وڃان ٿو، مان گهران نڪرندو آهيان رڳو رات جو نوين ٻجي ۽ گهر موٽندو آهيان. رات ٻين لڳي. هي اها جڳهه آهي، جتي مان روزانو رات جو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو هوندو آهيان. دوست پنهنجي ڪم ڪارين مان فارغ ٿي هن قرب جي ڪچهري ۾ اچن ٿا. ڏينهن ڀڄ ڀڄان ۽ وٽ وٺان ۾ گذريو وڃي تنهن لاءِ لاچار دوست رات جو چمڙن وانگر نڪرن ٿا ۽ هتي اچي پنهنجي پنهنجي مقرر جڳهه تي ويهندا وڃن ٿا. اسان وٽ سڄي رات اهڙي دربار لڳي پئي هوندي آهي. هر رات هتي چڱا ماڻهو اچن ٿا. نوجوان اڌڙوٽ ۽ پوڙها پنهنجا حال احوال ڏيئي هانو هلڪو ڪندا آهن، رات جو مون وٽ پاڙي اوڙي جا ڪائونسلر، ليڊر، هن شهر جا معشوق ڏاڍي شان سان رات دير تائين ويٺل هوندا آهن ۽ اوپاريون لهواريون ٻڌندا ۽ ٻڌائيندا آهن. هتي دنيا جهان جا چرچا ڪريا ۽ چٽل ڪارتوس به اچي اسان

لاءِ آزار ڪندا آهن، ۽ هتي ويهي پنهنجي آئيندي جا پلان بہ ٺاهيندا آهن. هون تہ
هتن ڪي وقت ٿي نہ ملندو آهي، پر جڏهن واندا هوندا آهن تہ اسان وٽ ڪچهري
لاءِ ايندا آهن. ۽ اسان جو لن ڪائي پوءِ ويندا آهن، منهنجي سيني سان دوستي ۽
خوش خوش جو رستو هوندو آهي. مون هن عوامي ڪچهري جي نو وئڪنسي
جو بورڊ جمع بازار جي ڪباڙي واري وٽ ڪپائي چڙيو آهي. زندگيءَ جي انهيءَ
روڻن ۾ اسان چنڊالن جي هن مچندڙ محفل ۾ هر روز اضافو ٿي هوندو
آهي.ڪو نئون مهمان اداڪار اسان جي بيٺڪ ۾ ڪردار ڪرڻ ايندو آهي تہ مان
چوندو آهيان ”ڏکيو سکيو رمضان شريف گذري ويندو“، ساري دنيا ننڊ ۾ آلوٽ
هوندي آهي پر اسان جي اڏي تي ڏاڍو ڇهڇٽو لڳو پيو هوندو آهي ۽ چڱي ڇهل
پهل بہ هوندي آهي. هتي منڊل لڳو پيو هوندو آهي. دوست دشمن جي پچار بہ
ٿيندي آهي، چرچا، ڳجهارتون، بين الاقوامي سياست تي بحث مباحثو،
گرماگرمي، اهڙيون ۽ ڪئي ٻيون مسخريون ۽ خوشيون ٿينديون آهن. وقت پاس
ڪرڻ لاءِ يوڳ چرچا ڪبا آهن تہ جيئن اسان جي وڏن وڏن ٿڪن آڏو زندگي
گهڙي پل لاءِ چرڪي ڏهي وڃي، دنيا جو ڪر ٿي ڪلڻ ۽ مذاق اڏائڻ آهي. هتي
اسان جي وڏي ۾ وڏي عياشي هوندي آهي چانهہ جا ڪٽ ان ڪان سواءِ هر ڪنهن
ڪي پنهنجي سگريٽ، پان، مين پڙي ۽ نسوار جي ڪوٿا بہ هوندي آهي. هن
ٺڪاڻي تي هر هڪ جو هڪٻئي سان سڪ ۽ سواد هوندو آهي.دوست ايندو آهي
تہ سڄيون ماندڪايون لهي وينديون آهن. سيارو هوندو تہ وچ ۾ باهہ ٻاري
وهنداسين بعضي ڪو سٺو راڳي شفيع فقير، آغا ثناءِ الله، قاصر نواز، ظامن
علي يا ٻيو ڪو آيو تہ سڄي رات محفل متي پئي هوندي نہ تہ گريبي ۾
خورشيد جمالي ۽ رحيم بنگالي تہ آهن جن ڪي ٻڌي ٻڌي ڪن ٿي پچي پيا آهن.
هن محفل ۾ چانهہ جي ڪپ تي ڪجهہ ٻڌندا، ڪجهہ ٻڌائيندا رات جا ٻہ ٿيندا تہ
ڪچهري برخواست ٿيندي سڀڪو پنهنجي پنهنجي گهر راهي ٿيندو. پوءِ وڃي
ملڪ ٺري پوندو. دوستيءَ ۽ پنهنجائپ جو اهو وايو منڊل جنهن ۾ نہ غرض نہ
مطلب نہ ترڙ نہ تڪڙ، محض محفل دوستاني گفتگو جي مزي ماڻڻ لاءِ اها
ڪچهريون عمر ڀر نہ وسرڻ جهڙيون آهن، صفدر صديقي، مرتضيٰ
مشوري،ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيو، طارق عباسي، ڊاڪٽر نورل ڪانڌڙو، ضمير
حسين، حفيظ قريشي، گلشاد چانڊيو ۽ پرويز خاصخيلي جو گڏيل نالو آهي آغا
قيوم، هي سڀ نانءُ آهن منهنجا. اهي دوست يار منهنجا اضافي سگهہ آهن.
منهنجو نہ رڳو اهي نہ پر هزارن ۾ جي پرڪاش جهڙا دوست بہ آهن. منهنجي
نامڪمل زندگي جو ڪل سرمايو منهنجا هي شمس ميمڻ، غفور سومري ۽ يار
محمد ميراڻي، هاشم جوکيو، ڪامريڊ شمن، نظير بلال، سُباش موٽواڻي،

ذوالفقار شاهه جهڙا يار ٿي ته آهن مان پروفيسر هدايت الله مهيسر جهڙي دوستن جي قرب جو ڪٺل آهيان. مان پنهنجي آغوش ۾ دوستن جي انهيءَ لشڪر کي هڪ ئي پاڪر ۾ سمائڻ چاهيان ٿو. حياتيءَ جي سفر جا سمورا ڏک سک ۾ سڏ ورائڻ وارا منهنجي دل جي ديري جا اهي دوست مون کي پنهنجي حقيقي اولاد ۽ منهنجي جان کان به وڌيڪ پيارا آهن. مان پنهنجي پيار جي اڻ کٽ ميڙ ۾ هنن چوندڙ دوستن سان بي پناهه محبت ڪندو آهيان. مون کي ائين لڳندو آهي ڄڻ منهنجي خمير مان ڳوهيل سوهيل هجن، ڄڻ منهنجي ئي وجود جا ڪٽيل ۽ وڍيل حصا هجن. مون کي هر وقت يارن دوستن جو اونو رهندو آهي، مون کي يارن جو ويڇو قبول ناهي مان دوستيءَ جي پختي ڏور کي ٽٽڻ نه آهيان ڏيندو، منهنجي سنگت جو بادشاهه ٽولو هجي يا فقيري لٽو پر مان انهن سان ليڪا نه آهيان ڪندو ”هل ڇري يارن سان وري ڪهڙا ليڪا“ جيئن منهنجا دوست:

## ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيو

مان پنهنجي پراڻن وسيع دوستن ۽ سائين جي فهرست تي نظر پيو ٻوڙيان ته مونکي حقيقي سڄڻن ۽ وفادارن ۾ هي دوست سڀ کان اڳيرو نظر اچي ٿو. بنا لالچ ۽ لوڀ جي انسانيت جي خلمت ڪندڙ هن ڊاڪٽر جو نانءُ آهي احمد علي ٻگهيو، اوهان مان ڪو به هن جي نانءُ کان اڻڄاڻ نه آهي. مان جيڪڏهن هن مخلص دوست جو ذڪر نه ڪندس ته منهنجي زندگيءَ جي ڪهاڻي اڌوري رهجي ويندي. مان پنهنجي جيون ڪهاڻي ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيو کان شروع ڪريان ٿو. هي منهنجي ٽي هائوس جو ساٿي، مون لاءِ رهبر بڻجي ظاهر ٿيو. هن پر خلوص دوست کي مان وساري نٿو سگهان. اسان جي گهڻي وقت کان دوستي آهي، جيڪا دوستي اجاءِ تائين محبت جي رڪ جي زنجير ۾ جڪڙيل آهي. هن جي وجود ۾ خلوص جي مهڪ، سڪ جو سمنڊ ۽ محبتن جو مناس آهي، هي پنهنجي چاهت جي چاشني سان ڪنهن کي به پنهنجو ڪرڻ جو ڏانءُ رکي ٿو هڪ انقلابي، ياروبس، هر قسم جي سوجهه ٻوجهه رکندڙ، بهتر دل ۽ دماغ وارو ماڻهو. هڪ پارس آهي جنهن کي لڳو سونو ڪري ڇڏيندو. هي نيڪ نيت شريف ماڻهو دوستن تي انتو وشواس رکندو آهي جنهن سبب هن جو ويساهه سدائين ٽٽندو آهي. جيتوڻيڪ دشمن به ان مان فائدو وٺي سگهندا آهن. پر هن جي دوستي به نرالي آ ته دشمني به نرالي آ. ادبي ذوق رکندڙ منهنجو هي لاثاني دوست ڪچهري جو مور آهي پل راتيون گذري وڃن مون سان ويٺو هوندو آهي. مان سمجهان ٿو ته هن جي صحبت مان مون به گهڻو ڪجهه پرايو هوندو. مون هن سان ٽر کان وٺي ڪوٽ ڏيجي تائين ڪئي سير سپاٽا به ڪيا جن جو ذڪر اڳتي جاءِ بجاءِ ايندو. دارون ميڊيڪل ميگزين جي هن روح روان مون سان گڏجي هڪ ادبي تنظيم ”ساهه سنگت سنڌ“ به قائم ڪئي. جنهن جو هي پاڻ سرواڻ هو ۽ مونکي هن سالار مقرر ڪيو، ساهه

سنگت سنڌ جي پليٽ فارم تان اسان ٻنهي گڏجي چانڊوڪي، راتين ۾ ”چنڊ رهاڻ“ ۽ ڪنڌاهئاسون جنهن ۾ ميوزڪ سان گڏ موسيقي جي خلمت ۽ هئي ته لڳن ۾، ڪيئي ادبي پروگرام، ڪرائي نواڻ ۽ ڏني سون، ڪيسٽ ڪلچر جي حفاظت ۽ واڌاري لاءِ هن ڏاڍو پاڻ پتوڙيو نه صرف اهو پر هن ڪيسٽ ڪلچر تي هڪ مڪمل تاريخي ڪتاب پڻ ڏنو. ڪيسٽ ڪلچر جي تاريخي مشاعري جو سڄو ڪريڊٽ هن ڏانهن وڃي ٿو. هي اڄڪلهه اسان وٽان خود ساخته جلاوطن ٿيل آهي ۽ گهر جي دنيا ۾ وڃائجي ويو آهي، گهر جون جوابداريون وڏي ويون اٿس جو ڪيس ڪلهن تي ڊيوٽيون ٿيو پون. جنهن سبب اسان کان ڪجهه ڪٽيل ڪٽيل آهي. تنهن هوندي به ڪو وجهه ملندو اٿس ته اسان ڏانهن لڙي پوندو آهي، ۽ اسان جي دل ۾ چڙي ويندو آهي پنهنجي ٻيهر اچڻ جو انتظار، اسان دوستن کي پوءِ به هن جي گهرج آهي ۽ رهندي. انهن روپن کان سواءِ هن جو هڪ روپ هي به آهي ته هي انهن ڊاڪٽرن مان نه آهي جيڪي ڊاڪٽري پيشو يعني خلمت خلق رکي پئسا ولن ٿا. هي هڪ غير رواجي ڊاڪٽر آهي. ڊاڪٽر ٿي ڪري هن جي رهڻي ڪهڻي تمام قلندرانه آهي. هڪ ڀيري اسان سڀني سنگت صلاح ڪري ڊاڪٽر کي اچي وٽ ڪيو. ”پٺسان ماٺهو ٿي، چوٿو پاڻ تي خلق ڪلائڻ ڊاڪٽر ٿي ڪٿهن ڪيسٽ جو دوڪان پيو کولين ڪٿهن سيڊي جي دوڪان تي اٿو پيو تورين، اهو تنهنجو ڪو شان آ. اهو سڀڪجهه توکي ڪرڻو هو ته پوءِ ڊاڪٽر ٿي هروڀرو ماڻٽن جا پئسا جو رائيگان ڪيئي“ ان ليڪچر کان پوءِ ڪجهه ڏينهن ته همراهه اسان وٽ اچڻ ڇڏي ڏنو. نيٺ ڊاڪٽر مرتضيٰ ڪوسي ۽ سندس پاڙيسري دوست ياسين ابڙي جي ڪوشش رنگ لاتو. هنن ڪنهن مٺل ڊاڪٽر جي گهران منٿ ميڙ ڪري ڪٻاڙخاني مان ڪلينڪ جو سامان هٿ ڪيو. جو پوءِ ڊاڪٽر گاڏهه گاڏي ۾ ڪٽائي اچي قاسم آباد نڪتو. بنا مسواڙ جي ڊاڪٽر کي ٻه دوڪان واه جا ملي ويا. هڪ ۾ ڊاڪٽر ڪلينڪ هئين ۽ ٻي ۾ ياسين ميڊيڪل اسٽور کولي ڊاڪٽر جي آسري تي پنهنجي ڪئي ڪمائي چٽ ڪئي. ”هي جمن جو اهو پاڙو هو. جتي ڪٿهن ڪنهن رنڍيءَ کي به ڪو گهراڪ نه لڳو،“ ڇهه مهينا ته هنن ڏي ڪو مريض لڙي به نه آيو. ايتري وقت کان پوءِ ڊاڪٽر جيڪا مخلوق ڏني اهو اهو ڪو مريض نه پر ضرورت مند نوجوان هو جنهن کي ڊاڪٽر خالي وڃڻ نه ڏنو ۽ ڪمپائونڊر لڳايو جيڪو مسڪين پگار لاءِ پيو سگهي. جڏهن هن ڪلينڪ ۾ اسان جي هن مسڪين ڊاڪٽر جو چاڙهو نه ٿيو ته اسان سنگت تڏو ٻڌي هتي ٺاڪ ڪيو ته من رش ڏسي گهراڪ اچن. اسان جي اسڪيم ڪامياب وئي ۽ مريض اچڻ شروع ٿيا. هن پنهنجي گڏ سفر لاءِ ته ڪلينڪ کولي پر ان ۾ هن جي دل نٿي لڳي. مڙئي شام جو ٻه ٽي ڪلاڪ هلندڙ هي ڪلينڪ ٻه چڻ خيراتي هئي هن ان کي ڪٿهن به ذاتي ڪمائي جو ذريعو نه بڻايو هي مريضن کي پنهنجي هڙان وڙان به ڏيندو هو. هن کي هتي

ڄڃها ته ڪو نه ملندا هئا بس ته تي ڏوڪر چانھ پاڻي جا ڪيي وٺندو هو. سو ته سنگت کي چانھ پياري ٻڙي ڪري گهر وڃي. ڊاڪٽر مريضن کي پنھنجي طرفان ڪا به دوا ڪانه ڏئي. ڪجھ دوائون پرسان واري ياسين جي ميڊيڪل اسٽور تان آڻڻ لاءِ لکي ڏي انجيڪشن وغيره به نه هئي باقي ٿڌلين ڳالھين سان مريض تي ڪو اثر ڪو نه ٿي پيو. ان تپ جي مريض کي في ڏيندي به وڏيڪ تپ چڙهيو وڃي. هڪ پيري منھنجي روبرو هڪ پيري هڪ شيدي ڳوٺ جي شيدياڻي مريض ٻڌجي آئي ڊاڪٽر هن کي پنھنجي طرفان ڪا به دوا ڪا نه ڏني. ٻني ٽڪري تي ياسين جي ميڊيڪل اسٽور تان ڪا دوا آڻڻ لاءِ لکي ڏني، جڏهن هو اٿي هلڻ لڳي ته ڊاڪٽر ڪيس چيو ”مائي في نه ڏيندين ڇا؟“ شيدياڻي ذري گهٽ ڊاڪٽر جو سر ٿي ڪنيو. وٺي ماٿهو گڏ ڪيائين ۽ ڊاڪٽر جي نقل ڪندي چوڻ لڳي ”مٺي مونکي مٺي جو سور جي ٽڪي به ڪانه ڏني وري چوي ٿو ته مائي في نه ڏيندين ڇا؟“ پوءِ هن مريض جو بخار مون مان ڪڍيو. بس اهو ڏينهن ٿيو نه هن ڪلينڪ جو نانءُ ورتو نه وري اسان، هي اڄڪلھ وري گهر جي هڪ ڪمري ۾ انٽرنيٽ ڏسي ٿو ۽ گسليٽ ۽ ڪار وڪڻي ٿو. هاڻ ڪيس ڪو به اهو نٿو چوي ته ”ڊاڪٽر ٿي تون هي ڇا پيو ڪرين!“

## ساھ سنگت سنڌ

اڄ ڪلھ منھنجي سنڌ ۾ سڃاڻپ ”ساھ سنگت سنڌ“ جي ڪري آهي، هي اهو پليٽ فارم آهي جتان مان، ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيو ۽ ڊاڪٽر مرتضيٰ ڪوسو گڏجي علمي ادبي، ڪلچرل ۽ سماجي پروگرام ڪندا آهيون، شايد اهو ادب ۾ زنده رکڻ جي جستجو جو هڪ بهانو آهي، اسان جي پنھنجي دنيا آهي، جنھن جو گڏيل فيصلو هر طرف کان واڪاڻ جوڳو هوندو آهي، اسان هن سنگت پاران پروگرام ڏاڍي تيزي ۽ گهڻائي سان ڪندا آهيون، مھيني ٻن ۾ به يا ٽي پروگرام ڪندا آهيون، اديب، دانشور يا ڪو فنڪار اچي نه اچي اسان ذاتي دوست گڏجي به منھن ڏيندا آهيون، اهو اسان جي ڪارڪن ڊاڪٽر عمران آوند نارائڻ داس ڏرمون اي اڪاڻي منصور قادر جوڻيجو صفدر صديقي مرتضيٰ مشوري پرويز ٻشني ۽پرويز هدايت الله مھيسر جي سچائي ايمانداري، ديانتداري ۽ قابليت جو ثمر آهي، اهو اسان جي هن انجمن جي پائيداري آهي جو اسان ٻين سڀني تنظيمن کي مات ڏئي مٿڻ سوڀ ماڻي آهي، ان دوران ڪا اهڙي تنظيم نه هئي جيڪا اسان جي تنظيم جهڙا وڏا ۽ معياري پروگرام ڪري سگهي، اسان جي شاندار سوڀ تي اسان جا دشمن ڪڏهن به خاموش نه ويٺا، اسان جي هلندڙ قافلي آڏو ڪئي روڙا اٽڪيا ويا پر اسان هن سوڀ کي ڦوڳ ٻڌجڻ نه ڏنو، ساھ سنگت سنڌ شامون، ورسيون ۽ ڪچهرين ڪانسواءِ چنڊ رهاڻ جي نالي سان چانڊوڪيءَ رات تي باقاعده راڳ جي رهاڻ مچائي سنڌي راڳ جو معيار بلند ڪيو.

## صفدر صديقي

منهنجي هن چانهہ خاني جي ساٿين ۾ چار درويش باقي وڃي رهيا آهن، جيڪي ريگيولر آهيون. صفدر صديقي، طارق عباسي، ضمير ايف اير ۽ مان. جن ۾ نمايان شخصيت آهي، صفدر صديقي جي هي ڪچهري جو مور روزاني ڪرت ۽ ڪم ڪار مان واندڪائي ملڻ کان پوءِ چار ڪلاڪ گهڙيون گذارڻ لاءِ هڪ مخصوص وقت تي ايندو آهي پوءِ پلي رات گذري وڃي. منهنجي هن سُريلي دوست جي دنيا ۾ پيٽ ڪائي ناهي. منهنجو هن سان دوستي نباهڻ کان سواءِ هڪ وڏيڪ سبب آهي سنڌ سان ساڻ ڏيڻ جو، واپڊا جي مزدورن جي ٽريڊ يونين جو سرگرم اڳواڻ، سنڌ جيئي سنڌ تحريڪ، رهبر سنڌ جي اير سيد، ۽ سنڌ جي حلالي پٽ بشير خان قريشي جو سچو سپاهي. هڪ هڏ ڏوڪي انسان روح ۾ جهاتي پائيندڙ هي شخص جنهن ۾ ڪامياب اڳواڻن جون سڀ لياقتون آهن. ڪيترن ئي محاذن تي ڪم ڪندو رهي ٿو. جيئي سنڌ تحريڪ ۾ هن جون بي لوس خدمتون وسارڻ جوڳيون نہ آهن. هي خداداد صلاحيتن جو مالڪ، پڙهيل لکيل ۽ روشن خيال ماڻهو دليل بازي ۾ بہ نهايت قابل آهي. هن جي زبردست شخصيت، صاف اجرو، جوان نهايت شاندار ۽ پيڪدار مڙس آهي. هن ڪڏهن بہ پنهنجي ذات تي فخر ۽ وڏائي نہ آهي ڪئي. رات ڍلي تائين اسان وٽ چانهہ چڪي تي روحاني رهاڻ ڪندڙ هي روح روان گهاٽ گهاٽ جو پاڻي پئي چڪو آهي ۽ شوق شڪار ڪري چڪو آهي. هي ڏاڍي رهائي رسائي ۽ اثر رسوخ وارو ماڻهو آهي، هن وٽان ڪوئي بہ اجايو يا اداس نہ موٽيو آهي. اسان وٽ مسئلن جي حل لاءِ ايندڙن جي آڌر ڀاءُ ڪري ڪلي ڪيڪاريندڙ انهن ملاقاتين جي دل و جان سان مدد ڪندو آهي. هي دوستي جڙو دوستي خاطر رکندو آهي، دوست تہ ٺهيو پر دوستن جي دوستن سان بہ ساڳيو نينهن جو ناتو رکندو آهي. ان ڪي بہ دوست مڃي دوستيءَ جو حق رکندو آهي. صاحب گستاخي معاف ڪرڻ وارو انسان آهي، دوستيءَ ۾ گارگند ڪندڙ ڪي ٺڪ بجو لعنت ملامت بہ ڪندو آهي. عام چوڻي آهي تہ ”ٻئيهہ منڊ منڊي ۾ اسي“ ۾ ڪاٺي، سئو ستر ڏوهہ انڊي ۾ ٻاٽو ٽيڏو ٽاڏاٺي، جنهن گنجو ساماٺو تہ مڙني ڪئي ماٺ ڪئي، شيرو بلو شاهہ جو چڊو آ گنجي جي ماءُ جو“. وڏا چئي ويا آهن تہ ”منڊي، ڪاٺي، گنجي ۽ شيري ڪي اُنڌي ٿي پنيان ٻجو يا پونبو گهروڙي ڏجي“ سو وڏو بہ وڏن جو چيو ڪندو آهي. چون هيئن بہ ٿا تہ ”جنهن ماڻهوءَ جي ڳالهہ هلندي هجي يا يادگيري ڪجي ۽ اهو اتفاق سان اچي نڪاءُ ڪري تہ ان جي ڄمار وڏي ٿي“. سو اسان وٽ وچ وچ ۾ آهي ويل ڪندڙ چنل خالي ڪارتوس نلو نہ ڪٽنلوس اچي نازل ٿيندا آهن. سو هي اسان جو حاتم طائي، ان داتا ۽ مائي باپ، صفدر صديقي انهن ٽوٽي مها ڪنجوسن سميت اسان چنڊالن جي اتالي جو بل بہ ڀريندو آهي. چانهہ ۾ پلا کهڙو شرم، چانهہ لاءِ نہ ڪندڙ چانهيون ٻانهيون پئي

ڪائيو پيئُو اٺ جي تاثير تي ٻل ڏيڻ جي ڇني ڪان ائين پچندا جيئن ڪتي لن ڪڍايو پئي وڃي. چانهه جا آرڊر الڳ الڳ هوندا پر ٻل گڏيل هوندو، نانو الله نور يا گل خان جا حلالي پٽ بهادر ياسين جمالي يا ظفر جمالي يا رحيم جمالي پڇاڙي اعلان ڪندا ته اٿو ۽ مال ڇڏيو ته اهو ٻل صفدر جي کيسي ۾ هوندو. آهي واندا جيڪي اک جا پڪا آهن ڇڻ صفدر جي نڪاح ۾ هجن. هي اسانجو فنانسر هٽ جو ٻه چوڻ آهي ۽ پيسو پاڻيءَ وانگر خرچيندو آهي. هوٽل جو ٻل ڀرڻ هاڻ سندس دل جو مرغوب مشغلو بنجي پيو آهي. نه هي ايترو مالدار آهي نه سٺيو نه وري ڪو مسڪين جا سئٽزرلينڊ جي بئنڪ جي اڪائونٽ ۾ ڏوڪڙ رکيل آهن. طارق عباسي کي شاباس هجي جو هي ڪڏهن ڪڏهن انهن سوئرن جو گوشت به حلال ڪندو آهي. باقي مون لاءِ اهو ٻل ائين معاف آهي جيئن اڳين قومن لاءِ حج، روزو ۽ زڪوات معاف هئي، مان هن جي آڏو پنهنجي هستي قائم رکي نه آهيان سگهندو

پل ته صفدر سنڌ جي ثقافت ۽ مهمان نوازي جا فرض انجام ڏئي. ڪٽ چانهه جي ڪوپ جي اُميد جي آسري جيئندڙ جماعت جو هي هاءِ ڪمانڊ ان چيف جڏهن گهران ڪلف ڏنل ڪاٽن جا ڪپڙا پائي ايندو آهي ته ائين لڳندو آهي ته ڇڻ ڪنهن سگهڙي دعوت جي شغل ۾ وڃڻ جي تياري ۾ هجي، سنگت ۾ ويٺو پاور رکندڙ ۽ هر وقت محبت ۾ ڇٽيون پريندڙ هي اوهان کي هر وقت مُجون شهر وٽيندي نظر ايندو، هن جي سخاوت اسان تائين محدود نه آهي هي پيالي پائين جو به پيارو آهي. هِن مهل تائين شادي نه ڪئي آهي، ۽ ستي جتي لال آهي. هن شادي نه ڪئي ته ان جو مطلب اهو هرگز نه اهي ته هي نامرد آهي پر هي انهيءَ اميد ۾ آهي ته اڃان وهي پئي آهي، ڪنهن وقت حور پري هن جي هنج ۾ هوندي.

منا ماڻهو مٽيائي جا مٽيائي خود مٺي آهي

## رنن تي سواري ڪندڙ بابا سائين

### مرتضيٰ مشوري

منهنجي يادگيريون اُهي مئخانا آهن جن ۾ هڪڙا ساقي اچن ٿا، پيا وڃن ٿا. هي منهنجو هم پيالا، هم نوالا دوست عاشقن جي قافلي جو سالار ۽ سنڌ جو هي پلوڙ شاعر مرتضيٰ مشوري جنهنکي اسان سڀ "بابا سائين" به چون ٿا، ساهتي پرڳڻي ۾ تاريخي شهر مٽيائي لڳ سنڌو ڪناري سادن ڪيٽن جي سونهن وادي ڳوٺ غازي خان مشوري ۾ جنم ورتو. مٽيائي جي گهٽي ميناج سبب هاڻ ڪيس شگر تي پئي آهي، نه رڳو شگر پر 18 گريڊ جون سڀ بيماريون به هن ۾ موجود آهن. سنڌ جي راڳي شمن علي ميرالي جي هوبهو ڪاپي اسانجو هي دوست اڄڪلهه حيسڪو جي پڻ سونهن آهي. اها حيسڪو جي خوش قسمتي آهي الائي هن جي بدقسمتي آهي جو هي اُتي نوڪري ڪري ٿو، آفيس ۾ هن جو

گهٽو اٺڻ ويهڻ 18 گريڊ جي آفيسرن سان آهي، ان لاءِ هي پاڻ کي به 18 گريڊ جي ڊپٽي ڊائريڪٽر کان گهٽ نه سمجهندو آهي. هي ڇا آهي اهو ته ڪنهن کان به ڳجهو نه آهي پر اهو ته هن مولائي کي فل اختياري آهي ته هي پاڻ کي ٻاهر آفيسر سڏائي گهٽ ۾ گهٽ ڪيس کي روڪڻ ٽوڪڻ وارو ته نه آهي، هونئن به آفيسر کي سنگ ٿوري هوندا آهن، سچ پڇ ته هي پنهنجي ڪرشماتي شخصيت ۽ پرسنلٽي ۾ آفيسرن کان گهٽ ٿورئي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته مون کي به هن جي رنگين مزاجي، خوش شڪل، خوش پوشاڪ،خوش خوراڪ ۽ آفيسرن وانگر ٽڪڙو هلڻ. سچ به لڳندو آهي ته واقعي ئي هي خانداني آفيسر آهي، پر مون هن فقير جو هٿ ڏٺو آهي هن جي هٿ ۾ آفيسر ٿيڻ وارزي لڪير ئي خدا ڪانه ڏني آهي. هن کي ان ڳڻتي ڳاري وڌو آهي. اها ذهني بيماري آهي. هي ڏينهن رات آفيسر ٿيڻ جا خواب ڏسي رهيو اهي پر سندس روح جا زخم اڃا تازا آهن. هن انهيءَ ڇاڙي لاءِ ڪيئي فقيري در به پنيا دعائون ۽ تعويذ به ورتا پر اڃان ڪو

چاڙهو نه ٿيو اٿس، بقول سردار الهه داد خان مشوري جي جو "شايد ڪنهن ره ڳڻه کي پٽو اٿس" 2004ع ۾ سندس پهرين شعري مجموعي "ننهن سينءَ نينڻ ٿيام" جي مهورت تي مون جڏهن سنڌ ميوزيم جو ممتاز مرزا آڊيٽوريم خوبصورت ڇوڪرين سان پري ڇڏيو. منهنجي چوڻ تي جڏهن هڪ هڪ ڇوڪري اُتي ڪيس گل ڏيڻ لڳي ته هن جون اکيون ڦاٽي ويون ۽ سندس وات گودو ئي پيو ان ڏينهن کان پوءِ هي منهنجو مريد ئي پيس، چوي "لال تون سچو ٿين ته شادي هڪ ڏينهن ۾ ئي سگهي ٿي"، "مشوري ڪجهه ته شرم ڪر زال وارو آهين، ٻار اٿئي نياڻيون به شادي واريون اٿئي نانو ئي ويو آهين هي وهي آهي ڪا شادي جي" چوي "زال هر وقت بيمار اٿم سمهڻ جو سک ڪونهي هر وقت وتان ٿو پرايون ڏيئر ۽ پينرون تڪيندو هونئن به مذهب ۾ چار شادين جي ڇوٽ آهي، لالڻ جيترين گهٽيون زالون اوترو شان آهي، ماڻهو مڙسي وڏيڪ سمجهندا. پاڻ سمجهي سگهي ٿو، ڏينهن ۾ ڏهه، ڏهه رنن کي منهن ٿو ڏيان ڇا مان ٻن ڄڻين کي ٻُڇي نه سگهندس. وارو ڪر پاءُ جو ڪو پلو ڪر." ماسي زرينہ سانگي ۽ مان جيڪو رشتو هٿ ڪريون اُهي يا ته هن جي ٻارن جي پلٽڻ ڏسي پريان پير ڪن يا ته هي ان ڇوڪري جي ڪڍ اهڙو ته ڳگ تي لڳي جو اهي ڇوٽ ۾ ئي توبهه ڪن. ڪيس ڪا سيڪنڊ هينڊ ڏهه هزار ميٽر هليل بيوه به نٿي ملي جو ان جو ميٽر رويس ڪري هن مولائي کي هٿائجي. سندس دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ نئين ڪنوار جي اُميد اڄ به موجود آهي. مرتضيٰ مشوري ادبي ڪيٽر ۾ منهنجو هڪ ذاتي دوست آهي، هي بنيادي طور بهترين شاعر آهي، هن کي صنم ماروي، سندس پيڻ کان سواءِ برڪت ڀٽ، ماسٽر منظور، حنيف لاشاري ۽ ڪافي نوجوان راڳڻ پڻ ڳايو آهي هي هڪ بهترين موسيقار ۽ راڳي پڻ آهي، هن جو هڪ گيت

اسان ڪيئن جئيون ٿا. اسان کان پڇو ڪمال جو آهي، هي جيڪڏهن هيڏانهن هوڏانهن جي بجاءِ رڳو شاعري کي وقت ڏيئي ته شيخ اياز ۽ استاد بخاري کان پوءِ موجود دؤر جو سڀ کان وڏو شاعر ٿي سگهي ٿو. هن جي شاعري ۾ سونهن ۽ سچ ۽ ساٿيهه جو درد آهي. شراب جو شيشو آڏو رکوس پوءِ اهڙي موج ۽ مستي ۾ اچي ويندو جو خبر ئي ڪانه پوندي درد جو درياهه اٿلي پوندو. جنهن زماني ۾ حيسڪو جي ايڪسين نجم الدين ابڙي جو نويڪلو فليٽ مشوري جي بلي هو. انڊس رويو جو اهو چوٿين ۽ آخري فلور وارو فليٽ اسان لاءِ اوطاق بڻيو رهيو. جتي سنڌ اچي لهندي هئي، جنهن سبب اسان ان جو "سنڌ هائوس" نالورکيو هو. منصور ڏاهري ۽ مون وارو سنڌ ٽي.وي جو دؤر هتان کان شروع ٿيو ان وقت سنڌ ٽي وي کي اڃان حيدرآباد ۾ ڪا آفيس وغيره ڪونه هئي. ڊاڪٽر آڪاش انصاري هجي يا حسن درس، الهه داد مشوري هجي يا الهه نواز رڪٽائي، عرفان عباسي هجي يا اسلم عباسي. فقير فياض ٻرڙو هجي يا ذوالفقار ٻرڙو. تنهن ڪانسواءِ شهنشاهه اڪبر جي نورتن وانگر مرتضيٰ مشوري وٽ به پنهنجا نورتن هئا انهن صلاحڪارن ۾ جاهل سعيد پيرزادو اخلاقي طور هن جو بيربل هو. مشوري چرچي طورمونکان پڇندو "هولال اهو ته ٻڌائي پيرزادا ڪيئن پيدا ٿيا؟" مان جواب ڏيندو هوس ته "جڏهن ڪو پير ڪنهن مريدياڻي سان سمهي ۽ پوءِ ان مان ڪو پٽ ٿئي ته اهو ٿيو پيرزادو." اهو ٻڌي پوءِ سعيد پيرزادو ڪاوڙ ۾ اصل باهه ٿي ويندو هو.پوءِ سنگت کيس ٿڌو ڪندي هئي ته "يار آغا پوڳ ٽوڪري ۽ تون جذباتي ٿيو وڃي" مشوري سعيد پيرزادي کي "پيرا" ڪري سڏيندو آهي ۽ مان کيس پيرل پياسي. ائين مشوري وٽ هڪ هالا جو ساوڻي ملان پڻ رهندو هو. جيڪو سنهو ٿلو ڪم ڪندو هو. اهو هن جو ملان دوپيازو هو. فدا قريشي هن جو ابو الفضل ۽ خشڪ وري فيضي هئا. ائين منظور جوکيو (شيشي) صفدر صديقي (راڻا چندر سنگ) جيڪو هر وقت مُهون وٽيندو، بشني ڪڙڪ جلال ۽ مون ياران اچي وڃن ٿا. مشوري دسترخواني جو بادشاهه آهي. هي پيئڻ ۽ خواه پيئارڻ جو به شوقين آهي، اي ساقي! آءِ جام ڀر ۽ شراب جو دور هلي. مشوري کي ائين ڪو ڳائو يا ٻاڪرو مال ور چڙهندو هو ته پيش پرين ڪندو هو. ائين ته هتي ڪاٺ جا سڀ مڙس ملهه هئا لڪڻ هضم پٿر هضم جوکرو هجي يا جوکري يا ڪدڙو اڳهاڙجي ويندو هو. پڇاڙي ڪو ماتلي جو شيدي آيو ته به اهو خالي نه ويندو هو. ائين اسان پنهنجي بدصورت زندگي کي خوبصورت ڪنول بنائيندا هئاسون. مون کي ڪڏهن ڪڏهن مشوري لڪ چڇ ۾ اخبار ۾ ويڙهيل وسڪي، جي بوتل مون ڏانهن وڌائي چوندو هو ته وڃي لوندبن سان لڪ ڪجان." مون کي جڏهن مشوري پيگ ڀري ڏيندو هو ته مان کيس چوندو هوس "رهڻ ڏي مشوري مان پياڪ ڪونه آهيان بس اهو هڪ اڌ

پيگ لڳو تہ ڪوڙ ٿيو“ چوندو هو ”بابا سائين، پويان گنج پيو آهي“، ڪو دور هو تہ هي دوستن ۾ نهايت فضيلت سان بابا پڻ ڪري ڳالهائيندو هو. هن سان ويهڻ يا ڳالهائڻ مهل ڪنهن خصيص ماڻهو کي بہ پنهنجي حستي جو وڏو احساس ٿيندو هو. هاڻ مشوري ۾ اها گرم جوشي يا سچائي ڪانہ رهي آهي. هن جي مون سان رنگيني واري گهرائپ گهٽجڻ لڳي آهي. چون ٿا تہ ”معرفت مان جلسي جنم وٺندي آهي“. مونکان هن کي يا هن کان مونکي پڙپيل هر ويڪ اينڊ تي ان کان اڳ ائين اچن ٿا جيئن ڪاڪوس کان اڳ نٽ ڦوس اچن ٿا. هي ايندو آهي تہ هن جا سمورا دوست بہ اچن ٿا هي گم تہ هن جا دوست بہ گم، مون هن جا يا پنهنجا اُهي رنگين مزاج دوست جيڪي وياگران جي هٿرادو مڙسي ڏيکاري رنن کي هڪ ٿي رات ۾ ڏکي ڪيو ڇڏين هن جي سرتان صدقو ڪري ڇڏيا آهن. دوست جڏهن شرابي ڪبابي ٿين ٿا تہ هنن ۾ اهو خلوص نٿو رهي، هو نشي ۾ مخمور ٿي جڏهن مدهوش ٿين ٿا تہ ڪين پر خلوص دوستن جو هوش بہ نٿو رهي، مون نوٽ ڪيو آهي تہ هر وقت قرب وڌيندڙ مشوري جيڪو اڄڪلهہ جاين جي بہ دلالي ڪري ٿو جنهن جو ٽيڙ رنن جي در جي چائنٽ تي ٿي پساهہ ڏيو ڇڏي جڏهن پڙون جون دعوتونڪائي حرام جي مال جون اوڳاريون ڏيڻ منهنجي ٿاڪ تي اچي ٿو تہ انهن کي وڏي واڪي گاريون ڏئي ٿو جن سان ڪائي پئي اچي ٿو. ان ذهني عياشي کان پوءِ اصل رنگ ڏيکارڻ لاءِ هلڪڙائپ ڏيکارڻ جو موقعو هٿان وڃڻ نہ ٿو ڏئي. موٽانس شيشي جي منهن ۾ جنهن کي هي هر پري پڪوڙن تي ترڪائي ڇڏين ٿا اهو بہ پڙوو ڳالهائي ٿو ڇا ڀلي جاجلوب منهنجو هي دوست منهنجي ذاتي دوستن ۾ ويهي چڪلن جي حدن ۾ قائم ٿاڻن جيان ان وقت مون خلاف سرگرم عمل رهندي. چڪلن جي رنڍين ۽ پڙون جي گهرن ۾ اي سي جا ڊائريڪٽ ڪنيڪشن ڏيندڙ مشوري کي اهو اعتراض آهي تہ منهنجو (آغا قيوم) جو گهر جنهن ۾ ڪابہ اي سي ڪونهي ڇو ڊائريڪٽ هلي پيو منهنجي پيءُ جي بادشاهي آهي ڇا؟ جيسڪو کي منهنجي ڪنيڪشن جي ڪري تباهي آئي آهي، پوءِ مان بہ دل سان دعائون ڏيندو آهيان تہ مشوري ڇا تي دماغ خراب ٿيو ائين. ڪاٿن جا وڳا پائي پاڻ کي جيسڪو جو والي وارث پيو سمجهين ڇا؟ جهڙو ڪلارڪ تون تهڙو مان، ائين تتي رڳ تي لت اچڻ کان پوءِ همراهہ واهہ مينهن ڪري پڇندو آهي. پوءِ رات گئي ۽ بات گئي ۽ ٻي ڏينهن ساڳيو بابا سائين ساڳيجوءِ ۾ هوندو ۽ منهنجي واڪاڻيو ڪندو. هن بازيگر معاشري ۾ ماڻهن کي سمجهڻ لاءِ اچان وقت کپي.

## ڪامريڊ شمن ميمڻ

ڪنان لين ڪامريڊ شمن جهڙا ماڻهو. رسول آباد جو هي قوم پرست ۽ انقلابي ڪامريڊ جنهن جو رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد ڪان وٺي بشير خان قريشي تائين ۽ سنڌ توڙي سنڌين سان جنون جي حد تائين عشق رهيو آهي. ڪامريڊ شمن سؤ سيڪڙو سنڌي آهي، هي منهنجو پراڻي وقت جو يار آهي، هن سان دوستي مان پنهنجو ڀاڳ سمجهان ٿو. مان هن جو سڀ ڪان دادلو يار آهيان. هر ڪنهن جي دل ۾ جڳهه والارينڊز هن يار ۾ هڪ عجيب پنهنجائپ نظر اچي ٿي. هي پنهنجن ۾ اچي ڪيڏو نه خوش ٿيندي آهي، واقعي شمن پنهنجن ۾ اچي ٻارن وانگر خوش ٿيندو آهي، مون کي سڀ ڪان وڌيڪ پياري نند آهي ۽ هي مون کي نند ڪان وڌيڪ پيارو آهي، منهنجا ٻار ڪڏهن به سچ نه آهين ڳالهيندا شمن سان ڪڏهن به ڪوڙ ڳالهائي نه سگهندا آهن ته بابا گهر ۾ ڪونهي، اهو هن جو ڀاڳ آهي نه ته مان صدر آصف زرداري جي گهر اچڻ تي به اٿڻ وارو نه آهيان. هن وٽ هڪ اُجري ۽ ٻاجهاري دل آهي جنهن سبب هن سان ساٿ هلندو اچي ۽ انشاءالله هن سان مرڻ گهڙي تائين دوستي قائم ۽ دائم رهندي. ڪامريڊ شمن منهنجي سمورن دوستن ۾ ڏکهي ۾ ڏکهو دوست آهي. ايترو ڏکهو جيترو شايد مينار پاڪستان هجي. هي قوم پرستيءَ واري جذبي ۽ ديش ڀڳتي لاءِ جيون ارپينڊز مونکي چوندو آهي ”لالي مون کي پاڪستان سان نفرت آهي، مون کي پاڪستان جي ڪنهن به شي سان پيٽ نه ڪندو ڪر. ڪتاب ۾ لکين ته مينار پاڪستان جيترو ڏکهو نه پر سنڌ جي شهر سکر جي معصوم شاهه جي مينار جيڏو ڏکهو لکجان.“ هون ته هن جو قد اصل ۾ عالم چنا جي ٽپڙ جيترو به نه آهي پر چوندا آهن ته ”جتي وڻ نه هجي اُتي ڪانديرو به وڻ آهي“، هي جيڪڏهن وڏي قد جو فائدو وٺڻ چاهي ته وڏي (بشير خان) ڪان چنبي وٺي الطاف حسين وٽ لنڊن وڃي انگريزن جي (بي پي) ۾ ڪم وٺي سگهي ٿو، جنهن تان چڱو ناڻو به ڪمائي سگهي ٿو ته مشهوري به ماڻي سگهي ٿو. پر هي غريب جو ٻار متان اُتي جي عياشي هضم نه ڪري سگهي هون به هن کي هتي 10 روپيا ڪلاڪ رن راڻي باغ مان با آساني مليو وڃي پوءِ ڪهڙي ضرورت آهي اُتي پرديس ۾ دربدر ٿيڻ جي. جي ايس-سي- (واپڊا) جي تازي پڳهار ڳوٺ مائيءَ ڏانهن اُماڻي جالي ٿي اي ڪٽي نٿين وڃي سان گڏ جيئي سنڌ جو نئون جهنڊو ڦڙڪائي. ڏهن غريبن کي ماني کارائي وات ۾ نسوار جي چپٽي وجهي هي بيلچو ڪُلهي تي رکي فرنڊز سٽو رخ ڪندو آهي راڻي باغ جو پوءِ واپسي ۾ هوندي اٿس 10 روپين ڪلاڪ واري رن بغل ۾ ۽ ڏيڍ ليٽر واري مرنڊا بوتل هٿ ۾ پوءِ نڪائو ڪندو آهي پنهنجي ٻابن شاهه واري جڳهه تي پاڻ به خوش ته سڄي سنگت به خوش ۽

رن ۾ خوش جا 10 روپين جا 1000 روپيا ناهيو اها ٿي وڃي نه ته ڏني نه مون ڏني کيل ختم پئسا هضم پوءِ تپڙ قميص جي پلئه سان صاف ڪري رات جو لن جهڙي شڪل ڪيو منهنجي ٿاڪ تي ايندو. هي ڏاڍو غيرت وارو ماڻهو به آهي ڪڏهن ڪڏهن منهنجي چرچن تي جذباتي ٿي ڪچهري، مان اٿي ويندو آهي. هي ونجهه جيترو ڏگهو جڏهن ڪاوڙ ۾ اٿي هلندو آهي ته ٻانهون قبضي مان نڪري ويندو اٿس، هي پنهنجي مُنهن ته ٻانهون پنهنجي مُنهن. هي حضرت آدم يا حضرت نوح جي خاندان جي ڪا مخلوق جڏهن واپڊا ۾ لڳو تنهن زماني ۾ واپڊا ۾ ڏاڪڻ جي ڪوٺ هئي. ان ڪان اڳ هي رسول آباد جي لوڪل بسن ۽ محراب پور جي ترين ۾ تمباڪو جون ڳوٿيون لوڊ ڪندو هو. تڏهن هي جيئي سنڌ تحريڪ جو ڪارائتوڪارڪن هو، جو واپڊا جي پولن تان پراوا جهنڊا لاهي جيئي سنڌ جا جهنڊ ٽنگيندو هو. هن مخلص ليڊر جي بشير خان سان وڏي دل آهي هن جو ارادو آهي ته مان پنهنجي اباڻي ڳوٺ رسول آباد جو نالو مٽائي بشير خان پنيان، "بشير آباد" رکان پر ڊڄي ٿو ته متان تر جا ملان رسول آباد جو نالو رسول پاڪ جو نالو نه سمجهن ته مٽائي ٿو، اصلي ڌون نه سڃائي وڃهن. برحال هي مڙس جهڙو آهي قداور ۽ شاندار تهڙوآهي دل جو درياهه.

## آغا ثناءالله

اسان جي ٿاڪ تي راڳي آغا ثناءالله به اڪثر حاضري پرڻ ايندو آهي ۽ اسان سب گڏجي گپ شپ ڪندا آهيون. هي منهنجي ٽڪائي تي منهنجي حرڪتن ۽ واهياتپائي کي وڏو انجواءِ ڪندو آهي. آغا ثناءالله سان منهنجون ڪيئي قربائتيون يادگيريون، آهن اسان ٻئي هڪئي جنم ڀومي شڪارپور جا ڇاوا ۽ عزيز آهيون، هن جو مان سان خاص انس آهي هي مون کي گهڻو پائيندو آهي. فرشتن جهڙي صورت رکندڙ هي فارمي انڊي جهڙو منهنجو عزيز ۽ دوست مونکي ڪوئي افسانوي ڪردار لڳندو آهي. هي چال چلت، اٿي ويني ۽ رهڻي

ڪهڻي ۾ ٽپيڪل شڪارپوري لڳندو اهي. پر شڪارپورين وانگر تنگ لوڏڻ وارو مغرور انسان نه آهي. هي اهڙو سنو ڳالهائيندو آهي جو هان، نري پوندو آهي. هي انهي، ميناج سان پراون کي به پنهنجو ڪندو آهي، هي نه رڳو گفتار جو غازي آهي پر ڪردار جو پڻ غازي آهي. دوستي، جو دم هڻندو نه تروڙ تائين نڀاهيندو آهي. هي جڏهن مون وٽ ايندو آهي ته هن جو گاڏي پارڪ ڪرڻ ۽ گاڏي لاڪ ڪرڻ جو تماشو تڪيٽ تي ڏسڻ جهڙو آهي. هن جو اهو رنگ ڍنگ ڪنهن کي ڏسڻو هجي ته رات 11 کان 1 تائين اگريڪلچر ڪامپليڪس ۾ مون وٽ اچي. قضا سان تازو هنگورجا ۾ ڪُهرن جي مائي ماري وڌي ائين، هي ايڏو لاغرض نه آهي، هن چاڻي. واٽي ائين نه ڪيو هوندو پر اهو محض اتفاق آهي. منهنجي

ڊپارٽمينٽ جيسڪو (واپڊا) جي پي آر او محترم صادق کُهر جي ڦٽي جي اها لاش في الحال ته هن جي ڳچي ۾ آهي، جنهن سبب مسڪين ڏاڍو پريشان آهي. مان ڪيس وڌيڪ پريشان ڪندو اهيان ته اُهي سينهارجا جا کُهر توکي ڇڏيندا ڪرڻ موٽ ۾ ڪلمو پڙهي چوندو آهي "ڏس لالا سامهون ڪعبو آهي هاڻ به مان ويچاري تي چار قل پڙهي پيو اچان" ويچارو بي ڏوهي آهي خدا مٿس رحم فرمائي. هي منهنجو 35 سال پراڻو محبوب دوست آهي، ڪيئي واءُ مينهن ۾ گڏ رهيا آهيون، هي سچو ۽ آرڏو انسان آهي. جڏهن هي شخص ڳائي ٿو ته ائين ٿو لڳي ڄڻ دل جو ڪوئي درد ڳائي ٿو. هن درديلي ۽ سريلي ثناءالله جي ڳلي ۾ سنڌ جو سمورو سوز ۽ درد سمايل آهي. راڳداري ڄڻ هن کي ورثي ۾ ملي هجي، هون به شڪارپورين جي آواز ۾ ڪا خدائي مصري رکيل آهي. اها ڏاتار جي ڏات آهي، جيڪا هن کي مليل آهي. هن جو ڇيڻن جي رڌم ڪان وٺي ماچس جي رڌم تائين ۽ هارمونيم ڪان وٺي ڪمپيوٽر تيڪ تائين راڳ سان ساٿ رهيو آهي، هن جي راڳ سان اها بي پناهه ڪمٽمنٽ ئي ڪيس هڪ مڪمل راڳي جي علامت طور اڄ اسان جي سامهون آندو آهي. حيدرآباد جي خزاني آفيس جو هي انمول خزانو. سنڌ جي سموري سنڌي چينلس ۽ اسان لاءِ ڪنهن ڪارون جي خزاني ڪان گهٽ ٿوري آهي. سنڌ جي هن سوريلي ڳائڪ آغا ثناءالله جي زندگي، مان جيڪنهن راڳ کي ڪڍي ڇڏجي ته ائين لڳندو ڄڻ جسم مان ساهه ڪڍيو ويو هجي. راڳي پنهنجي ريت نڀائي ڳائي. ڳائي روح رلائي ڳائي.

## يعقوب انور "اُداس" ابڙو

حفيظ قريشي جو هي دوست جيڪو پوءِ منهنجو به دوست ٿيو. اصل نصرپور جو آهي. تنهن زماني ۾ وحدت ڪالوني جي سي ٽائيپ ڪواٽر ۾ رهندو هو. اڄڪلهه مٽياري روڊ تي جمالي پيٽرول پمپ تي اڪائونٽنٽ آهي، ڪيس ڳائڻ جو ڏاڍو شوق هو. ڪيس هڪ پڌل قسم جو هار مونيم به هو. جيڪو هو پاڻ وڄائيندو هو. هن هڪ آڊيو ڪيسٽ به ڪڍي هئي، مون ۽ صرير پنهور هن جي اُها ڪيسٽ دوستن ۾ هٿو هٿ سيل ڪئي هئي جنهن ۾ هن کي ڪا بيل بيڊ جي چادر اجرڪ جي طور تي ڍڪيل هئي فوٽو ۾ ائين پئي لڳو ڄڻ ڪنهن ڪڪڙ کي اجرڪ سان ڍڪي رکيو منهن ڪڍيو ويو هجي، يار محمد ملاح جا يار ٻي ۽ کي چوندا هئا "بابا ڪڪڙ واري ڪيسٽ ته هڙايو ته جيئڻ تنهنجو نه ڪندڙ نتيو پاءِ ٻپ ۾ سمهي رهي. هي جڏهن صرير پنهور. مقصود مگريو، ضمير سرهيو ۽ عزيز ڪرپالنگ جي روبرو يار محمد ملاح جي اوطاق تي پنهنجي پڳل گهڙي جهڙي آواز سان ڳائيندو هو ته سنڌين ڪالوني جا ٻڪي حيران ۽ جانور پريشان هوندا هئا. يار محمد جي زال چوندي هئي ته "مان ملتن مان ٿي ٿي اچان". هي جڏهن گهر ۾

رياض ڪندو هو ته ٻاڙي ۾ ممڻ مچي ويندو هو، ڏينهن توڙي رات ماڻهن جي ننڊ حرام هوندي هئي، ٻارڙا ڊڄي ۽ ڇرڪ ڀري اٿندا هئا. صفدر صديقي، ڊاڪٽر نورل ڪانڌڙي ۽ طارق عباسي جي ميڻهن ڪير ڏيڻ ڪان ناٻري واري هئي، هي جڏهن ڪنهن فنڪشن ۾ ايندو هو ته ڪنهن آمريڪي ليبر وانگر ڀرين سيني ڪي هٿ لوڏي پوءِ، سونيا گانڌي وانگر هٿ ٻڌي مهرباني چوندو هو. ڪو ائٽي نه تب چوندو ته مهرباني ڪري ويهي رهو. راڳ ڪان اڳ ۾ اچڻ سان ڊگهي تقرير ڪندو "هي فلاڻو راڳ آهي. فلاڻي ڪي گهڻو پسند آهي. فلاڻي ڪي نه" راڳ جي وچ وچ ۾ به لن ڪاٽي ويندو ته "شاعر ان سٽ ۾ دراصل چوڻ هي پيو چاهي". جيئن ته مان اسٽيج سيڪريٽري هوندو هوس، مان جڏهن ڏسندو هوس ته پڇر ٿي نٿو ڇڏي ته چوندو هو مانس ته "بابا تون تقرير ڪي ڇڏ ادين اڳ ۾ ٿي گهڻو لن ڪاڏو آهي تو ڳائڻ جي ڪر". پر مجال آجو همراه پڇر ڇڏي، هڪ ڏينهن مانجهند ۾ ڪا وڪي پيرزادي جي شادي هئي، اُداس ابڙو صاحب وڏي شان سان دادلو فنڪار ٻڌجي اچي گوڏا کوڙي ويٺو ۽ پاڻ ڪي پڪي راڳ جو گوئيو سمجهڻ لڳو، گهر جي ڪا رلي ثقافت جي نشاني طور گرمي هوندي به اوڍي آيو، پاڻ ڪي خانصاحب ٿي ظاهر ڪيائين، پر رنگ ۾ مار ڪاڏل هوس، ان رلي ۾ ڪر ٻاڪڙي ٿي لڳو. جڏهن ڊگهي تقرير ڪان پوءِ راڳ جا آلاپ شروع ڪيائين ته ائين لڳو، ڄڻ ٻڪر ۽ ڳنهه ڳڏجي ٿا ٻاڪارين. ڄڻ مال گاڏي ۾ ويٺا هجون، اهو ڪيٽراڳ ڇُبراڳ ۽ ڪڙڪاٽ ٻڌي ڪنوار ڪي حساب ٿي پيو. مانجهند جي ڪتن جي ڪنن تي جڏهن استاد جي راڳ جو رنيٽ پيو ته لوڏ جي لوڏ ٻوڪندي ڇيچ ۾ ڏوڪي پئي. پوءِ ته ڇاڇي ماڇي جن جا اڳ ئي استاد جي راڳ ڪري هوش خطا هئا. تن جا وڏيڪ هوش ۽ حواس ته هن ڪتن جي ڦڙڦوٽ ڪيا. ڪنوار جي ماءُ ڏاڪڻ تان قلابازيون ڪائيندي اچي هيٺ پئي ته ڄنگهه ٻانهن وڃائي ويٺي. گهوٽ جو پيءُ به پاڻ ڪي ڪتن ڪان ڇيرائي ڦاڙائي ويٺو. مان، شاهد جوڻيجو، ڊاڪٽر افتخار ميمڻ ۽ حفيظ قريشي مسجد جي ڇت تي چڙهي وياسون وڪيءَ پيرزادي جي شادي ڄڻ غمي ۾ مٽجي ويئي، هن فنڪار ڪي آٿڻ جون گاريون ٻاريون ڪائي موٽياسون. فنڪار دلشڪسته ٿي فيصلو ڪيو ته آئنده هواڙن بي قدرن وچ ۾ پنهنجي راڳ جي نوازش نه ڪندو. پر راڳ ته هن جي رڳ رڳ ۾ رچيل هو، تنهنڪري جهنگ جو منهن ڪري نڪري پيو. هي جڏهن جهنگ ۽ ٻيلي ۾ راڳ جو رياض ڪرڻ لڳو ته اُتي اتفاق سان ڪر ڪنبر ڳنهه تي مٽي ڊوڙي رهيو هو. هن جو آلاپ ٻڌي اول ته ڳنهن هينگون ڏيئي سر ۾ سر ملايو، پر پوءِ اتان مٽي اٿي ڀڳا. وڏيري جي ماڻهن وٽي ڪيس شڪايت ڪئي ته سنلس سوئر ٻيلي مان ڏاهيا پيا وڃن ۽ جي اهي هيبتناڪ آواز ٿيندا رهيا ته آخر جهنگ، جانورن ڪان خالي ٿي ويندو. هڪ ڏينهن چاچي مظهر زنگي ۽ عزيز شيخ وڪيل صاحب جيڪي شڪار جا شوقين هئا ڪيس

جهلي خالي ڳوڻ ۾ بند ڪري ڳئي ۾ ڳاڙهن مرچن جو دونهون ڏياريونس ته ميان راڳ ڪان ٿي توبهه ڪري ويو. هاڻ به جڏهن ڪو ڪيس راڳ جي فرمائش ڪندو آهي ته ڪيس اها قيامت جي گهڙي ياد پوندي اٿس.

## سُباش موٽواڻي

بابا جو دوست ديوان آتمارام موٽواڻي مختيارڪار اصل ۾ ٺٽ جي اسلام ڪوٽ جو هو، بابا جي آفيس ۾ بابا سان گڏ ڪم ڪندڙ موٽواڻي صاحب پاڙي ۾ ٻار ٻچن سميت رهندو هو. هن کي صرف ٻه پٽ هئا ڪيلا ۽ سُباش هي ٻئي ڀائر ابتدائي تعليم کان وٺي انٽر تائين بطور شاگرد منهنجا ڪلاس فيلو به هئا ته هنن سان منهنجي ياراڻي به هئي. هنن جي ماءُ موهني پاڪستان جي پهرين ليڊي ڪائونسلر هئي. مون سونا ڏند پهريون پيرو هنن جي ماءُ کي ڏنا هئا. مون هن کي جڏهن به ڏٺو هندوري ۾ لڏندي ڏٺو ۽ گهر جي ڪم ڪار لاءِ ٽي نوڪر چاڪر رکيل هئا. هن جي ماءُ سان امان جي دوستي پڻ هئي، وحدت ڪالوني ۾ هنن جو گهر پوئتي گهٽي ۾ اسان جي اڱڻ جي بلڪل سامهون هوندو هو. اسان ماڙي تي رهندا هئاسون ۽ هي هيٺ رهندا هئا. پاڙي جي تقريبن سمورن گهرن سان اسان جو گهرو رستو هوندو هو. اوڙو پاڙو ڏک سک ۾ هڪ ٻئي کي ڪم به ايندو هو. پاڙي ۾ پاڻيٽي وارا تعلقات سالن جا سال هليا. جيستائين وڏا جيئرا هئا. پاڙي ۾ مان انهن جي گهر ڪيڏي مهل به بنا روڪ ٽوڪ جي هليو ويندو هيس. هنن جي گهر ۾ به منهنجي گهر وانگر ٻارنهن مهينا پنکو ۽ هاءِ گهوڙا هوندي هئي. روزانو ٽڪي ٽڪي جي ڳالهه تي پاڻ ۾ جهيڙو هوندو هو.هون پهريون رائونڊ ڪيلاش جو پيءُ سان، ٻيو رائونڊ ماءُ جو ماءُ سان، ٽيون رائونڊ زال مڙس جو ۽ آخري مزيداري رائونڊ فري رائونڊ هوندو هو، هنن پائي جو هڪ ٻئي تي پادرن جا سٽڪا هوندا هئا، سچو ڏينهن ان وڙهه وڙهان ۽ لُڙ ۾ جيئڻ ڪاٿو ڪي مزو ايندو آهي، ائين مان به لطف وٺندو هوس، مان پنهنجي گهر جي ڪڏ يا پٽ تي چڙهي اهو مزو مفت ۾ ڏسندو هوس ۽ اتان بي ايمانداري سان ريفري جا فرائض پڻ انجام ڏيندو هوس. انهي ڪم لاءِ اسڪول جي پي ٽي ماستر بلال صاحب جي چورايل سيٽي مونکي وڏو ڪم ڏنو. مجال جو رن وات بند ڪري مسڪين هڪ ڏينهن به چين سان نه گذاريو، ٽپ ٽاپ ٿي آفيس ويندو هو ته پٽ سمجهندا هئا بابو ڪو اڪيلو گهمڻ ٿو وڃي، پيءُ سان صفا چڙ ٿي لنگهي پوندا هئا. گهر ۾ ٽراهڙڪو مچي ويندو هو، پيءُ کي پويان گهروڙي ٻجا ڏيندا هئا ۽ هي مسڪين به مونهن مٿو پٽيندو منهنجو بابا سان گڏ آفيس ويندو هو. وري موٽڻ تي به ساڳي ڪار هوندي هئي، آخر ويچارو هارٽ اٽيڪ ۾ گذاري ويو، هن جي مري وڃڻ سان پاڙو ان اڪيلي وندر کان به محروم ٿي ويو، ماءُ پيءُ جي وفات کان پوءِ ڪيلاش ايريگيشن انجنيئر بڻجي شادي ڪري ڪٿينڊا

هليو ويو. ڏي پٽ جي شاديون ڪرائي اُتان جو ٿي رهجي ويو، باقي ”ڦڙوت ۾ پش پش مسلم ڪمرشل بئنڪ جو هي اڳوڻو مئنيجر هاڻ الائيٽ بئنڪ“ پاور هائوس ۾ بئنڪ مئنيجر آهي، هي سياش موٽوائي آهي، مان هتي هن جو ذڪر هوبهو بيان ڪندس، مونکي هن تي ٻاهيون آهن، منهنجو هاڻ؛ ڪاڏو پيو آهي مان هتي هن کي هڪ ڪچي گار ڏيڻ چاهيان ٿو پر پاڻ تي ڪنٽرول ڪري ورتو اٿم پر هتي مان هن جي ڪجهه لاڪ لاهيندس، هي ذيابيطس (مٺي پيشاب) يعنيٰ شوگر جو مريض اندر جو ڏاڍو رڪو آهي مان هن جي اصلوڪي فطرت ۽ سڀاءُ کان واقف آهيان، هن جو ڏوهه نه آهي هي پيدائشي ڦڙوو آهي، اها ڦڙوت هن کي سُتي ۾ مليل آهي. ڪروڙين ڦڙوا گڏ ڪجن ته هي هڪ ٿئي هن جي اها به عزت گهٽ آهي جا مون هن کي ڏني آهي. هي اندر جو پليت ٻاهر ايڏو ته مٺو آهي جو منهنجا ذاتي دوست بجاءِ منهنجو طرف وٺندي ويتر اهڙي ڦڙوي کي ساراهيندي چوندا آهن، ”خرابي تو ۾ آهي هي ته ڀلو انسان آهي“ هن جو چهرو همدرديءَ لائق آهي هي دوست سچ پچ هڪ ڊرامو آهي. مان هن کي وري به دشمن جي روپ ۾ نه دوست جي روپ ۾ ڏسڻ چاهيان ٿو. هي منهنجو گهرو دوست آهي اسان جي دوستي ورهين جي دوستي آهي. ڀلي هي ڪهڙو به ڦڙوو هجي نه هجي ته به پنهنجو آ هونو به ڦڙوا ڀائرن کان وڌيڪ پيارا هوندا آهن. هي ڦڙوو مونکي بيحد پيارو آهي چاڪاڻ ته مان پاڻ ڦڙوو آهيان. هي پڙهيو آهي پر ڪڙهيو ڪونهي هي جاهل ڏاهو نج گڏهه قسم جو ماٺهو آهي هي سچو سون جو آهي پر هن جي ڳڻي پتل جي آ. هي وهمي، سودائي ۽ اڌ مغزي ٽيڪيل واٽيو ٽپ ڀاڙيو آهي، منهنجي نئڊيڻ جو سائي سياش موٽوائي جنهن سان گڏ ڪاڏو پيتو، گهميو ڦريو آهيان هن جون ڀلايون به ڪي وسارڻ جهڙيون آهن. هن جون ڀلايون ۽ تاريخون ڊائري ۾ نوٽ ڪندو اچان. اهائي ته ڪسوٽي هوندي آهي جنهن سان دوست ۽ دشمن کي پرکي سگهجي ٿو پر مان هن سان دوستيءَ جي دعويٰ نه ٿو ڪري سگهان هن منهنجي سڄي زندگيءَ جي دوستي جي منهن تي دانگي ملي ڇڏي آهي، مان هن جي اصليت جي باري ۾ جيترو سوچيان پيو گهٽ آهي هي آسودو آهي ۽ پوزيشن ۾ به مون کان مٿي آهي. هي غريبن کي گهٽو ڪري سڃاڻندو ئي ڪونهي هن کي مون مسڪين جو منهن به ڪونه وڻندو آهي. سبحان الله هن کي ايتري ته ڪنڊ ۾ ڪلي آهي جو ڪنهن انسان ڏي نهاريندو به ڪونه آهي. جيڪڏهن ڪو مسڪين پل ۾ هن وٽ ڪنهن خسيس ڪم لاءِ لنگهي وڃي ته هي ايڏي ته اينگهه ڪندو جو هن کي نه پاڙو نظر ايندو، نه ياري دوستي ياد رهندي، اصل پنهنجي اصليت تي لهي ايندو، اڳلي کي ڪک ۽ بيزار ڪري ان جو قيمتي ٽائيم هرورو ضايع ڪري آخر ۾ ڪڏي بيهندو ۽ ڪين اهڙو جواب

وڌندو رهيو اڳتي، جا گهرجائون سڀئي وڏيون ٿينديون ٿي ويون، خواهشون، ڪوشش ۽ پوريون ٿي دل
گهرندي طرح ڪندو آهي. ساڳي هن جي دوستي جي ياري ۾ ڪافي ڪجهه ڄاڻايو ٿو،
ڄمائي جي ڳالهه، ثابتي، اندر ۾ منهنجو اهڙن قصن ڪهاڻين سان پيا وڃن. الله
ڪري خوش هجن، پنهنجي طرح ٿو، هن کي ذات جي چوس ڪجهه وڌيڪ آهي،
هي شوگر جو مريض جيڪو اينسولين تي هلي پيو هي جيڪو ماڻهو، مٺائي،
مصري يا ڪيڪ نه ويچارو کائي سگهي، آهي ڪهڙين حال ۾ نه کائي پيا؟ هي
بدنصيب ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي دل، وجهائي جو به شوق ڪندو آهي. ساڳي ڪڏهن
ڪڏهن هن جو شوق هموار ڪندو آهيان، پر هي موڙهي اڪثر پريشان ڪندو
آهي، ساڳي ڏينهن ساڳيءَ ورهين وچ جو سڳهار آهيان مون کان آهي، قاتل وڏا ٻيگ
ٻرو نتا وجائيجن، هن ۾ خود غرضي جو عنصر نمايان آهي، هن جو مزاج به ان
ترتيب سان ٺهيل آهي هي، ڪميڻو ماڻهو خود غرض ۽ (Self Fish) آهي، اها هن
جي ڀيرين نشاني آهي، اهو لقب هن کي انعام طور مليل آهي، هي وشوات
گهٽ ڪري ڪنهن جو وڏو نقصان ڪري پنهنجو ننڍڙو فائدو حاصل ڪندو
آهي، هن جو رڪارڊ هو ته هن ڪڏهن به زندگي، ۾ مون کي ڪو فائدو نه پهچايو
هو يا مستقبل ۾ ڪو فائدو ڏئي سگهندو هي پنهنجي اڪيلي ذات کان سواءِ
ڪنهن سان به سڄو نه آهي انهن سڀني ڳالهين کي پاسيرو رکندي وري به مون
هن کي پنهنجي دل ۾ جاءِ ڏني آهي، دوستي ۾ اهي ستمگريون ۽ رويا برداشت
ڪرتا هون تا ڪهوا ليڪا ڪيجن، زندگي چار پل هل ڇري يارن سان کهوا ليکا.

## روزنامه جلاوطن

هتي آئون حيدرآباد مان روزانو شايع ٿيندڙ شام جي سنڌي اخبار جلاوطن
جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان جيڪو موقعي جي مناسبت سان هيٺ ڏيان
ٿو، ڇاڪاڻ جو ان جو مٿين موضوع سان تسلسل آهي ته اها به ڳالهه لکي ٿو
ڇڏيان. هي انهيءَ زماني جي ڳالهه آهي جڏهن خادم وطن اخبار اڃا نئين نئين
آئي هئي جنهن جي سنڌ ۾ ڌوم هئي. هڪ ڏينهن گاڏي کاتي حيدرآباد ۾ منصور
قادر جوڻيجي جي آڪاش پريس ۾ خادم وطن پڙهندي اوچتو ڇڇڪي جاڳي ته
شام جي اخبار خادم وطن جي مقابلي ۾ مان به هڪڙي روزانا اخبار جلاوطن
شايع ڪريان مون ۾ اهو جوهر ۽ جذبو به هو مان ايڏو وڏو ڪم اڪيلي سر به
ڪري ٿي سگهيس. پر مون وٽ ڏوڪڙ ڪونه هئا. انهيءَ سلسلي ۾ مون ”جڏهن
پنهنجي دوست منصور قادر سان صلاح ڪئي ته هن جواب ڏنو ”اخبار ڪڍڻ سان
به روزاني ڪا ٻاراڻي ڳالهه ته نه آهي، انهيءَ لاءِ حڪومت کان ڊڪليريشن وٺڻي
پوندي“ هن مون سان هر قسم جو سهڪار ۽ مدد ڏيڻ جو يقين ڏيندي چيو ”مون
وٽ هي پريس جي آفيس آهي، ڪمپيوٽر آهن، آپريٽر آهن، منهنجي پريس جي

معرفت ڊڪليريشن ڊي سي کان وٺي سگهجي ٿي، ABC به ٿي ويندي سنگت
وڏي آهي اشتهار به ملندا، پر ان لاءِ بينڪ جو اهو سرٽيفڪيٽ گهرجي جنهن جي
اڪائونٽ ۾ اسان جا ڪيئي لک پيل هجن، پاڻ وٽ نه اڪائونٽ ۾ ڏيڍي پائي به
ڪانهي، پوءِ اهو ڪم ڪيئن ٿيندو." مون هن کي چيو "مان پنهنجي دوست
صنوبر خان جي معرفت اڳوڻي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي جي پٽ اسد
جوڻيجي، ماما لياقت جي معرفت مير هزار خان بجاراڻي يا ڪريم راهو جي
معرفت شهيد فاضل راهو جي پٽ اسلم راهو مان ڪنهن هڪ کي هن اخبار جي
مالڪي لاءِ راضي ڪري سگهان ٿو، پوءِ ڏکو ڄام پر بئنڪ سرٽيفڪيٽ ڪٿان
اچي." ان زماني ۾ منهنجو دوست سپاش مسلم ڪمرشل بئنڪ ۾ مئنيجر هو،
ان سان صلاح ڪئي جتي سندس دوست ايس ڊي ايم سهيل اديب بچاڻي به ويٺل
هو، جنهن چيو "ڊي سي اسلم سومرو منهنجو گهاٽو يار آهي." سپاش ان شرط
تي راضي ٿيو ته اخبار جو مالڪ مان پاڻ هوندس ۽ ڊڪليريشن به منهنجي نالي
هوندي، مان اڪائونٽ پنهنجو ٺو شو ڪريان ۽ باقي خرچ توهان پاڻ هٿ ڪريو.
هن واٽئين ماڻهو شوق ۾ شروع ۾ 30 هزار ڪن خرچ به ڪيا پوءِ پڙ ڪڍي ويٺو.
بنا پيسه اهو قطعي ممڪن نه هو. مون تمام ڦڙتي ۽ تيزيءَ سان اهو ڪم اڪيلي
سر ڪيو، ٽن مهينن جي ڊمي اخبار کان پوءِ اها اخبار سوين سان هزارن تي
پهتي، نائنٽ، ٽينٽ جي رزلٽ، پليجي جي سالگره، جي ايم سيد جو ڍاهڙو،
فاضل راهو جي ورسي تي اها اخبار مون هٿو هٿ وڪي. هن اخبار جي شوق ۾
مون پنهنجو رت ست ڏنو هڪ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ان وقت جي وزيراعليٰ
عبدالله شاهه کي سندس ڀاءُ احسان علي شاهه جي قتل جي خبر اسان جي اخبار
پڙهي پوءِ پئي. وطن ۾ جلاوطن ڌرتي ڌڻي جي ترجمان وارا سلوگين پڙهي ان
وقت جي وزيراعظم بينظير صاحبه ڪاوڙجي پئي، اخبار بند ٿيندي ٿيندي بچي
وئي. ست سمنڊ پار جلاوطن رهندڙن جي به ترجمان اخبار جلاوطن. پلوڙ شاعر
آڪاش انصاري جي طويل نظم جلاوطن، نورالهديٰ شاهه جي ڪهاڻي جلاوطن ۽
موهن ڪلپنا جي ناولٽ جلاوطنيءَ کان سواءِ جلاوطن ليڊرن رهندڙ الطاف
حسين، مير مرتضيٰ ڀٽو، ڄام صادق علي ۽ پوءِ خود بينظير جي پيغامن معرفت
هي اخبار چوٽ چڙهي، منصور قادر جوڻيجي ۽ پيسٽر سلام ڀٽو جي سهڪار
سان ڪجهه ورهيه هلي باقي سپاش جي آسري تي ٻن ورهين تائين رهڙ جي هڪ
مهر به ڪانه ٺهي، آڪاش انصاري جي سوال اخبار ۽ اردو جي جرئت سان گڏ
سفر شروع ڪندڙ هي اخبار جلاوطن کين پنڌ ۾ گهٽو پوئتي ڇڏي آئي باقي هي
خادم وطن کي نه پئي پهچي سگهي، مون پوءِ ٻي ٽيڪنڪ ڪئي خادم وطن
وارا خادم ننڍو ۽ وطن وڏو لکندا هئا. خادم وطن مون به ائين ڪيو جلا ننڍو ۽
وطن وڏو جلاوطن پڙهندڙ تکو ۾ جلاوطن کي خادم وطن سمجهي خريد ڪرڻ

رڳا ته پوءِ قاضين شام جي ئي اخبار سنڌو پڻ ميدان تي آندي ۽ پوءِ جلاوطن ڏکجي وئي هوڏانهن سپاهه جو ڪروڙ الڳ ته آغا پاڻ بہ سرڪاري ملازم آهيون ڪجهه هٿ نٿو رک پوءِ مان ڪجهه ٻڌڻ ۾ پنهنجي ويس مان واپڊا جي نوڪري ڇڏڻ جي تياري ۾ هوس ته هڪ پيرو هن وري پاڙيائپ جو شاندار مظاهرو ڪيو. هن منهنجي وفاداري ۽ سچائي تي شڪ ڪندي منهنجي ئي اخبار ۾ مون خلاف لاتعلقي جو اشتهار شايع ڪري پنهنجي ڪميڻائي جو ثبوت ڏنو، ۽ منهنجي سچائي ۽ اهميت کي سمجهي نہ سگهيو، هن کي جڏهن منهنجي ڪابہ گهرج باقي نه رهي ته هن مون کي گڏيي هٽي ڪڍي ڇڏيو. هن کي هڪ ٺين پنجابي فراڊي دوست تي ايڏو زبردست ڀروسو هو جو هن ذليل انسان هٿان مون کي ٻچڙو ٺيڻو پير هن منهنجي دوستيءَ جي بہ پرواهه ڪانہ ڪئي. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو ڪنهن کي ڪيڏو بہ صلعو ڇو نہ پهتو هجي پر هن کي ڪابہ پرواهه ڪانه هئي. منهنجي صحت تي بہ ڪو فرق نہ پيو بس رڳو منهنجي دل هن جي دوستيءَ مان ڪٽي ٿي پئي، هي واٽيو هو ۽ واٽيون ئي رهيو مون پوءِ هن سان ملڻ گهٽائي ڇڏيو. مون سان هر پيري ائين ٿيندو آهي ماڻهو مون مان ڪم ڪڍي پوءِ مونکي گڏي هٽي ڇڏيندا آهن. مان سدائين اهڙن تجربن جو گهڻو سخت مخالف رهيو آهيان. جن جي سوڀ شروع کان ئي ڀروسي واري نہ هجي پر انهن کي سدائين مون آڏو هار مڃڻي پئي ٿي. اخبار کي گهٽ عرصي تائين جيارڻ لاءِ نيڪ نيتيءَ سان ڪم ڪرڻ جي ضرورت هئي، هن جا اهي نظر ايندڙ ڀروسي جوڳا ڪارائتا وفادار ساٿي بہ هن وانگر پاڙيا نڪتا. هن کي شخصي طرح تمام گهڻو نقصان ٿيو. جنهن جو نتيجو بہ اهو نڪتو، نتيجو ڏاڍو چڱو نڪتو هي منهن ڀر اونڌو زمين تي اچي ڪريو، پنهنجي عقل ۽ همت کان ڪم نہ وٺندڙ هن احمق انهن پڙون تي پاڙيو جن هن کي نهايت چالاڪيءَ سان ٺڳي استعمال ڪيو ۽ غداري ۽ دوکو ڪري؛ هن کي ڏاڍي ٻچڙي طريقي سان ختم ڪيو. جيئن اهڙين حالتن ۾ اڪثر غدارن سان ٿيندو آهي هن اهو نتيجو شرمناڪ شڪست جي روپ ۾ ڀوڳيو. افسوس جوڳي ۽ رحم جوڳي ڳالهه اها آهي ته هن جو ذاتي دوست خالد سنڌي آخري دم تائين بہ هن سان نالي ماتر بہ گڏ

نہ هو. هن ڀروپي سپاهه جي پاڙيپ جي ڪري هن اخباري ڦوڪٽي مان هوا نڪري وئي ۽ سڀ ڪجهه برباد ٿي ويو، ائين اها اخبار جلاوطن منهنجي غير موجودگي، جي ڪجهه هفتن اندر پنهنجو موت پاڻ مري وئي، هن جي بربادي تي مونکي ڪابہ خوشي يا مسرت نہ ملي، ڇاڪاڻ ته جلاوطن منهنجو هڪ خواب هو جو ائين ٽٽي ويو جنهن جي مونکي توقع نہ هئي.

## محمد هاشم جوکيو

محمد هاشم جوکيو منهنجو تنهن زماني کان دوست آهي جنهن زماني ۾ هي وحدت ڪالوني ۾ رهندو هو. هن جي ماءُ کي ڪڪڙين پالڻ جو وڏو شوق هو. ٻارهوئي ڪڪڙيون ڇهه جوڙن سان هونديون هيون. هاشم جي ماءُ سان امان جي ڏاڍي لڳندي هئي. گهر ۾ ڪابه شي سٺي رڌبي هئي ته امان چوندي هئي ته "هي جوڙي واري کي ڏيئي آ." هنن جو گهر جوڙي وارن جي نانءُ سان پڪو ٿي ويو هو. ننڍپڻ جي وهي هئي خبر نه آهي کهڙي ڳالهه تي مان ان جوڙي واري جي پٽ هاشم سان چپ پئجي ويس. هڪ ڏينهن اوچتو هي مون کي دڳ تي اڪيلو ملي ويو، هن جي هٿ ۾ ڪير هو. منهنجو ضد هو ته جا به ٿي پئي پر مان اهو ڪير ضرور هاريندس، اتفاق آهي ته جنهن هنڌ مون هن کي جهليو ان هنڌ مسجد هئي. جيئن ته هي منڍ کان ئي نيڪ نمازي ۽ پرهيزگار هو. سو بجاءِ ڳالهه وڌائڻ جي مونکي ڪٽي هڪ لنبو چوڙو اسلامي ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيائين. "ڪير ماءُ جي ڪير جيان مقدس آهي. وڙهڻ گناهه آهي ان سان الله ناراض ٿيندو آهي جي رب ناراض ٿيو ته گهر ۾ ڪا مضيبت ٿيندي آهي ۽ پوءِ اها مصيبت تڏهن ٽرندي آهي جڏهن انسان خدا جي در آڏو توبهه تائب ٿئي. ان لاءِ ماڻهو اهڙو ڪم ئي نه ڪري جو رب پاڪ ناراض ٿئي ڪير تنهنجو کهڙو ڏوهه ڪيو آهي. پاڪ شيءِ زمين تي ڪيرائڻ ڪيڏو وڏو گناهه آهي" هن جي هڪ ئي ليڪچر ۾ مان پاڻي ٿي ويس ۽ هو ان ڏينهن کان منهنجي دل ۾ ويهجي ويو ته اڄ تائين نڪري نه سگهيو آهي. هاشم هڪ نيڪ نيت، ديانتدار ۽ شريف ماڻهو آهي. هي سادي طبيعت وارو پرخلوص ۽ نيڪوڪار منهبي ماڻهو ضرور آهي پر ڪٽر ملو هرگز نه آهي. جنهن زماني ۾ منهنجي هن سان دوستي ٿي. هن مون کي پنهنجي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو. مان به پڪو ملان ٿي ويس. ٻانگ ڪنن تي پوندي هئي ته سڀ ڪم ڇڏي مسجد جو رخ ڪندو هوس. پاڙي جا ٻار ميڙي وتندو هوس "قصص الانبيا" جا قصا ٻڌائيندو. روزا نمازون، تراويهون مطلب ته ڪو فرض نه ڇڏيم، پر پوءِ جڏهن مُلي جي پٽ ياسين کان ڪم لهراهڻ ۽ پيش امام جي پٽ جميل جا ڪم لاهڻ فرض بڻجي ويو ته هي سڀ فرض ڇڏي ڏنم. هاشم جوکيو جو والد صاحب استاد ڻارو ڪنديارو ۾ رهندو هو ۽ سنڌ جو ميجيل نالي وارو وادو يا رازو هو. محرم راز جيان هن جا سنڌ جي سئنيمائن، مسجدن، سياستدانن جي بنگلن ۽ سرڪاري آفيسن ۾ ڪيل ڪم يادگار نوعيت جا هئا. هن جي صفائي سان ڪيل ڪم جي مهارت کي اڄ به ماڻهو ياد ڪن ٿا. ان ڏکائڪي ڪم ۾ هاشم به پيءُ کان هرگز پهتي نه هو. پر هي پيءُ کان ڪم ۾ ڪجهه مختلف هو. هي سڀ ڪم شوقيا ڪندو هو، هن ان مهارت ۾ جدت آندي. گاڏين جي نمبر پليٽ کان وٺي ڪي چين تائين، گهر جي نالي واري تختي کان وٺي ٽيبل جي تختي تائين. پلازئون جي مابلن کان وٺي يادگار چونڪن تائين هن ڪاٺ جي ڪم ذريعي سنڌ جي وڏي خلمت

ڪئي، هن جي پرسنل ڪمري ۾ اڄ به سنڌ جي سموري ثقافت ڪاٺ جي ڪم جي صورت ۾ ڏسي سگهجي ٿي. سنڌ جي نقشي ۾ الماري. موهن جي دڙي جي ڏڳي گاڏي ۾ صوفا سيٽ مطلب ته ڪمال جو هٿ اٿس. هاشم اڄ به مشهور ۽ مڃيل آرڪي ٽيڪچر آهي. هي بهترين ڪاتب به آهي هن جا اکر ايترا ته سٺا آهن جو ڏسڻ سان لڳندو ته ڪمپيوٽر جي ڪمپوزنگ هجي. لالي جي سمورن پرچن کان وٺي هزارين ڪتابن جي ٽائيٽل ٽائين هاشم جي فن جو ڪمال آهي. جرنيل هوش محمد شيدي چوڻنڪ جو يادگار ۽ حيلر چونڪ جي دعا وارا هٿ هاشم جو ئي خيال ۽ خواب آهي. هن آغا پناڻ مان شادي ڪئي آهي ۽ اڄڪلهه پرڳوڙي فليٽ ۾ رهي ٿو.

## اشرف لاکو

ان کان وڌيڪ "سماج دار" ڪهڙو ٿيندو جو هي منهنجو مثالي، لاثاني، اهل دل سماجي سڌارڪ دوست اشرف لاکو جو انسانيت جو خدمتگار ۽ ديس جي ڀلائي جي لکن ۾ هر وقت مگن رهي ٿو، جيڪو نه رڳو خيراتي ڪمن ۾ پر تعليم جي واڌاري لاءِ به ڏاڍو پاڻ پتوڙي ٿو، وقت ثابت ڪندو ته منهنجو هي دوست اشرف لاکو، مسڪين جهان خان ڪوسي ۽ عبدالستار ايڌي کان به وڏو ماڻهو ٿيندو، منهنجون هن لاءِ ڪوڙ سارين دعائون آهن.

## عبدالغفور سومرو

غفور هزارن ۾ هڪ آهي. مون خوشيون ملهايون هيون، جڏهن هي منهنجو دوست ٿيو هو. هن شخص جي مان جيتري به ساراهه ڪيان سا اڌوري ٿيندي. هن جي شخصيت ماپڻ جي ڪابه ڪٽ نه آهي. زندگيءَ جا سڀ دوست هڪ پڙ ۾ ۽ ٻئي پڙ ۾ غفور سومرو ته تارازي غفور ڏانهن جهڪندي ويندي. هي قربن جي ديس ۾ قرب ورهائڻ وارو محبتي ماڻهو اندر ٻاهر هڪ جهڙو آهي، هي انتهائي زنده دل انسان سو سيڪڙو سچو ماڻهو آهي. ايتري اڇي دل جي مالڪ منهنجي هن قربدار دوست جهڙو شينهن جوان اوهان ڪي هن تر ۾ ڪونه لڀندو. هي منهنجو هجائتو دوست، دوستي ۾ سڀ کان اڳيرو نظر ايندو. شايد هي منهنجي سيني دوستن کان گوءِ کٽي وڃڻ چاهي ٿو. هن سان جوانيءَ واري دور کان پڳ مٽ ياري وارا گهاٽا دوستاڻا پيچ پيل آهن. منهنجي دل به انهيءَ اڇين دلين وارن دوستن ڪي سڃاڻي ٿي. هن سان منهنجي ذاتي دوستي جو ٽيهارو سالن جي آشنائي جو ساٿ رهيو آهي. هي هاڻي آهستي آهستي بزرگ بڻجندو ٿو وڃي سندس ڪُچا به اڇا ٿي ويا اٿس. هي منهنجو، حجتي، مذاقي ۽ يار ويس دوست پوڙهو ٿي عجيب غريب ٿيندو پيو وڃي. هي شڪل ۽ شباهت ۾ مهذب ۾ پنهنجي عادتن ۾ چيگرو آهي، غفور سومرو منهنجي دوستن ۾ سڀني کان دلچسپ دوست آهي. هن جي وڏي داستان تاريخ ۽ جاگرافي آهي، مان پنهنجي

ڪتاب ۾ هن جي يادگيرين جو ذڪر ڪندس ته رڳو هن جي ذڪر سان منهنجو هي ڪتاب پرجي ويندو مان هن تي ۽ صرير پنهور تي پورو ڪتاب لکي سگهان ٿو. هي ۽ سوڪڙي ماسي غفوران يا ڦڦوڙي اصل خيرپور ميرس جي آهي. امان حوا جو هي پٽ ائڊ ڪابر يا گفور ٺٽي ننگر جي ٺٽا سيمنٽ فيڪٽري کي پنهنجي جواني ڏئي چڪو آهي. هن انجنيئر ڪي ٺٽا سيمنٽ فيڪٽري ۾ عاليشان بنگلو مليل آهي هن جي فئملي انهي ۽ ڪري هتي نه پر حيدرآباد ۾ رهي ٿي بقول غفور جي ته "ٺٽو ضلعو هوندي، ٺٽي جو شهر آهي جو هتي اسڪولي ٻار جي پينٽ جو پٺو ٺٽو ملي." هي جي ۽ جيارو سڀ کان پيارو ماڻهو جڏهن ويڪ ائنڊ تي ٻارن سان ملڻ حيدرآباد ايندو آهي ته چوٽ ۾ مون سان ضرور ملندو آهي ۽ پڇاڙي جو گهر ويندو آهي. مان ڳالهين جو ڳوٺ آهيان ته غفور ڳالهين جو شهر آهي. مان ڳالهين جو دريا آهيان ته غفور ڳالهين جوسمونڊ آهي. ان ڪري اسان کي شدت سان هڪٻئي جو انتظار رهندو آهي. جڏهن ايندو آهي ته اسان لاءِ جڻ عيد ٿي ويندي آهي، يار هڪ دفعو هڻ آيو ته ڪيس چڻڻ تي روح نه ٿيندو آهي. هڪ ٻاڙ هوندي آهي هڪ نشو هوندو آهي ڪچهري جو. جڏهن ايندو آهي ته اسان جي رونق ٿي بدلجي ويندي آهي. طبيعت باغ بهار ٿي ويندي آهي. ڪچهري جو ڪوڏيو قربتن ۽ محبت جو پنڌار، هي خوش طبعي، خوش مزاج ۽ پورهائي، جڏهن کلندو آهي ته جڻ دنيا کلندي آهي. هي ٺهڪ ائين ڏيندو آهي جڻ هن کي چاهي اچي وئي هجي. هن جي ٺهڪن ۾ جهٽڪا هوندا آهن. ٺهڪن سان گڏ سندس ٽنن جا به ٻرڙاٽ هوندا آهن. هي اچڻ سان ئي ايڪيهه توبن جي سلامي ڏيندو آهي. ڳالهه ڳالهه تي ٺهڪ، کلي کلي پيٽ ۾ سور پئجي ويندو آهي. هن جي قصن تي ايترو کلندو آهيان جو اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳندا آهن. "اعليٰ سماج ۾ زور زور سان کلڻ کي بدتميزي سمجهيو ويندو آهي جڏهن ته کل ۽ مزاق زندگي جو اهم حصو آهن، زنده ٺهڪ ۽ کل درد جي زال آهن". سدائين کلندڙ. زنده دل. ڪچهري جو مور. ڳالهائڻ جو پڙ. جڏهن ڳالهين جا ائٽ کٽ خزانا کٽي ڪچهري ۾ ويهي ته ڏ، ٿي نه ٿئي، راتيون ڍلي ڏينهن ٿيو وڃن، هي جڏهن ڪچهري برخواست ڪري بيگاهه وقت هٿو مٺو تاري ذري گهٽ فجر مهل قاسم آباد ۾ پنهنجي ڪٽنب سان ملڻ وڃي ٿو ته هوڏانهن سڄي رات پاسا ورائي ورائي هن جي فيض حاصل ڪرڻ لاءِ اکيون ٻائي ويٺل صبح ڪندڙ هن جي زال مرقعو هئان ويندو ڏسي. بي نتيجي هئڻ ۽ ڪر ڪو تيل نه نڪرڻ تي دل خراب ڪندي ڪيس پاشن ڏيندي چوندي آهي "مان تنهنجي زال ٿورئي آهيان. زال ته تنهنجي هو مٺو تنهنجو مٽ تيوم آهي هڪ اچين قسمتي هڪ رات لاءِ اها رات به هو ڪچهري ۾ ڳوڪائي وڃي". ائين منهنجا دوست. منهنجا مائٽ ۽ منهنجا پائر ايتري حد تائين جو هن دوست غفور جي گهرواري به مون کان جيلس ٿيندي آهي. منهنجي سڄي رات جي ڪچهري کان پوءِ غفور جڏهن سفر

جو تڪ لهڻ لاءِ شيدي ڳوٺ ۾ سمهي ٿو تہ تيستائين ننڊ مان ڪونہ جاڳي ٿو. جيستائين شيدي ڳوٺ جي گڏهہ جي هينگ. ڪڪڙ جي ٻانگ يا ڳئون جي رنڀ جو آواز نہ ٻڌي. ڪڻ تي ليٽيو پيو هوندو تہ ٽپ ڏئي اٿي پڇندو ٿلي واري بس ڏانهن. غفور ڄنجر تي ايندو آهي ۽ سومر جي صبح هو واپس هليو ويندو آهي. اٿين هن جي ويڪ اينڊ پوري ٿيندي آهي ۽ باجائي ويچاري وڏيڪ ڪجي نہ سگهندي آهي ۽ اٿين ڪل مسخري، ۾ منهنجو هيانءُ هلڪو ڪندڙ هي زنده دل انسان منهنجي دل ۾ ڇڏي ويندو آهي پنهنجي ٻيهر اچڻ جو انتظار.

## وڇڙي ويل سائي

| | |
|---|---|
| نثار حسيني | لالا عبدالڪريم (بابا) |
| نياز همايوني | بادشاهہ زادي (امڙ) |
| ڊاڪٽر نجم عباسي | لالا غني (ياءُ) |
| طارق اشرف | رضوانہ (ببلي) پيڻ |
| آپا نسرين نوري | ديدار پناھ (ماسات) |
| مريد پنهور | لالا نياز خان |
| عرفان مهدي | لالا منظور خان |
| معصوم سانگهڙائي | لالا نظير خان (ماستر) |
| خالد سومرو | الهڏنو خان (نانو) |
| آفتاب نظاماڻي | ناز بيبي (ناني) |
| خان محمد پنهور | خورشيد دادا ڦڦي |
| خيرالنساءِ جعفري | جمي دادا (سيس) |
| غني درس | لالا گل حسن پناھ (سهرو) |
| نماڻو سنڌي | نور جهان خالا (ماسي) |
| قمر سومرو | نازو خالا |
| اقبال احمد بلوچ | مٺي امان |
| بدر مهيسر | لالا ممتاز خان ڦڦو |
| اڪبر قريشي | فقير بابا |

| سائين بخش رند | لالا مقبول (چاچو) |
|---|---|
| سعيد انور شاهه | حسن علي ماما |
| شاهه محمد پيرزادو | ڪاڪا ڏوڪاندار |
| تنوير سهتو | قيوم منگي |
| بابو مگريو | علڻ فقير |
| وجاهد جوکيو | غلام مصطفيٰ دادوي |
| حامد ٿهيم | رزاق انصاري |

## صرير پنهور

منهنجي سڄي حياتيءَ ۾ ٻن ماڻهن جو اڄ تائين اثر رهندو اچي هڪ آهي "غفور سومرو" ۽ ٻيو هو "صرير پنهور". منهنجو دلبر دوست صرير پنهور جنهن کي اسان پيار مان "ايمرڪي" سڏيندا هئاسون. ايمرڪي اڄ به منهنجي يادن ۾ زنده آهي. سندس شخصيت جو مڪمل خاڪو جڏهن منهنجي ذهن ۾ جڙڻ لڳي ٿو. تڏهن منهنجو هيانءُ ٻرجي اچي ٿو. منهنجي اکين ۾ آب اوتجي پوي ٿو. ايمرڪي وٽ ٽنبو ڇام ۾ غفور سان گذاريل اُهي راتيون هاڻي هڪ خواب لڳن ٿيون. مون ڪڏهن خواب ۾ به نه سوچيو هو ته ائين الڳ نه ٿيندڙ دوست ايترو جلد الڳ ٿي ويندا ۽ ائين هڪٻئي سان ڪڏهن به نه ملي سگهندا. هي ساهه ۾ سانديندڙ جڏهن دنيا مان ساهه ڇڏي ٿو ته ڄڻ منهنجو ساهه بند ٿي وڃي ٿو. صرير ڪونه مئو آهي ڄڻ منهنجو سرير مري ويو هجي، ڄڻ مان مري ويو آهيان، هي جيڪو مون جيان وقت کان اڳ اڌ مدائتو پيدا ٿيو ۽ هميشه ان فٽ رهي اڌ مدائتو مري ويو. هي دوستن جو دوست جنهن جا ڪيترائي روپ هئا. هي درد وارو حساس انسان اوچتو دل جي تڪڻ ڪري وفات ڪري ويو. ڪيترائي مرن ۽ ڄمن پيا. پر اهڙو وري نه پيدا ٿيندو.

اهڙا ماڻهو ٿل وري وري پيدا ٿين. سچ ته صرير پنهور هڪ ئي پيدا ٿيو، هن جي دوستيءَ کي هرڪو داد ڏيندو. مان ڪيس سلام ڪريان ٿو. منهنجو ايمرڪي ڪي سِلوٽ آهي. هي نج سنڌي سماج جو ماڻهو جيڪو عام ۾ خاص هو. هي عجيب شخصيت جو مالڪ، عجيب و غريب مخلوق هو. هي مڪمل ائڪٽر هو، جيڪو زندگي جي تمام ويجهو هو. ايمرڪي حساس انسان هو.ان ڪري هن جي غريبن ۽ مسڪينن سان ياري هئي، هي هر وقت انهن جي محبت جو مرڪز رهيو. هي يار باش ۽ مٺڙو ماڻهو. جنهن جي سمنڊ کان گهري دل هئي، جنهن مان انسان دوست، آدرشي ليڪڪ جي جهلڪ ملندي هئي. هي شاعر هجڻ کان علاوه هڪ آرٽسٽ به هو.هي بهتر دل ۽ دماغ وارو قربدار صرير پنهور يارن جو يار هو. سندس شخصيت ۾ جادو هو. تنهنڪري سندس واقفيت ۽ دوستي جو دائرو وسيع ٿيندو ويو. جنهن

ڪري سنڌس ڪافي شهرت ٿي ويئي. هن جي شخصيت جي اثر مون کي تمام گهڻو متاثر ڪيو، هن جي اندر تائين هر ڪنهن لاءِ پهچڻ نه فقط ڏکيو بلڪ ناممڪن هو. پر هي مون کان پاڻ کي بچائي نه سگهيو. ايم کي مرحوم جي دوستيءَ جي وڏي حلقي ۾ هن جي غفور سان ڏاڍي دل هئي. غفور جو هي پڳ مٽ يار، منهنجو به تمام بهترين دوست هو. اسان ٽئي هڪٻئي تي گهور ويندا هئاسون. اسان جي ٽموڙتي تمام گهڻو مشهور هئي. "لاليءَ جهڙو هن جو هڪڙو ٻي دوست هو جيڪو آغا قيوم هو. جيڪو مان هوس" هي منهنجي هر وقت نيڪي ڪندو هو. هن جي ذاتي ڊائري ۾ رڳو مان هوس. هي عمر ڀر منهنجو يار غار رهيو. هن سان مرڻ تائين منهنجو ناتو رهيو. مون کي هن سان هڪ گهري همدردي هئي. هن وٽ مون لاءِ بي غرض خلوص جا اڻ لڀ جذبا هئا. پيو ڪيس ياد ڪري يا نه ڪري پر مان صرير پنهور کي ڪيئن ٿو وساري سگهان جنهن سان مرڪڻ ۽ ٽهڪڻ کان وٺي پريل ٻاڪرن تائين جا رشتا هئا. هي منهنجو اوسيئڙو ائين ڪندو هو، جيئن ڪو مان هن جو محبوب هجان. اسان چڻ هڪٻئي جا عاشق معشوق هئاسون، مان اڄان تائين سمجهي نه سگهيو آهيان ته مان هن جو معشوق هئس يا هو منهنجو معشوق هو، منهنجون هن سان سنڌي محاوري واريون ڳنڍيون هونديون هيون. هو اڄ به مون ۾ سمايل آهي. تن ڏينهن ۾ اسان جو هيڊ ڪوارٽر هو ٽنڊو ڄام جي زرعي يونيورسٽي، صرير پنهور، جي ايم سيد هاسٽل جي پهرئين ماڙ تي سي-91 ڪمري ۾ رهندو هو. هاسٽل جو اهو ڪمرو هن لاءِ مخصوص هوندو هو، جتي هي عيش ۽ ناٺ سان رهندو هو. سمورا ليڊر هن جا واسطي وارا هئا. جن سان هن جون ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون، سنڌس شيدائن لاءِ اهو ڪمرو ڄڻ ريسٽ هائوس هو. مون کي به پيو ڪوئي ڏندو ڪرڻ هوندو هو، انهيءَ لاءِ مون به ايم کي جي انهيءَ ڪمري ۾ اچي ديرو ڄمايو. هن انگريڪلچر انجنيئرنگ ۾ ماسٽر جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ داخلا ورتي هئي. هاسٽل سان گڏ هڪ ميس به هئي، جتي هي ماني کائيندو هو. جتي هن کي ٽئي وقت ماني ملندي هئي. مان آنجهي مانجهي هن وٽ ايندو هوس، هي منهنجي تمام گهڻي عزت ڪندو هو. هي اڃڻ شرط چوندو هو "پهرين طعام پوءِ ڪلام". مان هاسٽل ۾ گهڙندو مس هوس ته هي ڪنهي ڪٽي ميس تي يا ڪنهن هوٽل تي وٺي هلندو هو. اهو روز جو معمول بڻجي ويو. اسان وٽ ويڪ اينڊ تي غفور به ايندو هو. پوءِ ساڻس خوب ڪچهريون ٿينديون هيون. مون کي پيا دوست به سُڄي اچن ٿا جيڪي ان زماني ۾ صرير پنهور وٽ ڪچري لاءِ ايندا هئا. منهنجو ڳوڻائي مقصود مگريو به هر وقت سنڌس حاضريءَ ۾ وينو هوندو هو. جنهن کي ننڍيا وڏا سڀ "نانو" ڪري سڏيندا هئا. منهنجي ڳوٺ جو فضل جوٽيجو، اڪبر ساگر به هئا جيڪي هتي پڙهندا هئا. بخشڻ مهرائوي، عزيز گوپانگ، مقيم شاهه، اقبال جماڻي، اڪبر سومرو، حسن درس، حسن مجتبيٰ، ذوالفقار هاليپوٽو، حفيظ ميمڻ پيپي، پرير چرپڙا ۽

ضمير سرهيو شجاعت سومرو، وفا رضا بلوچ جميل، مير صاحب ۽ عزيز گل وغيره اڪثر هن جي ڪچهري ۾ موجود هوندا هئا. خبرون چارون به ٿينديون هيون. سنگت جا سور به پتيا هئا ۽ رات جو ويلو به ٽري ويندو هو. پوءِ صبح جو "جوڳي نه ڪنهن جا مٽ". صرير جنهن وٽ سدائين ٺهڪ پيا ٽڙندا هئا. جنهن وٽ اسان رڳو کلندا ئي رهندا هئاسين. گهٽوڪري هڪٻئي سان کل پوڳ لڳي پئي هوندي هئي، طنز و مزاج جو هدف هوندو هو صرير پنهور. اسان پاڻ ۾ خوب ڪچهريون به ڪندا هئاسون. دوستن سان ڪچهري لاءِ دل پئي سٽون ڏيندي هئي. ڪچهري مان اسان ڌاپيا ئي نه هئاسون.اهڙي طرح ڪچهري ۾ کل پوڳ ڪندي هڪٻئي تي ٽوڪون ڪندي راتين جون راتيون گذري وينديون هيون. صرير پنهور ڳالهائيندو هو ته هن مان چرچا، طنز ۽ مذاق پيو ڇڻندو هو. سندس ڳالهيون عجيب و غريب هونديون هيون. هي سڄي سنگت کي پنهنجي اُبتين ڳالهين سان کلائيندو هو. هي سدائين کلندو خوش پيو ٿيندو هو. ڳالهه ڳالهه تي ٻڌاءِ وڏا وڏا ٺهڪ ڏيندو هو. هي چرچي گهٻي جو استاد کلائي کلائي پيٽ ۾ سور وجهي ڇڏيندو هو. هنجي طنز و مزاح معنيٰ خيز هوندي هئي. هي محفل جو مور چرچو ڪندو هو ته پاڻ تي چرچي ڪرڻ جي دعوت به ڏيندو هو. هي مرڪڻي ملير ۾ رڳو کلائڻ چاهيندو هو. ائين لڳندو هو ته ڄڻ هي ڄائوئي کلڻ ۽ کلائڻ لاءِ آهي. صرير پنهور جيڪو بظاهر ملڻ ۾ هڪ خوش مزاج ۽ کلائيندڙ هو. اندر ۾ قرب جو کُٽل ۽ ويراڳ جو رڌيل هو. ڄڻ هن جي من ۾ ڪوئي درد هجي. هي عقل کي حيران ڪندڙ ڳوڙهن ۾ اکيون ٻريل هئڻ جي باوجود روئي به کلائي ڇڏيندو هو. هن سان کيل آخري ملاقات ۾ اسان ٺٺي يار ايترو کلياسين جو وري نه کلي سگهياسين. هي کلندي کلندي گذاري ويو. هن جي ائين چرچن چرچن ۽ ٺهڪن ۾ اوچتو بريڪ لڳي گذاري وڃڻ تي ائين لڳو ته غفور

۽ منهنجا ٺهڪ به هميشه بند ٿي ويندا. مان کل مان ڏل ٻڌجي هڪ ٻيو يار غفور به وڃائڻ نٿو چاهيان. مون کي هن جا ٺهڪ اڄ تائين نه وسري سگهيا آهن نه ئي وسرندا. صرير پنهور جا پيا به انيڪ قصا آهن مان هن تي پورو باب لکڻ چاهيان ٿو. اهو ئي ته هڪ زنده دل شخص هو جنهن سان مان گهڻي ۾ گهڻا چرچا ڪندو هوس. جو ته ٻين دوستن ۾ سهپ جو مادو نه آهي، هي اندر ۾ ڏک سمائي ٻاهر هر وقت کلندڙ اٺلپ ڪردار، جيڪو پنهنجو مٽ پاڻ هو. جيڪو عام ماڻهن کي چريو، ديوانو ۽ عقل کان وانجهيل نظر ايندو هو، ماڻهو ۽ دوست پلي چون پر هو چريو نه هو. هي راڄ محل جو راڄڪمار انهن ڏينهن ۾ ڳڀرو جوان هو، خاص قسم جا ڪپڙا پائي، مٿو ڪينچي سان اڌ گنجو ڪري، ڪلمن کي اچو پائوڊر. هٿي وات ۾ چروٽ هٿي هلندو هو. قد جو ڇوٽو پيٽ وڏو. ٻي ٻولي، رنگ جو سانورو، ٽڪڻ گنجي. ڏاڙهي مڇون ڇٽ، اکين ۾ انتظار پرپل سدائين اوجاڳل، ڪپڙا تنگ لچڪ ڏچڪ زناني وات ۾ پائيپ وجهي نمونو ڪري اداڪاري ڪندو هو. تڏهن هي جواني ۾ به پڪي

عمر جو لڳندو هو. هي هٽلر جي شخصيت کان ڏاڍو متاثر هو. هي قد جو ڇوٽڙو هو. ان کي ناز هو ته هٽلر به قد جو ڇوٽڙو ۽ ٻندرو هو. جنهن دنيا تي راڄ ڪيو. هي قد جو ننڍو هو پر سندس ڇاتي وڏي هئي. هي چوندو هو ته "دنيا کي هڪ ٻئي هٽلر جي ضرورت آهي، اهو ٻيو هٽلر مان آهيان". هي مڪمل هٽلر هو. ڇڄ هٽلر جو روحاني پٽ هجي، هي هٽلر تي ايڏو عاشق هو جو هن هٽلر جيان ڪپڙا پائڻ ۽ مُڇون به هٽلر ڪٽ رکائڻ شروع ڪيون. مان ۽ غفور هن جي هٽلر ڪٽ مڇن جو مذاق اُڏائيندا هئاسون. هن جي ايم سيد هاسٽل جو سي-91 ڪمرو دراصل هيڊ ڪوارٽر هو هٽلر جي نام نهاد "نازي پارٽي" جي ڪٽ جي هڪ خيالي پارٽي "بازي پارٽي" جا هن نالي هئي. هي ان بازي پارٽي جو ڪمانڊر ان چيف هو. هن ان ڪمري ۾ جو پارٽي جي آفيس ۾ به هو فوجي وردي پائي ان جي ٻانهن تي ڪراسٽيڪا جو نشان هٽي روالونگ چيئر تي ويهي فوٽو پڻ ڪيرايا هئا. هي سلوٽ به هٽلر جيان ڪندو هو. هي چوندو هو "جڏهن جديد دؤر انقلاب آئيندو ته سنڌ آزاد صرف بازي پارٽي ڪرائيندي ۽ ان جي قيادت ان جو ڪمانڊر ان چيف ڪندو جيڪو مان هوندس". هن هڪ ڏينهن مونکي سڏي چيو "لالي اهو ڏينهن جلد ايندو جو مان هجان نه هجان پر تون مون کي ڏاڍو ياد ڪندين. زرعي يونيورسٽي جي ڇپي ڇپي تي منهنجو نالو لکيل ڏسندين صرير پنهور روڊ، ايم ڪي هاسٽل ۽ صرير اينٽوريم" ۽ پوءِ ٺيو به ائين هن جي غير موجودگيءَ ۾ هن جي مٽي پڄاڻان هن جي نالي جا بورڊ مون ڏٺا. هي وات ۾ لينن وانگر پائيپ جڪيندو هو. هن ڪافي عرصي تائين لڳتار پائيپ پيتو ۽ يارن کي به پيئاريو. هي ان پائيپ مان ڪش هڻي. پنهنجي وارن پريل ڇاتي ۾ اندر ان جو دونهو لاهيندو هو. هن ڪانڌيءَ جا ڪپڙا ۽ اڇي ڪانگريسي ٽوپي به ڪافي وقت پاتي. هن مون کي به اهڙي گانڌي ٽوپي ۽ ڪانگريسي وڳو گفٽ ڪيو جو اسان گڏجي پائي گهمندا هئاسون.

جڏهن ٽرم پورو ٿيڻ تي وئڪيشن ملندي هئي ۽ شاگرد ڳوٺ هليا ويندا هئا ۽ هاسٽلون خالي ٿي وينديون هيون ته صرف هي هڪڙو مسڪين ايم ڪي هوندو هو جو اڪيلو ونگ ۾ پيو ڦرندو هو. هو بنا گهر ٻار جي رهيو پيو هوندو هو. هي گهر عيد رات به مس ويندو هو. تن ڏينهن ۾ مان به هن جو ساٿ ڏيندو هوس، عزيز گوپانگ ۽ غفور سومرو به ايندا ويندا هئا. ايم ڪي مسڪين جي سڄي حياتي سورن ۾ گذري. هن سڄي عمر جانس تي گذارو ڪيو، هن جا پور ۽ اُڌما نهايت سوز پريا هئا. ميس جي اها حالت هئي جو ماني هوندي هئي ته ملندي هيس ۽ جي نه، ته پوءِ پيو بک ۾ پاھ ٿيندو هو. پئسا هوندا هئس ته موج سان هوٽلن تي به کائيندو پيئندو هو، ڪڏهن ته مسڪين کي ٽڪر به ڪيسي ۾ نه هوندو هوس، ته به خوش پيو گذاريندو هو. جڏهن ڪجهه به نه هوندو هوس تڏهن به ڏيک بادشاهن وارو ڏيندو هو. تيلي سان ڏندن کي ڪوٽيندو هو. اهو دوستن کي

تاثر ڏيندو هو تہ مان تازو هوٽل تان مرغي کائي پيو اچان، پر آنڊا هوندا هئس جيکي بک کان وات جي رستي ٻاهر اچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. شاباش هجيس جيڪو پيٽ ۾ بک تہ سانڍي ويٺو هو. هي خالي آنڊن تي پاڻي بہ پيئي نہ سگهندو هو. اکين اڳيان اونڌهہ ڇانجي ويندي هئس ۽ رستي ۾ ئي دڪي تي ويهي رهندو هو. هي ڏينهن جا ڏينهن لنگهڻ تي گذاريندو هو ۽ هفتن جا هفتا ماني کائي نہ سگهندو هو. ائين هن کي السر ٿي پيو. هي فقيري ۽ بيوسيءَ جي حالت ۾ بک ۽ بيماري وگهي گذاري ويو. هن جو موت ڄاڻي ٻُجهي بُک ڪاڻ ڪري ٿيو. صرير جو وڏي ۾ وڏو دک ايڪاناميڪل هو. دنيا ۾ هر چئين سيڪنڊن ۾ هڪ ماڻهو بک وگهي اجل جو شڪار ٿئي ٿو. ڪڏهن تہ هن کي گوشت کير مکڻ فروٽ وغيره بہ جام ملندا هئا. ڪاٻہ شي هي ونڊي ورڇي کائيندو هو. هي سڀ ڪجهہ ميڙي دوستن جي اڳيان رکندو هو، مان هن وٽ ڏينهن جا ڏينهن اچي مهمان ٿيندو هوس. جيڪا بہ شيءِ شڪل ايندي هئس تہ ڪٿي آٽي مون کي ڏيندو هو. چوندو هو تہ "تون ڪاڏ تہ مان ٺهران". هن وٽ هن جا واندامل دوست بہ ايندا هئا تہ واندن اديبن جي بيگر جا خرچ بہ هن جي پلي هئا. پر هي دل جو بادشاهہ هو.پاڻ بکيو رهي بہ مهمانن کي بکيو وڃڻ نہ ڏيندوهو. مان اڪثر نوٽ ڪندو هوس تہ.هوٽلن جي ٻاهران بڪايل بار هن کي هڪ ٽڪ گهوري ڏسندا هئا تہ هي پنهنجي حصي جي سموري ماني ڪٿي انهن ٻارن کي کارئي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ بک ۾ سمهي پوندو هو. اسان ڪنياڻ شهر ۾ صوفي محمد فقير ڪنياڻ جي ڳوٺ سليمان ڪنياڻ بہ ويندا هئاسون. جتي ڪامريڊ ادا عمر ۽ صوفي حضور بخش سان هن جي ياري هئي جيڪي اسان کي جٽي ۾ جايون ڏيندا هئا. اسان اڪثر، ڪسانہ موري، پير ڪاڻي ۽ قبو بہ ڏسڻ ويندا هئاسون قبو جتي وتائي فقير جي مزار آهي. اسان ڪڏهن ڪڏهن ٺٽ جي ڏيپلي شهر بہ ويندا هئاسون جتي شاهہ محمد پيرزادو ٽائون آفيسر هو. جو اسان جو جگري يار هو. ڪڏهن ڪڏهن اسان کي غفور ٺٽي بہ وٺي ويندو هو. پوءِ اسان مڪلي بہ ويندا هائسون ملان لوٽر جي مزار تي وڃڻ اسان جي فرض ۾ شامل هو، جتي خوب گڏجي ڪلندا هئاسون. جي ايم سيد هاسٽل جي سي-91 کان پوءِ هن کي هيڊ ڪوارٽر تبديل ڪيا. هي سنڌ هومز ۽ مهراڻ هومز قاسم آباد ۾ بہ رهيو.جتي هن کي يار محمد ملاح جهڙو دلبر دوست مليو. جتي مقصود مگريو، عزيز گوپانگ، بخشڻ مهراڻوي، فضل جوڻيجو، ضمير سرهيو ۽ غفور بہ ايندو هو آخري ڏينهن ۾ اسلم پيرزادي سان گڏ هيراآباد جي راڄ محل ۾ هي راجڪمار بڻجي رهيو. جتي هن جو ڏونگر ڏوٽي جهڙو يار بہ هو تہ قمر ڪنلي جهڙو دوست بہ هو. راڄ محل جي باٿ روم ۾ هزارين ڇمڙا اونڌا لڙڪيا پيا هوندا هئا. اسان باٿ روم ۾ اچا پير مس رکندا هئاسون تہ اُهي ڇمڙا هڪ ئي وقت اسان تي اوچتو يلغار ڪندا هئا. ۽ اسان خوف

رچان اڳهاڙا ٻاهر نڪري ايندا هئاسون. ان خوفناڪ راڄ محل جي اڱڻ جو اڌ مئو بلب وسائي رات جو اچي سمجهندا هئاسون ته لامارا ڏيندڙ چمڙن جون ڪيهون، ڪتن جو ڀونڪون ۽ وڻن جي پنن جي سرسراهٽ ۾ به هڪ گهري پراسراريت هوندي هئي. اسان ايم ڪي جي روم ۾ ڪڏهن ڪو انساني کن يا آگر به تازي ڪٽيل ڏسي ڊڄي ويندا هئاسون ۽ اسان کي اسلم پيرزادو چوندو هو "اهڙي قسم جي ڪابه شي ڏسو ته ڪلمو پڙهي ڇڏيندا ڪريو" ۽ پوءِ اسان ڪلمو پڙهي ڇڏيندا هئاسون ته سڀ ٺيڪ ٿي ويندو هو. مون جنهن سال 9 اپريل 1987ع ۾ منگتوڪيو انهيءَ ڏينهن تي سندس گهر واري زيبا گذاري ويئي. جنهن کي هي زيبو چوندو هو. ايم ڪي زال جي گذاري وڃڻ تي صفا لوڙهي پيو. هن انهي عرصي ۾ ان تي عبرت ميگزين ۾ هڪ اثرائتو تاثر پڻ لکيو هو. جنهن سال 1991ع جي 4 اپريل تي صرير پنهور وفات ڪري ويو. انهيءَ سال 1991ع جي 8 آگسٽ تي منهنجي هڪ پياري دوست عرفان مهدي پڻ خودڪشي ڪري ڇڏي ۽ انهيءَ سال 1991ع جي 10 آڪٽوبر تي مون کي مائٽن شادي ڪرائي ڇڏي نه ته مان به انهيءَ سال مري وڃان ها. صرير پنهور جي انسان ذات لاءِ لکڻ جو ڪٿي به مثال نٿو ملي. اهو سچ آهي ته صرير پنهور پنهنجي زندگي جي آخري ٻن ٽن سالن ۾ ڏاڍو تيزيءَ سان لکيو. تنهن زماني ۾ سندس عبرت منگزين ۾ بيپرواهيءَ سان لکيل ڪالم "تنهنجون ڳالهيون سڄڻ" گل ڪونتر جي ادبي سلسلي "ادب" جي "صرير پنهور نمبر" ۾ ڏسي سگهجن ٿا. راڄ محل ۾ اپريل فول واري ڏينهن تي هن سان غفور ۽ منهنجي آخري ملاقات ٿي. هن ان ملاقات ۾ اسان کي نوٽ ڪرايو ته هي سندس آخري ملاقات آهي، جيترو چاهيو کلي ۽ کلائي وٺو وري ائين کلي نه سگهندو، ان ملاقات کان پوءِ هي پنهنجي پسند واري ڏينهن يعني 4 اپريل تي اسان کان هميشه هميشه لاءِ موڪلائي ويو. هن جو ذوالفقار علي ڀٽو سان به بي پناهه عشق هو هي اڪثر چوندو هو ته "لالي مان جڏهن به مرندس اهو ڀٽي جي شهادت وارو ڏينهن هوندو يعني 4 اپريل" پوءِ ٿيو به ائين هي 4 اپريل تي گذاري ويو. صرير پنهور جي اچانڪ موت منهنجي اکين ۾ ڳوڙها ڀري ڇڏيا. مون کي اهو ڏينهن چٽي طرح ياد آهي جڏهن هن جي ميت سينگارڻ لاءِ هن جا جنوني دوست ڪرفيو جي وقفي ۾ حيدرآباد شهر جا سمورا گل ڪٽي ايمبولينس گلن سان سينگاري ميت کي قافلي سان سندس ابائي ڳوٺ ميهڙ روانا ٿيا. صرير جي ميت کي جڏهن هيٺ لحد ۾ لاٿو پئي ويو ته آسمان به رنو پئي. برسات بند ٿيڻ جو نالو ئي نه پئي وٺي هي ڪيڏو نه عجيب هو جو ڪيس زندگيءَ ۾ سمجهي ئي نه سگهيس يا شايد ڪي ماڻهو وقت گذري وڃڻ کان پوءِ جڏهن هن دنيا ۾ نه هوندا آهن پوءِ سمجهه ۾ ايندا آهن.

هالا پراڻا! مون لئه به آئيج، پڻ تان کي دعا جا داڻا.

## عرفان مهدي

### چولين تي بيٺو آهي ۽ مشڪي رهيو آهي

هالا پراڻا جو هي شهزادو هن دنيا ۾ فقط چار ڏينهن آيو، 31 جولائي 1966ع تي هن جو پراڻن هالن ۾ جنم ٿيو، 1 آگسٽ 1985ع تي هن ڊاڪٽر رومانه هاليپوٽو سان پيار جو پرڻو ڪيو، 2 آگسٽ 1987ع تي هن کي پيارو پٽ ڄائو سائين جي ايم سيد جي عقيدت سبب هن پٽ جو نالو "غلام مرتضيٰ" رکيو، 3 آگسٽ 1991ع تي هن سنڌو ڪناري المنظر ڄامشورو پل تان پاڻ کي سنڌو جي چولين ۾ اربي ڇڏيو، غلام مرتضيٰ مهدي ۽ شهباز مهدي جو هي بابا ۽ عاليه مهدي جو پيارو پاڻ عرفان مهدي منهنجو دوست نه پر منهنجو محبوب هو. هي سونهن ۾ يوسف ثاني پاڻ چمڻ جهڙو هو پر هن دنيا کي چميو، هي اسٽيج جو بادشاهه منهنجي سمورين سالگرهن جو اسٽيج سيڪريٽري ٿي رهيو. ٻاراڻي ٿهيءَ ۾ ميحان وينڊڙ پبلشرن جي سٽ ۾ لالي ۽ عرفان مهدي خوب نالو ڪمايو. هي جڏهن چوڏهن سالن جو هو ۽ مان 19 سالن جو تڏهن هن دوستيءَ وڌائڻ جي نسوري ڪوشش جو آدر پاڻ ڪيو. "1981ع سنڌي ساهت سال" جي سلسلي ۾ هي 6 فيبروري 1981ع ۾ نصير مرزا جي ڪتاب "خوشبو جي سنگ سنگ" جي مهورت ڪان وٺي 18 آڪٽوبر 1981ع سنڌ مدرسي ڪراچي جي ساهت جشن تائين 255 ڏينهن لڳاتار سنڌ جي ٽوئر ۾ مون ساڻ ٻاجي وانگر گڏ رهيو ۽ پوءِ دنيا ڇڏڻ تائين گڏ رهيو. انهيءَ دوران جڏهن ڪنڊياري ۾ ڊاڪٽر ظفر عباسي جي ڪتاب "سوال ڇهرا جواب ڇهرا" جي مهورت تي ماريا ميمڻ مون سان ملي ته هي منهنجي دوست لياقت رضوي جو دل گهريو دوست بڻجي ويو. سنڌي ادب جي هن ٽيڙو لياقت رضوي، عرفان مهدي ۽ آغا قيوم کي ڪوبه ادبي توڙي سياسي منافق توڙي نه سگهيو. رهبر سنڌ جي ايم سيد ڪان وٺي مها ڪوي شيخ اياز تائين. پرواني ڀٽي ڪان وٺي نثار حسيني تائين ۽ سوز هالائي ڪان وٺي نصيرمرزا تائين هن جو عشق رهيو پر لياقت رضوي لاءِ هن عشق ۾ زندگي قربان ڪري ڇڏي امرتا پريتم ۽ نورالهديٰ شاهه جو هي عاشق ۽ ڊاڪٽر رومانه هاليپوٽو جو مڙس جڏهن لياقت رضوي جي هنج ۾ سمهندو هو ته هن کي اها هنج ماءُ جي هنج ۽ جنت کان به وڌيڪ سڪون ڏيندي هئي، عرفان مهدي هالا مان اچي مونکي حيدرآباد مان کڻي اڪثر نوشهروفيروز لياقت رضوي ڏانهن وٺي هلندو هو، عرفان جڏهن قوم پرستن جي سٽ ۾ شامل ٿيو ته ٽن ڏينهن ۾ ڪيس لياقت رضوي ڇڏي ويو، ورهين جي وڇوڙي عرفان کي جلباتي بڻائي ڇڏيو، 3 آگسٽ 1991ع تي سنڌو ڪناري المنظر لڳ عرفان مهدي مهدي ڄام شوري پل جي ڪناري تي لياقت رضوي جي هنج ۾ ستل هو. ۽ ٽيون شخص هنن سان گڏ هو ريڊيو پاڪستان جو

ڪمپيئر انيس ميمڻ هي عرفان ۽ لياقت جي آخري ملاقات هئي، لياقت رضوي لاءِ سڀ ڪجهه ڇڏي ڏيندڙ عرفان هاڻ سنڌ ۽ سنڌ جي سائين کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو، تنهن لاءِ هن دنيا ڇڏي ڏني. هن وقت ايف ايم ون زيرو ون ۾ ڪمپيئرنگ ڪندڙ پنهنجي پٽ غلام مرتضيٰ مهدي جي وهي ۾ هن خودڪشي ڪري ڇڏي، وڪ وڏايو پبليڪيشن جي عرفان مهدي جي آخري وڪ سنتوءَ جون هي بي رحم ڇوليون هيون. هي زندگيءَ جي سلور جوبلي ماڻي جوانيءَ کي تعزيتي ڪتاب ٺاڻي پنهنجو ساهه سنتو جي ساهه ۾ شامل ڪري هميشه هميشه لاءِ امر ٿي ويو. سنتو ۽ عرفان هڪ ٻئي جا ٿي ويا هاڻ هنن ٻنهي ۾ فرق نه آهي. تون به پاڻي مان به پاڻي اڄ ته پرچون پاڻ ۾ ”مان پاڻ کي ماريو نه آهي مان ته پاڻ کي جيئاريو آهي سنتو ۾“ نه امر جي وليءَ ۽ گوليءَ ۾ ڳوليو، اسان کي سنڌڻ ماءُ جي لوليءَ ۾ ڳوليو. نه قبن ۾ نڪي قبرستانن ۾ آهيون، اسان کي ڪنهن سنتوءَ جي ڇوليءَ ۾ ڳولهيو.

## چاچا مظهر الدين زنگي

چاچا مظهر الدين زنگي اصل ۾ جروار بلوچ هو، زنگي سنڌس وڏن جو لقب آهي، هي منهنجي ننڍپڻ جي پياري دوست مرحوم اقبال احمد بلوچ جو والد صاحب هو. هي هڪ ٽپيڪل ٻروچ هو، بلوچ معنيٰ بل+اوچ = بل (بل ۾ وڏو) واقعي هئي بل ۾ وڏو هي اڳوٽي پي ڊبليو ڊي ۽ هاڻوڪي بلڊنگ ڊپارٽمينٽ مان رٽائرڊ ٿي لٿو هو، چاچي جي عمر لڳ ڀڳ ستر سال کن هئي، چاچو مون کي جڳ مشهور اداڪار انٿوني ڪوئن جهڙو لڳندو هو، اڪثر فوجي ڪيس رٽائر ڪرنل سمجهي سلوٽ ڪندا هئا، هي جسماني طور ۽ طبيعتن واقعي ئي مڪمل سولجر هو، چاچي کي ٻه جاڙا پٽ اقبال (وفات ڪيل) ۽ اسلم بلوچ کان سواءِ هڪ پٽ مشتاق جروار ۽ هڪ ڌيءَ رخسانه بلوچ به آهي، اسلم کي ننڍپڻ کان ئي ماسيءَ سنڀاليندي هئي جو سڄي زندگي ڪراچي ۾ رهيو، مشتاق جروار به بلڊنگ ڊپارٽمينٽ ۾ سروس ڪري ٿو ۽ ڪيس ايگريڪلچر ڪامپليڪس حيدرآباد ۾ بلوچ اسٽيٽ ايجنسي پڻ آهي، چاچا جي ڌيءُ رخسانه اڄڪلهه جده سعودي عرب ۾ رهي ٿي، جتي سنڌس مڙس سوني ڪمپني ۾ انجنيئر آهي، جتي هو هر سال جاڙا ٻار پيدا ڪري هڪ رڪارڊ قائم ڪري چڪي آهي، چاچو مظهر سان منهنجي دوستي گهڻي پراڻي هئي هو مونکي پٽن وانگر پائيندو هو، مان هن جي هٿن ۾ ٻچن وانگر ننڍيو ٿي وڏو ٿيو هوس، هوش سنڀاليندي مون هن کي ائين ئي ڏٺو هو، چاچا مظهر زنگي جي نالي سان ننڍپڻ جون ڪيتريون ئي يادگيريون وابسته آهن، پنهنجي گهر واري سان اڪيلو رهندڙ چاچو پنهنجو هر ڪم پاڻ ڪندو هو، ڪو زمانو هو چاچو هر اچر تي حيدرآباد کان پنهنجي ڳوٺ زمينن تي اچ وڃ لاءِ سهراب سائيڪل استعمال ڪندو هو. جنهن تي هو ڳوٺان مرتڻ مهل ڪڻڪ جي ادائي مڻ ٻوري پڻ کڻي ايندو هو، جڏهن ته ڪيس سامهون واري

هوا هڪ انچ چرڻ به نه ڏيندي هئي پر هي پروچ ضد جو پڪو هو، وڃي هٽي هنڊ ڪنلو هو، پوءِ هن هڪ ياماها100 موٽر سائيڪل خريد ڪئي جنهن تي هڪ ڪان به پوريونڪٽي ايلو هو هي منڊ ڪان وٺي گهر ۾ ڪٽڪ ڌوئي صفا ڪري پٽ تي سڪائڻ لاءِ وجهنلو هو، چاچو ڳوٺان انيڙيون به ڪٽي اينلو هو جنهن کي اڌو اڌ ڪري لوڻ ٻرڪي زمين تي ڪندائي اس ۾ سڪائيندلو هو، پوءِ سڄو سال انب چور ڪري استعمال ڪنلو هو هن وٽ خوراڪ ۾ هر شيءِ پنهنجي ٻني تان ايندي هئي، جتي هن جا هاري ناري ڪم ڪندا هئا، ننڍپڻ ۾ اقبال رانو ۽ مان گهڻين مان چوسيل انب جون ڪڪڙيون چاچي لاءِ گڏ ڪندا هئاسين، جيڪو پوءِ چاچو ڳوٺ وڃي پنهنجي باغ ۾ هٽنلو هو، اڄ به چاچي جي انب واري باغ جا انب ۽ ٻير واري باغ جا ٻير ڏاڍا لذيذ آهن، اهو هن جي محنت جو ڦل آهي، ڪڪڙيون لڳائي انب اپائڻ چاچي جو بهترين شوق هو، چاچو مظهر هڪ بهترين مستري، اليڪٽيشن، واڍو، پلمبر ۽ الائي جي چاچا هو، مون هن کي گهر ۾ جڏهن به ڏٺو ريڊيو، ٽي وي، استري پاڻي جي موٽر بجلي جو بورڊ ۽ موٽر سائيڪل جو ڪم ڪندي ڏٺو هي پنهنجي گهر جو ڪم پاڻ ڪنلو هو باقي هي ٻين جوڪم پئسن تي به نه ڪنلو هو، ان وقت هي ٽپ پروچ ٻڌجي پونلو هو، مان ڪيئي پيرا گهر جي خراب استري ائين واپس ڪٽي اينلو هوس، مجال آ جو چاچو استري کي هڪ نظر به ڏسي، نه بابا منهنجوواسطو نه آهي، ڪٽي وڃ هتان پنهنجي هي بلا، مان ڪو هتي دڪان کولي ويٺو آهيان ڇا؟ ڪاوڙ به جلدي ايندي هئس، چون ٿا نه ٽر ۾ ۽ جبلن ۾ جروار وڇون ٿيندو آهي، جيڪو ڪارو آهي جيڪو ڪتي کي به کائيندو آهي ته اهو بنا دانهن ڪرڻ جي مري ويندو آهي، هن وڇون جي مادي هڪ ئي وقت اٽڪل ستر ڪن ٻچا ڏيندي آهي، اهي ٻچا ڄمڻ سان ئي ماءُ جي پيٽ تي چڙهي ويندا آهن ۽ ماءُ کي کائڻ شروع ڪندا آهن ۽ ماءُ ائين چپ هٽي ويني هوندي آهي، ۽ آخر ۾ ڍانچو ٿي ويندي آهي.

مان جڏهن چاچي وٽان بنا استري ٺاهڻ جي ناڪام ٿيندو هوس ته چاچي کي چوندو هوس "چاچا تون ته ڪو جروار وڇون آهين" چاچيو موٽ ۾ چوندو هو "مانجروار پروار نه آهيان مان ته زنگي بلوچ آهيان" ۽ پوءِ پروچڪي چوڻ ٻڌائيندو هو، "ٻلي شينهن کو سڪايا، شينهن ٻلي ڪون کانواڻ آيا" منعيٰ شينهن سمجهيو ٻلي سڀ ڪجهه سيکاريو آهي کائڻ ايس تهبلي وڻ تي چڙهي وئي، اقبال ماءُ جڏهن ڪاشيءِ اتفاقي ڪرني وجڻ تي چونلو هئس ته يقلمر وٺي اچ ته ڪاوڙ ۾ چونلو هو ته "ماٿهوڪرماٿها دي مايون ڪو ڏاٿا دي" ائين ملڪ لڏڻ تي چري اڏڻ تي وغير وغيره مطلب ته چاچي جون اهي سڀ چوٽيون جيڪي هو اڪثر ڪاوڙ ۾ چونلو هو ڏاڍيو دلچسپ هيون.

## شوق شڪار

چاچو مظهر هڪ بهترين شوقيہ شڪار بہ آهي هن کي هر وقت شڪار
جي ٻچار هوندي هئي، هن نامياري شڪاري هٿ پراڻي طرز جون بندوقون بہ
هيون هر آچر تي چاچو پنهنجا شڪاري دوست سان ڪري شيل شڪار تي
نڪرندو هو، هن جي انهن شڪاري دوستن ۾ وڪيل عابد عزيز شيخ صاحب پيش
پيش هو. جنهن وٽ شڪار لاءِ هڪ جيپ ٻهڻي ۽ جڏهن بندوقون، رئيفلون ۽
ڪارتوس ڪٽي نڪرندا هئا. اسان ٻارن جو لشڪر بہ هنن جي ڪڏ مان پنهنجي
ڳليل، اقبال، مشتاق ۽ زاهد دائودپوٽو پنهنجي پنهنجي ڇرن واريون بندوقون
ڪٽي هنن سان شڪار ۾ مشغول هوندا هئا. ٻارن تڃ جي زندگي جي مان ڪو
عادي شڪاري نہ هوس، شوقيہ ويندو هوس، مون کي شڪار سان ايڏي دلچسپي نہ
هوندو هئي، جيتري فطرت جي نظارن سان هئي، اسان خاص ڪري ڪوٽڙي پل
لڳ گل شاهہ بخاري درگاهہ واري جهنگ ۾ شڪار ڪنداهئا سين، جتي ريت جا
ٽيلا بہ هئا تہ ريتي ۾ ٻٽيون بہ هيونجتي اسان ٻار تازي ٻاجهي ڇاهيون ۽ هنداڻئ
جي لالچ ۾ بہ ويندا هئاسين، اتي جهنگ ۾ پکي بہ هونداهئا. جو اسان شڪار
ڪندا هئاسين، اتي اڳ ٻگهڙ، لونڙ، گدڙ، ۽ سهيڙ بہ جام هئا. جيڪي ڪوهہ تي
ٻاٺي پيئڻ ايندا هئا گل شاهہ بخاري جو اهو اوائلي ڪوهہ لٽجي ويو آهي، ماڻهن
جهنگ سفا ڪري گهر آباد ڪري ڇڏيا آهن، نہ هاڻ اهو جهنگ رهيو آهي نہ اهو
شڪار، ننڍي لاڪون جڏهن اسان گهران پنڌ نڪرندا هئا سين تہ انهن ٻنين ۾
ٻاجهري جوئير، پالڪ توريون ۽ ٻيون ڀاڄيون پوکيون هيون. اهي نخل تاز ۽ پلا
هئا، جيڪي چاچي مظهر جا دوست وٽ تي کيس سوکڙي طور ڏيندا هئا. چاچو
مظهر جڏهن بہ شڪار ڪرڻ هن گهاٽي جهنگ ۾ ايندو هو تہ موٽ تي گهر ۾ تتر
تلور ۽ ڪيرہ وغيرہ شڪار ڪري ايندو هو، جنهن مان وڏو حصو اسان ٻارن کي بہ
ورهائي ڪارائيندو هو، اسان جهنگ جي ميوو کان سواءِ پنهنجي حصي جي ڀاڄي
بہ گهر کڻي ايندا هئاسين. اونهاري جي سخت گرمي تي هتان جي ريت ٽامون ٿي
ويندي هئي ۽ جهولا ٻت کي ساڙيندا هئا ۽ ڇهرا لوساڻجي ويندا هئا تہ اسان سڌو
درياهہ ۾ لهي ويندا هئاسين پورہ ڏاڍا تڙ ۾ ڪري تازا ٿي ايندا هئاسين، درياهہ سنڌ
جي انهي پٽ لڳ هن گهاٽي جهنگ ۾ تترن جو شڪار ڪافي هو،جنن کي چاچو
بندوق جا فائر ڪري ڪيرائي وجهندو هو، تہ پوڙيٺي جيڪي ٻي، پٽ هئا، ڪتي
وارو رول ادا ڪندا ان اڌ گهاريل پکين کي پنهنجي جهول ۾ وجهي کڻي ايند
هئا، چاچو مظهر ۽ عزيز عابد تتر جي ٻولي بہ ڄاڻندا هئا، مون ڏٺو تہ تترن جي ولر
۾ ٻہ جوڙا چوڏاري جائز وٺي ڦيرا ڏيندا هئا، پر جهلي هيٺ لٿا ۽ اسان جي پر
واري وڻ جي ٽاري ويٺا، شڪاري بندوقون پري ائين ۽ ڪانڊيرو ۾ ڦهريا پئي تن

مورچو سنڀاليو شيخ صاحب پاڻ ٻه عابد پرن ۾ ويهي ڪارڙي تتر جون ٻوليون ڪرڻ لڳو، جيئن جهنگلي تتر سندس ٻولي تي ٻوليون ڪن، ته چاچو مظهر ڪيس نشانو ٻڌائي، ان ٻولهائي جي ٻولي تي تترن جو شڪار سولائي سان ٿي ويو، جنهن کي چاچي ٻوڙائي پنهنجي پنيان ٻڌل ڪاٿي ۾ وجهي ڇڏيو، ان بندوق جي فائر جي ٺڪاءَ تي ٻيا پکي واهيرا ڇڏي اڏاڻا، ماريل ۽ ڦٿيل پکي جي ڳوڙهو رت ڏسي مون دل ۾ سوچيو ته هن پکي تنهنجو بگاڙيو هو، پکين جو ولر آکيرا پيٽ پوڄا لاءِ جڏهن هن طرف رخ ٿو رکي تهانوچ ۾ گهٽو ڪري هيڏن شڪارين جي ور چڙهي بندوق جو بڪ ٻڄي وڃي ٿو ۽ ٻيا پکي پنهنجي ولرن مان پنهنجي پيارن جو ساٿ ڪوٺائي آکيرن ڏانهن واپس ورن ٿا، اهو پکين کي ڇيچلائيندڙ عمل ڏاڍو ايذائيندڙ آهي، شڪارين جي ريت شڪار ڪرڻ آهي هو جڏهن پنهنجي رائيفل ۾ B B جو ڪارتوس وجهي نشانو لاهي بندوق جي فائر سان پکي کي هٽي ٿو وجهي، ته اهو گهايل پکي پنهنجا پر ڦڙڪائي، تڙڙي ٿو وجهي، ۽ بيوس ٿي موت جي منهن ۾ پوي ٿو، چاچو مظهر ته جهرڪيون ۽ ڪبوتر ٻه تري ۽ رڌي کاڌا آهن،

هڪ ڏينهن ڪنڊ جي ٻيلي ۾ اسان سڀ شڪارين جي ٻريس پاٿي جيپ جيپون ۾ چڙهي شڪار لاءِ آيا سون سڄو ڏينهن خوار ٿيا سون، پر هڪ ڪانو ٻه ماري نه سگهياسون، پوءِ ٺڪجي هڪ جڳهه تي ويناسون، اتي هليون وڏن جو ڀاڙون هڪڙو چئي ته "سائين مون هڪ نالي واري بندوق سان هيترا هيترا پکي ماريا" ٻيو پئي ته "اهڙو ڏڪ جو هيون جو زمين جي پاڇي تي بندوق مٽيڪري پکي کي ڏڪ هنيان ته ڏوهيٺ پٽ تي اچي ڪريو" چاچي مظهر جيڪو شڪار ن نلڻ سبب بخيل ويٺو هوندو هو، تنهن نيٺ ڳالهيون چئس ته "ڪير هيٺ ڪريو تون يا پکي" سڀ سنگت ۾ ٽهڪڙو مچي ويو، مون انهي شڪار جي شوق ۾ ڪڏهن ٻه شڪار ۾ حصو نه ورتو، نه وري ڪو پکي يا جانور ماريو، مون هن شڪار جي شوق دوران چاهو پڻ ڏٺو هن کي ڪندا ٿين ٿا، هي فٽ بار جيترو آهي، چون ٿا ته هي نانگ کي ماري کائي وڃي ٿو، ڪرڻ وري چاهي لاءِ پرپون ڏينهن آهي، هڪ پيرو شوق ۾ مون پنهنجي سنگتي اقبال کان هڪ پراڻي ڇرن واري بندوق خريد ڪئي پر پهرين ڏينهن تجربو نه هٿڻ ڪري سندس ننڍي ڀيڻ رخسانه کي ڇرن سان زخمي ڪري وڌو، بس پوءِ مون وري هن شيطاني شيءِ کان توبه ڪري ڇڏي،

پهرين اپريل 2007ع تي چاچا مظهر جي زندگي ۾ اهڙو واقعو درپيش آيو جنهن هن کي صفا ٽوڙي ڇڏيو، سندس اکين اڏو پيڙهي ۾ سندس جوان ۽ پڳدار پٽ دم ڏنو، پر قدرت کي ائين منظور هو، تڏهن منهنجو من پرجي آيو ڪٿي ائين نه ڪرنهي چاچي کي انهن پکين جي پٽ لڳي، هجي جن خدا کي دانهن ڏيندي چيو هجي ته اسان جو قصور ڪهڙو آهي اسان کي چوٽا ماريو، مان جڏهن پنهنجي جگري يار کي کلهو ڏئي آخري ديدار ڪري پنهنجي هٿن سان دفنائي ڪانڌين

سان گڏجي تڏي تي آيس تہ منهنجي دل جو دبيل سيلاب آکين ذريعي اٿلجي پيو، چاچي مظهر جون اکيون ڳاڙهيون هيون هن جي لهجي ۾ ايتري شديد ۽ اذيت هئي جو منهنجو سينو ڏريپي "تنهنجو دوست هو تون بہ ان کي پنهنجي هٿن سان پوري آئين" ٻڌائي تون ائين چوکير؟ منهنجي پر ۾ ويٺل مولابخش سولنگي چوڻ لڳو "منهنجو اقبال توڏي آيو هوندو پوءِ تون اکيلو چو آيو آئين، ٻڌائي منهنجو اقبال ڪٿي آهي" هن جون ڳالهيون ٻڌي لڳ ڪاندارجي ويا، بي اختيار اکيون لوڪن سان پرجي آيون. اڄ جڏهن مان چاچي مظهر جي ڪهاڻي جا هي نائيٽل پروف ڪٽي ڪيس ڏيکارڻ جڏهن سندس گهر اچان ٿو تہ گهر ٻاهران سندس نرتي بعد ڪاند ٻي جو بٽ هلي رهيو آهي. ابو مونکان رڙ نڏي ٿي وڃي.

## حڪيم ولي محمد سومرو

اڄ جڏهن مان ننڍپڻ جي ساروڻين کي ياد ٿو ڪيان تہ وڏي ترڪي ٽوپي پئيندڙ چوڻي قد وارو حڪيم ولي محمد سومرو سالن کان پوءِ بہ چٽو ياد ٿو اچي، مونکي ياد آهي تہ هي ڪوارٽر نمبر سي-56 ۾ پنهنجي گهر جي هڪ ڪمري ۾ شفاخانو کولي ويٺو هو. هي هڪ ڪرامت وارو حڪيم هو، هي اسان جي پاڙي رحلت ڪالوني جو جڳ مشهور حڪيم الحڪمت (علم حڪمت) جو وڏو عالم ۽ فاصل هو، سندس گهر ۾ علم ۽ حڪمت جا پراڻا ۽ ناياب ڪتاب رکيل هئا، هي انهن سنڌي اردو، هندي، انگريزي ۽ فارسي حڪمت جي ڪتابن مان بهتر علاج تلاش ڪندو رهندو هو، هن جا فارمولا مريض لاءِ ڪارگر ثابت ٿيندا هئا، هن کي طب ۾ خاص ڪڙو حاصل هو،هي يوناني طريقي تحت علاج پڻ ڪندو هو، هي سوئي تپ پيٽ جي سور، مٿي جي سور، وائي سور، زخم، جيري جي سردان، مطلب تہ هر تڪليف لاءِ هڪ ٽڪ هو، هي پنهنجي دوا خاني تي هر وقت پنهنجي پٽ عبدالڪريم جنهن جو قد چار فوٽ مس هو سميت حمام دستي ۾ مريضن ڪاڻ ڪشتا ۽ خميرا ڪٽي تيار ڪندو هو، هن جي دواخاني تي شفا ڪاڻ پري پري جي ڳوٺن کان مريض ايندا هئا، هن وٽ هر وقت مريضن جي نہ ختم ٿيندڙ قطار لڳل هوندي هئي، هي پري کان ئي مريض کي ڏسي سندس بيماري هڪ دم ٻروڙي وٺندو هو، هي تمام خيس دوا سان سندس درد دفع ڪري ڇڏيندو هو خدا من جي هٿ ۾ وڏي شفا رکي هئي، هي مريض جي نبض ڏسي بيماري پرکي جيڪا دوا ڏيندو هو تہ مريض کي فائدو لازمي ٿيندو هو، ڪيڏي بہ وڏي ڏکي بيماري وارا جڏهن ڊاڪٽر وٽ ويندا هئا تہ مهينا جا مهينا ٺيڪ نہ ٿيندا هئا، پر جڏهن مايوس ٿي هن وٽ شفا لاءِ ايندا هئا تہ هي هفتن ۾ نہ پر ڏينهن ۾ انهن کي ناني خاطر دوائون ڏئي بلڪل ٺيڪ ڪري ڇڏيندو هو، جڏهن ڏکي ۾ ڏکي مريض جي تڪليف غائب ٿي ويندي هئي تہ اهو مريض هين کي بہ هن عمدي حڪيم جو

ڏس ڏيندو هو، جنهن سان هن جي ناموچاري ٿيندي رهي، ائين هن شفا ڏيندڙ حڪيم ماڻهن ۾ پنهنجو اعتماد پيدا ڪيو. حڪيم ولي محمد سومرو جي هوندي مون وڏن نالي وارن ڊاڪٽرن وٽان، مريض غائب ٿيندي ڏٺا ۽ ڊاڪٽر مڪيون ماريندي ڏٺا. ٻالڪ واري وهيءَ ۾ مان اڪثر بيماري سبب سخت تڪليف ۽ عذاب ۾ رهندو هوس، جڏهن منهنجا وڏا مونکي هن آزمايل حڪيم ڏي علاج واسطي وٺي ويندا هئا ته مونکي هن جي شفا ۾ ايمانَ هوندو هو، پر اڄ ڪلهه اهي حڪيم آهن ڪٿي، هي يوناني حڪيم مريض کي علاج لاءِ رڱو گرم ڪڪ ڏين ٿا جنهن سان اڳيون سوجهرو ٻه چڻ ٿي وڃي ٿو. مرداني ڪمزوري جي شڪار مريضن کي لالچائڻ لاءِ حڪيم اير. ايچ سومري جا جسماني قوت ملاحفت ۽ ناياب خوشي چوويهه ڪلاڪن ۾ شرطيه بحال وارا پوسٽر سڄي سنڌ ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

ٿويا دامن صحرا تي، خوشبو ٿي اجائي ويئي
خدا معلوم ڪنهن رنگين چمن ۾ چو نه ڇاياسي

## منهنجو جنم

جڏهن جنت، جهنم سان هم بستر ٿي ته دنيا حرامي ٻار جيان جنم ورتو ۽ انهيءَ حرام زادي ٻار جي ننگي تصوير آهيان مان. ڏاڏي آدم جي بيڊ پارٽنر ڏاڏي هوا جا ڪيس بنا نڪاح جي ملي ان جو ناجائز ڦر آهيان مان ۽ هن ڳورهاري ۽ حامله ڌرتيءَ جو انوکو ٻار آهيان مان. مان هڪ صدي اڳ ڄاول انسان آهيان، ڪنهن آسماني حساب ڪتاب جي غلطي سبب هڪ صدي اڳ پيدا ٿيو آهيان. هن ڌرتي تي پيدا ٿيڻ ۽ وقت کان اڳ پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ خدا معلوم، منهنجي ڪهاڻي ته انهن ڏينهن کان شروع ٿئي ٿي جڏهن مون هن دنيا ۾ اک ڪولي هئي. خدا مون کي بنا ڪنهن منهنجي عمل دخل يا مرضيءَ جي هن جڳ ۾ آندو. نه منهنجي پيدائش منهنجي هٿ وس هئي نه هيءَ وهي جيڪا گذري پئي منهنجي وس آهي. ۽ نه ايندڙ وقت منهنجي وس ۾ هوندو. منهنجو پيدا ٿيڻ ڪو چرچو يا مسخري نه هئي، اڪثر ٻار ماءُ جي پيٽان مٿي ۾ ايندا آهن ۽ مان پيرن ڀر "پيرڙيو" ٿي اوندو آيس. ڄمڻ سان اونڌو هوس ته اڄ تائين هر عمل ۾ اونڌو آهيان. مون کي ايندي ڏسي دائي وڃ تي چڙهي وئي. خالق خلقيو جو اهڙو ته مان ڇا ڪريان! مون کي لڳي ٿو ته منهنجي رب مون کي اهڙي مٽي مان ناهيو هو جهن مان شايد ٻي مخلوق وري نه ناهي ائين. "سياڳو پٽ پينگهي ۾ پترو." مان ٻي وفا اولاد جي شهر شڪارپور ۾ 18 مارچ

1961ع تي جنم ورتو ۽ سڄي ڄمار حيدرآبادي ٿي نه ماڳي ٿي رهيس. منهنجو شڪارپور ۾ پيدا ٿيڻ ۾ ڪا حڪمت يا ڪو راز رکيل هو. مان اهي جنم وٺڻ کي پنهنجو ڀاڳ سمجهان ٿو. مون کان اڳ منهنجي ماءُ کي هڪ ڌيءُ ۽ ٻه پٽ اڳ ڄمي چڪا هئا. منهنجي ڄمڻ تي بابا سائين کي ڪنهن نجومي چيو ته ”يا قيوم رب جو پسنديده نالو آهي. جو سڄو ۽ بابرڪت آهي. انهيءَ لاءِ عبدالقيوم نالو رکيس.“ عبدالقيوم منهنجي ڇٽيءَ جو نالو آهي. مون کي منهنجي امڙ پيار مان قيومي چوندي هئي. منهنجي ادب ۾ سڃاڻپ آغا قيوم جي نالي سان آهي. مون کي دوست روح سان لالي سڏيندا آهن. مان ان شيءِ کي رد ٿو ڪريان ته ”نالي ۾ ڇا رکيو آهي. جنهن شيءِ کي گلاب جو گل ڪوٺيون ٿا. جيڪڏهن ان تي ٻيو ڪو نالو رکون تڏهن به اهو ساڳيو خوشبوءِ ڏيندو. ڀلي خوشبو ساڳي ڏيندي هجي پر شاعري ۾ اها اهميت نه رکي ها جنهن پيارو جڳنو ڪڙڪيٽيو بنجي اهميت وڃائي ويٺو آهي.“ چوندا آهن ”نالي جو شخصيت تي اثر پوندو آهي،“ منهنجي ڪن ۾ ٻانگ لاءِ ڪو فتني خور ملان تيار نه ٿيو. پوءِ ڪنهن ڪچ ڪڏڙي ملان منهنجي ڪن ۾ آذان ڏني شڪر جو مان قيوم ديو، تيوم چنڊ، يا قيوم مل نه ٿيس. خدا جڏهن هي سوڪڙي تخليق ڪئي ته چوڌاري منايون ورهائجي ويون. لنگها ڍهل شرنايون ڪٺي آيا. شيدين هنبرشيون هيون. گهر جي ڏيڍي ۾ ناڙين جي ڦڪي سان ڪڏڙا گڏي آيا. اهو گوڙ گمسان فقط منهنجي پيدا ٿي پوڻ ڪري هو. ”هل پيٽسان منهنجي لئي.“ خدا خدا ڪري ڇهه ڏينهن گذريا اهو منهنجي ڇٽيءَ جو ڏينهن هو. هڪ ڀيرو ٻيهر ڪڏڙا جهمريون هڻڻ لڳا. بابا سرڪاري راشن شاپ جي مٺيءَ ڪمائي مان سيد جو ٻار سيد سليمان شاهه بوڪ ڪرايو. سليمان شاهه کي اهڃاڻ مڄڻ جي ساول به ڪا نه لڳي هئي. هي لــو عاشقن جو ڪمپليٽ گرائف هو. هن ڪچڙي مال جي چير تي قلردان به جهمريون هيون. هر ڪو پنهنجي شغل ۾ مست هو. انهيءَ هل هنگامي ۾ ڇٽيءَ جي رسم ادا ٿي. جهنڊ لاهڻ لاءِ خانداني حجام سوني ڪينچي سان منهنجا وار لاهي مون کي ”ڪرجيڪ“ بنائي رسم ادا ڪئي. مون سان اها ”ٽيپو سلطان“ واري جٽ ڪري حجام شايد ڪو رهيل ٻراڻو پلاند چڪتو ڪيو. باداميون، ڪشمش، ڇهارن وارو ڪارو منهنجي چاچي ڇٽيءَ ڏينهن ٻارن ۾ ورهايو. منهنجي سر مٿانگ گهورٽي جا سڄي جا سڄي حجام ڪئي. ٻاتي پيسو جڏهن ڪڏڻ کي نه مليو ته هنن ولي گوڙ ڪيو. منهنجي معصوم هٿن جي ٻارت تي هنن کي به پوءِ گنج ڏنو ويو. مون کي سهڻو بنائڻ لاءِ گول دٻي وارو تبت پائوڊر سڄو ڏبو منهنجي منهن تي ٿڦيون. ڇوڪريون سهڻيون هجن ته پرواهه نه آهي پر ڇوڪرو سهڻو ٿئي ته ان کي بدنظر جي نظر کان بچائڻ لاءِ پٽل جي سنهي سرائي سان ڪاڏي جو ڇڳهه نروار ڪري ڪارو داغ ڪيون اکيون ۾ سورمي جي تڪ اوندي ڪيون. هٿرادو پرون ٻٽائي مون کي ڄڻ عزيز گوپانگ جو ڀيءُ، صالح

گوپانگ ٻڌائي ڇڏيون.منهنجي چرٻر کي روڪڻ لاءِ هٿڙن ۾ ٻڌئون. هڪ سُرتيل ٻير ٻڌل تيون ماڻهن مٿن ڇميون ڏٺي منهنجا لاهه ڪڍي ڇڏيا. امان ٻُبو ڏوئي ٿڃ ڏئي مهرڪٽي ۾ ڪنڌ لوڪائي سمهاريو. منهنجي سينگاريل بسترن جي سيراندي کان ڪاڻي، قرآن ۽ ڪاغذ پنو رکيون. ڪاڻي ۽ قرآن ان لاءِ ته جيئن پوٽ مون کي نه ڏيڇاري ۽ مان ننڊ ۾ ڇرڪ نه پريان. قلم ۽ ڪاغذ ان لاءِ ته جيئن ٻيبي ڇٺي منهنجو نصيب لکي وڃي. اهو لکيو ڪنهن نه ڏٺو. "شڪارپوري نيت بري، کڇ ۾ قرآن هٿ ۾ ڇري" شڪارپوري ٿيس. نيت ڇورن ۾ بري رکي قلم ۽ ڪاغذ تي ٻيبي ڇٺي ڏٺائي نه، شايد اڻ پڙهيل هئي. جڏهن مان دنيا ۾ ڦهريون ساهه کڻڻ لڳس ته مون ۽ ڏک دنيا ۾ هڪ ئي وقت وجود پاتو. باقي ان قلم مون کي اديب بڻائي ورتو. اڄ ۾ ائين پيو لڳي ته ڇڻ تازو ماءُ پيٽان دنيا ۾ آيو اهيان ۽ "اوئان اوئان" پيو ڪريان. اسان دنيا ۾ هر صبح نئون جنم وٺون ٿا ۽ هر رات مري وڃون ٿا. دنيا ۾ منهنجو اڄڻ جيڪڏهن ڪنهن کي ناگوار گذريو هجي ته مان ان کان معافي ٿو وٺان ڇو مون جهڙا ماڻهو ته روز روز ٿورئي ڄمندا آهن.

جي تو اڃان نه ڄاتو ،آ ڪير ديس واسي
تنهنجو جنم اڃايو تنهنجي مٽي اٿاسي

مون ننڊ مان اک پٽي ۽ خدا جو ٿورو مڃيو ته مون کي هڪ ڏينهن پيو ٻه ڏنو اٿائين. خير خوبي سان اڄ آئون 49 سالن جو آهيان. پيٽ ٿي نه پئي 49 سال گذري ويا. لڳ ڀڳ اڌ صدي، جيترو عرصو.18 مارچ 1961ع کان اڄ تائين جو عرصو ڇڻ خواب لڳي ٿو. مان زندگيءَ جي "گولڊن جوبلي" سال ۾ داخل ٿي چڪو آهيان. تاڙيون. مان "50 سالا گولڊ جوبلي" سال کي ڀليڪار چوان ٿو. پل گذري ٿو ته عمر ٿي وڌي ۽ پل گذري ٿو ته حياتي ٿي گهٽي. زندگيءَ جا پهر ڪٽندا ٿا وڃن اڄوڪو صبح ٻه اها وات وٺي ويندو جا ڪائنس اڳي هر ڪنهن صبح ورتي هئي. ان کان پوءِ ٻه جيڪو صبح ٿيندو سو ٻه پنهنجي ويندو. انسان منزل کي هڪ ڏينهن ارڏي ٿيڻ لاءِ زندگي مان هڪ ڏينهن جي قرباني ڏيئي ٿو. منزل کي ويجهو ٿيندڙ هڪ ڏينهن، زندگي مان گهٽ ٿيندڙ هڪ ڏينهن ئي ته هوندو آهي. هڪ ڏينهن کي پائڻ لاءِ هڪ ڏينهن جي قرباني سڀ ڪجهه وڃائي ڪجهه ٻه نه پائڻ ڪيڏو نه مهانگو سودو هوندو آهي. سال جا ڏينهن قطار ناهي پينو فقير جيان دان وٺي رمندا رهيا. وقت جي سير تکڙي وٺي ئي هر اها گهڙي جيڪا گذري پئي ڏاڍي وڻي پئي.

## جنم رهاڻ

ڪو زمانو هو سنڌ ۾ ٽن شخصيتن جون سالگراهون باقاعدگي سان ملهايون وينديون هيون، هڪ هو محترم سائين جي.ايم. سيد، ٻيو هو پير سائين پاڳارو ۽ ٽيون هوس مان، پير سائين سان ته منهنجي ڪا سڃاڻپ نه آهي باقي سائين

جي ايم سيد جون اڪثر سالگرهون مون اٽينڊ ڪيون آهن، سائين جي.ايم. سيد ۽ پير سائين وٽ معتبر مهمان ايندا هئا، منهنجي سالگره ۾ وري سنڌ جا ڳاهوڪا شريڪ ٿيندا آهن. منهنجي سالگره هر سال 18 مارچ تي ٿيندي آهي. مون ڄڻهن کان جنم ورتو آهي منهنجي ڪاڻ سالگره مس نه ٿي آهي، ننڍي توڙي وڏي ٿي ضرور آهي، منهنجي هر سالگره ڏسڻ وٽان هوندي آهي، جنهن جو دوست سڄو سال انتظار ڪندا آهن. مان پنهنجي سالگره گهڻو ڪري حيدرآباد ۾ ڪندو آهيان، پر هڪ جڳهه تي نه هر پيري ڪنهن نئين جاءِ تي، سالگره ۾ ڪيڪ جي رسم کان سواءِ تقريرون راڳ رهاڻ، خوبصورت ڇوڪرن جو ڪيسٽ واڪ، ٽيبلو ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه، سالگره ۾ هون ته ٻه ڪان ٽي سؤ اديبن ۽ ذاتي دوستن کي دعوت ڏئي سڏيو ويندو آهي، پر هي عام تقريب هوندي آهي ڪوبه اچي شريڪ ٿي سگهي ٿو، ڪنهن کي منع نه آهي. منهنجي هر سالگره جو الڳ عنوان هوندو آهي، منهنجي شاندار ۽ يادگار سالگرهن ۾ جنم رهاڻ، جنم جشن، جنم ڏينهن، جنم ڪورٽ، جنم ڏهاڙو ۽ سلور جوبلي سالگره رهيون منهنجي سالگره ڪڏهن ٻه ملهائڻ ته لونڊا ٻ، محبوب ٻه ملهائڻ ته ساليون ٻ، وچ درياءَ ۾ ڪينجهر تي ٻ ٿي ته ڪارونجهر جبل جي چوٽي تي ٻ ريل ۾ ٻ ٿي ته جيل ۾ ٻ ٿي ته اسپتال جي بستري تي ٻ ٿي ته جهنگ ۾ ٻ، گڏهه گاڏي تي ٻ ٿي ته چوچاڪي بگي ۾ ٻ، ريلوي پليٽ فارم تي ٻ ٿي، ۽ وچ ديگ تي ٻ مون کي ڪوئيٽا ۾ پٺاڻن سان ٽرڪ ۾ ٽيل سالگره نٿي وسري، اچا هڪ سالگره ريل جي مال گاڏي واري آخري گاڏي ۾ ڪرڻ جي حسرت اٿم ۽ ٻي بحري جهاز ۾، مان هر سال سالگره ڪري پاڻ کي آزار ۾ وجهندو آهيان، منهنجي سالگره ۾ گند نه ٿئي ته اها سالگره ٽوڙئي سمجهي ويندي، ڪو دؤر هو منهنجي سالگره ۾ خوبصورت ڇوڪرا اگهاڙا ڊانس ڪندا هئا، اهي خوبصورت ڇوڪرا ٽينگ ٽپا ڏيئي مهمانن جي هنج ۾ ويهي بدن جي گهٽ سهٽ ڪندا هئا، وڏو ڪيڪ ڪٽبو هو گاني بجاني ۽ ڊانس ڪانسواءِ ديڳيون ڇوهنديون هيون ڪجهه وقت ته منهنجي سالگره دوستن جي ونڊ سان ٻه ٿئي ايڪو سائونڊ جو خرچ هر پيري محترم نارائڻ داس فوڊ وارو پري، اهو ونڊ ٻه پڙوت ڪري منهنجي دوست ضمير ايم ايم بلد ڪرايو. باقي ڪيڪ منهنجي دوست جي پرڪاش جو چوڻ آهي ته جيستائين مان جيئرو آهيان ڪيڪ منهنجي پاران هوندو پر 49هين سالگره تي جي پرڪاش جو ڪيڪ نهپهتو ان پڙوت ۾ پش پش هوپرويز بشني بشني بشنگير نه ڪري ته بشني ڪيڻ سڏائي، دوست پشن جون منيون پري گهوريندا آهن، منهنجي سالگرهه ۾ منهنجي دوستن جي ههڳي مڇي ويندي آهي، هر ڪو موج مستيءَ ۾ هوندو آهي، منهنجا لونڊا ۽ منهنجا دوست هڪ ٻئي کي ياڪر پري نچندا آهن، هڪ سال مون پنهنجو جنم ڏهاڙو نه ملهائڻ جو اعلان ڪيو،ته دوستن پنهنجي پاڻهن تي ڪاريون

پٽيون ٻڌي احتجاج ڪيو، نيٺ دوستن پنهنجي ٻل بوتي تي پنهنجو پاڻ ۾ ڦوڙي ڪري منهنجي ماضي جي رڻل دوستن کي پرچائي اٽڪل ٻه ٽي سؤ دانشور، اديب ۽ ذاتي دوست دعوت ڏئي ڪٺا ڪيا، ڪيڪ اچي ويا، ناچو ۽ ڪچريون اچي ويون وڏو هنگامو ڪري مون کي بينڊ باجن سان ٽنگو ٽولي ڪري گهران ڪڍي آيا اها پهرين سالگره هئي، جنهن ۾ مون سالگرهه نه ڪرڻ جي ڏوهه ۾ گاريون ڏيڻ تي ڪاڏيون سالگرين مون کي ڪافي تجربيڪار بڻائي ڇڏيو آهي، افسوس جوڳي ڳالهه اها آهي ته منهنجي ڪجهه دوستن کي الٽ ڪهڙو ريچڪ ٿو اچي جو هو اچن ٿا سالگرهه کي ڦٽائڻ لاءِ منهنجي پوين ٻن سالگرهن ۾ هڪ ۾ سالگرهه جي پنڊال کي باهه ڏني وئي ۽ ٻئي ۾ ڊيڪوريشن آخر ۾ چوري ڪئي وئي، جنهن سبب مون ڏاڍو لوڙهيو، آپا قمر واحد آپا سترين نوري، نور ناز آغا،ميڊم فضا، نثار حسيني نصير مرزا، حسن مجتبيٰ، حيدر شاهه، انور جوڪيو، ايوب آفريدي جن جي صدارت ۾ سالگرهون ٿيون 49 سالگره ۾ راڳي ضامن علي صدارت ڪئي باقي 50هين (گولڊنجوبلي) ۾ محترمه فاطمه مرتضيٰ جي صدارت ۾ ڪرڻ جي خواهش اٿم تيستائين رب حياتي ڏي.

## طهر سنت ختنو

منهنجي جمڻ جي ڇهين ڏينهن جڏهن منهنجي ڇٺي ٿي ته انهي ۽ رسم ڪان پوءِ هڪ ٻي رسم ادا ڪرڻي هئي، پڪ سان اوهان سمجهي ويا هوندا جو اها جڻ توهان سان به ٿي هوندي، وڏن مان ڪن جو خيال هو ته اها رسم اڳو پوءِ هاڻ پوري ٿيڻ گهرجي، پر ڪن جو خيال هو ته اها رسم ٻئي ڪنهن مناسب وقت ادا ڪئي وڃي، نيٺ انهي جڻ لاءِ وقت پيو هو ائين قيامت جي اها گهڙي ايندي ايندي گذري وئي ۽ مان بچي ويس، پر چوندا آهن ته ”ٻڪري ڪي ماءُ ڪب تڪ خير منائيگي“. في حال ته ڪن ۾ ٻانگ ڏئي مسلمان ڪيو ويو، هندو پنهنجي ٻارن کي پنهنجن ڏهن سالن اندر جيٺا پائيندا آهن ۽ مسلمان سڳورا وري طهر يا ختنو ڪندا آهن، اها سنت ابراهيمي به آهي ته سنت رسول به ۽ ميڊيڪل سائنس به طهر کي صحت بخش سمجهي ٿي، مان اڄ تائين نه سمجهي سگهيو آهيان ته ڪليل شي ڪنهن صحتمند آهي، خدا جي ڏنل ڪا به شي غير ضروري نه اهي هوندي، جيڪڏهن اک، نڪ، هٿ، پير يا آنگر ڪٽي ڇڏجي ته اهو عيب هوندو، تيڻ جو تپو ته سڀ کان نازڪ شيءِ آهي، خدا ان کي ٻوڇ ڏئي، اسان جي ٻهتري سوچي هوندي دراصل عرب سڳورا عياش هئا، هو ميڊ کان ٿي عياشي جو سوچيندا هئا، هنن ۾ تپڙ جو گهورو ڪري تيز ۽ تکي ڇنب رکڻ فيشن هو جيئن ته اها هنن جي خانداني رسم بڻ هئي، جنهن لاءِ ٻار کي ان جي ناسمجهيءَ واري عمر ۾ نه چاهيندي به ائين ڪرائڻو پيو، بهرحال اها رسم اسان سنڌين جي به ثقافت جو حصو آهي، مان شايد اٺن ڏهن سالن جو مس هوس، جو انهن ڏينهن ۾

منهنجي پيءُ منهنجي طهر جي ماهر خانداني حجم کي اڳ ڏنل تاريخ تي
گهرائي منهنجي طهر ڪرائي مونکي مسلمان ڪري ڇڏيو، جڏهن بابي منهنجي
۽ منهنجي ڀاءُ رشيد جي هڪ ئي ڏينهن طهر پئي ڪرايو تہ مون بابي کي رحم
جي اپيل ڪئي، پر اها منهنجي اپيل 3 رڪني نل بيچ رد ڪندي تاريخي فيصلو
ٻڌايو تہ ”اها رسم اڄ ۽ هاڻ ئي پوري ٿيڻ گهرجي“ ، مجبورن مون هشيار ٿيا ڪيا
۽ ان جڻ لاءِ پاڻ کي ذهني طور تيار ڪيو، اها منهنجي شرافت هئي جو مان
ايندڙ خطري کان پاڻ کي بچائي نہ سگهيس، پر اهو ڪمال منهنجي چاچن ۽
مامن جو هو جو اهي مونکي جهلي ويٺا هئا، حجم ڪلمو پڙهي مونکي وات ۾
مصري وجهي مٺي سونهي جهرڪي ڏسڻ لاءِ چيو ۽ هيٺ منهنجو ڪم لاهي
ويو، ايذاءُ سبب موٽ ۾ مونکي حجم کي پري چماٽ هڻي هئي تہ جيئن منهنجو
طهر ڪندڙ حجم گيگ ڪري ڪري پئي تہ جيئن هو بابي کان پلي ٻڪري جي
رقم وصول ڪري سگهي پر مون حجم کي چماٽ بجاءِ منهن ۾ پونبو گرڙي
ڏنو، حجم تاريخ ڪري ڪري ملم پٽي ڪري هليو ويو ان وقت منهنجي ڪيفيت
ان ٻار جهڙي هئي جنهن وٽ سيني ٻارن کان پياري شيءِ هجي ۽ اها شي اوچتو
ڪو طاقتور راڪاس ڪسي ڪٽي ويو هجي، مون کي ڳاڙهي ڪپڙي جي گوڏ ٻڌل
هئي ڳاڙي گوڏ سان مونکي ڏاڍو شرم محسوس ٿيو، گوڏ اڳ ئي ڳاڙهي هئي
ويتر رت وهي گوڏ کي نئون روپ ڏئي ڇڏيو هجي، جڏهن اها قيامت جي گهڙي
گذري وئي ۽ رب جي رضا سان مان انهي آزمائش جي گهڙي ۾ پار پيس تہ هر
طرف هل هنگامو ٿي ويو اهو منهنجي ٽيڻ جي جشن جوڏينهن وڏي ڌام ڌوم ۽
شان و شوڪت سان ملهايو ويو، تاهري جون ديڳيون چاڙهيون ويون، پتاشا ۽
ڪارڪون ورهاجي ويون مون کي ڳاڙهي ڪپڙي جي گوڏ ٻڌل هئي اڃان اهو ڦٽ
ڇٽو ئي نہ هو تہ مان ڦڦي جي گهر ويس اتي ديدي ۾ نا سمجهي سبب گوڏ جون
ٻئي هيٺيون ڪنڊون وات ۾ چٻاڙي رهيو هئس، اندران جنهن نينگري سڀ کان
ڀهرين منهنجو طهريل گل ڏٺو اها ئي ڇوڪري رفعيہ اڄ منهنجي ڇئن ٻارن جي
ماءُ آهي، مون کي خبر هجي ها تہ اڳتي هلي ان پناهہ ورتل گهر مان منهنجي زال
اچڻي آهي ۽ اها ئي منهنجي زال بڻبي تہ مان اهو گل ان کي هرگز نہ ڏيکاريان
ها ۽ ڪنهن من پسندن ڇوڪري کي اهو گل ڏيکاريان ها تہ گهٽ ۾ گهٽ اڄ اها
منهنجي زال هجي ها، هاڻ مون سبق سکيو آهي تہ مان ٻي جنم ۾ اها غلطي
هرگز نہ ڪندس، پر افسوس تہ ٻيو جنم ٿيندو نہ آهي مان پنهنجي ٽنهي پٽن شاهہ
رخ ماهہ رخ ۽ هالار کي صلاح ڏيندس تہ ٻچا طهر کان پوءِ جيڪا ڇوڪري پسند
اٿئو ان جي گهر وڃي ڀهرين گل ان کي ڏيکارجو ۽ نہ پسنديده گهر ۾ پلجي ٻہ
گوڏ مٿي نہ ڪجو ڀلي ڳئي ڏسڻ ۾ اچي پر ٽپڙ جو بچاءُ ڪجو نہ تہ مون جيان
ويل ۾ اچي ويندئو، وڌيڪ ڪٿن اوهان جا ڀاڳ.

ڪڪريون منهن ويس ميان!
آءُ اگھاڙو ڪير چوي.

**منهنجو ويس!**

سادگي حيرت جي ماءُ آهي. مان دنياوي آسائشن ۽ بناوٽن کان تمام گھڻو پري آهيان. مان کائيندو پيئندو ۽ پهريندو سادو آهيان. اهڙي سيڙي پوشاڪ پهري سادو ڪاڏو ڪاٿي پنهنجي حياتي گذاريم. منهنجا دوست ڪپڙن لٽن ۾ ٺهيل ٺڪيل ۽ مهذب ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مان پنهنجي حليي ۾ ٻين کان نرالو ۽ عجيب ڏسڻ ۾ ايندو آهيان. منهنجا ڪپڙا ماڻهن جهڙا نه آهن. منهنجي پوشاڪ براءِ نام هوندي آهي، مون لاءِ هر قسم جي لباس جي آزادي آهي، بدن جا سمورا عيب ڍڪڻ لاءِ منهنجي لڱن تي پورو لٽو به نه هوندو آهي. حال اهو آهي جو پاڻ لاءِ سنجيده ڪپڙا به ڪونه اٿم. مون ۾ ڪپڙن لٽن جو گھڻو افعال به ڪونهي، تنهنڪري گھڻن ڪي ڪونه وٺان. منهنجي گهر، ٻاهر توڙي آفيس جا ڪپڙا ساڳيا هوندا آهن، مان منڊيا شروع کان وٺي هڪ وڳو ڏينهن رات پاڻ تي هريل آهيان. منهنجو ثقافتي لباس شلوار قميص نه ۾ لنڊا جا وڪرو ٿيندڙ فرسودا ٽائوزر، پتلون، ٽي شرٽ ۽ شرٽس آهن. مان ڪپڙا ٽائيٽ پائيندو آهيان، اهڙا ڪپڙا پاڻ سان بدن ۾ چستي ايندي آهي، منهنجا وار ۽ ڪپڙا سڀ ناٽڪي قسم جا آهن مون کي پيرن کان مٿي تائين ڏسندا نه شڪل صورت ۽ لباس ۾ مان اوهان کي صفا ميراثي لڳندس. مون ڪنهن زماني ۾ هزارين پوش پهريا ۽ ويس ڌاريا، اڄ به منهنجي هر اگرائي فيشن بڻجي ويندي آهي. مان پنهنجي لباس ۾ روز جدت آڻيندو آهيان. منهنجي اها دعويٰ آهي ته جيڪڏهن اڄ مان پينٽ جي اندر بجاءِ انڊرويئر پينٽ جي مٿان پايان ته ٻئي ڏينهن اهو فيشن بڻجي ويندو، اڄڪلهه جو مشهور فيشن سٺڻ گير واري ۽ قميص هپس وٽان ٽائيٽ پڻ منهنجو ڪارنامو آهي جو سهڻا چيلهه ۽ مال کي لوڏي فخر ڪن ٿا. مان اسڪولي زماني ۾ ٽائي، بوٽ ۽ شرٽ جا بٽڻ ڪليل ڇڏيندو هوس ۽ مان گنجي به نه پائيندو هوس ۽ سردين ۾ سوئيٽر لاهي هپس تي ٻڌي پينٽ جي زپ کولي ڦرندو هوس، اهو منهنجو اسٽائيل هو، چڊي ڪڇو منهنجي پسنديده پوشاڪ آهي، جائي جم کان ماءُ جيڪا چڊي پارائي هئي سا جڻ اڃا تائين لاٿي نه اٿم. مان ٻاهر توڙي فنڪشن ۾ به چڊي چڊي ۾ ويندو آهيان جتي مون کي چٽ ملندي آهي ته ”مهرباني ڪري آئيندا پورن ڪپڙن ۾ ايندا.“ مان گهر ۾ به هر وقت چڊي ۾ رهندو آهيان مون کي وڏا ڪڇا نه نندا ڪڇا وڻندا آهن. مون کي ريشمي ڪڇا وڌيڪ پسند آهن مان ٻنالڪو ٻار رنگ جو اڇو هوس اُس ۾ رلي ٻني اڃو رنگ ڦٽي ڪڪڪائو ۽

ڪجهه سانوار تي ويو آ پر اندر بدن اڄ به سنگ مرمر کي شرمائڻ لاءِ ڪافي آهي. مان جڏهن ڇڏبي پائيندو آهيان ته شڪل هڪ جي ۽ بدن ٻئي جو لڳندو آهي جڻ اڌ تتر ۽ اڌ بٽير يا ڌڙ ريڇ، سر ٻاڪرو اهو ڏسي ڏسندڙ بي مخلوق سمجهي حيرت مان ڏسندا آهن. جڏهن ڪو منهنجي سيڪسي بدن کي گهوري ڏسندو آهي ته مونکي پنهنجو وجود ننگو محسوس ٿيڻ لڳندو آهي. مان ڇڏبي ۾ دماغ کي خيالي نرواڻ ڏئي سيڪس جي بک پچائيندو آهيان جڏهن ڇڏبي ۾ مون جا اگهاڙا انگ ڏيکاربا آهن ۽ ڪنهن عورت جي نظر مون ڏانهن کڄندي آهي ته مان پنهنجي پاڻ ۾ لڪڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. مونکي پلازه تي ڇڏبي ۾

ڏسي ڪيئي نوجوان يقلم گهران ڪپڙا مٽائي ڇڏبي ۾ ڦرندا آهن ته هنن جا ڪڇا سيڪسي هجن ٿا نه انهن جون ٽنگون سيڪسي ۽ نه ئي مون جيان بي حجاب هجن ٿا. مان هڪ ڀيرو ڇڏبي ۾ دوستن سان گڏجي نهال شاهه نوري جي ميلي ۾ ويس، زيارتين جي وڏي انگ گادي نشين سميت منهنجي ڇڏبي ۾ اچڻ تي اعتراض واريو. مون ڪين عرض ڪيو. نهال شاهه نوري هڪ جلالي ولي آهي مان انهيءَ ڇڏبي ۾ حيدرآباد کان موٽر سائيڪل تي بائي روڊ سندس زيارت تي آيو آهيان. جيڪڏهن ڪين اهو پسند نه هجي ها ته مان هتي زنده ثوري پهچان ها. مونکي واپس به ته گهر وڃڻو آهي. منهنجي مرشد جي مرضي مونکي ڇڏبي ۾ گهرائي يا اگهاڙو اوهان ڪير ٿيندا آيو. سنگت علي علي جا نعرا هنيا ۽ مان ڇڏبي ۾ زيارت ڪري خير سان گهر پهتس. سڀ ننگا ئي نڪرو، لالچ ڇڏي لوڀ (ويس وڳا ڇڏي بي حجاب ٿي نڪرو) جا جي ڪپڙا آڌورا آهن زندگي به ته آڌوري آهي، دراصل لباس کي عيب ڍڪڻ لاءِ ايجاد ڪيو ويو آهي. پر اهوئي انسان جو وڏو عيب آهي انسان ننگو آيو آهي، ننگو وڃڻو آهي، هي ننگو زندگي گذاري ته ڪهڙو فرق ٿو پوي ٿو؟ مصري مصوري ۾ حوا ۽ آدم کي انجير جي پن کان سواءِ هن جو ڪوئي مصور هن کي ٻيو لباس نه ٿو ڍڪي، مهاتما گانڌي به ته بت تي ڪپڙا پائڻ ڇڏي ڏنا هئا. سناسي ڪپڙا پائن يا نه ڪهڙو فرق ٿو پوي، گهوڙا گڏهه به ته لباس نٿا پائن، منهنجو آدرش به ته اهو ئي آهي ته ماڻهو اگهاڙو رهي پر دور جي بداخلاقي سبب بنهه ننگپڻو (ننگائي) ٺيڪ نه آهي. مون کي نيچرل وڻندي آهي، منهنجي شخصيت شيشي وانگر آهي جنهن ۾ هر شيءِ صاف نظر اچي ٿي دنيا ۾ جڳ جهان اڳيان سڄي زندگي اگهاڙي ٻار جيان بلڪل ننگو ۽ الف اگهاڙو رهيس. ڇڻ ڪپڙن ۾ به اگهاڙو هجان. هون به مون لاءِ ڪپڙا بيڪار ۽ غير ضروري آهن. ڇڻ منهنجي تن جا ڪپڙا لاٿل هجن مان ته پوري سچائيءَ سان ننگو آهيان. اوهين به اندر ۾ ائين آهيو، جيئن مان آهيان رڳو ڪپڙن جو ڦير ائٿون. مان ٻاهران ننگو آهيان ۽ اوهان اندران ڳالهه، ٻڙئي ساڳي آهي سڀ

ننگا آهيون. وقت جي اسٽيج تي منهنجي بنا ٽڪيٽ جي ننگي نمائش اڃان هلندڙ آهي. شڪر جو مان اڃان ڪپڙن ڪان آجو نہ آهيان، دراصل مست جي ٻماندڻ اڃائپ آهي اڃا مان مست نہ اگھاڙو آهيان. اگھاڙپ ننڍپڻ کان منهنجي فطرت رهي آهي، ننڍپڻ واري وهي ۾ مان جڏهن باٿ روم مان ٽڙ ڪري ٻاهر نڪرندو هوس تہ اگھاڙو ئي زمين بجاءِ کٽ تي چڙهي ڊانس ڪندو هوس، کٽ تي چڙهي ڪپڙا مٿانئي خوش ٿيندو هوس. ائين ڪرڻ سان شايد مان پاڻ کي سڀ کان وڏو محسوس ڪندو هوس، اها منهنجي الهڙپائي هئي ۽ هي منهنجي مستي آهي مان الست مست آهيان، آئون اگھاڙو ماڻهو آهيان ۽ مان جڏهن بہ پورا ڪپڙا پائيندس تہ اهو صرف ۽ صرف منهنجو ڪفن هوندو. پر منهنجي آخري خواهش اها هوندي تہ مونکي بنا ڪفن جي ننگو دفن ڪجو. جو تہ مان بي ڪفن ماضيءَ جو ننگو ليڪڪ آهيان هونءَ بہ مان ننگو آيس ۽ ننگو وڃڻ ٿو چاهيان. ڪفن بہ تہ نصيب وارن کي ملندو آهي پر پنهنجو اهڙو نصيب ڪٿي.

ستر ڪر ستار، آئون اگھاڙو آهيان
ڍڪئين ڍڪڻهارا ڏيئي پاند پناهہ جو

پنهنجو جيون بہ وڃي ها سُڌري
هٽ هٽ ۾ جي چڏين ها ڏيئي

## ستريلن ۾ اڻ ستريل

اهو ناممڪن آهي تہ مان هن جنم ۾ سُڌران، مان اهو انسان آهيان جنهن کي هڪ لک چوويهہ هزار پيغمبر بہ نہ سڌاري سگھيا. منهنجي شاعر دوست عزيز گوپانگ جي بقول تہ "يوگينڊا جو شيدي صدر عيدي امين اڃو ئي سگھي ٿو پر آغا قيوم سُڌري نٿو سگھي." اها ڳالهہ مون لاءِ سؤ سيڪڙو صحيح آهي تہ مان سُڌرڻ جهڙي مُنڊي ئي ناهيان. مان ڪڏهن بہ سڌرڻو نہ آهيان ذري گهٽ اڌ صدي گذرڻ کان پوءِ بہ مون ۾ رتي پر ڪمي يا ذري برابر بہ لچڪ ڪانہ آئي سو سائين کي چوان تہ منهنجي سڌرڻ لاءِ اڃا مونکي شايد ٻيهر نئين سر جنم وٺڻو پوندو. پر هن جنم ۾ سڌرڻ جو منهنجو ڪو پروگرام نظر نٿو اچي. خدا معلوم منهنجو سڌرڻ جو محال آهي شايد امر ئي نہ آهي تہ آئون سڌران. ٻيا سڌري ويا آهن ۽ مان اڃان بہ وڌيڪ ڪري ويو آهيان، مان جتي بہ ويندو آهيان پوءِ اهي دوست يار هجن يا مٽ مائٽ مون کان پهريون ئي سوال اهو ڪيو ويندو آهي سڌرڻ متعلق مثلن "تون سڌرئين ڪونہ!" "ڪجهہ سڌرندي بہ يا نہ،" "بس تون بہ

سڙئين ڪونہ! جهڙو هيئن اهڙو آهين،“ ”دنيا سڙي وئي پر تون نہ سڙندي،“ ”تون نہ سڙين سو نہ سڙين،“ ”هي سڙندو ٺوريئي“ ۽ ”ڪتي جو پڇ سڙندو، پر تون نہ سڙندين“ وغيره وغيره قربان وڃان مونکي سڏارڻ وارا الله جو هٿ ڏوئي پيا آهن، جن مونکي سڏارڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪانہ ڇڏي آهي. ڇا مان دنيا جو واحد ماڻهو آهيان جيڪو سڙيو نہ آهيان؟ جي اير سيد جون هڏيون پوريون ٿي ويون هن قوم کي سڏارڻ ۾ جا نہ سڙي سا نہ سڙي باقي مان ڪهڙي کيت جي موري آهيان. ڏاڏا چوندا هئا تہ ”ڪا ڳالهہ ڪانهي مند ڪري، مڙس سلامت رهيو تہ ٻي مند سڙي پوندو.“ پر منهنجو مزاج نہ بدليو سو نہ بدليو. منهنجي دل جي دنيا هڪ ئي رنگ ۽ روپ ۾ آباد آهي پر مان مناسب گهربل تبديليون نہ آڻي سگهيس. هاڻوڪي روپ ۾ بہ مون ڪا چڱي تبديلي قبول نہ ڪئي آهي. مونکي سڏارڻ جي مهرباني. مونکي سڙڻو ئي نہ آهي ٻيا سڙيا لک ڪٽيون. هڪڙا ماڻهو اهڙا هوندا آهن جن جو جڏهن ماحول تبديل ٿيندو آهي تہ پاڻ بہ تبديل ٿي ويندا آهن. وقت سان گڏ ماڻهن ۾ ڦير اچي وڃي ٿو، ماڻهو سدائين ساڳيو نٿو رهي. ماڻهو هڪ حد تائين تہ بدلجي سگهي ٿو پر مان ائين بہ ڪري نٿو سگهان. ساڳي ڪيفيت ساڳيو ماحول مون سان سالن کان گڏوگڏ هلندو اچي مان اڄ کان ٽيهہ پنجٽيهہ سال اڳ بہ ساڳيو هوس ۽ اڄ بہ ساڳيو آهيان پل ڪو چئلينج ڪري مونکي سڏارڻ جو. هاڻ هن اچن ڳچن واري عمر ۾ سڙي بہ ڇا ڪندس مان بدلجڻ بہ نٿو چاهيان هاڻ مان ڪونہ سڙندس، سڙڻ جي ڪوشش بہ اجائي آهي. اهڙو ئي اڻ سڙيل صحيح آهيان، جو آهين سو آهيان. مونکي شڪايت آهي تہ مونکي ائين قبول ڇو نہ ٿو ڪيو وڃي جيئن مان آهيان. مان جيئن هيس يا مون جيئن رهڻ چاهيو، اها سوچ مونکان ڪير بہ کسي نٿو سگهي. منهنجي سڙيل يا اڻ سڙيل هئڻ متعلق پڙهندڙن کان اهو سوال آهي تہ ڇا دنيا تيزيءَ سان بدلجي رهي آهي، مان اڄان سڙيو نہ آهيان مونکي بہ هاڻ سڙي وڃڻ گهرجي يا نہ؟

**وقت**

چون ٿا تہ وقت بادشاهہ آهي. وقت ڪنهن جو بہ ڪونهي. وقت سڀني جو دشمن آهي. وقت ڪنهن جو دوست ٿي نٿو سگهي. وقت هٿن ۾ ترڪندڙ واريءَ جيان آهي. وقت زندگيءَ جو تت آهي ۽ وقت ساري زندگيءَ تي حاوي آهي. طوفان وقت جي اڳيان انسان جي زندگي پل جي راند آهي. وقت جيڪو هڪ سمو آهي هڪ لمحو آهي. لمحا جيڪي هڪ ٻئي پٺيان ڊوڙندا اچن ٿا ۽ ماضي جو ڪاڄ ٻڌجي وڃن ٿا. ڪنهن بہ ڏور ۾ وقت ڪنهن کي ناهي بخشيو. وقت کي ڏاڍي تيز اڏام آهي ٽڪنجي نہ ٿو ٽڪجي. وقت جو وهڪرو ڏاڍو تيز آهي، ان جي اڳيان ڪوئي بہ پنهنجا پير نہ جهلي سگهيو آهي. وقت جي ان تيز وهڪري ۾ نہ ڄاڻ تہ ڪيترين تهذيبون لڙهي چڪيون آهن. وقت جي ان وهڪري ۾ هڪ ڏينهن هر شيءِ لڙهي ويندي. جڏهن وقت

گذري ويندو آهي تہ افسوس ٿيندو آهي. وقت هر زخم جو مرهم ۽ سڀ جو استاد آهي. وقت سڀ ڪجهہ سيکاري ڇڏيندو آهي. وقت گذرڻ سان گڏ نوان رخ ۽ نيون راهون ملنديون رهنديون آهن جيئن وقت تبديل ٿيندو آهي تہ وقت سان گڏ ماڻهن جو ذهن ۽ سوچيون پڻ تبديل ٿينديون آهن. پر مان چوان ٿو تہ "وقت ساڳيو آهي پر ماڻهن بدلجي ويا آهن وقت نہ بدليو آهي پر انهن جو ذهن بدليو آهي." پل وقت ۽ دور بدلجي ويو هجي پر منهنجي سوچ ۾ ڪا بہ تبديلي نہ آئي آهي. وقت جو مون تي ڪو بہ اثر نہ ٿيو آهي ايندڙ وقت جو انتظار ڪرڻ بدران اسان جيڪڏهن حال کي مڪمل طور تي محسوس ڪيو ۽ پنهنجي اندر جذب ڪرڻ جو ڏانءُ پيدا ڪري وٺون تہ زندگي ڪيتري نہ بدلجي وڃي. وقت خاموشي سان هوريان هوريان پير کڻندو اڳتي وڃي رهيو آهي. جڏهن تہ اسان جون اکيون مستقبل جا خواب اُڻي رهيون آهن، اهو مستقبل جيڪو هڪ ڏينهن ماضي بڻجي ويندو مون بہ وقت جا ٿڪ ڀڏا آهن. مون وقت جا سڏڪا بہ ٻڌا آهن. ائين ٿو لڳي ڄڻ وقت مون کي ماضيءَ ۾ گهلي کڻي ويو آهي. وقت صرف مون کان منهنجي شناخت کسي ورتي آهي. منهنجي سڃاڻپ رڳو شناختي ڪارڊ ۾ وڃي بچي آهي. وقت کان هارجي وڃڻ جو اعتراف مون اڃان ناهي ڪيو. وقت صرف مون کي آڱرين تي نچائي رهيو آهي. مان وقت جو فقير بڻجي پيو آهيان، منهنجي هٿ ۾ زندگي جي ڪشڪول کان سواءِ وقت جي خيرات جي ڪجهہ بہ نہ آهي. ڪشڪول اڃان منهنجي هٿ ۾ آهي پر وقت جا سڪا ختم ٿي چڪا آهن. وقت جيڪو هڪ روشن زندگيءَ جو ڏيئو اجهائي رهيو آهي. گهڙي جا ڪانٽا هڪٻئي ۾ الجهي پيا آهن. وقت مون سان اهڙي جٽ ڪئي آهي. "جهڙي جٽ ٻرڙن ڪيئي ٻارن سان" مان اڃا تائين وقت کي دانهيان وٺو. گذري ويل وقت ڄڻ منهنجي منهن تي چونبو ڏئي گذري ويو. وقت جي اسٽيج تي ڄڻ بنا ٽڪيٽ جي منهنجي ننگي نمائش لڳي. هر گذري ويل وقت مون کي ٽڪون ۽ گڏيون هڻندو ٿو گذري وڃي. مون وقت جو قدر نہ ڪيو ۽ وقت وري منهنجو قدر نہ ڪيو. حساب برابر.

غم هي يا خوشي هي تو، ميري زندگي هي تو

## زندگي

جندڙي، زندگاني يا زندگي گذارڻ لاءِ هر ماڻهو وٽ هڪ زندگي هوندي آهي. زندگي گذارڻ بہ هڪ ڏانءُ آهي، زندگي نباهڻ ڏاڍو مشڪل آهي چون ٿا تہ "جيئڻ هڪ فن آهي". هي زندگي سدا رهڻي نہ آهي، زندگي صرف ٻہ ڏينهن آهي، هڪ اچڻ جو ۽ ٻيو وڃڻ جو. حياتي کي بقاءُ ڪونهي، حياتي ڪن پل جو ميلو آهي. زندگي بي وفا آهي، هن ڪنهن سان بہ وفا نہ آهي ڪئي، جيون جي جنگ

هر هڪ کي لوڙڻي پوي ٿي، هيءَ زندگي ٻيهر ملڻي نہ آهي. صحيح زندگي گذارڻ لاءِ هڪ زندگي ڪافي آهي. زندگيءَ جا ڪئي نانءَ روپ انوپ آهن، زندگيءَ جا انيڪ رنگ ڍنگ رخ ۽ تشبيهون آهن ۽ زندگيءَ جون ڪئي ادائون آهن، زندگي جيڪا خوبصورت نعمت آهي، زندگي هڪ موج آ، مستي آ، زندگي خوشبو جو اهڃاڻ آهي. زندگي حسن آهي. زندگي خوشگوار لمحن جو نانءُ آهي. زندگي هر پل جو پيار آهي، پر زندگي پيار لاءِ تمام ٿوري آهي. زندگي حقيقت سان ڀرپور هوندي آهي. زندگي تہ پائڻ ۽ وڃائڻ جو نانءُ آهي. زندگي جستجو بہ آهي. زندگي هار ۽ جيت بہ آهي زندگي غم بہ آهي تہ زندگي خوشي بہ آهي. زندگي خوشين جي ٻانهن ۾ رقص ڪندي آهي. زندگي تيز آنڌي ۾ پير ڄمائڻ جو نالو بہ آهي. زندگي خواب جو گهيراءُ بہ آهي ۽ زندگي زنده دلي جو نالو آهي. اهڙا ٿورن ڏينهن جي زندگي ۽ دنيا، انسان کي سڀ کان عزيز آهي پر انهيءَ زندگيءَ جي هر ڪنهن کي قيمت ادا ڪرڻي پوي ٿي، زندگي ايتري وسيع، ڦهليل ۽ پيچيده آهي جو آئيني ۾ هن جا بيهوده عڪس ڏسڻ سمجهڻ لڳ ڀڳ ناممڪن آهن.

زندگي رڄ سڄي مان اُجايل پڪي، ڍنڍ پاڻي ڪني ڪائي جانوَ ڏسيو

ڪجهه ماڻهن جي زندگي ناقابل فراموش ڪهاڻين وانگر هوندي آهي. منهنجي زندگي بہ پنهنجي ڍنگ سان نرالي آهي. مان زندگيءَ جو عام ڪردار نہ آهيان. مون وٽ زندگيءَ جون پنهنجون معنائون ۽ جيئڻ جا پنهنجا جواز آهن. مان پنهنجي زندگي کي پنهنجي نظر ۽ اک سان ڏسان ٿو. مون وٽ اهو احساس آهي تہ زندگي لاءِ روڳ پيدا ڪرڻ بہ ضروري آهي. زندگيءَ جي مسافري ڏاڍي اڙانگي ۽ ٿڪائيندڙ آهي. بي مقصد زندگي گذارڻ ڪيڏو نہ ڏکيو آهي. منهنجي هڪ ڏکي زندگي جي ياد آهي. مون حياتي کيئن ڪٽي، هن جيون جوڳ ۾ هڪ اڌورو پڻ آهي. مان پنهنجي حصي جي زندگي جيان پيو. زندگي نفي ۾ گذري يا نقصان ۾؟ مون زندگي جو سڀ بلائون ڏٺيون. ڪالهہ اڄ ۽ سڀاڻ جو نالو ئي تہ آهي زندگي، منهنجي زندگي بہ ٽن لفظن جي فريم ۾ قيد رهي، ننڍپڻ، جواني ۽ پيري، ”زندگي رڳو ڊسچارج جو پيرڊ آهي“، ”زندگي ان لمحي جيان گذري ويئي جڏهن مان آڌي رات جو اوچتو اک کلڻ بعد اٿي خماريل نيڻن ۽ ساڳين قدمن سان بيٺي پير پيشاب لاءِ باٿ روم وڃي موٽيو هجان.“ زندگي منهنجي منهن تي مُٺي هلي وئي. زندگي ڀڙوت جو نانءُ آهي ۽ دنيا چڪلو آهي ۽ زندگي تنهنجي منهنجي ڪڏيل اگهاڙي تصوير آهي. ڪتي وانگر ڀونڪندي مون گذاري ڇڏي زندگي، مان زندگيءَ جي بهشت ۾ ڄڻ خچر هوس. زندگي سڄي لڳي بڪواس آهي. زندگيءَ کي عياشي سمجهي گذاري ڇڏيم. زندگي جي کيل ۾ سڄي ڄمار تماشو بڻجي رهيس، مون زندگي ۾ وڏا رسڪ کڻي داءَ تي

لڳائي ڇڏي زندگي، مون لاءِ زندگي هڪ بي مقصد مشغلو هئي. زندگي ۾ مون رڳو پاڻ کي لوڙيو آهي. مون پنهنجي زندگي کي برباد ڪري ضايع ڪري ماري وڌو. مون پنهنجي ڏن ۾ پنهنجي پوري حياتي گذاري ڇڏي، منهنجي پوري زندگي جو حاصل ڀوڙي رهيو. زندگي الاجي ڪيتري زندگيءَ کان هميشه لاءِ رسي ويڻ کان اڳ مان پنهنجي زندگيءَ جا اهي ڪيئي ڦٽ ۽ ناسور آهن جيڪي مان اوهان کي ڏيکارڻ چاهيان ٿو.

اهڙي بک نہ ڏي اي ڌرتي! ايڏا ڏک نہ ڏي اي ڌرتي.

## مان ۽ منهنجا ڏک

جيون جي اڪائيءَ ۾ ڏک ۽ درد فل اسٽاپ ۽ ڪاما آهن. ڪڏهن ماڻهو سک ۾ آهي تہ ڪڏهن ڏک ۾ درد، پريشانيون ۽ ڏک زندگيءَ جا گواهہ آهن اِهي هر ساهہ کڻندڙ جي حصي ۾ ايندا آهن. سورن جي هن سنسار ۾ ڏک سکن جي سونهن آهن. حياتي جي پورائي لاءِ ڏک سک لازمي آهن. ٿوريون خوشيون گهڻا ڏک ٿوريون مرڪون گهڻا لڙڪ آهن، انسان جيترو سک پرڀيو آهي، اوترو تہ ڏک بہ لازمي پوڀيندو، هن سنسار ۾ اسان کي انيڪ قسمن جا ڏک ڇو ٿا سهڻا پون. ڄمڻ بہ ڏک تہ مرڻ بہ ڏک، بيماري بہ ڏک تہ وڇوڙو بہ ڏک، غريبي بہ ڏک تہ ناڪامي بہ ڏک، آخر اسان کي اُهي ننڍيا وڏا ڏک، ڇو ٿا سهڻا پون. ان لاءِ جو درد کي وجود گهرجي جڏهن زندگي کي بقا نہ آهي تہ سک سدائين ڪيئن رهندو، هي ڏک سک بس عارضي آهن، پيڙا ڏيندڙ ڏک لاهيندڙ رب جي ذات آهي. ڪهڙي بہ مشڪلات اڳيان اچي تہ همت نہ هارجي پر پوري دليري سان ان کي منهن ڏجي. غم ۽ زخم سڀني کي آهن، پر ڪوئي رئندي گذاري ٿو تہ ڪو کلندو رهي ٿو. تہ اتنا جو مسڪراهہ رهي هو ڪيا غم هين جو ڇپا رهي هو. زندگي درد جو شربت آهي دوست، سچ درد ۾ جيڪو مٺاس آهي، سو ڪل خوشي ۾ نہ آهي. غم جي تاثير گهري آهي، دلين تي گهاءُ ڇڏيندي آهي، سک تہ موڪلائي ويندا. باقي درد تہ آهن جو ڪڏهن نہ وسرندا، وقت سان گڏ ڦٽ تہ ڇٽي ويندا پر انهن جا نشان باقي رهندا جيڪي مٽڻا نہ آهن. هونئن تہ ماڻهو ڏکن ۽ سورن ۾ پورو آهي پر جڏهن آسائش جي گهڙي نصيب ٿئي ٿي تہ اڳيان پويان ٿڪ لهيو وڃن. اکين ۾ خوشي جا ڳوڙها ڀرجي اچن ٿا، هن ساريءَ پونءِ تي ڏکن جا جهول تہ هرڪو پري ٿو پر خوشين جي مٺ شايد ڪنهن وٽ ئي هجي، ڏکن جي هن ڌرتي تي جڏهن خدا بہ انسان کي ڇڏي وڃي تہ ان مسڪيني ۾ مبتلا دکي ۽ بدبختي کان بيحال ماڻهو جي دل جوئي ڪرڻ بہ هڪ نيڪي آهي، هڪ عبادت آهي. هڪڙي پينگهي ۾ جهوليا هون، غم ڀي منهنجوئي سن آهي. منهنجي دردن جي تاريخ تمام ڊگهي آهي ڪيئي ساڙيل درد آهن. ڳالهيون ڪلنديون تہ ڪيئي

ڪتاب ٿي پوندا، ڏک سک زندگيءَ جا نہ وڇڙندڙ حصا آهن، اهو ڪھڙو انسان اهي جنھن جي زندگي ڏکن سکن جي ساز کان خالي هجي ٿي. منھنجي زندگي ۾ فقط هڪ ئي ساز وڄندو رهيو آهي. ڏکن جو ساز، پر مان دنيا کان پنھنجا ڏک لڪائيندو وڏا وڏا ٽهڪ ڏيندو آهيان، منھنجي ٿڪل پويان گھري درد جو پڙاڏو هڙڻ ۾ ايندو آهي. پنھنجي ٽٽل ۽ وکريل وجود کي دنيا جي نظر کان لڪائي ڇڪجي، رات جي اونده ۾ بستري تي هيڪلائي ۾ پور پور ٿي وکري ويندو آهيان. مان ڏينهن جي اجالي ۾ دنيا وارن آڏو فقط ٽهڪ ڏيندو آهيان ۽ رات جي هيڪلائيءَ ۾ روئندو آهيان، بس مون ۽ ٻين ۾ اهو فرق آهي جو مون کلڻ ۽ روئڻ لاءِ الڳ الڳ وقت مقرر ڪري ڇڏيو آهي. ڏک سک، سک ۽ ڏک جي ان اڪيوٽ ۾ وڌو ٿي ويس ۽ اها راند 50 سالن کان هلندي اچي. ڪو پل سک جو ساهہ نہ ڪنيو، دردن سان دعا سلام ازل کان آهي، سدائين درد سدائين سور. هر ڏينهن جو سور انوکو ۽ هر رات جو درد انوکو آهي. وجود ۾ هر گھڙي فقط درد جو نہ ختم ٿيندڙ احساس رهيو. جڏهن پنھنجا ڏک، تڪليفون، واقعا ۽ حادثا ورجائيندي آهي ڪشالا ياد ٿا پون تہ اهو ڏسي حيراني ٿئي تہ آهي ڏاڪڙا مون ڪيئن ڪٽيا! منھنجي اندر ۾ درد جو اوڙاهہ دکي رهيو آهي ايترا تہ من کي گھاءُ مليا هين جو واندڪائي ۾ بہ آهي مان ڳڻي ٿو سگھان. مان خوبصورت ۽ دلڪش سکن ۽ خوشين جو ساٿي آهيان، درد بہ يار آهن منھنجا، منھنجي ڏکن سان محبت ۽ سنگت رهي آهي، مون انهن ڏکن سان نباهيو آهي. مان ڏک پروف ۽ سور پروف آهيان. ڏک درد ۽ پيڙا منھنجي روح ۾ سيمو ڪري ويا آهن درد سفر ۾ سکن جي سرحد مان اڃان تائين نہ آهيان اُڪري سگھيو. دل ۾ رهجي ويل اڻ چيل درد، ڏک ڏولاوا، زندگيءَ جون ڏٺل هيبتناڪ تڪليفون ۽ بنا ساهي جي غم مان ڪنهن کي ڏئي ٿو سگھان، ڪڏهن ڪڏهن ڪو ڏک رٺاريندو اٿم مان غم کي پي ويندو آهيان، مان انهن ڦٽن جا گھرا زخم ڪنهن کي ڏيکاريان. هن جي درد سماج ۾ ڏکن کي وجهي ڏاوڻ ڪو سک ڏيڻ وارو ڪوئي ڪونهي.

## خوشي

Be Happy and it is Away of Being Wise

(خوش گذار ۽ اهوئي رستو اٿئي ڏاهي هئڻ جو) مان رڳو درد جي صدا ناهيان، پر مون هوائن کي ٽهڪ بہ ارپيا آهن. مان سيڻي جي غمي ۾ غمگين ۽ سيڻي جي خوشي ۾ خوش هوندو آهيان، مان ڪجھہ خوشيون حاصل ڪري ٻين کي خيرات ۾ ڏنيون آهن. اسان جي زندگي ۾ چوڌاري ڪيتريون ننڍيون ننڍيون خوشيون آهن جيڪي اڪثر اسان کي انڪري نظر نہ اينديون آهن جو اسان هر وقت وڏين خوشين کي ڳوليندا رهندا آهيون. ڪجھہ خوشيون اسان حاصل ڪرڻ

نہ چاهيندا آهيون پر اُهي چورن جيان اسان جي زندگي ۾ داخل ٿي ويندا آهن. حياتي ۾ مان خوشيون خريدي نہ سگهيس ۽ نہ ئي منهنجي حياتي ۾ ڪا خوشين جي ڪنهي ڦٽي. رُڳو خوشي جا پاروٽا ٽڪر ئي مليا آهن. مون کي خوشي کان نفرت آهي مان جي خوشي حاصل ڪري بہ وٺان تہ انهيءَ کي سنڀالي نہ آهيان سگهندو. مان دوستن يارن کي مرڪن ۽ خوشين جون جهوليون ڀري ڏيون پر موٽ ۾ مونکي ڇا مليو سواءِ ٺڪ ۽ لعنت جي ٻيو ڪجھ بہ ڪجھ حاصل نہ ٿيو. تہ بہ مان هميشہ خوش رهڻ جي ناڪام ڪوشش، ڪشش، ڪاوش ۽ ڪي ٿي اين ڪندو آهيان. لکن ڪروڙن وکن کان اڳتي، اڄان بہ اڳتي، اڃا بہ اڳتي.

## خواب خيال

هي خوابن جي دنيا آهي ۽ مان خوابن جي دنيا جو رهواسي آهيان، هتي سڀ ڪجھ منهنجي خواهشن ۽ خوابن جي ابتڙ آهي مونکي ياد نہ اهي تہ مون پينگهي ۾ پهريون خواب ڪهڙو ڏٺو هوندو، رات جي اکين ۾ زندگيءَ جا خوبصورت خواب، ستارن جيان جرڪي پوندا آهن، سڄي زندگي منهنجي خوابن کي ڪو چين نہ آيو مان خوابن جي دنيا ۾ رهڻ وارو حساس انسان آهيان، تہ بہ خوابن تي نہ آهيان ڀاڙيندو منهنجا بيشمار خواب چڪنا چور ٿيا آهن، جڏهن مان سڀ اکين جا خواب چورائي اوچتو جاڳي پوندو آهيان تہ خوابن کي ساري سوچيندو آهيان، تہ ڇا اهي منهنجا سپنا بہ وکري ويندا، مان هاڻ اڪثر اهڙا خواب ڏسندو آهيان جيڪي اڳتي هلي سچا ثابت ٿين، منهنجو اڄڪلھ روحانيت ڏانهن لاڙو ڪجھ وڌيڪ آهي مان اڪثر هيپناٽزم جون مشقون بہ ڪندو رهندو آهيان، مان انهي علم جي قوت سان هر شيءِ ذهن سان ڪنٽرول ڪري سگهان ٿو، پوءِ منهنجا خيال حقيقت جو روپ ڌاري وٺن ٿا، خواب ۽ ذهن ۾ جڏهن مرڪزيت ٿي پوندي آهي تہ خيال تيزي سان تڪميل ڏانهن ويندا آهن ۽ اهو عمل جو سبب ٿي پوندو آهي، رات جو بستري تي سُتي اڪثر ٻار اهو خواب ڏسندا آهن تہ "مونکي تيز پيشاب لڳو آهي مان ٻاٿ ۾ بيٺل آهيان ۽ پيشاب ڪريان پيو"، پر هو حقيقت ۾ بستري تي مُتي ڏيندو آهي، اهو سڀ ڪجھ خواب ۽ ذهن جي مرڪزيت جو عمل آهي ڪڏهن انسان تصور ۾ پاڻ کي جيئن ڏسندو آهي عملي زندگي ۾ بہ ائين ٿي پوندو آهي، اها خيال جي مرڪزيت جي انتها آهي، ڪڏهن انسان وٽ خيال جي وسعت هوندي اهي پر ان خيال کي يقين جي ضرورت هوندي آهي، سنڌي هندو ۽ مسلمانن ۾ وهم ۽ وسوسا بہ ساڳيا هوندا آهن، جنهن کي اوهان وهم سمجهي نظر انداز ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهيو اهو وهم دراصل حقيقت هوندو آهي، جيئن ڪاٻي اک ڦري تہ شل خدا خير ڪري، ڪاري ٻلي رستو ڪٽي يا پويان سڏ ٿي تہ مطلب حاصل نہ ٿيندو، ڇت تي ڪانءُ "ڪان ڪان" ڪري تہ مهمان ايندو، ماڪوڙا گهڻا گڏ ٿين تہ برسات پونديءَ

پکين کي ايندڙ خطري جي خبر اڳواٽ پئجي ويندي اهي، ڪجهه ذينهن پوءِ ٻڏڻ واري جهاز جا ڪرڻا اڳ ۾ ئي جهاز مان نڪري ويندا آهن، منهنجي ڇهين حس ڪم ڪندي آهي اهو منهنجي ان حس جو ڪرشمو آهي جو مان محسوس ڪري وٺندو آهيان ته ضرور ڪا ناخوشگوار ڳالهه ٿيڻ واري آهي، يا ڪا ڪا اڻ ٿيڻي ڳالهه ٿيندي، مونکي ڳجهي ريت غير حقيقي شڪليون ۽ آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهن، مان ننڊ ۽ جاڳ جي ڪيفيت ۾ واقعا حادثا ۽ ايندڙ وقت جا لمحا اڳ ۾ ئي محسوس ڪري وٺندو آهيان، مون وٽ اڳ ۾ خيال ذهن ۾ اچي ٿو پوءِ اهو عمل ٿئي ٿو مان اڻ ٿيڻ ڳالهه کي ٿيڻي بڻي سگهان ٿو، ڪڏهن ڪڏهن منهنجو خيال ڪوڙ يا مذاق ۾ سچ ثابت ٿي پوندو آهي، مون وٽ جڏهن اوچتو خوبصورت يا بدصورت سوچيون يا خيال تصور ۾ ايندا آهن ته پوءِ مونکي ڏاڍي بيچيني محسوس ٿيندي آهي، مان پوءِ خاموش ٿي هڪ لمحي لاءِ اکيون بند ڪري جڏهن اکيون کوليندو آهيان ته اوچتو اها رزلٽ ملندي آهي، مان جو اکر منهن مان ڪڍندو آهيان، سو ضرور پورو ٿيندو آهي، اهو منهنجي سمجهه کان بالاتر آهي منهنجي ذهن ۾ اهو سوال اچي ٿو آخر ائين ڇوٿو ٿئي؟ يا ته منهنجي ڪاري زبان آهي يا وري مون تي مرشدن جي دعائون سان گڏ رب جي رحمت پڻ آهي، الهام وانگر جيڪي چئجي سو سچ ٿئي، منهنجو اهو لکل سچ جڏهن ماڻهن جي سامهون ايندو آهي ته مون سان گڏ ماڻهن جو دل ۽ دماغ سوچڻ تي مجبور ٿي پوندو آهي، دراصل منهنجي اها سوچ ان هڪ لمحي ۾ هڪ نڪتي تي مرڪوز ٿي ويندي آهي منهنجي سوچ جي فريڪوئنسي ان لمحي جي فريڪوئنسي سان هم آهنگ ٿي هڪ مرڪز ٿي پوندي آهي ۽ ان وقت مان جيڪي سوچيندو آهيان اهو خيال حقيقت ۾ بدلجي ويندو آهي، اهو ئي سبب آهي جو ڪڏهن ڪڏهن ناممڪن ڳالهيون به ممڪن ٿي پونديون آهن، جنهن کي معجزي جو نالو ڏنو ويندو آهي، دراصل معجزا به انسان جي اندر جي يقين جو نالو آهي.

هٿن پيرن هوندي ماڻهو ڀاڳن تي ڇو ڀاڙي ٿو؟

## ڀاڳ

تقدير، مقدر ۽ نصيب ۾ ڀاڳ هجي ٿو، جنهن کي "قسمت" چئبو آهي ۽ نصيب هر ڪنهنجو ڀاڳ نه آهي هوندو، هرڪو انسان پنهنجي ڀاڳ جو پو تاميل ٻاڻ سان ڪٽيو اچي ڀاڳ تي ته ڪنهن کي ريس نه آهي انسان سوچيندو هڪ آهي پر قسمت کي شايد ڪجهه ٻيو منظور هوندو آهي، اهو اسان جي قسمت ۾ ائين لکيل آهي، ماڻهو وس به اهو ڪندو جو هن جي تقدير ۾ هوندو خير جي خبر ۽ وقت جي وفا هر ڪنهن جي لوهه نصيب ۾ لکيل ناهي هوندي زندگي جا ليکا جن ۾ ڪجهه پسند ۽ ڪجهه ناپسند هوندا آهن، ڪيترائي بدنصيب هوندا آهن

آهي انسان جن جي حصي ۾ فقط ناپسنديدگي وارا ليڪا ايندا آهن انسان هٿن جي لڪيرن جي سرحد کي ته لتاڙي ناهي سگهيو، هن جو ليک کير مٽائي؟ تقدير جو لکيو ڪير ٿو مٽائي سگهي، ان جو ليک ته پٿر تي ليڪ جيان آهي، بس اهو ڀاڳ آهي جو ڪنهن کي تاج ۽ تخت جو مالڪ ٿو بڻائي ۽ ڪنهن کي فقير ۽ مسڪين، جيڪي سڀ ڪجهه وڃائي ڇڏيندا آهن، سي تقدير جي ڳالهه ڪندا آهن ڇا جن سڀ ڪجهه حاصل ڪيو آهي تن کي اطمينان مليو آهي، حياتي دلاسو آهي ۽ آس هر ويچار جي ماءُ آهي، حساب علم رکندڙ جوتشي ۽ اڳڪٿيون ڪندڙ جتي ڪٿي آهن، سوچيم ته ڪنهن جوتشي کان پڇان ته ڇا منهنجي هٿ ۾ سڀاڳائي آهي، يا رڳو نڀاڳائي آهي سائين شمس الدين شاهه منهنجو علم نجم ۾ استاد آهي هي اڪثر پيشنگوئي ڪندو آهي، هن جون اڳڪٿيون هميشه سچ ثابت ٿينديون رهيون آهن، هون ته مان به هٿ شناس آهيان ۽ ڪجهه ڪجهه هن علم جي باري ۾ ڄاڻ رکان ٿو پر تب ڀي کي هٿ ڏيکارڻ ڪپي سو شمس الدين شاهه صاحب کي ٻئي هٿ کولي ڏيکاريم ته ”منهنجي نصيب جون ريکائون ڇا ٿيون چون“؟ پر هي سمورا سچ ٻڌائي نه سگهيو صرف ڪي هنسڻ ڏئي سگهيو احسان فقير به ڪو ٻوٽو نه ٻاريو رڳو ايترو چئين ته ”هن تو لاءِ اهو لکي ڇڏيو آهي ته توکي سترڻ ڪا نه ڏيندو“ پر اهو منهنجي مالڪ رب جي هٿ ۾ هو، مان ڪجهه به ڪري نه ٿي سگهيس، اهو منهنجو ڀاڳ هو جو هن پنهنجي هٿن سان منهنجي هٿن تي لکيو.

ڏاهي هٿ جون سچيون لڪيران مان
ڀاڳ جي شهر مان ٿو تڙجان مان

منهنجي بدنصيبي ته ڏسو ڀاڳ جي ليڪرون به ڀاڳ نه ڏيکاريو، سڄي زندگي منهنجي قسمت نه بدلي، منهنجا گره به پنهنجو اثر ڏيکارڻ ۾ ناڪام رهيا، منهنجي مقدر ۾ ائين چو ٿيو، منهنجي قسمت جي ڪر نصيبي مون کي قلم قلم تي هڪ نئين ٺوڪر ڏني، قسمت ۾ هئين به رڳو بربادي آهي شايد منهنجي تقدير منهنجو عيب جو حصو آهي، مان ان اڻ ڏني نصيب تي ماتم چو نه ڪريان، منهنجي قسمت جو ٻلب لکندي شايد ڪاتب کي ننڊ جو گهرٽ اچي ويو، منهنجي نصيب جي ڦرهي جڻ بنا ليکن جي رهي، اجا منهنجي ڀاڳ ۾ مقدر جا نقارا وڄن پيا قسمت جو کيل ته ڏسو ”مونکي ڀاڳ ائين ڇڏي ويا جيئن نمازي مسجد جي ٻاهران جتي ڇڏي ويندا آهن“، اهو منهنجو لکيو آهي ۽ اها منهنجي قسمت آهي جو ڀاڳ جا ڀنگي مون کي ائين ٿي ڀهاري وڃن، هي جيڪو منهنجو قسمت جو مالڪ آهي سو بي پرواهه آهي، ڪيس منهنجي مستقبل جي ڪا به پرواهه ناهي، جيڪي ڪجهه مونکي ملڻ ڪپي سو ڪانه مليم پر ان جو مونکي بنهه ارمان نه آهي، من اوچتو منهنجي قسمت

منهنجي مقدر جو پاسو بدلي، قدرت چاهي ته منهنجو مقدر بدلجي بدر ڪاٿي ۽ قدرت پنهنجي نعمتن سان مونکي نوازڻ چاهي پر مان اهڙو سگهي نه بشرط ڪي خوش بخت ڪٿي آهيان، مان ته بدبخت رهيو آهيان، مان ته ڀاڳ کي ڇڏي سڀجي ڪي نه ڏسان، جنهن سڀجي ۾ سڀ ڀاڳا موجود آهن ڇا منهنجو نصيب اڳتي هلي ڪلندو امان ٻڌائيندي هئي جڏهن تون ٻنڌڻ ۾ هئين ته مان تنهنجون پڪوڙيل مٺيون کولڻ جي ڪوشش ڪندي هوس ته تون ڏاڍي رهندو هئين شايد توکي پنهنجي قسمت جي رسي وڃڻ جو خوف هو پر پنهنجي نصيب ۽ مقدر جو روشن ستارو هو ٿي ته هي منهنجي قسمت اهو منهنجو ڀاڳ اهو منهنجو نصيب جيڪو لکيل هو، مونکي مليو شايد اهو ئي منهنجو نصيب هو مان انهيءَ ۾ خوش آهيان بس اهو سوچي اڳتي وڌي ويس جيڪو نصيب ۾ هوندو اهو ضرور ٿيندو، جنهن جو جهڙو ڪرم هوندو ان مطابق ڦل ملندو! ته پوءِ هيءَ هڻ هڻان ڇاجي، هي پيچ پچان ڇاجي جيڪي ٿيڻو هوندو ٿيندو پوءِ فڪر ڇو ڪريون، ان چنتا ۾ تنبون ڇو ڦٽايون، ڇا منهنجي مقدر ۾ سک جا چار پهر به نه آهن، هاڻ آئون پنهنجي واري جو انتظار ڪري نه ٿو سگهان، هاڻ مان لڪير جو فقير نه بڻبس.

ڀاڳ ته پنهنجي وس ۾ آهن
ڇنبا ڪنهن ڏينهن ناهي دوست!

منهنجي ڀاڪر ۾ اچي سمهندي رهي
رات ۾ گذري وئي آ زندگي!

## سُتل ڏينهن ۽ جاڳيل راتيون

[قرآن پاڪ ۾ آهي ته رات توهان جي آرام لاءِ ۽ ڏينهن ان لاءِ آهي ته اوهان پنهنجي روزي روٽي لاءِ نڪري پئو] انهن احڪامن جي پيروي مون تمام عمر ڪانه ڪئي مان ته راتين جو رولاڪ هئس، ڏينهن ته ڄڻ مون ڏٺوئي نه هو. ڏينهن زندگي آهي ته رات موت، ڏينهن روشني آهي ته رات اونداهي.

مون کي پيانڪ، بدبخت اگهاڙيون راتيون پسند آهن. رات جنهن ۾ ڪو ڪرڙ ڪرڙ ۽ ڪو راز، راز ناهي رهندو. مان اونداهي رات جي سونهن محسوس ڪيان ٿو. راتين جي ٿڌي مٺي روشني. رات جي پوئين پهر جي ٿڏاڻ لطف بخشي ٿي. رات جو حسن مون ساڻ هم آهنگ هوندو آهي. ٻانهن جي جنت ۾ ڪيئي سرمئي راتيون گذاريم صبح ٿيندي ئي پاڻ کي دوزخ ۾ ڏٺم. بي يقيني واري اونداهي رات جا ڪئي ٻه گذاري سگهجي ٿي. رات جا پاڻ ٻه ڏاڍي گم سم، ويڳاڻي ۽ اڪيلي آهي، جنهن شام شرم کان ڳاڙهي ٿي پوندي آهي ته رات پنهنجو منهن ڪارو ڪندي آهي. پوءِ رات پر ٻت ٻهڻ لڳندا آهن.

مون کي به رات جي سحر انگيزي جو حسن وڻندو آهي. رات، اڌ رات

جي فطري سونهن کي لمحو لمحو محسوس ڪري سگهجي ٿو. ڏينهن جي گهما گهمي ۽ سج جي روشني عجيب محسوس ٿيندي آهي. ڏينهن جيئن تيئن ڪٽجي ويندو آهي. مونکي راتيون ستائينديون آهن. ڏينهن جو مان نہ ٿو سمهان پر جڏهن منهنجو ضمير ستل رهي ٿو ۽ رات جي اونداهي جي سجاڳي منهنجي ضمير کي جاڳائڻ لاءِ ناڪافي آهي. منهنجي قسمت ۾ شايد هڪ گهري رات آهي، هڪ اهڙي رات جنهن جي نصيب ۾ شايد ڪو روشن صبح ناهي هوندو. مان رات جو دير دير تائين جاڳندو آهيان. راتين جون راتيون جاڳندو آهيان، هي راتيون جاڳي رات کي ڏينهن ڪندو آهيان. بس ائين راتيون ۽ ڏينهن منهنجا گذرندا ويا. رات آئي ۽ وئي. رات گذري ڏينهن ٿيو، ڏينهن گذري رات ٿي. رات ۾ گذري وئي زندگي. کي گهڙيون آهن جيڪي روزانو ساڳي طرح گذرن ٿيون. اڄڪلهہ منهنجا ڏينهن ائين ئي گذري رهيا آهن. اڄڪلهہ منهنجون راتيون ائين ئي گذري رهيون آهن، ڪڏهن ڪڏهن تہ ڏينهن ۽ رات پنهنجي معنيٰ وڃائي ويهندا آهن.

ڪي رنگين راتيون جهانجهر وڄائي گذرن ٿيون تہ ڪي اونداهيون راتيون پاسا بدلائيندي ڪٽن ٿيون. ادب، رولڻ ۽ سيڪس انهن ٽن چيزن ۾ منهنجيون راتيون وراهجي ويون آهن.

صبح جو تہ هرڪو چهري تي ڪو بيو چهرو چاڙهي دنيا جي مجمعي ۾ ڪٿي گم ٿي ويندو آهي. صبح کان شام تائين چوڏاري ڪيتريون ئي ناانصافيون ۽ روين جو زهر آهي، جيڪو مان اندر ۾ اوتي رات جي ٻانهن ۾ بي حس ٿي ڪري پوندو آهيان مون کي اڃان الائہ ڪيتريون ۽ ڪيڏيون راتيون جاڳڻيون پونديون. اڪين روئي روئي راتيون گذاريون، دردن دل گهائي ڇڏي. صبح جو آفيس ۾ اکيون ڳاڙهيون هونديون آهن ڄڻ پنگ جو ڪونڊو پي آيو هجان، بس راتيان ڏينهان روءِ.

شام جڏهن اونداهيءَ جو حصو بڻجي ويندي آهي، تہ هر طرف مڪمل اونداهي ڇانئجي ويندي آهي، تہ مان اڪيلو ئي پنهنجي پاڙي ۾ رلندو آهيان. هڪ هيڪلائي، بيہ اُداسي ٽيون مان ۽ چوٿون گڏ هوندو آهي چنڊ، هم سفر. جڏهن سومهڻي جي وقت چوڏاري اوندهہ ڇانئجي ويندي آهي تڏهن رات جو مان اونداهي جو حصو بڻجي ويندو آهيان، اونداهيءَ جيڪا منهنجي اندر ۾ بہ آهي. تڏهن مان غلاظت جي گندگيءَ واري ڪارين گهٽين ۾ ٻاجهاري پناهہ لاءِ راتين جو دربدر هوندو آهيان. ڪاري رات اونداهي ٻانہ هٿ نہ ڏسي هٿ ڪي پوءِ اها اونداهي رات منهنجي انهيءَ گناهہ کي پردو وجهي ڇڏيندي آهي. انهن ذليل منهنجي ڏينهن ۽ رليل منهنجي راتڙين جي انهيءَ قلمن کي منهنجو دل سلام ڪرڻ لاءِ اڄلون ڪائيندي آهي. اي ڪڪ ڪندڙ ڏينهن ۽ خوش ڪندڙ راتيون

وهان کي بہ سلام آ. سياري جون ڏگهيون ۽ سرد راتيون. اهي رات کي اڌ رات ڪنڌ پهر، اهي سوڙين هيٺان ڪيل عجيب ملاقاتون، اهي ماضي؛ جون يادون مون کان وسرن نٿيون.

هي راتين جو جاڳڻ ڪنهن لاءِ؟ هي اڌ راتين جو لکڻ ڪنهن لاءِ؟ نہ ڏينهن جو آرام نہ رات جو چين ڪنهن لاءِ؟ اهي گهريون ڪاريون راتيون ڪيڏو نہ حسين هونديون هيون. مان اڄڪلهہ الڪ جو اونداهہ کان ڏاڍو ڊڄڻ لڳو آهيان. رات جي تصور کان خوفزده ٿي ويندو آهيان. جيئن ئي شام ٿيندي آهي، مايوس ٿي ويندو آهيان. ڪڏهن اڌ رات جو اک کلندي آهي تہ صبح ٿيڻ جو انتظار شدت سان ڪندو آهيان. مان رات جو خوف جي گهري ڳُن ۾ ٻڏڻ لڳندو آهيان. رات جا ٻرانڌا ٻاڇا ماحول کي وڌيڪ پراسرار بڻائي ڇڏيندا آهن. رات جيڪا وڌيڪ خطرناڪ ٿي مون کي ديهاڙڻ لڳندي آهي. شايد اونداهي جيتري گهري هوندي آهي اوتري ئي تيز روشني محسوس ڪري سگهبي آهي. منهنجي شهر حيدرآباد جا ڏينهن گرم، ويران ۽ بدصورت هوندا آهن ۽ راتيون ٿڌيون، روشن ۽ خوبصورت هونديون آهن. شام ٿيندي ئي سڄو منظر نارنگي رنگ ۾ رنگجي ويندو آهي، پري پري تائين بلبن جي جهرمر پئي اُٿندي آهي ۽ اکين ۾ خوابن جي هڪ نئين دنيا سجڻ لڳندي آهي.

سُتا اُٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري، سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نہ ملي.

## اسان ننڊ جا نيڻ آهيون پرين

حياتي جي اڳياڙي کان پڇاڙي تائين (آد جڳاد کان) ڇڻ مون ننڊ ٿي ڪئي آهي، منهنجي ننڊ منهنجي زندگي تي ڇانيل رهي آهي. ڇڻ زندگي؛ جو ننڊ ۾ پورو ڪيو آهي سفر، منهنجي منزل جو رستوسدائين گهر ڏانهن ئي ويو ۽ منهنجو خواب رڳو منهنجو بستر رهيو. گهر ۾ داخل ٿيندي ئي مون کي ننڊ اچڻ لڳندي آهي. زندگي ڪيتري نہ مختصر آهي اسان جي اڌ عمر تہ سمهندي گذري وڃي ٿي. ائين لڳندو آهي ڪائنات جي هر شيءِ ننڊاڪڙي هجي. هر آرام جي ننڊ، ننڍي ننڍي موت آهي. هر رات موت جي پيڙ آهي ۽ هر ڏينهن ننڍي زندگي آهي. ننڊ مان بيداري هڪ نئون جنم آهي. هر نئون صبح هڪ نئين جواني آهي. جاڳائڻ وارو خدا انسان کي هر هر ننڊ مان اٿاري ٿو ڇڻ هن کي هر پيري زنده ڪري ٿو. چون ٿا تہ "ننڊ موت جي تختي تي بہ اچي وڃي ٿي." پلوڙ شاعر آسي جو ذوالفقار علي ڀُٽي لاءِ گيت آهي تہ "قلسي، جي ڇلون ۾ هُن کي ننڊ اچي وئي." اسان سنڌي سُتل قوم آهيون جڏهن سنڌي قوم کي سجاڳ ڪندڙ کي بچائڻ جي ويل آئي تہ اسين اگهور ننڊ ۾ هئاسين. اسان کي ننڊ ۾ ٻُڌل ڏسي تڏهن هو بہ لت ڪوڙي سمهي رهيو ۽ ننڊ جي ابدي گود ۾

هليو ويو ۽ اڄ اسان لاءِ ننڊ حرام آهي. اسان کان ته اهو ٻانگو ڪڪڙ چڱو جيڪو ننڊ ۾ ڪڪڙ ٽيل انسانن کي جاڳائي ٿو "ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو. ان جي عبداللطيف چئي، مٿي لٿو مان، ڪوڙين ڪن سلام اڳهه اچيو اُن جي" سمهڻ جو لطف به عجيب آهي جڻ ماٺهو ننڊ جو نشو پي سمهيو هجي. جڏهن انسان سئوري ننڊ لهوڙي. ننڊ ماري سجاڳ ٿئي ٿو ته سُتل سور به جاڳي پون ٿا اسان پنهنجي زندگيءَ ۾ نه ڄاڻ جو؟ موت جهڙو سڪون چاهيندا آهيون. جڏهن ته زندگي نالو آهي، هلچل جو. "سُتي نه سرنديا، ڪر پچار پرين جي، وهامي ويندياءِ گهڻا هٿندين هٿڙا" ماءُ لولي ڏيئي جو سمهاريو آهي ته ڄڻ مان اڄ تائين اوٿيو ئي نه آهيان، ڄڻ منهنجي ننڊ پوري نه ٿي آهي. ڄڻ اڌ صدي جو اوجاڳو اٿم. هاڻ به دل چاهي ٿي ستو پيو هجان. سجاڳي ۽ ننڊ اُهي پيار پل آهن. اجائي ننڊ پوڳڻ نه گهرجي پر انسان کي ٺٽ ٺاٺ ۽ آرام پسندگي به کپي، مان بي همت، بيڪار ۽ آرام پسند انسان آهيان. ٿورو ڳالهائڻ، ٿورو کائڻ ۽ ٿورو سمهڻ مون کان ڪو نه پڄي. مون کي ڪجهه به نه گهرجي مون کي هڪ پرسڪون ۽ گهري ننڊ جي ضرورت آهي، جنهن ۾ چرڪ نه هجن. منهنجو ننڊ سان گهرو تعلق قائم رهيو آهي، مان سڄي زندگي رڳو اٿيو ۽ سُتو آهيان. منهنجي راتين جي ننڊ قتل آهي. مان به لڳي رات هوٽل تان اُٿي گهر ۾ رات جو دير دير تائين لڪنلو آهيان. ننڊ نه اچڻ ڪري سڄي رات جاڳندو رهان ٿو. ننڊ نه اچڻ ۽ دير تائين جاڳڻ ڪري طبيعت ۾ سستي ۽ عجيب بيزاري اچي ويندي آهي. ننڊ اچي نه اچي آخر پرهه ته ٿيندي. پرهه جي هير تي ننڊ جي پينگهه ۾ ڏيري ڏيري جهومندي اکيون ٻوٽجي وينديون آهن. هلڪا هلڪا ڪيپ چڙهندا نيستي ۾ گهيرٽ اچي ويندا آهن. پوءِ ننڊ ۾ ڪونگهرا هڻڻ لڳندو آهيان. ڪونگهرا فل اسپيڊ تي هوندا آهن. ڪجهه هن طرح گون- ڪر-ڪا-آ آ آ- هو —او — ڪان ڪان ڪان — ڪون ڪون — ڪون ڪون ڪان ڪون ڪرورر- هو، قو — او — اور - منهنجا ڪونگهرا جنهن تنهن کي ننڊ ڪرڻ نه ڏيندا آهن. وڏا چوندا آهن "ڪونگهرا هڻندڙ ماڻهو جي سيرانديءَ کان پاڻر رکو ته ڪونگهرا هڻڻ بند ڪندو." پر مون وارا ڪونگهرا پاڻرن سان به مڙڻ وارا نه آهن. مونکي اسر جو ننڊ ڪٽي ويندي آهي. جڏهن گهر جا سڀ ياتي اُٿندا آهن ته مان گهري ننڊ ۾ هوندو آهيان. ساري رات جي ننڊ ڦٽائي، ساري جڳ جي جاڳ پري. انهن تمنائن کي حسرت سان ڳوليندي هڪ گهري ننڊ سمهي رهندو آهيان. تنهنجو عڪس سموئي جڏهن مان گهيري ننڊ سمهي رهندو آهيان ته تنهنجو اهو عڪس مون سان هم ڪلام ٿيندو آهي. ان لمحي مان پنهنجي وجود مان نڪري ويندو آهيان ۽ سونيا تو ۾ جذب ٿي ويندو آهيان ۽ ڪڏهن ته صبح تائين ننڊ نه ايندي آهي، ننڊ جا مون کان رُٺل هوندي آهي. اکين جا بند وري ٽٽي پوندا آهن پوءِ الائي کهڙي مهل سڏڪا پريندي ننڊ پنهنجي گود ۾ کڻي ويندي آهي، پوءِ جڏهن

منهنجي بي چين من ۾ چين اينلو آهي ۽ زندگي کي ننڊ ورائي ويندي آهي ته مان بند اکين ۾ عجيب خواب ڏسندو آهيان مان پنهنجي ننڊ کي ائين ميڙيندو آهيان مان هڪ ڏگهي اوجاڳي جي حصار ۾ قيد آهيان، مان جڏهن ڪريندڙو ٿيو سمهيو پيو هوندو آهيان ته مون کي محسوس ٿيندو آهي ته ڪو مون کي غفلت مان ڌونڌاڙي سجاڳ ڪندو هجي، ”ڪيڏو ڏينهن چڙهي ويو آهي ڏسو ته چادر لاهي!“ منهنجي ڌيءُ نينا جو سريلو آواز ٻڌڻ ۾ اينلو آهي ته ”ستا اُٿي جاڳ ننڊ نه ڪجي ايتري“ گهريءُ ننڊ مان اکيون پٽ. اڃي باک ڦٽي آهي. مٺي ننڊ ڦٽائي جڏهن اکيون پٽيندو آهيان ته نينا ڪلنڊڙ مکڙي جيان بيڊ تي سان آجيان ڪندي آهي. جڏهن ڪو مونکي سڏيندو آهي ۽ گهري ننڊ جو حصار ٽٽي پوندو آهي سرد تاريڪ رات جي پڇاڙي تي اهو سڏ سچ جي پهرئين ڪرڻي وانگر لڳندو آهي. نينا جي اها سجاڳي واري ڪوڪ ٻڌي جڏهن مان خواب خرگوش مان جاڳي، سجاڳيءَ کي پيهر نستائي جي ننڊ ۾ انهيءَ لاءِ بدلائي نه پيو سگهان ته ”گونجار ڪندي جا مون کان پوءِ تنهن جندڙيءَ جو مان جهرڻو هان.“ سڪ سڀ ڪجهه وساري سُتا ئي رهيا ۽ ڏينهن جاڳيو ته سڀ درد جاڳي پيا. ايڏو سور سهي، ننڊ نه ڪجي ناڪٺا! ننڊ مان سويل اٿڻ جڻ موت آهي. منهنجي ننڊ جڏهن اڌامي ويندي آهي ته نه چاڻ سيان اٿان يا نه اُٿان جو سوچي اٿڻ جي نيت ڪري ناشتو ڪري آفيس ويندو آهيان. آفيس مان اچڻ کان پوءِ مان ڏينهن جو گهر ۾ بيڊ ريسٽ (نوننگ) ڪندو آهيان. بخاري جو هڪ قول آهي ته ”خوابي چاشتگاهي، بيشتر از بادشاهي“، يعني ”منجهند جو آرام ڪرڻ بادشاهيءَ کان بهتر آهي.“ گهر ۾ ننڊ مان رڳو منجهند جو ئي ڪري سگهندو آهيان. مان جسم بدران ذهن کي آرام ڏيندو آهيان، ڪجهه لمحن جي اها ننڊ سڄي رات جي ننڊ جيتري تازگي مهيا ڪندي آهي. چار ڪلاڪ ننڊ مون لاءِ روزانو ڪافي آهي. منجهند جو گهٽ ننڊ ڪرڻ يا بلڪل نه ڪرڻ تي جسماني تڪليف پيش ايندي آهي. منهنجا نيڻ ننڊ تي هريل آهن. در حقيقت منهنجي روزمره زندگي يڪسان بنجڻ لڳي آهي، صبح جو آفيس منجهند جو آرام رات جي ماني بعد گهر نڪرڻ هوٽل تي دوستن سان ڪچهري ۽ اڌ رات پڇاڙان گهر اچي سمهڻ، ڏينهن جو سمهڻ ۽ رات جو جاڳڻ هڪ دستور بڻجي ويو آهي. ڏينهن ڍلي جو سُتس ته نماشام تائين ستو رهيس، رات جو ائين لڳي مس اٿندس منجهند جو ڪجهه وقت اڪ به ضروري لاڳيندو آهيان. هن پهرن جو ڪجهه گهڙين لاءِ ٿوري دير آرام ضروري آهي. عام طور تي ته سڄو ڏينهن بستري تي ليٽي پيو هوندو آهيان. ڏينهن جي ننڊ منهنجي اکين ۾ درياهه جي تيز وهڪري جيان اٿلي پوندي آهي. آفيس کان اچي گهر ۾ گهڙڻ کان پوءِ هڻهرن جي ماني کائي لٽ ڪوڙي سمهي رهندو آهيان. واڻ جي کٽ تي بنارلي، جيون جا ڏنڀ، ڏهاڳ اکين ۾ تنگي اچان مس ليٽندو آهيان ته جلدي ننڊ منهنجي مٿان ديرو ڄمائيندي آهي. سپيريان

سين سوڀ، ننڍبون ڪندي نہ ٿئي. جو سوچي آرام ڪان پوءِ هٿ منهن ڌوئي ٿي سان
سينڌ ڪڍي سوڙ تئين سر جاڳڻ لاءِ ٻاهر نڪري پوندو آهيان، مان جي گهر سمهيو
هوندس تہ ڪنهن بہ دوست سان تہ ملندو آهيان. اصلي مري پوان. ڪٿي مون سان گڏ
منهنجا نياڳ نہ جاڳي پون، پر ڪير جڏهن گهري ننڊ مان جاڳائي وجهندو آهي تہ مان
ڪاوڙ تہ ڏاڍي ڪائيندو آهيان پر ڪري ڪجهہ بہ نہ سگهندو آهيان پوءِ سڄو وقت
بخيل ٿيل هوندو آهيان پڇاڙي جو پنهنجي ٿاڪ تي ٿاڪ سبب مسافر وانگر ننڊ
ڪندو آهيان. ننڊ جا ڪيپ لهندا آهن ۽ گهر ۾ گهڻو سان ننڊ غالب اچي ويندي آهي.
اهو مون تي رب جا ڪرم آهن جو جڏهن چاهيان جتي چاهيان ننڊ چڪي ڪري
وٺندو آهيان نہ تہ ماڻهو جيڪي پنيور ڪي ٻاهيون ڏئي ننڊ جون گوريون کائي بہ
سمهڻ چاهيندا آهن تہ سمهي نہ سگهندا آهن. هنن لاءِ ننڊ ڪرڻ ناممڪن هوندي آهي.
جڏهن اکين ۾ ڪوبہ خوف، ڊپ ۽ انديشو باقي نہ رهندو. جڏهن مان سموريون ننڊبون
ميڙي وٺندس تہ پوءِ مون کي هڪ گهيري ابدي سڪون واري ننڊ سمهڻو آهي. اهي
ستائي سونهن ننڊ عبادت جن جي.

ڪيڏي سوڀ ملي مونکي، منٺوا توکان کائي مات

## شڪست جو جشن

زندگي هڪ جوا آهي ۽ دنيا هڪ وڏو جوا خانو آهي، جنهن ۾ هر ڪنهن
کي اڪثر هارائڻو پوندو آهي، پوءِ بہ کيڏڻ وارا کيڏڻ کان باز نہ ايندا آهن، سڀ
ڪجهہ سمجهندي بہ بلائينڊ يعني اندا ٿي کيڏندا آهن. کٽڻ هارائڻ جو هنڌ هي دنيا
آهي، سوڀ ۽ هار خدا جي هٿ ۾ آهي، مان ڪير آهيان جو توکان کٽي سگهان ۽
تون هار مڃين، ڪاميابي ايتري سٺي نہ آهي، پر قرباني سان شاندار سوڀ ملندي
آهي، شڪست وڏي بڇڙي شيءِ آهي، شڪست جي بڇڙائي چڻ گار ٻڌجي ٿي.
شڪست ۾ رسوائي لعنت هر گز نہ آهي، اهو تہ شڪست جو کيل آهي، دراصل
شڪست کان فرار اختيار ڪري بچڻ انسان جي شرافت هجي ٿي، جو ايندڙ خطري
کان پاڻ کي بچائي سگهي اهو مرد مومن آهي، چوندا آهن تہ "جتي پهچي نہ
سگهجي رُتي پڇڻ ڪم وريام جو"، وريامن جو بي تاج بادشاهہ اڄ ڪلهہ الطاف
حسين آهي، چوندا آهن تہ "ٻلي وقت تي ماربي آهي" جيڪڏهن الطاف حسين وقت
تي پاڙي تي لندن پڳو تہ شينهن ميان نواز شريف بہ نہ هو، مرتضيٰ ڀٽو کان
بينظير تائين، غلام مصطفيٰ جتوئي کان جام صادق علي تائين ۽ ممتاز ڀٽو جهڙو
ڏهيسر بہ وقت تي پڳو تہ جي.ايم سيد جهڙو نہ وڪامندڙ بہ سکر جي جهنڊي واري
معمولي ڪيس ۾ پاڻ بچائڻ لاءِ پنجاب وڃي نڪتو، پوءِ حفيظ قريشي جونيئر
جهڙو قوم پرست سنڌي ساهت سٽ، جي آفيس ڊهڻ پيري پنجاب وڃي پناهہ ورتي،
پوءِ ڀلي پنهنجي دل کي تسلي ڏيڻ لاءِ سائين جي.ايم سيد يا حفيظ قريشي
سرائيڪي پٽي کي پنجاب صوبو نہ سمجهي تہ اسان ڇا ٿا ڪري سگهون، هي نہ

ڪجھ بہ نہ اهن، هجرت ڳوڙهن جا ڳوٽ ڳوڙڪائي ڇڏيا، امام حسين بہ ڪوفي ڏانهن ڪاهي پيو تہ پاڻ سڳورن بہ مڪي کان مديني هجرت ڪئي هجرت سنت بہ تہ آهي پر شڪست مور نہ آهي پر چوندا آهن تہ ”اوهان دنيا ۾ ڪنهن آڏو هڪ پيرو بہ آڻ ميجي تہ پوءِ اوهان کي پوري زندگي هر ڪنهن آڏو آڻ ميڃڻي پوندي“ پر جي اوهان کي سوپ کپي تہ پوءِ اوهان سان پنڌ ۾ ڪربلا ڳنڍبي رڳو هڪ انسان سان ڪربلا جوواقعو پيش نہ آيو، هت تہ هر انسان سان هڪ ڪربلا منسوب آهي، هر انسان جي اندر ۾ ڪربلا جي جنگ ڇڙي ٿي ۽ پوءِ ڪو ان سوپ ڪاڻ انا ۽ عزت جي جنگ ۾ سرخرو ٿئي ٿو؛ ڪو وقت ۽ حالتن آڏو آڻ ميجي سڀ ڪجھ هارائي وجهي ٿو، ڪجھ انسان تہ ڪٿڻ کان پوءِ بہ خوشي جي احساس کان محروم هوندا آهن، جڏهن منهنجو گهر ريلوي جي حد ۾ هو ۽ ريلوي حد داخليون ڍاهڻ لاءِ ڪاهيندي پئي آئي تہ مان ٽپڙ ميڙي پڇڻ جي ڪئي تہ منهنجو هڪ پاڙيسري چانديو صنا عزت ۾ پوڏي ويو تہ ”مان پڙوو ٿورئي آهيان مان پنهنجا ٻچا ماريندس پر هتان نہ لڏيندس“، مون کيس موٽ ۾ چيو تہ ”تون تہ پڙوو نہ آهين پر تنهنجو پيءُ پڙوو هو جو ميهڙ ڇڏي هتي آيو“ پر پوءِ مونکي ڏاڍي ڪل آئي جو هو اسان سڀني کان اڳ ڀڄي ويو، ماڻهو کي وقت تي رڳو دٻ جلڻي آهي پوءِ چاهي شهيد ٿي يا غازي، شڪست جي پردي کي ڦاڙي فتح جي منزل ڏانهن ڪاهيندي معراج ماڻڻ جي جستجو تہ هر انسان ڪندو رهندو آهي پر ڏاڍا ٻاڳن وارا هوندا آهن اهي جن جي حصي ۾ رڳو فتح يا ڪاميابي ايندي آهي، بي سبب حياتي جي جيت پڻ هار جيئڻ هوندي آهي، منهنجي شڪست سان آشنائي يا ڏيٹ ويٹ ازل کان آهي جيت تہ منهنجي مقدر ۾ ناهي، رڳو هار ئي هار نصيب ٿي اٿم، زندگي ۾ هڪ پيرو بہ سوپ ڪانہ ماڻي، هار ۽ جيت جي دنگل ۾ مون هميشہ هارايو، ڇڻ مون شڪست جو عمر پر جو ٺيڪو ڪنيوهجي، هار ۽ جيت جي وهنوار ۾ ڪا عارضي فتح ملي بہ هوندي تہ اها منهنجي زندگي ۾ حادثي طور آئي هوندي. مان زندگي جي کيل ۾ هر بازي هارئي آهي، مان بار بار شڪست ملڻ تي هر بار مرڪي ڏيندو آهيان مان انهن مان آهن جي پٽ تي ڪرڻ کان پوءِ بہ پنهنجي لڙائي جاري رکندا آهن، مون زندگي ۾ وڏا وڏا رسڪ ڪنيا آهن ۽ اڄ بہ ڪٽڻ چاهيندو آهيان، مونکي پنهنجي هار ۽ شڪست سان بہ پيار آهي، روزانو منهنجي ناڪامين واري لسٽ ۾ هڪ نئين ناڪامي جو اضافو ٿيندو آهي ۽ هڪ نئين شڪست جو درد ڪٺي برباد ٿي ويندو آهيان، هڪ ناڪامي ڪانپوءِ ٻي ناڪامي جي جستجو ڪندو آهيان، وقت ۽ حالتن آڏو لڳاتار شڪست رڳو منهنجي حصي ۾ چو آهي؟ ڪٽڻ مون لاءِ چو ممڪن ناهي، هو بہ جيت ويو ۽ هي بہ جيتي ويو ۽ مان سڀني کان پريان رهجي ويس، هُن بہ مان پريان جو شوقين تہ آهيان مان زندگي جي نمبر ون جي تيز ڊوڙ ۾ هميشہ تمام گهڻو پوئتي رهجي ويس، منهنجا هم ڪلاس منهنجا هم عمر جيڪي عقل ۾ اڪابر هئا، جيڪي فرش کان عرش تي پهتا، جيڪي پاڻ

ڪان هيٺ پيٺل انسانن کي ٻاڻ جهڙو نٿا سمجهن جڻ هو گهوڙي تي سوار هئا ته مان جڻ پيادو هوس. اها منهنجي ڪيپ ونڪي بيدردي سان لتاڙي اڳ رستي تي ڇڏي خوشين پرپان ٻوڙندي ٻوڙندي ريس ڪورس جي گهوڙي جيان هڪ ٻئي جي پرپان هڪ ٻئي ڪان اڳتي نڪرڻ لاءِ منزل تي پهچڻ جي جستجو ڪن ٿا ۽ مڙي به پٺتي نٿا ڏسن ته ڪير ٻچيو يا مئو. اي نيڪ قلم تون واهر ڪر جو مان پيرين پنڌ پيو وڃان ۽ منهنجا ساٿي سواري تي سوار آهن. انسان کي عهدو ڪيڏو نه بي مروت بڻائي ٿو ڇڏي هر وڏو ماڻهو پنهنجي وهنوار سان ٿينلو آهي، هميشه علم عقل ۾ ٻاڻ ڪان وڏو مڃيو آهي. حقيقت ۾ انسان جي ترقي لا محدود ڏاڪي جيان آهي، جنهن تي هر هڪ انسان هوريان هيٺان ڪان مٿي چڙهي ٿو ۽ ڪو به اوچتو مٿي نٿو پهچي سگهي، انسان مجبوري ۽ معذور ڪري هڪ هنڌ ويهي نه ٿو رهي هٿ پير هڻندو رهي ٿو، خراب حال ۾ آهي ته سٺي حال ڏانهن ۽ سٺي ۾ آهي ته وڌيڪ سٺي حال ڏانهن ٻوڙي ٿو، جنهن لاءِ ڪيس هڪ سيڙهي جي ضرورت پوي ٿي پر ماڻهو ڪيڏو نه احسان فراموش ۽ محسن ڪش آهي، جو هي سڀ ڪان پهرين ان جو خون ڪري ٿو، جنهن هن کي هتي پهچايو آهي جن دوستن چڙهڻ ۾ مدد ڪئي تن سان ونڊي ڪائڻ ۾ برڪت آهي، مان زندگيءَ ۾ جڻ هڪ هنڌ ويهي پهڻ ٻڌجي پوئتي رهجي ويس، مون ڪڏهن به ڪا ترقي نه ڪئي، ڪي هن ڇٽا پيٽي واري عمل ۾ چڱي درجي تي پهتا ۽ دولت ۽ شهرت سان مالا مال ٿيا، ۽ مان جيڪو پنهنجي ۾ پورو هوس ڪانئن گهڻو پوئتي رهجي وس. مان ته ماڻهوءَ جي ڏاڪي ڪان مٿي چڙهي انسان به ٻڌجي نه سگهيس، مونکي منهنجي رب فقيري نصيب ۾ ڏني هئي جا منهنجي پلئه پئي، مونکي اڄ به ڪو افسوس ناهي ته مان عروج يا چوٽ تي رسي نه سگهيس، دنيا پلي اڃا ترقي ڪري مان وقت جي وهنڌڙ وهڪري کي بس ڪناري تي ويهي ان جي رونق ڏسندو رهان ٿو، اهي جيڪي مونکي لتاڙي پٺتي به نٿا ڏسن بس رڳو آهي عرش نشين اهو نه وسارين ته مان جيڪو فرش نشين آهيان سندن عروج جي انتظار ۾ ويٺل زوال آهيان جتي اوهان کي بيهر ڇٽل ڪارتوس ٻڌجي اڇڻو اهي، مان زندگي جي ميلي ۾ مليل شڪست کي قبول ڪريان ٿو ۽ هر هار جو اقرار ڪريان ٿو، مان حياتي جي آخري لمحي تائين پنهنجي وجود کي مڪمل طرح هار لاءِ تيار رکندس، مان زندگيءَ جو آخري داءُ به هارائڻ چاهيان ٿو، مون کي هار جي ڳڻتي يا شڪست جي پرواهه ناهي هوندي، مان ڪاميابي جي خاطرداري تي بيت جون آسون ڪٽي يا فتح جي اثر تي ويل دشمنن جي جلوس هجوم يا نعرن جي دهشت هٽبت يا انهن بلائن جي شان دابي يا دوس جي پرواهه ناهي هوندي، مون کي ان وقت اهڙي هار مان به جيت نظر ايندي آهي مان ته هار مان به حوصلو وٺندو آهيان، مان ته شڪست جو لطف ماڻڻ لاءِ شڪست جو به جشن ملهائيندو آهيان، جيون پوءِ به جيتي ويندو، توڙي هيڏيون هارون پيار!

هن توکي گار ڏني مون ان کي مار ڏني
ڪجھ ياد اٿئي يا نہ ننڍڙي لاءِ جون ڳالهيون (استاد بخاري)

## گار

ٻين چوندڻ حرام شين ۾ گار بہ اسلام ۾ حرام آهي. ڇاڪاڻ تہ گاريون اڪثر اگهاڙيون هونديون آهن ۽ هر اگهاڙي شي اسلام ۾ حرام آهي. گار اها خوراڪ آهي جنهن کي هرڪو هضم نٿو ڪري سگهي. گارين جو پهريون گرهہ تمام ٿڌو هوندو آهي ۽ آخري گرهہ تمام گرم هوندو آهي. گارين کائڻ سان عزت تہ برابر گهٽبي آهي پر ڪڏهن ڪڏهن گار کائڻ صحت لاءِ تمام ضروري آهي. گاريون کائڻ وقت گارين جو ٻوز مقدار مطابق کائڻ گهرجي. گهٽيون گاريون کائڻ سان بدهضمي بہ ٿي سگهي ٿي. گار اها شيءِ آهي جا ڪنهن سائي وڻ کي ڏجي تہ اهو وڻ ئي سُڪي ويندو آهي، پر شابس آهي برداشت ڪندڙ کي، جنهن جي منهن تي گهنج بہ نہ هوندو آهي. گاريون گهٽ ۾ گهٽ ڏيڻ گهرجن. گار سان ڪنهن جو پيٽ نہ ڀربو آهي. گار ڪنهن بہ ٻولي ۾ ڏئي ۽ کائي سگهجي ٿي. گاريون مفت ۾ ڏنيون ۽ کاڌيون وينديون آهن. گار اها گفٽ آهي جا نہ ونجي تہ اها ڏيڻ واري جي ٿيندي. گار ڪنهن بہ وقت، ڪٿي بہ، ڏئي سگهجي ٿي گار گهر ۾ رستي تي. گهٽي ۾ ريل ۾ بس ۾ سفر ۾ شهر ۾ ڳوٺ ۾، سئنيما ۾ اسپتال ۾ ۽ ايندي ويندي بہ ڏئي سگهجي ٿي. گاريون روبرو بہ کائجي سگهجن ٿيون تہ پرپٺ بہ، گاريون اڪيلي سر بہ کائي سگهجن ٿيون تہ گڏجي بہ. گار پاڻ کان ننڍي توڙي پاڻ کان وڏي کي بہ ڏئي سگهجي ٿي. گار فقير کي ڏئي سگهجي ٿي تہ وزير اعليٰ، گورنر، وزير اعظم ۽ صدر کي بہ ڏئي سگهجي ٿي، پاڪستان ۾ گاريون ڏيندڙ لاءِ ڪوبہ قانون نہ آهي گاريون ڏيندڙ ۽ کائيندڙ جو پنهنجو ذاتي معاملو آهي ان ۾ پوليس رينجرس يا فوج جو ڪجھ نہ وڃي. بشرطيڪ هو قانون هٿ ۾ نہ کڻن، گاريون هونديون آهن پر نظر نہ اينديون آهن، جنهن ڪري هن تي ڪو ٽيڪس بہ نہ آهي. گار پيار ۽ ڪاوڙ ٻنهي حالتن ۾ ڏني ويندي آهي. رڳو اڳلي جي سمجهڻ جي سوچ ۾ فرق هوندو آهي. گار ڏيڻ واري جي نيت تي آهي. ان ۾ گار ويچاري جو ڪو ڏوهہ نہ آهي. ڏيڻ وارو ڪمينو ۽ کائڻ وارو بي غيرت هوندو آهي. مون لاءِ اها عام آهي. مان سامهون توڙي پر پٺ گاريون ڍؤ تي کائيندو آهيان. مون گاريون قسمي قسمي جون کاڌيون آهن. منهنجي ساراهہ ڪرڻ وارن کان گاريون ڏيڻ وارا وڌيڪ آهن. گاريون منهنجي پسنديده خوراڪ آهي. مان گاريون کائي کائي ٿلهو ٿي پيو آهيان. مان صبح شام گاريون کائيندو آهيان جن ۾ ننڍيون وڏيون، پڪيون ڪچيون سڀ هونديون آهن، پر جيڪي ڪچي گار کائڻ ۾ لذت ۽ مزو ڏئي ٿي اها ڪنهن ٻئي گار کائڻ ۾ نہ آهي مان

ڪجھون گاريون دوستن کي به ڪارائيندو آهيان، هون به سڀني شيءِ ورچي وراهي کائڻ کپي ان سان محبت وڌندي آهي. گاريون سٽيون ۽ اٻيون به کائي سگهجن ٿيون. گاريون سري عام ۽ اڪيلي سر به کائي سگهجن ٿيون. ڪي گاريون پاڻ به کائڻيون پونديون آهن ۽ پر پٺ ٻين کي به کارائبيون آهن. گاريون عمومن ڪڙيون ۽ ڪريون هونديون آهن. ڪي ته گاريون کائي کائي نود ٿي پوندا آهن ته ڪي وري گاريون ڏئي ڏئي ڏهرا ٿي ويندا آهن. ڪي گاريون ڏيڻ جا ڪي گاريون کائڻ جا ڪتا هوندا آهن. ڪي گارين کائڻ ۽ ڏيڻ ۾ پي ايچ ڊي هوندا آهن ته ڪي ويچارا ته گاريون ڏيڻ ۽ کائڻ ۾ ناتجربيڪار هوندا آهن. گار حقيقت ۾ هوندي ئي ڏيڻ ۽ کائڻ لاءِ آهي. گار کائڻ ۽ ڏيڻ غريب جي ميراث هوندي آهي. شاهوڪار غريب کي گار به زڪوات ۾ ڏيندو آهي. اها هن جي وڏائي آهي ۽ غريب اها گار آساني سان هضم ڪري ويندو آهي ۽ ڏڪار به نه ڏيندو آهي. گاريون ضرورت جي وقت ڏيڻ کپن ۽ گارين جو ورجاءُ نه ڪجي. گارين مان ناراض ٿيڻ جي بجاءِ گارين مان انجواءِ ڪرڻ کپي.

## موبائل

"ڪتو جا جاڻي ڪٽڪ جي ماني مان. مان ۽ موبائل رکان ڪوڙوئي ٿو لڳي. جڏهن دوست مون کي چوندا آهن "توسان رابطو رکڻ ڏاڍو مشڪل آهي تو جڏهن گهر ۾ هجين ٿو ته يار دوست ايمرجنسي ۾ تنهنجي گهر اچي ٿو ته تون مجال آهي جو گهران نڪرين، موبائل رک گهٽ ۾ گهٽ رابطو ته رهندو، ڪير متو ڪير بچيو" مان چوندو آهيان "موبائل يا ته بزنس مين رکي يا وري رکي پڙوو. هڪ نظر گهٽ سو موبائل سان گڏ نظر جي عينڪ به لازمي هجي، منهنجي دادلي بجکي وڏيڪ بار نتي کٽي سگهي مان سگريٽ ماچس، گهٽڪا، پين، پرس مان ئي بيزار ٿيو پوان، وري موبائل ۽ عينڪ جو نئون آزار ڪير سهي موبائل جيڪو وٺي ٿو جهڙوڪ هو گهوڙو در تي ٻيهاري ٿو. انهيءَ ڪي ڪارائو پيارئو پوي ٿو ان جي به هر وقت ڳجتي ڪرٽي آهي، غير ضروري ڪال غير ضروري خفو ڪارڊ کپي 20 روپين جي ايزي لوڊ ڪاڻ وتان ٻائون ڪائيندو، باهه ڏي اهڙي شوق کي شروع ۾ رکيو هير C100 سو ۽ سيٽ سميت 8 هزار خرچ ڪيا. ڪڏهن موبائل تي ڪو سنيهو نه آيو ڪا فون جي گهنٽي نه وڳي، ڪنهن کي نمبر ڏنو ئي نه ته اچي ڊوڙ. هر وقت يارن دوستن، مٽن مائٽن جا نئون موبائل نمبر حاصل ڪرڻ جي جستجو رهندي هئي، ڪڏهن پلجي به پراڻي نمبر تي ڪال نه ڪير. دلبر يار دوست اتئي ٽڪون پيا جهلين، موبائل رکي ڇا ڪريان. هونئن به مان ايبونچر ماٺهو آهيان ڪنهن کي ٽڪي جي ڪال نه ڪندس، بنا اطلاع جي تي سئو ڪلوميٽر پاڙو پنڌو ڪري سندس گوٺ ويندس. خبر پوندي همراهه کي جهان ڇڏي اچي ويهون سال ٿيو آهي يا همراهه ته ڪراچي يا حيدرآباد ريل آهي، پر وڏن جهڙي شڪل ڪري خرار ٿي موٽي

ايندس. موبائل وارن جو حشر ڏسان ٿو ته همراه نه کائي ٿا سگھن نه هنگي ٿا سگھن، نه پِي ٿا سگھن نه پهائي ٿا سگھن اهڙو سون ئي گھوريو جيڪو ڪن چني.

## ڪاڪوس

مونکي دنيا جي معتبر ۽ سڪون ڏيندڙ جڳهه باٿ روم لڳندي آهي، باٿ روم سان جڻ منهنجو نڪاح هجي، بت ۾ جن شين جي گھرج ناهي اهي ڦوڳ جي صورت ۾ نڪري وڃن ٿيون، پگھر، مٽ (پيشاب) گونهه(ڪاڪوس، پائخانو) ۽ هوا ريح (تت ڦوس) ڦوڳ سان گڏ پيٽ مان اها هوا جيڪا خارج ٿئي ٿي انهيءَ گئس کي پاڻ "سلفر ڊاءِ آڪسائيڊ" چون ٿا، انهن سمورين شين ۾ ڏاڍي ڏپ هوندي آهي، اها ڏپ ڪيڻ لاءِ يا رفع ۽ ضروري حاجت لاءِ هڪ خاص جڳهه هوندي آهي، جنهن کي پاڻ ڪاڪوس، پائخانو يا هنگڻ جي جاءِ چؤن ٿا، انهي جڳهه جو عزت وارو نالو آهي "ليٽرين" هڪ گھر ۾ رڌڻي، سنان جاءِ کان پوءِ هنگڻ جي جاءِ به ضروري آهي، وڏن شهرن ۾ ڪمري سان گڏ اٽيچ باٿ هوندو آهي، جيڪو هڪ ئي وقت سنان ۽ ڪاڪوس جو ڪم ڏئي ٿو، باقي گئس اوهان ڪٿي به هلندي ڦرندي خارج ڪري سگھو ٿا، ڪي ته مون جهڙا واهيات آهن محفل ۾ به گئس ڪڍندا آهن ڪنهن به حاجت جي اوکيا پوکيا لاهڻ ۾ ڇا جو شرم، مان ته ڏگ تي ئي پيهي مٽندو به آهيان، پاسي ۾ ڪا نالي ڏسي يا رستي ۾ ڪا پٽ جي اوٽ ڏئي کليل ميدان ۾ پيشاب ڪرڻ به هڪ فن آهي، دير ٿي نه پينٽ جي زپ کولي يا سٿڻ جو اڳٽ کولي شروع ٿي ويندو آهيان، نصير مرزا ته سلوار جي پاڇي مان ئي مٽندو آهي. اهو هن جو اسٽائيل آهي، چون ٿا ته "چاليهن سالن جي عمر کان پوءِ پيهي پيشاب ڪجي جنهن سان گردن ۽ مٿاني کي فائدو ٿيندو آهي"، هن ملڪ ۾ ڏگ تي مٽڻ جو به ڪنهن کي اختيار ڪونهي، ملوڪ پٽين تي لکيل هوندو "ڏکو ڪڌهه پيشاب ڪر رها هي؛ جيئن رستي ۾ پيشاب کهڙي وات وهي ويندو پتو نه هوندو آهي، تيئن مون کي به خبر نه هوندي آهي ته ڪهڙي راهه وٺندس، ها اها پڪ هوندي اٿم ته جيئن پيشاب مٿان کان هيٺ ايندو ائين مان به مٿان ئي کان هيٺيان وات وٺندو رهيو آهيان، ٻهراڙي جا ماڻهو جهنگ جا هريل، ڪررو يا پٽر ڪٿي جهنگ جي خيال ڪاڻ جهنگل ۾ هليا ويندا پر شهر جا ماڻهو ويچارا ڇا ڪن، مسجدن جي ڪاڪوسن کي اڪثر تالا لڳل، آفيس ۾ به کليل ڪاڪوس جن جا دروازا ڀڳل ٽوٽيون گم، پاڻي ليپي نه، اسٽيشن جي پائخاني ۾ وڃڻ سان ٽورو ڏسي الٽي اچي، اسڪولن جي ڪاڪوس ۾ ٻار وڃي ته پوءِ ٿيندس، شهر جي وڏي پلازه ۾ به ڪاڪوس ڪانهي، عارف بلبرس کي ته اها پٽ آهي، پر مون کي حيرت آهي جو مان جڏهن به ڪنهن پروگرام جي سلسلي ۾ اٿارٽي هال ويس ته ڪاڪوس جو در مون کان بند نه ٿيو. شايد سنڌي ٻولي جي بااختيار ادار يجي چيرمين ميلبر فهميده حسين ۽ سيڪريٽري تاج جويو

ايترا بي اختيار اهن جو اهو ٽڪي جو ڪم بہ نٿا ڪرائي سگهن. ان ڳالهہ ۾ سفر ڪندڙ عورت کي سلام آهي نہ اٺڻ نہ ويهڻ نہ پاڻي نہ پيشاب نہ ڪاڪوس، اها مرد ذات آهي جو هر هر دڳ تي متيو ڏي. ٻار تہ بادشاهہ آهي گهڻي جي نالي ۾ يا پٽ جي اوٽ ۾ ئي هنگيو ڏي، مان ڪاڪوس جو پاڙيو آهيان، ڪاڪوس ميل پنڌ تي هوندو، ڪاڪوس ۾ گندگي ڏسي يا پائخانو مٿي ڇت تي هوندو تہ ٽپ ڇڙهيو وڃي جيستائين ڏاڪڙيون مٿي چڙهان يا مسجد جو تالو کولي يا قطار لڳل هجي تيستائين وچ ۾ ئي ڪم لهيو وڃن.

ڪاڪوس ڪرڻ کان مون کي رات جو پٽو ٿيندو آهي، متان ڪا لنڊي بلا ڳچي ۾ نہ گهڙي وڃي، مجال جو ٽورو اچي، مان گهر ۾ صبح جو بيڊ تي پٺي سگريٽ مس ڌڪائيندو آهيان تہ ڪاڪوس جو رخ ڪندو آهيان منهنجو گهر ۾ منهنجو الڳ باٿ روم آهي جتي مان در کولي سمورا ڪپڙا لاهي هنگلو آهيان. جڏهن مان ننڍو هوس تہ ڏينهن ۾ روزانو صرف هڪ ڀيرو ڪاڪوس ڪندو هوس، منهنجي هنگڻ جو ٽائير فڪس هو، ست لڳي پنجاهہ منٽ صبح جو نيشنل جو ٽرانزسٽر ريڊيو ڪٽي ڪاڪوس انتظار ڪندو هوس، تنهن زماني ۾ ٽرانزسٽر ريڊيو اڄان سنڌ ۾ عام نہ هو پر اسان وٽ هو "هن وقت صبح جا ست لڳي پنجاهہ منٽ تي رهيا آهن، ڪامران ڀٽي کان علائقائي خبرون ٻڌندا" تہ ڳچي جو چوڪ ڪلندو هو ۽ گونهہ نڪرندو هو، جنهن ڏينهن ڪامران ڀٽي جو آواز نہ ٻڌندو هوس پوءِ پلي ست لڳي پنجاهہ منٽ چو نہ ٿين پر سڄو ڏينهن ٽورو نہ ايندو هو، جڏهن کان ريڊيو تي ڪامران ڀٽي خبرون پڙهڻ ڇڏيون آهن منهنجي هنگڻ ۾ خلل پئجي ويو آهي، يا تہ سڄو ڏينهن ڪاڪوس ڪرڻ ٿو اچي يا وري ڏينهن ۾ ڏهہ ڏهہ ڀيرا لڳي ٿو، مان اڄ بہ سفر گهٽ ڪندو آهيان جنهن ڏينهن سفر تي وڃان مجال آ گهر ۾ ٽورو اچي اچا بس ۾ قدم مس رکان تہ ٽورو چيو قلم پوءِ رڪ ڀرين منهنجي ڳڻ ڪر سو مان نصير مرزا کي عرض ڪنداس تہ جنهن ڏينهن مان سفر تي وڃان ان ڏينهن گهٽ ۾ گهٽ ڪامران ڀٽي کي خبرون تي ويهاريو وڃي تہ جيئن مان فرحت سان ڪاڪوس ڪري پوءِ سفر تي نڪران تہ جيئن گند ڪرڻ کان بچي رهان، مان جتي مهمان ٿي ويندو آهيان اتي سڀ کان اڳ ڪاڪوس جو معلوم ڪندو آهيان، پوءِ تسلي ڪري رهندو آهيان ۽ ڪوشش ڪري ڪاڪوس لڳ ڪٽ وڃهي پوءِ سمهندو آهيان. مون کي ڪليل ڪاڪوس پسند آهن، مون کي سڄي سنڌ ۾ ڏانوڙ ڏاڏل جي گرڌاري لال ۽ بخشڻ مهرائوي جي الفقراء اخبار سانگهڙ جي آفيس جو ڪاڪوس پسند آهن، جتي بہ هنگڻ ۾ قرار ايندو آهي، ڊپٽي ڪمشنر ٿر ۽ مشهور ليکڪ عبدالقادر منگي صاحب جڏهن 1992ع ۾ ٿر سيمينار ڪيو تہ سنڌس سمورن انتظامن ۾ مون کي سنڌس ڪاڪوسن وارو خاص انتظام سڀ کان وڌيڪ پسندلو آيو، جنهن ۾ هن مهمان ليکڪن لاءِ ٿر ۾ حيدرآباد کان ڪموڊ گهرائي ڦلڻون هٽي نئيا نئيا سئوين ڪاڪوس اسپيشل طور تيار ڪرايا، الله مون کي صاحب جو

ٻلو ڪري نہ تہ اديب، ليکڪ، صحافي، مفڪر ۽ دانشور اتي وڏو تاريخي ڳنڍڪن ها، چون ٿا تہ جڏهن شمس العلما دائود پوٽي جو پٽ سنڌ جو گورنر ٿيو تہ هن سڀ ڪان پهرين گورنر هائوس جا سرڪاري ڪاڪوس ٺهرايا، جنهن جي ڪافي وقت کان ضرورت ۽ گهرج هئي، ان جڏهن اهو نيڪي جو ڪم ڪيو تہ هن ڪان انهن ڪاڪوسن جي افتتاح پيري هڪ تاريخي غلطي ٿي وئي، بقول رحمت الله ماڃوئي جي تہ "صاحب بجاءِ ڪاڪوس جي ربن ڪٽڻ جي جيئن ٻوٽو پوکي بيلچو کڻي فوٽو ڪڍائبو آهي يا پل جو افتتاح ڪرڻ مهل ڳاڏي هلائي ۽ ڳوٺ ڪي بجلي ڏيڻ وقت بلب ٻاري فوٽو ٽرڪندو آهي. ائين ئي ڪاڪوس جو افتتاح ڪرڻ وقت گورنر صاحب ان ڏينهن گهران هنگي نہ آچي ها ۽ هتي ڪاڪوس جو درڪولي ڳهي ٻٽاري ڪڍي فوٽو ڪيرائي ها جيڪو هڪ يادگار ۽ تاريخي فوٽو هجي ها، پر شايد اهو انوکو ڪم بہ خدا مون لاءِ ڇڏيو آهي، بس دعا ڪريو مون کي گورنر، وزيراعظم يا صدر ٿيڻ ڏيو تہ اوهان کي ائين ڪري ڏيکاريندس، جڏهن آصف زرداري صدر ٿي سگهي ٿو تہ مان کهڙي شيءِ آهيان، رب بي پرواهہ بادشاهہ آهي جنهن کي چاهي عزت ڏئي جنهن کي چاهي ذلت ڏئي، مان پنهنجا کهڙا ڪاڪوس ياد ڪريان، کهڙا کهڙا ڳڻهہ، ٺٽا سيمينٽ فيڪٽري ۾ غفور سومري وٽ فيڪٽري جي ڪليل ميدان تي بلاڪن وارين بہ سرون رکي ڪرفتي مٿان متي وجهي ڇڏڻ کان وٺي، پاڻي واري نلڪي سان پريشر تي واردات گم ڪرڻ تائين، ايم ڪي سان گڏ ڪسانہ موري جي ڪپ تي سرين ماڻهن جي موجودگي ۾ ڪهچري ڪندي هنگڻ، حاجي قربان ڪوکر جي پٽن جي ڦهرن تي شهدادڪوٽ ڪان موٽڻ مهل سيوهڻ جي ڪليل ميدان تي هڪ وقت پوري بس جو سرعام اجتماعي هنگڻ يا نعيم ميمڻ ۽ پيرو خاصخيلي سان ڪوزي پارڪ واري ٽوئر ۾ لاچار هلندڙ سوزوڪي ۾ اڳهاڙو ٿي هنگڻ ۽ منزل واٽر سان دوست ٻاران ڳئي صاف ڪرڻ جو لطف ۽ دوستن جو شغل اچان وسري نہ ٿو، ان هنگڻ جي تاريخي ڪارنامن لاءِ بہ دل گهرجي، ننڍي هوندي شڪارپور جي جاءِ ۾ ڪاڪوس تہ ماڙ تي ڇت تي هوندو هو، اچان ڪموڊ بہ ايجاد نہ ٿيو هو، سيمينٽ جا بلاڪ هوندا هئا، ٺري ڦري سيني ۾ هنگندو هوس، ڏاڍو مزو ايندو هو، ڪڏهن هڪ جيڏا تي چار سئوٽ ڳلجي تورو ڪندا هئاسون، چاڪاڻ تہ اڪيلي کي پڙ ٿيندو هو، تورو هڪ کي لڳندو هو پر پوءِ ريس تہ موڊ لهي پوندو هو، پوءِ يڪو حاجت باجت ڪري لهبو هو، ڪڏهن ڪڏهن هنگدي پلخانو صاف ڪرڻ لاءِ ڀنگياڻي مٿي اچي ويندي هئي ۽ اسان کي پنهنجي مشڪ نهال ڪندي هئي. انهن ڀنگياڻين (جمعدارن) کي پئسو ٽڪو ڏئي پلخانو صاف ڪرائبو هو، تن ڏينهن ۾ اهي دڳ تي هوڪا پڻ ڏينديون هيون. تہ ڪوئي هٽي ميڙائيندو، پوءِ ميونسپالٽي جا ڀنگي باقائدہ اچڻ شروع ٿيا، جن جا ٻلڪ روم هيٺ هئا، تن وٽ پخالي اچي پاڻي وجهندا هئا، تہ نليون صاف ٿي وينديون هيون، سڄ جي تيز تپش ۾ بلبو باقي نہ رهندي هئي، گهڻو پوءِ زير زمين برينيج پئي

تہ نالين جي گندگي نہ رهي، جڏهن مون پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ڪاڪوس وارو باب ۾ لکيو تہ ڊاڪٽر احمد علي ٻگهي چيو تہ "اها کھڙي واهيات ڳالھ آهي"، تہ مون کيس جواب ڏنو "جڏهن مون ميٽرڪ پئي ڏني، تيستائين بہ SRTC ۾ ڪاڪوس نہ هئا، اوهان ڏهن ۾ هنگدا هئا ۽ پوءِ SRTC جا سرڪاري ڀنگي اهو ڏبا کڻي ان جاءِ تي ڳڏ ڪندا هئا جتي اڄ ايگريڪلچر ڪامپليڪس آهي جتي هاڻ پاڻ ٽاڪ جمايو ڪچهريون پيا ڪيون، ڪڏهن هفتو هفتو ڀنگي هڙتال ڪندا هئا تہ اهي ڏبا ڊپ ڪرڻ ڪري وڏا اوهان ٻارن کان موچڙا ڏيئي ۽ لالچ ڏئي ڪڍائيندا هئا، اهي ڏينهن شايد توکان ڪان وسري ويا آهن تن ڏينهن ۾ SRTC جي ڪاڪوس جي ڏهن جو مسئلو دنيا جو بين الاقوامي مسئلو هو، ان ۾ ڪھڙو شرم، مڙس تہ همت، اوائل ۾ وڏا جڏهن ننڍا هئا تہ صفائي جو وڏو مسئلو هوندو هو، هو بہ شروع ۾ ائين ڪندا هئا، مهاتما گانڌي پنهنجي پائخاني جي پاڻ پنهنجي هٿن سان صفائي ڪندو هو، ڀنگي جي غير حاضري ۾ گهر جي پائخاني جي صفائي ڪرڻ عيب ٿوروئي آهي، مون سان گڏ سفر ۾ هل ٻاهريون شيون ڪاٺ، پاڻي تبديل ڪر، ميزبان جي اوطاق ۾ باٿ روم نہ هجي، سوئرن مسجد ڪي تالو هيون هجي، آخري بس هجي ڏڳ ۾ پٽ ڏي منهن ڪري يا سلوار ۾ نہ ٽورو وهي وڃي تہ منهنجو نالو مٽائي ڪتي تي رکجان".

## ناقابلي برداش ڪاڪوس

هڪ ڀيرو مان شڪارپور لاڙڪاڻي روٽ کان بس ۾ آيس. بس جڏهن ڳڙهي ياسين جا مسافر لاهي شڪارپور هلڻ لڳي تہ مون کي ڏاڍو اچي ڪاڪوس لڳو. سڄي رات جي سفر کان پوءِ صبح ٿي چڪو هو. هي هو بہ منهنجي ڪاڪوس جو

تاثير. ڳالھ برداش کان ٻاهر هئي بس جڏهن شڪارپور شهر ۾ داخل ٿي تہ مان بجاءِ منزل تي لاهڻ جي اڏ پنڌ تي لهي پيس اتان مير شاھ قبو سڏ پنڌ تي هو جتي منهنجي ساهرن جو گهر هو. مان تڪڙو تڪڙو پنڌ ڪندو ادا نظير لالا جي گهر آيس قدرتي در کليل هو مان ٺيلهو ٻاهر اڱڻ تي رکيل کٽ تي اڇلائي سنو ليٽرين هليو ويس. جڏهن فرحت آئي تہ هٿ منهن ڌوئي ٻاهر نڪتس تہ اڱڻ ۾ هڪ ٻار ويٺو هو مون کيس چيو "پٺين ڪٿي آهي؟" هن ٻڌايو "بابا اندر گهر ۾ ويٺو آهي" مان سنو ڪمري ۾ آ ڪئي تہ اتي ويٺل عورتن مون کي ڏسي وٺي رڙيون ڪيون. انهن مان ڪا بہ عورت منهنجي ڏٺل نہ هئي مان بہ گهبرائجي ويس. هڪ همراه اندران ٻوڙندو آيو "ابا خير تہ آهي ائين پرائي گهر ۾ گهڙيو اچين ڪجھ تہ شرم ڏار" مون کي ڳالھ سمجھ ۾ نہ آئي پوءِ خبر پئي تہ هي گهر ڪو چار سال اڳ ادا نظير خان وڪڻي ڪنهن ٻئي هنڌ شفٽ ٿي ويو هو. مون ان همراه کان سوري ڪيو تہ مان ڪافي وقت کان پوءِ ڳوٺ آيو هوس هي منهنجي ساهرن جو گهر هو. مون کي حقيقت خبر نہ هئي. جڏهن ان ادا نظير خان جو پتو ڏنو تڏهن نظير خان کي گهر

اچي اها حقيت ڪئي ته هو ڏاڍو ڪليو. ”چيائين ڇڳو ٿيو هڪ ته تنهنجو ڪاڪوس وارو مسئلو جلد حل ٿيو نه ته ڪِنِ تي ٿي پئي ها. پيو ته تو انهن کان اسان جو پراڻو پلاٽ ورتو گنريل ڇئين سالن کان آهي همراه اسان جي ماتن ۽ يارن دوستن پاران قرباني وارو گوشت ونندا رهيا هئا ۽ اسان هتي عيد تي دال تي ٻه گذارو ڪيو.

ڪتو ڀونڪي بس ٿي ويندو، خالي سارو گس ٿي ويندو
چار گهڙيون جي گڏ گذاريون، ڇئين گهڙين جو جس ٿي ويندو

ڪتو

ننڍپڻ ۾ سڀ کان اڳ ماءُ جي هنج ۾ ستي ڪتي جي ڀونڪ ٻڌي، ”سمهي پئو“، ”ڇا جي ڪتي واري ڪٽ ڪئي اٿئي“، ”پاڻ نه پلي ڪتا ڏاري“، ”هڪ ڪتي جي وات مان نڪري ٻئي ڪتي جي وات ۾ پيس“ ”پنڌ کان ڪتي جي وات ۾ ڇڳو هو“ ”ٻچ لوڏي فرمانبردار ڪتي وانگر پيرن ۾ اچي پيو“، ”ٻڪ هڪ ڪتي جي مثل آهي، جنهن کي ماني جو ٽڪر گهرجي“، ”ڪتي کي ٻه سٺيو ٽڪر ڪپي ڪتي کي هلڻو نصيب ٿئي ٿو“، ”جتي ڪتي وارو ڪم ڪرڻو پوندو“، هن کي پوليس ڪتا ٻڃيا، انهيءَ ڪتي جي ٻچ کان پڇجي ته تکيه ڪلام ”ڪتي جا ٻڻ ڀونڪ ني ته توکي ڇا گهرجي؟“ ”ڪتي جو گونهه آهي“، ”ڪتو هڪ ٻجي ۾ خوش“ وغيره وغيره هي اهي چوڻيون هيون جيڪي وڏن جي گفتگو ۾ وقت به وقت ٻڌندو رهندو هوس، مون به ڪتي وانگر ڀونڪندي گذاري ڇڏي زندگي، ڪتو ڀونڪي نه ته هن جو هانءُ ڦاٽي پوي ۽ مان ڳالهايان نه ته منهنجو پيٽ ڦاٽي پوي، مان جڏهن پنهنجي ڳالهائڻ جي ڪرتا پوري ڪندو آهيان ته منهنجو پيٽ هلڪو ٿي پوندو آهي، مون سان حيسڪو ۾ گڏ ڪم ڪندڙ طاهر مغل منهنجي گهڻي ڳالهائڻ تي ڪاوڙ ۾ اڪثر چوندو آهي ته ”جڏهن توکي امڙ ڄڻي پئي ته ان وقت آس پاس ڇا ڪتا ڀوڪن پيا جو ايڏو ڀونڪي ٿو؟ گهر واري گهڻي کي مان ڪيئن ٿو وساري سگهان؟ جتي روز رات جو ڪڏ ايندڙ ڪتن جون گاريون ڪاٽي گهر اچان ٿو، ٻهراڙي جي گهرن ۾ جتي ڪو به ٻيو پاليل جانور نه هجي اتي ڪتو ضرور هوندو، سڄي رات هوشياري سان گهر جي جونڪي ڏيڻ لاءِ ڪتي کي رات جو چوڪيو آهي، اهو پري کان توڙي ويجهي گهٽي مان ايندڙ ويندڙ جي آواز تي ڀونڪندو آهي، ڪتو گهر تي بار به نه هوندو آهي، جو اهو بچيل ٽڪر ۽ هڏن تي هريل هوندو آهي، اسان وٽ ڪتو گدلو جانور آهي، جنهن لاءِ اهو پليت قرار ڏنل آهي، گهرجي رکوالي يا حفاظت ڪندڙ انهي ڪتي کي رات جو ٻڌجي نه ته سڄي رات جاڳي گهٽيءَ ۾ لنگهندڙن جو ڀونڪي صفا لن ڪاٽي ويندو، سنڌ جا وڏيرا ڪتن ويڙهائڻ جا شوقين آهن، هي

ڪتا سوئر سان ويڙهائڻ لاءِ ڌارينڌا آهن، هي ٻل ڊاگ، بلٽري ڪتا جيڪي شڪاري ڪتا هوندا آهن، تن کي وڏيرن جا پچ لوڏو ۽ پونڪتا ڪمدار وڏيري جي دشمن کي هي ڪتا ٻجائي سهي وانگر ٻوڙائي ٻوڙائي کارائي ڦاڙائي ڪتو ڪري مارينڌا آهن، مون کي ننڍپڻ ۾ ڪتن پالڻ جو شوق هو مون ٻه وقت ٻوقت ڪني ڪتي جا گلر پاليا، منهنجي وڏي ڀاءُ کي هڪ ڪتو هو وڏن ڪنن سان پير ڪن وڏيل مان انهيءَ ڪتي جي ڪن جا چچڙ ڳڻيندو هوس، مون جو اهو ڀاءُ ناظر گرامون فون تي ڪتي واري خوني جا رڪارڊ پڻ شوق سان ٻڌندو هو، سنڌ ۾ جڏهن ايوب خان جي خلاف عوامي تحريڪ هلي، اچا اسان ننڍا هئاسون، اهو نعرو مشهور ٿيو تہ ”ايوب ڪتا هاءِ هاءِ“ يا ”گلي گلي مين شور هي ايوب ڪتا چور هي“، ايوب کي ڪتو ڪوٺيندڙن هڪ ڪتي تي ايوب ڪتا ٻہ لکيو هو ڪتي تہ ٻولي شاهه جي ڪافي ٻہ آهي، ”اٿي اٿي بلايا يار ملائو نہ تہ بازي ليکني ڪتي“، سنڌ جي شاعر حمل فقير جي سٽ آهي ”پريان سنڌي پار جي، جي ڪتي اچي ڪاري اسين سڀ لغاري قربان تين ڪتي تائين“ مون حمل جي هن شعر کي ڪجهه وڌايو آهي،

پريان سنڌي پار جي، جي ڪتي اچي ڪاٽي، اسين سڀ عمراڻي، قربان تئين ڪتيءَ تان، پريان سنڌي پار جي، جي ڪتي ويجهي هنگي اسين سڀ منگي، قربان تئين ڪتيءَ تان، پريان سنڌي پار جي، جي ڪتي ڪري ڪاهه اسين سڀ شاهه قربان تئين ڪتيءَ تان

قرآن پاڪ ۾ اصحابي ڪيف جي ڪتي جو بہ ذڪر اچي ٿو، هي وفادار جانور چون ٿا تہ پنهنجي ڪڙم جو ويري ٿيندو آهي، وڏا مثال ڏيندا آهن، تہ ڪنهن شيش محل ۾ ڪتو گهڙي آيو تہ چوطرف پنهنجو پاڇو ڏسي پاڻ نہ سڃاڻي سگهيو، سمجهين تہ هتي مون جهڙا گهڻا ئي، ڪتا آهن تڏهن ان ڪتي ڀونڪي ڀونڪي ٽڪجي ساهه ڏنو، ڪتي کي چون ٿا تہ ڳئه جو گوشت وٺي ٿو انڪري، پهاڪو مشهور آهي تہ ”ڳئه جو ماس ڪتي جو وات“ ڪتي جي ڀونڪڻ سان فقير پنهنجو رستو نہ مٽائيندا آهن، جيئن ڪبوتر جي غٽرڪون تي ڪبوتري هلي ويندي آهي، تيئن ڪتي جي بہ ڪت جي مُند ٿيندي آهي، رڳو رن جي ڪت جي ڪائي مُند نہ هوندي آهي، جڏهن ڪا بہ ڪتي، ڪت ڪندي آهي يا ڪت ڪٽندي اٿس تہ آس پاس جا ڪتا ان تي ڪٺا ٿيندا آهن، جڏهن ڪت واري ڪتي جي چوڌاري ڪتا ڳڏ ٿيندا آهن. تہ ڪتي پاڻ چوائس تي انهن مان ڪو هڪ ڪتو پسند ڪندي آهي باقي ٻيا ڪتا ويٺا پنهنجو لن پيا ڏائيندا آهن، ڪتي کي پنهنجي برادري ۾ اها گلي چونڊ آهي، تہ هو هر پيري آزادي سان انهن ڪتن مان پنهنجو يار چونڊي يا بدلائي سگهي ٿي، جنهن تي ڪنهن کي بہ اعتراض نہ هوندو آهي، انهيءَ ڪت واري سيزن ۾ ٻيا ڪتا چانس نہ ملڻ تي تراٽي ٿي چٽا

ني چوندا آهن، پر هو ڪتي واريون ڳالهيون اسان انسانن مان ڪيندا آهن، پر منهنجي پاڙي جي ڪتن کي الائي ڇو مون تي ڪجهه وڌيڪ ڳالهيون آهن. رات توڙي ڏينهن ننڍا توڙي گلر به مون تي اڀا ٿيو وتندا آهن. شايد پوين جنم ۾ مان به ڪتو هوس؛ منهنجو گهر ڪچي آبادي ۾ هئڻ سبب منهنجي انهن ڪتن سان ڪجهه وڌيڪ واقفيت آهي. مان ڏينهن ڏٺي به انهن ڪتن جي آزار ڪري نه نڪري سگهندو هوس، تن ڏينهن ۾ مان رات جو اڪثر هوٽل کان گهر پنڌ ايندو ويندو هوس؛ مون کي ننڊ ۾ به ڪتڙيون نظر اچڻ لڳنديون هيون، مون تي مان پاڙي جي خالي رستن يا گهٽي ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ بيٺي رهندو هوس، جڏهن ڪو گذرندڙ ماڻهو ڏسندا هوس ته ان کي چوندو هوس "مون سان گهر تائين گڏ هل مون کي ڪتن کان پوءِ ٿو ٿئي". اڻ واقفڪار سمجهندا هئا همراه شايد چريون آهي. اڪثر هوٽل تان اٿڻ وقت دوست مان ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيو مون کي در تائين ڇڏي پوءِ SR TC پنهنجي گهر ويندو هو. مون کي ڪتن جي ڊپ کان (Hyderro Phobia) هائيڊرو فوبيا ٿي پئي هئي، ڪتي جي ڪاڏل واري ڪيفيت، متان ڪتو نه چڪ پائي؛ چون ٿا، چريو ڪتو چڪ پائيندو ته انسان چريي جو ڪاڏل چريو ٿي پوندو آهي، پوءِ اهو انسان ڪنهن ٻئي انسان کي چڪ هڻندو ته اهو ماڻهو به چريو ٿي پوندو، چون ٿا ته جنهن کي چريو ڪتو ڪاٽي تنهن ماڻهو کي ڪچو بصر تمام گهڻو کارائجي، جنهن سان چريي ڪتي جي زهر جو اثر گهٽجي وڃي ٿو، مان رستي ۾ ڊپ ۾ ايندي ويندي اڳ ئي گهران به ٿي بصر کڻي رستي ۾ ائين کائيندو هوس ڄڻ ڪو صرف پيو کائوان. هڪ ڀيري رات جو مان ڪنهن دوست سان ماڇي ڳوٺ پٺي ويس معصوم شاهه جي درگاهه تي ميلو ڏسڻ رستي ۾ پويان ايندڙ ڪن واقفڪارن مون کي ڪتن جي ڊپ کان دوست جي سلوار کي هٿ سوگهو جهليندي ڏسي ورتو رونشي طور ڏڱ ايندڙ ٻاگڙين جي بستي جي ڪتن کي بچايو، منهنجون وايون بتال ٿي ويون. پويان ڏسان هان ته مان ته ان مهل موڪلائي وڃان ها، اسان ٻئي دوست ڪتن جي ڊپ کان پل ۾ بستي ۾ ڪاهي پياسين، ڪتن جو ڪو ميڙ هو اڳيان به ڪتا ته پويان به ڪتا جيڪي اسان جي پٺيان ڊوڙي رهيا هئا، ڪي ان جي طرف ته ڪي منهنجي طرف، آخر هڪ ڪتي مون کي چڪ پاتو، ڪارو ڄڻ گڏهه جيترو ڪتو هجي، مون ڏٺو منهنجي دوست جا قدم اڃا تيز ٿيڻ لڳا، هو مون کان ٻٽ ۾ هلڪو هو مڙي مڙي پٺيان ڏسي رهيو هو، ڄڻ ڪتن سان وڃهه وٺي پيو ڪيڏي، آخر ان جي ويجهو هڪ ڪتو اچي پهتو ۽ ٽپ ڏئي همراهه کي دسي ورتو، اسان جي هڪلن ۽ رڙين تي ٻاگڙي اٿي آيا ۽ ڪتن کي هڪ هڪ ڪري پٿر اڇلايا، جن مان ڪجهه هنن کي لڳا ۽ هو ڪرڪوات ڪندا وٺي ڀڳا، تڏهن وڃي ٻٽ ۾ ساهه پيو، ڪتي مون جي پينٽ کي چڪ سان ڏئي ڦاڙي منهنجي ماس جا ريشا لاهي ڇڏيا

هئا. پر چڪ ايڏو وڏو نہ هو. بس هي پينٽ جي ڪري ڪجهہ بچاءُ ٿي ويو. مون کي ٻج ڏيندڙ دوست سول اسپتال ڪٺائي ويا سول سرجن ڪتي جي چڪ جي اثر لاءِ ڪجهہ ڏينهن پيٽ ۾ سيئون هنيون تہ ڪيس پٺو هو تہ مٿان ڪٺي ڪتو چتو نہ هجي شڪر جو اهو ڪتو چتو نہ هو ۽ انهن ڪتن کان ڪجهہ گهڻ حرامي هو. انهن انهيءَ گهٽيا حرڪت تي مون کان معافي ورتي، هوڏانهن منهنجي ان دوست ڪتي چڪ جي موتمار زهر کان بچاءُ لاءِ مڪاني ڏس طور ڪتيل ڳاڙها مرچ مٿان ٻرڪي پٽي ٻڌي ڇڏي ۽ چهہ مهينن کان پوءِ اهو ان خوف ۾ تہ مون سيون نہ هڻيايون مٿان مري وڃان، سچ پچ مري ويو. اهو ڏينهن اچوڪو ڏينهن مان ڪڏهن ڪتي جي پرسان نہ لنگهان. ان جي خوف جو اثر اڄ تائين آهي، ذهن ۾ هڪ خوف سمائجي ويو آهي، جيڪو نڪري نٿو. اونداهي رستي ۾ ڪتن کي ڏسي يا ٻنڪون ٻڌي مان گهٻرائجي ويندو آهيان. رات جو ڪتن جون ٻونڪون ماحول کي وڌيڪ پر اسرار بڻائي ڇڏينديون آهن چوندا آهن تہ "جيترو جنهن شيءِ کان ٻج جي اها سامهون ايندي آهي" "واٽيو جيترو ٻجي ڪلمي ڪان ڪلمون اوترو منهن ۾" وائيڙي ڪُتي مرون جي منهن ڪتا ڇڻ راهہ ۾ اکيون وڄائي وڙنا هندا آهن مان خوف وڃان وحدت ڪالوني شروع ٿيندي ئي ٻتين تي چڙي ويندو هوس، ڪتن جي ٻونڪڻ تي منجهي بيهي رهندو هوس، تہ اڄ بچيس تہ ڇڻ نئون چاوس، منهنجي گهر جي ويجهو هڪ خيبر ميل ڪتو آهي، ڪندو ڪجهہ نہ آهي پر لوسي پويان ٻوڙندو مون کان بہ اڳيان نڪري وري رويس گير هٽي سڌو آهو ڪندو آهي؛ بي غيرت صفا ساهہ سڪائي ڇڏيندو آهي؛ مان ڪجهہ ڏينهن لٺ اولاري تہ صفا بخيل ٿي ويو ان ڏينهن کان وٺي مون لٺ کان توبهہ ڪئي، هن مون ڏانهن نهاري منهنجي دل جي ڌڙڪن وڌائي ڇڏي؛ سرچير هاڻ شامت آئي، آخر ڏڪندي ٿڙڪندي سڪرڙ جي ويس صورت حال سمجهي ويس لٺ مان هٽ ڪيير، هن مون کي ايترو ڏيڇاريو جو وڪڙ کائيندو خدا خدا ڪندو ٽڪر پار ڪندو گهر جي حد ۾ داخل ٿيس باقي اٺ ڏهہ قلم رهيل هئا، اهڙي تکي ٻوڙ پاتر جو پوءِ مينهہ واءَ ڪندو اچي گهر جي در وٽ پهتس پوءِ ٽپ ڏئي گهر جي پار پهتس، پوءِ اچي سامت جو ساهہ ڪنير، ڇڻ پل صراط تان گذري آيس، ڪڏهن ڪڏهن شڪر ڪندو آهي تہ اڄ ڪو ڪتو ڪونهي؛ مصيبت هئي منهنجي گهر لڳ گندي پاڻي جي ڍنڍ هئي جتي ڏينهن جو بہ ڪتا ٻوڙي ٻوڙي نالين ۾ پيٽ وجهي ويهندا هئا رات جو در وٽ غفور جو هڏل گڏهہ ۽ ذات ڪتا پيا ڪيڏندا هئا، باهر چپ چپات کي فقط ڪتن جي ٻونڪار ٽوڙيندي هئي جڏهن اسان ننڍا هوندا هئا سون تنهن زماني ۾ ميونسپالٽي جي ڪتن واري گاڏي ايندي هئي جا لوهہ جي وڏي ڪنهجي سان ڪتا پڪڙي گاڏي ۾

وچهيو، ننگي ويندي هئي پوءِ زهر ملايل گوشت کارائي ماريندا هئا. پر هن ٻ ٻ ٻ جي حڪومت جيڪا هر وقت اهو راڳ پئي ڳائي ته بي نظير ۽ پنهنجي جا دشمن اسان ڳولي ڳولي ماريندا سين، دشمن ته گڏ جي تري ۾ وڃي پيو، جي پوسي لپول تائين ڪتا مارين جيڪي ڪين ڳولي ڳولي به مارڻا نه پوندا ته ڇوڪ لک ڪتيون ۽ ووٽ سرجايا ٿي پوندا. پر ويهين صدي جا انسان ڇتي ڪتي ڪان به بدتر آهن جي بهريون چڪ ٿي مالڪ کي پائيندا آهن جيڪي دشمن جي پاڻ ۾ ٽڪيندو ڪتا جيڪي ڪائيندا به آهن، ۽ پونڪندا به آهن، ڏارين جي چوپيل هڏين تي ٻڪايل ڪتن جيان وڙهندو ۽ جهيڙيندو، اهي ڪريل انسان، ڇا اسان انهن پيٽو ڪتن جي غلاميءَ مان ڪجهه سبق سکي نٿا سگهون؟

هاڻ باقي منهنجو خير آهي جو جڏهن کان مون موٽر سائيڪل ورتي آهي جنگهه مٿي ڪري هتان هنن ڪتن جي پاسي مان لنگهي وڃان ٿو باقي ڪتا ۽ مان هڪ ٻئي کي ائين ڏسندا آهيون جيئن ڪتا سوئر ڏي ڏسندا هجن، ماما نياز خان ڳالهه ڪندو هو ته جڏهن هڪ ڪتي مون کي ڏاڍو بيزار ڪيو ته مون ڪنهن بشنيءَ کان ان کي ڪتي ۾ بند ڪرائي اچي سوٽين سان ورتو، هر ڏڪ تي ٽڪي چئي سنڪر ڪيو ۽ پوءِ ڪتي کي آزاد ڪيو پوءِ وڃي مس مس جان ڇٽي، جي ڏڳ ته ڪتو لئي ڪري ته وات مان رڳو ٽڪي جو لفظ ڪڍان، ڪتو لفظ ٽڪي تي تازو ماضي واري جٺ کي ياد ڪري ته تر ڇڏي ڀڄي وڃي.

## غريبي

غريبي مصيبت ۽ ذلت آهي ۽ غريبيءَ کي لعنت آهي. هن دنيا ۾ امير امير ترين ۽ غريب پنهنجي افعالن ڪري غريب کان غريب تر ٿيندو وڃي. غريب جي دوستي کان پينگ پلي آهي. غريب جهڙو واهيات ۽ ڪوڙو سڪو ورلي ڪو دنيا ۾ ملندو. غريب غير فطري طور گدلو لڳندو اهي، سچو هفتو منهن به ڪونه ڌوئيندو آهي ۽ غريب کي ڪا پڻ آهي ته هو هڪٻئي جو حريف هوندو، پاڻ جي به ترقي برداشت ڪري نه سگهندو. سدائين دريلر رهندو. گذر معاش لاءِ مختلف ڌنڌا ڪندو رهندو. مون غربت جي تنگي تصوير ڏٺي آهي، ماني، گرهه هر اصول کان اوچو آهي، ”پيٽ بکي لاءِ هڪڙي ماني جو نان، آهي زندگي.“ هن دنيا ۾ خالي پيٽ ۽ خالي هٿن انسان پنهنجي وجود جو به مقابلو نٿو ڪري سگهي. هن ماني ڳڀي لاءِ پيٽ قوت جي فڪر ۾ رکي سُکي کان به محروم. بک تي ويلا ڪٽي ڪٽي، بک سلامت جٺي ڪيئي انسان بُک جا بک ٿي ويندا آهن، اها اميري غريبي اها اوچائي نيچائي سڀ تي اجٽي آهي ۽ نه ٿي آهي حالتون سدائين ائين جو ائين قائم رهنديون. جنهن بک نه سٺي آهي تنهن کي طعام جي فرحت ۽ لذت جي ڪهڙي خبر، بک ۽ اُڃ خدا دشمن کي به نه ڏي. غريبي جو عيب دنيا جي سمورن عيبن کان مٿي آهي، غريب هڪ پل به جيئڻ جو تصور نٿو ڪري سگهي. مفلسي کي مذاق اڏائڻ کان بهتر آ

مران. ڪم چوندس تہ ٻرو چڙهي ويندس. هاڻ تہ فلاڻو ڪم آهي تنگ ۾ سور آهي. فلاڻي ڏينهن واندو هوندس پوءِ ڪم ڪندس جڻ مفت ۾ ڪندو هجي ۽ وري جي ڪم تي لڳل هوندو تہ ڪو يار ايندس تہ ڪم اُتي ڇڏ پيو مرائي، پاڻ سنگت سان هوٽل تي ٽهڪ پيو ڏيندو. ائين غريب ٽڪي ٽڪي لاءِ محتاج هوندو آهي. تازو مان ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيي ۽ ڊاڪٽر چندر گنجي هيلٿ جي سروي لاءِ بدين جي سامونڊي پٽي ۾ وياسون تہ اُتي هڪ ڊاڪٽر مليو جنهن کي خبر پئي تہ مان ڪو ڪتاب پيو لکان چوڻ لڳو، هڪ مسڪين هاري جڏهن ڪنهن ننڍي وڻ ملازم آهي تہ ڪيترو ڪمينو آهي ۽ هڪ امير وڻ آهي تہ ڪيترو ويچارو آهي، ان تي ضرور لکجان، اهو لکجان، تہ هو ننڍي کي ڪيئن تباهہ ۽ برباد ٿو ڪري ۽ امير وڻ ڪيئن نہ پاڻ تباهہ ۽ برباد ٿي لنجي قرجي ويچارو بڻجي. هن ڊاڪٽر ڪا ٻني مڪادي تي ڪئين هئي، جنهن جي توائي هوس. اجان چون ٿا تہ غريب سڙندو سپني غريبن هڪ ئي ٿالي ۾ هڪ ٻئي جي اوبر ڪاڏي آهي.

مان ۽ منهنجو ڊپارٽمينٽ

## واپڊا پروفائيل

هي ان زماني جي ڳالهہ آهي جڏهن ملڪ ۾ جنرل ضياءُ جي مارشالا جو دور هو. تنهن زماني ۾ مئٽرڪ پاس ڇوڪرن کي نوڪري آرام سان ملي ويندي هئي. واپڊا ۾ بہ ننڍي وڏي نوڪري ڏيڻ جا پاور ايڪسين کي هئا. ڳاڏي ڪاتي ڊويزن واپڊا جو ايڪسين محترم ڪريم بخش قريشي هو جيڪو ڪي.بي قريشي جي نالي سان سڃاتو ويندو هو. تن ڏينهن ۾ منهنجو ٻاڙيسري هو. سندس پيڻ افروز امان جي پوٽي مٺ سهيلي هئي امان مونکي سڏارڻ لاءِ پنهنجي سهيلي کي چئي سندس پاءُ کان هي نوڪري وٺائي ڏني. قريشي صاحب تازو حيسڪو ۾ CEO ٿي رٽائر ٿيو آهي. هي هڪ سچو قوم پرست ۽ اصول پرست ماڻهو هو. هن وحدت ڪالوني جي لڳ ڀڳ 50 کن سنڌي نوجوانن کي نوڪري وٺي ڏني، هي وڏو قابل آفيسر هو. اصولن تي هن ان وقت جي واپڊا منسٽر لياقت جتوئي ۽ چيئرمين واپڊا سان مهاڏو اٽڪايو جنهن سبب بہ پيرا CEO جي سيٽ تان سندس کي هٿ ڌوئڻا پيا، هي CEO جهڙي اهم پوسٽ تي رهڻ جي باوجود بہ پرڳڙي فليٽ ۾ C ٽائيپ جهڙي عام فليٽ ۾ رهندو هو. اڄ بہ سندس ذاتي ملڪيت صرف اهو فليٽ آهي. منهنجي پهرين پوسٽنگ اپر ڊويزن ڪلارڪ جي حيثيت ۾ هوم اسٽينڊ هال لڳ واقعي ڳاڏي ڪاتي سب ڊويزن واپڊا ۾ ٿي. مون 8 جولائي 1981ع تي ڊيوٽي جوائن ڪئي. ان وقت منهنجو SDO نسيم صاحب ۽ بڙي بابو عثمان صاحب هو. نئون ماحول نوان ماڻهو. نئون

آفيسر ۽ نئون گاتو هو. صبح صبح جو دوست ڏسي چوندا هئا. "واه سائين واه ڪتاتو پٽ ڏسو هليو آ ڊيوٽي تي." ماڻهو نوڪري هابي سمجهي ڪندا آهن پر مان ڪم کي بندگي سمجهي ڪندو آهيان، سرڪاري نوڪري ۾ ڪاهلي ۽ سُستي وارو ڪلچر ڪجهه وڌيڪ هوندو آهي. اها ڪاهلي ترقي ۽ جي دشمن آهي، مونکي شروع کان ئي پٽ آهي ته مان آفيس ڪجهه ليٽ ايندو آهيان، مان جڏهن ايندو آهيان ته ماڻهو پنهنجو گهڙيون درست ڪندا آهن، هڪ منٽ هيڏانهن يا هڪ منٽ هوڏانهن نه. مان جڏهن ايندو آهيان ته لنچ بريڪ يا نماز جي ٽائيم تي به ڊيوٽي ڪندو آهيان، مان جائز موڪل رڳو آچر واري ئي ڪندو آهيان. منهنجا ساٿي جيڪي ڪم سڄي ڏينهن ۾ به ڪري نه سگهندا آهن، اهو ساڳيو ڪم مان هڪڙي ڪلاڪ اندر ڪري وٺندو آهيان. مان پنهنجو ڪم پورو ڪري سائين جي حصي جو ڪم به اڪيلي سر ڪري وٺندو آهيان. منهنجي مٿان ذميوارين جي بوجهه جا پهاڙ آٿي رکو مان هنومان جيان آهي ڪم جا پهاڙ تري تي کڻي وڃي سگهان ٿو. پر تنهن هوندي به منجوتي نه آهي، دوست چوندا آهن ته "پير زور اٿئي جو هي سگهڙي نوڪري اٿئي نه ته تون رڳو ماني ۾ به مهانگو آهين." مان پنهنجي پوري جواني لڳ ڀڳ 30 سال واپڊا کي اربي ڇڏيا، هڪ ئي ڊپارٽمينٽ ۽ هڪ ئي ساڳي ماحول ۾ رهي، مونکي مصنوعيت جو احساس ٿيندو آهي، ته مان ڪنهن ٻي برانچ ۾ بدلي ڪرائي ويندو آهيان مان گهڻو وقت هيڊڪوارٽر جو مين ڊسپيچر ٿي رهيو آهيان مان هن وقت چيف انجنيئر اجيت ڪمار جي آفيس (O&M) ۾ ڊسٽريبيوشن تي بڙي بابو آهيان، مان ان کان اڳ ايڊمن برانچ جي مختلف ٽيبلن کان سواءِ، ڪمرشل برانچ، پلاننگ، سيفٽي، سول ۽ پي-آر-او وٽ ڪم ڪري چڪو آهيان. مان ڪجهه سال حيدرآباد کان ٻاهر. نئون ڪوٽ

ماتلي ۽ ٽنڊو محمد خان ۾ به رهيس، چوندا آهن ته "بدلي نوڪري جو ڏاج آهي" پر مان ته انهن جاين تي پاڻ ٽرانسفر ڪرائي ويس. مان پنهنجي ايامڪاري ۾ واپڊا ۾ لاتعداد سربراهه ڏٺا. انهن چيف انجنيئرن ۾ شڪيل صاحب، ارشد بخاري، اڪرم گجر، غلام فريد، عبدالحڪيم ڪندي، ثمرڪند خان، منع الحسن سيد، تنظيم الحسن نقوي، اديب الحسن رضوي، گفتار انجم، جميل صاحب ۽ شريف انصاري ۽ ان وچ ۾ برگيڊيئر محمد علي. برگيڊيئر ابو راشد، برگيڊيئر طارق ارشد ۽ ڪيپٽن ايم يوسف پڻ آيا. سنڌي چيفن ۾ حفيظ الله قريشي، عبدالغفور ميمڻ، مقبول احمد خواجه کي بي قريشي، حبيب الله خل جي صاحب ۽ هاڻ موجوده CEO نظير شيخ اچي وڃن ٿا. ڊائريڪٽرن ۽ ڊپٽي ڊائريڪٽرن ۾ ڪرنل حامد غوث، مختيار بيگ مرزا، چاند بادشاهه، سهيل احمد ڪتياڻ، ظفر اقبال اعواڻ، عمران علي عسڪري، طارق واحد، علي انور جوکيو،

ايوب آفريدي، احمد سعيد سولنگي، ڪاظم علي خان ۽ محمد صادق ڪبر، سپرنٽينڊنٽ ۾ ظهير صاحب، اعجاز صاحب ستار صاحب، اخلاق صاحب، منظور ڪوڪر ۽ شڪور ميمڻ يادگار رهيا. جيسڪو ۾ نور محمد منگي، مرتضيٰ مشوري، فيصل ڪوري، غلام نبي سولنگي، عبدالقادر ڏڪڻ ڪنور عشرت، پرنس جميل، سعيد مرزا، اقبال ڪيشيئر، ڪريم بلوچ، استاد دائود غفار بابو، معين صاحب، رشيد مهر، اڪرام صاحب، احسان جويو، حني ريشي، نظير ڪوڪر، نبي بخش پرڳڙي، امداد شاهه، اختر ميمڻ، ساجد انصاري ۽ عطار ابڙو، جهڙا بهترين دوست مليا.

واپڊا

مون ڳالهه پئي ڪيئي ته مان ڪم ڪي بوجهه نه آهيان سمجهندو مان ڪا مشين يا ربوٽ بڻجي ويو هوس. هڪ پرزي وانگر وقت تي اچڻ، ويهڻ ۽ هلڻ مون نوڪري جو سارو زمانو شرافت ۽ ايمانداري ۾ گذاريو. خوشلعد برامد ڪان پري رهيس مان هن اداري جو وفادار هڏ ڏوکي ۽ جان نثار ٿي رهيس، مون کي هن کاتي ۾ هڪ ڳالهه پسند آهي پلي جيئري لوهان جو ڪو قدر نه ٿي پر مٽي گنهه گهوڙي کي هڪ ٿي سرٽيفڪيٽ ملندو ته "مرحوم جي لوڇندو لاڏاڻي سبب ادارو هڪ فرض شناس ۽ هڏ ڏوکي ملازم کان هميشه هميشه لاءِ محروم ٿي ويو". نوڪريءَ جو دور ٽيسٽائين جيستائين پاڻ زنده هوندو پلسو ڪوڙيائين ته دور ختم ٻچن کي صرف اهو سرٽيفڪيٽ ملندو. جنهن ته واپار ۽ هنر اهڙا وسيلا آهن جن جي سهاري انسان پاڻ ته اُڀري ٿو پر پنهنجي ايندڙ نسلن ۽ اولاد به ساڳيو اوج ماڻي ٿي، بهتر آمدني جي خواهش ڪنهن نه رهي. رشوت ڪارائڻ جهڙي ميزباني ۽ ڪائڻ جهڙي مهماني ڪانءِ نه آهي، ڪجهه مٿيان آفيس راشي هئا ۽ هيٺان ملازم ديانتدار نه هئا ته به مان انهي نيڪ بخت رشوت کي نذرانو نه بڻايو ۽ ان چالاڪي جي سياست کان گهڻو پري رهيس.

مان واپڊا جهڙي راشي کاتي ۾ هوندي به ڪجهه نه ڪري سگهيس، مون وٽ گهر ۾ بليڪ اينڊ وائيٽ ٽي وي به ڪانه آهي. مون آفيس ۾ اصولن تي ڪيئي جهيڙا به ڪيا انهن قانون ۽ قانون کي توڙڻ جي مونکي سزا به وڏي ملي فوج خلاف ڳالهائڻ وڏي جگر گردي جو ڪم هو. مان انهي سڄي پيرڊ ۾ ڪيئي پيرا سسپينڊ رهيس منهنجو رڪارڊ خراب آهي جنهن سبب اڄان مان صرف ٻڙي بلبو آهيان نه ته مان هن وقت گهٽ ۾ گهٽ آفيسر سپرنٽينڊنٽ هجان ها. مان آفيس ۾ به گهڻو وقت ڪم دوران ڪل مستي ۾ گذاريندو آهيان. مان جتي به نوڪري ڪئي اُتي جي ماحول تي گهٽ ۾ گهٽ اهڙي هڪ آتم ڪهاڻي لکي سگهان ٿو. مان پنهنجي غفلت جي ڪري ڏاڍو پوڄيو آهي سزا هڪ ستارو آهي اها سزا هئي جا مونکي پوڄي پئي. مان سسپنڊ پيرڊ دوران سخت ذهني مونجهارن جو شڪار رهيس. منهنجي خلاف ثابت

ڪرڻ لاءِ ڪائي ثابتي ڪانہ هئي پر تڪليف مون کي پنھنجن ڏني هئي مون لاءِ سدائين ڪڏهون سان گڏ ڪم ڪندڙ سائي انور امام ڪوٺي آئي مون کي سدائين چاپلوس باز چپراسي علي ڏني خاصخيلي غلط قسم جون ڳالھيون پھچائي نقصان ڏنو آهي. هن قسم جا فسادي جيوڙا ”چور کي چوندا آهن چوري ڪر ۽ ٻي پاسي پاڳي کي چوندا آهن جاڳندا رهو“ هتي منھنجي دشمنن جي هڪ گينگ ۽ مافيا آهي. اصل پڙون جي ديڱ پڪل آهي. اهي چغلخور ڪتا هر وقت ان خاص مشن تي لڳل هوندا آهن. سنڌي پٽيوالي جهڙو ماڻهو جو ڇڊ اوهان کي صفي هستيءَ تي نہ ملندو. الائي چو هت دغلباز ۽ چغل خورن تي سڀ راضي آهن. غلام نبي سولنگي ۽ مرتضيٰ مشوري جهڙا چغلخور ۽ چاڙتا ڪامياب آهن. هر وقت ڪم ڪان لن واه سائين واه، واه جي ڳالھ ٻڌائي اٿئي. سوچا ٿا ايڪ ڪام ڪرون جاتي جاتي تجي سلام ڪرون. بس اهو ڪم ڪندا. پر قدرت بہ اسان مسڪينن کي نٿي ڇڏي. غريب جو الله آهي. قدرت مون کي هر پيري باعزت بري ڪندي آهي، مسلسل تڪليفن ڪان پوءِ آخر ٻيڙا وڃي پار پوندا آهن. اميدن تي ڪيئي لڪ لنگهي پار پيس. مان تڪليفن ۽ مشڪلاتن بہ بجاءِ آسرو لاهڻ جي پاڻ کي سنڀالي وٺندو آهيان. اهو دور نهايت آزمائش وارو هو، جڏهن مان پاڻ کي باهہ ڏيئي جيئرو ئي ساڙڻ چاهيو. بيچيني ۽ بي يقينيءَ واري صورتحال پيدا ٿي چڪي هئي. هو چوني تون م چئو واتان ورائي- اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي روز ٿو پاڻ جيئاريان مان ۽ روز ٿو هو شخص ماري مونکي. ظلم جي داستان وڏي آهي. مان ڪنهن جي ٽڻ مڻ سهڻ وارو ماڻهو نہ آهيان. هن ڌرتيءَ تي اڃان ڪراهڙو مائي جو لال پيدا ئي نہ ٿيو آهي جو منھنجي بيعزتي ڪري پنھنجي عزت بچائي سگهي. مون کي اهي ماڻهو زهر لڳندا آهن جي زندگي بہ هڪ اصول جو ڏنبو ڪٽي هلندا آهن. اصول خود بہ هڪ سچ ڪرنهي. اصولن جون وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪندڙ اوهان کي هر وقت بي اصولا ملندا. قلم جي هڪ صحيح سان ماڻهو جي نوڪري تيل ڪندڙ جڏهن ڪو بالا دست پنھنجي زيردست جي مجبوري جو ناجائز فائدو وٺڻ چاهيندو آهي تہ زير دست پڇي هيٺ ئي پرندو آهي ۽ خوف هن بہ گهر ڪري ويندو آهي ۽ اهو خوف انسان جي شخصيت جي تڪميل جي راهہ بہ سڀ ڪان وڏي رڪاوٽ آهي. جڏهن ڪو بالادست پنھنجي اختيارن جو غلط استعمال ڪندو آهي يا ڪلہ سوچ جڏهن مون تي زوريءَ مڙهي ويندي آهي تہ مان جيئرو رهڻ لاءِ پنھنجو بچاءُ ڪندو آهيان ۽ هر وقت پنھنجي حق جي بچاءُ لاءِ وڙهڻ ۽ جهيڙڻ لاءِ چيلهہ سان سنڌرو ٻڌي رکندو آهيان ڪوبہ آفيسر ڪي للڪاري ڪيئن ٿو سگهي! اختياري سان ٽڪرائڻ ملازم جي پيوسي ڪي ڪيئن ٿو ٽوڙي. اهڙي حالت بہ جيڪڏهن ڪو ڪمزور شخص ڪنهن طاقت ۽ ڏاڍ تروڙي ڌڪاءُ ڪان تنگ ٿي سانس مهاڏو اٽڪائي ٿو يا ان خلاف ڪجهہ واويلا يا گوڙ ڪري ٿو تہ پوءِ ان بہ اجائي ۽ خراب ڳالهہ ڪهڙي آهي. مان سچي

زندگي تلوار جي ڌار تي هليو آهيان. ڪو ڇريءِ جي ڌار جهڙو تيز لمحو مون کي سخت زخمي ڪري وڃهلو آهي، جنون جي هڪ نہ سمجهہ ۾ ايندڙ ڪيفيت مون کي مسلسل ڏک هٽندي رهندي آهي. مون سان هر وقت اهڙو ورتاءُ ٿيندو رهيو آهي جيئن جاني دشمن سان ڪيو وڃي. عزت وارا هميشہ ڪميڻن هٿان بي عزتا ٿيندا رهيا آهن. شخصي سطح تي مونکي ڏکوئيندڙ ڳالهين جي عمر تمام ننڍي رهي آهي. مون ۾ غير معمولي سهپ جو مادو آهي. مان جڏهن زهر پيئندو آهيان تہ مون لاءِ اهو زهر آب حيات بڻجي ويندو آهي. پر ڪنهن وقت بہ ڪجهہ غلط ٿيڻ جو خوف هوندو آهي. اهو سوچي سوچي دماغ جون رڳون ڦاٽڻ لڳنديون آهن. مان سوچيندو آهيان، آفيسر ڪو خدا تہ نہ آهي جو مون تي مستقبل جا دروازا بند ڪري ڇڏيندو. منافقي ۽ دوکو منهنجي ويجهو ڪڏهن پلجي بہ نہ آيو، منهنجي زندگي ۾ ڪو سمجهوتو يا مصلحت نہ رهي آهي. هر نئين محاذ تي ويڙهہ اجائي ويڙهہ هوندي آهي ان ويڙهہ ۾ اسان جو اندر پچي پُري پوي ٿو. انا جو پرم عارضي فاتح هوندي آهي. انهي مهلائتي ڪيفيت ۽ ويڙهہ ۾ بالادست بهرحال جارحانہ انداز اختيار ڪري پنهنجي زيردست کان پنهنجي محرومين جو بدلو لاشعوري طور تي وٺندو آهي. ڪنهن بہ منفي سوچ ۽ رويي کي محبت سان ختم ڪري سگهجي ٿو، وجود جي شڪست کان بچڻ لاءِ ڪونہ ڪو وچ وارو رستو ضرور اختيار ڪرڻ کپي. معافي وٺڻ جرم نہ پر شرافت آهي، معافي سان پنهي ڌرين کي تسڪين ملي ٿي. ان اجائي ۽ بي مقصد ويڙهہ جي ذهن ۾ ڦاسي مون پنهنجي زندگي چٽ ڪري ڇڏي آهي مان اڄ تائين ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهيو آهيان بقول محترم ايوب آفريدي جي تہ "تون ڪرين ڪجهہ تہ نٿو پر توکي تنهنجو وات ٿو مارائي." سو مان بہ نالي ڇڙهيو آهيان، سو وات هٽندس تہ دب بہ جهلڻي پوندي مان فقط پنهنجي ذهن جي ٻولي ڳالهائيندو آهيان جيتوڻيڪ ڪئي منهنجي آفيسرن محنت سبب منهنجي عزت ٿي ڪئي پر منهنجي خيالن ڪري مان پسند نہ ٿي ڪيو ويس. مان هوندئن تہ پاڻ حالتن کي منهن

ڏيڻ ۽ موڙڻ جي صلاحيت رکندڙ آهيان پر ڪڏهن ڪڏهن پاڻ کي حالتن جي رحم وڪرم تي ڇڏي ڏيندو آهيان پوءِ ڪي فيصلا مون مٿان ڪو مڙهيندو آهي تہ مڙهجي ويندا آهن. پوءِ جڏهن مون کي ڏوهہ کان آجو قرار ڏيئي ڪسيل اختيار واپس ڏنا ويندا آهن تہ هڪ بدبخت نميوارين جو هڪ وڏو حصو بہ منهنجي ڪاتي ۾ وڌو ويندو آهي پوءِ نہ چاهيندي بہ آفيس ۾ هڏٿو پوندو آهي، ڪنهن ماتحت جي بچڙي حالت ۾ ڪيس ميسارڻ لاءِ ڪيئن نہ هڪ عاقب بچڙي نموني بدلو وٺندو آهي تڏهن مان دل ۾ سوچيندو آهيان تہ هن پڙوت جي نوڪري کان بهتر آهي تہ مان گهر ۾ وينو رهان، منهنجا انهن ظالم آفيسرن سان اصولي اختلاف تہ هئا پر الائي جو شخصي طرح سان هنن سان منهنجي محبت رهي آهي. جيتوڻيڪ هنن مون سان ناجائزي ڪئي پر تڏهن بہ منهنجي دل مان هنن لاءِ بد دعا نہ نڪتي. اها منهنجي پراڻي عادت آهي

غلطي مون کان ٿئي يا ڪير پيو مون کي تڪليف پهچائي ان ڏک ۽ ڪاوڙ جي ڪيفيت ۾ مان پاڻ کي ضرور سزا ڏيندو آهيان جيتري شديد ڪاوڙ هوندي سزا به ايتري سخت هوندي. چوڻي آهي ته "هر ڪمال کي زوال به آهي جيڪو سدائين سندس تعاقب ۾ رهي ٿو" دراصل هنن جو عروج ئي سندن زوال آهي. مان هن اداري ۾ ڪيئي حشمت ۽ عظمت وارا صاحب ڏٺا. مون انهن جو اوج به ڏٺو ته تنهن جي تباهه حالي به. وقت جو واءُ لڳي رهيو آهي مستقبل قريب ۾ ڪيترائي موسمي بت ڀڄي پٽ پوندا، انجي مشاهدي بلڪل پرسان ئي موجود آهي. مان تنهن جي زوال پذيري اکين سان ڏسان پيو تن جي تباهه حالي، تي مونکي يقينن افسوس ٿيندو.

## چاند بادشاهه

مان پنهنجي ڊائريڪٽر چاند بادشاهه جا اُهي ڏينهن ڪيئن ٿو وساري سگهان. هي اذيت پسند قسم جو ماڻهو هو. هي مونکي ليٽ اچڻ تي ڪو ليٽر ته ڪانه ڏيندو هو پر منهنجي پگهار ٻئنڪ مان ڪڍائي پنهنجي ڪيسي ۾ رکندو هو ۽ چوندو هو ته "مٿي الله آهي ۽ هيٺ چاند بادشاهه آهي هي مون کي روم ۾ اڪيلو سڏائي چوندو هو ته "جي تون منهنجو هي بوٽ چٽين ته هاڻ جو هاڻ مان توکي پگهار ڏيان جي نه ته رستو پيو اٿئي" ائين هن منهنجي پنجن مهينن جي پگهار روڪي مونکي مفلس بڻائي ڇڏيو، هي چاهي پيو هر مهيني مان پنهنجي پگهار لاءِ هن آڏو گٽي گيس ڪريان. هڪ ڏينهن اتفاق سان منهنجو پٽ ماه رخ خان گرم پاڻي جي بالٽي مٿان ڪري پوڻ سبب سڙي پيو جنهن کي منهنجي گهر واري آفيس ۾ کڻي آئي مان مجبور ٿي صاحب جي ڪمري ۾ داخل ٿيس. صاحب مهمانن سان ويٺو هو مان کيس چيو "سر منهنجو پٽ سڙي پيو آهي مون کي اڄ پئسا گهرجن مان اڄ تنهنجو بوٽ چٽڻ ته ڇا مان تنهنجو پيشاب پيئڻ لاءِ به تيار آهيان صاحب شرمندو ٿيو ۽ مون کي سوري ڪيائين ۽ منهنجي هر ممڪن مدد ڪيائين.

## طارق واحد

مون کان طارق واحد به نه وسرندو مان جڏهن سندس روم ۾ داخل ٿيندو هوس ته مون کي مٿي کان وٺي پيرن تائين نهاريندو هو. منهنجا ڪنل ڪپڙا ۽ ڏنگو قدُ بوٽ ڏسي. مونکي اڪثر ذليل ڪندو هو. مان کيس چوندو هوس سر مون وٽ ته حق حلال جا جيترا ڏوڪڙ بچن ٿا انهن مان، مان هي لُنڊا جا ڪپڙا وٺي پايان ٿو. اوهان کي خراب ٿا لڳن ته اوهان ڏوڪڙ ڏيو ته مان نوان وڳا وٺان. باقي جي انهن ٽائوزرن سان آفيس جو ڊيڪورم خراب ٿو ٿئي ته مهاجرن کان پاجامو سنڌين کان سنڌي ٽوپي هيري پٺڪي وارن کان پٺڪي ۽ ڏاڙهي وارن کان ڏاڙهي لهرايو ته مان به ٻي ڏينهن ڊنگ جا ڪپڙا پائي ايندس نه ته اهي ئي مونکي سٺا ٿا لڳن، جيترو وقت صاحب رهيو جهڳ جهڳ جاري هئي

۾ مان آيس وري به انهن ئي حلئي ۾ منهنجي حلئي ۾ تبديلي آڻڻ واري خيال کي هن ذهن مان ڪڍي ڇڏيو ۽ آخر صاحب وارو وڃائي ويو. وري نامراد ظفر اقبال اعوان هٿ ڏوئي.

## ظفر اقبال اعوان

منهنجي پنيان پنجي ويو ۽ سالن ۾ پنجون پيرو سسپنڊ ڪيائين سو به تڪي تڪي جي ڳالهين تي، هي جيترو عرصو به هتي رهيو مان هڪ ذهني اذيت ۾ مبتلا رهيس. هر ملازم کي هيسائڻ ۾ ماهر. مسڪينن تي سندس وڏي مار هوندي هئي هي ڪنهن سنڌي جو ته پوٽ به نه ڏسنلو هو. جيسڪو جو سمورو بار ڇڻ هن جي ڪلهي تي هو جيسڪو کي سڌارڻ جو ٺيڪو کڻي آيو هو. ملازمن ۾ ٿاهه پئجي ويندو هو سندس آفيس ۾ سڏ تي ساهه روڪي ائين ايندا هئا ڄڻ اڏي تي چڙهيل هجن. جي ڪمزور ملازم هن کان ڊڄن پيا ته اهو منهنجو مسئلو نه هو. هن جو سچو يار وري مرتضيٰ مشوري ۽ ڪريم بلوچ جي ڪلهن تي هو. سچو ڏينهن اڳيان پنيان پيا ڦرندا هئس. مرتضيٰ مشوري هن حرامي جي منهن تي تعريف ڪرڻ ۾ ڊاپندو ئي ڪونه هو. سوچيم ته ان جو ڦور نه اهي، ان جو ته ڏندوئي اهو آهي. ڳوٺ جي ٽڪيٽ ڪان ولي صاحب جي ڪچن جي سيفٽي تائين جو فڪر مرتضيٰ مشوري کي هر وقت لڳو رهندو هوس، وڏي مزي جي ڳالهه ته هي ويندي ويندي يهي به مشوري کي بنا ٽڪ جي ويو. هن کي الوداعي پارٽي ۾ بجاءِ جوتن جا هار پارائڻ جي هر وقت پيداگيري جو ڏنڊو ٺاهيندڙ، آفيسرن جي دلالي جا فرائض انجام ڏيندڙ هي خفيه جاسوس مرتضيٰ مشوري ۽ ڪريم بلوچ يڪس عزت سان اجرڪون ۽ ٽوپي پارائي ائين رخصت ڪيون ڄڻ هنن جو پيءُ هجين. نه رڳو ايترو پر سندس نيالي جي شادي ۾ هي جيسڪو جي ملازمن جي ريل پيل شادي جو پت پڻ ڪائي آيا.

## احمد سعيد سولنگي

پرائمري ماستر جهڙي هلڪي ذهنيت رکندڙ هڪ انگريز آفيسر احمد سعيد سولنگي به هو. جيڪو هوته انگريز پر پاڻ کي سولنگي سڏائي فخر محسوس ڪندو هو. هي انگريز رائيٽر نه سنڌي لکي سگهندو هو نه سنڌي پڙهي سگهندو هو جاڪاڻ ته هي انگلش ميڊيم جي پيداوار هو. هن جو رويو ڏاڍو الوٽندڙ هو. هي هر وقت پنهنجو خسيسپڻو ڏيکاريندو هو. هي خانداني آفيسر ته هو ئي نه ماڃي مان ترقي ڪري بڻجي ڊائريڪٽر ٿيو. سو اصليت نه ڏيکاري ته ماڃي ڪيئن سڃجي. واه سولنگي تنهنجا ڀاڳ سائين جن تازو ترقي ولي ڪوئيٽا ۾ ڊائريڪٽر لڳا آهن.

## جميل صاحب

انهن آفيسرن جو قصور ناهي مائي جون باهيون ملازمن مان ته ڪيترا مان تجربي سان ٿو چوان ته "اهڙا سخت آفيسر گھران روزانو مائي جا پادو کائي پوءِ آفيس اچن ٿا اهو انهن جو ناشتو آهي. اهو نه ڪن ته مري پون. پوءِ انهيءَ صاحب واري ناشتي جي خوشبوءِ جي لسٽ جي ملازم آفيس ۾ ورتي تہ ان ۾ هرج جا آهي. CEO مرحوم جميل صاحب گھران جيڪو ناشتو ڪري ايندو هو ۽ پوءِ آفيس ۾ مون کي ڪرائيندو هو. ان جو سواد مان اڄ تائين وساري نہ آهيان سگھيو.

## ظهير احمد خواجه

منهنجي حيسڪو جي مختصر تاريخ اهڙن اذيت پسند آفيسرن، سپرنٽنڊنٽ ۽ بڙي بابون سان ڀري پئي آهي. جيڪي حيسڪو ۾ ايندا ٿي صرف مونکي سڌارڻ ۽ ذليل ڪرڻ. پر مان صرف الله جي خوف کان سواءِ هر خوف کان آجو آهيان، منهنجو رت چوسيندڙ هڪڙا منگھڻ ويا تہ هاڻ هڪ نئون منگھڻ اچي لڳو آهي، مون کي سڌارڻ جو اچڪلهہ سڄو بار محترم ظهير خواجہ جي مٿان اچي پيو آهي. هي مون کي آڱرين تي نچائي رهيو آهي هن مونکي صحيح سڃاتو آهي مان بلڪل هڪ ماداري جي ڀولي وانگر نچي رهيو آهيان، هي 18 گريڊ ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر آهي. 18 گريڊ صفا هن جي ڳچي ۾ گھڙي ويو آهي پر شايد هن کي خبر نہ آهي تہ مان 18 گريڊ کان گھٽ واري کي تہ ڀهلندو ۾ نہ آهيان.

## نر آفيسر

صدقو وڃان محترم اجيت ڪمار، محترم امداد حسين ٻوگر، محترم سهيل احمد ڪنياڻ، مهتبرم سيد عمران علي عسڪري، محترم علي انور جوکيو، محترم محمد ايوب آفريدي، محترم لونگ خان جکراڻي، محترم حق نواز سومرو، محترم طفيل محمد شهواڻي، محترم ارشد چغتائي، محترم مختيار حسين شاهہ، محترم شفيق ميمڻ، محترم ستار بخش سومرو، محترم يعقوب گوپانگ، محترم اڪبر دراني، محترم نجم الدين ابڙو، محترم سليم جت، محترم پرويز افضل، محترم اختر قريشي، محترم محمد صادق ڪُبر، محترم اقبال ميمڻ، محترم ظفر راجپوت، محترم ذوالفقار ميمڻ، محترم رياض پناڻ، محترم جلال الدين عباسي، محترم سهيل شيخ، محترم احمد فراز، محترم جاويد صديقي، محترم مشتاق دايو، محترم عبدالمنان شيخ، محترم غلام سرور درس، محترم رواچند شرما محترم امجد ابڙو ۽ محترم عبدالعزيز نظاماڻي، هي لسٽ آهي سنڌ ۾ رهندڙ ۽ ڊيوٽي ڪندڙ حيسڪوجي انهن مهربان آفيسرن جي جيڪي نر آفيسر آهن، جن مان ڪجھہ منهنجا آفيسر رهي چڪا آهن. ڪجھہ اڃان آهن ۽ ڪجھہ آفيسر منهنجي دوست مرتضيٰ مشوري جا دوست

۾ آهن جيڪي پهرين ملاقات ۾ منهنجا پنهنجا لڳا. هي مون کي پنهنجو ڀاءُ سمجهندا آهن. هنن مون جهڙي مسڪين سان ۾ ڪڏهن ليڪو نہ ڪيو تہ اسين ڪو آفيسر آهيون. خدا کين منهنجي ۾ حياتي ڏيئي. منهنجي کين دعا آهي تہ اڃان ۾ وڏيڪ ترقي ڪندا. مان هتي صرف انهن انسان دوست آفيسرن جو ذڪر ڪندس جيڪي منهنجي ساهہ جي ۾ ويجهو رهيا. چار درويشن جي هي چوڏياري علي انور جوکيو، محترم ايوب آفريدي، محترم لونگ خان جکراڻي ۽ محترم حق نواز سومرو پاڻ ۾ ائين جڙيل آهن ڄڻ هڪ هجن. انهي جو هي پڪو جوڙ نہ ٽٽڻ جو نہ ڇڄڻ جو آهي، مونکي فخر آهي تہ محترم علي انور جوکيو ۽ محترم ايوب آفريدي منهنجا آفيسر ٿي رهيا آهن مان هن جوڙي سان وقت گذاريو آهي جوکيو صاحب منهنجو ادبي ڀائي ۽ آفريدي صاحب منهنجو ذات ڀائي ۾ آهي مان هنن جي بيحد عزت ڪندو آهيان. هنن جو ۾ مون سان راضُ آهي، هي مون کي ٻچن وانگر ڀائيندا آهن. ٻيا آفيسر جيئن عهدن ۾ ويندا آهن وڏا ٿيندا تيئن انهن جي دل ويندي آهي گهٽبي. پر هي تہ درياهہ دل آهن. سندن قابليت، صلاحيت ۽ ذهانت کان ڪنهن کي ۾ انڪار نہ آهي. اسان مايوس ۽ هيسيل ملازمن جي جيئڻ جو حوصلو آهن هي مهربان. جڏهن مان خطري جي گهنٽي محسوس ڪندو آهيان يا جڏهن ڪا قلم اچي ڳچي ۾ پوندي آهي تہ هي مون لاءِ آزمايل نسخو آهن هنن جي حيسڪو ۾ هڪ با معنيٰ حيثيت آهي، هنن جي پنهنجائپ جو اتساهہ بالا آفيسرن جي بي ترس ڏڪار واري ريت کان گهڻو سگهارو آهي. جنهن سبب مان هنن جي احساسن جو غلام بڻجي پيو آهيان. مان انهن جي قرب جا شڪر گذار آهيون. هي آفيسر نہ ڄڻ ملائڪ آهن. هنن کي هڪ آفيسر جي حيثيت سان پرکڻ ڏاڍو ڏکيو بلڪي ناممڪن آهي هميشہ ٻين جي ڀلائي لاءِ جاکوڙيندڙ هي باوقار ۽ سدا بهار آفيسر علي انور جوکيو ۽ آفريدي ايوب آفريدي صاحب هميشہ منهنجي دل ۾ معتبر بڻجي رهندا. جيتان ڪوئي مائي جو لال هنن جا نالا مٽائي نٿو سگهي.

اڳوڻي واپڊا جيڪا هاڻ سنڌ ۾ حيسڪوسڏجي ٿي. جنهن لاءِ ذوالفقار علي ڀٽي چيو هو تہ اهو "اڇو هاٿي" آهي، جنهن کي سڌارڻ منهنجي وس جي ڳالهہ نہ آهي. تنهن اڻ سٽريل واپڊا جو ٺيڪو جڏهن پاڪ فوج کي مليو تہ بجاءِ هيءَ ان کي سڌارڻ جي پاڻ ۾ کري پئي. مون جهڙا اڻ سٽريل ۾ انهيءَ ڪريل اداري جا ملازم آهن. واپڊا واري فوج مون کي تہ ايڏو تنگ نہ ڪيو پر، مان کين ڄڻ مٺي ۾ اچي لڳو هوس. هي انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن برگيڊيئر طارق ارشد اسان جي اداري جو سربراهہ هو. هن وٽ قاعدا قانون ڏاڍا سخت هئا، هي هر ڪنهن ملازم مٿان ڪوڙي نظر رکندا هو. سندس شخصيت ۾ اهو رعب هو.

جو ڪو به ملازم سائس گستاخ ٿيڻ جي نه سگهندو هو. هن اداري جي ملازمن جا جائز مسئلا ٻڌڻ ۽ حل ڪرڻ لاءِ هڪ ڏينهن ممتاز مرزا ايڊيٽوريم ۾ هڪ کلي ڪچهري رکي. سڄو هال ملازمن سان ڀريل هو. اڳين بينچن تي حيسڪو هيڊ ڪوارٽر جا تمام اهم آفيسر ۽ واپڊا جي يونين ليڊرن کان سواءِ واپڊا جي فوج جا وردي ڀريل آفيسر به موجود هئا. مٿي اسٽيج تي برگيڊيئر سان گڏ ڊائريڪٽر ايچ آر ڪرنل حامد غوث، پي ايس او يعقوب گرپانگ، ايل او غلام سرور درس ۽ پي آر او محمد صادق کُبر پنهنجي پنهنجي نشستن تي ويٺل هئا. تلاوت بعد ۽ ڪارروائي شروع ٿيڻ کان اڳ برگيڊيئر صاحب فرمايو ته "اڄوڪو ميڙ مان روح سان سڏايو آهي. اڄ دل ٿي چاهي ته مان نه رڳو اوهان جا مسئلا ٻڌان پر اوهان جا جائز مسئلا اتي جو اتي حل پڻ ڪيان، انشاء الله اڄ ڪو به سوالي گهر مايوس نه ويندو. صرف هڪ ڳالهه ڌيان ۾ رکو، اوهان لاءِ ٻه مائيڪ آهن سوال صرف اهو ڪندو جنهن وٽ مائيڪ هوندو ٻي صورت ۾ ان جو سوال نه ٻڌو ويندو. پهرين سوال ڪندڙ جي هٿ ۾ پهريون مائيڪ ۽ ٻي سوال ڪندڙ جي هٿ ۾ ٻيو مائيڪ هوندو. ٽيون سوال ڪندڙ سڀ کان اڳ پهريون ڇڏيل مائيڪ هٿ ڪندو ائين چوٿون سوال ڪندڙ ٻيو ڇڏيل مائيڪ سنڀاليندو ۽ ائين سلسلو هلندو رهندو ڪو شڪ؟ او ڪي، اسٽارٽ" سوال:- "سر مون کي سکر ۾ ڊريڊر ٿي پنج سال ٿي ويا آهن، جڏهن ته منهنجا ٻار حيدرآباد ۾ رهن ٿا جتي ڪو به مرد نه آهي. سائين جن کي عرض ته مون کي حيدرآباد ۾ رکيو وڃي." جواب: "مان تو کي گهر ۾ آفيس کولي ڏيان ڇا؟ هڪ دم ٻار سکر گهرائي رهاءِ نه ته گهر جو رستو وٺ. نيڪسٽ" سوال: "سر منهنجو نالو جلال راجپوت آهي مان حيسڪو ۾ ننڍو ملازم آهيان. مون روينيو آفيسر جو کاتيبل امتحان پڻ پاس ڪيو آهي. ڊپارٽمينٽ ۾ آر او آفيسرن جون جايون به خالي آهن. هين کي رکيو وڃي ٿو ۾ مون ساڻ اهو ويل ڇو آهي؟" جواب: "تون ڙي ايڏو معتبر ٿي ويو آهين جو هڪ هڪ آفيسر خلاف درخواستون ٿو ڪرين. تون ۽ تنهنجي گهر واري روزانو منهنجي آفيس اڏو بدشد ڳالهائي ٿا وڃو. تون پرپٺ چئين ٿو ته مون کي ڪورٽ تي چاڙهيندي. اهو تون ڪن ڪولي هڏي ڇڏ ته منهنجو نالو برگيڊيئر طارق ارشد اٿئي، جيستائين مان جيئرو آهيان تون روينيو افيسر ٿيڻ جو جو خواب به ڏسڻ پلجي وڃ." هن کان پوءِ ڪافي دير تائين ڪو ٻي به سوال ڪندڙ ڪو نه اٿيو. سڀ ڪو هڪ ٻئي جو منهن تڪڻ لڳو جڻ سڄي هال ۾ سپ سونگهي وئي هجي. ڪنهن کي به پنهنجي بيعزتي ڪرائڻ جو شوق نه هو، هر سوال ڪندڙ کي اهڙو ته جواب پي مليو جو اڳلي جا ڪُچا ٿي سڙيو پي ويا، جڏهن مون کي دل جو پهريون اٽيڪ ٿيو ته منهنجا ترڙي منهنجي ماٽتن جا ملائي، اٽڪل پنجاهه کان سٺ هزار خرچ اچي ويا پر واپڊا مون کي نه ڏنا جيتوڻيڪ واپڊا منهنجي

پگھار مان هر مهيني باقائده ميڊيڪل جا پئسا ڪٽيندي پڻ هئي. ڪين اهو اعتراض هو تہ جڏهن مون کي اٽيڪ ٿيو تڏهن اسپتال وڃڻ بجاءِ سڀ کان اڳ حسين آباد جي ميڊيڪل ڊسپينسري وڃي بوڪ ڪڍائي سڄو ڏينهن قطار ۾ بيهان ها، جڏهن منهنجو وارو اچي ها تہ ڊاڪٽر فارم تي صحيح ڪري واپڊا اسپتال لطيف آباد موڪلي ها جتي ٻيو ڏينهن لڳي وڃي ها. اتان وري ٽين ڏينهن جي او آر ڪالوني واپڊا هيڊ ڪوارٽر مان ڪنهن آفيسر کان فارم صحيح ڪرائي پوءِ چوٿين ڏينهن اسپتال داخل ٿيان ها تہ . پوءِ دوا درمل ٿيئي ها يا درخواست لکي پنهنجي ايس ڊي او کي ڏيان ها تہ وارو ڪر آئون مران پيو پوءِ اهو ايس ڊي او پنهنجي ايڪسين کي لکي ها. ايئن ڊويزن وري پنهنجي ايس اي ڊي درخواست موڪلي ها. ايس اي آخر ۾ مون کي چيف ڏانهن اماڻي ها. جيڪو وري اجازت ڏئي ها تہ ڊاڪٽر وٽ وڃان ها جيڪو ٻاهر علاج ڪرائڻ جو صرف هڪ ڪاغذ ڏيئي ها باقي خرچ مان پاڻ ڪريان ها. جنهن جون رسيدون جمع ٿين ها تہ پوءِ آيل خرچ جا پئسا ملن ها. تيسائين تہ منهنجو ٻارهو بہ ٿي وڃي ها. اهو هر قانون قاعده قانون سڀ مون لاءِ ٺاهيا ويا آهن هڪ پگهاردار ملازم جا ائين حق هلال جا پئسا رائيگان وڃن ڇو؟ هتي تہ ناني رڍڻ واري ۽ ڏوهٽا ڪاٺڻ وارو حساب آ. هڪ پاسي واپڊا جا ڊاڪٽر دوائون لکن پيا ۽ ٻئي پاسي اسپتال جو عملو هڙئي دوائون ڪاٽيو وڃن باقي اسان مسڪينن جي ڪرمن ۾ آهي ٺپ حڪيمن واريون ڪاغذي پڙيون ۽ ٽڪي ٽڪي جا ڪنگهہ وارا سيرپ الله الله خير سلا. مان آفيسرن جو يا يونين ليڊرن جو خوشامندڙيو نہ آهيان جو پاڻ کي سرخرو بنائڻ لاءِ يا پنهنجو مطلب ڪڍڻ لاءِ ان جي اڳيان پٺيان هلندو رهان، ها ايئن ڪريان ها تہ هي ويل ٽورئي ٿئي ها، نہ وري مان بالادست اڳيان پاڻ کي مجبور يا لاچاري ڏيکار همدردي حاصل ڪندو آهيان. مان تہ هن بگهڙ جهڙي سماج ۾ شينهن ٿي منهن ڏيڻ سکيو آهي. خوف سان بزدلي جنم وٺندي آهي، بزدلي ضمير جو سودو ڪرڻ تي مجبور ڪندي آهي. اهو ڪڏهن بہ وسارڻ نہ گهرجي تہ دنيا ڊڄڻن ۽ ٻاڙين قومن واسطي نہ پر رڳو بهادر ۽ دلير قومن واسطي آهي، جو تہ سورهيائي، جو حامي الله اوُس هجي ٿو. مان جڏهن ذهني بحران مان گذرندو آهيان تہ شايد منهنجي ڪيفيت ۽ احساس مختلف هوندا آهن. پر مايوسي جو هڪ قسم آهي جنهن کي خربي سڏيو وڃي ٿو. هاڻ مون گهڻو صبر ڪيو آهي. سال کن گذري ويو آهي مون ڪو تيلر نہ ڪيو آهي، مون کي بہ ويلي ويلي ڪيڙو جاڳيو تہ اٿ پٽ هاڻ تنهنجو وارو آهي، ٻچي وٺين تہ ڇڻ نٽون جائين، هون، بہ چوندا آهن نان؛ چوهيو چور ڦاهي ڪاٺي. هي جيڪو ڦاهي چوهيندو ڏلو وينلو. قدرت خدا جي ٻئي مائيڪ ڦري گيري مون تائين پهتا هئا. ٻنهي هٿن ۾ مائيڪ ها. ايتري ۾ برگيڊيئر صاحب فرمايو "ڇا ڳالهہ آهي، سوالن جو سلسلو

ڪافي وقت کان بند آهي. مزو نه ٿيو، اڃان باقي ڪوتا رهيل آهي.“ مون دل ۾ چيو هوشياري وٺ پٽ هاڻ مان تو تنهنجي سموري ڪوتا پوري ڪريان. الله جو آسرو ڪري اٿندي بلند آواز ۾ ”چيو ميڊيڪل جا پئسا ڪڏهن کان پوءِ به علاج پورو ۽ صحيح نٿو ملي هر وقت دوائن جي ڪوٽ رهي ٿي مون کي ڪا نه گهرجي علاج بيلاج مهرباني ڪري منهنجي پگهار مان ميڊيڪل جا پئسا ڪٽڻ بند ڪيا وڃن.“ برگيڊيئر صاحب چيو ”آپ ڪا قصور، ڪيا دشمني هي آپ ڪي ساتھ؟“ ”قصور ته هميشه بيقصورن جو هوندو آهي. منهنجو قصور ته اهو آهي ته مان پنجابي آهيان نه وري پنجاب جو، مون سان دشمني صرف ان لاءِ آهي ته مان هڪ سنڌي آهيان.“ هال ۾ ويٺل سڀ وائڙا ٿي ويا، سڀ سسيون ابتيون ٿي منهنجو منهن تڪڻ لڳيون. منهنجو اهو سچ چوڻ همراهه کي باهه وٺي وئي. اندر ۾ غصو ۽ ڪاوڙ جو طوفان ڇڻ اٿل ڪائي رهيو هوس. مون غلطي محسوس ڪا نه ڪئي پر پنهنجي اندر جي باهه ڪڍي. اهڙي بڪواس تي مون گهٽو ٿي لوڙيو آهي، اڃان بحال ٿي مون کي مهينو به مس گذريو هو. مون کي يقين ٿي ويو اڄ منهنجي نوڪري ويئي جان ڇٽي هاڻ ڏجڻ جا لاءِ چڪ ڪم کي چوندا آهن زخمي شينهن وڌيڪ خطرناڪ هوندو آهي. ”اوهان کي هتي ڪنهن جو به مسئلو حل نه ڪرڻو هو ته پوءِ هي ڪيل، ناٽڪ ۽ تماشو رچائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ ڇا صرف هتي اسان کي بيعزت ڪرڻ ۽ اسان جي تذليل ڪرڻ لاءِ دعوت ڏيئي گهرايو ويو هو.“ مان ڪيس جوش ۾ چئي ويس. حيرت ۾ سڀ اکيون ڦاٽل هيون. سسيون وري اسٽيج طرف وري واپس مون ڏانهن رڳو سيسين جي اباڻوٽ ٽرن هجي. مان جنهن ڳالهه تي بيهندو هوس ته لهندو نه هوس. مون وٽ هر سوال جو جواب هو ۽ هر عمل جي جسٽيفيڪيشن موجود هئي. اهو جيترا جواب ڏيان پيو. اوترو ڦاسندو پيو وڃان. هي منهنجي هر سوال جواب تي پريشر برقرار رکڻ لاءِ تڙي ڏيئي رهيو هو. مان هٿيار ڦٽي ڪرڻ لاءِ پيدا ئي نه ٿيو آهيان، نتيجو اهو نڪتو جو هي صفا بخيل ٿي پيو. اسان ٻئي جوش ۾ اچي وياسون سڄو هال گجڻ لڳو، مان هڪ خسيس ملازم ۽ هو هڪ وردي پهريل برگيڊيئر آخر رانباٽ ڪندي چيائين ”سٽ ڊائون“، جڏهن سڄي هال مٿان چپ پئجي وئي هجي، سڀ خاموش ۽ چپ مجال جو ڪر ڪيجي سگهي. دل ۾ سوچيو ايترو ٻوز ڪافي اٿس، زهر جو ڍڪ پي مون ڏي هڪ ٽڪ گهوري رهيو هو. گهڙي کن کان پوءِ هال کي مخاطب ٿيندي چئي ”اهي اٿي بيهن جن جو صحيح علاج ٿئي پيو. جن تي واپڊا جا لک خرچ ٿيا آهن ۽ مطمئن آهن“. سڄي هال مان اٺ ڏهه ڄڻا اٿي بيٺا. ڪنهن چيو ”منهنجي ان جوگرافي تي واپڊا ايترو خرچ پريو“ ڪنهن چيو ”واپڊا منهنجو ٻائي پاس جو خرچ پريو منهنجو ٽڪو خرچ نه ٿيو.“ اٿين 10 ٿي

مطمئن نظر ايا. ڪو، ڪوٽڙي جو هو تہ ڪو روهڙي جو ڪو ٽنڊي جو تہ ڪو ميرپور خاص جو هو. صاحب جذبات ۾ اچي ويو. هال ڪي چوڻ لڳو "ٽنڊو سنڌ ۾ آهي يا پنجاب ۾ روهڙي سنڌ ۾ آهي يا پنجاب ۾ ڪوٽڙي سنڌ ۾ آهي يا پنجاب ۾. ميرپور خاص سنڌ ۾ آهي يا پنجاب ۾. مون کي هڻ آڳرين جو وڪڙ جيان ٻيو ڏيئي چوڻ لڳو هي سڀ سنڌ جا آهن مان ڪو پنجاب کان وٺي ڪو نہ آيو آهيان." اهي اچا بيٺل هئا. مان وري اٿي پيس ۽ مان بہ ڏاڍو جذباتي ٿيجي ويس "هي 4 مهاجر، هو 3 آرائين، بہ پٺاڻ ۽ هڪ بهاري آهي. هنن ۾ هڪ بہ سنڌي ڪونهي سنڌي هڪ مان ئي آهيان. جنهن سان ناانصافي ٿي." جيئنٽيڪ هي ڏاڍو ڏکيو آفيسر هو، هن منهنجي سٺي ڪلاس بہ ورتي مون کي جهڪائي بہ نہ سگهيو. ، مون کي بہ باهيون هيون دل بہ ڏاڍي تتل هئي، ان وچ ۾ ڪافي سوال جواب ٿيا، پر مان هن جي ٻڌان چو ٿو منهنجو ناراضپو جائز هو، جيئن چوندا آهن تہ "اپٽي توڙ نباهہ" سو مون بہ پنهنجي توڙ نباهي. هن جو ليڪچر ٻڌڻ ۾ نہ آيو. پروگرام ۾ ڦڙفوٽ پئجي ويئي، اهو کيل ڦٽي ويو هو اٿي هليو ويو. هي منهنجي برخلاف ڪري ڪجهہ نہ سگهيو. شايد منهنجي حالت تي خدا کي رحم آيو. قدرت منهنجو ساٿ ڏنو، چوندا آهن "مارڻ واري کان بچائڻ وارو ويجهو آهي." ائين آئون بچي ويس. ان واقعي کان علاوه ٻيو بہ يادگيريون آهن. فوج اچڻ سان ٽائيم جي پابندي تي ڌيان ڏيندي ليٽ اينڊڙ تي هڪ رپيو منٽ جي حساب سان ڏنڊ مقرر ڪيو. مون جهڙا مسڪين ۽ عادي ملازم روزانو سئو سوا سئو ڏنڊ جو ڀرين پر سترڻ ڪونہ. منهنجو رڪارڊ هو تہ مان ڪڏهن بہ ٽائيم تي نہ آيس ۽ نہ ئي ٽڪو ڏنڊ جو ڀريو. منهنجي جان آجي هئي ڇاڪاڻ تہ اهي ليٽ فنڊ جا پئسا مسڪين لاچار ۽ بيمار ڪاڻ ها. بہ جوان جڏهن گيٽ تي ليٽ اچڻ وقت ڏنڊ وصول ڪن تہ مان چوان بيمار ماڻهو کي ڏيو نہ تہ ڏکيو تہ نہ." مسڪين لسٽ ۾ منهنجو نالو ٽاپ تي هو. ڪپڙن لٽن ۾ بہ مسڪين لڳندو هوس. وري سائين منهجا، آرڊر نڪتو تہ حيسڪو جو هر ملازم وردي پائي ايندو. درزي اچي ويا ماپون ٿي ويون، وردي تيار. پگهار مان قسطن ۾ ٻريس جا پئسا ڪٽيا ويا. جيڪو وردي ۾ نہ اچي تہ وري ڏنڊ مهيني جي اڌ اڌ پگهار. ملازمن جي ڏنڊ ۾ چٽ، فوج آ آزار آ. هڪ ڏينهن برگيڊيئر صاحب ڇاپو هنيو تہ سڀ کي وردي ۾ ڏٺي مان اهو ساڳيو ٽائوزر ۾، "آبا ڏي خبر لسٽ مطابق تو کي وردي مليل آهي، پاتل ڇو ڪونهي،" مون وٽ تہ جواب تهيل هوندا هئا. "سائين هڪ ڏينهن ٻاڙي ۾ ڪو ننگو مست پٺي ڦريو، انساني همدردي طور تڪڙ ۾ منهنجي وردي واري پينٽ ٻارن ان درويش کي پارائي ڇڏي، باقي شرٽ هوندئين ماپ ۾ تنگ هئي سو گهر واري ان کي غير ضروري سمجهي بہ اڌ ڪري هڪ ٽڪري سان

تنهن صاف ڪندي هئي ۽ ٻئي ٽڪر سان گهر جو پوچو ڪندي آهي. سينئي ڪلي ڏنو ۽ هو هليو ويو. برگيڊيئر صاحب ٽرانسپورٽ آفيس لڳ گاڏين جي چانئن لاءِ رکيل وڻ ڪٽائي شيڊ هڻڻ پئي چاهيو. سامهون پارڪ هو جنهن ۾ ٻوٽا پوکيندڙ مهمانن، منسٽرن ۽ نالي واري شخصيتن جي نالي واريون تختيون پڻ لڳل هيون، مان اهڙي جڳهه تان تصوير ڪڍي جو اهي پوکيل وڻ تختين سميت ۽ ڪجهه مفاصلي تي برگيڊيئر صاحب جي موجودگيءَ ۾ مزدور گهڻا وڻ ڪهاڙي سان ڪٽي رهيا آهن ڊيڪاريل هو. تصوير انهيءَ ڏينهن واري شام اخبار ۾ اچي ويئي هيٺان لکيو پيو هو ته جيسڪو جو سابق برگيڊيئر وڻ پوکائڻ جو شوقين هو ۽ موجوده برگيڊيئر وڻ ڪٽائڻ جو شوقين آهي. جڏهن ڪيس خبر پئي ته وائڙو ٿي ويو. ڏسان ته يڪلر ڪوڪا اچي ويا. لوهه جي پٽين سان ڪٽيل وڻن کي وري بيهارڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي. وري ڏسان ته واپڊا ڪالوني جي مسجد جون هالا واريون ٽائيلون پيون اکڙجن خبر پئي ته ان جڳهه تي ملتاني ٽائيلون پيو برگيڊيئر صاحب هٽائي. وري ڦلو ڪير ته "سنڌي ثقافت سان هٽ چراند هڪلر بند ڪئي وڃي ٻئي صورت ۾ سنڌي روڊ رستن تي اچي ويندا." همراهه راتو رات وري ساڳي هالا واريون سرون پيو هٽائي. انهيءَ فوجن واري دور ۾ پلاننگ آفيس جي ڊائريڪٽر اسلم پرويز چا ڪيو جو ڪامن باٿ روم پٽ ڪرائي ڇڏيا. جيستائين نئون تيار ٿين اسان وارا ننڍا ملازم اچي تنگ ٿيا. آفيسرن واري باٿ روم تي لکيل هو صرف آفيسرن لاءِ. هڪ ڏينهن آئون فارغ ٿي نڪران پيو ته صاحب اوچتو اچي ويو. ڏاڍي مٺي پليٽ ڪيائين. مون ڪيس چيو "آفيسر چا سون جو لنڊ لاهيندا آهن، ڪاڪوس ته ڪاڪوس آهي آفيسر جو هجي يا ڪلارڪ جو". بهرحال جيئن تيئن ڪري جان ڇٽي. ڪاوڙ ۾ ڏاڍي هئي هڪ ڏينهن وجهه ملي ويو. صاحب جيئن ڪاڪوس ۾ ويو مان پويان تالو ڏئي گهر وڃي سمهي پيس پوءِ ته صاحب سان تاريخي جٽ ٿي. همراهه جڏهن ان آزار مان آزاد ٿيو ته هڪ درخواست ناهي سموري اسٽاف کان صحيون وٺي منهنجي خلاف درخواست برگيڊيئر کي وڃي ڏني. فوجي ۽ ٻيا آفيسر ڪلي ڪلي هڃ ٿي پيا، مون کي ته ڪجهه ۾ نه ٿيو. جيڪر ۾ سنڌ مان لاهور هيڊ ڪوارٽر وڃي اتان جا پنجابي آفيسر چون، "اهو دلير همراهه موڪليو ته ڏسون ته ڪهڙو آهي جنهن هتان جي سڀ کان ٽڙي آفيسر کي ليٽرين ۾ بند ڪيو هو. ائين اهو آفيسر سڄي پاڪستان ۾ ويچارو بدنام ٿيو.

## تون ڇا ٿي ڇاٽي اڄ؟ تنهن پاڻيءَ بنا ڏينهڙا

# سنڌ پاڻي ڪانفرنس

سنڌ جي لاڏلي ڌيءَ سنڌوندي، ندي نه هئي جڻ مٺي پاڻي جو سمنڊ هئي. هي جنهن سينڌ سنواري پنهنجي گهوٽ سمنڊ سان وڃي ملندي هئي ته سڄي سنڌ ڇڻ ڦهڪي اٿندي هئي، سنڌ جي زندگي، جو هي روح سنڌو اسان جو ساهه ۽ جياپو آهي. سنڌ جي جياپي جي علامت ائين سڪي ويئي جيئن ڪنهن مفلس انسان جو پيٽ سُڪي ويندو آهي. اسان لاءِ سنڌ جي محبت سڀ کان اول آهي ڇاڪاڻ ته اها سنڌ اسان جي ماتر ڀومي آهي ۽ مادر وطن آهي. سنڌوندي، جو پاڻي نهلو پاڻي نه آهي پر اسان سنڌ جي حلالي پٽن لاءِ ماءُ جي ٿڃ جيان مقدس آهي. هن پاڻيءَ لاءِ ايترو احترام اسان جو حق آهي، سنڌ جي محبت اسان جو ايمان آهي، پنهنجو آواز اوچو ڪرڻ ۽ مٺي ايوانن تائين پهچائڻ اسان جو پيدائش حق آهي، جڏهن پنجاب اصليت ڏيکاريندي سنڌ جي پاڻيءَ جي شديد هٽرادو ڪوٽ پيدا ڪندي سنڌ ماءُ جي سڃاڻپ ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڌرتي جا غيرتمند پٽ پاڻيءَ جي شديد ڪوٽ خلاف سراپا احتجاج بڻجي پيا ۽ جڏهن سنڌ کي سنڌ سڏيو ته سنڌ هلي آئي. سنڌ بچايو ايڪشن ڪميٽي جي پليٽ فارم تان سنڌ جي روپ ۾ اهو قومي ميڙ حيدرآباد جي هڪ اعليٰ درجي واري هوٽل تي گڏ ٿيو. پاڻي جي رنگت وارو اهو ميڙ مونکي اڄ ٻه ياد آهي، جنهن ۾ ساڳي ڌرتي تي رهندي ٻه سالن کان هڪ ٻئي جو ٻوٽ ٻه ڪان ڏٺو هو، سنڌ جي اذان تي لبيڪ چئي ڪلمو پڙهندي پنهنجي ايڏي مصروف زندگيءَ مان وقت ڪڍي آيا ۽ هن تقريب جي سونهن ۽ سوڀيا بڻيا. سي هيٺ ويٺل چرين ۾ مٺي ويٺل سياڻا، سنڌي عوام جي دلين تي ترندڙ سياست جي پاڻيءَ ۾ ڇڙاٽ مچائيندڙ، ساهيون ۽ شرطون پچائيندي ٿيون ۽ ٽپا ڏيڻ جا شوقين سنڌ جا سڄڻ بڻجي آيا، سي سنڌ تي پنهنجو ساهه نڇاور ڪندڙ هن ڌرتيءَ جا غيرتمند ۽ حلالي پٽ بڻجي آيا. انهن سپوتن ۽ سورمن ۾ سنڌ جو رسول (محترم رسول بخش پليجو)، سنڌ جو قادر (محترم ڊاڪٽر قادر مگسي)، سنڌ جو خان (محترم بشير خان قريشي)، سنڌ جو دودو (محترم ڊاڪٽر دودو مهيري)، سنڌ جو خالق (محترم خالق جوڻيجو)، سنڌ جو عزيز (محترم عزيز الله ٻروهي)، سنڌ جو قاضي (محترم ابرار قاضي) ۽ سنڌ

نواز (محترم شاهنواز جوڻيجي) کان سواءِ سنڌ جي لڄ، مارئي ۽ سنڌ جو نور (نورالهديٰ شاهه)، نور آ تہ جهان آ. جا بيان ڪجي، ڏک جو مقام آهي هي انهيءَ شرم کان ٻڏي بہ ڪين مئا جو. هنن جي قسمت ڀلي هئي جو سنڌ ۾ ٻڏڻ جيترو بہ پاڻي نہ هو. پهرين تہ لاٽي پادر انهن کي وڻجي جن هنن جاهلن کي اُتي معتبر ۽ محترم ڪري ويهاريو هو. هي اسٽيج تي ويٺل معتبر ۽ محترم جڻ ازل جا اُجايل هئا، هي جيڪي سياست جي ٻيڙيءَ تي چڙهي آسمان جو سير ڪندڙ شراب جي سرور ۾ هڪ عظيم غلطي ڪري ويٺا، هنن کان اهو شايد وسري ويو تہ هي سنڌ جي پاڻيءَ جو قومي ميڙ آهي. هنن جا بيوقوف صلاحڪار شايد اڻ تجربيڪار هئا يا اها لکل سازش هئي. سنڌ ۾ پاڻيءَ جي اپتري بہ ڪوٽ ڪانہ هئي جو هنن جي هٿن ۾ سنڌ جي روايت جي برعڪس منرل واٽر جي بوتل هئي، جنهن پاڻي ۾ ڌرتي جي ڪلهہ خوشبوءِ نہ هئي اها سنڌ ۽ سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي توهين هئي. سنڌوَنديءَ جو اهو ڳدلو پاڻي اسان سنڌين لاءِ ماءُ جي ٿڃ آهي هي مٺن پيشابن وارا مريض جي مٺي پاڻيءَ جي سواد کان بہ محروم آهن، هي فيڊر واري بوتل ۾ مُٽ پيئڻ وارا منرل واٽر ڏيکاري ڪهڙي ماءُ جو ثبوت پيا ڏين. اهو سنڌ جي پاڻيءَ سان ويل ۽ لقاءُ ڏسي سنڌ جي انهن سپوتن کي سلام ڪرڻ تي دل اُڇلون ڪائي رهي هئي. بس خدا جو شان آ جو هي جاهل اسان جا ليڊر ٿي پيا آهن. اڙي نادانون! سنڌوءَ جي سڪل پيٽ ۾ سموريون سياسي پارٽيون هڪ هنڌ گڏ ٿي سنڌي قوم سان متحد هئڻ جو ثبوت ڏيندي درياهہ شاهہ سان وچن جو ڏينهن ملهيندي سنڌ جي خوشحالي جي ۽ سنڌوءَ جي اوج لاءِ اجتماعي دعائون ڪيو ها. جي اوهان جي پيرن ۾ ڪنڊا ها ۽ درياهہ جي واري اوهان جون شڪليون ڦٽائي پئي تہ هن ميڙ ۾ محض رسمي طرح يا محض ڏيکاءَ لاءِ ئي سنڌو درياهہ جي ڄڙ جو پرنام پاڻي هڪڙي بوتل ۾ ڪٺي اچي پاڻ پاڻي ۾ تبرڪ طور پوليو جي ڦڙن جيان وطن جي نشاني سمجهي سنڌي قوم کي پياريو ها ۽ سنڌ جي مٽي جي مٽ ڀري سنڌ جي بهادر ۽ سپوتن کي تلڪ هڻي ديس جي دشمنن کي للڪاريو ها ۽ هي ميڙ سنڌو جي سڪل پيٽ تي رچايو ها تہ سنڌ ماءُ جو حق ادا ٿي پئي ها. سنڌ جي پرڄا اسان جو ڌرم هئڻ کپي. جڏهن سنڌ جا ڏک سنڌ جي حلالي ۽ غيرتمند پٽن جا پرڳ ٻنجي وڃن ٿا تہ سنڌ لاوارث ۽ يتيم ٿجي وڃي ٿي. هي جيڪي نہ سنڌ جا سڄڻ آهن نہ سنڌ جي دشمنن جا دشمن، هي جيڪي هڪ ٻئي سان ۽ پاڻ سان بہ سچا نہ آهن سي سنڌ سان ڇا سچا هوندا، هي ڪڏڙا پوش ليڊر سرڪار جا عملدار ٿي استعمال ٿين ٿا. هي ڪدڙي دنيا آهي جتي رڳو ڪچهريون، پڙوا، لوندا ۽ ڪدڙا رهن ٿا، جيڪي وقت تي ڦرڪو ڏئي پنهنجي اصليت ڏيکارين ٿا. پنهنجي سياست جي سمنڊ ۾ غرق ٿيلن تي جڏهن ڪير بہ ڳالهائڻ لاءِ تيار نہ هو، مونکي جڏهن انهن ۾ سنڌ ماءُ جي پٽ جو روح نظر نہ آيو، سماج ۾ منهنجي

حيثيت ڪاٻ نہ آهي، آفتن سان ڪيڏي منهنجي فطرت رهي آهي، سنڌ سان بي انصافي مونکي بي چين ڪري ڇڏيندي آهي، مان ٻين خيالن جو ماڻهو آهيان مان هر ڪنهن شيءِ کي ان جي حقيقي رنگ ۽ روپ ۾ ڏسڻ جو قائل آهيان. سنڌ منهنجي رت ۾ سمايل آهي، منهنجي دل ۾ ڌرتي ۽ ڌرتيءَ وارن جي محبت لاءِ سمنڊ ڇوليون هڻندو آهي، مون ۾ وطن جو جذبو پڙڪو ڪاٿي مٿي نڪري ايندو آهي، منهنجي سوچ پوري سنڌ جي پلي ۾ هر وقت لڳي رهندي آهي، مان البيلو، من موجي، ڪرو ۽ بي باڪ آهيان مان بد اخلاق ضرور آهيان پر دل جو پليت نہ آهيان. اها منهنجي خامي آهي يا خوبي منهنجو ذهن سيڪنڊن ۾ فيصلو ڪري وجهندو آهي. هن ميڙ ۾ سنڌ جي انهيءَ پاڻي جي توهين تي منهنجي اکين مان ڳوڙها وهي آيا. منهنجو اندر ٻڏي ريو، دل جي جل وهڪري مان قدرتي جذبات پڙڪو ڪاڏو مان پاڻيءَ مان نڪري آيس، مون وٽ يقين هو، قومي جذبي ۽ سجاڳي جي بي مثل ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ هڪ سجاڳ اديب جي حيثيت ۾ تڏي تي علي الاعلان جواب ڏيڻ جي طاقت ساري، هن هيڏي مهاساگر ۾ هنن جي عزت ڏاڍي خراب ٿي هنن جو ڪنڌ شرم کان جهڪي ريو ۽ هنن جي سنڌ سان سچائي ۽ سياست پڻ پاڻيءَ ۾ ٻڏي وئي، اها هنن جي بدقسمتي هئي يا منهنجي خوش قسمتي، منهنجي موجودگيءَ انهيءَ ميڙ ۾ انهن لاءِ ذهني عذاب جو سبب بڻجي پئي ان ميڙ ۾ مون اهو پڻ ڇيو تہ هتي اسان جي جذبات جو ڪو ملهہ ڪونهي، اوهين سڀ ڪوڙا آهيو، اوهان ليڊرن جي تقريرن ۽ اڄوڪي ليکڪن جي قلم کان انهن ڪوڙن جون تاڙيون وڌيڪ طاقتور آهن مان پاڻي جي حصي ۾ ٿيندڙ انهيءَ ناانصافي واري هلچل ۾ باوجود هڪ سرڪاري ملازم هجڻ جي سنڌ جي هڪ سچاڻ ليکڪ جي حيثيت ۾ پنهنجي پياري ڌرتي جي عظيم مقصد ڪاڻ سنڌ جي مظلوم قوم سان هم آواز بڻجي سنڌ جي ڪوڙن کي ساڻ ڪري احتجاجي علامت طور ڪوڙو بڻجي 10 اپريل تي پريس ڪلب حيدرآباد آڏو بک هڙتال ۽ مظاهرو ڪنداسين ۽ ريلي جي صورت ۾ سنڌوءَ جي خالي پيٽ تي سنڌ جي خوشحاليءَ لاءِ الله کي پڻ پاڏائيندا سين.

پاڻيءَ منجهہ پساهُ

## پاڻيءَ جي ڪوٽ خلاف انوکو مظاهرو

ماضي قريب ۾ مون سنڌ ڌرتي ڪاڻ جيڪي عظيم خدمتون بجا آنديون آهن، انهن سمورن ڪارنامن مان هي سڀ کان وڌيڪ عظيم، شاندار ۽ ساراهڻ جهڙو ڪارنامو ثابت ٿيو. مون پنهنجو وطن دوست ڪردار عملي طور ذميواريءَ سان نڀايو آهي، مان سنڌ جي حقن جي هر مورچي تي اڙدو ۽ بهادر ٿي بيٺس. مان ڪڏهن بہ ڏڳ تبديل نہ ڪيو نہ ٿڪيس نہ جهڪيس نہ وڪيس. مون جڏهن بہ

سنڌ سان عشق رکيو مونکي عزت ملي مون ڪڏهن به عزت گهري نه ورتي آهي،
پر منهنجي رب مونکي هر هنڌ عزت ۽ مانُ ڏنو آهي. اها سنڌ ۾ مڃتا مالڪ
منهنجي سنڌ جي عشق جو ذوق آهي. چوندا آهن ته پاڻيءَ جي ڪرڻ تي زندگيءَ
جو روح هوندو آهي سنڌ ۾ پاڻي جي کوٽ وارو معاملو جڏهن سنگين رُخ
اختيار ڪرڻ شروع ڪيو ته مان پنهنجي فوت ٿيل پائيٽي آغا جاويد جو ٽلو
جڏي اعلانيل وعدي مطابق 10 اپريل 2001ع تي پريس ڪلب حيدرآباد آڏو
احتجاجي علامت طور ڪدڙن جو روپ ڌاري پيرن ۾ چير ٻڌي رقص ڪيو ۽
علامتي بک هڙتال پڻ ڪئي هئي، هي برصغير جي تاريخ ۾ سنڌ جو پنهنجي
نوعيت جو پهريون غير معمولي ۽ انوکو مظاهرو هو. مشهور ڊانسر اشرف
سينا، ڊانسر ماسٽر ماسٽر غلام حسين ڪدڙن جي مهاگرو استاد چاند، اقبال
عشوريا، نرما، خادم حسين، وکي طلب ۽ فهيم منهنجو سات ڏنو، مان جڏهن
سنڌ سان عشق جو درياهه ڪٽي پريس ڪلب جي ڪناري تي سهڻي ٻڌجي لڏس ته
پيرن ۾ چير ٻڌي چور چور پنجاب پاڻي چور تي تاڙين جي ردم ۾ رقص ڪندي
ڪيري ٻڌڪي ميڏي عزت نه گهٽبي مينڪون نچ نچڪي درياهه وهائڻ ڏي اهو
ناچ ۽ انوکو مظاهرو ڏسڻ لاءِ ماڻهن جا هشام گڏ ٿي ويا. اتان پوءِ ريلي جي
صورت ۾ سنڌو درياهه تي سنڌ جون موجون موٽائڻ لاءِ دعا پڻ گهري وئي، وارن
۾ واري وجهي احتجاج پڻ ڪيو، ڪربه عمل اُيچ يا نيچ نه هوندو آهي، اوچو ۽
نيچو مقصد هوندو آهي، منهنجي انهيءَ مظاهري منهنجي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر
وڌو جڏهن ته مان شادي شده ۽ ٽن ٻارن جو پيءُ هئس. منهنجو راڄ پاڳ ۽ خاندان
هو، پر مون کي سنڌ ۾ مڃتا ملي ويئي منهنجو ڪنڌ فخر کان مٿي هو، مان سنڌ
جي عشق ۾ سڀ ڪان گوءِ ڪٽي ويس. ڪامريڊ جام ساقي چيو ”ڪدڙن جو هي
احتجاج نام نهادن مردن جي غيرت ڪي للڪار آهي،“ ڪامريڊ مير محمد پنهنجي
يادگيرن جي ڪتاب ۾ لکيو ”آئون ڪدڙن فقيرن ڪي سنڌ جو نمڪ حلالي
سمجهان ٿو، سنڌ جي موقع پرست ۽ سرڪاري دلال وڏيرن جي منهن تي هنن
ڪدڙن دانگي ڦيري ڇڏي،“ ناز سنائي، تنوير قاضي، مشتاق چنگيزي پڻ بک
هڙتال ۾ شريڪ ٿيا، منهنجو اهو عظيم استاد جنهن ڪي مان سچي زندگي پيرين
پئي ملندو هوس اهو هن عظيم ڪم سرانجام ڏيڻ تي زال ۽ ٻارن سميت
مونکي پيرين پئي مليو. اهو مون لاءِ سڀ کان وڏو انعام هو. باقي مدي خارج
صحافين ۽ اديبن جي تبصرن جي مونکي پرواهه ناهي. جڏهن اهي ساعتون امر
ٿي ويون ته هئي ڏينهن پاڻيءَ جي کوٽ سبب پيدا ٿيل صورتحال جي مسئلي
جي حل لاءِ بين الصوبائي وزارتي اجلاس ٿيو، جي ايڇ ڪيو جي مداخلت ڪان
پوءِ جڏهن چيف ايگزيڪيوٽو جنرل پرويز مشرف حڪم ڏنو ته 25 اپريل ڪان اڳ

سنڌ کي 20 هزار کيوسڪ امدادي طور اضافي پاڻي ڏنو وڃي، اهو فيصلو پرويز مشرف جي ان دلچسپيءَ جو نتيجو هئي جيڪا دلچسپي وٺڻ لاءِ مون هي ڪڏڻ، ڪجهه ڪدڙن هيجڙن ۽ نامردن جو انوکو ۽ دلچسپ مظاهرو ڪري پنجاب کي پاڻي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو اهو ڏينهن به منهنجي زندگي جو سونهري ڏينهن هو، خدا جو شان ان ڪان اڳ جو اهو رليف طور پاڻي اچي قدرت به اسان تي مهربان ٿي ۽ اها دعا اگهامي وئي ۽ رب جي رحمت وسي پئي. اهو سڀ ڪجهه رڪارڊ تي موجود آهي، بي بي سي، زي ٽي وي ۽ ان وقت جي سمورين انگريزي اخبارن کان وٺي 7 اپريل کان 11 اپريل 2001ع تائين جون ڪاوش، ڪوشش، شام، عبرت، سنڌو، سنڌ، تعمير سنڌ، هلال پاڪستان، عوامي آواز، هلچل، پاڪ، مهراڻ، آفتاب، دعا، سنڌ سجاڳ، عوام، قومي اخبار، اُمت، امن، ايڪسپريس، جرئت، ڪائنات، رياست ۽ جانباز وغيره وغيره ڏسي سگهو ٿا. ان ڏينهن مون وٽ ايترا ڏوڪڙ به نه هئا جو مان انهن سمورين اخبارن کان سواءِ ٻيون به اخبارون مسلسل هفتو ڪن خريد ڪري سگهان. منهنجو ته بس عشق هو، جيڪو مون پاڻ ملهايو، مونکي سياست جو شوق نه آهي نه ته مان ملڪ کي ٽانڊا ڏيئي ڇڏيا هئا.انڊيا پنهنجي گيتن ۾ چوي ٿو ته ”گنگا ميا مين جب تڪ“ اِهي پاني ري ميري سجنا تيري جواني رهي“ پر سنڌ جي پلوڙ شاعر استاد بخاري چئي ڏيو ته ”پيار درياهه آ، درياهه به ته لنجي ٿو وڃي“.

## ايڪ مچر سالا آدمي ڪو هيجڙا بنا ديتا هي

## ڪدڙا

مان هتي هڪ سنڌي پهاڪي سان شروعات ڪندس ته ”ٽڪ به ڪدڙي جي ته ڳئي به ڪدڙي جي“ هن هڪ سٽ ۾ هنن جي سڄي مظلوميت جو عڪس آهي، ڪدڙن سان رلڻ ملڻ سان مون کي سندن رنگ ڍنگ ۽ نفسيات جي سڌ پئي. مان اٺ نو سال هيجڙن سان رهيس ۽ باقائده هڪ مڙهي سان جڙيل رهيس، ان وقت مان اڃان ڳڀرو نوجوان هوس. اهو مون لاءِ هڪ نئون مشغلو هو، اهو منهنجي لاءِ هڪڙو منفرد الڳ جهان هو، محض شوق ۽ ذوق جي تڪميل خاطر مون ائين ڪيو پر پوءِ اوچتو مونکي عقل آيو. روح جي ڪا به جنس نه آهي هوندي، ڪنهن به انسان جي ڪردار کي پرکڻ جي ڪسوٽي سندس عمل نه هوندو آهي. هي منهنجي ماحول جي اندر جو آئينو آهي. ان قسم جا ڪردار اسان جي وچ ۾ رهن پيا پر اسان کي انهن جي خبر ڪانه ٿي پوي. منهنجي ناياب دوستن ۾ عرفان جوکيو ۽ نور احمد لغاري به منهنجي زندگي جي سڀ ۾ بند انمول موتي هئا، سندن برائي مون ڪانه ٻڌي. هي شيرين زبان، تيز ذهن، ۽ سٺا ڪپڙا پائڻ جا شوقين هئا پر هنن

جا بہ مون جهڙا پرڪار هئا. هي تہ اهڙا پيارا دوست هئا جڻ پيٽن ڪان مٿي. هي
مونکي ماءُ جو رتبو ڏيندا هئا تہ مان کين ڏيئرن جو. هنن سان اها دوستي دائمي
دوستيءَ جو سبب بڻجي وئي، نور احمد لغاري. ادبي ذوق رکندڙ، پرهيزگار،
مغروري کان پري، هن جي قابليت جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي، سيني ڳالهين ۾
افلاطون ۽ پنهنجو مٽ پاڻ هو. منهنجي دوست نصير مرزا وانگر ٿورو چال ۾
فرق ۽ خلل اٿس پر هونئن تمام شريف ماڻهو آهي، اسان ورهين کان هڪ ٻئي
سان گڏ رهيا آهيون. پر پوءِ هرڪو ڇڙوڇڙ ٿي ويو، هن مون کي پهريون پيرو هي
هڪ نئين دنيا ڏيکاري جيڪا بظاهر نظر ايندڙ دنيا کان مختلف هئي، پوءِ بہ هن
دنيا جي رنگينن ۾ وڃائجي ويس ۽ جڏهن ميدان ماريو تہ ميلو مٽل ڇڏي جوڳي
بڻجي اهو جهان ڇڏيو. مون هنن سان رُلڻ ملڻ گهٽايو آهي پر چوُس پراڻي آهي.
مون هنن خدائي ڪدڙن تي پي ايچ ڊي جي ڊگري جيڏي ڊگهي ٿيسز لکي آهي. مون
کان وڌيڪ ڪدڙن تي ڪوئي ايترو لکي نٿو سگهي. منهنجي دوست منصور
ڏاهري جي ڪوشش سان سنڌ ٽي وي تي منهنجي اها ڪدڙن واري اسٽوري هزار
پيرا هلي آهي ۽ اڃان هلي پئي ۽ تاحيات هلندي رهندي. حياتيءَ کان پوءِ شايد اها
اسپيڊ وٺي. مونکي افسوس آهي تہ منهنجو ڪدڙن متعلق ڪافي ميٽر ناز سهتي ۽
برسات جي نظر ٿي ويو ۽ بشرا انصاري جي مڙس اقبال سعيدي انصاري جي نان؛
پي ٽي وي ڏانهن موڪليل 8 ڪيسٽون ٽين ٽين ڪلاڪن جو الائجي ڪنهن جي
هٿ چڙهيون. ان لاءِ مونکي لڳي ٿو ٻيهر ميدان تي اچڻو پوندو. مون ڪدڙن تي
ايترو گهڻو لکيو آهي جو هيئنر هتي وڌيڪ ڪجهہ لکڻ دهراءُ ٿيندو. اها هڪ الڳ
داستان آهي، جنهن لاءِ هتي گنجائش بہ ناهي ان لاءِ مان هڪ الڳ ڪتاب ڏيندس.
پر هن منهنجي ڪتاب آتم ڪٿا ۾ ان جو ٿورو ذڪر صرف ان لاءِ ڪيو اٿم تہ
جيئن رڪارڊ تي هجي تہ اهي بہ منهنجا شوق هئا. منهنجي نظر ۾ نوانوي
سيڪڙو ماڻهو ڪچ ڪدڙي آهن. ڀلا انهن لاءِ اوهان جا ڪهڙا ويچار آهن جيڪي
مرد هوندي بہ زنانا ڪپڙا ٿا پائين. مختصر رنگارنگي ڪپڙا پائي، چيلهہ کي ۽
مال کي لوڏي ڪدڙن وانگر ٿا هلن ڏسڻ ۾ ائين پيا اچن جڻ هيجڙا هجن ڪنهن
هن جو پاسو تہ ڪنهن هن جو پاسو اڇيو وٺن. هي سٺي شڪل ۽ چوڪرائي
نزاڪت وارا چوڪرا، جن جي چال ۾ خلل ۽ فرق آهي. چيلهہ تائين وار رکائي
مڙس هوندي بہ رن يا ڪدڙا بڻجي فخر ڪن ٿا. جڏهن لپسٽڪ ۽ پائوڊر هڻي چيلهہ
لوڏي هلن ٿا تہ ذري گهٽ ڄڻ ڪا عورت لڳن ٿا. جيڪي محض اکين جو ڏءُ آهن،
منهنجا تہ ڪيئي دوست ڪنهن حد تائين زنانا يا ڪچ ڪدڙا آهن. جنهن جو پچ ڪڻ
تہ مادي، منهنجي البم ۾ اهڙن ڪيئي دوستن جو يادگار تصويرون آهن، جيڪي
انهن جي سونهري دور جي ياد تازا ڪن ٿيون. اهڙا چوڪرا پنهنجو الڳ روح
ڪٿي چمن ٿا. ٻاراتي وهي کان جڏهن هنن کي اهڙو ماحول ملي ٿو تہ هنن جي

ذهني تربيت ٿئي ٿي. گهڻو ٻاهر نہ نڪرڻ ۽ صرف پيٽ سان هر وقت گڏ رهڻ
ڪري هي اڪثر ڪري عورتاڻون عادتون سکن ٿا ۽ پوءِ عملي لائيف ۾ جڏهن
ٻاهر اچن ٿا تہ پڌرا ٿي پون ٿا. مان گجرا واهہ - نوابشاهہ ۾ ڪنڊي هڪ دوست
کان پڇيو "تنهنجي هنن ٻنهي ٻارن ۾ پٽ ڪهڙو ۽ ڌيءَ ڪهڙي آهي؟" تڏهن
منهنجي ان دوست کلي ڏنو، چيائين تہ "هي ٻئي پٽ آهن" مون ٻڌايو ٻئي تہ انهيءَ
ڳالهہ لاءِ روح جو وڏو عمل دخل آهي، امان ڳالهہ ڪندي هئي تہ "مون کي پڪ
هئي تہ تون ڌيءَ ٿيندي ان لاءِ مون تنهنجا ٻاراڻا وڳا سڀ ڌيرن جهڙا تيار ڪري ڇڏ
ڪيا،" پر مان پٽ ٿي پيس، ڪوبہ وڳو نئون توڙي اڳ وارو ٻارن جو رڪيل
مرداڻو نہ هو. مجبورن اُهي مونکي زنانا ڪپڙا ڇوڪرين جهڙا پهرائيندي هُئي. پر
پوءِ جڏهن مان ٽورو وڏو ٿيس تہ زنانا ڪپڙا پسند هئا. امان اها بہ ڳالهہ ڪندي هئي
تہ "جڏهن تون مردن وارن ڪپڙن ۾ روئنلو هئين تہ مان توکي ڇوڪرين وارا
ڪپڙا پهرائيندي هيس تہ تون ماٺ ٿي ويندي هئين." تنڍپڻ کان مونکي ٽوپي بہ
ڇوڪريون واريون هيون پوءِ امان کي ڇوڪرين واري ٽوپي ٺاهڻ جي ڄڻ عادت
پجي وئي منهنجي ٻارن کي امان جون اُهي نشاني ڇوڪرين جهڙيون ٽوپيون اڄ بہ
آهن جيڪي منهنجا ٽي پٽ پائين ٿا، مان ڄائي ڄم کان اڄ تائين ڇوڪرين وارا
ڪپڙا پاتا آهن تہ ڄڻ بدلايا ئي ڪو نہ آهن، منهنجا اڄ بہ ڇوڪراٺا، مرداڻا ڪپڙا
اهڙا آهن جهڙا ميراثي پائيندا آهن. پاڻيءَ جي ڪرٽ خلاف منهنجي ڪيل انوکي
مظاهري واري ڏينهن ڪامريڊ ڄام ساقي ڪدڙن متعلق هڪ لطيفو ٻڌايو جا حقيقت
آهي جنهن جو ذڪر ڪامريڊ مير محمد ٽالپر پنهنجي يادگيرن جي ڪتاب ۾ پڻ
ڪيو آهي، اهو ذڪر هتي ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان. هڪ ڏينهن پنجاب جي ڪدڙن
لاهور ۾ ڪدڙن جو هڪ تمام اهم جرڳو ڪرئايو جنهن جي صدارت لاءِ مهاگرو -
ڦقي الله بخش چونڊيو ويو هو، هي ان ڏينهن تيزرو ۾ پشاور کان لاهور اچڻو هو،
ان جي استقبال لاءِ هار اچي ويا. زنانن ڪپڙن ۾ ڪدڙن جا ڪيئي ٽولا گڏ ٿي ويا،
اسٽيشن تي دهلن جا ڌماڪا هجن، ناچ پيا ٿين تاڙين جا ڪڙڪا هجن، تيزرو جڏهن
تاريخ ۾ پهريون ڀيرو مقرر ٽائيم تي مسافرن جي حيرت ڪٽي اسٽيشن تي پهتي
تہ اهي شادمانو مچائيندڙ استقبالي ڪدڙا هار کڻي هيڏي پجي هوڏي ڀڄا پر ڪين
ڦقي امان ڪٿي بہ نظر نہ آئي جڏهن ريل جي پڇاڙي واري گاڏي مان هڪ مسافر
لٿو جيڪو خوبصورت ۽ قداور هو، ڪيس وڏي گير واري سلوار قميص پاتل هئي،
همراهہ کي جلال چانڊيي جي مڇن کان بہ وڏيون مڇيون هيون ڪنڌ تي ريوالور
رکي ٻن گارڊن سان گڏجي ائين پيو هلي جيئن ڪو جيئي سنڌ جو وڏو ليبر هجي.
ڪدڙن آسرو لاهڻ،کان اڳ ان مسافر کي تاڙي وجائي پڇو "سهڻا سڄي ريل جاچي
آيا آهيون اسان جو پشاور کان مهاگرو هن ريل ۾ اچڻو هو، تو ڪٿي ڪو اسان جو
ڪدڙو مهمان تہ ڪونہ ڏٺو." هن مڇون وٽيندي چيو "ڪوچا تم همارا مونچ ڪو مت

ڏيکهو، همارا ريوالر پر مت جائو، يه باڊي گارڊ سيف گارڊ مت ڏيکهو،“ پوءِ کدڙن واري مخصوص تاڙي وڄائي ”جيسن همارا دل تو گانڊو هي. اوهان يقين ڪريو اهو ڦقي الله بخش آئون ئي آهيان. سبحان الله کيس پوءِ ته ڪٿي ڪلهن تي کنيائون پنڪريون نڇاور ٿي ويون. ناچ راڳ ۽ تاڙين جي ڦهڪن سان وري اسٽيشن تي موج مچي وئي شيشهن جي ڪل پائي شيشهن ٽيٺو پوندو آهي، کدڙو نه جيئن جج جي ڏيس پائي حج نٿو ڪري سگهجي، جيئن ججه ڳنجي ۽ گوڏ ۾ عدالت ۾ فيصلو نٿو ڏئي سگهي. پوليس وارو اگهاڙو ٿي ايس پي کي سلوٽ نٿو ڪري سگهي، ائين ڪوئي اڄو برقعو پائي کدڙو نٿو بڻجي سگهي، انهي لاءِ ان کي کدڙن وارا ڪپڙا پائڻا پوندا. اها ان جي ڏماند آهي جنهن کي کدڙن جي ٻولي ۾ ”ڳرکر“ چيو وڃي ٿو. نه رڳو زنانا ڪپڙا پائڻا آهن پر ان وانگر ٽورو مال کي به لوڏڻو پوندو تڏهن وڃي وارا نيرا ٿيندا. ڪي چائي چر کان اصل کدڙا ٿيندا آهن جن کي ”کدڙا فقير“ چئبو آهي، هي ڄڻي، طهرن، منگڻن ۽ شادين ۾ تماشو ڏيکاري لاڳ وٺندا آهن هي شادي مرادين کان علاوه ميلن ملاکڙن مان به پنهنجو چڱو خاصو روزگار ڪمائن ٿا. هنن جون رهڻ ڪاڻ پنهنجو مڙهيون هونديون آهن جتي هنن جو گرو پڻ رهندو آهي، هي چيلا پنهنجي ڪمائي مان گرو کي به حصو پتي ڏيندا آهن. سنڌ ۾ کدڙن کان وڌيڪ شوقيا کدڙا آهن، جن مان ڪيترائي مرد آهن جيڪي شوقيا کدڙا ٿيا آهن انهن مان ڪن جون ته شاديون به ٿيل آهن ۽ ٻار ٻچن وارا آهن. سنڌ جي هر ننڍي وڏي شهر ۾ کدڙن جون اهڙيون ڪيئي مڙهيون موجود آهن. اهڙن مڙهين ۾ وڃڻ سبب نوجوان نسل مسلسل خراب ٿيڻ لڳو آهي، اهي مڙهيون جيڪي کدڙن جي ٻولي ۾ ”ڪنچڙا“ سڏجن ٿيون جيڪي سيڪس جون وڏيون مارڪيٽون آهن جتي هر قسم جو سيڪس انجواءِ ڪري سگهجي ٿو. ڪي کدڙا عورتن جي پڙوت به ڪن ٿا، هڪ لونڊي يا هڪ بازاري رنڊي کان وڌيڪ هڪ کدڙو سيڪس جا ڳڻ ڄاڻي ٿو، ڪنهن به عورت کي مرد جي بنسبت هڪ کدڙو وڌيڪ سيڪس اپارڻ جو فن رکي ٿو. اها ٻي ڳالهه آهي ته هو بنهه نامرد آهي ۽ جماع جي قابل نه آهي ۽ عورت کي حاملا ڪرڻ جي سگهه نٿو رکي، آفيس ۾ روزانو دير اچڻ ته هر هر وارننگ سبب منهنجو سخت آفيسر سمجهيو ويندڙ احمد سعيد سولنگي چيو ”سڌري وڃ نه ته نوڪري مان ڪڍي ڇڏيندو سان، پوءِ ڇا ڪندي،“ مون چيو ”پرواهه نه آهي مان 10 رپين واري لپسٽڪ ڪٺي مائي جا ڪپڙا پائي نڪري پوندس ته ماشاءَ الله توکان به وڌيڪ ڪمائي سگهان ٿو. ڇا ٿيو نه کدڙو ٿي پوندس ٻلا شاهه ۽ امير خسرو به ته کدڙا ٿي سڀ کان وڌيڪ عزت ڪمائي ويا.“ تاڙيون! مونکي تاڙين وڄائڻ جي ضرور ناهي ڇو ته مون سان تاڙين وڄائڻ وارا کدڙا سدائين گڏ رهيا آهن.

ٿرپارڪر لڳ موڪئي ڳوٺ ۾ سي آءِ اي اهلڪارن جي وحشياڻي تشدد ۾ بي گناهه قتل ڪيل هاري

## آڏيو ڪولهي جو قتل ڪيس

ٿرپارڪر جي پهاڙن واري وادي ۾ ڪارونجهر جبل جي آغوش ۾ واقعي مسڪين جهان خان کوسي جي اوطاق تي مان سندس پوٽي ولي محمد کوسي جو مهمان هوس، مان جڏهن به ٿرپارڪر سياحت لاءِ گهمڻ ايندو آهيان ته هي اوطاق چڻ منهنجو ذاتي گهر هوندو آهي. مان هتي اڪثر ڪنهن نه ڪنهن سان گڏجي ايندو آهيان، هيل منهنجو دوست احسان صديقي گڏ آهي. ڪارونجهر جو هي خوبصورت وڻن جي ڇانوَ ۾ ڍڪيل ڳوٺ چڻ منهنجو اباڻو ڳوٺ لڳندو آهي. موڪئي هتي اچي سُڪون ملندو آهي. چانڊوڪي رات ۾ ٿر جو سير موڪئي جهڙوڪ خواب لڳندو آهي. هيل مندائتي مينهن واري هي چانڊوڪي ان وقت وحشتناڪ لڳي جڏهن مان ستين آڪٽوبر 1998ع اربع جي ڏينهن صبح جو پرهه ڦٽيءَ ويل ڪارونجهر جي هنج مان ننگرپارڪر جي مورن جي ٽهوڪن تي جاڳي پيس، روز جي معمول وانگر ڳوٺاڻا اڄان هتان جي پوليس جي خوف ۽ موت جي ننڊ سُتل هئا. هتي وڏيرا شاهي ننڍي ڳوٺ کان وٺي پوري ٿر تائين مضبوط آهي. ڳوٺ جو وڏيرو ته پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪنهن مخالف کي، پنهنجي پسند موجب مهمانن کي به دعوت ڏئي نٿو گهرائڻ ڏي. وڏيري جي چرچ تي غريب مسڪينن جو پوليس جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي. پوليس جيڪا اڪيلي سر به ڏنڊين ڏاند آهي، پوليس هوندي ته سڄي سنڌ جي مالڪ آهي پر ٿر ۾ ته سائين باپ بنيل آهي، مجال آهي جو ڪو ٿري ڪڇي سگهي. ڪڇڻ جي سزا آڏيو ڪولهي جو حشر آهي. پوري ضلعي ۾ سي آءِ اي مٺي جي ڪارندي خان محمد مهر جو ڏاڍو آهي، هي ظالم اهلڪار آهي ته هڪ معمولي هيڊ ڪانسٽيبل پر جي ايڇ ڪيو جي پير سائين پاڳارو جو خاص ماڻهو آهي، هتان جون حڪومتون جنهن جي صلاح کان سواءِ هلي نه سگهنديون آهن، پيچ پاڳارو چوندڙ هن ماڻهو، جنهن کي ماڻهو چوڻ به ماڻهوءَ جي توهين آهي. هن کي هتي پوليس ڪلتي ۾ وڏو نالو رکندڙ ٻي ايس پي سلطان راڄڙ جي پٺ آهي جيڪو هن جو پيالي ياڻي ۽ پيچ ياڻي پڻ آهي. ٿر جي ماڻهن لاءِ اها واردات اچرج جوڳي نه آهي هتي جي روايت اهائي آهي ته جڏهن مينهن وٺي ڪان پوءِ ٿري ٻنين ۾ ٻج ڇٽيندا آهن ۽ ڌرتي سلو ڪڍڻ شروع ڪندي آهي ته اهو اهلڪار ٻنين جي في ايڪڙ تي ڏنُ رکندو آهي. اهو ڏن پنجن هزارن کان پندرهن هزارن تائين مقرر ٿيل آهي. جهڙي زمين تهڙو ڏن، هتان جا مسڪين لاچار ڪري ڀرين اهو خان محمد مهر جو پٽو ڀرين، پوءِ پيٽ پرڻ لاءِ سوچين. ننگر پارڪر جي سرحدي زون ۾ ننگر ويندي ڪئي چيڪ پوسٽون آهن، جتي هر ايندڙ ويندڙ جي ائين چيڪنگ ڪئي وڃي ٿي چڻ سڄو علائقو جنگ جي لپيٽ ۾ آيل هجي، تلاشيءَ

دوران ڪئميرائون ڪان ويندي ماچيس تائين سامان ضبط ڪيو وڃي ٿو، هنن خلاف ماڻهو هڪ لفظ به ڳالهائي نٿو سگهي. هتي ايجنسي اهلڪار ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪنهن به وقت ڪٿي وڃي سگهن ٿا. واپسي ۾ لاش ملي ٿو. هتي ساهه به سنڌس اجازت کانسواءِ نٿو ڪٺي سگهجي . اها ولي محمد ڪوسي جي مهرباني آهي يا منهنجو فن جو مان هر پيري هتان جي سخت چيڪنگ جي باوجود به فوٽو توڙي مووي ڪئميرا ڪٺي اچڻ ۾ ڪامياب ٿي وينلو آهيان. هن پيري به مان چيڪ پوسٽ کي انٽو ڪري فوٽو ڪئميرا رولن سميت ۽ آڊيو ٽيپ ڪيسٽن سميت ڪٺي اچڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃان ٿو، مان پنهنجي دوست احسان کي اوطاق تي ستل ڇڏي پنهنجي گهربل ڪٽ سميت صبح جي منظر جي خوبصورتي ۾ ڪارونجهر جي وادي ۾ گهڻو اڳتي نڪري چڪو آهيان، ڪئميرا جي اک جي پوپان منهنجي اک ننگر پارڪر جو لينڊ اسڪيپ ڏسي رهي آهي. ننگرپارڪر کان اسلام ڪوٽ ڏانهن آڏيگام واري رستي تي ننگرپارڪر کان تقريبن 15 ڪلوميٽر واقعي ڪارونجهر پهاڙ جي هڪ وادي آهي موڪئي؛ موڪئي ڳوٺ جو سن عالمي طور مشهور آهي، ان ست رنگي لوڻ جي سن ويجهو هڪ سنڌر ڳوٺ آهي جتي مسڪين هاري آڏيو ڪولهي رهي ٿو. جنهن جا موڪئي لڳ تي تڪر زمين جا پوڪيل آهن، ڪافي عرصي جي ڏڪار کان پوءِ ٿر ۾ مينهن وسيو آهي. پارڪر جي زرخيز ورياسين هنين ساون سلن ۾ سون اپائي ورتو آهي. هر طرف ساوڪ پري خوشي آهي. آڏيو جو ڪٽنب به همرچو ڳائيندي فتل ساوڪ کي سڄي سال لاءِ ڳرآن جو وسيلو بنائڻ لاءِ ڪٽ جوڙي رهيو آهي. آڏيو پنهنجي زال شريمتي حبلي، ڌي ۽ پٽن پارو ۽ نگر کي چئي پيو ته اسان ڏاڍي بک ڪٽي آهي، اڄ پنهنجي نئين ٻاجهري جي ماني کائي ڌ ڪنداسون. روپلي ڪولهي جي وارث هن ستر سالن جي باهمت ڪولهي کي اهو خواب و خيال ۾ به نه هو ته جمعدار خان محمد مهر جاڻ راڪاس ٻنجي سنڌس هني تي نازل ٿيندو، ان سون جهڙي فصل تي خان محمد جي لالچي نگاهه هن پيرسن آڏيو کي پنهنجو شڪار ڪري ورتو هو. هن بدنصيب اجان سنگ مس ڪنيا هنا ته سي آءِ اي جو هي ڪاريندو ٽيڪسي ڊرائيور سرت مهراج جي پرائيويٽ جيپ ۾ اچي ڪڙڪيو. هن سان گڏ سنڌس پيچ لوڏو سپاهي گروٺو مينگهواڙ ۽ سوراچند جو هڪ پڙوو به گڏ هو. اهو پڙوو جيڪو ننگرپارڪر جي ٽيڊي ريسٽ هائوس ۾ گشت تي ايندي چاچري جي ايس ڊي ايم ڊاڪٽر نوبت زرداري کي رنا پهچائي ٿو. منهنجي بينڪر دوست سُهاش موٽوائي جو هي دوست جيڪو پاڻ کي آصف زرداري جو سوٽ سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪري ٿو ۽ صحافين سان ملڻ جي پرهيز ڪري ٿو، اتفاق سان ان ڏينهن ننگر پارڪر ۾ موجود هوندي به هن ڪيس ۾ منهنجي مدد ته ڇا مون سان ملڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيو (جهڙو سُهاش پڙوو تهڙا سنڌس دوست پڙوا) سو مون ڳالهه پٺي ڪٺي آڏيو ڪولهي جي، انهيءَ ساوڪ ۾

پنهنجو حصو ڳنڍيندڙ ڏوڪڙ ۽ مال پاڻي لاءِ رعب تاب ڄمائڻ لاءِ مڪون ۽ ٺڦڻ جو
وسڪارو لائي ڏنو هن جو حڪم هو ته ”20 هزار رپيا في ٽڪر جي حساب سان ٽن
ٽڪرن جا 60 هزار ٿين ٿا، تون 30 هزار رپيا پيشڪي زمين جي ڪانگ تڙي طور
جلدي ڇڏئي نه ته تنهنجي ڪل لائي ڇڏيندا سون،“ آڏيو ڪي فصل مان ڪل ايتري موڙي
نه ٿي ملي جيترو هي عملدار ڏن ۾ ٻڌي ويٺو هو. آڏيو فصل جي پچي راس ٿيڻ تي
هن ڪي پئسا ڏئي نه سگهيو. لاچار هنن بي قياسن هن مسڪين اڀوجهه پيرسن ڪي
ڏنبن، ٽڙن ۽ نيٽ سان ناحق بيگناهه ايترو ڪٽيو جو هي سخت تشدد جي ڳجهن ڌڪن
سبب غش ٿي ويو، مقتول ڪي مٽي مان رت وهندو ڏسي ڪيس مرٽينگ حالت ۾ رڻ
پٽ ۾ اُڇلائي هليا ويا.وڏيري جي ونگار وهندڙ پوڙهي موڪئي ڳوٺ جي وڏيري پٽيل
الياس ٽيبي جي اوطاق تي منجهند جي ماني کائي روانا ٿيا. اهڙو اطلاع سندس
وارثن کي مليو سندس پٽ پارو ڪولهي ۽ نگو ڪولهي ڪيس ڪارونجهر جبل جا
لانگها ڪٽي پرهه ڦٽي ويل زخمي پيءُ کي انتهائي نازڪ حالت ۾ تعلقي اسپتال
ننگرپارڪر کڻي پهتا. رستي ۾ مان هنن کان ٽيپ تي بيان وٺي چڪو هوس، زخمي
جا فوٽو پڻ ڪڍي ڇڏيا هئا. جنهن ۾ هو تڙپي رهيو هو. اسپتال ۾ زخمي انتهائي
نازڪ حالت ۾ ڦٿڪي رهيو هو ۽ گهرن ۾ انسانيت جي خدمت ڪندڙ انچارج
ميڊيڪل سپرٽينڊنٽ ڊاڪٽر پريو لال، ڊاڪٽر سيوا رام ۽ ڊاڪٽر سيتل داس موجود
هئا. ڊاڪٽرن کي زوري گهرن مان اٿاريو ويو ۾ جيستائين ڊاڪٽر اچي اچي وقت هٿان
مان نڪري ويو، تڙپي تڙپي دم ڏيندڙ آڏيو ڪي هاڻ ڪنهن به علاج جي ضرورت نه
هئي جنهن جڳهه تي آڏيو دم ڏنو ان جي بلڪل مٿان اهو پوسٽر مون ڦاڙي ڇڏيو
جنهن تي لکيل هو، مٺي ميڊيڪوز ضلع ٿرپارڪر پاران 18 آڪٽوبر 1998ع تي اسپتال
۾ مفت طبي ڪئمپ لڳائي ويندي، جنهن ۾ علاج واسي ماهر ڊاڪٽر حصو وٺندا ۽
مفت دوائون پڻ فراهم ڪيون وينديون، آڏيو ڪولهي پوليس کي 30 هزار پتو نه ڏئي
سگهڻ سبب ماريو ويو. ڪاش هيلوڪو سانوڻ موڪئي جي ڳوٺ تي ايترو مهربان نه
ٿئي ها! جيڪر آڏيو نه مري ها. فوتي کي مٽي ۾ ڌڪ هڃڻ ڪري اجان رت وهي
رهيو هو. سخت تشدد ڪري لاش سُجي ويو هو. مان هن جي رت مان رومال ٻوڙيو ۽
مٽي کي ٻڌي، چيو ”اي روپلي جا وارث مان تنهنجو خون لوڙهڻ نه ڏيندس.“ آڏيو
ڪولهي جو پٽ پارو ڪولهي چوي ٿو ته ”پوليس تشدد وگهي مارجي ويلن ۾ هي
ٽيون ڪيس آهي. مسمات مونتي نهڙي، پانڌي چوهاڻ کان پوءِ بابا جو خون. ڪجهه
وقت اڳ اسلام ڪوٽ جي پوليس جهانگرو جي حد ۾ ڏينهن ڏٺي جو پانڌي چوهاڻ
کي ٻڪري چوري جي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسائي سندس ٻني ۾ ڪم ڪندي بيگناهه
قتل ڪيو ويو پوليس فرياد نه ورتي بعد ۾ ڪورٽ ۾ تو جهڙي مهربان جمشيد ٻبر
سڏي فرياد داخل ڪرائي جنهن بعد وڃوٽو پوليس عيني شاهد جمشيد ٻبر کي غائب

ڪري ڪجهه وقت کان پوءِ پوري پر بند لاش رڻ پٽ ۾ اڇلائي وئي. تون بابا پنهنجو رستو وٺ جو ٿو مصيبت پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهين.“ مونکي ان کان اڳ انساني حقن جو تجربو نه هو. پر هڪ جنون هو. سي آءِ اي سينٽر مٺي جي عملدار خان محمد مهر خلاف ننگر پوليس فرياد نه ورتي. ولي محمد ڪوسو جنهن جو آئون هتي مهمان هوس ننگر پارڪر جي سڀ کان وڏيڪ هلندڙ ميڊيڪل اسٽور جو مالڪ هو، جو ايم ايس جي برڪت سان هلندو هو. خان محمد مهر، ولي محمد ڪوسي جي پيءُ جيئندو ڪوسي جو من پسند يار هو. پر ولي محمد منهنجو ساٿ ته نه ڏنو پر روڪيو به نه ۽ خاموش رهيو. مان هن جي اوطاق کي هيڊ ڪوارٽر بنائي ڪم ڪري لڳي ويس، مون سان گڏ آيل منهنجو دوست احسان صديقي حيران ۽ پريشان هو. هن کي سمجهه ۾ نه آيو ته مان ڇا پيو ڇوان ۽ ڪيان؟ ڊاڪٽر نوبت زرداري جي نه ملڻ کان پوءِ به ان جي اتي موجودگي مون لاءِ حوصلو هئي ته مان پڏ بس ته مونکي ڦيري گيري ان وٽ پيش ڪندا. ڇاڪاڻ ته هو هن حد جو ايس. ڊي. ايم هو. مونکي هڪ ڪولهي ٻڌايو ته ”هتي ننگر پارڪر ۾ هڪ ڪولهي هاسٽل آهي جتي هيمن داس ڪولهي رهي ٿو جو ڪولهي شاگرد سدار ڪاميٽيءَ جو اڳواڻ آهي.“ مان اتي ويس پر هو شايد موجود نه هو. مون ان لاءِ ميسيج ڇڏيو مان ٻانهن ٻيلي جي آفيس ۾ سگهڙ محمد هاشم ڪوسي جي تلاش ۾ ويس ان گهڙيءَ ۾ مون سان سين ٿي ويو. پوليس کي خبر پئجي وئي، پوليس ڏهڪاءُ پڪيڙي ڇڏيو. ٽاڻي کان ئي هڪ سادي لباس ۾ هڪ سپاهي منهنجو پيڇو ڪندو رهيو بعد ۾ ان سپاهيءَ جنهن کي ڏاڙهي رکيل هئي، مون کي گلي کان جهلي هڪ ويران جاءِ تي وٺي ويو، جتي هڪ همراهه اڳ ۾ ئي موجود هو. مون کان ڪئميرا رول، ڪيسٽ ۽ ٽيپ رڪارڊ کسيا ويا. منهنجي سموري ڪٽ کسي وئي سواءِ پرس جي جنهن ۾ سڃاڻپ ڪارڊ ۽ پئسا هئا. اهي ڏسي واپس ڪيا ويا شايد هنن کي مٿان کان حڪم هو ته پئسا نه کسيا وڃن ۽ ڪارڊ به ته جيئن مان جلد کان جلد ڪارڊ آئوٽ ڏيکاري پاڙو ڪري نڪري وڃان اسان جي حد مان ته هي بلا نڪري باقي اڳتي ٻلي جيڪي ڏوڙ پائي هنن مونکي هتان نڪري وڃڻ جون ڌمڪيون ڏنيون نه ته ٻي صورت ۾ هو مونکي ڪنهن ڪيس ۾ ڦاسائي سگهن ٿا. ولي محمد ڪوسي جي اوطاق تي هاشم ڪوسو مونکي ڳوليندو پهتو هن مون کي مشورو ڏنو ته مان هتان جلدي نڪري وڃان ۽، پويان هو منهن ڏيندو مون کي دلجاءِ ٿي احسان ۽ مان هڪ لوڪل بس ۾ مٺي لاءِ نڪري پياسون. مون ڏانو ڏانڊل ۾ گرڌاري لال کي ميسيج ڪيو. جتي مونکي خبر پئي ته آڊيو جو هڪ پٽ گرڌاري جو هاري پڻ آهي. ڏاني ڏانڊل ۾ مونکي اها پڻ خبر پئي ته مقتول ڪجهه ڏينهن اڳ ۾ ڏانو ڏانڊل پوليس کان ڏهه هزار روپيه ڏئي جان ڇڏائي هئي. ان واقعي کان چار ڏينهن اڳ ڏاني ڏانڊل پوليس جي اي ايس آءِ غلام محمد شيخ، صوبيدار مشتاق شيخ جي چوڻ تي آڊيو کي ڏيءَ

جي حمل ڪرڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪيو هو. جيڪا مقتول پنهنجي، اڃا به هزار ۾
ڇوڪري ٻڌي، ته هزار پٽ سڌ ڪري، ڪين ڏيئي، جيل ڇڏائي هئي، پس ڇڏڻ مٿي ڀلائي
ته ماڻ لفظو اطلاع مٿي پريس ڪلب ۾ چانڊوڙي صحافي، ڪاڪا ڄاڻي، ۽ پريم شوالي
تي ڏنو. جنهن مٿي موٽائي، اکين ڏٺي، باقاعده طور ڊسٽرڪٽ سيشن ڪورٽ ۾ سڌي
فرياد داخل ڪرڻ لاءِ مشورو ڏنو. ماڻ فريادي ڇوڪري نه ٿي چاهيو. موٽائي عليم هئي
ڪورٽ ۾ ڪيس ڪرڻ، سوال هلائڻ. موٽائي هر پيسي، ۽ سانوائي، لاءِ حيدرآباد کان
مٿي اچڻو پوندو. مون وٽ ايترا ڏوڪڙ ۽ ڏينهن نه هو. ماڻ سرڪاري ملازم هوس
مون لاءِ موڪل به مسئلو هئي. ۽ پوءِ موٽائي آڏيو جو طول نظر آيو، هنن دوست
صحافين جي مدد سان مان مٿي ۾ انساني حقوق ڪميشن ٿرپارڪر جي چيئرمين ۽
ڊسٽرڪٽ سيشن جج مٿي، محترم منير احمد خواجه سان ملاقات ڪري مذڪوره
واقعي متعلق جاچ ڏني ۽ لکت ۾ روزانه جلاوطن اخبار جي ايڊيٽر جي حيثيت ۾
درخواست پڻ پيش ڪئي. پريس ڪلب ۾ منهنجي جي مائي، ڪاڻ پوءِ مون هڪ پريس
ڪانفرنس پڻ ڪئي جنهن جي پريس ڪلب مٿي، مون ڪاڻ في پڻ وصول نه ڪئي. هن
پريس ڪانفرنس ۾ ڪاڪا ڄاڻي ۽ پريم شوالي کان سواءِ ڪوشش جو ڪرشن شرما،
الڪ جو بشير سميجو، سنڌ ۽ پاڪ جو نند لال لهاڻو ۽ اوم شرما کان سواءِ ڪاوش،
ڪوشش، عبرت، سنڌو، سنڌ پاڪ، الڪ، هلال پاڪستان، عوامي آواز، سچ، جاڳو،
مهراڻ ۽ بختاور جا رپورٽر، صحافي ۽ نمائندا موجود هئا. آڏيو ڪولهي جي قتل جي
خبر ٿر ۾ باهه وانگر پکڙجي چڪي هئي. اهي واقعا جيڪي ميڊيا تائين پهچن ٿا ننتا
جنهن ڪري پوليس کي اغوا ڪيس قائم ڪيو وڃي. ٽن ڪلاڪن بعد فوتي جي وارث جي
فرياد تي ننگرپارڪر ٿاڻي تي ٽن جوابدارن سي آءِ اي سينٽر مٺي جي جمعدار خان
محمد مهر ۽ سپاهي گروڌو مينگهواڙ خلاف فرسٽ انفارميشن رپورٽ (ايف آءِ آر)
نمبر 42% تحت قلم 302 جي قتل واري مقدمي جو ڪيس داخل ڪيو ويو ۾ جوابدار
گرفتار نه ٿيا ۽ نه ئي پوسٽ مارٽم رپورٽ جاري ٿي. ننگرپارڪر ۾ مقتول جي پٽن
هاشم ڪوسي جي معرفت، ڏانو ڏانڊل ۾ گرڊاري لال ۽ مون مٺي ۾ سي آءِ اي سينٽر
آڏو هڪ ئي وقت احتجاج ڪندي مطالبو ڪيو ته ”انهي“ واقعي جي هڪدم عدالتي
جاچ ڪرائي ملوث جوابدارن کي سخت سزائون ڏنيون وڃن، سخت لفظن ۾ ملامت
ڪندي مقامي انتظاميه کي چتاءُ پڻ ڏنو ته ملوث جوابدارن کي هڪدم گرفتار ڪيو
وڃي، ٻي صورت ۾ سڄو ٿر بلاڪ ڪيو ويندو.“ ڪجهه ئي ڏينهن ۾ ننگرپارڪر ٿاڻي
جي ايس ايڇ او حاجي خان چانگ گوٺ موڪئي جي مبينه طور قتل ڪيل آڏيو
ڪولهي ڪيس جي جوابدار سي آءِ اي سينٽر مٺي جي ٻن عملدارن جمعدار خان محمد
مهر ۽ سپاهي گروڌو مينگهواڙ کي گرفتار ڪري ننگرپارڪر ٿاڻي ۾ لاڪپ ڪيو،
جوابدار جيل ۾ هجڻ بجاءِ ٿاڻي تي مزا ماڻيندا رهيا، پوليس پاران کين هر قسم جون

سهولتون فراهم ڪيون ويون، ننگرپارڪر جي اسپتال جي ڊي ايم ايس پنهنجي غير حاضري ۽ ڪوتاهي لڪائڻ لاءِ پڻ، ڏيهن منٿ ۾ پريس ڪانفرنس ڪئي ته "مقتول کي رات ٽه وڳي پوليس تحويل ۾ زندهه نيم مرده حالت ۾ آندو ويو هو. آڪيو جي ۾ اچانڪ موت جي پوسٽ مارٽم جي رپورٽ موجب سندس موت پڳهي ڌڪ لڳڻ سبب ٿيو آهي. فوتي جي جسم جا ڪجهه عضوا پوليس تحويل ۾ سيل بند ڪري ليبارٽري ٽيسٽ لاءِ ڪراچي موڪليا ويا آهن. اهڙي رپورٽ ۱۲/۵/۷ مطابق ڊائريڪٽر صحت ميرپورخاص ڏانهن پڻ موڪلي وئي آهي." مون صدر رفيق احمد تارڙ، وزيراعظم ميان نواز شريف، هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جي چيئرمين عاصمه جهانگير، ٽي جي هيلپ سنٽ هاري بخش جتوئي، ڊسٽرڪٽ هيومن رائيٽس بورڊ ٿرپارڪر جي ڊائريڪٽر منير احمد خواجه ۽ ايس پي ٿر الطاف حسين پٺاڻ کي خط لکي آگاهه ڪيو ته ڊي ايس پي سلطان راڄڙ اثر رسوخ هلائي دٻاءُ ڌمڪائي ڪيس کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ سهڻي چوٽيءَ جو زور لڳائي رهيو آهي. هو جوابدارن کي بچائڻ لاءِ مٿي پهچي ويو آهي. هن مقتول جي ٻن پٽن پارو ۽ ننگر ڪولهي کي جوابدار خان محمد مهر جي چاوَ تي يرغمال بڻائي مٿن سخت پهرو لڳائي ڇڏيو آهي ۽ کين سخت تشدد ڪري مٿن ذهني ٽارچر ڪري ايف آءِ آر تبديل ڪري فوتي کي اسپتال ۾ علاج نه هئڻ ڪري مرڻ جي بيان موڪلي لڳ رڻ ۾ ٿي مري وڃڻ کان سواءِ قتل جي فرياد بيوهه شريمتي جيلي بجاءِ پٽن پارو ڪولهي ۽ ننگو ڪولهي کي فريادي ڄاڻائي، ته جي زميندار الياس ٿيٻي جو مقتول تي ڏيڍ لک جو ڪوڙو قرض ڪڍي جوابدارن کي خون معاف ڪري بدلي ۾ رقم وٺي سندس قرض لاهڻ لاءِ بيان ڏيڻ تي دٻاءُ وڌو پيو وڃي ۽ مون کي ڪيس تان هٿ ڪڍڻ لاءِ فنڪشنل ليگ جي اسٽوڊنٽس ونگ جو چيئرمين سچل منهنجي ٻن ٻارن نين تارا، شاهه رخ خان ۽ ماهه رخ خان جو ملمو ڄاڻائي سندن اسڪول مٺي پريز چائلڊ ويلفيئر اسڪول مان ٻارن کي ريجهائي کڻي ڪلاڪ يرغمال بڻائي مونکي ذهني ٽارچر ڏيئي رهيو آهي جنهن سبب منهنجا ٻار اسڪول وڃي نه پيا سگهن. مونکي بار بار قتل جون ڌمڪيون پڻ ڏنيون پيون وڃن. قتل ۾ ملوث اهلڪارن سي آءِ اي سينٽر مٺي جي جمعدار خان محمد مهر ۽ گروڻو مينگهواڙ، ڏاند ڏانٽل پوليس پوسٽ جي اي ايس آءِ غلام محمد شيخ ۽ صوبيدار مشتاق شيخ کان سواءِ موڪلي جي پٽيل الياس ٿيٻي، تعلقي اسپتال ننگر پارڪر جي ايم ايس ڊاڪٽر پريو لال، ڊاڪٽر سيوارام ۽ ڊاڪٽر سيتل داس ۽ ڊي ايس پي سلطان راڄڙ کي جوابدار ڄاڻائي فرض ۾ ڪوتاهي ۽ ساٿ ڏيڻ تي قانون جي ڪٺهڙي ۾ بيهاري عبرتناڪ سزا ڏيئي پونئيرن سان انصاف ڪيو وڃي ۽ واقعي جي جاچ لاءِ اي ڊي خواجه، ثناءُ الله عباسي يا سهيل اديب بڇاڻي جهڙي فرض شناس ۽ ايماندار آفيسر کي انڪوائري آفيسر مقرر ڪيو وڃي ۽ ايس پي ٿر الطاف حسين پٺاڻ نوٽيس

رتندي واقعي جي جاچ لاءِ ڇاڇرو جي ڊي ايس پي کي انڪوائري آفيسر مقرر ڪيو،
اها جوڊيل جاچ ڪميٽي انهيءَ معاملي بابت هفتي يا 15 ڏينهن اندر رپورٽ پيش
ڪندي ۽ اهي 15 ڏينهن پوءِ اڳتي هلي مهيني ۾ تبديل ٿيندا ۽ آخرڪار اهو ڪيس به
فائيلن ۾ دٻجي ويندو، سڀ کان پهرين ڳالهه ته اسان وٽ اهو عام ٿي ويو آهي ته جنهن
به ڪيس يا واقعي کي هٿ سان رڌي جي نوڪري ۾ اچلائڻو هجي ته ان لاءِ جاچ
ڪميٽيون جوڙيون وينديون آهن. اڄ تائين ڪنهن به هڪ انڪوائري ڪميشن جو
مثال نٿو ڏئي سگهجي، جنهن جي رپورٽ مڪمل هجي يا وري ان رپورٽ آڌار
ڪنهن کي سزا ملي هجي. آڏيو ڪرلهي قتل ڪيس جي انڪوائري رپورٽ جو ڇا
ٿيو؟ ننگر پارڪر پوليس جي ڪارروائي ۾ ڪهڙا پوليس عملدار ۽ اهلڪار ملوث
آهن اها ڳالهه ته پٽري پٽ هئي. ان لاءِ ڪنهن جاچ ڪميشن جوڙڻ جي ضرورت ته نه
هئي. اهو واضح نظر ايندو ته تر جو ننڍي کان ننڍو ۽ وڏي ۾ وڏو پوليس عملدار
علائقي جي ننڍي کان وڏي وڏيري جي فرمائش تي مقرر ۽ بدلي ٿيندو آهي ۽ هر
وڏيري جو تر تي دابو هوندو آهي جيئن هو هڪڙن کي پوليس ۾ ڦاسائي ۽ ٻين کي
ڇڏرائي سگهي.

## نوان تجربا

هن واقعي مان مون ڪيئي نوان تجربا حاصل ڪيا. جنهن علائقي جي خبر
دنيا کي ٽن ڏينهن کان پوءِ پوي ٿي جتان جا جاکوڙي صحافي به اها خبر قاتل
ڪري نه سگهيا مون بي خوف ٿي وڏيري جي چهري کي بي نقاب ڪري ميڊيا
کي اها خبر بروقت پهچائي جنهن کي ميڊيا به لڪائي نه سگهي، جنهن لاءِ پڻ
ڪاڪاڻو جاني، پريم شوائي، پياري اسحاق مگرئي ۽ محترم مظهر چانڊيي جا لک
قرب ۽ ٿورا، مان رومانٽڪ ڪالم لکندڙ ياءُ امداد سومري کي به نه ٿو وساري
سگهان جنهن منهنجي چڱائي کي به منهنجي برائي لکندي لکيو ته "پلو ٿئي هٿ
نوڪيا پروگرام آرگنائيز ڪندڙ آغا قيوم جو جنهن اها خبر ڪئميرا ۽ رولڻ جي
ڦيرائڻ عيوض اسان صحافين تائين پهچائي." مون تي تنقيد ڪندڙ نه سهو
صحافي جي هلڪڙائپ تي مونکي ايتري تڪليف پهتي جيتري آڏيو ڪرلهي
کي خان محمد مهر جي تشدد جي، جڏهن ته هي گونهه ڪائيندڙ صحافي جيڪو
نيت بد هئڻ سبب نه، سنو صحافي ٿي سگهيو ۽ نه ڪنهن ٽي وي چئنل يا
ڪنهن NgO ۾ هلي سگهيو پر سچائي اها آهي ته هي منهنجي سمورن پروگرام
۾ نه رڳو شريڪ ٿيو پر اڳين سيٽن تي فوٽن ۾ وينل ڏسي سگهجي ٿو. الائي
ڪهڙي جنم جو مون کان بدلو وٺندڙ هن گونهه خور صحافي کي اهو معلوم
هئڻ گهرجي ته اهڙيون ڪئميرائون ۽ موويون ته مان آئي ڏينهن پنهنجن لوتڪن
کي رلي ڏيندو آهيان. جڏهن هن کي سچ جو اڳٺ به ٻڌڻ نه ايندو هو ۽ سندس

ڳنڍي ٻه ٻيا ڌورائيندا هئا ته مونکي ڪئميرائون رکڻ جو شوق هوندو هو، پلو ته منڻي جي صحافي ڪرشن شرما جو ٻه ٽئي جو منهنجو لونڊو هوندي ٻه هن سچي واقعي کي فائيل ڪندي مونکي ائين ڪڍي ڇڏيو جيئن مکڻ مان وار ڪڍي ڇڏيو آهي. پلو ته منهنجي ڪلاس فيلو ڪامريڊ اظهر جتوئي جو ٻه ٽئي جنهن سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي چيئرمين جي حيثيت ۾ هي ڪيس ڪيش ڪرائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. مونکي ان تي ٻه حيراني آهي ته ڪنهن نه فتاز هوٽل ۾ ٿيندڙ فارماسٽ جي سيمينار ۾ ڊي جي هيلٿ سنڌ محترم هادي بخش جتوئي، آڏيو جي قتل ڪيس ۾ ننگر پارڪر جي ايم ايس کي ڪوتاهي لڪائيندي منهنجي ڏنل چٽ جو جواب ڊرامي انداز ۾ هيئن ڏنو ته مونکي هتي درخواست ڏني ويئي آهي ته ننگر پارڪر جي اسپتال ۾ نانگ جي ڏنگ جي ويڪسين ڪونهي جنهن ته اهي مون روبرو پهچايون آهن. ان وقت مان دل ۾ سوچيو ته واقعي ۾ هي مونکان وڏو حرامي آهي هن سان پڄي نٿو سگهجي. لک ٿورا ڪامريڊ جام ساقي ۽ ترقي پسند پارٽيءَ جي مرڪزي اڳواڻ نند لال مالهي، جا باقي ڪنهن ٻه اسيمبلي ميمبر سار نه لڌي، اقليتي چونڊيل نمائندن مان ڪنهن ٻه مقتول جي وارثن جي وارثي ڪانه ڪئي، ٿر جي درد ۾ روئيندڙ ٿر جي مضبوط سماجي نيٽ ورڪ سمجهيو ويندڙ سماجي تنظيمون جهڙو ماروئڙا مردم، ڪارونجهر، ٿر ويلفيئر ڪائونسل، بجيو ويلفيئر جي نمائندن منهنجو ساٿ نه ڏنو ڪوبه ردعمل ظاهر نه ڪندي خاموش ۽ ماٺا هئا. ٿر جي ان داتا ٻانهن ٻيلي جي جاويد جبار ڪان وٺي سموريون، تنظيمون شوپيس، ڪوڙ ۽ فراڊ آهن. سڄاڳ تنظيمون تي ملمت ڪندڙ هي پروجيڪٽي اوڄاڳيل ستا ستا رهيا. هڪ ته هن کي مٿان ڪان حڪم آهي ته طئه ٿيل ڪمن ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن ٻه ڪم ۾ دلچسپي نه وٺن ٻيو ته هنن کي پروجيڪٽ تي ڪم ڪندي ايترو ٽائيم ڪٿان آيو جو هي ڪنهن مسئلي کي ٻڌي ٻه سگهن، سچ ته هي سڀ گورنمينٽ ملازم ٻه ته آهن ان ڪري هي ويچارا قومي مسئلن تي ڳالهائي ٻه نٿا سگهن باقي منارٽي ونگون شراب ۽ گتن ۾ گم آهن. اهڙا انيڪ سوال آهن جن تي تحقيق لاءِ قلم کڻڻ جي ضرورت آهي پر تنهن هوندي ٻه مان اڪيلو نه هيس، روزنامه سنڌ اخبار جو محترم مظهر چانڊيو صاحب منهنجو رهبر ۽ رهنما هو. آخر هن مورچي تان صدر رفيق تارڙ دلچسپي وٺي انصاف ڏياريو، آڏيو ڪولهي جي خون کي لوڙهڻ ڪان بچائڻ لاءِ مان هر شنوائي ته ڪڏهن دهلاري ٿي ته ڪڏهن ڪنڊڙ ٻڌجي پهتس، آخرڪار خان محمد مهر ٽي سال آصف زرداري سان جيل ۾ چڪي پيسنلو رهيو، جنهن کي پير سائين پاڳارو ٻه آزاد ڪرائي نه سگهيو، جيڪو حڪومتون لاهيندو ۽ ڊاهيندو آهي، قتل جي وارثن کي صدر جو ملڻ جيڪ

هيليڪاپٽر ۾ پهچائڻ لاءِ مان پنهنجو هليو درست نہ ھئڻ ڪري وڃي نہ سگهيس. مقتول جي ٻنهي پٽن هڪ کي پوليس ۽ ٻئي کي هيلٿ ۾ نوڪري ملي. اهو هو منهنجي سچائي جو انعام باقي ڪنهن سماجي تنظيم جي ڪنهن سرٽيفڪيٽ جي مونکي ڪا ضرورت نہ آهي. ڪير ٿو چوي تہ هن ملڪ ۾ انصاف نہ آهي، جيڪڏهن اوهان کي قانون جي ڄاڻ هجي ۽ قانون کي سندس قانون جي مار ڏجي تہ اهڙو قانون وري ڪٿي ڪونہ ملندو نہ تہ مون جهڙو ماڻهو جنهن جي سماج ۾ ڪا بہ حيثيت ناهي ڪيئن ٿو ايڏي وڏي سوڀ ماڻي سگهي. دراصل عدليہ کي ان ڏس ۾ پاڻ مرادو نوٽيس ڪڻڻ کپي، جيئن اهڙن واقعن ۾ ڪجھ گهٽتائي اچي سگهي پر حڪمرانن وٽ اقتدار جي بچائڻ جي ڳڻتي کان وڌيڪ ڪنهن بہ درد کي اوليت حاصل نہ آهي. ڪنهن بي گناھ جو بي موت مارجي وڃڻ هن آڏو ڪا حيثيت نہ ٿو رکي. رڳو پوليس کي ضابطي ۾ رکڻو آهي تہ جيئن عوام کي ڏوهارين ۽ پوليس جي ٻنهي عذاب مان ڇوٽڪارو ملي سگهي.

## 99 ڪٿا ڪاٿي ٻلي هلي حج تي

هي سنگرام! سامهون آ، نارائڻ شيام!
هن جا منهنجا، قول بہ ساڳيا، ٻول بہ ساڳيا
هن تي ڪيئن ٻندوق ڪڍان مان!
هن کي گولي ڪيئن هڻان مان! (شيخ اياز)

(محترم سائين جي ايم سيد جو خاڪو)

سنڌ سان بي پناھ پيار ڪندڙ ۽ محترم جي ايم سيد جو هم خيال ساٿي محترم قاضي فيض محمد جنهن تاريخ ۽ سياست ۾ وڏو نان؛ ڪمايو پنهنجي آتم ڪٿا "منهنجو سفر" ۾ محترم سائين جي ايم سيد جو خاڪو ڪجھ هن ريت پيش ڪيو آهي تہ "چون ٿا جي ايم سيد جو فڪر لوح قلم آهي، اهو سراسر غلط ٿيندو. ان تي نڪتہ چيني ڪرڻ هڪ عظيم گناھ آهي شاھ صاحب تمام جذباتي ۽ ضدي انسان آهي، جذبات جي اڳيان عقل هميشہ وٽس شڪست کائيندو رهندو هو."

تاريخ کان ورهاڱي جو اهو باب وسريو نہ آهي جنهن ۾ هن اڪابر سياستدان ۽ سنڌ جي ابي سنڌ سان جيڪا قومي خلعت ڪئي.

جناح جي دادلي ساٿي، مسلم ليگ سنڌ جي سياست جي بادشاھ محترم غلام مرتضيٰ سيد (سائين جي.ايم. سيد) مملڪت خداداد پاڪستان جي وجود لاءِ پاڪستاني جهنڊا ڪنيو "لي ڪي رهينگي پاڪستان" جا نعرا هڻائي سرڪار کان آزادي جي اقرار جي طلب دهرائي نيٺ اها بلا اسان جي ڳچيءَ ۾ وڌي برطانوي

راڄ ڀڄائي کي ڀڄتو انگريز ويا، پٺي ۾ ننڍ کنڊ کي ورهائي مسلمانن لاءِ ڌار ملڪ ٺاهيو پئي ويا، هوڏانهن نئين هندوستان جي هندو اڳواڻ ولڀ ڀائي پٽيل ۽ هيڏانهن نئين پاڪستان جي سائين جي ايم سيد هڪ جهڙو پارٽ ادا ڪيو، سنڌ جي مٽي جو درد رکندڙ ۽ سنڌ جا ٻول ڳائيندڙ سيد جو عمر ڀر صوفي رهيو، اهو ٻ "مسلم ليگ ۽ اسلام خاطري ۾" جو نعرو هڻي، مسلمانن جي حقن لاءِ روپ مٽائي ڪٽر مسلمان بڻجي پيو ۽ مسلمانن جي حقن لاءِ ٻول ٻولڻ لڳو، ايوب کهڙي جهڙو غدار، ڀر چوندي؛ جهڙو فرقيوارنه پير ۽ محترم جي ايم سيد جهڙو سنڌ تان صدقو ٿيندڙ صوفي هڪ ٿي ويا ته هن سيد سوڀ جي سرڪي پري سنڌ اسيمبلي ۾ هندن کي دڙڪو ڏيندي چيو ته "هنن کي سنڌ ڇڏڻي پوندي، هن اسيمبلي ۾ ٺهراءُ بحال ڪيو ته "ڪو ٻ مسلمان پنهنجي زمين ڪنهن هندو کي وڪڻي نٿو سگهي، جيڪي خريد ڪرڻو اٿو مسلمانن کان خريد ڪيو." هن اخبارن ۾ وڏا وڏا اشتهار پڻ ڏنا ته "سنڌي هندن جون خالي ڪيل جايون ۽ دڪان سنڌي مسلمان نه هٿ ڪن نه ته انهن خلاف سخت ڪاروائي ڪئي ويندي" ڀهريون پيرو هڪ سازش تحت هندو مسلم کي پاڻ ۾ ويڙهايو ويو، انساني حقن سان گڏجي، فرقيوارانه جنگ شروع ٿي، ان جو شاهه صاحب علمبردار هو. جو علمي، تشدد جو حامي هو. ان فرقيوار فساد جنهن مسجد منزل گاهه جي صورت اختيار ڪئي. اهڙي باهه ٻري جو ڪنور جهڙو فقير ۽ الهه بخش سومري جهڙي قوم پرست رهنما شهيد ٿي ويو، رڳو سوڀي جهڙو بهادر مڙس خدا انهن عوام دشمن عنصرن کان اسان کي بچائي ڏنو. مسجد منزل گاهه فساد جو ڀهريون بڪ اهو درويش صفت انسان ٿيو جو اڇڻ سان اول هٿ جوڙي ڏٽي در دعا ڪندو هو ته "او منهنجا مالڪ! هندو مسلمانن جو خير ڪج، هندو ڀائرو چئو پريم سان هريرام! مومن ڀائرو ادا قرب سان ڪلمو پڙهو!" پوءِ ڪندو سائين کي سڏ.

نالي الک جي ٻيڙو تار منهنجو!

ڪنور ڀڳت رام جڏهن چير پائي نچندو هو ته هن تي بيخودي جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي تڏهن هي وجداني ڪيفيت ۾ ڏٽي سان مخاطب ٿي. پڇندو هو ته

ڪيئن ريجهايان توکي ڪيئن پرچايان
ڏس ڪر ڏانءَ ڏس ڪر ڏانءَ!
يا ٿيان مومن پاڪ نمازي
جنهن ۾ جانب تون ٿئين راضي.

هي الله لوڪ درويش جڏهن مالڪ جي نانءَ تي پاند جهليندو هو ته هزارين روپيا ڪنا ٿي ويندا هئا، جيڪي اتي جو اتي فقيرن مسڪين ۽ محتاجن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. ڪو سوالي هن وٽان خالي نه موٽيو، جنهن خواب ۾ ٻ هندو مسلمان

وچ ۾ ته جا انسان انسان وچ ۾ فرق نه مڃيو هو، سڀ جو خير گهرندڙ هن درويش کي 2 نومبر 1939ع ۾ سنڌ جي رڪ اسٽيشن تي ريل گاڏي اندر پرچوندي پير جي مريد حاجي جان محمد جلباڻي بندوق جا فائر ڪري بيگناهه شهيد ڪيو، جنهن جو ڪو داد نه فرياد ٿيو. چون ٿا ته هي درويش ان ڏينهن سن ۾ سائين جي دعوت ڪاڻ سائين جي سنڌ تي مانجهند جي ميلي تان ٿي سکر وڃي رهيو هو. انسانيت جي دعويٰ ڪندڙ مٿان هڪ انسان جو موت ٿيو، تنهن کان پوءِ مذهبي ڇڪتاڻ هندو مسلم وچ ۾ پوري عروج تي پهتي، ٻنهي پاسي باهه ڀڙڪائجي وئي، دنگو فساد ٿيو، ڌڪيو، لڙايون، جهيڙا وڌي ويا، هندو مسلم سوچ هنن جي دماغ ۾ رهي مذهب جي ناليِ اها ڌڪار ۽ نفرت جنهن گهر ئي سڀ برباد ڪيا، صدين کان گڏ رهندڙ، هڪٻئي سان ننڍپڻ ۾ گڏ کيڏندڙ هڪٻئي جي خون جا پياسا ٿي پيا، دوست دوست جو نه هو، پاڙيسري پاڙيسري جو نه هو. جتي جتي فساد ڀڙڪي اٿيا، لکن جون ملڪيتون تباهه ٿيڻ لڳيون. هڪٻئي تي لٺين چاقن جو آزادنا استعمال ٿيڻ لڳو، بندوقون اَيون ٿي ويون، زالون ڪهي ويون، ملڪيتون ۽ عزتون لٽجي ويون. مائرون ڀينرون بي آبرو ٿيون، گهرن تي قبضا ٿي ويا، انسان انسان مان ڦري درندو جانور بڻجي پيو ۽ پوءِ موت جو مينهن وسي پيو. سڀ ڪجهه ناس ٿي ويو. انسانيت جو رت وهي پيو، آزادي ڪالي رانگر خون جي پياسا گهرندي آهي، مذهب جي فرق جي باوجود رت جو رنگ ساڳيو ٿيندو آهي، رت رت آهي پوءِ بي گناهه جو هجي يا گنگهار جو، سيد قوم جي نفسيات ۽ فطرت ۾ رت جي تمنا شامل آهي سيد ڪربلا کان ولي رت پياڪ قوم رهي آهي، رت وهڻ يا وهائڻ هنن لاءِ راند ۽ ونلر آهي. ورهاڱي وقت ٻنهي طرفن کان ڀاڄ تي مائهن پنهنجا ماڳ ڇڏيا ۽ جتي به ڪين اجهو ۽ اٽو مليو اُتي ٺانيڪا ٿيندا ويا. سنڌ مان به هندو پنهنجي ڏيہ ۾ پهچڻ لڳا. تقريبن سڀ هندو لڏي چڪا هئا، باقي ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ هئا جن وڃڻ نه ٿي چاهيو يا ڪنهن سبب ڪري ترسيل هئا. اُهي پڇاڙي جو سنڌن هميشہ هميشہ موڪلائڻ وارو منظر ڏسي نه سگهيس. جنب گذاريم جن سي جي تخليقڪار، سنڌ ۽ سنڌين جي سونهن، سائين جي ايم سيد سنڌي هندن کي سنڌ مان ڪڍڻ لاءِ وڏو ڪردار ڪيو. ڪين بچائڻ بجاءِ ويتر ڏيہ ڌاءِ ڏيئي سنڌ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ته جيئڻ جايون نالي ڪن ته اتان جي مسلمان ڀائرن کي هتي آباد ڪجي، هندو پنهنجون ملڪيتون لاوارث ڇڏي پار هليا ويا ۽ انهن خود غرض ڌاڙ پناهگيرن ۾ انهن مفت جي ملڪيت ميڙڻ ۽ پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ جي هيڃ شروع ٿي. مسڪينن پاران نه وڙيو، هي بي يارو مددگار هرويرو ماريا ويا. هنن سوچيو هو ته پاڻ سنڌ جو سائين اڪيلي سر ڪهاڙي ڪٽي اچي اهو هوندو ته ”ڪير به هتان لڏيندو نه“ پر

هو مسڪين پليل هئا. هن ٿي تہ انهيءَ فتني يا نفرت جي ٻج کي پنهنجي هٿن سان ڇٽيو هو جو هاڻ ڪيس ٻاڦي لڻڻو هو. سنڌ جي اصل وارثن کي ٻي گهر ۽ برباد ڪري هن واهہ جو سنڌ جو تنگ نباهو هو ملڪ جي ٻيڙي ٻوڙي هن شڪرانا بجاءِ آئيندي پنهنجي اوطاق تي ڏيگيون چاڙهيون "تنهنجو رهبر منهنجو رهبر جي ايم سيد. جي ايم سيد" جا نعرا لڳا. شراب جا ڪريٽ اچيا ويا ڪيرين نوٽن جا ٿيلها پري ويون، اها شڪراني واري خيرات مون لاءِ حرام هئي. هڪ هنلو پنهنجي آتم ڪٿا ۾ جي ايم سيد لاءِ ايتري تائين بہ لکيو تہ "اهو سوئر جو ڦر اسان جو ساٿ ڇڏي ويو." ورهاڱي کان پوءِ جا ڪيئي تاريخي ڪتاب هن رهبري سنڌ سائين جي ايم سيد جو اڳ پترو ڪندي هن جي حرامزادگيءَ تان پردو کڻن ٿا. جڏهن واڻيا ملڪ مان تيز ويڙي ويا ۽ سارو رينگڻ بند ٿي ويو تہ هي منافق جيڪو نہ ظالم هي پاسي هو نہ وري مظلوم جي پاسي، جڏهن ڪٽيل باري جو رخ پنهنجي حق ۾ نہ بدلائي سگهيو تہ هن جون وايون بتال ٿي ويون. ان فتني باز سيد کي جڏهن تباهيءَ ۽ بربادي کان سواءِ ڪجهہ هٿ نہ آيو جڏهن هن هي پنهنجي مقصد ۾ ناڪام ويو تہ هن ۾ ڦيرو اچي ويو، هن ڪرتب باز وري پاسو بدلايو پوءِ هن جو فڪر بدليو ۽ ڪيس سنڌو ديش جو درد جاڳيو، تيستائين دير ٿي چڪي هئي. اهو ڪهڙو فڪر هو جو اڳ سنڌ ياد نہ هئي هاڻ سنڌ ياد آئي. هن کي ٻئي ڪنهن ڳالهہ جو ڏک نہ ٿيو صرف ايترو افسوس ٿيو تہ "مون پاڪستان ناهي وڏي غلطي ڪئي." جڏهن آزاديءَ جي معشوقہ ڪيس ڇيو تہ مان غلام يار کي ڇمي نہ ڏيندس. جڏهن هي سنڌو ديش جي آزادي جي نالي ۾ پيهر اها خون جي هولي کيڏي نہ سگهيو تہ ان آزادي تان بہ هٿ ڪنيو. سنڌ جا ٻچا وري بہ سندس ٻاهہ کان بچي نہ سگهيا. هي آدم خور ويندي ويندي پنهنجي ڪيئي ڪارڪن جا لاش ڳهي ويو، آخر هي واڳون جهڙي ڇمار ماڻي هڪ عام ماڻهو وانگر واهيات ترين موت مئو.

دين ڌرم دي سانون لوڙ نہ ڪائي درشن يار دا لوڙان

## مان ۽ منهنجو دين

معشوق عاشق لاءِ، ڪفر ڪافر لاءِ، دين، ديندار لاءِ ڪافي آهي. خدا کان انڪار ڪنهن کي ناهي. ڪا طاقت آهي جا خود خلقيل آهي ۽ ڪائنات کي هلائي ٿي، جنهن جي حد جي حد ناهي، جنهن جي حساب جو حساب ناهي، ان سان وري ڪهڙو حساب، هي عشق جو سڌو آ، عشق ۾ حساب ناهي ٿيندو تہ ڪنهن کي فائدو ٿيو يا ڪنهن جو نقصان. اها تہ سراسر منافقي آهي جو هو رب ٻي انتها ڏئي ٿو ۽ ڪو حساب نٿو ڪري ۽ اوهان ٽڪي ٽڪي جو حساب رکو ٿا. هي ڪيسي ۾ جنت

ڪٿي گهمنڊڙ هي فتني باز علماءِ جيڪي سوڳ ۽ نرڳ جون ڪنجون ورهائيندا وتن ٿا ۽ هي الله جا ماڻهو جيڪي الله سان به پائي پائي جو حساب ڪتاب ڪن ٿا. جيڪي هر نيڪي جو اجورو دعائن جي معرفت گهرن ٿا. جيڪي پوءِ وياج ۾ به جنت جي گهر ڪن ٿا. تن وياج خورن تي ڪا الله جي مار پوي. رب ته رب آ. جنهن پنهنجي سرور خاطر هن رنگ برنگي دنيا کي جنم ڏنو. چون ٿا ته ”مسجد ۾ خدا رهي ٿو ۽ چون ٿا ڪعبو خدا جو گهر آهي مون کي يقين آهي ته منهنجو اڇو اُجرو خدا ان اندر ڪاري گهر ۾ هرگز رهي نٿو سگهي. مون کي انهن خدا جي سمورن گهرن ۾ خدا کي نه ڏسي وحشت ٿيڻ لڳندي آهي. مون کي خالي پٽي ڪان نفرت آهي، مون جڏهن پنهنجي خدا کي ڳولڻ لاءِ وک وڌائي ته هي ستين آسمان تي به موجود نه هو. مون سوچيو ته انسان پاڻ به ته قدرت جو جزو آهي. خدا هر بندي جي اندر ۾ موجود آهي سو ماڻهو پنهنجي اندر ۾ خدا کي ڳولي لهي پنهنجي هر هڪ روپ ۾ هوباڻ سمايل آهي، پوءِ جڏهن مون پنهنجي اندر ۾ خدا کي ڳولي ورتو ته پوءِ خدا ۽ مان ٻئي گڏهئاسون ۽ خدا جنهن سان گڏ هوندو، اهو ويٺي ويٺي ڪٿي به پهچي سگهي ٿو. پل اُهي اڳڀاڙيون عبادتگاهون تمام خوبصورت ۽ ڪشاده جو نه هجن پر منهنجي دل انهن ڪان به وڏي آهي، جتي منهنجو رب رهي ٿو، جيڪو مونکي ٻڌي به ٿو ته مونکي ڏسي به ٿو ۽ مون سان ڳالهائي به ٿو. مان انهيءَ رب جي عشق ۾ غرق آهيان. دل اها عبادتگاهه آهي، جتي ڪوبه دين جو ياءُ جتي چوري نه ڪندو آهي نه ڪنهن سبيل جي گلاس کي تالو لڳندو آهي. مذهب ۽ ايمان سڀ ماڻهن جا ٺاهيل آهن، مذهب فقط انسان جي اندر جو آواز آهي ۽ نيڪي بدي انسان جي ذهن جو فتور آهي. اعمالن جو دارومدار نيتن تي آهي ”هي ساري ڪائنات مسجد آهي ۽ هي پوري ڌرتي جاءِ نماز آهي“. مان هن مسجد جي موصلي تي با وضو ليٽندس ۽ بي وضو ٿي اٿيس‘ پراڻا مذهب ختم نه ٿيا آهن پر انهن صورت بدلائي آهي. نئون مذهب پنهنجي بقا لاءِ پراڻن مذهبن جا، اڪثر عقيدا ۽ رسمون قبول ڪري پاڻ جذب ڪري ٿو. توريت ۽ زبور (پراڻو عهدنامو) ۽ انجيل (نئون عهدنامو) نالي مقدس ڪتابن مان تفصيل ڪنيا ويا آهن. قرآن پاڪ انهن توريت، زبور، انجيل ۽ بائبل جي ماڪي آهي. ”۽ مون قيوم لاءِ قيامت تائين اهو قرآن ئي ڪافي آهي“. ابوجهه مسلمانن کي مذهب جي نالي ۾ گمراه ڪرڻ لاءِ انهن فتني باز شيعه توڙي سني علمائن اسلام ۽ مذهب جي نالي ۾ 72 فرقا بڻائي عذاب آندو اهي. هڪڙا ولائتي ڪڪڙ جهڙو اڇو لباس پائي فارمي اندا ٿيا وتن ته پيا. ڪارو لباس پائي ڪارا ڪانوَن ٿيا وتن، هي بي روپا عجيب و غريب انوکا لباس ذاري هر وقت اداڪاري ڪندا نظر ايندا. ڪو قادريه، ڪو رفائي ڪو سهروردي ته ڪو نقشبندي طريقي جو آهي، هي مسلمان هڪ ٻئي کي مسلمان ڪونه سمجهن،

هر ڪنهن جون عبادتگاهون الڳ هڪ ٻئي جي پويان نماز ڪونہ پڙهن وڏي ڏاڙهي پڻ آهي. هر فتني باز ۽ تعصبي دنيا جي هن بازار ۾ هڪ الڳ چڪلو کولي ويٺو آهي. مون کي انهن سمورن فرقن ۾ ڪڏڻ وارو فرقو پسند آهي.

هڪ ٻئي کي ڏيکاءُ واري سجدن واري حساب ڪتاب انهن جدا جدا فرقن ۽ مذهبي ڪٽر پڻي کان رب سائين پناھ ۾ رکجان!

مسجد تو بنا دي شب ڀر ۾ ايمان کي حرارت والو ني
من اپنا پرانا پاپي ٿا، برسو ۾ نمازي بن نہ سکا

## جوئي آهيان- سوئي آهيان

عبادت جو سبق تہ مون سکيو نہ آهي ۽ نہ ئي مان ڪنهن کان نصيحت ئي پرائي آهي، مان ڪڏهن بہ دوزخ جي ڏڪڻ ۽ بهشت جي دلاسي جي هار جيت جي وهنوار ۾ نہ ڦاٿم. ٻانهن جي جنت ۾ منهنجون ڪيئي راتيون گذريون صبح ٿيندي ئي پاڻ کي دوزخ ۾ ڏٺم. مون کي نيڪنامي جي گهڻيءَ ۾ وڃڻ نہ ڏنو ويو. مان سڄي ڄمار لامذهب ٿي رهيس، مان لاءِ نہ دين هو نہ دنيا، ڇڻ مان نہ دين ۾ رهيس نہ دنيا ۾، منهنجي هٿ ۾ نہ هي جهان هو نہ هو جهان آهي، مان جيڪڏهن هن جهان کي ترڪ ڪريان ٿو تہ مونکي پوءِ هو جهان، نہ مليو تہ منهنجا تہ ٻئي جهان ويا، بس ٻنهي جهانن جو خير هجي، مان ہي دنيا لاءِ هن دنيا ۾ ثمر ڻاهي جنت جي رزرويشن ڪرائڻ ۾ ئپ ناڪام ويس. الائي دوزخ ۾ منهنجو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ هتي عيبن کان آجو ڪرئي ڪرنهي. رب پاڪ منهنجو حامي ۽ مددگار ٿيندو، هن جهان کان هن جهان تائين خير ۽ ٻاجھ ڪندو. ڪائنات ڏانهن منهنجي نڪتہ نگاھ هڪ صوفي واري آهي. مان هڪ صوفي ماٺهوآهيان منڪر ڪونہ آهيان. مذهب جي برخلاف ڇڻ اصل ڪافر آهيان، ڪفر جو ڪلمون ڀري ڀل تہ ڪافر سڏجان. حقيقت ۾ مون کي ڪجھ ڪفر خراب ڪير آهي، ڪجھ وري اسلام، مان جيستائين ڪفر ڏانهن مايل آهيان پر جڏهن کان ايمان ڏانهن راغب ٿيان. عشق تہ پنهنجي پاند مان ڪفر ۽ ايمان کي ڇنڊي ڇڏيندو آهي. رب ڏانهن رجوع ٿيڻ سان صحيح اخلاق حاصل ٿئي ٿو. اسان جي خاندان ۾ ڪوبہ نيڪ نمازي ڪرنهي، جيڪڏهن ڪو هوندو تہ گهٽ ۾ گهٽ مونکي خبر ڪونهي، اسان جو پورو خاندان ابي ڏاڏي کان وٺي نماز جو ڇڻ ڪو ازلي ويري هجي اسان فرض ڪيل نمازن کي ڪڏهن بہ فرض نہ سمجهيو. اسان ڇڻ الله جا مٺ هجون. اسان لاءِ نماز روزا ائين معاف آهن جيئن پرين قومن کي معاف هئا. مان بہ مذهبي رسومات کي وڌيڪ اهميت نہ آهيان ڏيندو، ايترو غرق گناھ رهيس جو پرهيزگاري جي ڪا گهڙي هن گناهگار کي ياد نہ آهي. منهنجي

گهر جي سامهون ڪچي آبادي جي مسجد آهي. اتي مان ڪڏهن به پلجي نه ويو آهيان، ڇو اتي ڪي جن ڀوت هجن، جن کان مون کي خطرو هجي. نڪا نماز، نڪو روزو، عيد ڏينهن به عيدگاهه جو منهن نه ڏسان، ها پر ڪڏهن ڪنهن نمازي جنازه ۾ شريڪ ٿيندو آهيان، جنهن ۾ جهڪڻو نه پوندو آهي. مذهب رڳو مسجدن تائين محدود ٿيڻ ۽ الله الله ڪرڻ جو نالو ناهي خدا جي لاءِ منهنجي عبادت ۾ ڪي به حد بنديون ناهن پل مذهبي نظريو سڄي عمر نه رهيو هجي، ڪلمو پڙهيو اٿم الحمدالله آخر مسلمان آهيان، منهنجي دعا ۽ بد دعا ٻئي اثر ڪنديون آهن اهو منهنجي رب جو مون تي ڪرم آهي. مان رب جي رضا تي به راضي رهندو آهيان، الله تعاليٰ کي ياد آهيان ته هو به مون کان وسريو ناهي، هو به منهنجي دل ۾ رهي ٿو. خدا جي پهرين نافرماني شيطان ۽ آخري نافرمان آهيان مان، جنت ۾ آدم ۽ حوا جيڪو ميوو کاڌو هو، اهو ميوو مون به کاڌو آهي فرق ايترو آهي ته هو جنت مان تڙيا ويا ۽ اها جنت مون لاءِ به ممنوع آهي، مان اهوئي ڪافر ۽ هو سُپاش مونوائي ڪافر مسلمان ٿي ويو، مون ڏرتيءَ کي پنهنجي لاءِ دوزخ ناهي

جڙيو آهي، قبر ۾ ملائڪ سڳورا مون کان پڇاڻو ضرور ڪندا. جتي عذاب الاهي نازل ٿيندو. اجان ويل وٺي ڪانهي، روز حشر کان بچڻ لاءِ سوره اسرافيل کان اڳ توبه طائب ٿيڻو پوندو. خودي ۽ خدا وچ ۾ چوند ته منهنجي وس آهي، خدا ڪنير ته خودي ته ڇڏڻي پوندي.

اري لوگو تمارا ڪيا، مين جانو ميرا خدا جاني

عاشق عزازيل، پيا مڙيئي سڏويا- منجها سڪ سبيل لعنتي لال ٿيو

## ابليس (شيطان)

منهنجا ٽئي پٽ نافرمان آهن، پر پوءِ به مونکي پيارا آهن. جڏهن مان ڪاوڙ ۾ ايندو آهيان ته، هڪ ٿي وقت ٽنهي کي سزا طور ڏاڍي ڪٽ ڪيندو آهيان ۽ جڏهن معاف ڪندو آهيان ته، ٽنهي کي معاف ڪندو آهيان، ڇاڪاڻ ته هي وري به منهنجي اولاد آهن. اهو انصاف نه آهي ته مان هڪ کي سزا ڏيان ۽ ٻئي کي معاف ڪريان. اها نافرماني عرش کان شروع ٿي ۽ فرش تي آئي. آدم مٽيءَ جو پتلوهو ۽ بت هو، جنهن کي شيطان الله جي حڪم سان پنهنجي هٿن سان ٺاهيو هو. شيطان سينئر ۽ آدم جونيئر هو. شيطان جي آدم کي سجدو نه ڪرڻ کان نافرماني شروع ٿئي ٿي. آدم به منع ڪيل ڪڻڪ جو داڻو کائي نافرمان ٿيو. نافرمان ٻئي هئا، پوءِ ٻنهي جي سزا ۾ فرق ڇو هو؟ شيطان ڪائناتي داستان جو ولين آهي. انسان سنو آهي ۽ شيطان ان کي

خراب ڪري ٿو. شيطان کي خدا خلقيو آهي انسان کي خراب ڪرڻ لاءِ منهنجو آئيڊيل
شيطان آهي. پيشمان شيطان نہ آهي. پنهنجي ڳالهہ تي آخر تائين اڙيل رهيو. اڳ
شيطان ۽ هاڻي مان ٻئي لعنتي آهيون، ٻئي ٺڪن ۽ پادرن جا حقدار آهيون.

## خدا جا پٽ

بهشت يا جنت انسان جي اجلايل اها ٽڪ آهي جنهن کي هو پيهر چڻڻ
جي ڪوشش ڪري ٿو. جنهن دنيا ۾ عيسيٰ ۽ علي خدا جا حقيقي پٽ ٿي نوان
خدا ٿي پون. تنهن دنيا ۾ بهتر آهي تہ مان ابليس جو حرامي پٽ سڏائڻ پسند
ڪريان، مون لاءِ الله ۽ ان جي رسول کان مٿي ڪو بہ نہ آهي. جيڪي الله کي
ڇڏي رسول جي ڪڍ ۽ رسول کي ڇڏي علي جي ڪڍ ۽ علي کي ڇڏي حسن جي
ڪڍ ۽ حسين کي ڇڏي قلندر جي ڪڍ ۽ آخر ۾ قلندر کي بہ ڇڏي پنهنجي ڳهٽي
جي پيرچڻن شاهہ، گنجن شاهہ، گل شاهہ، معصوم شاهہ، ٽيرو شاهہ، مٺيرو شاهہ يا
پنهنجي ٻاٻن بابا رحمان جي ڪڍ لڳن ٿا. تن کي اها خبر هئڻ گهرجي تہ گهر جو
پير چلهہ جو مارنگ ۽ چلهہ جو پير ڏال برابر هوندو آهي. سنڌ ۾ سيد جهيندو
قبلو آهي، تهڪري سيد کي سلام آهي. سنڌ ۾ پکين ۾ ڪبوتر کي بہ سيد جو
رتبو مليل آهي اهو بہ آزاد آهي، هن جي مرضي آهي تہ هي ڪنهن بہ مندر،
مسجد جي چراغ يا ڪنهن مقدس مزار جي قبي کي پنهنجو ٻاٿ روم بنائي
ڪابہ جهل پل نہ آهي. هي چاهي تہ اُتي لڳ بہ ڪري سگهي ٿو، مان هڪ مسلمان
پاڙو واري ملان کي جان جي صدقي طور ٻارنهن سيور بلب وٺي ڏنا. جن ۾
چار ملان جي گهر ۽ ڇهہ مسجد ۾ لڳا ۽ ٻن سيورن جي قسمت تہ ڏسو لڳا تہ
مسجد جي حد ۾ پر مسجد جي ٻاٿ روم ۾ لڳا بس اها آهي قسمت انسان جي،
ڪيئي نيڪ نمازين جا مقدس پادر اُترا تہ خوش نصيب هوندا آهن جو هو
سجلو بہ انهن پادرن کي ڏيندا آهن ۽ ڪن جون جتيون وري مسجد کان ٻاهر
اُڇلايون وڃن ٿيون انسان جي قوم سڌرڻي نہ آهي، ماڻهن کي نيڪي ڪرڻ لاءِ بہ
اُٿاڻو پوي ٿو، هن ستل قوم کي جاڳائڻ لاءِ اذان جي معرفت ۽ رمضان ۾ بہ ڪو
هجي اٿارڻ لاءِ. ڪجهہ شيون يا عمل غير اسلامي آهن، جيڪي نعري تڪبير
واري مجاهد ۽ اڇي ڏاڙهي وارا ملان برداشت نٿا ڪري سگهن، جن کي واجب
القتل سمجهيو وڃي ٿو پر ڪجهہ ڳالهيون وري مون کان برداشت نٿيون ٿين
جهڙوڪ: مسجد جي لائوڊ اسپيڪر تي مؤذن جي ٻانگ ۽ جمع جو واعظ جنهن
۾ قرآن جون آيتون، حديثون ۽ انهن پاڪن جا نالا جيڪي وضو ڪري وٺجن.
مان ڪاڪوس ۾ ڇني ريت ٻڌان ٿو. خدا ۽ رسول جي پاڪ ۽ مقدس نالن کي
بازارن ۽ چونڪن تي هيون وڃي ٿو. مونکي مولوين جو پيشاب ڪرڻ کان پوءِ
اڳڻ وات ۾ وجهي سر عام ٻئر سان وٽ ڪرڻ، مذهبي جنون ۾ پنهنجي پيٽ

سان بارود ڀرِ ھلڻي خودڪش حملا ڪرڻ ۽ بي گناھ انسان مارڻ مسجد ۽ عبادت گاھ ۾ ھٿيارن جي نمائش ڪرڻ وغيره، جن نيڪوڪارن جا مسجد جي زمين تي نڙو گسائڻ سبب پيشاني تي ڪارا داغ ٿين ٿا پل اهي انهن تهجدي داغ تي فخر ڪن پر دراصل اُهي هنن جي نراڙ تي تقدير جا ڏنل ڏنڀ آھن. داغ ڪهڙو به هجي داغ ته داغ آهي جيڪو ڪڏهن به نوراني نٿو سڏي سگهجي. هي الله جا ماڻهو هوندي به رزق حلال دردر ڳنيو ڪائين ٿا. جڏهن ته هڪ رنڊي چڪلي ۾ رهندي به پنهنجي پلنگ جي مٿان رزق جي برڪت لاءِ لکيل دعا ٽنگي ٿي، جنهن کي رب اُتي به رزق ڏيئي ٿو، ھي جيڪي مونکي ته مسلمان ڪري نه سگهيا ڳوٺ ۽ شهرن کي مسلمان ڪن پيا گڊو کي حسين آباد، سيتاروڊ کي رحماني نئگر پر ان ٿر جي اسلام ڪوٽ کي ڇا ڪندا جت رُڳو واڻيا رهن ٿا.

## فدا مست

منهنجو هڪ دوست هوندو هو فدا جوڻيجو جيڪو آخر ۾ چريو ٿي ويو، جنهن کي ماڻهو مست سمجهندا هئا. هو اڪثر مولا علي جي قدمن تي ويندو هو ۽ ٻاهر ويهي هٿ نمڪسار وانگر ٻڌي وڏي واقعي چوندو هو ته ”علي سائين نکي جو ڪم آهي ڪرين ته اندر اچان نه ته وهاب شاھ منٿون ٿو ڪري ته اچ.“ جڏهن هن کي ڪو جواب نه ملندو هو ته هو پنهنجي پاسي پنهنجا ٻئي هٿ ڏگهيري ٻنج تني واري وڪڙي ڏيڪاريندو نعره حق بلند ڪندو پوين پير موٽي ويندو هو.

## ياعلي مدد

هڪ ڏينهن مان ڏاڍو پريشان هوس مولا علي جي قدمن تي ”يا علي مدد لاءِ آيس“، مان اهو ڏسي وائڙو ٿي ويس جيڪو دوست اڪثر مون وٽ مدد گهرڻ ايندو هو. سو مولا علي جي قدمن جي حفاظت لاءِ گارڊ جي ڊيوٽي ڪري رهيو هو ۽ هن جي بلڪل پويان ديوار تي وڏن اکرن سان لکيل هو ”يا علي مدد“، منهنجو دماغ چڪرائجي ويو ڇا دنيا جنهن کان مدد پئي گهري ته يا علي مدد ”اي علي اسان جي مدد ڪر.“ تنهن کي پاڻ هڪ سادا چار هزار پگهار کٽندڙ هڪ معمولي لوسي گارڊ جي مدد جي ضرورت آهي ۽ پوءِ مان بنا مدد گهرڻ جي واپس هليو آيس ۽ هُن سخي وهاب شاھ ڏانهن به نه ويس ڇو جو هنن پنهنجي هٿن جا گراهڪ هڪ ٻئي جو منهن به نه ڏسندا آهن. مون کي عبادتگاھ اڳيان بيٺل آهي وردين وارا ڪتا پسند نه آهن. دنيا جي تاريخ رهي آهي گارڊ ڳلا ڪٽي هلندڙ گارن سميت ماريا ويا آهن. اوهان جو ايمان ڪمزور آهي. اوهان جي مدد هي ڇا ڪندا رب پاڪ پاڻ ڪندو، ڪربه حياتي، جو ڏيندڙ يا وٺندڙ ناهي، ماڻهن جي حياتي دا جي هٿ وس آهي، ان لاءِ فڪر ڇا جو هوئي بهترين محافظ آهي. رڳو ايمان مضبوط هڻڻ کپي ان جي طاقت کي اندر ۾ ڳوليو ھو اوهان کي کهڙي به ڪمزوري مان ڪڍي ٻاهر

ڪنلو. ڪھڙي بہ آفت مان جند ڇڏائيندو. جيڪڏھن يقين اٿوَ تہ خدا آھي. رسول آھي پيران پير دستگير آھي. علي آھي، ھي واقعي انھن جون نشانيون آھن. مسجد خدا جو گھر آھي ۽ ھي قلم مولا علي جا آھن تہ علي پاڻ ان جي حفاظت ڪندا. مون کي تہ يقين آھي تہ امانت لاش کي قبر بہ ڪجھہ نٿي ڪري سگھي. وڏي آساني سان فتويٰ ڏيندڙ پنھنجي مقدس عبادتگاھن جي ٻاھران رکيل جتين جي بہ حفاظت نٿا ڪري سگھن ۽ چوري جي ڊپ کان اُھي پنھنجو ناپاڪ جتيون پاڪ جاين تي پاڻ سان کنيو اچن ٿا. اوھان پنھنجا ڪم ڪمن جي جوڙيندڙ (ڪارساز) رب پاڪ جي حوالي ڪيو (ھاڻ ڏسو تہ) ھو ڇا ٿو ڪري.

سنڌ آھي آڙجي وٺي-پڙ- باس، پيرن مان

## سيد گاجن شاھہ مست بخاري

مون تي تصوف جو اثر غالب آھي. مونکي مست الست درويش پسند آھن. ھون بہ ھتي چرين کي اولياءُ الله سڏيو وڃي ٿو. جنگل جو منھن ڪرڻ، تن جا سمورا ڪپڙا لاھي، ننگو ٿي مست الست ٿي گھمڻ سان خدا نٿو ملي ۽ نہ فقير ويس ۾ پاڻ سان ڪنواريون ڇوڪريون سنڀاري يا سھڻا ڇوڪرا ڏاڙي اھو پرکڻ تہ نفس ڪيترو قابو ۾ آھي ان عمل سان بہ خدا نٿو ملي، باڪمال ۽ ڪامل مرشد اھو آھي جيڪو خلق جا اگھاڙا عيب ڍڪي ۽ ننگن کي ڪپڙا پارائي پر جيئن تہ مان پاڻ ننگو آھيان انھيءَ لاءِ مونکي مرشد بہ اگھاڙا پسند آھن. چون ٿا تہ سيد ڇتن شاھہ بخاري مست پنھنجي مستي ۾ مست ھو ھي الله لوڪ الف اگھاڙو رھندو ھو، سندس تن يا بدن ڍڪيل نہ ھو. روھڙي وارو ڪاٺون وارو قاضي بابا. ڪڪڙن وارو سمن سرڪار، نبي سر روڊ وارو اڏ اگھاڙو لالڻ سائين، جيڪو اڃان حيات آھي ۽ ڳاڙھي گوڏ پائي ٿو جڻ تازو طھر ڪريو اٿس. ھي پنھنجي مستي ۾ پنھنجو پاڻ سان الائي ڇا ڇا پيو ڳالھائيندو آھي زبان مان جيڪي نڪرندو اٿس سو ضرور ٿيندو آھي، شھيد راڻي بينظر بہ ھن سان ملاقات ڪئي ھئي، چون ٿا تہ ڪراچي ۾ يوگيراج رام مست بنھہ ننگو رھندو ھو. جنھن تي مڪرانين اعتراض اٿاريو پر پوءِ ھن جو رحماني نور ۽ الاھي بيخودي ڏسي ھن وٽ اچي سلام ڀريندا ھئا ۽ ڪيس ڪاڏو ۽ فروٽ آڻي ڏيندا ھئا. سائين مفت جي فروٽن جو عاشق ھو، اڏ ڪراچي ھن کي پنھنجو گرو ڪري ميڃيندي ھئي. ھن کي ڏسڻ لاءِ ھر وقت ميڙ لڳا پيا ھوندا ھئا، بيمارن کي ٺيڪ ٿيڻ لاءِ سڄڙا ڏاڳا

ٻہ پڙهي ڏيندو هو. پر پاڻ جڏهن ڏاڍو بيمار ٿيو تہ ڀڳو خيراتي اسپتال ڏانهن، هن جون ڪافي ڪرامتون مشهور آهن. هن ڪي جانورن سان بہ ڏاڍي دل هوندي هئي، اهو بہ چون ٿا تہ جڏهن مست يوگيراج رام ديانت ڪئي تہ ڪيس ساڙڻ لاءِ مسان ڪنيو ٿي ويا، تڏهن هن جي ميڙ سان اهي جڏا گڏهہ ۽ ڦٽيل جانور آستانو جڏي ڪيڏ لڳا. سندس پالتو ڪتو رڙيون ڪري ڪري سائين ڪي پيارو ٿي ويو. ڪيس هندو مسلم مرشد مڃن ٿا. مون پنهنجي حياتي ۾ ننگن ۾ صرف سائين ڏٺو هو نهال شاهہ نور جي ميلي تي سائين جو درشن نصيب ٿيو. پيران پير چار پيڙهين ڪان مست رهندڙ سائين گاجن شاهہ مست حال حيات آهي پر نہ ننگو آهي نہ اڌ اگهاڙو باقي مست ضرور آهي. اجان ننڍو آهي، متان درجو ملي ۽ ترقي ڪري سائين چنن شاهہ مست جي راهہ وٺي. سائين جي اها ڪرامت آهي جو پاڻ جڏهن چاهي جنهن ڪي چاهي هٽ ڪان وٺي دنيا جو سير ڪرائي ٿو سگهي، سائين گهٽڻ جون سڄوا ڏئي مرادون پريون ڪيون آهن هتي هر جمع رات چونڪي لڳي ٿي، جتي مراد پوري ٿيڻ ڪاڻ باس ڪٽي ايندڙ عورتن. ٻئين ۽ ٻارن ڪان سواءِ ڪافي تعداد ۾ نوجوان بہ اچن ٿا. هت راڳ جون محفلون بہ ٿين ٿيون جتي سازيندا ڏوڪڙ، هارمونيم، سارنگي وغيره ڪٽي اچن ٿا. باقي جنهن ننڪار جو نصيب هوندو سو پڙ تي ٻيهندو. سائين گاجن شاهہ مست چاهي تہ خورشيد جمالي جهڙو چوٽ پتل جي بہ ڳائي ويندو نہ چاهي تہ شمن علي ميرالي ۽ غلام حسين عمراڻي بہ در نہ ٽپندا. هتي جنهن ڳايو اهو چڙهي ويندو جنهن نہ ڳايو جڻ ڪالهہ مري ويو. عورتن سان هر وقت سيڪسي چرچا ڪندڙ اسان جو هي مرشد مريدن سان ايترو پيار ٿو رکي جو ڪاڪوس يا پيشاب لاءِ ڪو هٽ ڪان جهلي يا پنِي تي ڪنيو ويندس تہ هلندو نہ تہ مرشد جو جيڪو حال آهي سو پيش پرين. مرد توڙي عورتون مرشد جي خدمت تي پنهنجو ايمان سمجهن سندس حاجت روائي پنهنجي هٿن سان ڪرين. هي پنهنجي رات ۾ گرهہ بہ پاڻ نہ وجهندو آهي، اهو ثواب بہ مريدن ڪاڻ ڇڏيو اٿس، پاڻ وٽ هر وقت ڊبل روٽي جام جلي پاپا توش ۽ ٻين شين جو دوڪان سجايل هي مرشد، اڳيان رکيل آسڪريم ڪولا جو سڄو ڪريٽ پاڻ پئي ويندو آهي مجال آهي جو ڪو مريد اهو ثواب ڪٽي. قورمي جي ديگ جو لنگر تيار تي سائين اڳيان رکندا. 100 نان جي چٽي هر پيري مسڪين پرويز بشني تي پوندي. اسان جو ڪائڻ لاءِ وارو اچٹو ڪونهي رات ڦاڙيو وڏا پيٽ ڪٽيو ان اميد تہ وينا هوندا هئاسون تہ من ڪو تڪرو پل ۾ ٿي اچي. پرويز آ آ جو ورد پيو ڪندو، اهو لنگر اسان تائين پهچندي پهچندي آخر دم ڏيندو آهي. ڪڏهن تہ سائين جلال ۾ اچي ديگ ۽ نان پاڻ وٽ گروي رکي چوندو آهي تہ "ماءِ پائو ڪائو ڪائو ترو" پوءِ اڌ رات جو بکيا ۽

اچيا مرشد جي ماڻ پيڻ هڪ ڪنا واپس گهر پهچندا آهيون. مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي تہ جنهن مرشد ۾ حال نہ هجي تہ پنهنجي ڪا حاجت پوري ڪري سگهي اهو ڪنهن ٻين جون حاجتون پوريون ڪيئن ڪندو. پير ڏسڻ جا نيڪ ۽ اندر جا پليت آهن، هي پير نہ آهن بي پير آهن. خدا هڪڙي پير مان جند نٿو ڇڏائي تہ پيو پير اچي ٿو ڪنڌ ۾ پوي، اسان تہ ڪنهن مان بہ ڪو فيض نہ پرايو نہ وري اسان مان ڪنهن فيض پرايو. پير مريد لاءِ اجائي ڇٽي آهي. اها لعنت اسان پنهنجي ڳچي ۾ پاڻ ئي وجهو. اسان بنيادي طرح ابوجهه ۽ جاهل آهيون ۽ هو ننڍڪي وڏي چالاڪي سان اسان کي هر وقت ڦرن پيا. اسان سنڌ وارا سيدن جي عزت ڪندا آهيون، هت هرڪو سيد سڏائڻ جو ماهر آهي. ”ٿل ڪا ٻاهه لڳين“ پر اسان واري پٽ بہ هنن کي ٺٺي لڳي چو تہ سيد کي ٻاهه ڪاڻ ساڙيندي آهي.

## حاجي شاهہ بابا

مونکي ياد آهي تہ مان پهريون

پيرو پرويز بشني سان سائين گاجن شاهہ مست جي زيارت لاءِ ڪاهي روڊ تي واقعي سائين چنن شاهہ جي درگاهہ تي آيس. جتي پير مان لاهي. سائين کي سلام ڪري، درگاهہ تي چادر چاڙهي، گل وجهي، دعا پني، مست وٽ اچي ويناسون، سائين قوم جي گدي تي پٺي ۾ ليٽيو پيو هو. پٺي طرف ڪرسي تہ مست جو والد صاحب گادي نشين حاجي شاهہ بابا ويٺو هو. جنهن کي هڪ شيدي زور ڏيئي رهيو هو. سائين سان خلاصگائي ۾ سڻي ڪچهري ٿي، مونکي پهرين ملاقات ۾ ڪرو ۽ سچو ماڻهو لڳو نہ رڳو سچ چوندو هو پر سچ برداشت بہ ڪندو هو مون سان گهڻي لڳندي هئس. مونکي چوندو هو ”آغا واقعي تون نر آهين مونکي توجهڙا نر پسند آهن“ حاجي شاهہ بابا هاڻ پاڻ بہ اتي مدفون آهي. هاڻ سندس جاءِ تي سندس وڏو فرزند سائين بهادر شاهہ مسند نشين آهي هي نوجوان فضيلت جو صاحب آهي ۽ خانداني روايات جو قائم ڪندڙ آهي. خدا ٿل کيس عمردراز ڏئي ۽ اڳين جي جلايل جوت کي زنده رکڻ جي توفيق عطا فرمائي.

جنهن حاجي شاهہ بابا اڃان حيات هو، مون ڪانس پڇيو تہ ”بابا سائين اهو تہ ٻڌايو تہ بابا رحمان ۾ واقع مست جو روح اچي ٿو يا اهو ڊرامو آهي“. حاجي شاهہ بابا جي پرويز ۽ مون سان بہ لڳندي هئي اسان اڪثر درگاهہ تي بجاءِ گاجن شاهہ مست جي، اڪثر حاجي شاهہ بابا وٽ ويهندا هئاسون. حاجي شاهہ بابا جلال ۾ اچي ٻڌايو ”ڪوڙو پڙنسان رنڊي جو پٽ، هن جي ناني ڪيڙي هئي“ مست جي وڏي خدمت ڪندي هئي، وڏو بہ کيس عزت ڏيندو هو. هن جي ناني جواني ۾ مڙئي ملوڪ هئي سو وڏا چوندا هئا ٻلي وسون ڪري ويٺي هجي“

هن کي ڏسي چار ماڻهو گڏ ٿيندا هئا. کهڙو نقصان هو. هي لوفر ناني سان هر وقت گڏ هو. بشني پاڻ کي الائي ڇا پئي سمجهو مست ڪانپوءِ عرش تي چاڙهڻ لڳو پاڻ کي مرسد تي سمجهي اسان کي به ڪٺڻ لڳو، سو هئينمانس تيل واري گڏي هاڻي پنهنجو چڪلو کولي ويٺو آهي، سو دوڪانداري ڪئين هلي پوءِ وتي نو ناٽڪ ڪندو. اسان جا وڏا ڪڏهن اسان کي خراب ۾ نه آيا آهي هن لوسي وٽ کهڙي ڪتي پئي اٿن جو اچن، اي سڀ رڳو ٺڳي جا ناهه آهن ويٺو ڏس "يلا امبرڪ مهڪ جي باري ۾ ڇا ٿا چئو." "هن مولاڻ کي وڏڻ نٿو ڏي، هو به ڇڻ رڍ جي ڏيءُ رڍ هجي. رڍ وانگر ڪرب ڪڍيو سندس در تي ٻڌي بيٺي آهي. ڇڏس ته مولاڻ وڃي جان ڪري، هوئنن به ميراثي پيسه جا پٽ آهن. هي ٻڍ ٻري ته هن لاءِ ڇڻ سوني جهرڪي آهي. ڇيريو ٿورئي آهي جو هن جل ڦٽاڪي ۽ تڪي ڇوري مان هٿ ڪڍي، اسان واري ڇرين ڪرين گان ته وڌيڪ سياڻو اهي جو ڪم کي ڪنيو ويٺو آهي ۽ روضي روٽي ٿو پيو ڪري.

## گهر ۾ ويهارڻ جهڙو مرشد

حيدرآباد جي ريڊ لائيٽ ايريا يعنيٰ ڳاڙهي روشن دنيا، جنهن کي پاڻ هيرامنڊي به چوڻ ٿا، ته چڪلو به، هي بازار حسن جتي جا ڏينهن ويران ۽ راتيون روشن هونديون آهن، جتيٰ طوائفون جي ڪوٺن تي مشهور ڪيرين جا مجرا ٿيندا آهن. جتي هر وقت طبلي جي ٿاپ ۽ سارنگين سان گڏ گهنگهرون جي ڇنڪار جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، جتي ميلاپ مان به ڪمائي زور آهي. جتي نوخيز جسمن جا نوان جوهر ڏسڻ لاءِ، آهو ئي گندگي ڇنيندڙ لڪي لڪي ايندا آهن. هن معاشري ۾ جتي صرف حڪومت فحاشي ڪندڙ عورتن جي هلندي آهي، جتي ڪرڀ هار پنهنجي پيءُ کي نه سڃاڻندو آهي، جتي ولديت صرف ماءُ جي هوندي آهي. ان چڪلي جي چونڪ تي هڪ گهٽي جمال شاهه جي اهڙي به آهي جتي نگاهه مٿي ڪري اکيون مٿي ڪٽي فخر سان هلي سگهجي ٿو. جتي عصمتن جي انهيءَ آنڌن سوداگرن کي آئينا وڪڻندڙ هڪ بابا رهي ٿو. جيڪو اوطاق ۾ ويهارڻ جهڙو نه پر گهر ۾ ههڻ ۾ ويهارڻ جهڙو آهي. هن ڳاڙهي روشن دنيا جا اهي حرامي هار جيڪي پيءُ کي به بابا نه چوندا آهن، هن عظيم شخص کي عزت وچان بابا چوندي شرم محسوس نه ڪندا آهن. هي انهن سمورن حرامي هارن جيان منهنجو به بابا آهي. اهو امبر مهڪ جو مرشد "بابا رحمان" اڄڪلهه منهنجو به گرو، رهنما ۽ دلي مرشد آهي.

## مرشد جي حاضري

بابا رحمان جو روحاني طور مرشد، سائين چٽن شاهه مست بخاري هو. چٽن شاهه بخاري جي پٽ گادي نشين حاجي شاهه بابا سان، بابا رحمان جي خبر نه آهي ڪهڙا اختلاف هئا جو بجاءِ درگاهه تي ويهڻ جي، بابا رحمان مرشد جي نالي

تي هڪ الڳ آستانو ٺاهيو آهي. جتي وٽس هڪ عڪس انداز مثلثي شيشو (Magic Glass) هو جنهن ۾ ٻهرين نظر ۾ ڪجهه اهڙي صورت پئي نظر آئي جنهن کي فقير سائين مرشد جو عڪس ٿي چيو. اڄ بہ اهو شيشو سندس آستاني تي لڳل آهي جنهن ۾ چون ٿا تہ سائين چنڻ شاهہ مست نظر اچي ٿو. بابا رحمان چيٽي وڃائي پنهنجي مرشد سائين چنن شاهہ مست جي روح کي ڪڏهن بہ ڪنهن بہ وقت گهرائي سگهي ٿو، هي طرح طرح جا کيل ڏيکاري عجيب ڪرامتون ظاهر ڪندو آهي، جنهن کي مريد معجزو چون ٿا. چون ٿا تہ بابا رحمان وٽ موڪل بہ آهن." هي ڪڏهن ڪڏهن بجلي جي هائي وولٽيج تارن کي پنهنجي ڏندن تي رکي ٿو تہ کيس ڪرنٽ نٿو لڳي. هي پٽ تي شيشي جون بيشمار بوتلون ٽوڙي انهن تي اگهاڙي پيرن ڌمال هڻي ٿو تہ کيس ڪجهہ بہ نٿو ٿئي. جنهن کي سيد اداڪاري بہ چون ٿا. امير مهڪ ڳائيندي جڏهن بابا رحمان ڏانهن نهاري آڱر جي اشاري سان "منهنجا مرشد لال مان تنهنجي ملنگياڻي آهيان" تہ بابا رحمان اُڦٽ غش ٿي زمين تي ڪري پوندو آهي، سڀ حاضرين هانس ۾ پئجي ويندا آهن. جڏهن سامت ۾ اچي. امير مهڪ جڏهن "چنن شاهہ بخاري مست مست "ڳائڻ شروع ڪندي آهي تہ بابا رحمان تي بيخودي طاري ٿي ويندي آهي. هي هن حال وجد ۽ بيخودي جي ڪيفيت ۾ ٿٽڪندو آهي يا پٽين کي ٽڪر هڻي زمين تي اونڌو ٿي لٽي پوندو آهي يا ڪنڌ ڌوڻي جهومڻ لڳندو آهي. هي مسلسل ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪنڌ ڌوڻيندو آهي، ڇوڪرا پائيندا آهن تہ بابا کي جنڙي ورتو آهي. اهو کيل ڏسڻ وٽان هوندو آهي. خليفا چون ٿا تہ "اها روحاني حالت يا ڪيفيت دراصل مرشد سان وڏي مرشد سائين چنن شاهہ مست جي حاضري آهي." ان حاضري کان پوءِ حاضري واري پيالي ۾ پيتل آسڪريم سوڏا، پاڻي ۾ مڪس ڪري سيني ويٺلن ۾ "تبرڪ" طور ڍڪ ڍڪ ڪري ڏنو وڃي ٿو. اهو ڪن جي نظر ۾ بدعت يا گناهہ آهي پر مان بہ پيئندو آهيان. منهنجو مرشد بابا رحمان پٽي وارا پان بہ کائيندو آهي، جنهن ڪري مونکي بہ اها عادت پئي؛ جنهن لاءِ هتي پيڪدان رکيل اهن. سندس سڀ خليفا بہ پاڻ خور آهن. پان جي اڳاري لڳل ڏند ۾ واهہ واهہ چوڻ جو مزو بہ ڏسڻ وٽان آهي جيئڻ ننڍي هوندي وات ۾ ستون وجهي ڦڦي چوندا هئاسون. ڪنهن اوطاق تي ميزبان، گهر آيل مهمان لاءِ گوشت تہ جا هڏا بہ نہ جڏيا تہ مهمان توائي ۾ ميزبانکي چيو "سائين اوهان تہ منهنجي کائڻ لاءِ هڏا بہ نہ جڏيا پوءِ اوهان جا ڪتا ڇا کائيندا هوندا." ميزبان کي جواب ڏنو "منهنجا ڪتا پان کائيندا آهن." چون ٿا تہ سائين چنن شاهہ مست بلڪل ننگو رهندو هو. بابا رحمان جي ناني سندس دل گهري مريدياڻي هئي جنهنجو هي چوڻ ڪندو هو. جنهن کيس هڪ ڏينهن پنهنجو روئو لائي ڏنو، تنهن کان پوءِ هو اها پرتي ٻڌندو هو.

## اولياءَ ۽ بزرگ

سنڌ هڪ مردم خيز ملڪ آهي. ان جي سر زمين ڪيئي بزرگ پيدا ڪيا، جن جون مزارون ۽ مقبرا ان جي گوشي گوشي ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سڄي سنڌ وانگر حيدرآباد شهر به اوليائن ۽ پيرن سان ڀريل آهي، هنجي گهٽيءَ گهٽي ۾ ڪنهن نه ڪنهن پير فقير ۽ سيد جي درگاهه يا تربت آهي، حيدرآباد جي هر سوڙهي گهٽي ۾ انهن اوليائن يا بزرگن جون درگاهون، مزارون ۽ درٻارون اڄ جون نه آهن، پر قديمي آهن منهنجا ابا ڏاڏا ڪٽر سُني هئا. جيڪي پير پرستي، قدامت پرستي ۽ توهم پرستي کي ڪفر سمجهندا هئا پر اهو منهنجو ڪفر يا ايمان آهي جو مان اڪثر انهن پيرن ۽ اوليائن جي درگاهن تي ويجان ٿو. مان جيڪي قبي واري قبر ڏسندو آهيان اوڏانهن دعا ڪاڻ ويندو آهيان. مون کي مزارن جي پراسراريت پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي. منهنجي دل ۾ تجسس جاڳي پوندو آهي. مزار جي دروازي جي گھنڊ هجي يا مزار جي سڪل گلن جي عجيب پراسرارت. مان پيرن جو پوڄاري نه آهيان پر الائي ڇو مون کي اُتي اهڙو ته سڪون ملندو آهي جهڙو ننڊپڻ ۾ ماءُ جي هنج ۾ محسوس ڪندو هوس. زندگي ۾ جڏهن به ٿڪجڻ لڳندو آهيان ته غمگين ٿي ويندو آهيان ۽ پورءِ ڏکن ڏاڪڙن سان ڀريل درد ڪٺي هنن مڙهين ۽ خالي مڪانن ۾ اچي پناهه وٺندو آهيان. هتي گهڙي پل ويهڻ سان روح کي راحت پئي ايندي آهي. جني منجهه مٺيا- سي لڪا وتن لوڪ کان. سنڌ جي تهذيب ۽ ڪلچر صوفيانہ آهي، هي روحاني دنيا اسان جي هن مادي ۽ ذهني دنيا کان بلڪل نرالي آهي. مان به سنگ مرمر ۽ گوهر ٿيڻ چاهيان ٿو. آهستي آهستي منهنجو لاڙو تصوف طرف وڌندو ٿو رهي. منهنجي دل ۾ صوفي ازم لاءِ تجسس جاڳي ٿو پوي، آخر هي صوفي هن رنگارنگ دنيا کي تياڳي ڇو اهڙي زندگي گذاريندا آهن. روحاني اثر ۾ وڏو سرور آهي پر روحاني راهه نهايت ڏکي ۽ منجهائيندڙ آهي، جيڪي چون ته ”نه پير عيسيٰ نه پير موسيٰ بڙا پير پيسا“ ته ڪين ياد رکڻ کپي ته پئسو هٿ جي مير آهي. مايا آني جاني آهي. سڀ ڪجهه هتي ئي ڇڏي وڃڻو آهي. لطيف گهوٽ چئي ٿو ته: ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو، اُن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان، ڪروڙين ڪن سلام- اڳهه اڄيو اُن جي. اولياء الله جي ڪرامتن ۽ ڪرشمن تي اعتبار ڪرڻ کپي، ڪوبہ الله لوڪ، جو ڏٺيءَجي ڌيان ۾ مگن رهي ۽ انجي بندن جي خلمت ۽ انهن سان محبت ڪري اهو اولياء پوڄڻ جوڳو آهي مان بي پيرو بي مرشلو هوس ۽ مان چوندو هوس ته ”مان پنهنجو مرشد به پاڻ آهيان ته مريد به پاڻ آهيان“. پوڄا ڪرم پاڻ کي، جوڳي! رکج جوڳ- خلق خادم جئن ڪرين. اي راول! وڏو روڳ.

بابا رحمان

ٻڌو هوته "ڪجهه وقت اولياءُ جي صحبت ۾ رهڻ، تقويٰ جي صاحبن سان سئو سال رهڻ کان بهتر آهي". خدا شناسي لاءِ بزرگان دين جي ٻڌايل رستن تي هلڻ به ضروري آهي ۽ حيات توڙي پرده ڪري ويلن وليئن ۽ پيرن جي ڪرامتن تي به اعتماد رکڻ کپي. اهي منهنجا ڀاڳ هئا جو جن ڪامل درويشن سان ملاقات ڪرڻ جو دل ۾ شوق هو. پنهنجي حياتي ۾ نه رڳو انهن جي زيارت نصيب ٿي، پر هو پاڻ بذات خود هن ناچيز جي در تي هلي آيا. انهن زنده پيرن، وليئن ۽ الله لوڪن سان ڪيل ملاقاتون ۽ رهاڻيون منهنجي زندگي جو انمول گهڙيون آهن. پر الائي جو منهنجا ستمگير پير ۽ مرشد ڪامل هوندي به مون شش مريد جا رهبر ٿي نه سگهيا يا فيض صرف انهن کي ئي مليو جن تي مرشد جڏهن پاڻ مهر ٿو ڪري ۽ باقي پاڻ طالب فيض جي طلب ٿو ڪري ته پياسو ئي رهجي وڃي. مان هڪ پيرو پيهر ڪنهن حقيقي پير و مرشد جي تلاش ۾ ڪاهجي ٿو پوان. منهنجو دوست پرويز مولائي اڪثر هڪ اهڙي بزرگ جو ذڪر بار بار ٿو ڪري ته "واه جو ولي! آهي، وڏي ڪرامت وارو آهي، تڏهن ته هيڏي منزل تي رسيو آهي". اهوئي ان پوتل اولياءُ جي زيارت جو شوق ٿو جاڳي پئي. منهنجو پرويز کي اصرار هو ته "ڪير جيئي ڪير مري پوءِ اها سعادت نصيب ٿئي الائي نه. مان جيتي جي ان هستي جي زيارت ڪرڻ چاهيان ٿو". آخر خير سان هڪ ڏينهن ان زمانه فهم درويش ۽ مرشد جي زيارت جي شوق ۾ پهچي سندس آستان تي پهتاسون. مان اڳوات ڪا راءِ به ڏئي نٿي سگهيس، پر الائي جو پروسو به نه هو ته، ڪو هن قسمت ورڻ جي چڪر ۾ ڪا اسان جي قسمت ورندي هي بزرگ بذات خود اهلبيت نه هو، پر عزادار اهلبيت هو، مان ڪنهن خاص طريقي سان وابسطه نه آهيان هون ته سڀني طريقن جي بزرگن مائٽن ۽ اولياءُ الله جي وڏي عزت ۽ تعظيم ڪندو آهيان. هتي هنجي رهائش جو مڪان هو، هي ڏينهن جو گهر ۽ رات جو ديري تي رهندو ۽ گهاريندو هو. پري [illegible] مريد هن مرشد جو سلام پوڻ، سندس پيرن تي هٿ رکي ڪيس پنهنجن [illegible] جهولي جهولي راڪيون پڙائي، دعائون وٺي ويندا هئا. سونگي سندس [illegible] ملاقات جي زيارت جون اهي گهڙيون ياد آهن جي وسرڻ جهڙيون نه آهن [illegible] شخصيت جي جهلڪ ڏٺي، سچ پچ منهنجو پير زور هو، هن مرشد [illegible] نه هو. [illegible] هن کي پهرين ملاقات ۾ گرو ميجيو. سندس مضبوط [illegible] ۽ سندس سونهاري ڏاڍي سونهين پئي ۽ سندس [illegible] چڙيا. سبحان الله، هي نور نظر جڏهن پنهنجي [illegible] ته اول مائٽن ڪيس نوڙي پيرين پئي مليا ۽ پوءِ سندس

هٿ ڇهرسا سندس هٿ تي، اولا ڪابي، ۽ پيو ۽ سانجهي، اک رکي، ان کي چمي، ڏٺي، ڪي وري سندس هٿ ڇها پير ڇهرسا آهي. هنيا ته مان ڪيس هڪ با اخلاق ۽ سڄڻ ڀلو ڄاڻي توڙي ڪيس پيرن تي هٿ رکي، هٿ ٻڌي سلام ڪيو، پاڻ محبت جي ڀڃي، مان سوڻ ڪي، ڪٽي، ڪڻي، مان لنگهيو. عجب چاڙ ڪئي، سون "اها به وڏي خوش نصيبي آهي، جو سون ڇتي جي اوهان جي زيارت ڪئي" هو مشڪيو ۽ مهرباني ڀني، نوري ۽ دعا ڪيائين. ان قدم بوسي کان پوءِ هن هٿ جوڙي سڄي سنگت کي، آستاني تي، علاج لاءِ ڇهو، نه پوليس، نه پهرو، نه گارڊ، نه باڊي گارڊ، هي اهل الله، ولي الله، پيران پير نه فقير ئي فقير هو. هي فقير لباس، فقيري مزاج ۽ فقيرانه طبيعت جو هو. هي سڄو فقير اصول ۽ اخلاقي طور اوڻائين کان واقف هو. هي الله لوڪ درويش، عرش نشين نه پر فرش نشين هو. هي پٽ ڀاڙتي وارو نه، دنيا جي، ماڻهن لاءِ درد رکندڙ، همدردي ڪندڙ، هڪ با ڪمال ڪامل درويش ۽ عالم هو. سڄي ڪي نه هرڪو مڃيندو.

روحاني مرشد

هي وڏي روحاني درجي وارو بابا رحمان جهڙو پاڪريان ڇهڙو ئي اندر اڪيلي وانگر چتوءِ ابو ابرو آهي. بابا رحمان جي پاڇهاري طبيعت نيڪ نالي توڙي پاڪدامني ڪيترن ئي انسانن کي مٽي مفتون ڪري ڇڏيو آهي. هڪ هي اڳي مرشد پاڻ پوڄائڻ کان پري پيو سمجهو سو ته ويتر ماڻهن کي موهي وڌو اٿس. سڀ توڙي شيعا هن جي نظر ۾ يڪسا آهن. هي قرب ڏيندڙ ملنسار، پار ويس، فضيلت وارو آهي جڏهن ڳالهائيندو آهي ته سندس زبان مان موتي پيا ڪرندا آهن ۽ سندس منهن مان نور پيو وسندو آهي. هن جي صحبت اڪسير ۽ دعا تاثير واري آهي. سندس فيض مان گهڻا ئي ماڻهو رڃي راس ٿيا. هي صاحب ڪرامت بزرگ آستاني جي مقرر ڪيل حد کان ٻاهر گهٽ نڪرندو آهي. هن وٽ هر وقت دونهين دکندي رهي ٿي. هي گهڻو وقت ذڪر ۽ فڪر جي تنوار ۾ لڳو رهي ٿو. هن وٽ هر وقت معتقدن جو وڏو گهيرو رهي ٿو. مان به بابا رحمان جو معتقد ۽ خاص ڀلڪو آهيان. مان باقاعده سندس حاضري ڏيندو آهيان. مان ڪڏهن به موٽندو آهيان ته وات تي هن جي غريب خاني تي ساهي ضرور کڻندو آهيان. مون سان ڏاڍي دل هوندي اٿس. ان نگاهه ڪرم سبب مان سندس قرب ۾ جڪڙجي سوگهو ٿي چڪو آهيان. فقير سائين سان ڏاڍو روح رهاڻيون ٿينديون آهن، سندس صحبت ۾ راحت پئي ايندي آهي. بابا رحمان ولي الله آهي ۽ مان هڪ گنهگار ۽ سندس پيٽ ۾ صفا جاهل، تنهن هوندي به سندس صحبت ۾ رهي وڏو فيض پرايو آهي. بابا رحمان کي باڪسنگ يعني (ٺونشي بازي) جو ڏاڍو شوق آهي. بابا رحمان ماضي ۾ انٽرنيشنل ليول جو باڪسر رهي چڪو آهي.

بابا رحمان جو باڪسنگ ۾ پنهنجو الڳ اسٽائيل آهي، سندس چوڻ ته ”مونکي باڪسنگ بين رائڊين جي بنسبت ان ڪري وڌيڪ پسند آهي جو هن ۾ ڏوبڊو وڙهڻ وقت ٺونشي بازي دوران بجلي، جهڙي تيزي سان فيصلي جي گهرج پوي ٿي ۽ جسم ۾ مضبوطي، چشتي ۽ چالاڪي اچي ٿي، هي اها راند آهي جنهن سان بري وقت ۾ ماڻهو دشمن کي به منهن توڙ جواب ڏيئي سگهي ٿو ۽ هاڻ پيري مرشدي جي درجي ملڻ سبب پاڻ کي فقيري رنگ ۾ رنگي ڇڏيو اٿم، انهي ڪري سبب ڪنهن کي به تڪليف يا مصيبت ۾ ڏسي دل ۾ درد دکي ٿو. انهي لاءِ باڪسنگ جي شوق کان ناحق آئوٽ ڪري ڇڏي ڇڏيو اٿم. هون به شخصي طور تي ماڻهن کي مارون ڏيڻ واري غنڊا ٽائپ وهي به نه رهي آهي ۽ بس رڳو هاڻ ڪڪڙن جي ريسلنگ ڪرائيندو آهيان جيڪو پڻ تڪليف ڏيندڙ عمل آهي. جو پنهنجي شوق ڪاڻ بي زبان کي ڦٿائجي“. بابا رحمان جو هي ٽڪاڻو يا آستانو جمال شاهه جي پڙ لڳ آهي پاڻ قلندر ۽ چتن شاهه مست جي راهه جا پانڌيئڙا آهن. هي آستانو سندن دربار آهي. هتي هر جمع رات چونڪي لڳي ٿي مان هر جمعرات تي پرويز سان گڏ بابا رحمان جي هن غريب خاني ايندو آهيان. ان جا به ڪارڻ آهن هڪ ته امبر مهڪ جي راڳ جي ڪشش ٻيو بابا رحمان جي شخصيت جي ڪشش خاص ڪري فقير سائين جي ملڻ جو انداز موهي وجهندو آهي. بابا رحمان جي هن آستاني تي پنجويهه ٽيهه ماڻهو هڪ ئي وقت ويهي سگهندا آهن. بابا رحمان ريشمي گاديلن ۽ طول وهاڻن وارو پير نه آهي. هي فقير سائين ته اگهاڙي فرش تي يا وڏ ۾ وڌ سوٽي فراسي تي هيٺ گوڏو گوڏي سان ملائي ويٺل ملندو آهي. جمعي رات تي ڪڏهن ته وڏي خلق اچي ڪٺي ٿيندي آهي جن ۾ سوالين، صدق وارن ڪانسواءِ ٺهري ڪامورا ضلعي جا زميندار ۽ آس پاس جي درگاهن جا گادي نشين به اچي نڪرندا آهن، ان پيهه ۾ وڏي ڳالهه ته سڀ کي قرب ملندو آهي. خلق جي خدمت پٺي دل سان ٿيندي آهي. هر هر چانهه جا دور پيا هلندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن اسان به سؤ پنجاهه جي چانهه لاءِ قرباني ڏيندا آهيون نه ته خير، ڪا پٽ سٽ نه هوندي آهي نه ته ٻين درگاهن ۽ آستانن تي هر فن مولا خليفا ته طالبن جي پينگ ڪري ڇڏيندا آهن. اڪثر اسان لنگر به پيٽ پري کائي ويندا هئاسين، سندس ڦيٿي ۽ تعويذ ۾ وڏي تاثير آهي سوين بيمار وٽس دعا لاءِ اچن ٿا. جن کي هي ڦيٿا ۽ ڪارا سڳڙا ڪري ڏيئي ٿو پر هي ڪنهن کان پائي به ڪين وٺي. ماڻهن جا ڪر ٿين ٿا نه ته هيترا ماڻهو منجهن ويساهه نه رکن ها. اهڙو ڪر شرڪارو ڏيئي ٿو جو ماڻهن جون مرادون پوريون ٿين ٿيون، تڏهن ته ايڏي خلق اچي ٿي، پيراندي جي مٽي پيشاني، تي مکي پنيرا ئي پاهر نڪرن ٿا. جڏهن ڪڏهن مريدن جي ميڙ ۾ رهندڙ بابا رحمان مجلس برخاست ٿيڻ

بعد پنهنجي خاص خليفن سان به ويهي ٿو. عام ڏينهن تي به مان ڪيس آستاني جي ٻاهر ڪرسين تي سنگت جي مجلس ۾ ويٺل ڏٺو. هن دم گڏ رهندڙ هن جا خاص ٻالڪا ۽ خليفا جيڪي مشائش هر وقت ڦدا آهن. انهن ۾ سر فهرست ميجر صاحب، ڪامران شاهه، ڊاڪٽر افتخار لغاري، بلاول شاهه، صفدر شاهه، استاد امير علي منور زوار وارث عباسي صاحب ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا ستندس پاڙن مان ذاڪر، عابد ۽ شير عباس به هر محفل جا مور هجن ٿا ستندس پوهاريدار ڏاڏو شيدي دوست محمد قمبراڻي به هر وقت خدمت ۾ لڳو رهي ٿو. ڇڪلي وارن جا به هن سان روحاني رشتا آهن ميراڻي به هن وٽ سنگيت سکڻ ۽ سيکارڻ اچن ٿا. هتي خوب ڪچهريون ۽ واهه جون رهاڻيون ٿين ٿيون جنهن ۾ عجيب لطف ملي ٿو. بابا رحمان نه رڳو باڪسر، ڪڪڙاڻي يا مرشد آهي، پر لوڪ سنگيت ڪار ۽ گائڪ پڻ آهي. ڪيس سنڌ جي قديمي موسيقي جي علم جي ڄاڻ پڻ اٿس، ان سان گڏ موسيقي کي پڻ زنده رکيو ويٺو آهي.

**امبر مهڪ**

هر جمع رات سياري توڙي اونهاري ۾ بابا رحمان وٽ سماع جون محفلون ٿينديون آهن. آستانو مريدن سان ڪچا ڪچ ڀريل هجي يا رڳو ويهه ٻٽيهه مهمان هجن، محفل آساني سان ڪري سگهبي آهي راڳيندڙ ۽ سازيندڙ جنهن ساز کڻي اچي وچ ۾ ويهندا هئا ته اڌ مني ڪلاڪ اندر راڳداري جي محفل لڳي ويندي آهي راڳ جا پڙاڏا ٻئي رستي ويندڙ به پنهنجا سڀ ڪم ڪاريون ڇڏي راڳ ٻڌڻ لاءِ اچي ڪنا ٿيندا آهن. تيستائين هي ڪيترائي نه ويندا آهن. جيستائين هي راڳ نه پورو ٿي، هي انهي ۽ سوز ميناج ۽ موج ۾ پاڻ وساري محو ٿي ويندا آهن. تان جو سڄي رات گذري ٻاڪ ڦٽندي آهي جڏهن صبح جو سج ڪني ڪيندو هو ته محفل برخواست ٿيندي آهي. اهڙو لطف ۽ لنگر جي موج هر جمعرات تي مفت ۾ ملندو آهي. راڳ مونکي ٻي دنيا ۾ وٺي ويندو آهي. راڳ منهنجي روح سان جڙيل آهي. طبلن ۽ ڍڪڙن سان جڻ منهنجا روحاني رشتا هجن، انهن طبلن جي ٻول ۽ سارنگي جي سرن ڪان سواءِ امبر مهڪ جو سريلو گلو به مونکي هر جمعرات تي بابا رحمان جي آستاني ڏانهن ڇڪيندو آهي. مان، پرويز ٻشني، گلشاد چانڊيو، مشتاق سولنگي، جاويد جتوئي، جنيد وسطڙو، فرحان رانجهاڻي، خورشيد جمالي يا محبوب سگهين زير لنڊ سان اچان ته پڇاڙي واري قطار ۾ اچي ويهندو آهيان ڇاڪي ويهي راڳ ٻڌڻ ۾ جيڪو سرور ملندو آهي، اهو اڳيان ويهڻ ۾ نه آهي. ثناءالله ۽ ظفر علي، ڪي به هتي ڳائيندو ڏٺو هتي مون اڪثر حسن درس، بخشڻ مهراڻوي، ڪي ايڇ سومرو، پير بخش سمون، ابوبڪر بلو هتي اڪثر ڪامورا به امبر ڪ مهڪ جا پرستار ٻڌجي ايندا آهن. امبر جڏهن ناز نخرن سان "هوا ۾ اڏتا جائي مورا لال ڊپٽا ململ ڪا"

ڳائيندي آهي، تہ اُهي قدردان ڪلهورا هن فدائي حسن، بابا رحمان جي لالي، ڪي مير علي نواز واري نابخش ٻلي يا پنهنجي ساڻي سمجهي پنهنجي اخلاقي طاقت جو مظاهرو ڪندي مٺن نوٽن جون مٺيون ڀري ڀري گهورون گهور ڀيا ڪندا آهن، ان وقت جڏهن مان ڳائڻ ماڻهن ۾ پوندو آهيان، مان جڏهن امبرمهڪ کي استاد امير علي سان هار مونيم تي ويٺي راڳ جو رياض ڪندي ڏسندو آهيان تہ هي مونکي سنڌ جهڙي لڳندي آهي ۽ هي سنڌ جي نيائي جڏهن پنهنجي سريلي آواز ۾ ڳائيندي آهي تہ مان "سنڌ آهيان" تہ لڳندو آهي تہ سنڌو موجن ۾ جوليون هڻندو هجي. مان جڏهن هن جل پري سان ڪينجهر ۾ ٻيڙين ۾ رهاڻ رچائڻ جو پروگرام رٿيو هو تہ هن مون کي "ٻيڙي وارو ٻلبو" نالو ڏنو هو. هي مونکي اڄ بہ "ٻيڙي وارو ٻلبو" چوندي آهي. هي پنهنجي هن "ٻيڙي واري ٻلبو" جي فرمائش تي اڪثر "لاڙي سيوهڻ واري" پڻ ٻڌائيندي آهي. پوءِ مذاق ۾ چوندي آهي "ٻيڙي سيوهڻ واري" هي جڏهن امرت ورڪا ڪندي آلاپ ۾ "اڄ ٻاروچل اڄ ميان تنهنجو وڇوڙو ٿو ماري" تہ جڻ جيءَ جهوري پوندو آهي. امبر مهڪ اڪثر ٻارهين بجي رات کان پوءِ ڳائيندي آهي ۽ صبح تائين پئي ڳائيندي آهي. هي جڏهن پڙ تي ايندي آهي تہ ايندي ئي محفل مچائي ڇڏيندي آهي. جڻ محفل ۾ رس ڀرجي ويندو آهي. جيئن رات ڀڄندي ويندي آهي، تيئن راڳ جو اثر وڌندو ويندو آهي ۽ ٻڌڻ وارن تي ان جو بہ ڏاڍو اثر ٿيندو آهي. بابا رحمان وٽ راڳ ۾ هڪ هٽي نہ آهي، رات جو اڪثر امبر مهڪ کان علاوه ٻيا ڳوئيا بہ اتي ڳائيندا آهن. وچ وچ ۾ امبر کي ساهي ڪڻڻ جي بهاني ٿورون اسرندڙ ۽ ايرندڙ ڪلاڪارن کي بہ پنهنجي راڳ جو جوهر ڏيکارڻ جو موقعو ملندو آهي، پر امبر ڏاڍو سريلو ڳائيندي آهي ۽ ڪمال جو ڳائيندي آهي. جا تہ هن وٽ ٻولن جي ادائگي آهي، جا تہ هن جي موسيقي تي ڪمانڊ آهي جا تہ هي سرن سان کيڏندي آهي، هي سرن جو جادو جاڳائي ڳائيندي آهي. هن کي مٺي سر ۽ آلاپ جي لاهين چاڙهن جي خدائي ڏات مليل آهي. راڳ جي اصل شيءِ تہ اُهي تاثير جيڪا ڏاتار جي ڏات آهي، جنهن کي وٺيس ڏي ان جي مهر جو مينهن وسي تہ ان جي حد ناهي. هي جڏهن سر ۽ سوز ۾ صوفيانا ڪلام ڳائيندي آهي، تہ هن جي مناس جون تارون عابده پروين سان وڃي ملن ٿيون، هي شاهہ جي ڪلام کان سواءِ جڏهن نورجهان ۽ لتا جا گيت ڳائيندي آهي تہ ٻڌندڙ پنهنجا ڪن وٺس گروي رکي ڇڏيندا آهن ۽ بت ٻڌجي پوندا آهن. هي نيئون نيئون ڪافيون وڏي سر ساز سان ڳائي سگهندي آهي. هن پنهنجي نواڻ سبب وڏو نالو ڪيو آهي، هي جڏهن رات جي چوٿين پهر مٺين سرن ۾ راڳ ڪرهياري يا حسيني ڳائيندي شاهہ جي وائي "آرياڻي پنهون" ري، مون کي، سرتيون تان نہ سري" ڳائندي، هي ڏکي جڏهن ڏک ڏريندي آهي تہ سسئي وانگر منهنجي جيءَ جو ڀنڀور بہ جلائي ڇڏيندي آهي. هي ڪڏهن پنهنجي سر سان مون کي جهومائي

وڄهندي آهي ته ڪنهن ڪنهن درد ڀري گيت تي منهنجي اکين ۾ لڙڪ به اچي ويندا آهن. بابا رحمان پاڻ به درديلو ۽ سريلو آهي، پاڻ به موج ۾ اچي ڳائيندو آهي. سندس آلاپ جا سور مٺي اٿس. هن جي ڳائڻ جو نمونو به عجيب هوندو آهي، ٿورو ڳائي بس ڪندو آهي. سوز ۽ راحت وچان ساهي کڻندو آهي. سندس آواز سوزناڪ ۽ دهشت وارو آهي. هي پڪي راڳ ۾ به پنتي نه آهي. هن جي غمن جي نوحن ۾ به دل جو آواز لڪل هوندو آهي. سندس سرن ۾ اصل ماڪي جي لار پئي وهندي آهي. هي ڳائيندو آهي ته موج ۾ اچي نه رڳو وحدت جي مهراڻ ۾ پاڻ وڃائي ويهندو آهي، پر ٻڌندڙن کي به ساگر ۾ سمائي ڇڏيندو آهي، فقير سائين موڊ ۾ هوندو آهي ته مون کي پاڻ وٽ سڏي ڪجهه نه ڪجهه جهونگاري ٻڌائيندو آهي، اهو راڳ ٻڌي هال ۾ واه واه پئجي ويندي آهي.

## سير و سفر (سياحت)

زندگي هڪ سفر آهي ۽ سڄي حياتي مسافري آهي، اسان ته تمام عمر سفر ڪندڙ مسافر آهيون جن جي زندگي خوابن جي تعبير ڳوليندي گذري وڃي ٿي. زندگي ڇا رڳو گهمڻ ڦرڻ ۽ زنده رهڻ جو نالو آهي؟ هن آخر ڪٿا ۾ منهنجي انهن ماڳن جو ذڪر آهي جتي مون پنهنجا پير گهمايا آهن. منهنجو هي ڪتاب (اتر، وچولو، لاڙ ۽ ٿر) سنڌ جي سهڻي حصن جي عڪاسي آهي. مون کي اهو ويساهه آهي ته سنڌ جهڙو خوبصورت خطو دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ نه هوندو. منهنجي من ۾ ڏاڍا سٺا شهر اڏيل آهن. سنڌ جي ڏسڻ لائق جڳهين جي اتهاس کان مان ڀلي ڀت واقف آهيان. مون زندگي ۾ جنهن طلسمي دنيا جا خواب ڏٺا. حقيقت ۾ مان انهيءَ دنيا جو حصو ٿي رهيس. مون سنڌ جا اُهي ڳوٺ وري وري ڏٺا جو اُهي منهنجا ماضي هيا، مون سنڌ کان ٻاهر به سير سفر ڪيا. چون ٿا ته "ٻاڊر پادر تي چڙهي ته مسافري ٿيندي يا پير جي تري ۾ خارش ٿئي ته به سفر تي وڃبو" منهنجي زندگي جو ڪجهه عرصو سير و سفر ۽ سياحت ۾ گذريو. ائين عمر گذري وئي ڪو چين نه آيو. اڄ به مان ڌرتي جي هن پار کان هُن پار ۽ دنيا جي هن ڇيڙي کان اُن ڇيڙي تائين سفر ڪرڻ گهران ٿو، مون کي ته خواهش چنڊ تي به وڃن جي آهي پر ائين ممڪن نه آهي. فل حال سنڌ ئي مون لاءِ معراج آهي، مان آرٽ جو مداح آهيان ان ڪري سيلاني ۽ ويراڳي آهيان. فطرت معنيٰ قدرت مان فطرت تي فدا آهيان، مون کي خدا جو تخليقڪار روپ پسند آهي درحقيقت هڪ ئي هنڌ هميشه ساڳئي گهر، آفيس يا دوستن جي ماحول ۾ رهڻ ڪري مونجهه جو عجيب احساس ٿيندو اٿم ۽ جڏهن منهنجو ساهه گهٽجڻ لڳندو آهي ته مان ڪنهن نئين راهن تي نڪري پوندو آهيان، اها مونجهه نيٺ مون کي گهر کان ٻاهر ڪڍي. نرالي دنيا ڏانهن وٺي وڃي ٿي. تازي هوا جي ڪمي خاطر من

جڏهن سفر جو سانباهو ڪري ٿو تہ مون کي آڪسيجن مليو وڃي ۽ سفر مون کي زندگي ڏيو ڇڏي، نامعلوم مقام ڏانهن ڪاهي پوڻ ڪانپوءِ اتان جي منظرن جيَ هبڪار ۾ ساهہ کڻڻ سان ۽ هڳاون سان من تازو توانو ٿي پوي ٿو، ”شايد منهنجي ڄڻيءَ ۾ ڪو ڪيئون آهي جيڪو مونکي هڪ هنڌ ويهڻ نٿو ڏي ڪاڻ لڳي ٿو“. منهنجي پيرن ۾ سڪ نہ آهي. منهنجي وجود ۾ هلچل آهي، اڄ هتي سيان ٻئي هنڌ. منهنجي هستي ۾ رول پاتي آهي. مان روڊ ماسٽر، آواره، چپسي (خانہ بدوش) سير سپاٽي، رلڻ پنڻ ۽ ڀٽڪڻ جو ڪوڏيو. رولو ڊور وانگر ڀٽڪان ٿو. نظر ۾ گردشون آهين. هڪ هنڌ تہ آهيان نہ ڌرتي جي سونهن خاطر جوڪ در جوڪ ڀٽڪان ٿو. پير پٽيءَ تي ڪڏهن رهيو هئي نہ، بي سڪوني جي هن وادي ۾ سيلاني جوڳي بڻجي ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان، شايد مونکي ياڳ جي ڳولا آهي يا ائين تہ نہ آهي جو مان پاڻ کي ڳوليندو هجان، در حقيقت مان مسافر بہ پاڻ آهيان تہ منزل بہ پاڻ ئي آهيان. مون کي محسوس ٿيندو آهي تہ مان جنم جنم کان ڀٽڪندڙ روح آهيان، هن جنم ۾ ڀٽڪي منهنجو انت اچي ٿو تہ پوءِ وري ڀٽڪڻ لاءِ هڪ نئون جنم وٺان ٿو، مون کي لڳندو آهي تہ منهنجي وجود ۾ ڪنهن چپسيءَ جو روح سمايل آهي، منهنجي وجود ۾ وڏن جو ڪو جزو سمائجي ويو هجي، منهنجي ناناڻي يا ڏاڏاڻي آڪهہ ۾ تہ ڪو خانہ بدوش نہ هجي؛ مان ننڍي هوندي کان ئي رول پارٽي هوس. ننڍپڻ جي رول پين ۽ وڏي هوندي جي سفر ۾ مون کي ساٿي ساڻ هوندا آهن. رولاڪي منهنجي مزاج جو ۽ منهنجي وجود جو حصو ٿي چڪي آهي، مان ننڍي عمر کان ئي فطرت جي ويجهو رهيو آهيان، فطرت جي سونهن جي سٽ ۽ سندس هوائن کي ساهن ۾ اوتڻ کاڻ هانوَ جي سوجهري تي هڪ سيلاني فقير بڻجي انهن رستن ۽ راهن جي چونڊ ڪئي، جن رستن کي منزل نہ هئي. مون کي جتي بہ حسن نظر آيو، اُتي تتي ۾ بہ پنڌ ڪيو، فطرت جو حسن مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺندو آهي. مان دنيا جي پوري حسن کي هڪ ئي ڀاڪر ۾ ڀري اُن کي چمڻ چاهيان ٿو. وڏا چون ٿا تہ ”گهر وڻڻ کان اول پاڙيسري ۽ سفر کان اڳ سفر جي ساٿي کي سمجهي وڻڻ گهرجي“ پر مون کي ٻي جوڙ ساٿي سان ٻي منزل مسافري وارو اهو فضول ۽ ٿڪائيندڙ سفر الائي ڇو سٺو لڳي ٿو، مون کي انهيءَ ۾ لطف ملي ٿو. مان منزل طرف هلڻ وقت پهچڻ لاءِ اندازو نہ لڳائيندو آهيان، مان جيڪو بہ روٽ اختيار ڪندو آهيان، پنهنجو روٽ سمجهي ڪندو آهيان. پوءِ اهو روٽ منهنجو ئي روٽ بڻجي ويندو آهي. جيڪو پوءِ مان بہ مٽائي نہ سگهندو آهيان. بس مان هلندي هلندي اڄ انهيءَ منزل تي پهچي چڪو آهيان جتان مان موٽي پويان بہ ڏسي نٿو سگهان تہ منهنجو همسفر مونکي هيڪلو ڇڏي پويان

کان کسڪي ويو آهي يا مونکي ڇڏي اڳتي ڏور هليو ويو آهي، ائين چو ٿيندو آهي منزل جا اهڃاڻ ملي ويندا آهن پر اسان اکيون پوري اڳتي نڪري ويندا آهيون. مون کي ڪيڏانهن وڃڻ گهرجي. ڪيڏي وسيع دنيا آهي پر مون لاءِ محدود ٿي وئي آهي. مان اڄ به دربدر خاڪ بسر آهيان. آخر اها ڪهڙي ڏن آهي، ڪهڙو ذوق آهي جيڪو مون کي ايترين سفر جون سختيون سهائي ٿو، انهيءَ ڪرائي ۾ اهڙي ڪهڙي منائي آهي جو مون کي مات ڪري ويهڻ نٿي ڏي. هرڪو الله الله ڪيو پنهنجي ٻچن ۾ گهر ۾ خوشي لڳو وينو آهي، خبر ناهي ته ڳوٺ ڳوٺ سان مون کي ايتري محبت ڇو آهي. مون کي ڪائنات جي هر شيءِ سان ايتري دلچسپي ڇو آهي. شايد هر تعلق جي نوعيت جدا آهي ۽ هر رنگ جي پنهنجي الڳ دلڪشي آهي، دراصل ڪائنات جي هر شيءِ ٻي شيءِ سان لاڳاپيل آهي. اهو هڪ سلسلو آهي ان تعلقن ۾ هڪ عجيب ڪشش آهي، مونکي جهنگ، جبل، ڏونگر، بيابان، دريائن ۽ اڻڄاڻ جڳهين تي مزو ايندو آهي. آزاد فضائن ۾ پرواز جو لطف ئي پنهنجو آهي. ڪهڙو لاچار آهي؟ بس اهو سڀ لڳي ٿو. صفر ۾ سفر ۽ مارچ ۾ لانگ مارچ، سفر پري زندگي به منهنجي پلڪ پئي آهي. ڪو هڪ ڏينهن گهر ۾ رهيو هوندس نه ته سفر ۾ هل هلان جي زندگي. سدائين ٽيلها ڪلهن تي. سنڌ مون ۾ جذب آهي ۽ مان سنڌ آهيان، ٻهراڙي منهنجي نس نس ۾ آهي. ڪليل فضائون، وڻ، ٻنيون ۽ درياهه منهنجو وجود آهن. زندگي سفر جو اٽوٽ سلسلو آهي، منهنجي سنڌ جي ٻهراڙي سان محبت آهي جتي ڪمينا انسان نه آهن. سنڌ جي ڳوٺن ۾ سچائپ اڃا زنده آهي، وري ڪجهه چڱائي آهي ته ٻهراڙيءَ ۾ آهي مون سنڌ ذري ګهٽ سموري ڏٺي، ڳوٺ ۽ شهر گهميس مان سنڌ جو چپو چپو ڦريو آهيان. سنڌ جو شايد ئي ڪو اهڙو شهر يا ڳوٺ هوندو جنهن جو مون دورو نه ڪيو هوندو گڏوگڏ مسافريون ڪري ڪيترائي تاريخي ماڳ ۽ مڪان به ڏٺا. سنڌ جي مزاج کي ڄاڻڻ لاءِ مون کي ساري سنڌ گهمڻي پئي.

## منهنجي ڳئيءَ ۾ ڪيئون

اکين جي آوارا گردين ڏاڍو رلايو، اکين جي درين مان اسڪرين تي پل پل نوان منظر ايندا ۽ موهندا ڏسي سفر جو مزو ماڻي خوش ٿيندو هوس، جيڪو اکين جي ڪليل دري مان مون ڏٺو ۽ منهنجي سنڌ جي اجاڙ منظر جي هيڪار ۾ جن ۾ مون ساهه کنيو، مون لئه جيڪو ڏوڙ ۾ ٻڌل قدمن سفر ڪيو تن منظرن لئي منهنجي هي بي چيني دل اڄ به مانڌي آهي ۽ ان سفر جو هر هر دل ۾ پور پوي ٿو، مان جتي ڪٿي به ويس اتي مونکي رڳو غم ۽ درد ئي ګڏيا، جيڪي منهنجي مجموعي زندگي4 سان وابسته رهيا ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين ڪيٽي کان ڪشمور تائين، هالا کان هالائي تائين ۽ نبي سر کان پوڊيسر تائين

سنڌڙي جي سرزمين جا چڪر هڻندي مون جيڪي ڪجھ ڏٺو جيڪي ڪجھ ڄاتو جيڪي ٻہ پاتو تنھنجو ڦل قدرت مون کي وسيع نظريو ۽ عالمگير احساس مليو، اها جيڪا مون آوارھ گردي ڪئي خانہ بدوشي ڪئي خاڪ ڇاڻي يا دربدر خاڪ بسر ٿيس اهو بي مقصد ۽ خواهہ مخواهہ نہ هو، مان واندڪائي، تفريح ۽ تازي هوا خاطر نڪتس پانت پانت جي ماڻھو سان رلندي ملندي گھاريا منھنجي پٽڪندڙ جسم قرار پاتو يا نہ پر اهو سنديش ضرور مليو تہ، ”دنيا ۾ ڪتنا غم هي ميرا غم ڪتنا ڪم هي، لوگون ڪا غم ديڪا تو مين اپنا غم ڀول گيا“،
چون ٿا تہ ”زمين ٿلمن جي هر سفر آهي“ مان ساڳي زماني ۾ ڪيترا سفر ڪيا گھڻو ڪري پيرن تي، زور رکندو هوس، ميلن جا ميل پنڌ ڪيو مون جيڪو پنڌ ڪيو اهو پنڌ منھنجو نہ آهي منھنجي پيرن جو پنڌ آهي، مان انھن اگھاڙن ڳوٺن، باراني علائقن، اٿانگن ڀهاڙن ۽ جبلن تي گيڙو رتني ڪفني پائي مجنون وارو عشق ڪٺي پنھل جي پسڻ جي سڪ ڪٺي، سسئي جا سور ڪٺي ۽ مارئي وارو وڇوڙو ڪٺي انھن اداس پيچرن تي پٽڪندي پنھنجو پاڻ ڪان پري ٿيندو رهيس، نظر جي حدن ۾ هڪ نہ ختم ٿيندڙ بيابان، لامحدود رڃ، ائين منزلون پوريون ڪندو هليس، سوڪا ۽ اوڪا پنڌ ڪندي، ڪيترا ڏينهن ۽ راتيون گذري ويون، رات ترسي صبح جي تازي هير وري سڃيا بيابان، اڻ کٽ سفر اڻيحاڻل منزل سڄو ڏينهن تنگو هٽي سهڪي ٿڪجي ساٿو ٿي پوان پيرن ۾ لڦون پئجو وڃن، ڇالا پئجي وڃن، ڪجھ پنڌ هلي وري بيهان ساهيون پٽيندو هلان، پير جواب ڏيو ڇڏين، ڇيلھ صفا تڪر ٿي پئي نہ پنڌ ڪٽي نہ جان ڇٽي بڪ، اڄ بلڪل بيحال ڪيو ڇڏي انهي پڙيانگ بيابان رُڃ، سڄ ۽ اڄ ۾ پري ڪان ڪا جھوپڙي يا لانڍي ڏسان تہ خوشي ۾ جسم ۾ پيھر جوت موٽي اچي، تڪڙو تڪڙو اچي ان جھوپڙيءَ کي رسان، مهمان سراءِ ۾ پاڻي جو چوان تہ ويچارا پاڻيءَ سان گڏ ماني ۽ لسي ڪٺي اچن، ماني سادي ليڪن نهايت سٺي ۽ سوادي ملي، اها دال رب ٻہ پيٽ جي باھہ لاءِ ڇگي، سنڌ جا غريب ڳوٺاڻا مهمانوازي ۾ مهمانن لاءِ جيڪي وس ۾ هوندو وت آهر آڇيندا آهن، اها ڇاڄ (لسي) پي تہ هانءُ ٺري پوندو پوءِ ڪين دعائون ڏئي روانو ٿيندوهوس، سفر ۾ منھنجي دل ۾ اهو سوال نہ هوندو آهي تہ ان سفر ۾ ڪو مٽ مائٽ ڪو دوست ڏڙو ڪونهي، ڪو دم دلاسو ڏيڻ وارو ڪونهي، رهجي ڪئي مان پنھنجو خطرو ڪٺي نڪري پوندو آهيان، رات ۾ جبل تڪر، نديون نالا پار ڪندي اڳيان وڌوندو ويندو آهيان رات جو سفر وٽندو اٿم پر اڄ ڪلھ ڪتن جي ڊپ کان رات جي وقت پنڌ سفر نہ ڪندو آهيان، سنڌ ۾ امن امان جي اهڙي بيچين صورتحال آهي جو سڄ لهڻ شرط مختلف شهرن ڏانهن ويندڙ رستا مڪمل ويران ٿي وڃن ٿا، جنهن ڪري ماڻھو راتين جو سفر

ڪرڻ کان بہ لاچار آهن، پر مان رات جي وقت انهن روڊن تي سفر ڪندو آهيان، مون کي امن امان جي صورتحال جي پرواهہ نہ آهي پر ڪتن کان ڀوءِ ٿئي، اهو خوف ٿئي تہ متان ڪتن کان چيرجي بي موت نہ ماريو وڃان. هڪ ڀيرو پنهنجي دوستن سان گڏجي رولن وانگر سنڌو درياءَ جي قدرتي ڪناري تي رات گذاري سون. زوال وڃائي مٿن کان ٽيلها رکي سمهي پيا سون هڪ سناسي جيان خوفناڪ بلائون جي ڊپ کان بي پرواهہ راحت ڏيندڙ منظر مٿان تارن ڀري ڇت ۾ چمڪندڙ چنڊ، ٻي يارو مددگار رات راڳ روپ ۾ ڪل خوشي ۾ گذري وئي، اوڙي رنگين ماحول ۾ الڪ ڪتان گرم گرم چانهہ ملي وئي شڪر جو رڻ ۾ رلي وڃڻ کان بچي پيا سون، ڪنهن ميزبان چيو ”وڃڻ کان اڳ هڪ ويلو نيرن جو مون وٽ ڪائجو“ صبح جو دير سارين مانيون ۽ کير مکڻ اچي ويو، هون تہ مان سفر ۾ عام خوراڪ طور آچار ۽ ڊبل روٽي هميشہ ساڻ کڻندو آهيان هوٽلن جي باسي ماني ٿرڊ ڪلاس ميرا هنڌ ڪتولا مون کي پسند نہ آهن پر انسان آهيان سفر ۾ مجبور ٿيو پون، هلڻ کان هلاڪ خالي ڪتولي تي بنا هنڌ وڇائي ڏيري ٿي ٻنجي رهندو آهيان پوءِ سفر جو اجاڳو ۽ ٿڪ، سو ڪونگهرا هڻڻ لڳندو آهيان، الائي ڪيتري دير تائين جيستائين هوٽل وارا نہ اٿارين پوءِ پيشاب جو ميل پنڌ بہ ڪير وڃي! اڄڪلهہ مهمان سراءِ ۾ اها ياري ڪٿي اها سادگي ڪٿي، اهي قرب جون ڳالهيون ڪٿي، اڳ برڪت ڀريون زمانو هو، ڊگهيون راتيون مچ دڪائي ڪچهريون ڪري ڪٽائيندا هئا، پروڳ ناڪا؛ چرچا وغيره ٿيندا هئا احوال ٿيندا هئا اسلام عليڪم، وعليڪم سلام، ڀلي آيا جي؛ آيا خوش آهيو، چڱا ڀلا، عزت آبرو دين ايمان، روزو نماز رزق مال، ٻار ٻچا ڳايون ميهون، ڀيو سڀ خير، ها ڀيو سڀ خير؟ الله جي مهرباني، امن امان، ڏٺي جا ٿورا، توهان دوستن جون دعائون سائين جي بخت جو خير وغيره وغيره، جيڪي ڇنڇي سو ٿئي هاڻ نفسا نفسي جو دؤر آهي، هرڪو پنهنجي ڪرت ۾ پيٽ ۾ پورو آهي، سڄي سنڌ ۾ سڱت هئي، دوست هڪ ٻئي ڏانهن آندهي مانجهي ايندا ويندا هئا، ڪو روڪڻ ٽوڪڻ وارو نہ هو، دوستن سان گڏجي سندس ڳوٺ وڃبو هو، سدائين ٽيلها ڪلهن تي، ڪيئي ڏينهن تائين پنهنجي گهر جو منهن تہ ڏسبو هو ڳالهين ۽ ڪچهري ۾ پنڌ يا سفر جي خبر ئي نہ پوندي هئي اهو پنڌ ڪندا ڏور وڃي لامرتي فقير بہ ٿياسون، بزرگن اولياءَن جي مزارن جون حاضريون ڀرڻ ۾ ئي سڪون محسوس ڪرڻ لڳس، سنڌ جا عام توڙي خاص ماڳن کي ڏسڻ لاءِ سوڙهہ سگهوڙ يا ڊرائيور واري پاسي گاڏي جي بانيٽ تي يا ڇت تي بہ ويهي سفر ڪيم، چانڊوڪي رات ۾ ڪينجهر تي ٻيڙين ۾ بہ سير ڪيو ۽ ڊائري ۾ سفر جا نوٽ بہ گڏ ڪيا. جڏهن مون نقشي جي مدد سان ٿر جو تاريخي سفر ڪرڻ لاءِ

محترم عبدالواحد آريسر سان صلاح ڪئي تہ هو حيران ٿي ويو ۽ چيائين تہ "نقشي ۾ اهي رستا آسان آهن پر عملي طور ائين ڪرڻ ناممڪن آهي" پر مون ان ناممڪن کي ممڪن ڪيو، مون ٽن جو سفر ٽڪرن ٽڪرن ۾ تنوير ۽ خيرو ڪانسواهِ پرنس جميل، نظير ٻلال، سُپاش موتوائي آغا نعيم، فرحان سومرو، نصير مرزا، حسن مجتبيٰ عزيز گوپانگ، نور احمد لغاري ۽ فقير احسان صديقي سان ۽ باقي ڊاڪٽر چندر ۽ ڊاڪٽر احمد علي ٻگهي سان طئي ڪيو، مون کي ڏانو ڏانڊل جي گرڏاري لال صحرا جي خشڪ منظرن جو حصو بڻجڻ ۾ مدد ڪئي، جتي خوابن جا اڻ انتظار جو بوجھہ ڪٽي پنهنجي ڳرن قدمن سان حسرتن جي واري، جي ڏوڙ اڏائيندا اڳتي هلندا رهندا آهن سنڌن ڳچين ۾ ٻڌل گهنٽين جي مدمر آواز جي سوز ۾ لطف ۽ راحت آهي، هن ڪاهوڙي لاءِ سنڌ ئي سوزرلينڊ، پئرس، فرانس، بغداد، اٽلي، روم، جرمني، ائٿنس، يونان ۽ لنڊن ڪان گهٽ نہ آهي مون لاءِ وسي ملوڪ شاهہ ٽڪر، واڻڪي وسي، جهمپير، سليمان ڪٽياڻ، پيرون مل، جهلوري، ننگر پارڪر ۽ نبي سر روڊ ئي دنيا ڪا وڏيڪ آهي، هاڻ ڪجھہ سير سفر ڪان دل جي آزار سبب ڪجھہ عاجز آهيان ۽ محدود ٿي پنهنجي وجود کي مڪمل طرح قيد ڪري ڇڏيو آهي.

### نبي سر روڊ

نبي سر روڊ جو شهر بہ وسرڻ جهڙو ناهي، هي ٿهر آ شهر آ؟ هي ننڍڙو شهر جيڪو ٻهراڙين تائين محدود هو، منهنجي لاءِ بلڪل نئين نگري هئي، مان هن شهر جي اسڪرين بيوٽي تي عاشق ٿي پيو هوس، نبي سر روڊ جو هر هر ذڪر انهي، لاءِ ٿو ڪريان تہ هن جو منهنجي جيون ۾ وڏو دخل رهيو آهي، ٻهريون پيرو مون کي نبي سر روڊ اچڻ سٺو لڳو انهي مهل مون کي ائين محسوس ٿيو ڇڻ هن رڻ پٽ صحرا ۾ منهنجو جنم گذريو هجي، چوڌاري ايترو سڪون هو جو دل پئي چاهيو تہ سڄي زندگي هتي رهجي، هاڻ جڏهن ماضي ۾ ٿو ڏسان تہ نبي سر روڊ جون ساروڻيون اکين آڏو اچو وڃن، 12 جنوري 1985ع تي سکر جي خوبصورت شاعره ماريہ ميمڻ مون سان پيار جو پرتو ڪرڻ ڪاڻ گهران پهچي آئي مان واٺڙو ٿي ويس، گاڏي کاتي سب ڊويزن واپڊا ۾ مون سان گڏ ڪم ڪندڙ دوست بلر مهيسر ميٽر ريڊر جيڪو اصل ۾ مهيسر وڏا ضلعو خيرپور ميرس جو ويٺل هو. اسان کي پنهنجي فليٽ باسر پلازه گاڏي کاتي ۾ پناهہ ڏني، حيدرآباد ۾ ائين رهڻ اسان لاءِ خطري کان خالي نہ هو، واپڊا جي نوڪري ڇڏڻ بہ مون لاءِ موت هو، منهنجو دوست بلر مهيسر مون کي نوڪري ڏيندڙ مهربان آفيسر کي بي قريشي کان چپ چاپ منهنجي بدلي جو آرڊ نئين سب ڊويزن واپڊا نئون ڪوٽ لاءِ وٺي آيو جنهن جو ڪوبہ ثبوت پوريان نہ ڇڏيو ويو مون 26 فيبروري 1985ع تي نئون ڪوٽ جوائن

ڪيو. نبي سر روڊ، نئون ڪوٽ کان 20، 25 ڪلو ميٽر اندر ڀٽراڙي ۾ هو، سيفٽي جي خيال کان هي جڳهه رهڻ ڪاڻ مناسب هئي، سُباش موٽواڻي منهنجو ننڍپڻ جو يار اڳئي نبي سر روڊ ۾ MCB بئنڪ ۾ ملازم هو، ماريا کي مدد علي سنڌي جي معرفت سندس دوست راڄي موهن ڀڳت جي گهر رکيو ۽ پوءِ هو ڪجهه وقت تاج جويو جي سفارش تي لوڪ فنڪاره مائي ڀاڳي وٽ بہ رهي مان بہ تي وقت اتي ماني کائيندو هوس، پوءِ جڏهن حالت بهتر ٿيا تہ مون ماريا کي چوڪرن جو روپ ڏئي محبوب ٻٽائي نئون ڪوٽ ۾ پاڻ سان هر وقت گڏ رکيو ۽ ائين اسان 18 مهينا گڏ رهيا سون، هو لاليءَ جي ڪل موڪ شخصيت تي فدا هئي، هتي اچي مان توائي باز ٻنجي پيس، هو هاڻ هر وقت بخيل رهندڙ شخص آغا قيوم کان نفرت ڪرڻ لڳي، آخر ماٽن سان ناهہ ڪري 21 جولائي 1986ع تي مون کي اڪيلو دربدر ڪري هميشہ لاءِ هلي ويئي هن کي مون مان ٻنا نڪاح جي پيٽ بہ هو هن 22 جنوري 1987 ۾ ايپي چند کي جنم ڏنو، ايپي چند ٿئي وارو، اصل ۾ سرمد جي هندو معشوق جو نالو آهي ايپي چند ثاني هاڻ 22 سال جو نوجوان آهي ۽ هو ماءُ پٽ اڄ بہ مون کا نفرت ڪن ٿا مون اندازن بہ سال نئون ڪوٽ ۾ گذاريا تن ڏينهن ۾ منهنجي گهٽي اچ وڃ نبي سر روڊ ۾ هئي، مان ڇڻ نبي سر وسايو ويٺو هوس، نبي سر روڊ ۾ لاجبر خان، صنوبرخان، گلبر خان، زمانيہ اعظم، رحمت الله، سائين بخش رند، معراب خاصخيلي، ڪامريڊ غلام حيدر لغاري، لوٽيو جعفر ۽ مراد خاصخيلي سان منهنجي يار هئي، مراد پوءِ لاجبر جي معرفت منهنجو هم زلف بہ ٻٽيو مان مهينن جا مهينا لاجبر ۽ صنوبر وٽ ٽڪيو پيو هوندو هوس، هي ڪڏهن نہ ڪرڪيا، نبي سر روڊ ۾ لاجبر ۽ صنوبر جهڙا ننڍا ڀائر مليا ۽ سنڌن پيٽ ٻاجي گلشن ۽ ان جو ورگلبر ۾ جهڙا ڀاتي مليا، لاجبر جي وڏي ڀيڻ ٻاجي گلشن مون کي بہ ڪٽنب ۾ ڳڻيندي، مون کي هيءَ سڳي ڀيڻن کان بہ ويڪ هئي، ڪاڏو پچائيندي هئي، ڪپڙا ڌوئي ڏيندي هئي، ڇڻ ماءُ جهڙي خلمت ڪندي هئي، جڏهن هن ڀين ڀائرن وانگر مون کي هڪ ڀاءُ جو درجو ڏنو تہ مان امڙ کي هتي وٺي آيس، هن امان جي خلمت پنهنجي ماءُ کان رڌيڪ ڪئي، روزانو نوان نوان طعام ٺاهي منهنجي امڙ کي پنهنجي هٿن سان کارائيندي هئي، مطلب تہ لاجبر جي سڄي ڪٽنب منهنجي سڄي ڪٽنب کي موهي ڇڏيو ٻاجي اڪثر لاجبر سان گڏجي امان ۽ منهنجو پيٽن سان ملڻ حيدرآباد ايندي هئي، سچ پچ هي مثالي ڀيڻ آهي.

## ٻڌل لاري

تنهن زماني بہ نبي سر لاءِ عام سواري بس هئي، ان زماني ۾ هن اڪانگي سفر لاءِ هڪڙي ڪتاري لاري هلندي هئي جيڪا جهڏي کان ڪلاڪ ۾ سفر پورو ڪري اچي دم پٽيندي هئي، جيڪا صبح جو نبي سر روڊ کان سويلي هانگ مهل

نڪرنديون هيون ۽ شام جو جهڙو ڪان واپس نبي سر روڊ ايندي رات ڪندي هئي واٽ تي پيسينجر هر اسٽاپ وٽ ويٺلن کان ڳوٺ جا احوال به ڪندا هئا. اڌ مٿو ڪري پوءِ اچي منزل تي پهچائيندي هئي، ٽڪل بس، ٽڪل پيسينجر ان لاري ۾ ڇت تي وڃي اندر ردون ۽ ٻڪريون به گهٽيون سٽيل هونديون هيون. حيدرآباد کان ڪرچ ۾ جنهن جهڙو لهي ڪلاڪن جا ڪلاڪ جهڙو اسٽاپ تي هوٽلن جي ٻاهران بيهندي بس جي اچڻ کان اڳ ۾ ماڻهو ٻوڙي پنهنجون سيٽون والاريندا هئا، بس تي ڏاڍي لٽ لڳندي هئي، سيٽ نه ملي ته پنهنجي سامان مٿان يا ڇت تي ڪڪڙ ٻڌو ويٺو هو، پنهرن جو رواني ٿيندي هلندي هلندي سڄ لهي ويندو هو، ايڏو بيزار ٿي پوندو هوس، جو بس مان، مان پاڻ کي ڪيڏانهن اڇلائي به ڪو نه سگهندو هوس، آهوري اسٽاپ اڌ منزل تي هو اتي ڪنڊيڪٽر ۽ ڊرائيور گهران ٽورو ڪري گهر واري سان حق شر ڪري سنان پاڻي ڪري هوٽل تي چانهه پئي پوءِ نڪرندا هئا مسافرن جا منهن لٿل هوندا هئا مان به صفا لن جهڙي شڪل ڪيو ويٺو هوندو هوس. بس جو سفر سٺو ئي نه لڳندو هو، بس ۾ مسافر لڙڪڻ جو خطرو ڪٿي سفر جا ڏاڪڙا ۽ ڏولاوا ڪٿي اچي ڳوٺ رسندا هئا، تنهن زماني ۾ ميرپور خاص کان ننڍي پٽڙي ڦريعي لنڊي ٽرين به هلندي هئي جا ٻن ٻن ڏينهن کان پوءِ پهچندي هئي، ڪنهن ڪنهن ته هفتو هفتو ڪن پليٽ فارم تي ان لنڊي ريل جي ڪاري انجڻ جي شڪل ڪاڻ ترسندا هئا مان ڪنهن ڪنهن ٽرين جو آسرو نه ڏسي نبي سر روڊ کان نئون ڪوٽ ريل جي پٽڙي وٺي ميلن سوا ڪري ساهيون پٽيندو اچي نئون ڪوٽ نڪرندو هوس، لاجبر جي وڏي پاڻ صنوبر خان کي خانصلب جو لقب مليل هو، خانصلب صنوبر خان ننڍڙي عمر ۾ وڏو زميندار هو، ٽين چوٿين ۽ پنجين واٽر جي تمام زمينن جو مالڪ هو، هر واٽر تي سندس الڳ الڳ اوطاق هوندي هئي، پر پاڻ ڳوٺ واري اوطاق تي رهندو هو، "ڳوٺ حاجي علي اڪبر پناڻ" جيڪو سندس والد صلب جي نالي هو، تن ڏينهن ۾ سندس والد صاحب اڃا حيات هو، حاجي صاحب جونبي سرروڊ ۾ مدرسو به آهي، صنوبر خان جي ڳوٺ لاءِ آهوري تائين لاري هلندي هئي باقي پيرين پنڌ کان سواءِ ٻيو رستو ڪو نه هو، ڊاڪٽر حسين بخش ڪولاچي جي ڳوٺ تنبوڪولاچي لڳ هن ڳوٺ ۾ صنوبر خان هڪڙي تمام وڏي ۽ ڪشادي اوطاق نهرائي هئي، جنهن کي ترجا ماڻهو بنگلو چوندا آهن، جتي اڳوڻي وزيراعظم محمد خان جوڻيجو جو پٽ اسد جوڻيجو جنهن کان صوبر خان ڏاڍو متاثر هو جنهن سبب هن پنهنجي پٽ جو نالو به اسد خان رکيو، جيڪو هاڻ ماشا الله جوان اچي ٿيو آهي. تنهن کان سواءِ شمس جوڻيجو، شاهنواز جوڻيجو، ابراهيم جان سرهندي کان وٺي ترجا سمورا زميندار ۽ سياستدان حاضري ۾ ايندا هئا، نبي سر روڊ يونين ڪائونسل کي جڏهن صنوبر خان، اسد جوڻيجو جي معرفت ڳائون

ڪاميٽي جو درجو ڏياريو ته ٻاڻ نبي سر روڊ ٽائون جو پهريون چيئرمين ٿيو، شهر جو اڪثر وڏيون آفيسون، جهڙوڪ ٽيلي فون ايڪسچينج MCB بئنڪ وغيره جون عمارتون يا ته صنوبر جي ناليِ يا لاجبر جي ناليِ آهن.

## خان صاحب صنوبر خان

نبي سر روڊ ۾ جڏهن گريڊ اسٽيشن ڪا نه هئي، ۽ چوڌري اشرف جيڪو شايد ان وقت اي سي واپڊا هو، هتي هڪ ميڙ کي خطاب ڪندي چيو، "منهنجي خواهش آهي ته مان نبي سر روڊ کي هڪ گرڊ اسٽيشن ڏيان جيڪڏهن ڪو زمين ڏئي". ان جلسي ۾ اتفاق سان مان به موجود هيس ۽ لاجبر خان منهنجي پر ۾ ويٺو هو نبي سر روڊ جي جنهن گرائونڊ تي اهو جلسو هلي رهيو هو اها زمين لاجبر جي ناليِ هئي. مون لاجبر خان کي چيو خدا اوهان کي ڏنو آهي پلائي جو ڪم آهي ڏيڪار ڪا مڙسي اها زمين واپڊا کي گفٽ ڪر ته ڀلو ٿي"، لاجبر همت ڪائي ۽ زمين جا اوريجنل ڪاغذن واري فائيل ڪڍي آچي منهنجي حوالي ڪئي جا اٽڪل 16 ايڪڙ ڪن هئي، جا سموري ان جلسي ۾ گفٽ ڪئي وئي، واهه واهه ٿي ويئي اڄ اتي نبي سر روڊ گرڊ اسٽيشن آهي ۽ ان جي سنگ بنياد تي اهو پڻ لکيو ويو ته "هـ زمين واپڊا جي ملازم آغا قيوم جي ڪوششن سان سندس دوست لاجبر خان واپـا کي گفٽ ڪئي"، نبي سر روڊ جي آس پاس ڳوٺن کي لاجبر ۽ منهنجي ڪوششـن سان بجلي ڪان سواءِ شهر جي زمينن لاءِ پهريون ڀيرو بجلي تي لفٽ پمپ پڻ لڳا، جنهن سان خوشحالي وڌي، مان جڏهن به صنوبر جي ڳوٺ ويندو هوس ته مون سان ڪو نه ڪو حيدرآباد جو دوست گڏ هوندو هو، اسان اتي ڏينهن جا ڏينهن ۽ راتين جون راتيون دونهون دکائيندا هئا سون، صنوبر چوندو هو جتي هڪ ڏينهن تتي پيو، اڄ نه سياڻي ڪندي ترسائي چڙهندو هو، سواري نه هجڻ سبب اسان به مجبور هوندا هئا سون، گهوڙي تي چڙهي ٿو اچان، ابراهيم ٽيڪٽر تي چڙهي ٿو اچي، اتي اسان کي نوري ٽري ۽ محمد ٽري ڪان قسمي قسمي جا کاڌا تيار ٿي ملندا هئا، صوبر جي پيءُ جون ڏاريل سموريون ديسي ڪڪڙيون چٽ ڪري ٽن ٿي وڏيون عياشون ڪندو هو، لاجير خان شادي ڪري وڃي ميرپورخاص وسايو ۽ ٻاڻ اڄ ڪلهه ڪراچي جو تمام وڏو وڪيل آهي، نبي سر روڊ کي خير باد چوڻ ڪان پوءِ مون به نبي سر روڊ چڙهي ڏنو ۽ هنن به اچڻ چڙهي ڏنو.

## منهنجو شهر حيدرآباد

اڳي حيدرآباد جي انهن رستن تان ڪو سپراسٽار گذرندو هو ته ٻه ٻه ڪلاڪ ٽريفڪ جام ٿيندي هئي هاڻ مان جتان جتان گذران ٿو ته ڪيئي ڪلاڪ تائين ٽريفڪ جي آمدرفت ۾ خلل پئجي وڃي ٿو، ۽ روڊ تي ٽريفڪ قطارن ۾ بيهجي وڃي ٿي. اهو سڄو ڪمال منهنجي پرڪشش پرسنلٽي جو نه پر حيدرآباد

جي ٽريفڪ واهيات آهي. آبادي جي وڌندڙ تيز وهڪري سبب مين رستن جي
ٻنهي طرفن کان لکين دڪاندارن ٻارن ۽ جڳهون والارجڻ ڪري روڊ سوڙها ٿي
ويا آهن ٻاقي ماڻهن ٻاران غلط پارڪنگ بسن، ٽرڪن، رڪشائن، ڪارن ۽
موٽر سائيڪلن جي زبردست سيلاب ۾ ٽڪڙ ڪري گنڊڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي
هڪ ته جيئون لڳل رستا. لوڊشيڊنگ ڪري اڪثر سگنل بند هجڻ سبب زبردست
ٽريفڪ جام ٿيڻ روز جو معمول بڻيل آهي. حيدرآباد ۾ هڪ آزار ٻڪلين جو
ٻيو آزار ڪتن جو ۽ ٽيون آزار هن ٽريفڪ جو آهي. منهنجو گهر وحدت
ڪالوني ۾ آهي جتان مون کي شهر وڃڻ لاءِ ڪيئي رستا لڳن ٿا. هڪ رستو
راڻي باغ کان ٿيندو گول بلڊنگ، ٻيو انڊس هائي وي جيڪو پولي ٽيڪنڪل
ڪاليج کان عيدگاهه ٻاهران ٿي ٻاهران مارڪيٽ ٽاور پهچجي ٿو. هڪ ٽئين ڪٽ
يا چوٿون رستو به آهي جيڪو بنگالي ڪالوني کان ڊيدار ڪرائيندو ڪچي قلعي
کي ڪراس ڪندو اسٽيشن تي اچي چڙهي ٿو. اهو مکي شاهه روڊ آهي ٻيو به
هڪ رستو آهي آٽو ڀاڃ روڊ جو ميڪيولن کان ٿيندو، وومين ٽئو ڊيگريڪالو،
ڦاٽڪ ڪراس ڪرائي، اسٽيشن يا گل سينٽر سان ڳنڍجي ٿو. اچا لو ستا لو، آٽو
پان ڪا رستا لو" چوندو. مان ته اڪثر هن ٿي رستي کان شهر وڃان ۽ موٽ تي
ساهرن کان به ٿيندو اچان. "ايڪ پنک دو ڪاج" شهيد ميان، غلام شاهه ڪلهوڙي
جو اڏايل، مولا علي حيدر، جو حيدرآباد منهنجو به ته آهي. هن سنڌ جي دلبر شهر
حيدرآباد جهڙو روءِ زمين تي ٻيو ڪو شهر ناهي. ظلمن هن شهر کي ٽڪرن
ٽڪرن ۾ ورهائي ڇڏيو جاگرافيائي طور هي ضلعو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي
هڪ قوميت، ٻيو ثقافت ۽ ٽيون زبان. اها ڳالهه ميجي ته حيدرآباد ۾ ڪا هڪ
قوم نه آهي. سيڪٽرن ۾ ورهايل هن مابرن شهر لاءِ مڪڙ چون ٿا ته هي صرف
اسان جو شهر آهي؛ هي ٻي پير شهر نه ميرن جو ٿي سگهيو نه پيرن جو، نه
عيسائين جو نه هندن جو نه وري مسلمانن جو شهر آهي. آهي ٿر نه مادي
حيدرآبادي مهاجر هن جو ڪجهه به ٿي نٿا سگهن. ها باقي هن کي ڪافي وڌندڙ
۽ ڪليل هوادار مثالي مابرن شهر بڻائڻ ۾ انهن جي پاڇوڪڙ پير صاحب الطاف
حسين جو وڏو هٿ آهي. باقي اسان وارا پير طالب مولا وارو پٽ مخدوم رفيق
الزمان اڃان هجي ها ته نڪ نجيب جو سهڻو سهڻو ڪندي. اڳڻ ٻهاريندي هي
ملڪ به ٻوهاري وڃي ها. هينئر هن شهر جو روپ ئي نرالي آهي. شهر وڃڻ لاءِ
جڳهه جڳهه تي پليون ڪڙيون ڪيون ويئون آهن. وڏا شاهي رستا ڪڍيا پيا وڃن،
جيڪي آمدرفت لاءِ ڪارگر ثابت ٿيندا. اڳئي حيدرآباد جو ماحول ڏاڍو پرسڪون
هو. پر هاڻي آبادي جي تيز وهڪري ۽ ٽريفڪ جي شور ڪري، رستن جون
بتيون اڪثر بند، ٿوروِ مينهن پوي ته بجلي بند، لائين ۾ پاڻي ڪو نه، گئس آئي

ڏينهن هلڪي ٿيو وڃي. انهن سمورن وڏندڙ مسئلن شهر جي سموري خوبصورتي کي لوڙهي لڳائي ڇڏيو آهي. انهيءِ وقت حيدرآباد جي رنگيني ڪجهه بيءِ هئي جهڙو شهر جيئرو هو تهڙا ماڻهون جيئرا هئا. روڊن رستن تان لنگهندي ماضي جي مهڪ کي محسوس ڪري سگهجي ٿو. وقت سان گڏ شهر جو ظاهري روپ ڏينهون ڏينهن بدلجي رهيو آهي. تبديلي جي باوجود هن شهر حيدرآباد جو روح ساڳيو آهي. حيدرآباد جي جڳهين جي خاص خوبي اها هئي جو ڪڏن تي هوا جهٽڻ لاءِ منگهه هوندا هئا. اهڙا منگهه دنيا ۾ ٻيو ڪٿي ناهن. حيدرآباد جي انهن منگهن جا منظر ڏسي هر سيلاني ائين محسوس ڪندو هو ته جڻ هي منگهه ڪيس سلامي پيا ڪن ته اسان جي شهر ۾ ڀلي ڪري آيا. پراڻي طرز جون عمارتون ۽ انهن عمارتن جا منگهه ماضي سان هڪ گهرو تعلق ظاهر ڪن ٿا. ان زماني ۾ هتي جي هوائن ۾ به هڪ چنچلت هئي، جڻ هوائن جا من ئي جام ڀري پيتا هجن. حيدرآباد جي هوائن ساهه ۾ ايترا ته جام اوتي ڇڏيا آهن. جو اکين ۾ سونهن جا خمار اڃان اهن هوائن جي تمام تر تازگي به ڪڏهن روح جي پوسٽ کي ختم نه ڪري سگهندي آهي. منهنجون هوائون نه روڪيو. فجر جو سير ڪبو هو ته روح کي تازگي اچي ويندي، رات جو حيدرآباد جون هوائون سڄي سنڌن کي ٺاريندڙ ڏيون آهن هتان جو ڏينهن شهر جي گهماگهمين سان گڏ بدلجي ويو آهي پر هتان جي شام ۽ خاص ڪري رات اڃا به ساڳي آهي. رات جي هوا ٿڌي ۽ گهميل هوندي آهي، هڪ اجنبي ڏينهن ٺڪي ٺٺي رات جو پنهنجي اصليت ڏانهن واپس موٽي ايندو آهي. رات جي پناهه ۾ هر مضوعت، بناوٽ نمجي ويندي آهي شايد رات جي سانت ۾ پراڻن مسڪينن جا روح رستن تي نڪري ايندا آهن.

## حيدرآباد جي مشهور سوغات

ڪنهن به وڏي شهر جا به روپ ٿيندا آهن هڪ ٻاهريون روپ جو بي حس هوندو آهي ۽ ٻيو اندريون جو حساس ۽ ڌڙڪندڙ ٿيندو آهي ظاهري روپ سيلانين لاءِ آهي جو بيحد موهيندڙ آهي ۽ ان جي برعڪس اصل شهر ته هنن ته در ته گهٽين ۽ پاڙن ۾ آهي جتي جيون آهي ڌڪ سڪ آهي. ظاهري روڊن ۾ حيدر چوڪ، ڪينٽونمينٽ ايريا، تلڪ چاڙهي، هيرآباد، شاهي بازار، ريشم گلي، نقير جو پڙ، مارڪيٽ ٽاور، لجپت روڊ، اچي وڃن ٿا. اندرين روپ ۾ گاڏي کاتو، ٺلبلي، ڪاري موري، ٽنڊو ولي محمد، ٽنڊو ٺوڙهو، لياقت ڪالوني، ڪوڪر محلہ ۽ ڪاهي روڊ اچي وڃن ٿا. بمبئي بيڪري جو ڪيڪ، حاجي رهڙي جي رهڙي، سوغات شيرين جي مٺائي، محفوظ شيرمال جا نان، ڪبابش جا ڪباب شمع جا تڪ، ڪدڙا گلي جي چانهه، لياقت ڪالوني جي مٽڪي واري قلفي، مارڪيٽ

تاور جي سيرا پوري، ڪرسچي جي ماني ميمڻ اسپتال جا سري پاوا، چوٽڪي گهٽي جي اوجهڙي، منگل جي برياني، تلڪ چاڙهي جو ڪوڙي حليم، شبير جي برياني فش پوائنٽ جي مڇي ۽ ايگريڪلچر ڪامپليڪس تي پرويز بشني جا سڀ رنگ برگر حيدرآباد کي زنده رکيو اچن.

## منهنجو پاڙو وحدت ڪالوني- حيدرآباد

گهر، گهٽي توڙي پاڙو ڪنهن کي پيارو ڪونهي. مان وحدت ڪالوني جي گهٽين ۾ راند روند ڪري وڏو ٿيو آهيان. اسان وحدت ڪالوني ۾ تڏهن کان رهندا اچون جڏهن هتي ٽڪي جا ٻه پڪوڙا ملندا هئا. مان وحدت ڪالوني ۾ جيون جا لڳ ڀڳ 50 سال گذاري چڪيا. هتان جي ڪنڊ ڪنڊ ۽ چپي چپي ۾ منهنجي ياد ۽ ان جا مختلف رنگ وکريل آهن. ڪوبه هي ڪالوني ڇڏڻ لاءِ تيار ناهي. وحدت ڪالوني ۾ ايڏي ڪِائي ڪشش آهي جو هتان ويندڙ ڪنهن به سڪون ۾ نه رهيو، لکن جا بنگلا وٺي به واپس آيو. ڪيڏا قربدار، سادا ۽ سچا ماڻهو هوندا هئا. لوڀ، لالچ ۽ ڪروڌ ته هنن ۾ هوئي نه. پاڙو اوڙو هڪ ٻئي کي ڪم ايندو هو. پاڙيسري ماڻٽن وانگر هوندا هئا. گهر ۾ ناچاڪائي ٿيندي ته پاڙي وارا ٻارين ٻچين سار سنڀال لهندا هئا ۽ ڏک سک ۾ پير پريندا هئا. پاڙي جا هڪٻئي سان پائپي وارا تعلقات هوندا هئا. پاڙي جي ڪنهن به ننگ تي ميري نظر نه هوندي هئي. پاڙي جي تقريبن سمورن گهرن سان اسان جو گهرو رستو هو. مون کي به ڪنهن به گهر اچڻ وڃڻ جي منع نه هئي، مان پاڙي ۾ ڪنهن به گهر ڪيڏي مهل به بنا روڪ ٽوڪ جي وڃي سگهندو هئس. پاڙي جا سڀ ٻار اسان جي گهر به ايندا هئا. اسان جي گهر روز ڪو نه ڪو پاڙيسري گهڙي پل ٻار ٻچن سميت اچي مهمان ٿيندو هو. پٽ ۽ ڏيئر سميت ڪو گهر ايندو هو ته گهر لنگهي ايندڙ نياڻي کي بابو نئون وڳو ڏيندو هو. بابو ڪا نئين شيءِ گهر ۾ آڻيندو هو ته اها پهريائين مهمان کي ڏني ويندي هئي. اسان وحدت ڪالوني ۾ پهرين ڪوارٽر نمبر C-36 ۾ رهندا هئاسين ۽ پوءِ DC-85 ۾ اسان ADC-C-187 ۾ به ڪافي وقت رهياسين C-87 ۾ به منهنجو وڏو ڀاءُ لالا ناظر رهندو هو. اسان جڏهن C-85 ۾ رهندا هئاسين ته اڄ وڃ اڪثر پنهنجي دروازي مان ڪندا هئاسين، پنهين گهٽي ۾ اسان جي انهي در جي بلڪل سامهون قاضي محمد فاضل جو گهر هو هي اصل روهڙي جا هئا جيڪي هاڻ هتان لڏي وڃي قاسم آباد ۾ ويٺا آهن. قاضي فاضل نيڪ سيرت هو ۽ ٺپ ٻوڙو هو. هي ڏاڍو هوشيار ۽ قابل هو. پاڙي جا ننڍا توڙي وڏا سندس هٿ جي تري تي آگر سان اشاري طور لکي ڏيندا هئا ته هي يڪدم پڙهي جواب ڏيندو هو. هي نيڪ سيرت گهر ۾ ريڊيو جي به خلاف هو. هي هلندو هو ته تاڙيو هو. هلڻ وقت پير گهلي هلندو هو. پير گسڪائي هلندو هو

۽ جوتين مان ڏوڙ پئي اڏامندي هئي. هن جو ساڄو ۽ کاٻو پادر اکثر گسي ويندا هئا. گهر ۾ سُتي ۾ خبر پوندي هئي ته اهو جوتي جو آواز چاچي فاضل قاضي جو آهي. هي روڊ تي هلندو ۽ زگ زيگ هو ناگ وانگر ورورڪڙ ڏيندو. هن کي شايد چار نياڻيون هيون ڪلثوم، شهناز ۽ ممتاز ته اسان سان ننڍي لاءِ کيڏيون هيون باقي هڪ جا هن وقت منهنجي دوست لکيڪ خالد اُڄڻ جي زال آهي سا اڃان ننڍي هئي. هاڻ چاچو ڪجهه صحيح ٿو هلي شايد نياڻين جو بار هٿس جو شادي ڪرائڻ کان پوءِ اهو هلڪو ٿيو اٿس هن کي ٻه پٽ. فاروق قاضي ۽ هارون قاضي آهن. فاروق منهنجو ڪلاس فيلو به هو ته دوست به هو. فاروق هن وقت ماڊل اسڪول اولڊ ڪئمپس ۾ حبيب بئنڪ جو مئنيجر آهي. فاروق جي هڪ ڀڃي آسٽريليا ۾ رهندي آهي. اسان جڏهن ننڍا هوندا هئاسين تڏهن هي هنن لاءِ دلچسپ رانديڪا وٺي ايندي هئي. اهي چاٻي وارا ۽ رموٽ تي اڏامندڙ ننڍڙا ننڍڙا من موهيندڙ جهاز ڏسي دل کي راحت پئي ملندي هئي، مان اڪثر هن جي گهر وڃي انهن رانديڪن جو اهو لقاءُ ڏسي روح کي خوش ڪندو هوس، اسان جي گهر کان هڪ گهٽي اڳتي جتي هڪ دلچسپ شخص پيو به رهندو هو هن کي اسان پٽرن وارو قاضي صاحب چوندا هئاسون، هي پاءُ پيڻ سڄي زندگي ڪنوارا رهيا پر شادي نه ڪيون. هن کي پٽرن ۽ موتين سان عشق هو، هن وٽ بيدي جيڏا زمرد ياقوت ۽ راجائن جهڙا جواهرات ۽ مالڪ هئا. هي مونکي ڍير سارا ادبي ڪتاب تحفي طور ڏيندو هو. مون هن جي ڏنل ڪتابن مان گهر جي ڪمري ۾ هڪ چڱي ساري لائبرري کولي هئي جتي روزانو ڪيئي بار اچي پڙهندا هئا. ان لائبرري جو افتتاح ان وقت جي وزير تعليم پيار علي الانا ڪيو هو، پاڙي ۾ مون مهراڻ ٻارڙا سنگت به کولي هئي. جنهن ۾ محمد علي ٻداڻي، نثار دائود پوٽو، اقبال بلوچ ۽ آفتاب عقيلي به هئا. اقبال جو پيءُ چاچو مظهر زنگي هر وقت هڪ ليسن واري پراڻي دنبق ڪٽي شڪار ڪندو هو. پاڙي ۾ ولي محمد ميمڻ مختيارڪار به رهندو هو. جيڪو مٽ تي سگريٽ پيئندو هو، هي مون کي اداڪار سڌير خان جهڙو لڳندو هو. هي ڦڏئي مڙس هو. هن جي پٽن مان عبدالرحمان، عبدالرزاق ۽ عبدالوهاب سان اسان کيڏندا هئاسون. اسان عبدالرزاق کي ڳنڍيري چئي چيڙائيندا هئاسون، ڇاڪاڻ ته هي اڪثر ڳنڍيريون کائيندو هو. پاڙي ۾ ڊاڪٽر ريشمان قريشي جي ڏاڏي به رهندي هئي، جنهن جي اسان مٺائي چورائي کائي مزو وٺندا هئاسين. پاڙي ۾ هر وقت گوڏي جيڏي گپ ۾ چنو صاحب سلوارن جا پاچا مٿي ڪري بيٺل ڏسبو هو. هي قبضاخور هو. هي جهنگ ڪٽي، پٽ ڪٽائڻ کان وٺي سڀ ڪم پاڻ ڪندو هو. مولا بخش حداد، رسول بخش قريشي. امان الله مگريو، ذوالفقار عباسي، ابراهيم صديقي، عزيز الله شيخ، غلام سرور پٽو. غلام علي پناڻ نعيم جو پيءُ، نذير هاشم دائود

پوٽو ۽ نعيم هاشم دائود پوٽو. نذير ۽ نعيم پٺي، ڪان سواءِ اڇي باجي، ناصر، بلي، رانو سنائي، لائق، عطيق، بدر، رئيس، سميع الدين لوڌي، احمد حسين حميدي، نڪي، سيف الرحمان، بدرالرحمان، زاهد، طارق، صديق، محبوب مستوئي، آپا شاه خاتون، جمشيد جوڻيجو، شاهد ۽ نوشاد جوڻيجو، حفيظ قريشي، ڊاڪٽر افتخار ۽ ڊاڪٽر طارق ميمڻ، ڊاڪٽر عمران آخوند، برجس سومرو، محمد احمد، اقبال، عاليا، فيضو گوشت وارو، پهلوان ڏيپڙي وارو، رمضان قلفي وارو، چمن پائي انڊي ڊبل روٽي وارو، مريد دوڪاندار ڪاڪا، پاڙ پتنگ وارو، شاهد پائي جنهن جي هاڻ صدر ۾ پرفيوم جي دوڪان آهي، مامو جي ۽ چمپا جنهن کي ورهاڱي وقت هندن هڪ ڪاٺ جي پيتي ۾ وجهي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيائون ڪنهن کي اها پيتي هٿ لڳي جنهن مان چمپا نڪتي. پيتي مان نڪرڻ ڪان پوءِ به چمپا ائين لڳندي هئي ڄڻ اڃان پيتي ۾ سُتل هجي سلطان پائي جا سمبوسا، پناڻ ۽ پهلوان جي ڪاٺ منڊي، والي بال جو ميدان جتي اڪثر اسڪرين تي پڪچر ڏسندا هئاسون، اُهي بليڪ اينڊ وائيٽ فلمن جو دور وسري نٿو. وحدت ڪالوني جي ڪوارٽرن جا بُخارا جنهن مان هر وقت دونهو نڪرندو هو ۽ مينهن جو پاڻي به اندر نه ايندو هو. عجيب لڳندا هئا. پاڙي مان سائيڪل پاڙي تي کڻي هڪ هٽنڊل تي هڪ اڳيان، هڪ پنيان هڪ ڪلهي تي ويهاري ريسون ڪندا هئاسون. وحدت ڪالوني جي منفرد هوا ٻاهر ستل سان مذاق ڪونگهرا هٽنڌڙن کي ابتو پادر سونگهڻ يا بستري سوڌو کڻي ڪالوني کان ٻاهر ڇڏي اچڻ، صبح جو ويچارو اٿندي ڇپري وانگر سوچ ۾ پنجي ويندو هو يا رات جو ڪارا برقعا پائي خطرناڪ آواز ڪڍي ايندڙ ويندڙ کي ڊيڄارڻ.

## ٽاٽو ٽپالي

اسان عيد جي نماز پڙهي سڌو رحمت الله صديقي جي دڪان تي بينڪ ڪري ويندا هئاسون. ڪالوني ۾ نالي وارا دوڪان مريد ميمڻ جو هو، جتي ڏيتي ليتي سڀ اوڌر ۽ اعتبار تي هلندي هئي. مريد جا پيهون ۽ اٽو ته شڪارپور تائين مشهور هو. اسان وٽ ايندڙ مٽ مائٽ اها سوکڙي کڻي ويندو هو. مان پاڙي جو ڄڻ ٽاٽو ٽپال هئس. هر ڳالهه سڀ کان پهرين مون تائين پهچندي هئي. ماڻهن کي منهنجي ڳالهه تي پروسو هو جا درست نڪرندي هئي. منهنجي ٽپال ارجنٽ ميل هئي اها جتي پهچندي هئي وڏيڪ مرچ مصالحي سان چٽپٽي بڻجي پوندي هئي. اسان چوڪرا ذات کي نه ڏينهن جو آرام هو نه رات جو، جي اهڙيون مزيدار ڳالهيون پيا ڪوٽي ڪيندا هئاسون. مان گهر جي بالڪوني مان ڇن ڪميره فٽ ڪري ويٺو هوندو هوس. ارجنٽ خبر تي بالڪني مان هيٺ ٽپ ڏيئي. پنهور کي پاهه ڏيڻ نڪرندو هوس.

## فلمون جو ڪريز

منهنجو وڏو ڀاءُ غني سڀ کان پهرين مونکي سئنيما تي فلم ڏيکارڻ وٺي هليو
ها شايد "فرنگي" فلم هئي طالش، نيلو ۽ اعجاز جي، هو فلمن جو وڏو شوقين هو روز
ڪٿهن نہ ڪنهن سئنيما تي فلم ڏسڻ هليو ويندو هو، هو ان شغل تي دل کولي پئسا
وڃائيندو هو. ٻيو فلمن جو ڪريز هو منهنجي خاص سنگتي محمد هاشم جوکيي کي.
جيڪا نئين فلم لڳي ان جو پهريون شو ڏسڻ، مسجد ۾ پهرين صف ۾ نماز پڙهڻ، هن
جي فرض ۾ شامل هو. مون کي ياد آهي اسان هر آچر تي سنگتين سائين جي ٽولي سان
ٽلي شيئر ڪري پڪچر ڏسندا هئاسون. اسان جي ٽولي ۾ اڪثر مان، هاشم جوکيو،
سهيل شيخ، رفيق قاضي ۽ ٻيا هوندا هئا. هر عيد تي سنڌي فلم لڳڻ بہ ضروري هوندي
هئي، عيد تي تہ مهينو مهينو اڳ ائڊوانس بڪنگ ٿيندي هئي. اسان کي فلمون ڏسڻ جو
ايترو تہ ڀوت سوار هو جو بالڪني نہ ملي تہ DC، فرسٽ، سيڪنڊ آخر ۾ ٿرڊ ڪلاس جي
ٽڪيٽ بہ ملي تہ وٺي بہ فلم ڏسندا هئاسون. هائوس فل ۾ بليڪ تي بہ يا ايڪسٽرا سيٽ
وٺي بہ فلم ڏسڻو آهي. پهريون شو، آخري شو، ٽئي شو فلم ڏسڻ ڪپي. عجيب رونق
ڇانئجي ويندي هئي، هر طرف رڪشائون، ٽانگا، ڇي ولرا، اسان جڏهن رات جو لاسٽ شو
ڏسي گهر ايندا هئاسون تہ اڪثر ٽانگي ۾ ايندا هئاسون، ڇا تہ سئنيمائن جو دور هو. بجلي
جي ٿنڀن تي فلمن جا وڏا وڏا پوسٽر لڳندا هئا. سائيڪل يا ٽانگي تي فلم جا پوسٽر هٿي
فلم جا رڪارڊ وڄائي پڙهو ڏئي، فلمن جون ٽڪيٽون بہ وڪرو ڪيون وينديون هيون.
ڪڏهن ڪڏهن نئين فلم تي انهيءَ فلمن جي سڄي ڪاسٽ سئنيما تي پهريون شو ڏسڻ
ايندي هئي. انهن کي هٿ ملائڻ لاءِ وڏي لٽ لڳندي هئي. سئنيما تي پوسٽر يا قطارن ۾
ٽڪيٽون وٺڻ دوران شودن مڪرائين جا هنٽر کائڻا پوندا هئا. 3D فلمون بہ لڳنديون هيون
هر هڪ ٽڪيٽ سان عينڪ مفت ڏني ويندي هئي عينڪ پائي هال ۾ فلم ڏسبي هئي تہ
ائين لڳندو هو گولي اسان ڏانهن پئي اچي، سيٽ هيٺ ڪنڌ ڪندا هئاسون هڪ فلم ۾
ڪنهن ولين ٿڪ ڦٽي ڪئي ائين لڳو ڄڻ ٿڪ ڇڻ سڌو منهنجي منهن ۾ اچي لڳي هجي
سڄو وقت هال ۾ مان رومال سان اها ٿوڪ صاف ڪندو رهيس. ايڪسائيز ۾ مريد هو يا
وڪيل عزيز شيخ صاحب جي معرفت مفت يا هاف پاس وٺي ويندا هئاسون. قميص جي
ڪلر يا ڪف تي چار چار ڇڄن جون پاسون وٺي ايڪسٽرا ڪرسيون لڳائي بہ فلم ڏني
سون. مٿئين شو ۾ اڪثر اونهاري ۾ AC جي ٿڌاڻ تي فلم ڏسندي ڏسندي مونکي ننڊ
وٺي ويندي هئي. اسان وقفي ۾ چانهہ بسڪوٽ ڪولڊ ڊرنڪ يا ڪلها وٺي بہ کائيندا
هئاسون اسان دوستن ۾ ڪو حساب نہ هو ڪير بہ خرچ ڪري .

## منهنجا فيورٽ هيرو

اڳ فلم ۾ ڏک ڀري منظر يا خوشي ۾ حاضرين روئندا يا کلندا بہ هئا.
هيرو گهوڙي تي چڙهي اچي يا ڪو بهادري جو ڪم ڪندو هو تہ ماڻهو اٿي بيهہ
تاڙيون وڄائيندا هئا. نعره لڳي ويندا هئا. ڊانس تي ماڻهو اوٺي پردي آڏو ڊانس بہ

ڪندا هئا. فلمن جي ڳالهہ نڪتي آهي تہ مان ٻڌايان تہ منهنجا فيورٽ هيرو ۽
هيروئن ڪهڙا هئا. اردو فلمن ۾ شبنم ۽ محمد علي مزاحيہ اداڪارن ۾ منور
ظريف ۽ سنڌي فلمن ۾ مشتاق چنگيزي ۽ چڪور. انڊين ۾ نانا پٽڪل، ۽ ڪجل
پسند اٿم مونکي سنڌي فلمون پسند هيون مون تقريبن سموريون سنڌي فلم
گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ ڏهہ ڀيرا ڏٺيون هونديون. مون کي منڊا شال ملن، محبوب مٺا
پڪار، چانڊوڪي، نوري ڄام تماچي، شهرو فيروز، پيار تان صدقي. اڄ تہ ٻاڪر
پايون ۽ پرو پسند هيون، ان دور ۾ حيدرآباد ۾ وينس ۽ ڪوهنور، راحت،
فردوس، بمبينو، چانڊني، نيو مئجسٽڪ، شاليمار، شمس، اوڊين، هلٽاپ، نشاط،
ڪيپري، شاهين، شهاب، سنگيت، چرخ محل ڪيپيٽل، نور محل ۽ الائيڊ
سينمائون هيون. نيو مئجسٽڪ، بمبينو ۽ شهاب کان سواءِ هاڻ انهن سينمائن
جي جاءِ تي پلازه، ڪامپليڪس يا شاپنگ سينٽر ٺهي ويا آهن. اسان ڪڏهن
ڪڏهن ڪوٽڙي شهر ۾ ماروي ۽ پاڪستان ٽاڪيز ۾ فلم ڏسڻ ويندا هئاسون.

## انفراديت رکندڙ ڪردار

مون کي ياد آهي تہ جڏهن منهنجي ٻاراڻي وهي، هئي تہ وحدت ڪالوني ۾
آهي عام ماڻهو ايندا رهندا هئا. جن کي پنهنجي هڪ الڳ انفراديت هئي، جن کي مان
وساري نٿو سگهان. صبح ٿيندو هو تہ در تي ڪير وارو ۽ فقير ايندا هئا. ٻيل روٽي ۽
انبن وارو چمن ڀائي، صبح کان وٺي رات تائين ڦيري ۽ وڪري وارا ايندا هئا. ڇير
مٽي تي رکي موڙو ڪچ تي ڪٽي. اهي ڇبن وارا، ريڙهي وارا، نقل پڳڙن ڪاڇن وارا
فلودي ڪلفي وارا، دهي پڙن وارا، هر قسم جا هوڪا پيا ڏيندا هئا. مصالحيدار چولي
ڪاٺو چولا مزيدار، موڱفلي گرم، گٽي مٺي ڦارسي، هلي لئي سڪر روهڙي کي هلي
لئي، مکيون ويٺل ڏوڪا. مُوٽ واري هٿن سان مٺياري جو ماٺو ڪپائيندڙ ٽلن وارا
هوڪا ڏيندا لنگهي ويندا، لاهوتي جي ٽاڊل جو ٽونٽ جيڏو روپيہ ۾ گلاس، ڪلو پيٽر
ڪٽ ڪٽيل وارن واريون گڏيون ڇهري تي چنڊ ستارا جا ٽلڪ سجائي ڪپڙو يا
چوڙيون ڪٽي ايندڙيون هيون. سنڌ ۾ فقيرن جو چار وچايل آهي. فقيرن جو هڪ تمام
وڏو طبقو آهي. فقير فقير جو ويري هوندو آهي. اهي بنا رلي گوڏڙي وارا پينو نقير
اوهان کي اڪثر روڊ، رستن تي رلندي پنڌي ملندا. هي پنڻ جا ماهر هوندا آهن، اهڙي
تہ ترڪيب ۽ فريب ڪندا. جنگهہ ٻانهن جا هٿ اٿين لڙڪائيندا ڄڻ ڄاتي ڄم کان لولا
لنگڙا هجن. مينهن کان منهن بہ ڌوتل نہ هوندن، ميرا ڪپڙا پير اگهاڙا منڊڪ منڊڪ
ڪندا اچي ڏگ جهليندا، هڪ ڳل مٿي ڪري وات ڇپو ڪري مسلسل پنهنجي تنگ
ڪنهندا اهڙا تہ پار ڪيندا، اهڙي تہ سوز ڀري سر ۾ اداڪاري ڪندا. جو خلق کي مٿن
رحم اچيو وڃي. "ڏينم نالي الله جي، جاڏي پير تاڏي خير. جيڪو ڏي ان جو بہ خير،
جيڪو نہ ڏي تنهن جو بہ خير. ڏٺي وڃ نالي الله جي. الله جي نالي تي جو مومن
روپيو ڏيندو. الله دل جون اُميدون تن جون پوريون ڪندو".

## مداري

ڪالوني ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪو چريو يا مست پل ۾ ايندو هو ته ٻار ان کي "لڌ وين لڌ وين" ڪندا هئا. اسان وري پري کان چيڙيندڙن کي ٺيڪرون ڏيندا هئاسون، وقت به وقت ٻولي جو ڪرتب ڏيکارڻ لاءِ مداري تماشو به ڪندا هئا. مداري جڏهن ڊيڪي وڄائيندو هو ته خلق اچي مڙندي هئي. اسان ننڍڙا ٻار به ان جي ٻويان لڳي پوندا هئاسين.هي اڪثر گهٽين ۾ به ڪاهي پوندا هئا. هنن مدارين کي گهٽين ۾ وڃڻ کان ڪا روڪ ٽوڪ نه هئي پردي دار عورتون گهر جي ٻوين ڏر تي بيهي انهن تماشبين جي رونشي مان لطف وٺنديون هيون؛ عورتون هون ته سخت پردو ڪنديون هيون پر هنن کان پردو نه ڪنديون هيون. مداري جي ڊگڊگي وڄائڻ تي ٻولي ناچ شرع ڪندي هئي ۽ ڪلابازيون ڏيکاريندي هئي. اهلون ۽ حرڪتون به ڪندي هئي. ٻنڪو ٻاٽل ٻولڙو رئو ٻاٽل ٻولڙي کي پرچائيندو هو ۽ هو ناز نخرا ڪندي هئي اهڙو دلچسپ ۽ مزيدر تماشو ڏيکاري ٻولڙو ۽ ٻولڙي تماشو ڏسڻ وارن کي اڳيان اچي سلام ڪندا هئا ۽ پئسا پني مداري کي ڏيندا هئا، مداري صرف ڊيڪي وڄائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن کي فقير ڪاري يا ٻوري رڇ، مرون سوئر ۽ شڪاري ڪتن کي ساڻ ڪري ماڻهو وندرائڻ ڪاڻ ايندا هئا. هو ميدان جي وچ ۾ هڪ مضبوط ڪيلي سان هڪ رڇ سوئر يا مرون سوگهو ٻڌي ان تي چار ڪن خطرناڪ شڪاري ڪتا ڇڏيندا هئا. جيڪي ان ٻڌل جانور تي اچي ڪڙڪندا هئا. پوءِ ان رڇ ڪتي جي ويڙهه ۾ ڪتن جو پرنڪون هونديون هيون. ڪڏهن رڇ ساٺو ٿي پوندو هو ته ڪڏهن ڪتا سڀ ڪو ڪرر ڪري ٻچ پائي ونئي مالڪ ڏانهن ڀڄندا هئا. پوءِ اهو فقير ڦيروڪري پئسا پندو هو. هڪ پيرو ڪو رڇ سچي ۾ بڪڙي پيو ۽ هڪ ڪتي جا اندا ۽ اوجهريون به ڪڍي ڇڏين.

## جوڳي

وحلت ڪالوني ۾ نانگن وارا جوڳي به ايندا هئا. جوڳين جو هر هنڌ آڌر ڀاءُ ٿيندو آهي. ٻاڙي ۾ جوڳين جو اچڻ سئو سمجهيو ويندو هو. هي جبلن ۽ جهنگلن ۾ رهندا آهن. چوٽي آهي ته "جوڳي نه ڪنهن جا مٽ" جوڳي نارنگي رنگ جا ڪپڙا پائيندا آهن جوڳين جي انهي، گيڙو رتي چولن کي "الفي" چئبو آهي هي ڪنن ۾ گول وڏا والا به پائيندا آهن. سنڌ ۾ رهندڙ اهي جوڳي نانگ ڏاريندا آهن. جوڳي ڇپين ۾ نانگ مرليون ۽ ڏارو ڪٽي ايندا اهن ۽ ڏارو اجلي، قسمت ٻڌائيندا آهن. جوڳي مرلي، سان نانگ ريجهائيندا آهن. جوڳي، جي مرلي وڄائڻ وقت مرلي چرڻ سان نانگ ٻنهنجي ڦڻ چوريندو آهي. ڪي جوڳي مرلي ڏاڍي سٺي وڄائيندا آهن. ريڊيو تي اقبال جوڳي فنڪار جي ڏن ڪافي مشهور ٿي، جوڳين کي سڄو ڏينهن ڦرندو ڏسڻ به هڪ

تماشي جهڙي ڳالهه هئي، جوڳي جڏهن ماڻهن ۾ ٻارن کي ڳچي ۾ نانگ پارائيندا هئا ته مان ڪين ڏسي حيران ٿيندو هوس، مون کي نانگن ۽ بلائن کان ڏاڍو ڀپ ٿيندو هو. سنڌ ۾ ڪاريهر، واسينگ، ڪپر، هڻ ڪڻ ۽ منهين ۽ ٻيڻ بلا به ٿيندي آهي. مون راڻي باغ ۾ اژدا بلا به ڏٺي هئي. اهي سڀ نانگ زهر مار هوندا آهن. ڪاري نانگ کي ٻه زبانون هونديون آهن. نانگن کي ڪن نه ٿيندا آهن اهي نوپ ٻوڙا هوندا آهن. نانگ ڏيڏر، ڪنا ۽ نوريئڙا شوق سان کائيندو آهي. برسات جي ڏينهن ۾ جڏهن نانگن جي ٻرن ۾ پاڻي ڀرجي ويندو آهي ته نانگ ٻاهر گشت تي نڪرندا آهن. اونهاري ۾ ڪنهن جو پير پل ۾ مٿان اچي وڃن يا ڪو ڪيس اورانگهڻ چاهيندو ته هي ڏنگينديس. چوندا آهن ته "نانگ جو ڪاڌل نوڙي، کان ڀڄي." جوڳي نانگ ڦاسائڻ وقت ان کي ڳچي، کان جهليندا آهن ۽ هن جي وات پٽڻ تي ان جي زهر واري ڳوٿري چاقو، سان ڪٽي ڇڏيندا آهن تنهنڪري نانگ چڪ نه هڻندو آهي. منهنجو دوست سُياش موتوائي جڏهن مسلم ڪمرشل بئنڪ چوٽڪي گهٽي، برانچ ۾ مئنيجر هو ته اها بئنڪ جي بلڊنگ پراڻي هئي جنهن ۾ هڪ ڏينهن سُياش پنهنجي ٽيبل جي خاني ۾ نانگ ڏٺو. پوءِ اسان جوڳي گهرايا سون. وڏو تماشو ٿيو. آخر جوڳين وڏي ڪوشش کان پوءِ نر ۽ مادي ڦاسايو ۽ جوڳين سياش کان ٻه ٽي هزار ورتا. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سُياش کي ڀپ ڏيندي چيو. "ٻچا ٿوري هوشياري ونجان مونکي لڳي ٿو اصل نانگ اهي هئي اٿئي جوڳين نمونو ڪري پنهنجا نانگ ڇڏي پڪڙيا اٿئي" جيترو وقت واڳيو اٿي هو سنٽس ڦرس منجهيل هئي. نانگ ڏاريندڙ جوڳي چوندا آهن ته "جيڪڏهن ڪنهن هن نانگ جي مادي ماري وڌي ته نانگ ان شخص کي ڳولي لهندو". نانگ جو وير هڪ حقيقت آهي چوندا نه آهن ته "تون ته اسان سان نانگ وارو وير رکيو آهي". نانگ کي ماڻکي، ۾ صورت نظر ايندي آهي. نانگ کي مارڻ مهل پوري طرح سان ان جو منهن چٿڻ گهرجي نه ته مثل نانگڻ اکين جي ماڻڪين مان نر ان شخص جي صورت سڃاڻي وٺندو. هڪ پيري مان ۽ پرويز بشني گل شاهه بخاري ميلي تي وڃي رهيا هئاسون ته منهنجي موٽر سائيڪل ڪنهن نانگ جي مٿان چڙهي وئي، جيڪو زخمي ٿي ويو هو مئو الائي نه پر مان ڪافي وقت ڊنل رهندو هوس ته جيڪڏهن نانگڻ هوندي ته ان جو نر مونکي ڳولي نه بدلو وٺي. سنڌ ۾ اها پٽ به ڏيندا آهن ته "ڪو نانگ ڪٽي" منهنجي فطرت ۾ دوستن کي نانگن جيان پالڻ واري ڪمزوري آهي. ڪيترو به ڪين کير پيار پر نيٺ هو مونکي ڏنگي وڃندا آهن.

## رانديون

"پڙهڻ ترڻ، تير هڻڻ، چوٿين سواري جي ننڍي هوندي نه سکيو ته وڏي هوندي خواري." ورزش ۽ واڪ سان منهنجو ٻوز پورو ٿي پوندو هو تنهن ڪري راند روند ڪرڻ جو مون ۾ ڪو گهڻو شوق ڪو نه هوندو هو. تنهن هوندي به

مان ڪجهه ميداني رانديون کيڏندو هوس. وحدت ڪالوني ۾ اسان جي گهر جي سامهون هڪ وسيع خالي پلاٽ پيل هو. جتي وڏا والي بال کيڏندا هئا جنهن ڪري انهيءَ گرائونڊ جو نالو ”والي بال گرائونڊ“ پئجي ويو. جتي اسان به پاڙي جا ننڍا ٽوڙي وڏا ڇوڪرا گڏجي رانديون ڪندا هئاسون، جتي اڪثر ٽولا ڪرڪيٽ راند ڪندا هئا. اسان جي به هڪ ڪرڪيٽ ڪلب هئي جنهن جو ڪئپٽن سهيل شيخ هو. هي منهنجو پاڙيسري ۽ ڪلاس فيلو ڏاڍو ٺاهوڪو هو ۽ منهنجي زندگيءَ جو ڀيريون محبوب هو. هن جي ڪري مان به ڪرڪيٽ کندو هوس. ڪرڪيٽ ۾ مان وڪيٽ ڪيپر ٿي رهجي ويس. مون کان ڪيچ ڇڏائجي ويندا هئا ڇاڪاڻ ته منهنجي نظر بال بجاءِ هر وقت هن ۾ هوندي هئي. مون کي هر ڪو زيرو تي ڀيرين بال سان آئوٽ ڪري ڇڏيندو هو. مون کي فيلڊنگ کان به بچان ايندي هئي. مان ٿڪي ٽڪي وچ ۾ ميدان ڇڏي گهر ڀڄي ويندو هوس. مون کي ڪرڪيٽ راند دنيا جي واهيات ترين راند لڳندي آهي، مون ڪرڪيٽ کان پوءِ توبهه ڪري ڇڏي، اڄ به جيڪڏهن ڪوئي لک رپيو ڏئي شرط رکي ته سڄي دنيا جي مٿلن ٽوڙي جيئرن ۾ ڪن به يارهن ڪرڪيٽ جي رانديگرن جا نالا ٻڌائي ته شايد مان نه ٻڌائي سگهان. مون کي عمران خان، جاويد مياندادا، ظهير عباس ۽ شاهد آفريدي کان سواءِ ڪنهن جا نالا نٿا اچن. هٽلر ڀلو ڪيو هو جو جرمني ۾ سڀ ڪرڪيٽر مارائي ڇڏيا هئا. وري ڪو هٽلر پيدا ٿئي ته ڪا جان ڇٽي. مون کي فٽ بال راند پسند هئي پر ان ۾ به مان صرف گول ڪيپر هوس. مون کي والي بال ڏسڻ جي حد تائين پسند هئي. منهنجي دوست عامر آرائين جو پيءُ عبدالغفار آرائين، نور الدين جوڻو، عبدالسميع ميمڻ منظور سومرو ۽ عبدالسميع دائود پوٽو کان ولي سمورا وڏا سٺا رانديگر هئا جيڪي وقت بوقت هت ٽورنامينٽ ڪندا هئا. جيڪو مان شوق سان ڏسندو هوس. ان ميدان تي اسان ٻار به پنهنجا ٽولا ٺاهي ڪبڏي راند ڪندا هئاسون. هن ميدان کان سواءِ اسان ٻار آسپاس ننڍيون وڏيون رانديون به ڪندا هئاسون. سڄو ڏينهن مستي، ڪيچل ۽ راند ۾ مگن رهندا هئاسين. مان پاڻ کان عمر ۾ ڪجهه وڏن ڇوڪرن سان سٽ ڪٽ راند کندو هوس، هٽي هڪ ٻئي کي سوجائي وجهندا هئاسون. ونجهوٽي، ڳوڙي ڪوڏي ۽ فٽ بال اهي رانديون اسان کي هر وقت چست رکنديون هيون. ان ۾ مان به نهايت جوش ۽ خروش سان حصو وٺندو هوس. مان سڀئي رانديون کيڏي سگهندو هوس سواءِ لغڙ راند جي، سمورا ٻار لغڙ ويڙهائيندا هئا پر مون کي لغڙ اڏائڻ نه ايندو هو. مون کي ڏڪي ڏڪر، ڇنڀو ڏئي ڇڏائڻ، چدي (بلور) راند، ٽوڙي راند ۽ گهوڙي راند پسند هئي. ”گهوڙي ڪچي ڪي پڪي.“ مون کي تاش راند به نه ايندي هئي باقي مان لوڊو راند کيڏڻ جو عاشق هوس اسان

اقبال بلوچ، رحمت الله صديقي، امجد ميمڻ، نظير بلال، عامر آرائين، سعيد سهتو، غفور شيخ، آغا نزاڪت ۽ سهيل پنهرو شرطن تي لوڊيو ۽ نانگڻ کندا هئاسون. ڪافي جوش هوندو هو پر روزانو اختتام تي کٽندڙن ۽ هارائيندڙن جي وچ ۾ ويڙهه ٿيندي هئي ۽ آخر ۾ ويچارو لوڊيو ڦاٽي ويندو هو. وري ٻئي ڏينهن هڪ نئين لوڊي سان ساڳي راند ۽ ساڳي ڪار ٿيندي هئي. مون ٻوهه ڪرڻ ڪڏهن سکيو نه هو. اهو شغل رڳو اسان اهي چند دوست پاڻ ۾ ڪندا هئاسون، هڪڙا کيڏندا هئا ته ٻيا ڏسندا هئا ۽ هارائيندڙ آئوٽ وري نئون رانديگر شامل ائين اهو سلسلو رات دير تائين هلندو هو پوءِ اقبال جي خرچ تي رحمت الله جي گهران دوڌ پتي چانهه جو ٻوز به هلندو هو. دل وندرائڻ ڪاڻ ڪيرم بورڊ به کيڏندا هئاسون. اڌ ڪلاڪ هٿ جي تري تي برف جو ٽڪر جهلي مان اڪثر شرط کٽي ويندو هوس. اسان ڪڏهن ڪڏهن ماچس کي ڌاڳا ٻڌي چوڪرا ٺوڙي چوڪريون هڪ ٻئي کي ٽيليفون به ڪندا هئاسون. ٻاراڻي راندين ۾ اسان چوڪرا ريل ٺجي هڪ ٻئي جي خميس پڪڙي هلندا هئاسون.

### برسات

مينهن لاءِ مانڊو پکي تاڙو جڏهن لاتيون ڪندو آهي ته اسان انهيءَ تازي جي تنوارڻ کي برسات اچڻ جي نشاني پائيندا آهيون ۽ جڏهن ڪوليون رات ۾ ڪنڌ جا ڪٺو پڪڙي قطار ڪري نڪري پون ته پڪ سمجهيو مينهن وسندو. ساري ڪائنات مينهن لاءِ سڪندي آهي. ميگهه-ملهار ۽ سارنگ تنهن کي باترتيب ڳائڻ سان آسمان ۾ جهڙ ٿي پوندو آهي ۽ مينهن اچي وسندو آهي. منهنجي به الک در اهائي التجا هوندي آهي ته "مولا سائين مينهن وسائي، ته ڪانئر چڻن ڪر ڪان." مالڪ جڏهن پنهنجي مهر سان مينهڙو وسائيندو آهي ته مينهوڳي جي مند ۾ جڏهن موسم جي پهرين برسات ابابيلن جي اچ لهندي هئي ته اسان خوشيءَ ۾ "پيچ مولا پيچ مولا، چاندي جا گولا" جا نعره هڻي خوش ٿيندا هئاسون. ان منداڻي چوماسي ۾ سارو ڏينهن بوندو پيون هلنديون آهن، رات جو به مينهن بند نه ٿيندو آهي. وڄن جا ڪڙڪات ۽ چمڪات. گهاٽا ڪڪر مينهن جي لباس ۾ پيا ايندا آهن، جهڙ، وڏڦڙو مينهن وسندو آهي. آسمان مان بوندا باندي پئي هلندي آهي. ڪڏهن وسندو آهي ته ڪڏهن گجندو آهي. ساوڻ جو مينهن پهرين اوچتو ڦڙ ڦڙ ۽ پوءِ تيز هوا سان گڏ به

وسندي آهي، گسن تي گاهه ٿي پوندا آهن، چرڏاري ساوڪ ٿي پوندي آهي. سڄو ساٿيهه سرهاڻ سان واسجي ويندو آهي. ڇڻ مشڪ جي سرهاڻ مچي ويندي آهي. بادل برجڻ سان اهي رب جا اسان گناهه گارن تي وڏا ٿورا هوندا آهن ڌرتي تي گناهن جي ڪٽ لهندي آهي، ڌرتيءَ ۾ نئون ساهه پوندو آهي. سارنگ برڪت جو سائين آهي. سارنگ سکن جو مهينو آهي، عاشقن جو مهينو آهي. مينهن جنت جو ڏينهن آهي. سارنگ جي اچڻ جا ڏينهن اهي ساوڻ جا ڏينهن آهي پيارا مينهن. محبوبن جا ڏينهن آهن. مکڻ ۾ ماکي ٿي وڃڻ جا ڏينهن آهن. ساوڻ جي مند ۾ رب جو ديدار ڪرڻ لاءِ درياهه شاهه تي خلق اچي ڪني ٿيندي آهي. مينهن جي ويس ۾ محبوب بي حجاب ٿي پوندا آهن. منهنجي به دل جو غبار لهي پوندو آهي فرحت پئي ايندي آهي، ساوڻ جي مند ۾ پرين کي هن ريت ياد ڪيو آهي ته:

اڄ پڻ اُتر پار ڏي ڪارا ڪڪر ڪيس
وڄون وسڻ آيون، ڪري لعل لبيس
پرين جي پرديس، مون کي مينهن ميڙيا

قدرت جي هن حسين رنگ ۾ جتي آڙين، تاڙين، ويندي سمنڊ جي تري ۾ رهندڙ سپون تائين خوش هونديون آهن. خوش رڳو نه هوندا ته اُهي موڏي مروان ناخوش هوندا آهن جيڪي اندر جا ڪارا هوندا آهن جن جي ڪرمن ۾ رڳو ماتم لکيل هوندو آهي جيڪي پنهنجي پاڻ تي پاڻ ئي دانگي ملين ته اسان جا ٺا ڪري سگهون.

اسڪول جي زماني ۾ جڏهن برسات ۾ اسڪول بند ٿيندا هئا شل نه مينهن پوندو هو ته اسان لِڳ اگهاڙا ڪري گهرن کان ٻاهر نڪري پوندا هئاسون. ڪپڙا لٽا سڀ گپ چڪ ۾ ته به خوش ٿيندا هئاسون. برسات جي انهي ڪنوڻ جي گجگوڙ کان امان ڏاڍو ڊڄندي هئي. "او الله سائين ٻاجهه ڪر. او پيران پير دستگير. او مرشد، اولياءَ ٻچڙن کي سگهو آڻ." مان جيستائين گهر نه ايندو هوس تيستائين پئي لڇندي ۽ ٿڙڪندي هئي مينهن وسڻ وقت پاڻي جا ڦوٽا ٿيندا هُوا ۽ پاڻي سان گڏ پچندا هوا ۽ پرندا هوا اُهي ڏسي خوش ٿيندو هوس. مينهڙا وسندا هئا ته ڇڻ اسان ٻارن جي ٻيگهي مچي ويندي هئي. رڳو اها وائي هوندي هئي ته "هلو هلو درياهه تي." اسان جي گهرن جي ويجهو سنڌو جو شاهي درياءَ هو جتي ڪڏهن ماڻٽ ولي ويندا هئا ته ڪڏهن وري اسان ٻار اڪيلا ٽولا ٺاهي پڃي ويندا هئاسون، گهرن جي سامهون واري ريل جي بند تي چڙهي گل شاهه بخاري ڏانهن نڪري پوندا هئاسون، هتي ۾ ڇتيون هونديون هيون اسان ڇڻ ڪئمين وانگر مينديون ڊڪي هلندا هئاسون. اُتي جيڪو به ٻير توت يا جنگ جليبي پئي آيون ته هڪ ٻئي ۾ ورهائي کائيندا هئاسون، گل شاهه بخاري جي واري جي ٽيلن تي اسان مينهن وساڙا به گولهڻ ويندا هئاسون. برسات جي موسم ۾ نرم زمين ۽

واري تي ڳاڙهي رنگ جا مخمل جهڙا نرم ريشم جهڙا جيت نڪرن ٿا جن کي
مينهن وساڙا سڏبو آهي. ان ٻرپوٽي جيت کي تري تي رکي خوش ٿيندا هئاسون،
زمين ۾ ٻج ڪانسواءِ ڪا به شي پيدا ڪانه ٿيندي آهي رڳو ڪنيپون بنا ٻج
وارياسي پٽ مان نڪرنديون آهن مينهن پوندو هو ته چوطرف اڇيون ڪير
جهڙيون ڪنيپون زمين مان منهن ڪڍنديون آهن، اسان اتي برساتي ڪنيپون پٽي
انهن جو ڏاڳي ۾ هار ناهي گهر ڪٺي ايندا هئاسون گهر وارا ته چڻ انهن ڪنيپن
لاءِ آتا ويٺا هوندا هئا. انهن برساتي ڪنيپن جي ڀاڄي نهايت لذيذ ٿيندي آهي. امان
انهن ڪنيپن مان اهڙي ته سوادي ڀاڄي تيار ڪندي هئي جو هٿ ۽ چپ پيا چٽيندا
هئاسون. تڏهن ڪنيپن جو به مان هو. ڪنيي جي حياتي رڳو جهٽ جي هوندي آهي
ساڳي ڏينهن ڪائيبي آهي. ڪنيي فريج ۾ رکي ٻئي ڏينهن استعمال نٿي ڪري
سگهجي. اُتي ڪٺي طرح جون رانديون به ڪنداهئاسون ٻه ڌريون رسو ڇڪي
زور آزمائي ڪنديون. نوڙي ٽاٽيندي اوچتو هٿ ڇڏي وڃي ته ٻي ڌر ڦان وڃي
هيٺ ڪرندي ته چوڌاري ٽهڪڙا مچي ويندا هئا. مڇي درياهه جو ميوو آهي. مڇي
جي شڪار جو پنهنجو مزو آهي. پلو سمنڊ جي ڪاري پاڻي ۾ پيدا ٿيندو آهي. پلا
سمنڊ جي ڪاري پاڻي جي پيداوار آهي جنهن کي سمنڊ ۾ رهي به چين نه ايندو
آهي جنهن کي مٺي پاڻي جي لذت ۾ اوڀاري ملڻ جي عادت اٿس. چون ٿا ته هي
روهڙي ۽ سکر جي وچ واري ٻيٽ تي زنده پير جي زيارت لاءِ وڃي ٿو. ڪوٽڙي
وٽ پلا سٽيا ۽ سکر وٽ اٽيا ٿيندا آهن. هاڻي پلي گيري ڪوٽڙي بئراج کان
هيٺ محدود ٿي ويئي آهي. پلي جي جنس جو نر (ڪيرو) ۽ مادي (آنياري) ٿيندي
آهي. تازن پلن ۾ گهڻو سواد هوندو آهي. اسان ڪيرا ۽ ڏنيرا کائي درياهه کي دعا
ڪندا آهيون ته "واهه درياهه تنهنجا ميوه." اسان جون ته دعائون درياهه کي آهن پر
مڇي ۽ پلي جون وري بد دعائون آهن، سولنگي قوم کي اهي ماڇي، سولنگي،
مير بحر ۽ مهاڻا هنن پلن مڇين جا پٽيل آهن جيڪي ڪڏهن به ساوا يا آباد ٿي نه
سگهندا هميشه برباد رهندا.

بمباريءَ جي پوُ ڪان بجلي آهي روز وسائي ويندي
پر هو چوڏهينءَ چنڊ ڪڙيو آ، رات ته ناهي، ڏينهن ڏٺو آ
اُن کي چو نه وسائي ٿو ڪو؟، ان کي ڪير وسائي سگهندو!

## جنگ

جنگ جو لفظ ٻڌڻ ته هڪ بلڪل نئون تصور ذهن ۾ اچي ويو. مان
سوچڻ لڳندو هوس ته هي ماڻهو پاڻ ۾ وڙهن چو ٿا. گهڻو پوءِ سمجهيو ته ماڻهو
وڙهندا نه آهن ويڙهايا ويندا آهن، جنگ لڳي تڏهن مونکي خبر نه هئي ته ماڻهو

مسلمان به ٿيندا آهن ۽ هندو به ٿيندا اهن. مسلمان مسجد ۾ خدا جي عبادت ڪن ٿا ۽ هندو ڀڳوان جي مندر ۾ پوڄا ڪن ٿا. فرق ڪهڙو آهي؟ ساهه هوندو ته ٻنهي کي پيارو آهي، پر ٻئي سمجهندا آهن ته فقط هڪڙن کي، باقي ٻين کي پيارو نه هوندو، اوهان وڙهندا هلو مختلف ماڻهن سان، مختلف ٻولين سان، مختلف لهجن سان، مختلف صوبن سان ۽ مختلف ملڪن سان. انسان مذهب، نسل، ذات ۽ ٻولي ۾ ورهايل آهي، پر انسان ته قابيل جي وقت کان هڪ رت پياڪ درند ٿي رهيو آهي. جڏهن اقتدار جي حاصل ڪرڻ لاءِ دوست دوست جو رت پيتو آهي، پاءُ پاءُ يا پٽ پيءُ کي ماريو آهي. ساري تاريخ اهڙن مثالن سان ڀري پئي آهي، جنگ ڪنهن به مسئلي جو حل نه آهي. جنگ ۾ فتح ۽ شڪست لازم ملزوم ٿين ٿيون. ٻيڪو جنگ شروع ڪندو سوئي هارائيندو، نه ڪمندن ڪٿو، هارايو هوڙن.ضروري نه آهي ته ڪنڻ لاءِ جنگ به وڙهو، هو وڙهن يا نه وڙهن جڏهن به اسان هارائينداسين جهڙوڪر هو ڪٿي ويندا ته هنن کي ڪجهه به نه ملندو، قرآن جي هي سٽ آهي ته "بيشڪ انسان خساري ۾ آهي،" مان جنگ جو نه پرامن جو رقص آهيان. اسان اڄ به جنگ هارائڻ ڏانهن پيا وڃون، جنگ شروع آهي 1965ع واري جنگ کان پوءِ هي 1970 واري جنگ هندوستان ۽ پاڪستان وچ ۾ ٻئي جنگ آهي. مان ڏهن سالن جو مس آهيان، هي منهنجي زندگيءَ جو عجيب تجربو آهي. ملڪ ۾ هنگامي حالتون نافذ آهين. اسان مال گاڏن ۾ ملٽري سان گڏ بڪتر بند گاڏيون توپون ۽ ٽئنڪو مسلسل ويندي ڏسون ٿا. اوچتو بجلي اُجهامي وئي شايد اسان کي (BALACK OUT) بليڪ آئوٽ تي هيرائي رهيا ها. ائين بجي بتين وسامڻ تي اسان بستري داخلا ٿيندا هئاسون. جڏهن بمباري جي پُرُ کان روز بجلي وسائي ويندي هئي ته ان بليڪ آئوٽ ۾ چو طرف اونداهي، سنسناهٽ، ويراني، هراس ۽ ڊپ هوندو هو، چڻ راڪاس گهمي ويو هجي، جهازن جو ڊپ راڪاس جي ڊپ جيان لڳندو هو. اوچتو هر طرف خطري جا (گهگهو) سائرن وڄڻ لڳندا هئا. جڏهن سائرن وڄندا هئا ته انڊين حملي وارا جهاز گجگوڙون ڪري ايندا هئا يڪدم ڏڙام! ڏڙام جا آواز ٿي ويندا هئا. جهازن جي تيز آمدورفت سڀ ماڻهو خوف وچان گهرن ۾ لڪي ڪنهن هنگامي حالت جو انتظار ڪندا هئا. اسان جي گهر اڳيان هڪ والي بال جو ڪليل ميدان هو جتي W ۽ L ٽائيپ کڏون کٽيون ويون هيون. جنهن ۾ اندر پلال پريو ويو هو. اُهي چريون غارون ٽائيپ بچاءُ جا مورچا هئا. بابو اسان ٻچڙن کي وٺي وڃي اُنهن چرن ۾ لڪندو هو. هي ٽيون ڏينهن هو جو هندستاني هوائي جهازن جا پاڪستان تي حملا جاري هئا بمباري دوران اسين انهن خندقن اندر گهڙياسين ته زمين تي ڪراند ڪرياسين، ليٽندا وياسين. چيتا چال جيئن ائين ڪرڻ لاءِ اسان کي وڏڙن کان هدايت مليل

هئي، ائين پيو محسوس ٿي ڄڻ اُهي گولا اسان جي مٿان ڪرندا هجن. آواز ٻڌڻ تي
جايون پڻ لڏڻ لڳنديون هيون. انهن ٻہ ڌماڪن ملڪ کي ڏوڏي ڇڏيو هو. ان
خوف ۽ پريشاني جي ڪيفيت ۾ بہ هڪ عجيب ڪشش هئي. هڪ ڏينهن انهيءَ
يد ۾ مان پاڙي جي بازار مان ڪير وٺڻ ويوس تہ اوچتو گهگهو وڄي ويا. گهر
جو پنڌ پري هو. آس پاس ڪا خندق بہ ڪانہ نظر آئي مان بمباري جي ڊپ کان
هڪ وڻ هيٺان پناهہ ورتي، جتان مان هوا بازن جي بمباري ڏسي رهيو هوس،
هڪ ئي وقت چار جهازن اوچيو حملو ڪري ڏنو. اوچتو ڌماڪو ٿيو مون ڏٺو
هڪ اڏامندڙ جهاز قلابازيون ڪائيندو هيٺ زمين جي طرف اچي رهيو هو. اهو
هوائي جهاز هندوستان جو هو جيڪو اچي 4 مارچ جي يادگار واري جاءِ تي
ڪريو جتي هاڻ موجود راجپوتانہ اسپتال آهي، ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ ڏسان تہ
چاچو مظهر زنگي سائيڪل تي پيو اچي ۽ سندس هٿ ۾ ان تباهہ ٿيل جهاز جو
هڪ پيس ائس. ماڻهن جا هجوم گڏ ٿي ويا. هر ڪو پيو اُهو ٽڪر هٿ ۾ ڪٽي
ڏسي ۽ خوش ٿئي اهو جهاز جو پيس ڪين اڄ بہ محفوظ آهي. پارٽي فوج لال
بهادر شاستريءَ جي حڪم تي واگهہ سيڪٽر تائين اچي وئي. هوڏانهن عمر
ڪوٽ ۽ اسلام ڪوٽ قبضو ٿي ويا. اجان جنگ جو خوف حاوي هو. جنگ ۾
بمباري جو انديشو وڌندڙ هو بمباري جي خوف ڪري جڏهن اڌ وحدت ڪالوني
خالي ٿي وئي تہ اسان بہ ڳوٺ جو رخ ڪيوسون. مونکي جيتري قدر ياد ٿو اچي
تہ بابو اسان کي سيوهڻ واري رستي کان ريل ڪلر ۾ شڪارپور وٺي ويو هو.

## اسڪولي جيون

گهر کان پوءِ اسڪول ٻار جي ٻي پناهہ گاهہ هوندو آهي، اسان کي
ٻهريون حڪم پڙهڻ جو ڏنل آهي، سمجهدار ٿيڻ سان ٻار جي پڙهائي يڪدم
شروع ٿئي ٿي، تعليم سان ٻار جي اخلاقي تربيت ٿئي ٿي جو هو وڏن لاءِ عزت،
ننڍن لاءِ قرب، برائين کان نفرت ۽ چڱائين ڏانهن مائل ٿئي ٿو. وڏي ڳالهہ تہ ٻار
شروع کان ئي خراب صحبت کان بچي ٿو. مان آهستي آهستي وڏو ٿيندو ويس
هاڻ امان اسڪول موڪلڻ جون تياريون ڪرڻ لڳي، مان پنجن سالن جي عمر
جو ٿي چڪو هوس، اسڪول ڪير وٺي ويو ڪيئن ويس اها يادگيري ائم. مان
اسڪول ۾ پاڻ داخل ٿيڻ ويس. بابا يا ڀيو ڪو مون سان گڏ داخلا وقت نہ هو.
ابتدائي تعليم پنهنجي گهر ڀرسان گورنمينٽ پراونشلائيزڊ مڊل اسڪول اولڊ
وحدت ڪالوني حيدرآباد ۾ حاصل ڪئي هي اسڪول منهنجي پاڙي وحدت
ڪالوني ۾ مين روڊ لڳ ڪالوني جي اندر هو. جو منهنجي گهر کان صرف ٻہ
سئو قدم پري هو. اسڪول وڃڻ وارو ٻهريون ڏينهن جڏهن امان مونکي سوير
اٿاري ڏندڻ ڪرائي، ناشتو ڪرائي. تيار ڪري اسڪول موڪليو هو. گهر ۽ امان
جي وجود جي ڇانوَ کان پري اسڪول جو اهو ٻهريون ڏينهن ڪيڏو نہ پريشان ۽
حيران ڪندڙ هو. روزانو صبح جو سوير اسان جي گهر ٻاهران بہ ڏڻ لنگهي

ويندا هئا. هڪ ٻڪرين، رڍن ۽ مينهن جو تہ ٻيو يونيفارم پهريل اسڪولي شاگردن جو. امان مون کي انهن ڏٺن جي لنگهڻ کان اڳي ناشتو ڪرائي، تيار ڪري در تي بيهاريندي هئي ۽ پوءِ مان انهيءَ اسڪولي ڌڻ سان ڪاپين ڪتابن جا ڀهاڙ ڍوئي نڪري پوندو هوس. امان هر هر چوندي هئي "پٽ خيال سان وڃجانءِ ۽ ٻارن کي بہ پارت ڪندي هئي تہ پٽ هن جو خيال رکجو. پٽ ٻاءُ کي هٿ مان وٺي وڃجانءِ" ۽ پوءِ مان ائين اسڪول سال بہ سال درجو ٽپندو رهيس، پهرين پرائمري، پهريون ٻيو، ٽيون، چوٿون ۽ پنجون، 19 اپريل 1966ع ۾ مون پرائمري ۾ داخلا ورتي ۽ 30 اپريل 1974ع ۾ پرائمري پاس ڪيو ۽ پوءِ 13 آگسٽ 1974ع ۾ مون هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي ۽ ڇهون، ستون، اٺون نائون ۽ ڏهون پاس ڪري 15 مارچ 1979ع ۾ اسڪول ڇڏيو. ۽ پوءِ يارهون، ٻارهون ڪاليج ۾ پڙهيس. بس سالن کان ساڳيا سبق، ساڳي نموني پاڙهندا هئاسون. شاگرد هئڻ ڪري اهو سيکجهہ پڙهٺو هوندو هو اسڪول کان پوءِ گهر ۾ بہ پڙهندا هئاسون. طوطن وانگر ٽيون ٽيون ڪندا هئاسون ۽ ڪتاب پڙهي پنهنجا سبق رٽي ايندا هئاسون. اُهي عقل جون ڳالهيون اسڪولي ڪتابن ۾ نہ هيون باقي انهن فضول ڳالهين سان اسان جو نصاب ڀريو پيو آهي. رڳو طوطي جيان پڙهڻ سان جيڪو علم ملي ٿو سو ڪڏهن بہ ڪنهن ٻار ۾ تخليقي طاقت نٿو اُڀاري سگهي. ائين لڳندو هو تہ ڄڻ اسان ڇاوا ٿي نقلي ۽ جڙتو تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ آهيون. پڙهي پڙهي چيلهہ ٿي ڇپي ٿي ويندي هئي. ڏينهن رات ڪتابن ۾ ذهن هوندو هو پر پلئہ ڪجهہ نہ پوندو هو. مڙيئي ڇڪي تاڻي اچي منزلن کي پهتاسون. تعليمي نظام ۾ بہ ڪيترين ئي قيرين گارين عمل ۾ آيون آهن تب هاڻ علم جو واهپو گهٽ ۽ ڪاپي جو گهٽو آهي. اسڪول ۾ پابنديون هيون تہ مزا بہ هوندا هئا. اسڪول ۾ لچايون بہ ڪندا هئاسين. پهرئين کان وٺي پنجين تائين پنج سال عجيب دؤر هو. اهو ننڍپڻ وارو اسڪولي جيون مون کان وسري نٿو. اسڪول جي ابتدائي زماني ۾ شروع ۾ ڦرهي ۽ پوءِ سليٽ کڻي ويندا هئاسون. ڪاٺ جي پٽي (ڦرهي) جا ميٽ جي زرد رنگ جي سڪايل ليپي سان تيار ڪبي هئي. انهيءَ تختيءَ تي استاد اندا پائي ڏيندو هو. تن جي مٽان ڪاريءَ مس ۽ ڪاني جي ڪِلڪَ سان اکر پچائبا هئا پوءِ ڪاٺ جي چونڪ ۾ بند پنج کان اٺ انچ ڊگهي ۽ ايتري ماپ جي نرم پٿر واري سليٽ ڪم آڻيندا هئاسون. انهي ڪاري رنگ جي سليٽ تي استاد کي اچي چاڪ سان الف ب يا انگ لکي ڏيکاريندا هئاسون، پوءِ گهٽو پوءِ ٻئي درجي ۾ اچڻ پنن واريون ڪاپيون ڪم آيون. ڪتاب، نوٽ بوڪ، سليٽ، پينسلون، قلم، ڪاري مس ڪپڙي. هڪ ٻُجڪي ۾ وجهي اها سڻ جي وٽيل ڏوريءَ واري ٻجڪي ڪلهي تي رکي تختي

ڪچ تي ڪري اسڪول ويندا هئاسون. منهنجا اڪر ڏاڏا سهڻا هوندا هئا. مان پاراڻي پهرين ڪان وٺي ميٽرڪ تائين وارا ڪتاب سنڀالي رکيا هئا. انهن درسي ۽ ادبي ڪتابن جون مون وٽ پيٽيون ۽ ڪٻٽ ڀريل رکيل آهن. مان استادن جو دادلو شاگرد هئس ۽ استاد به مون کي پنهنجي اولاد وانگر ڪري سمجهندا هئا اسان جي اسڪول جو بنياد 6 ڊسمبر 1963ع ۾ ان وقت جي ڊويزنل ڪمشنر حيدرآباد محترم ابو نصر رکيو هو اسان جو اسڪول به ماڙ هو. اسڪول جي هيٺين حصي ۾ 4 ڪلاس روم، هڪ وڏو هال، هيڊ ماستر جو دفتر، هڪ اڳيان شاهي پارڪ به هو جتي اسيمبلي ٿيندي هئي. اسڪول جي مٿئين حصي ۾ به پنج ڪلاس روم. هڪ اسٽور ۽ هڪ کليل اڱڻ پڻ هو. اسڪول کي به شاهي دروازا هئا هڪ ٻاهر مين روڊ ڏانهن ته ٻيو اندر وحدت ڪالوني ڏانهن کلندو هو. رسيس ۾ ان در وٽ ڪافي شين وارا اندر گهڙي ايندا هئا. انهن ڏينهن ۾ اسڪول جي خرچي چار آنا مس ملندي هئي چار آني ۾ ڪافي چڱو ٽول ملندو هو. انهي اسڪول جي پارڪ واري ميدان تي اسان راند ڪندا هئاسون جتي هڪ پاڻي جي سبيل به هئي. اسڪول جي ورانڊي ۾ اسڪول جي موڪل ملڻ ڪان پوءِ چوڪيدار شريف جيڪو پنجابي هو ۽ ننڍي قد سان هو هڪ کٽ وجهي ويهندو هو. اونهاري ۾ صرف انگوشو هوندو هوس. پاڻي جي بالٽي پرسان پئي هوندي هيس ۽ چلم به پرسان رکندو هو. اسان حرڪت ڪري انهيءَ حقي ۾ پاڻي وجهي ڇڏيندا هئاسون. انهيءَ جو هڪ پٽ به اسان سان پڙهندو هو جنهن جو پاسو ڦريل هو اسان کيس ٽارزن چوندا هئاسون. ائين لڳندو هو ڇڻ ڪنهن وڻ جي اوچائي تان ڪريو هجي ۽ پاسراٽيون ڀڳل هجنس. اسڪول جو باٿ روم ۽ اسٽور وڏا ڊپ وارا هئا. اسان ننڍڙا ٻار ته ان کان ڏاڍو ڊڄندا هئاسون. ڪيئي ٻار ته ڪپڙن ۾ هنگي ڏيندا هئا پر باٿ روم ۾ نه ويندا هئا. اسان جڏهن پرائمري ۾ پڙهندا هئاسون ته ڪڏهن سکو ڪير، ته ڪڏهن گيهه جا دٻا ته ڪڏهن ڊبل روٽيون ته ڪڏهن چانهه جا پاڪيٽ ۽ ٽيلها ڪمپني وارا ٻارڙن کي مفت ڏئي ويندا هئا. ننڍي هوندي اسان سڀني کي اسڪول ۾ زوريءَ ٽڪا هڻندا هئا. انهن ٽڪن جا نشان اڄ به مون کي ٻانهن جي ڏورن تي آهين. هڪ ڏينهن ڪا ٽيم ماتا جا ٽڪا هڻڻ لاءِ اسان جي اسڪول ۾ آئي سڀني ٻارن کي ٽڪن هڻڻ لاءِ قطار ۾ بيهاريو ويو ڪن خوشي ۾ ته ڪن انڪار پئي ڪير پر استاد انهن کي زوري سرچائي اهي ٽڪا هڻايا. اهي هڪ ڪوڪي جهڙي آوزار سان هنيا ويندا هئا. ان وقت ماتا پکڙجي وئي هئي جنهن جي بچاءَ لاءِ اهي ٽڪا هڻڻ ضروري هئا. منهنجا ٽڪا پچي پيا ۽ مون کي اٽڪل هڪ هفتو ڪن بخار هليو. ٽڪن هڻڻ واري ڪوڪي کي هن اپريل پاڻي يا اسپرٽ ۾ پئي صاف ڪيو. اهڙي ريت هڪ پيرو ٻيهر

ڪالرا جا ٽڪا ٻه لڳا. اٽڪل اسڪول جي اڌ کن ٻارن کي بخار ٿي پيو جنهن سبب هفتو کن ٻارن جي حاضري گهٽ رهي ۽ انهيءَ پيرڊ ۾ رڳو استادن ٻارن جي چٽي هڻي ۾ اسڪول اچڻ ٻين ٻارن لاءِ ضروري هو. جيڪي راند پڙهائي ڪري موڪل مهل گهر ويندا هئا. مان جڏهن ٻيون درجو پاس ڪري ٽين درجي ۾ آيس ته منهنجي ڀاروٽڻ جو پهريون دوست اقبال احمد بلوچ اڄان ٻئي ۾ هو. مان ڪائنس هڪ سال سينئر هوس. اسان جي گهڻي ياري هئي. مان ان لاءِ قرباني ڏني ته ٽين ڪان چوٿين ۾ وڃڻ لاءِ امتحان نه ڏنو جنهن سبب فيل ٿيس ۽ ساڳي ٽين ڪلاس ۾ رهيس ۽ هوڏانهن اقبال ٻيو پاس ڪري ٽئين ۾ آيوائين منهنجي چال ڪامياب ويئي ۽ اسان ٻئي هاڻ هڪ ئي ڪلاس ۾ هڪ بينچ تي ويهڻ لڳاسون هر وقت گڏ رهڻ ڪري اسان آواره ٿي پياسون ۽ منهنجي پڙهائي ۾ دل نه لڳندي هئي آخر امتحان ٿيو ته مان هڪ ڀيرو ٻيهر ناپاس ٿيس ائين منهنجي ٻوئين قرباني رائيگان وئي ۽ اقبال ۾ قرباني جو جذبو نه هو هو پاس ٿي چوٿين ڪلاس ۾ ويو ۽ مان ٽين ۾ رهجي ويس. اڳ مان اقبال کان هڪڙو درجو مٿي هوس هاڻ هو هڪڙو درجو مونکان مٿي ٿيو. ائين مسلسل منهنجا ٻه سال تباهه ٿي ويا جهڙوڪ مان ٽئين ۾ 3 سال رهيس. ائين مون پرائمري جا 5 سال ان سالن ۾ پورا ڪيا ڪچو پهريون، پڪو پهريون، ٻيو، ٽيون 3 ڀيرا، چوٿون ۽ پنجون درجو. اسڪول ۾ شاگردن جي وچ ۾ تون چا تون چا ٻه ٿيندي هئي اڳ مان ننڍو هوس. هي سڀ اسان ننڍڙن مٿان رعب جمائيندا هئا. تنهن هوندي ٻه مان انهن سان پڇي وندو هوس. پٽر سان پڇندو چڪر هو ڳالهيون ٻه وڏن جيان ڪندو هوس ۽ سڏ ٻه هر ڪنهن ڳالهه جي هئي پوءِ جڏهن 3 سال هڪ ئي ڪلاس ۾ رهيس ته چڻ مان موسڻ سينئر شاگرد بڻجي ويس. وڏي ۽ رعبدار هئڻ سبب مان باقي ڪلاسن ۾ مانٽر ٿي رهيس. مونکي انهيءَ زماني جا اڪثر بيت اڄ تائين ياد آهن، جيڪي وساري نه آهيان سگهيو. سڀ کن تنهنجي ساراهه! قدرت وارا، ڪشن چند بيوس جا بيت الا جهري مَ شال غريب جي جهوپڙي. سامي جا سلوڪ، مرزا قليچ بيگ جي مناجات، ڏيئو بيت وغيره وغيره. استاد منهنجي ڏاڍي مدد ڪندو هو مشق لکڻ کان بيتن ياد ڪرڻ تائين مان چڻ هن استاد کان سواءِ موڳو ٿي پوندو هوس، اسڪولي ۽ ٻاڙيسري يار اقبال بلوچ جنهن سان دوستي مرڻ گهڙي تائين قائم رهي. هي اسڪول کان پوءِ ٻه سڄو وقت مون سان گڏ هوندو هو. اسان اسڪول مان موٽي گهر اچڻ شرط بستا گهر ۾ ڦٽي ڪري ٽڙ تڪڙ ۾ ماني جا ٻه ٽي ٽڪرا گرهه هڻي رول تي نڪرندا هئاسون انهيءَ رول ۾ اسان جو ٽيون ساٿي هوندو هو زاهد دائود پوٽو. اسان گهر ۾ ٻه هوندا هئاسون ته سڄو ڏينهن حرڪتون ڪندا هئاسون. امان کي

ايندي ڏسي هروپرو ڪتاب ڪڻي ڏاڍيان پڙهندا هئاسون ته جيئن امان سمجهي ته هي پڙهائي پيا ڪن پر اندر قصو ڪو ٻيو هوندو هو. آخر ٻئي يا ٽئين يا ڦري پيرڊ ۾ هيڊ ماستر صاحب جي رهڻ جي جاءِ جيڪا اسڪول جي اندر پويان هوندي هئي ان جي باغ مان زيتون، ۽ ٻير پٽيندا هئاسون. پٺرن تي هيڊ ماستر جي گهر جا پاتي نڪري ايندا هئا ته اسان لڪي ويندا هئاسون. ڪڏهن ڪڏهن پڪڙجي به پوندا هئاسون ته ڏاڍي مار ملندي هئي. منهنجي پرائمري جي اسڪولي دوستن ۾ اقبال بلوچ کان سواءِ سهيل شيخ، ڪيلاش، سپاش، فاروق قاضي، غلام رسول پنهور، نرسنگهه، غلام مجتبيٰ قزاق، محمداسماعيل مغل، منهنجو ڀاءُ رشيد، اياز منگريو (بابو) تنوير سهتو امتياز مگريو، عبدالرزاق ميمڻ، انهيءَ هر ڪلاسين ڪانسواءِ ڇوڪريون به اسان سان گڏ پڙهنديون هيون جن ۾ رانو، روبي، روشن آرا، گلشن آرا به ٻه ڀيڻيون، نصرت ميمڻ، فاطمه مگريو ۽ ٻيون پاڙي جون ڇوڪريون هيون جن جا نالا ڪڻي نٿا سگهجن ڇاڪاڻ ته انهن جا ڀائر هاڻ اسان جي پاڙي جا وڏا ليڊر آهن تن جي ڀيڻن جا نالا ڪڻڻ سان مٿان انهن ڪي غيرت اچي وڃي. ڪيڏو نه افسوس جو مقام آهي جو ماڻهو پاڪ بيبين جا نالا ته بنا وضو جي عام روڊن، رستن تي ڪڻي سگهي ٿو پر، پنهنجي ٽيڻ واري زال جو نالو به شادي ڪارڊ تي نه ٿو ڏئي سگهي يا ڪلاس فيلو جو نالو جيون ڪهاڻي ۾ نٿو ڏئي سگهي ته مٿان قيامت نه اچي وڃي.

چوٿين درجي ۾ منهنجو استاد سائين مظفر قريشي هو جو نهايت، با اخلاق ۽ فضيلت وارو انسان هو. سائين حميد وسطڙو، سائين عبدالڪريم پيرزادو، سائين امير بخش، سائين مولا بخش جنهن مونکي پهريون درجو پڙهايو. سائين مولا بخش اسٽيج ناٽڪن ۾ ڪم ڪندو هو ڪيس اداڪاري جو ڏاڍو شوق هو. مرزا قليچ بيگ جي ٽي وي ناٽڪ انڪوائري آفيسر ۾ پڻ آيو. وقت گذرندو ويو پاراٽي ڪان پنجي ۾ پهتس آخر پنجون به پاس ڪيو. اسان وحدت ڪالوني جا سمورا ڪلاس فيصلو پنجين درجي ۾ پاس ٿيڻ ڪان پوءِ گڏيل فيصلو ڪيو سون ته ڇهون درجو ڪٺي به گڏ پڙهنداسون. ٽنڊي سڙڪ تي واقع شهر جو ماڊل اسڪول (اولڊ ڪيمپس) هميشه پنهنجي اونچي گهڙيال سبب منهنجي دلچسپي جو مرڪز رهيو. منهنجو فيصلو هو ته انگريزي پڙهڻ لاءِ شهر جو هي اسڪول سڀ کان بهتر رهندو. ڏاڍو جوش ۽ خروش سان ڇهين درجي ۾ داخل ٿياسون. هن اسڪول ۾ پهرين درجي ڪان وٺي مئٽرڪ تائين هر ڪلاس جا A، B ۽ C سيڪشن هئا. A سيڪشن صرف انهن لاءِ هو جيڪي هتي شروع ڪان پڙهيا، B سيڪشن صرف اردو ڳالهائيندڙن لاءِ هو ۽ C سيڪشن ٻاهران آيل وڻ وڻ جي ڪاني لاءِ هو. اسان پارا سڀ چندا C ڪلاس ۾ واڙيا ويا. ماڊل اسڪول

سنڌيونيورسٽي (اولڊ ڪئمپس) منهنجي پياري ماءُ هئي، جنهن مونکي علم جو کير پياريو، جتي مون سالن جا سال سندس گود ۾ اهو علم جو کير پيتو. اسڪول جي برج جو اهو گهڙيال جڏن وقت جا ٽڪ هڻندو هو ته ماحول ۾ عجيب جادو اچي ويندو هو. اسڪول جي بانيڪار جو اهو يادگار به دلچسپي جو باعث هو جتي اسان جون طالب العلميءَ جي دؤر جون ڪيئي يادون وابستا آهن. سنڌ جي هي عظيم درسگاهه جنهن هزارين شاگرد پيدا ڪيا جن پنهنجو ۽ هن جو نالو روشن ڪيو. هن ڪيمپس ۾ پرائمري، هاءِ ۽ ڪاليج جا الڳ الڳ بلاڪ هئا. اسڪول ۾ نرسري، ڪي جي کان وٺي انٽر تائين جي تعليم ڏني ويندي هئي. اسڪول جي وڏي ۽ خوبصورت بلڊنگ ۾ پرنسپال جي آفيس، آفيسون، بئنڪ، پوسٽ آفيس، استادن جي هاسٽل ۽ ڪئنٽين به هئي. اڳيان پويان خوبصورت پارڪ پاسي ۾ به هڪ پارڪ هو. جتي ماستر ۽ ماستريائيون اچي ويهندا هئا. ڊرائنگ هال، سينيٽ هال، ٽيچرس ڪامن روم، به هئا. ٻاهرين پٽ ڪمپائونڊ هال سان گڏ ٻه مين گيٽ هئا. هڪ اسڪول لاءِ ٻيو اندرين ملازمن جي ڪوارٽر ڏانهن. پريس ڏانهن ۽ پويان استاد جي ٽريننگ سينٽر ڏانهن ويندو هو. هڪ پاسي اسڪول ۽ ٻي پاسي ڪاليج جا يونيفارم شاگرد نظر ايندا هئا. يونيفارم ۾ اسان جي اسڪول ۾ اصل ڪان هو، مان جڏهن اسڪول ۾ داخل ٿيس ان وقت اسڪول جو پرنسپال عبدالفتح مغل صاحب هو. پاڻ ڪڏهن ڪڏهن فقط مئٽرڪ وارن جو ڪلاس وٺندو هو. چون ٿا مغل صاحب پيارو پرنسپال هو. مغل صاحب جي بدلي ٿي وڃڻ کان پوءِ غلام حسين انصاري صاحب آيو ته هي سخت ايڊمنسٽريٽر هو. هن پهرين ڏينهن اسيمبلي ۾ ڊگهي تقرير ڪئي ۽ چيو ته ”مان سڀڪجهه برداشت ڪري سگهان ٿو پر گلن، پٽڻ، ڪونڊين ۽ وڻن کي نقصان رسائيندڙ کي هرگز معاف نٿو ڪري سگهان مهنجو هنن سان پيار آهي، انهن جو دشمن منهنجو دشمن.“ پرنسپال جي تقرير دوران منهنجي ڊيوٽي اسڪائوٽ جي حيثيت ۾ مٿين وينگ ۾ هئي. چار ڇوڪرا روزانو واري واري سان اها ڊيوٽي ڪندا هئا. ٻه مين گيٽ تي هڪ پرنسپال جي آفيس آڏو بلڊنگ جي لنگهڻ واري جاءِ تي ۽ ٻيو انجي مٿين فلور تي جئين ته مان مٿين فلور تي هوس ۽ گيلري ۾ ڪافي ڪونڊيون هيون هيٺ پرنسپال استادن جي قطار جي وچ ۾ بيٺل هو سامهون سوَن جي تعداد ۾ شاگرد هئا. مان هميشه خطرن سان کيڏندڙ رهيو آهيان مون ڪي ان جي تقرير تي ججڪي جاڳي ۽ ٽونٽ سان هڪ ڪونڊي کي ڌِڪو ڏنو اها ڪونڊي ذري گهٽ پرنسپال جي مٿان اچي ڪري ها جي شاگردن جي رڙين تي پرنسپال پري نه ٿئي ها. سڀ استاد مٿي ڊوڙندا آيا مان مٿي ائين الرٽ بيٺو هوس ڄڻ مونکي خبر ئي ڪانهي ته هيٺ ڇا ٿيو. پرنسپال

۽ استاد ماري ماري هڄ ٿي پيا پر مون سچي ڳالھ ڪئي منھنجو اھو بيان ھو ته مون ته ديوٽي ٿئي ڪئي بس. انھي۽ ڏينھن کان پوءِ اسيمبلي جون ڪيئي جايون تبديل ٿيون ۽ منئي ڦاٽڪ جي ڊپ کان پرنسپال اسيمبلي ۾ اچڻ ڇڏي ڏنو. جڏھن اسڪول جي پوين کليل ميدان تي پليٽ فارم تيار ٿيو ته غلام حسين انصاري صاحب بدلي ٿي ويو وري عبدالفتح مغل صاحب پرنسپال ٿي آيو. مغل صاحب ٿڌو ماٺھو ھو. باقي انصاري صاحب کان خدا ڏئي پناھ پرنسپال اھڙو سخت ھوندو ھو جو شاگردن جو سک چين حرام ھو، مجال آ جو اسڪول ھلندي ڪو پٽڪو ھٽڻ ۾ اچي ھو جڏھن به ڪلاس ۾ ايندو ھو ته سڀني جا ساھ سڪا پيا ھوندا ھئا ته لڪڻ ڪٿي اچي ته ڪونه پيو، آيو ته سڀ ڪتاب پڙھڻ ۾ لڳي ويندا ھئا. ھن جي ڇڙٻ يا مار سان ڇوڪرن ۾ ھڪ قسم جو ڏھڪاءُ ھوندو ھو. ڪلاس جي ٻاھران لنگھي ويندو ھو ته سڄو ڪلاس ڏڪڻ لڳندو ھو. ھو جڏھن به ايندو ھو ته اوچتو بنا اطلاع جي اندر گھڙي ايندو ھو. ايندي شرط سڀني تي ٺانا شروع ڪري ڏيندو ھو. اسان جھڙن حرڪتين جا ته ھو چوڏا لاھيندو ھو.

## منھنجا استاد

مان پنھنجي ڪن استادن کي وساري نٿو سگھان جيتوڻيڪ سمورن جو ذڪر نٿو ڪري سگھان، انھن استادن مان اڪثر ھن دنيا ۾ ڪونھن باقي ڪجھ حيات آھن. ڪن جي خبر ڪانھي ته حيات به آھن يا گذاري ويا. اُھي سمورا وڏا عظيم استاد ھئا. انھن جي محبت ڀري پڙھائي اڄا ياد اٿم. ڪيڏا نه اھي ھڏ ڏوکي ۽ اعليٰ خيالن جا ھئا. استاد مائٽن وانگر ھوندا آھن. نظم ضبط رکڻ لاءِ انھن کي سخت ۽ ڪرو ۽ ظالم ٿيڻو پوي ٿو. پر دل جا سٺا ھئا. جيستائين منھنجو آخري استاد زنده آھي مان ٻار آھيان جڏھن ھو مري ويو ته پوءِ مان يتيم ٿي ويندس. استادن ۾ ڪي اڄ تائين مونکي ياد آھن تن ۾ پرائمري پڙھائيندڙن ۾ ته مان اوھان کي اڳ ٻڌائي چڪو آھيان باقي ماڊل اسڪول ۾ وائيس پرنسپال سائين عبيد رحمان صاحب انگريزي سيکاريندو ھو. مون کي انگريزي سان ڪا دلچسپي ڪانه ھوندي ھئي ۽ نڪا اڄ تائين اٿم ھن کي پرنسپال ٿيڻ جو شوق ھو پر سڄي زندگي گذري وئي پر ھي پرنسپال جي حيثيت ۾ ڪرسي تي ويھي نه سگھيو. باقي ھڪ ٻه ڏينھن عارضي طور ويٺو ھجي ته ٻي ڳالھ آھي ھڪ ڊرائنگ ٽيچر ھو. سائين محمد بخش عادل شيخ ھي تمام خوبصورت استاد ھو. ھن جي مون سان گھٽي لڳندي ھئي. سائين جي ڪري مون ايليمينٽري ۽ انٽرميڊيئيٽ ڊرائنگ جو امتحان پڻ پاس ڪيو ھو. مون کي ٽريسر ٿيڻ جو شوق ھو. اسان کي الجبرا سائين عبدالرحمان پڙھائيندو ھو. سائين طبيعتن حليم ھو سنڌس سوٽ احمد خان ميمڻ به سٺو استاد ھو. احمد خان ميمڻ مزاج ۾ ڏاڍو سخت ھوندو ھو. گل محمد

سهتو صاحب اسان کي تاريخ پڙهائيندو هو هو مونکي اڪثر چوندو هو پٽ ائين
ڪر جو ڪاپي ڪٽي آ. پوءِ ان کي ٻه اڌ ڪري گهران ماءُ کان چولن جو ٿال تيار
ڪري پاڙي جي گهٽي ۾ ڪپائي باقي پڙهڻ تنهنجي وس جي ڳالهه ناهي. سائين
محمد مراد پنهور اسان جو ڪلاس ٽيچر هو ۽ گلوگڊ انگلش به پڙهائيندو هو. دين
محمد چنا اسان کي سنڌي پڙهائيندو هو. حاجي موٽيل عربي حافظ خير محمد
دينيات پڙهائيندو هو. سائين عبدالغفار لاکو صاحب به انگريزي جو استاد هو،
سائين دوست محمد هاليپوٽو ڪيمسٽري سائين صادق صاحب ميوزڪ ٽيچر هو.
سائين خميسو خان سانگي صاحب. سائين بلال صاحب پي ٽي سيکاريندو هو.
سائين عبدالله سمون فزڪس، سائين عبدالرزاق سوشل اسٽيڊي، سائين بشير
صاحب اسان کي اليڪٽڪ وائرنگ سيکاريندو هو. اسڪول ۾ استادن کي نوڙي
مان هٿ ٻڌي بيهڻ يا پوليس وانگر سلام ڪرڻ، پيرين پوڻ اچڻ توڙي وڃڻ وقت
نه چاهيندي به سلام ڪرڻو پوندو هو. مان خود به پنهنجي هر استاد کي پيرين پئي
ملندو هوس شاگرد استادن کان ڊڄندا به هئا ته سندن ادب به ڪندا هئا. ميڊم
ڪلثوم خواجه به اسان کي سنڌي پڙهائيندي هئي جنهن جي زبان ڇڇي هوندي
هئي انهيءَ ڇڇي زبان ۾ اسان به سبق پڙهي ٻڌائيندا هئاسون ته انهيءَ مشڪري
تي هو ڪاوڙ ڪندي هئي سائين گل محمد چوندو هو ته "پڙهو نه پڙهو منهنجو
ڳهار آهي ڪڙو." هي ڪلاس ۾ اچي ڪو ڪتاب ڪڍي پاڻ پڙهڻ ويهندو هو پوءِ
ڪاري ڏاڙهي ۾ ڀڏل واچ ڪوٽ جي اندرئين کيسي مان ڪڍي عينڪ مٿي
سرڪائي وقت ڏسندو هو ته پيرڊ پورو ٿيڻ تي هوندو هو پيرڊ جو گهنڊ وڄو ته
سائين اٿڻ جي ڪندو هو.

## ٻيل ٽيڪر

اسڪول ۾ پڙهندي گهر کان اسڪول تائين ۽ اسڪول کان گهر تائين بس
جي ذريعي پهچبو هو. مان تيار ٿي اسڪول وڃڻ لاءِ بس اسٽاپ تي اچي بيهندو
هوس جتان روزانو ستين بجي هڪ SRTC جي ٻيل ٽيڪر بس هلندي هئي. مان
فاروق قاضي، غلام رسول پنهور، سهيل شيخ ۽ پاڙي جا ٻيا ڇوڪرا انهيءَ ٻيل
ٽيڪر ۾ چڙهي اسڪول ويندا هئاسون، پوءِ ٻوڙندا اچي اسيمبلي ۾ شامل ٿيندا
هئاسون. اسان اسڪول وڃڻ لاءِ ڪافي خوش ۽ مطمئن هوندا هئاسون.

## ڪلاس فيلو

اسڪول ۾ وري نوان چهرا، نئون ڳالهيون هونديون هيون. وڻ وڻ جي
ڪاٺي هئي. اڳي اسڪول يا ڪاليج جو پهريون. ڏينهن عيد وانگر هوندو هو. نوان
چهرن سان دوستي ۾ مزو ايندو هو. ماڊل اسڪول ۾ اسان ڏهه شاگرد ٽاپ ٽين سڏبا
هئاسون جيڪي اصل چوٽي جا حرامي هئاسون اسڪول کي نڪ ۾ دم ڪري ماريو

هوسون ڀيا سهڻا ۽ ڪامورا ڀار ٻه هوندا هئا. منهنجي اسڪولي جيون جي ميٽرڪ تائين جو ساٿي محمد علي رياض ٻه هو. جيڪو هڪ ئي بينچ تي مون سان گڏ ويهندو هو. اسان پوئين بينچ جي آخري نشست تي ويهندا هئاسون. مان اسڪول کان موڪل ملڻ بعد محمد علي رياض سان سندس گهر ويندو هوس هي اديب فيملي سان تعلق رکندو هو. هن جي خاندان ۾ مشهور ليکڪ سراج الحق ميمڻ ۽ فهميده حسين آهن پاڻ ٻه ادب سان دلچسپي رکندو هو. سندس گهر فردوس سئنيما جي سامهون واري گهٽي ۾ هو. جتي اڄڪلهه ايجوڪيشن ٽرسٽ آهي اها بلڊنگ هنن جي هئي جتي هن جون چار ڀيڻون رهنديون هيون، جن ۾ هن جي هڪ وڏي ڀيڻ، آپا نسيم جا ڊاڪٽر هئي ۽ ٿوري اپاهج ۾ اسٽينو هئي. ادي نسرين ميمڻ سنڌ يونيورسٽي ننڍين ڀيڻن ۾ ياسمين، ۽ نرمين هيون جيڪي مون کي هڪ وڏي ڀاءُ جيان عزت ڏينديون هيون. محمد علي رياض اصل ۾ ٽنڊو ڄام جو عاقلاڻي ميمڻ آهي ۽ هن وقت حيدرآباد ۾ پاپوليشن ويلفيئر پلاننگ ۾ آفيسر آهي. ان کان سواءِ هن جي خاندان مان غفران عاقلاڻي ۽ رخسانه عاقلاڻي ٻه ماڊل اسڪول ۾ پڙهيا هئا. غفران عاقلاڻي ٻارن جي رسالي گلن جهڙا ٻارڙا کان وٺي ادب ۾ هو. اسڪول جي ذهين شاگردن مان هو هن وقت اسسٽنٽ سيڪريٽري ايجوڪيشن سنڌ آهي ٻين ڪلاس فيلن ۾ امياز مگريو، اياز منگريو، غلام رسول پنهور، نياز پنهور هو جيڪو هن وقت روزنامه ڪاوش ۽ KTN ۾ وڏي ڳالهه آهي. آرٽسٽ خدا بخش ابڙو جو ڀاءُ اشرف ابڙو، فاروق قاضي جيڪو هن وقت ماڊل اسڪول جي حبيب بئنڪ ۾ مئنيجر آهي، تنوير قاضي ٻه ڪنهن بئنڪ ۾ آفيسر آهي. اظهر جتوئي هاري پارٽي جو چيئرمين آهي. جا ڊوڙيا لاهي ڏيندو هو ڪلاس ۾ ويٺي ويٺي منٽ منٽ تي ٽٽ ڦوس جمال، جمال موٽر ٽريننگ اسڪول جو مالڪ، سراج ابڙو پبلڪ اسڪول جو هاڻ استاد آهي، اياز ڪاڪا، امتياز ڪاڪا، مشتاق ڪاڪا، انعام علي ملاح، نجيب گهمرو، طارق وارث صديقي، فريد پناڻ، سهيل ميمڻ، برجس سومرو، اعجاز سومرو، رياض سومرو واجد، سرفراز خواجه، ڊاڪٽر خالد ابڙو، سُپاش موٽواڻي ABL ۾ مئنيجر آهي. ڪلاش موٽواڻي ڪئنيڊا ۾ آهي. شعيب قادري ۽ ٻين گهڻن جا نالا مون کان وسري ويا آهن، يا هنيئر ذهن تي نه ٿا اچن. تنهن زماني ۾ ماڊل اسڪول ۾ گڏيل تعليم هئي (ڪو ايجوڪيشن) ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گڏ پڙهندا هئا. منهنجي دوست خير محمد رند جي ڀيڻ حليمان رند، نسرين قادري نصرت قاضي نسيم حيدري ٻه پڙهنديون هيون. ماه رخ، زبيده چانگ ٻه ماڊل اسڪول ۾ پنهنجي ذهنيت ۽ هوشيارپ ۾ نڪ ليڪيون هيون. ڪافي ڪلاس فيلو ۽ ڪلاس ميٽ اسڪول جيون بعد وري نه گڏيا ڪي ته ورهين پڇاڻان مون کي اوچتو گڏيا آهن ته پراڻي ياد تازه ٿي پوندي آهي، ٻين شاگردن کان اسان سڀني جو

مان ۽ ملھ ڪجھ قدر ٿي هو. اسان جيڪي سالن جا سال گڏ پڙهيا هئاسين رسيس ۾ اسڪول ۾ جيجي زرينہ بلوچ ۽ ابا قمر واحد کي بہ ڏسندا هئاسون جيڪي پرائمري سيڪشن ۾ استاد ۽ هيڊ مس هيون. اسڪول جو پٽيوالو رانجو تہ سڀ ڪنهن جو يار هو. ڏاڍو اخلاقي ملنسار ۽ محنتي هو. اسان ٻاڻتي سيڪشن جي ليبارٽري ۾ ڏيڏرن جو آپريسن بہ ڪندا هئاسون. غفران عاقلاڻي اعظم شاهہ خالد شيخ ۽ ٻيا هوشيار شاگرد هئڻ سبب پهرين بينچ تي ويهندا هئا. مان هون بہ پٺيان جو شوقين هوس تنهنڪري آخري بينچن تي ويهندو هوس. پهرين بينچ ڪان پٺين بينچ تي خوش هوس پٺيان ويهڻ ۾ جيڪا آزادي هئي اُها اڳيان ويهڻ ۾ بلڪل ڪانہ هئي. اڳيان هر وقت استاد جي نگاهن سامهون رهڻو ٿي پيو. جڏهن تہ پٺيان اسان جي پنهنجي بادشاهي هئي. ڇوڪرين هئڻ سبب حليما، نسيم ۽ نصرت پهرين بينچ تي ويهنديون هيون. ڪڏهن ڪڏهن ڪي ڇوڪرا سزا ۾ بہ پوين بينچن تي ويهندا هئا. اسڪول ۾ منهنجي بيگ مان پين ڪتابن ۽ ڪاپين ڪان سواءِ منهنجا ارمان بہ هئا. ڪڏهن ڪڏهن منهنجي انهيءَ بيگ مان ڪجھ سيڪسي ڪتاب بہ استاد دريافت ڪندا هئا جن تي بعد ۾ وڏو طوفان ڪڙو ٿيندو هو. مان هميشہ اسڪول ۾ مقبول رهيس شاگرد توڙي استادن ۾ مان اسڪول ۾ ڪافي شاگردن ڪان اڳتي هئس. ڪيترائي ڇوڪرا منهنجي هوشياري، چاڻ ۽ ڪلاس ۾ اهميت ڪان متاثر هئا ۽ منهنجا دوست پڻ هئا. منهنجو اسڪول ۾ وڏو نالو هو جو مان فيشن ۾ بہ سڀ ڪان اڳتي هوس. مان اسڪول ۾ شرارتي بہ ڏاڍو هوس مان فري پيرڊ يا رسيس ۾ ناٽڪ ڪندو هوس. مان دلير اسٽوڊنٽس ليڊر هوس. مان بيڊ جو بہ ليڊر هوس. اسڪول بيڊ ۾ مظفر سومري ۽ اختر ميمڻ ڪان پوءِ ڪامياب ليڊر رهي چڪو هوس. مان پي ٽي بہ سٺي ڪندو هوس. مان اسڪول ۾ ڏاڍو ذهين، حاضر جواب ۽ صحتمند هوس انهيءَ صحتمندي سبب ٿوري وقت ۾ ڪلاس جا شاگرد توڙي استاد مريد بڻجي ويا. مان ڪافي وقت تائين ڪامياب مانيٽر مقرر رهيس. مان ڀاميسٽ بہ هوس تہ سيڪسي بہ مان اديب بہ هوس تہ ناٽڪي بہ. مان هر آچر تي ٻاڙي توڙي اسڪول جا ٻار ريڊيو پاڪستان پنهنجي خرچ تي وٺي ويندو هوس. جڏهن مان اسڪول ۾ پڙهندو هوس تہ منهنجي ڪلاس فيلوئن جا والدين پنهنجي اولاد کي چوندا هئا تہ "آغا قيوم جهڙو ٿي ڏيکاريو" ۽ هاڻ ٻارن جا والدين چون ٿا "آغا قيوم جهڙا نہ ٿيجو." مان اسڪول ۾ چنايئين جا هر فيلڊ ۾ ٻين ڪان وڌيڪ مارڪون کٽي ماري ويندو هوس سي سڀ زندگيءَ ۾ مون ڪان سرسيون مارڪون کٽي ويا ۽ مان سڀ ڪان پوئتي رهجي ويس صرف واپڊا ۾ بابو ٿي رهجي ويس. جڏهن تہ مان ڊاڪٽر ٿي غريبن جي خدمت ٿي ڪرڻ گهري، ساڳي اسڪول ۾ مون سان چار درجا گڏ پڙهندڙ آسمان جي بلندين کي ڇهي رهيا آهن ۽ مان اڃان تائين

اُنئي ٻيئو آهيان جتي هنن مون کي ڇڏيو هو. مون کي ياد نہ آهي تہ شايد آئون ستين درجي ۾ هوس امتحان ۾ باقي 15 ڏينهن هئا. مون بہ عملي تياري ڪري ڇڏي هئي. اوچتو اخبارن ۽ ٽي وي جي ذريعي پتہ پيو تہ هن سال امتحان نہ ٿيندا ۽ سمورن اميدوارن کي پاس ڪيو ويندو. اسان ستين مان بنا امتحان جي اٺين درجي ۾ اچي وياسون. خبر نہ آهي ڇا جي ڪري شايد اليڪشن يا ٻوڏ وغيره جي ڪري ذوالفقار علي ڀٽي اهو اعلان ڪيو هو. ڀٽي صاحب جي حڪومت هئي پاڻ بادشاهہ ماڻهو هو. لئي ڪرائي ڇڏين ڪيس خوش ٿي دعائون ڪيونسون تہ شل ڀٽو صاحب سدائين هجي ۽ هر سال ائين پاس ڪندو رهي. ٻن سالن کان پوءِ آخر مئٽرڪ جو امتحان پورو ٿيو موڪل ملي اسڪول جي الوداعي ٿي سينئي کي الوداع ڪرڻي پئي اسڪول کي آخري سلام ڪري گهر پهتس مونکي ائين محسوس ٿيو ڄڻ مان قيد خاني مان آزاد ٿيو هجان. پڇاڙي مئٽرڪ جي امتحان جي رزلٽ ظاهر ٿي اخبار وٺي نمبر جاچڻ لڳس مون کي اميد پاس ٿيڻ جي ڪانہ هئي. پر پاڳ ڀلا هئا جو پاس ٿيس. پاس جو سرٽيفڪيٽ مليو. مئٽرڪ جو اونو لٿو.

## ڪاليج لائيف

اسڪول مان آزادي ملي ڪاليج جي پر فضا ۾ دم ڪٽڻ لاءِ دل ٽپا ڏيڻ لڳي مون ڪالي موري گورنمينٽ ڪاليج ۾ فرسٽ ايئر ۾ داخلا ورتي. زاهد پرڳڙي سان ياري وڌي. اسٽوڊنٽ ليڊر ٿي عيش ڪيا. انهيءَ دوران بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ تي قبضو ڪيو ۽ پٽ تي چڙهي پنهنجا مطالبا ميڃرايا ڏريانومل ۽ ڏل صاحب جهڙا بهترين استاد مليا. سياست ۾ حصو وٺڻ جي ڪري ايجنسين گهڻو تنگ ڪيو. آخر انٽر ۾ TC وٺي مسلم ڪاليج ۾ آيس. ڪلاس ۾ ڪافي سجاڳ شاگرد هئا ڪنهن بہ قسم جي مونجهہ ڪانہ ٿي. ناز سنائي، گل بيگ چلگري سان دوستي ٿي. جنت علي خواجہ جهڙا پيارا استاد مليا. فرسٽ ايئر پاس ڪئي هئي هاڻي آئون انٽر ۾ هوس مان هتي ڪالي موري ڪاليج جو ڪريل هيس هتي بہ مون ڪرڻ جي ڪئي. فوجي ٽريننگ اين سي جي پريڊن ۾ فوجي جوانن سان تون چا ٿي. نور محمد هاسٽل ۾ عزيز گوپانگ جهڙو دوست مليو سرور سهتو ۽ تاج جويو يار ٿيا. مسلم ڪاليج جي ناهوڪن پورن جو ٽولو تيار ڪيو پارڪ تي ويهي سياست ڪئي. مارڪيٽ ٽاور وٽ مني ٽيڪسي وارن جي يونين جي عهديدارن کي مارڪٽ ڪئي ائين داداگيرن ۾ نالو چڙهيو. پاڙو فري، هوٽل فري، اقبال هوٽل گول بلڊنگ تي ڪڙهائي فري. تصور پناڻ سان چرين چاڦن سان تاريخي جهيڙو ڪيم. ان اڪيلي سر ڪيل جهيڙي ۾ تصور مڙس ماڻهو ٿي دوستي جو هٿ وڌايو جگري يار بڻجي پياسون انٽرميڊيئيٽ پاس ڪرڻ کان پوءِ لائبريري سائينس جي شوق ۾ سچل سرمست آرٽس ڪاليج ۾ داخلا ورتي. ڏينهن جو واپڊا ۾ نوڪري ورتي شام جي شفٽ ۾ اقبال بلوچ ۽

مان ڪاليج ويندا هئاسين جتي زوار نقوي، شمس الدين ميمڻ ۽ عبدالرحمان
ميمڻ جهڙا سدابهار دوست مليا. بابا کان پوءِ پاڻ گذاري ويو ذميواري وڌي وئي
مني پڙهڻ جي وسعت ڪانہ هئي حالت اجازت نہ ڏني تعليم اڌوري رهجي وئي
شام جو ماروي ميوزڪ سينٽر تي بہ جاب ڪرڻي پئي. ائين ارمان اڌورا
رهجي ويا ۽ خواب وکري ويا.

ڪڏهن سنڌ جي سينڌ ميري نہ ٿئي.
ڪڏهن موڙ تنهن جا نہ مرجهائجن!

## منهنجي شادي

جڳ مشهور پامسٽر ”سائين شمس الدين شاهہ“ جو منهنجو ۽ صرير
ڀنهور جو بہ علم نجوم ۾ استاد هو. هڪ ڏينهن منهنجو هٿ ڏسندي چيو، تہ
”تنهنجي شادي جڏهن بہ ٿي اهو 10 آڪٽومبر جو ڏينهن هوندو پوءِ 10 آڪٽومبر
منهنجي ذهن تي نقش ٿي وئي، جڏهن منهنجي شادي ٽيل نہ ٿي تہ دوست يار پڇندا
هئا تہ ”لالي ڪڏهن ٿو شادي ڪرين؟“ ”بس هن سال 10 آڪٽومبر تي خيال اٿم،“ 10
آڪٽومبر گذرندو تہ وري ڪو پڇندو ”آغا شادي نہ ڪئي؟“ ”اها رد ٿي وئي،
”وري ڪڏهن ڪندين؟“ ”10 آڪٽومبر تي خيال آهي.“ مون وٽ شاديءَ جي اميد
هوندي هئي ۽ خاطري تہ فقط رد ٿيڻ جي هوندي هئي. مان پيو ڪلان، منهنجي لاءِ
وڏو سوال اهو هو تہ مان شادي ڪري سگهندس بہ يا نہ، گهر الائي ڪڏهن آباد ٿي.
آخر منهنجي شادي 10 آڪٽومبر 1991ع تي ٿي ۽ نجومي سائين شمس الدين شاهہ
جي اها اڳ ڪٿي صحيح ثابت ٿي. منهنجي شادي ڪيئن ٿي سا بہ هڪ حيرت
جهڙي ڳالهہ آهي، سنڌ ۾ اڳ سڱا بنديءَ جو ڪم شيدي عورتون ڪنديون هيون،
هاڻ مئريج بيورو جو دور آهي. منهنجو رشتو، منهنجي ماءُ ۽ لالا نياز خان جي
ڪوشش جو ڦل آهي. منهنجو ياڳ ائين ڪليو جو هڪ ڏينهن منهنجي ڀڦي جي ڌي
”جمي دادا“ ڪا باس پاسي جنهن لاءِ هن پبلڪ اسڪول لڳ پنهنجي نئين بنگلي
تي بيبي ارباب جي رسم ارنج ڪئي. جنهن ۾ پيٽ وارين ۽ ماهواري وارين
عورتون کان سواءِ باقي سموريون پاڪ ڇوڪريون جو بندوبست ڪيو هو.

شريڪ ٿي ڪُني ڪاڏي. هن سڏ ۾ امان بہ منهنجي ڀيڻن سان اچي
شريڪ ٿي. امان پاڻ سان گڏ ڪنهن بيبي جي پڙهيل جليبي پڻ ڪٽي آهي، جيڪا
پوءِ هن بيبي جي ڏسيل طريقي مطابق سڀ کان لڪائي هڪ پليٽ ۾ ان اميد تي
رکي تہ من منهنجي پٽ قيوم جو ڀاڳ کلي جيڪا ڪنواري ڇوڪري هرڪجي اها
جليبي کائيندي اها منهنجي ڪنوار ٿيندي. هي منهنجي ڀاڳ ۾ لکيل هئي، تنهن
لاءِ هن اها جليبي کاڌي، جا پوءِ اڳتي هلي منهنجي زال ٿي. چون ٿا تہ ”رشتا تہ
اڳ ئي آسمان ۾ طئي ٿين ٿا“ اها حقيقت آهي تہ جڏهن مان انن سالن جو هئس
تہ بابي منهنجو طهر ڪرائي مونکي مسلمان ڪيو. مان مسلمان ٿيڻ کان پوءِ

سڀ کان پهرين ڦڦي؛ جي گهر ويس. الائي ڇو ڦڦي جو هي مير شاهه قبي
شڪارپور وارو گهر ننڍپڻ کان منهنجي لاءِ پراسرار ڪشش رکي ٿو. اڄا منهنجو
ڦٽ ڇٽو ئي نه آهي جو مان پنهنجي جنم گهر نيپين پور محله کان ڪلوميٽر پنڌ
ڪري مير شاهه قبي اچان ٿو. مونکي ڳاڙهي گوڏ ٻڌل آهي، جنهن جون هيٺيون
ٻنئي ڪنڊون مان نا سمجهي ۾ وات ۾ چٻاڙيان ٿو. جنهن سبب منهنجي اوگهڙ
نظر اچي ٿي، هن گهر ۾ هڪ گود ورتل ڇوڪري پڻ رهي ٿي جنهن جي پالنا
سندس ڦڦي ڪري ٿي، ان ڇوڪري؛ جي نظر سڀ کان پهرين منهنجي ٺهريل
گل تي پئي ٿي جا اڄ منهنجي زال آهي، ننڍپڻ کان ئي هن جو مون تي راز هو،
شايد اسان جو انگ ازل کان لکيل هو، مان جيڪو زائفان ذات ۾ شادي کان
وئون ويندو هوس ۽ مان جيڪو رستن جون ماپون وٺي رهيو هوس. جنهن کي
لوفر سمجهي ڪنهن ڏيءُ نٿي ڏني. جڏهن مان اڌ سٽريل ۽ ڪنوارو هوس تڏهن
مائٽ منهنجي شادي جي سانباهن ۾ هئا ۽ ڏنڊو وڄايو ته شادي ڪر نيٺ مائٽن
جي اها سازش ڪامياب وئي ۽ مان پنهنجي گهر ٽڙ وارو ٿيس، اچي گهانگهو
ٻڇيءُ پيو. مان پنهنجن ۾ پرٽيس، هي منهنجي سول ميريج هئي. جڏهن
منهنجي هتي مائٽي طئه ٿئي پئي ته هتي هن گهر ۾ ڏيئرن جي سيل لڳل هئي
هر ڪا اڌ قيمت تي جيڪا گهر جي رونق ڏکي وڃو. پر الائي ڇو هي منهنجي
گهر جي ڀاتين جي دل ۾ پيهي وئي. منهنجي سس جي حسرت هئي ته مون کي
نياڻو اهو ڪپي جو ڀڳي مان ڪائي. ان ڀڳي مان ڪائڻ وارو خدا ته صرف ۽ صرف
مونکي پيدا ڪيو هو. پر ڪائي ڪو بيو نياڻو ڏيو. اسان کي ته ڪرڙ به نصيب نه
ٿي. هر ٻيڙي مرد کي سهڻي شي وڻندي آهي، هر ٻيڙي مرد کي سهڻي عورت
وڻندي آهي، تنهنڪري ئي هر ٻيڙي مرد جي گهرج سهڻي زال هوندي آهي، ائين
هر ڪوجهو مرد پنهنجي بدصورتي کي سهڻي زال ۾ لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو
آهي. مان به دنيا جي انهن بدصورت انسانن مان هڪ هوس جنهن لاءِ منهنجي
(Demand) گهرج به سهڻي زال هئي، پر چوندا آهن ته بندي جي من ۾ هڪڙي خدا
جي من ۾ ٻي. ماما نياز خان جو شايد مون ڏانهن ڪو پلاند رهيل هو جو چوڻ
لڳو "پٽ گهٽا ڏينهن مستيون ڪيون ائٽي هاڻ خير پوندي ته گهٽي ويهين سئو
آهي،" منهنجي ڀڦاٽ جي هي ڏيءُ جيڪا منهنجي شريڪ حيات يا جيون ساٿي
چوندي ويئي هئي سان ڀاڳن ڀري هڪ ته مون کان ست سال ننڍي هئي ۽ شادي
کان اڳ مونکي ماما ڪري سڏيندي هئي. هيءُ سنهڙي سيپڪڙي ڪمزور، هڏن
جو پيجرو، جاڳري ڪندا ٿي وئي هئي، مان ٽيڻ تي ٺهلو، مان ڀريل پهلوان ته هيءُ
لڪڙي پهلوان. مان ٺهلو متارو سان ته هي جهڙي ڪرڙي مطلب ته هي جڻ فاطمه
جناح هئي ته مان جڻ عدنان سميع يا نصرت فتح علي خان سو ڪم ڪيئن هلي؛
تنهن ڏينهن ۾ منهنجي ڪنوارپ جا پويان پساهه هئا. جن ڏينهن ۾ منهنجي

مڱڻي لالا گل حسن ڀاڻ جي گهر طئہ ٿي پئي. صاحب تن ڏينهن ۾ انڪم ٽيڪس کاتي ۾ سخت ترين ايڊمن آفيسر هو. شريف جي بڪ مٿائڻ لاءِ مڱڻي اڳ واڻ رزروشين آهي. جنهن ريت ساهرن سان پريت بہ قائم رهي ٿي. مڱڻي لاءِ ها ڪري جڏهن هنن شادي لاءِ ڪا گهر ڪاڻ ڪئي تہ مون پنهنجي من پسند تاريخ 10 آڪٽومبر 1991ع مقرر ڪري انهن ڏانهن شادي جو ڪارڊ اماڻي ڇڏيو تہ هي

حيران ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا تہ گهٽ ۾ گهٽ چار سال اجهان انتظار ڪر جو چوڪري پڙهي ڊاڪٽر ٿي پوي. مون پنهنجو اٽل فيصلو ڏيندي ٻڌايو تہ 10 آڪٽومبر تي شاميانہ اوهان جي گهر آڏو مان لڳائي ڇڏيندس ۽ پوءِ ڀاڻ سان ججھ ۽ مولانا وٺي ايندس. جي اوهان جي تياري هوندي تہ ٺيڪ آ يا بسم الله نہ تہ گهوٽ مان هوندس ۽ ڪنوار ڪا اوهان جي پاڙي ماڇي ڳوٺ جي هوندي. 10 آڪٽومبر 1991ع تي هڪ نئون چئلينج منهنجي آڏو هو. منهنجي زندگي جي دنيا ۾ هڪ نئون صبح پڙرو ٿيڻ وارو هو. شاميانا ۽ تنبو لڳي ويا، رستي ۾ چوطرف رنگا رنگي جهنڊيون ٽنگيون ويون. ديڳون چڙهي ويون. ڪُڪڙ ڪسجي ويا ڇيلا دسجي ويا ڪاڏي جا سڀ قسم تيار ٿي ويا. هنڌ ڪنولا اچي ويا. لاڏا پيا ڳائجن، شيواڏارين ڪي مهمانن ڪي، ماني ۽ پائخاني تائين بہ هٿ سان ولي وجهو ٿي پيو. منهنجي يارن جي اڳواڻ شمس ميمڻ ڪي مٽي ۽ ڳٽي ڪنهڻ جي بہ فرصت ڪاڻ هئي جو سڄو انتظام هن جي پلي هو. مان جڏهن "سسرجي رنگ لائي ڳا پيار دلهن ۾ ليکي جائونگا" جي ڌن تي مولوي صاحب سميت اچي ٺڪاءُ ڪيو تہ منهنجي اڳ منگيل ڪنوار ڪي ڪجھ ساهہ پيو ۽ پوءِ جڏهن مون سندس پيءُ کان سندس ٻانهن گهري تہ هن جي پيءُ 5 لکن روپيا حق مهر جي آڙ وڌي اهو ٻڌي منهنجي ٿيندي ڪنوار خنش ٿي ويئي. آخر منهنجي ان رن مريد سهري هٿيار ڦٽا ڪئيا ۽ ڳالهہ لک روپيہ حق مهر تي طئہ ٿي. پتاشا ورهائجي ويا. شادي ٿي وئي جڻ تادي ٿي وئي ويلو ٽاري، رخصتي ٿي. کيل ختم، هاڻ منهنجي بربادي جي نئين ڪهاڻي شروع ٿي. شادي مون پنهنجي خرچ تي ڪئي، ڪنهن جو ٽڪو ٽورو نہ ڪنيو سڀ بل چڪتو ڪري سيج جي ڪٽ تي آيس.

جيئن جيئن وقت گذرندو پيو وڃي زندگيءَ جو هڪ نئون دور نئون تجربو سامهون آهي، زندگي جو هي دور بہ انتهائي منفرد آهي. اڳ ۾ جيڪا سوچ هئي جيڪو خيال هو، ان جو ڪو روح نہ هو بلڪ فقط هڪ خالي جسم هو پر هاڻ ائين نہ آهي، هر شيءِ جو هڪ نئون مفهوم ۽ هڪ نئين معنيٰ آهي، شادي کان پوءِ گهر جو وڌيڪ خيال ڪرڻو ٿو پوي.

## جيون ساٿي

جيون ڪهاڻي ۾ جيون ساٿي جو ذڪر اهم هوندو آهي. مان جڏهن
پنهنجي رفيق حيات، شريڪ حيات يا ٻائڙي (زال) تي لکڻ لاءِ قلم کڻان ٿو ته
مونکي مرحوم ايم.ايڇ پنهور جي آتم ڪٿا "آپ بيتي جڳ بيتي" ۾ سندس ڏنل
صلاح ياد اچي وڃي ٿي. جنهن ۾ هن لکيو آهي ته "سنڌ ۾ ڪيترائي مرد سڄي
عمر پنهنجي زالن جي عزت ڪن ٿا. زال سان اڻبڻت ۽ گهريلو پيچ داهم جي
اندروني ڪهاڻي جو ماڻهن سان ذرو به ذڪر نٿا ڪن ڇاڪاڻ ته اها ڳالهه سماجي
طور معيوب سمجهي وڃي ٿي. جيڪڏهن اهڙيون آتم ڪٿائون ڇپجي وڃن
جنهن ۾ اها حقيقت لڪائي نه وڃي ته اها وڏي سماجي خدمت ٿيندي" اها حقيقت
آهي ته سڄي زندگي زال جي مخالفت ڪندڙ ليکڪ آخر ۾ پنهنجي آتم ڪٿا
زال کي ئي ارپيندا آهي، جنهن ۾ شيخ اياز به اچي وڃي ٿو. ڪامياب ليکڪ
ڪڏهن به ڪامياب مڙس نٿو ٿي سگهي، شادي بعد ليکڪ لکڻ بند ڪندا آهن ۽
هنن جون زالون ليکڪائون ٿي وينديون آهن. جيئن اڄ ڪلهه منهنجي زال
ليکڪا ٿي پئي آهي. لاڳيتار ٻه سال هي آتم ڪٿا لکڻ ڪري مان ڏينهن توڙي
رات پنهنجي گهر واري کي جڏهن وقت ڏئي نه سگهيس ته هي ڪاوڙ جي چوڻ
لڳي "ڪهڙو ويل آهي منهنجو نصيب خراب هو جو. توسان پلئو اٽڪيو.
جيڪڏهن توکي ڪجهه لکڻو هو ته شادي کان اڳ اها ڪٿا ٻٽا لکين ها. شڪر
ڪر جو وري به مان گهر سنڀالي جنا، کيون ويٺي آهيان. ڪا مون پاري ٻئي
هجي ها ته ڪڏوڪر گهر ٽڙ ڇڙي ڇڪي هجي ها." مون کيس جواب ڏنو "اهو
نيڪي جو ڪم ڪرين ها ته پلو ٿي پوي ها. مان ان مان جان آجي عيوض ڪجهه
وقت ان ڪتاب تان هٽ کڻان ها ۽ ان جي ڇپائي لاءِ رکيل رقم مان اڌ ڏهه مٺي
پٽ جون پڪي پڪائي جون ديڳيون ورهايان ها. ٽڪراءُ واري معاملن ۾ فيصلو
ڪيئن ڪجي پنهنجي زال سان صلاح ڪريو. ان جي راءِ وٺو پر جيئن اها چوي
ان جي ابتڙ ڪريو اهو ئي صحيح فيصلو هوندو، جڏهن مان هي زال وارو باب
لکان ٿو ته جمع جو ڏينهن آهي ۽ پر واري مسجد ۾ ملان پنهنجي خطبي ۾ چوي
ٿو ته "سڀئي زالون پنهنجي مڙسن سان بهشت ۾ به گڏ هونديون" مان هٿ دل ۾
چوان ٿو ته مون واري زال ته هن دنيا ۾ ئي مون لاءِ دوزخ ٺاهي ڇڏيو آهي،
جيڪڏهن موئي کان پوءِ مان بهشت ويس ته هوءَ انکي به مون لاءِ دائمي دوزخ
ڪري ڇڏيندي، هڪ ڀيري اسان زال مڙس سيوهڻ واري لاري ۾ چڙهي رجبي
واري ميلي ۾ زيارت لاءِ جڏهن قلندر جي درگاهه جي در تي پهتاسون ته ڪنهن
فقيرياڻي اچي هن کي انوکي دعا ڪئي ته "آيا خيرات ڪا ڏير خدا ڪندو جنت ۾
اوهان ٻئي زال مڙس هڪڙي ڪٽ تي هوندا." مون چيو "مائي، اهڙي ته بدعا نه

ڏي جو اتي به زال سان سمها باقي جنت ۾ وڃڻ جو فائدو ڪهڙي مائي اها ڪا دعا ڪر ته جنت ۾ چا پر هن دنيا ۾ به ڪڏهن پلجي به هڪ ٻئي ڪٽ تي نه سمهون.“ جنهن تي هن جو ٽمپريچر وڌي ويو. مان پنهنجي زال ڪي محبت مان مائي سڏيندو آهيان جنهن تي هي ڪاوڙجي پوندي آهي ۽ مون لاءِ چڙ شغل هوندو آهي. هي ٿوري ٿوري ۽ ننڍي ننڍي ڳالهين تي رسي پوندي آهي وري به شڪر ڪر ته مان توکي مليس نه ته مائٽن ته توکي ٽڪ به ڪانه هڻني

لکيو منجهه نراڙ، قلم ڪياڙي نه وهي

## لکيو

انسان ۾ مرد ۽ عورت جو نظام فطرت خلقو آهي، چون ٿا ته اڻ ڏٺل شاديون خدا تعالىٰ پاڻ ڪرائيندو آهي، آسمان تي ته ٿيل رشتا رڳو زمين تي ورهائجن ٿا. اها الله جي ورهاست انوکي آهي، اهو دستور آهي ته ڪنهن کي به من پسند ڪنوار يا من پسند گهوٽ نه آهي ملندو. بندرين کي ڏڳها، سنهين کي ٿلها پنڌ ملن، ته پڙهلين کي جاهل، اهي سڳ جيڪي پاڻ ۾ ڳنڍجن ٿا جيڪي هڪ ٻئي جي ڏانو جا به نه آهن اهو الله جو جوڙ آهي. ڪنهن جي پاڳ ۾ آهي ته ڪنهن جي پاڳ ۾ نه، جنهن کي ملي ٿي اهو به خوش ته جنهن کي نٿي ملي اهو به خوش آهي، واه رنگي تنهنجا رنگ، شادي قدرت جو اهو انمول ميوو آهي، جو جنهن کاڌو اُن به پڇتايو جنهن نه کاڌو ان به پڇتايو ان کان سٺو آهي ته کائي پڇتائجي ته جيئڻ حسرت نه رهي. شادي هڪ وڏو ٻنڌڻ آهي، اهو اصولن جو سٺو آهي ۽ نسلن جو پڻ، شادي معنىٰ شادمانا! شادي سهاڳ سک جي ونڊ سنڊ آهي، شادي ڪرڻ جيون جو هڪ آسان طريقو آهي. منهنجي نظر ۾ شادي زندگيءَ جي منزل نه آهي، شادي اونده ۾ ٽپو آهي، شادي مرد جو پويون ڏينهن آهي، شادي هڪ مدي خارج رسم آهي، بس گڏ رهجي گهمجي ڦرجي. ڪو به ٻنڌن نه، ڪي به واعدا نه شروعات ۾ پنهنجي ڪمزوريون ۽ ناپسنديون ٻڌائي جڏهن، شادي مرد، عورت ٻنهي لاءِ هڪ مضبوط ڪلي آ جنهن سان عورت ٻڌي وڃي ٿي. بي جوڙ شادي ۾ عورت مرد لاءِ عذاب ٻڌجي ويندي آهي. گهوٽ ڪنوار جي حياتي چٽ ٿي وڃي ٿي. شادي ۾ چڪي چڪي پئسا ورتا ويندا آهن ۽ ڳٽي ڳٽي ڏبا آهن. گهوٽ شادي رات اهو بدنصيب راجا آهي، جنهن کي ساهرا ڪنگال يا فقير سمجهي سڀ ڪجهه خيرات ۾ ڏيندا آهن، گهوٽيتا واڪ ڏيئي ملهه ٻڌائي ڪنوار خريد ڪندا آهن ۽ ڪنوريتا گهوٽ خريد ڪندا آهن. مسلمانن ۾ ڪنهن گهر نياڻي ڄائي ته ننڊ ڦٽي پوندي آهي. نياڻيون وڏنڊي دير ۾ نه ڪنديون نياڻي کي

ٻار جي ڳوڙهي سمجهي لاهڻ لازمي هوندي آهي، نياڻي کي هڪ ڏينهن ڪنهن نہ ڪنهن جي گهر ويٺو هوندو آهي. تيسين جورا ڪورا لڳي پئي هوندن جيسين نياڻي وجي شينهن ڪلهي چڙهي. نياڻين پٺي گهر موڪلڻ مهل پنهنجي جوان جماڻ ڏيءُ ڏين ۽ گهر لٽي ڏاج ۾ ڏند بہ ڏين! جڏهن ڪٿي نہ ڪٿي نياڻي جو ليک لکجي ٿو وڃي تہ هٿ بہ پنهنجي قسمت تي ڪائي اتيٰ بہ جيڪي هوندس ٻاڳ ۾ سو پوڳندي ويچاري چپ چاپ موقعي جي نزاڪت ۽ مناسبت سان مظلوم ٿي ويٺي هوندي. جنهن جو منهن نہ ڏيکاريو وڃي ۽ قرآن تي قسم ورتو وڃي تہ هو ان سان سڄي زندگي گڏ رهندي وري بہ رضا تي راضي رهندي. ها

ڪرائڻ بنائي ڇوڪري، وارا ڇوڪري جو ور ڳو ڳولهي وٺندا آهن بس رڳو ڇوڪريءَ کان فرملٽي طور تي تي پيرا ها ڪرائي ويندي آهي. اهو سمجهوتو هوندو آهي جنهن ۾ ڪا بہ چونڊ نہ آهي هوندي. انسان نہ پنهنجي مرضي سان ڄمي ٿو ۽ نہ پنهنجي مرضي سان اجل جي راهہ وٺي ٿو. هو هتي پنهنجي مرضي مطابق پنهنجي زندگيءَ جا فيصلا بہ ڪري نٿو سگهي. پر ان ڄمڻ ۽ مرڻ جي وچ واري عرصي ۾ هن کي پنهنجي مرضي جي چونڊ (Choice) جو حق هئڻ کپي شادي جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجڻ کي پوءِ اباڻا ڪک ڇڏي هن جو نئين گهر ۾ ڄڻ ٻيو جنم هوندو آهي. عورت جتي پرڻجي اتان سندس جنازو نڪري خاندان ان تي فخر ڪندو آهي. هي جا مٽ مائٽ، سرتيون، سکيون، ٻالپڻ، يادگيريون ۽ ٻيا انيڪ قسمن جا ڳنڍ تياڳي ٿي. پنهنجو نالو ۽ هستي مڙس جي نالي ۽ هستيءَ ۾ گم ڪري ڇڏي ٿي.

**هن گهر جي عذاب کان تہ قبر جو عذاب بہ گهٽ هوندو**

## سرانياٽ

### زال طوفان ٿي ڪڙو ڪري

زال مڙس جي وچ ۾ هڪ نہ ختم ٿيندڙ اجائي ويڙهہ ۽ جهڳڙا، انساني طبيعتن ۽ فطرتن جو تضاد هڪ فطري عمل آهي. زال سان بحث ناهي ڪرڻو خاص ڪري تڏهن، جڏهن زال جهڳڙالو هجي يا ڏنيورو پٽيندڙ، نہ تہ اها اجائي ڪرڪر، ٻخ ٻخ، جهڳ جهڳ، ۽ ڪٽ پٽ جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيندي يا اهو ٻاٽيتا، ڪروڌ، ڏڦير، پنڌڻ ۽ رينگٽ ڏينگوئي ڏيري ڪري وجهندي اسان جي گهر ۾ بہ اسان زال مڙس ۾ جهيڙو ٿيندو آهي. اسان جي پاڻ ۾ اڪثر ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ تي جنگ چڙهندي آهي. صبح جو ڪڪڙ ٻانگ ڏيندو تہ ڄڻ جنگ جو

نڱارو وڳو، الله نہ رسول جهيڙي جو سبب ڪجهہ هجي يا نہ پر هن جو پٽ پاراتو پوري تاثير تي ٿيندو آهي. بدستور هن جو ڪاڪڙو شروع ٿيندو. هن کي نوهرن جهڙي زبان آهي. جا ڪئنچي وانگر هلندي آهي. پر سندس زبان کي ڪو بہ جهلي نہ سگهندو آهي، گهر جا ڀيا پاتي بہ ماءُ ڪان بہ هٿ مٺي آهن زبان هنن جي ماءُ ڪان بہ سوائي آهي، ٽارزن جيان ڪاڪڙو ڦاڙي رڙ ڪرڻ هنن جي خانداني عادت آهي، جيڪا ڪين ستي ۾ مليل آهي اهو سلسلو هلندو رهندو آهي، پر وچ وچ ۾ ڪجهہ وقت ٺاپر بہ ٿيندي آهي، اها هڙني جي هڪبڻي تي تير وسائڻ جي روزاني ڪار هوندي آهي. هڪبڻي جي ڇهرن کي ڏسندي هنن کي مونجهہ ٿيڻ لڳندي آهي، وڙهندا بہ ڏاڍو آهن، گهر ۾ ڄڻ بنا راڳ جي رڪارڊ هلندو آهي. رڪي رڪي وري رڪارڊ شروع، اهو سر رانياڻ ۽ هي اسان جا جهيڙا جهنا بہ رڪارڊ ڪرڻ جهڙا هوندا آهن. هنن جو ڊائيلاگ جي فن ۾ ڪمال آهي ڇا تہ آرٽ ۽ اداڪاري آهي اسٽيج يا چينل جي جاءِ ناهي. ماما لالو پارا گهر وچي ويهن. هيڙي رن اوهان کي پوري روءِ زمين تي نہ ملندي، مجال آ جو چپ ۾ ماٺ ڪري. مهل ڪنهن مهل ڏسان تہ گهر ۾ ڏمچر ۽ ٻاڪر ڪٽو متو پيو آهي، ٺاٺا ٿي ويندي. ڄڻ تہ ڪو بگهڙا اچي رڍن جي ڌڻ ۾ گهڙيو آهي، ٻارن جو ڪيڪراٽ، ڇا آنڌي ڇا مانڌي ويل نہ ٽرندي هي مون لاءِ ڄڻ تہ وٺل هوندو آهي. هر ننڍي وڏي ڏينهن تي لهرو ڪڙندو اٿن، شل نہ ڪو وڏو ڏينهن اچي! عيد ٿيندي آهي تہ اسان جي گهر ۾ ڄڻ ماتم هوندو آهي، روزانو سينيما وانگر گهٽ ۾ گهٽ ٽي شو ضرور ٿيندا آهن ۽ هر آچر ۽ موڪل واري ڏينهن ۾ تہ مارننگ شو بہ لازمي هوندو آهي، هر روز اهو ناٽڪ تماشو، ٻاڙيوارن لاءِ ڄڻ تہ جنسي آزار هوندو آهي. اها سڄي عمر گهوڙا ڙي گهوڙا تہ هن جي وندر ۽ شغل آهي. هي اها وات جي ورزش ڪري پنهنجي صحت قائم رکندا آهن. ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٿيو پوي. مان روٽ آهيان تہ هي چوٽ، ٻين جي موجودگي ۾ شڪوه شڪايت هن جي فرض ۾ شامل آهي. جيڪا هن جي نظر ۾ بغاوت جو درجو رکي ٿي. سندس اسڪرو ڍلا ٿي ويا آهن ۽ دماغ ڪريڪ ٿي ويو اٿس. هر ڪم الٽ ڪرن جي ماهر هونئن اٿن ويهڻ ۾ سنئين پر سمجهہ ۾ جڏي، هر ڳالهہ چڱي طرح سمجهائڻ جي باوجود خاطر خواه نتيجا نہ ملندا، اهي ڳالهيون ڄڻ تہ ديوارن سان ٽڪرائجي فضائن ۾ وڃائجي وينديون آهن. ائين ڪرڻ پهاڙ سان مٿو ٽڪرائڻ مثل آهي، اسان رسندا پرچندا هئاسين. ڪڏهن هٿن پئجي بہ ويندا هئاسون ۽ جڏهن ٺاپر ٿي ويندي هئي تہ اسين دال پت تي ٽٽي پرندا هئاسون تڏهن مان ڄڻ نفل شڪراني جا ادا ڪري وجهندو هئس. زال مظلوم هوندي آهي جنگ و جدل جي فضا ختم ڪرڻ خاطر سندس اکيون ڳوڙهن ۾ ترُ نظر اينديون

آهن، ڊونگ طور ڪوڙا ڳوڙها ڳاڙي هو، هر ناڪاميابي ۽ مصيبت مان نجات چاهيندي آهي. زال جي اکين ۾ اسٽاڪ ڪيل ڳوڙها آخري تير هوندا آهن. اهو ٻرامي جو ٻراپ سين هوندو آهي. ڪڏهن ته قصو اور ٿي پوندو آهي، "هٿ اڳئي ويئي هئي رسي وري آيس پيڪن جو ماٺهو" واري حالت ٿي پوندي آهي. پوءِ ڪجهه ڏينهن رکي. سس سهر کي پيرين پئي. هٿ ٻڌي سالن ۽ سالين کي منٿون ميڙان ڪري طبع طيب ٿي وني اڇبو آهي. هاڻ ته منهنجا چارئي پاوا نه آهن بابو، امان، سس، سهرو پيالو ڪري ويا. ساليون پنهنجا گهر وسايا، سالن سمنڊ پار وڃي وڻ وسايا، تڏهن وڃي مس مس ناپر ٿي آهي.

## ڳئي گيس

ان شادي شده زندگي کان ڳئي گيس ڀلي، شادي ڪرڻ ۽ ڪنهن جنجالي وبالي جان عورت سان سڄي زندگي گذارڻ اجائي آهي. ان کان ته پينگ ڀلي آهي. ان گهر وسائڻ جي چڪر ۾ مون زندگي برباد ڪري ڇڏي. منهنجي شادي مونکي ڪنهن به راس نه آئي. شادي اها جوا آهي جيڪا ڪي کٽن ٿا ته ڪي هارائين ٿا، منهنجو خيال آهي ته اسان ٻنهي هارائيو آهي. هيءَ ۽ مان سٺا جيون ساٿي ٿي نه سگهياسون اسان جي شادي بس طوطي طوطيءَ جي گڏ رهڻ وارو هڪ پڃرو ٿي ٿي

ٻڌجي ويو. گهر ۾ سڀ ڪجهه هوندي به لڳندو هو ڪجهه نه آهي، گهر جي جوابداري وڏي وئي آهي. دفتر جا گهر جا مسئلا ختم ٿيڻ نه آهن، هڪ مسئلو حل ٿيو نه ٻيا ڏهه هنڙا پيدا ٿيا، هتي لک هجن ته به پورا نه پون. منهنجي زال منهنجي فطرت بابت پل ڪيڏيون به شڪايتون ڪري پر منهنجو ضمير مطمئين آهي. مون تي گهر جي ذميوارن جو بوجهه آهي، مونکي پورو اٿالو پاٿو آهي، گهر ۾ ڪمائڻ وارو رڳو مان هڪڙو آهيان، هتي هر ڪنهن کي هر وقت پئسو گهرجي رڳو پئسو، پئسو، زال جون بي ٽڪيون فرمائشون، منهنجي پڳار مهيني کان اڳ چٽ پوءِ باقي پڇاڙڪا ڏينهن ٻاٽون، بجيٽ سدائين ڪٽل غربت مونکي سادگي پسند ٻڻائي ڇڏيو. مان پاڻ تي خرچ نه آهيان ڪندو، پر گهر جي خرچ ۾ ڪوتاهي، منهنجي فطرت ۾ نه آهي، ڪاڏو پيتو ڪپڙو لٽو، دوا دراصل سڀ ڏيان، پوءِ به هي هر وقت ڪروڌ ۾ ڀريل گهر، جنهن منهنجو ذهني سڪون منتشر ڪري ڇڏيو آهي، منهنجو جيئڻ جنجال ٻڌجي پيو آهي. مان هڪ ڦڪي ۽ بي رنگ زندگي گذاريان پيو، گهر جون تقاضائون، زال جون تقاضائون، ٻارن جي پرورش وري نوڪري، اهو ممڪن هجي ها ته مان نوڪري به نه ڪيان ها ۽ شادي به نه ڪريان ها ته جيئن گهريلو جهيڙو جهٽو ۽ ويڙهه کان به بلڪل ڇٽل ۽ آزاد هجان ها. ان بلمزگي سبب هڪ ڏينهن سڀ ڪجهه ڇڏي ٻارن کي رڻ ۾ رولي رفوچڪر ٿي ويندس. گهر ۾ هڪ عجيب ڪشمڪش آهي هڪ نه ختم ٿيندڙ چڪتاڻ، هڪ عجيب اڪبوٽ وقت جا سمورا مسئلا اٽڪي پيا آهن. مونکي گهر جي ضرورتن ۽ نزاڪتن جو ڪو به احساس ناهي رهندو، پوءِ مان

نميوارين کان فرار ٿيڻ چاهيندو آهيان. مان بظاهر پرسڪون هوس پر منهنجي گهرواريءَ ۾ انتشيار هو. مون ۾ ماحول، حالات ۽ روين جي ڪري ڪافي جارحيت هئي. مان جڏهن پاڻ تي جبر ڪندي ٽڪجي پوندو آهيان ته منهنجي روين ۾ تلخي اچي ويندي آهي، جيئن جيئن منهنجي لهجو بدلبو آهي تيئن تيئن مان هر هڪ سان وڙهڻ لڳندو آهيان، مون ۾ ڪڪ ٿيڻ جي بيماري ٿي پئي آهي، ڪڪ بيزار ٿيڻ، ڪا به ڳالهه برداشت نه ٿو ڪري سگهان. هر ڪنهن کان ناراض ۽ خفا مون ۾ فطرت جهڙو تهر ڇلڪڻ لڳي ٿو. منهنجي وجود ۾ هڪ ڇتي ويڙهه شروع ٿي ويندي آهي، پاڻ کي هڪ مخصوص خول ۾ بند ڪرڻ جيئڻ منهنجي فطرت نه آهي. ڪڏهن ڪڏهن مون ۾ ايتري جارحيت اچي ويندي آهي جو منهنجي دل چاهيندي آهي ته جوڙاري هر شيءِ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيان. مان اڪثر بخيل ٻڌجي، ڪاوڙ جي ڪهاڙي سان گهر جون شيون ڀڃي پرزا پرزا ڪري ڇڏيندو آهيان. هو اڪثر منهنجي ڪاوڙ جي ور ڇڙهي ويندي آهي مار کائڻ کان پوءِ هن جي رت جو دٻاءُ گهٽ ٿيندو آهي، ان جو گهٽ ٿي ويندو پر منهنجو وڌي ويندو آهي. هاڻ ته هي روز مار کائيندڙ زال ٻڌجي پئي آهي، (زال کي مرد جي مارڻ وارو حق شايد فقط سنڌي سماج ۾ تسليم ٿيل آهي.) مار ڏيڻ پوءِ مون گهٽائي پر قطعي بند نه ڪيم. هي هر پيري پيرين پئي معافي ونندي آهي وري ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهي لاٿون آهي ڇگهه، هڪ ڏينهن مون هن مٿان ڌڪ اولاريو ته هن جي اکين جي اداس ڪارڻ ۾ هن جو اکيون ڪنهن هيسيل هرڻي جهڙيون لڳيون. هوئڻ به ڌڪ رحماني ڌڪ شيطاني آهي مون هٿ هيٺ ڪري ڇڏيو تنهن بعد هن تي وري اڄ تائين هٿ نه هلايو اٿم. جان بچي لاکون پايا. مونکي سڪون جي ضرورت آهي، منهنجو ذهني سڪون منتشر ٿي ويو آهي. گهر کي يقين جي بنياد تي ملائڻو آهي، هڪٻئي تي مڪمل ويساهه رکڻو پوندو، نه ته گهر گهر بدران مسافر خانو بنجي ويندو آهي. هن آڏو رڳو ٻه واٽون هيون. يا باعزت نااهل يا ويڙهه جو اعلان. "ٻٽي ته ٻٽي نه ته دال ماني گهٽي،" وقت سان گڏ هاڻ اسان پنهنجي پنهنجي برداشت جون حدون لامحدود ڪري ڇڏيون آهن.

**منهنجي ٽيڙن ۾ هٿ**

رات جو پنهنجو پرسنل ۽ ضروري شيون هڪ هنڌ سنڀالي ٿاهي تالن ۾ بند ڪري رکان. صبح اٿان ته ڪا نه ڪا شي گم پوءِ هڪ هڪ شيءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳولڻي پوي ٿي. ماچيس جا بنڊل وٺي اچان پر وقت تي نانءُ ڪان ماچيس نه لڀي هڪ ته آفيس وڃڻ لاءِ اڳئي دير ٿيو وڃي پيو ته ڪڏهن بوٽ جو هڪ پادر گم ته ڪڏهن جورابن جو پيو پير، ڪڏهن رومال نه ملي ته ڪڏهن پرس ڪڏهن پين گم ته ڪڏن عينڪ پوءِ ڇڙ ڇڙو ٿيو پوان. "هي منهنجو سامان ڪنهن ڪوٽيو آهي، هزار دفعا منع ڪيو اٿم ته منهنجي ٽيڙن کي هٿ نه لائيندا ڪريو تب مڙوئي ڪو نه ٽا. توهان جو

منهنجي ٽيڙن ۾ ڪر کهڙو آهي.“ ڳولي ڳولي هج ٿي پوان، آخر بخيل ٿي آئيس وڃان، جڏهن واپس اچان ته ڏسان سامان اتي پيو ٿو ٺڪون جهلي.

## زهر مار

گهر ۾ ڪا ڊنگ جي ماني ملڻ مائل آهي. شادي کي 19 سال ٿي ويا آهن. پر ڪيس اڃان اندازو نه آهي، ڪڏهن لوڻ وڌيڪ جهڙو زهر، ته ڪڏهن لپ نه وجهي، ڪڏهن مرچن جي ٻوڪ ته ڪڏهن ڪٽل. ٻئي ٽين ڏينهن ماني زهر مار ڪريو ڇڏي. هن جي هٿ جي برياني ته خدا دشمن کي به نه ڪارائي، ڏيو منهن، مون وارو يار ضمير ايف اير وري چوي ته ”پاپي ڪانا اچا پڪاتي هي“ جڏهن ڪر اليڪٽوني آواز، استري، ٽي وي فريج ۽ موٽر خراب ٿي ته ضمير گهر اچي ته پئسا نه وٺي ۽ چوي ته ”پاپي کي هٿ ڪا کانا کائينگي“ اندر وڃي چوان ته ”ضمير لاءِ ماني تيار ڪر“ ته ڪاوڙ ۾ چوي ”انهن مرشدن کي وڃي پاڻ مونهن ڏي مان ڪا نوڪرياڻي ٿورئي آهيان.“ منهنجا ٻار گوشت وغيره ڪو نه کائين، هي هر وقت تريل پٽاٽا شوق سان کائن، منهنجي ٻارن جا پٽاٽن تي آندا ٿي ويا آهن. چار بار پنجون مان، پنجن نمونن جي نيرن طلبيندا آهيون. هي هر هڪ کي سندس پسند جي چيز ٺاهي ڏيندي آهي.

## سنڌن سگهو مرد

مون جهڙو سنڌن سگهو مرد ته ڪنهن ورلي ڏٺو هوندو. مان ڪڪ پچي ڀيٽو نه ڪندو آهيان. مون کي پاڻ ڪم ڪرڻ جي عادت شروع کان نه آهي. مان رڳو بستر تان ڇڏي ڇندي اٿان باقي هي بسترا ويڙهه ڪلهي تي رکي پاڻ کڻندي. مونکي گهر ۾ هر شي کڻ تي گهرجي. ڪاڏو تروڙي چانهه يا پاڻي جي گلاس سوڌو مونکي کڻ تي ملي. مونکي اڄ ڏينهن تائين ياد نه آهي جو مان پاڻ اٿي فرج يا ڪچن مان ڪا شي ڪڍي ڪاڏي هجي يا پل ۾ ڪو پاڻيءَ جو گلاس پري پيتو هجي. پل اڄ تي ويٺو هجان يا بک تي. هي گهر ۾ هر وقت مصروف هوندي آهي. جڏهن هن کي يادگيري ايندي آهي، ته پاڻ کٽي ايندي آهي. منهنجي گهر واري مونکي اڪثر چوندي آهي ته ”مونکي چار نه پر پنج ٻار پالڻا ٿا پون پنجون تون سڀ ڪجهه توکي ٺاهي کڻ تي ٿو ڏيڻو پوي.“

## پاڻي جي ڏاڻ

شادي کان پوءِ راهون رستان ۽ واٽون بند ٿيون وڃن، ۽ انسان جهڙوڪر قيد ٿيو وڃي. شادي جا اڻ ڏنا ان کيل ۽ اڻ ٽيندڙ محبت وچ ۾ سمجهوتو آهي. شادي منهنجو ڪجهه به بگاڙي نه سگهي زندگي جو طور طريقو جيڪو شادي کان اڳ هو هاڻ به اهوئي ساڳيو آهي. مان صرف ماني کائڻ گهر اچان ٿو. هئو مئو ٽاري جڏهن وري گهران نڪران ٿو ته الائي ڪيڏي مهل اچان ٿو سا خبر

مونکي به نه آهي. ان لاءِ مونکي گهڻو ڪجهه ڀڏڻو پيو ٿو. هڪ ڏينهن منهنجو قريبي عزيز آغا نزاڪت علي پنهنجي زال سوڌو منهنجي گهر آيو. منهنجي دل ۾ هنن لاءِ وڏي عزت آهي هن جي زال مونکي سڏارڻ لاءِ منهنجي زال سان شرط پڻ رکيو هو ته هو مونکي مجائي پوءِ ويندي، ماني کان پوءِ ڪلثوم مونکي چيو "اڄ ته مان تنهنجي ڪلاس ٿي وٺان" ٻارن جي موضوع تي دير تائين ڳالهيون ٿيون "توهان ڏاڍا لاپرواهه ٿي پيا آهيو. سڄو ڏينهن گهر کان ٻاهر ٿي هوندا آهيو هڪ شادي شده مرد جو دير دير تائين گهر کان ٻاهر رهڻ ٺيڪ نه آهي، ساڄهر پرو گهر ۾ ايندا ڪريو. ڪجهه دنيا ۽ گهر جي سوچيو. توهان ٻارن کي ٿورو به وقت نه ٿا ڏيو. اوهان جي ٻارن کي اوهان مان وڏيون اميدون هونديون. پنهنجي ٻارن کي هڪ صحتمند ۽ انتهائي خوشگوار ماحول ڏيو. هنن کي مثبت سوچ ڏئي پنهنجي هر مصروفيت ترڪ ڪري ڪين وڌ کان وڌ ٽائيم ڏيو. منهنجو مڙس مون کان هڪ رات نٿو رهي سگهي، منهنجو مڙس ڏسو ته ائين لڳي هئي گهر اچي ٿو وڃي." مون کيس چيو ته "تنهنجو مڙس ته ائين وڳي گهر ٿو اچي، جيڪڏهن تون جهڙي خوبصورت منهنجي زال هجي ها ته خدا جو قسم مان گهران ٿي نه نڪران ها، ۽ هي مان جو وري به دير مدار گهر اچان ٿو، هي جا پاڻي جي ڏائڻ تنهنجي مڙس جي زال هجي ها ته هو شايد گهر به نه اچي ها" منهنجو اهو جواب ٻڌي منهنجي زال تپي باهه ٿي وئي جيتري حد تائين مونکي ياد آهي ان رات مان گهر نه آيس پر ٻئي ٽيئن ڏينهن تائين منهنجي زال مون سان ڪا به گفتگو نه ڪئي ۽ گهر سويل موٽڻ بابت هن وري ڪڏهن نه ورجايو. منهنجي منگيندي شادي کان اڳ مون تي چري هئي ۽ شادي کان پوءِ زال بڻجي وڌيڪ چري ٿي پئي ۽ هاڻ ته ٺوپ چري آهي. شادي کان اڳ مان هن کي شڪل شبهه ۾ هوبهو انڊين اداڪار گوويندا جهڙو لڳندو هوس، اها حقيقت آهي مان جوانيءَ ۾ گوويندا کان گهڻ ٿورڙي هئس ۽ شادي کان پوءِ مان ڪيس پاڪستاني ادار رنگيلي جهڙو لڳاتو.

## وري به دل جي بري ڪانهي

هڪ رات مان تيار ٿي ٻاهر وڃڻ لڳس ته منهنجو هٿ جهلي چيائين " اڄ تون ڪيڏانهن نه وڃ مون سان ويهي ڳالهيون ڪر. متان هي پڪي اڏري وڃي ۽ وري نه ڏسي سگهين. مان اڄ ڏينهن جو هڪ پرائتو خواب ڏٺو آهي ۽ ڏينهن ڏٺي جا خواب ڪوڙا نه آهن هوندا." مان هن جو منهن تڪڻ لڳس، خفي ٿي چڙ مان چيم "چري ته نه ٿي آهين؟ مون ڪنهن کي ملڻ جو وقت ڏنو آهي، هو منهنجو انتظار ڪندو هوندو!" "تون منهنجو ڪڏهن به ڪو چوڻ نه منيندين! تنهنجا اُهي دوست توکي پيارا آهن باقي مان تنهنجي زال تنهنجي لاءِ ڪجهه به نه آهيان." مان هن کي

ٻتو اٿيتو ڪري هليو ويس. پوءِ هو لو بلڊپريشر جي مريض بڻجي وئي ۽ اڄ تائين آهي. زندگيءَ جو ڪٿيل حصو وري مون سان جڙڻ لڳو! مون محسوس ڪيو آهي ته سنڌ جي عورت مظلومن کان مظلوم آهي، جنهن سان والدين، ڀين ڀائين ۽ خاص ڪري مڙس وڏي بي انصافي ڪئي آهي، عورت جو سڀ کان وڏو ڏک اهو آهي جو ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ئي نه ٿي ڪئي وڃي، هن جي دل جون ڪيترين ئي خواهشون بي حصيءَ جي نظر ٿي وڃن ٿيون. هو جيڪا جئيري ئي مڙس جي قلعي ۾ بند ڪئي وڃي ٿي. مڙس جو حق آهي ته هو پنهنجي زال جي عزت جو داءُ لڳائي، زال تي مڙس جو هر قسم جو حق آهي جيئن وڻيس تئين ڪري. جتي انا فاتح آهي اتي خوشيون پاڻمرادو شڪست کائي ويندڻيون آهن. مان سوچيندو آهيان چار ٻار پيدا ڪندڙ عورت جي پنهنجي ڇا زندگي هوندي! هن جا ڪهڙا خواب، ڪهڙيون خواهشون هونديون، اهو ئي ته سڀ کان وڏو الميو آهي ته هر سال ٻار پيدا ڪرڻ واري عورت جي پنهنجي ڪا به زندگي نه آهي. گهر جي گهاڻي ۾ جوٽيل عورت سارو ڏينهن محنت ۽ پورهيو ڪري ٿي. گهر جا ڪم به جهجها هوندا آهن. عصر جو اٿي ڪلمو پڙهي پاڻي پرڻ، گهرجي صفائي ڪرڻ، ٿانو ڌوئڻ رڌ پچاءُ ڪرڻ، سلائي سيبو ۽ ٻار پالڻ ٻارڙن کي اسڪول ڇڏڻ. ٻار جي پڙهائي، ٽيوشن، گهر جي ٻين مسئلن کي هو حل ڪري ٿي. گهرجي نظرداري ۽ پالنا به ڪري ٿي ته گهر جي ڀاتين جو انتظار به ڪيس ڪرڻو پوي ٿو. "رات ٿي وئي آهي الائي ڪيڏانهن ويا لوفرن سان گڏجي ان لاءِ سڄي رات ويٺي هجان در تي دربان بڻجي." ٻار جيستائين نه ايندا تيستائين ويٺي هوندي سڪارتا بڻجي، هن سڄي زندگي انتظار ڪيو هوندو. پهرين هو مڙس جو انتظار ڪندي هئي ۽ پوءِ پٽن جو انتظار ڪرڻ لڳي. هي گهر جي صفائي اهڙي ڪندي آهي جو مک پئي ترڪندي آهي. هي هوشيار آهي سڄي گهر کي سنڀالي ورتو اٿس نه ته مون ۾ اعفال ڪونهي، مان پنهنجي گهر جي ڀاتين کي بي زبان جانورن جي ڌڻ جيان هڪليان نٿو. مون هن کي ڏکن جا اڻ ڳڻيا زخم ڏنا، هن شادي کان اڄ تائين 19 سال ڏک سک ۾ منهنجو ساٿ ڏنو. مون ٻاران هن کي صرف نصيب ۾ ڌڪارئي مليو. منهنجي هي گهرواري آغا رفيعه تندبهڻ کان ئي شخصي ٻيچ ٻاهر جو شڪار رهي آهي ان ڪري ذهني طور ڪيترن ئي وهمن وسوسن ۽ هڪ اڻ ڏٺل خوف جو شڪار رهي آهي، پر وري به دل جي بري ڪانهي.

جي تون وڏي وڻ تئين ھوتي جھڙا ٻار
پن پکيڙي ڏار ڏرتي ڪجان ڇانورو

## اولاد

”ھر نئون ڄاول ٻار پاڻ سان گڏ اھو پيغام آڻيندو آھي تہ خدا اڃان انسانن مان مايوس نہ آھي ٿيو.“ اھا خدا جي مرضي آھي، جو ارتقا ڪي وڌائڻ ٿو چاھي. مونکي وقت سان پنھنجي ٻارن جو تعارف ڪرائڻ لازمي ٿو لڳي. خير سان اڄ مان شادي شده آھيان ۽ ماشاء الله منھنجي ھڪ عدد زال بمع ڇهن ٻارڙن نين تارا (ڌي) شاھ رخ خان، ماہ رخ خان ۽ ھالار (پٽن) جي، منھنجي، چمن ۾ جڏھن ننڍڙيون ۽ معصوم ڪليون ڦٽيون تہ منھنجي ڪھاڻي ۾ ھڪ نئين ڪھاڻي جنم ورتو زالن ۾ اولاد جي تمنا بہ اڻجھل ڪشش آھي. شادي جي ٻئي ڏينھن تي منھنجي زال ڪي اوڪارا ٿي آيا. ماشاء الله زمين زرخيز نڪتي، ھر محنت سان ڏئي ٻج ڇٽيو تہ رب سلو ڏنو. چار ٻار ڄٽي ڏنائين. ٻار ھر ڪنھن ڪي وڻندا آھن ٻار اسان جي اندر جو عڪس آھي، ٻار پنھنجي ھڪ الڳ فطرت کڻي پيدا ٿئي ٿو. حقيقت ۾ ٻار ماءُ پيءُ جو بہ پيءُ آھي، ٻارن کي بلڪل ھوٽن جيان پنھنجو رت ست ڏئي وڏو ڪبو آھي، منھنجي اولاد منھنجي وجود جا وڪريل حصا آھن، اولاد جي روپ ۾ منھنجو وجايل ننڍپڻ ملي رھيو آھي، منھنجي اولاد سان منھنجو سلسلو جوڙيل آھي. مون مان جيڪا ھي روشني اولاد جي صورت ۾ ڦٽي نڪتي آھي. منھنجا ٻار مون کان ڏاڍو مختلف آھن ھي منھنجو تخم آھن. ڪيترن ڳالھين ۾ مون تي ويا آھين. اھا حقيقت آھي تہ ڪجھ شيون انسان کي ورثي ۾ ملنديون آھن، چوندا آھن تہ ”ماڻٽ جيڪي پاڻ نہ ڪري سگھندا آھن سو پنھنجي ٻار کان ڪرائڻ جي خواھش رکندا آھن.“ اولاد جي پيدائش کان پوءِ ماڻھو اڃانگ حال مان نڪري مستقبل جي ڳتي ۾ ھليو ويندو آھي، دنيا جي عارضي ھلچل ۽ رونقن کان وڌيڪ حقيقي اولاد جي روشن مرڪ آھي، مان ھاڻي گھڻو وقت پنھنجي ھنن ٻارن سان گذارڻ چاھيان ٿو. مان جئيندس ھن ٻارن جي سانگي. مان قد ۾ بندرو آھيان، پر ناناڻي ورثي ڪري منھنجو سمررو اولاد قد ۾ ڪجھ ڏگھو آھي. دوست اڪثر چوندا آھن ”تون پاڻ تہ آھين بي شڪل پر ماشاء الله اولاد تہ ڏاڍي پياري اٿئي، ڪنھن تي ويا آھن“ مان چوندا آھيان ”منھنجا سڀئي ٻار روحاني طور منھنجي سڀ کان ننڍي ساليءَ تي ويا آھن.“ منھنجي سالي ٻنھنجي وقت ۾ پنھنجي مشڪي سونھن لاءِ ھاڪاري ھئي فرق صرف ايترو آھي تہ ھوءِ سانوري سلوني آھي ۽ ھي گورا چٽا آھن. ساليءَ جي اولاد وري الائي ڪنھن تي وئي آھي ڪا خبر نہ اٿئي. ڪارا ڪانوءِ وري بہ چوندا آھن ”ٻچا ڪانون کي بہ پيارا ھوندا آھن.“ قدرت مونکي ٽي پٽڙا ڏنا آھن ۽ ھڪ نياڻي اٿم. وڏيون

پنهنجي تجربي جي بنياد تي چئي ويون آهن تہ "پيٽ واري مائي هلڻ مهل پهريون ساڄو پير کڻي تہ پٽ، جي کاٻو کڻي تہ ڌي ڄڻيندي. پيٽ سان زال ڪوجهي ٿئي تہ پٽ، جي سونهن ڪڍي تہ ڌي ڄڻيندي. جنهن زال کي پيٽ سان ننڊ گهڻي ايندي سا ڌي ڄڻيندي، جيڪو مرد رات جو ڪنولي جي ٽانگهہ چڪيندو يا سنڌ ۾ اڳڻ پاڻ وجهندو تہ ڌي ڄمندس." اها حقيقت مون سان سو سيڪڙو صحيح نڪتي. جڏهن منهنجي گهر جي فيملي ڊاڪٽرياڻي شمير ارباب مونکي چيو "ادا وڏايون هجنوءِ توهان پيءُ بڻجن وارا آهيو!" تہ مان ڏاڍو خوش ٿيس ۽ جهمريون پائڻ لڳس نينا پيريءَ شخن مطابق گڏهہ کي چٽا پچائي ڏنر جيترا ڏاڻا هن ٻچيا ايترا ڏينهن لڳا.

**نندڙو گدو بندر**

منهنجي اولاد جو پاڻ ۾ چڻ ازل کان وير آهي. اهو روڳ انهن کي ناناڻي ۽ ڏاڏاڻي آکهہ ٻنهي کان ورثي ۾ مليل آهي. اهو هڪ حصو سندس ورثي طور منهنجي گهر ۾ بہ آهي. جيئن هڪ ٻيلي ۾ ٻہ شينهن گهاري نہ سگهندا آهن، چڻ ٻهاڄ هجن. هڪٻئي سان ضد ۽ حسد ۾ ٻنهي جون پاڻ ۾ روزانو چڪريون هونديون آهن، هي وڙهي ڊانگا ڊر ٿي جڏهن رات جو گڏ سمجهندا آهن تہ چڻ ٻئي پاڻر کير کنڊ هوندا آهن، اسان پاڻرن ۾ ايڪو ناهي اسان زال مڙسن ۾ ايڪو ناهي، منهنجي پٽن ۾ ايڪو ناهي. هر ڳالهہ تي ڪر ڪر.. هر ڳالهہ تي روڪ ٽوڪ... هٿو بيزار ٿي پوندا آهن. منهنجو گهر هڪڙو نندو گدو بندر آهي. صبح سوير اٿڻ تي ٻارن کي ٻرو چڙهيو وجي هر روز ڪو نہ ڪو ٻار بهانو ڪري اسڪول ڪسائڻ چاهيندو آهي پراوا ٻار جي اسڪول کان ٻاهر مائٽن جي ضابطي ۾ بہ نہ آهن تن کي ٽن چئن ڪلاڪن جي اسڪول اندر ڪهڙو سڌاري سگهجي ٿو. منهنجا سيئي ٻار جهڳڙيلا آهن، گهر کي ڊانوان ڊول ڪري ڇڏيندا آهن.

منهنجي گهر واريءَ سان تہ نسورو ناحق هوندو آهي گهڙي گهڙي ٻارن جو رُسڻ ماڻ سان وڙهڻ ٻنسن لاءِ تنگ ڪرڻ. گهر ۾ صبح سان ئي ٻڌڙڪو مچي ويندو آهي، اها ڏما چوڪڙي ۽ روڄ راڙو سڄو ڏينهن هلندو آهي. انهيءَ ڏمچر ۾ پوءِ نندو هالار بہ شامل ٿي ويندو آهي. ٻارن جون ڪيڪون، گوڙ روڄ ۽ راڙو مونکي چريو ڪري ڇڏيندو آهي. پوءِ هو مجرجي ٻارن تي چڙهت ڪندي آهي ۽ ڪين ڏيندي آهي اڪثر ٻارن جي اڳيان ماءُ پيءُ گهريلو معاملات حل نہ ڪري سگهن ٿا جيڪا جنگ اهي ڪن ٻار بہ اها ئي واٽ وٺن ٿا چوندا نہ آهن "جهڙا ڪانگ تهڙا ٻچا ٻارن کي گهمائڻ ڦيرائڻ هن جي تربيت جو هڪ اهم حصو هوندو آهي؛ ۾ اسان تہ پنهنجي مصروفيت ۽ جهڳڙن ۾ ئي پورا آهيون. مونکي پنهنجي ٻارن تي ڏاڍو قياس ايندو آهي اسان جي پيٽ ۾ تہ انهن ڪجهہ ڏنو آهي نہ ماٺيو آهي.

منهنجا ٻار ٻانمرادو اسرندڙ ٻوٽي جيان بي توجهيءَ جي آس ۾ اُڳتي وڌندا رهيا آهن، بس فقط سا هن جو تسلسل ئي هوندو آهي، جيڪو ڪين احسان ڏياريندو رهندو آهي ته زندگيءَ جو ڪو وجود آهي، اسان جي طرفان ڌنل ڪا نه ڪا ڪمي هن جي اڳين مان سڃاڻپ ڪسي ڪين اجنبيت جو تاثر بخشي ڇڏيندي آهي اسان ٻار جي نفسيات کي نٽا سمجهون نتيجي طور اهو احساس محرومي جو شڪار رهي ٿو. منهنجا ٻار بي يقينيءَ احساس محروميءَ بي توجهه جي رنگن جو شڪار رهيا آهن. بي يقيني جي ڪرائڻ ۾ پنڪندڙ اولاد نفسياتي مريض بڻجي پوندي آهي. جن والدين جي روين ۾ اعتدال نه هوندو آهي يا خاص ڪري أهي والدين جيڪي گهڻا سخت مزاج ۽ سندس روين ۾ جذباتي رجهان هوندو آهي، انهن جا ٻار پنهنجي جان سان ڪيڏندا آهن ڪنهن اُٺڃاڻ راهه تي بيگناهه مارجي ويندا آهن يا خودڪشي ڪري ڇڏيندا آهن. نه سمجهه ۾ ايندڙ رويا، هڪ ٽڪائيندڙ احساس، روشن مستقبل ڏانهن ويندڙ رستا اونداهي جو ڪاڄ بڻجي ويندا آهن، جن ڪان فرار ناممڪن آهي. پر معاشري جي صحت تي ڪو به اثر نه پوندو آهي. اسان جي سوچ ۾ تڏهن تبديلي ايندي آهي، جڏهن اسان ڪنهن حادثي کي منهن ڏيندا آهيون، اسان پنهنجي روين جو ان وقت ازالو ڪرڻ چاهيندا آهيون جڏهن اهو ٻار دنيا ۾ ناهي رهندو، مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي ته والدين پنهنجي اولاد جي نفسيات سمجهڻ بدران ڪين مسلسل ذهني اذيت ڇو ٿا ڏين؟

## نين تارا (ڏيءَ)

27 جنوري 1993ع جي رات ٺيڪ ٻارنهين وڳي ارباب ڪلينڪ حسين آباد ۾ هڪ نئين جسم جو استقبال ٿيو. منهنجي پهرين اولاد آدڙي ڄائي. مون کي ان تي حيرت آهي ته ڌيءَ ڄمڻ ناپسنديده واقعو سمجهيو ويندو هو. مون پڙهيو آهي ته أهي عرب سڳورا جن مان سمورا پيغمبر ۽ نبي ٿيا. سي نياڻن جي ڄمڻ تي ڇو رنج ٿيندا هئا. ڪين ڇمنديءَ زنده دفن ڪندا هئا، پر منهنجي خواهش هئي ته مونکي پهرين اولاد ڌيءَ ٿئي. ڇو ته ٻاڻ سڳورن کي پهرين اولاد نياڻيءَ هئي. مان گارنٽي ٿو ڏيان ته "جنهن کي پهرين اولاد نياڻيءَ جي هوندي اهو سڌو جنت ۾ ويندو." اها ٻاڳڻ ٻري نياڻي ڄائي ته مون هن جو نالو نين تارا رکيو ڌيءَ جي ڇٺي ۽ مون وڏي ڌام ڌوم سان ڪئي، جڏهن نين تارا دنيا ۾ آئي ته انهيءَ ڏينهن مون هڪ پروگرام "ويلڪم ٽو نين تارا" ڪيو، جنهن ۾ صرف شازيه خشڪ نه هئي باقي ان دور جي سمورن مشهور فنڪارن حصو ورتو مان يقين سان ٿو چوان ته اسان جي خاندان ۾ اڄ تائين ڪنهن جي شادي جو به اهڙو شاندار پروگرام نه ٿيو هوندو. ماڻهو پٽ ڄمڻ ڄمندا آهن جن تي خوشيون ڪندا آهن، ڌيءَ لاءِ ايڏي خوشي ماڻهن پهريون ڀيرو ڏٺي سنڌ ۾ رواج آهي ته عورت پنهنجو پهريون ٻار ڄمڻ لاءِ پيڪين ويندي آهي. نانو ناني ٻار کي اگر ۾ سونو ويڙهه پائين ٻار لاءِ ڪپڙا، رلڪا ڇوڪري جي ماءُ وٽان

ملندا آهن. پنج ست رانديڪا، ننڍڙو گلاس ۽ ننڍي ديڳڙي به ڏني ويندي آهي اهو اسان جي سنڌ جي ثقافت جو حصو آهي. منهنجي ڌيءَ نين تارا جنهن کي مان پيار مان نينا سڏيندو آهيان. ماءُ کيس نيني سڏي، نين تارا ڀائرن کان ڪجهه وڏي آهي پر زندگي جي سفر ۾ اڃان تمام ننڍي آهي. نينا جو ٻاروتڻ به هاڻ جوانيءَ ۾ تبديل ٿيندو ٿو وڃي. هي مهراڻ ڪاليج ۾ هن وقت انٽرجي شاگرديائي آهي هي ڊينٽل ڊاڪٽر ٿيڻ چاهي ٿي نينا جو اسٽار (Aquarius) دلو آهي.

## شاه رخ خان (پٽ)

نينا ماءُ کان سوال ڪيو "امي ٻار ڪٿان ايندا آهن؟" ماءُ کيس جواب ڏنو "رات جو پرِيون اڇيون پوشاڪون پائي چنڊ مان هيٺ لهنديون آهن ۽ ٻار ڪي ماءُ جي پرسان سمهاري وينديون آهن." هن ماءُ کي چيو "امي مان انهن پرين کي چوندس ته هو مونکي به هڪ ڀاءُ ڏين" هڪ ڏينهن هن خواب ۾ پرين کي چيو ۽ ٻئي سال هن جو ڀاءُ شاهه رخ خان آيو. سنڌ ۾ پيڙهي قائم رکڻ لاءِ پٽ جو هجڻ ضروري سمجهندا آهن 9 ڊسمبر 1994 تي ساڳيءَ ارباب ڪلينڪ ۾ هڪ ادڙو ڄائو جنهن جو نالو شاه رخ خان رکيو ويو، شاه رخ خان جو اسٽار (Sagitiarus) قوس آهي. هي هن وقت پنڌرهن سالن جو آهي ۽ بيبي بواءِ هاءِ اسڪول ۾ ميٽرڪ ۾ پڙهي ٿو. هن کي ڳلن ۾ پيارا چگهه پون ٿا مونکي شادي کان اڳ اهڙا ٻار ڏاڍا وڻندا هئا. رب منهنجي ٻي تمنا به پوري ڪئي جو شاه رخ جهڙو سهڻو سڀاجهڙو ٻچڙو ڏنو. هي ڏاڍو ضدي چوڪرو آهي. هي ماءُ جو لاڏلو آهي. ماءُ لاءِ پٽ ۽ پيءُ لاءِ ڌيءَ ڪشش جو مرڪز هوندا آهن، هن جو به ماءُ ۾ ساهه آهي. شاه رخ مون کي صحيح رخ نه آهي ڏيندو هي طبيعتن رکو آهي. هي لکڻ پڙهن ۾ لڙڻ جهڳڙن ۾ ڪافي تيز نڪتو آهي، هي روزانو ڪو نه ڪو هنگامو ڪندو آهي. هي تمام حساس پڻ آهي. شاهه رخ کي خبر هئي ته هو جيڪو به ضد ڪندو مائس ان جو پورائو ڪندي. شاهه رخ جي هر جائز ناجائز ڳالهه پوري ڪئي وڃي ٿي ۽ هر معاملي ۾ هن جو سات ڏنو وڃي ٿو. جو نه احتجاجي طور کائڻ پيئڻ ۽ ڳالهائڻ ڇڏي ڏيندو آهي، هي ڏاڍو جلدي تبديلي چاهيندو آهي، هن کي بي شمار رانديڪا ۽ گيمز وغيره آهن. هي پنهنجي ذهن کي وسيع ڪندو آهي، هن جو هر نئون رانديڪو ڪجهه ڏينهن ۾ بيڪار ٿي ويندو آهي هي انهن ۾ ڪجهه سکڻ چاهيندو آهي، انهن جي مرمت جي ڪوشش ڪندو آهي انهن جا اسپرنگ ڪرڪا وغيره ڪڍي ڇڏيندو آهي اهو ڏسڻ لاءِ ته هن ۾جي اندر ڇا آهي انهن کي توڙي فوڙي بيزار ٿي ڇڏي ڏيندو آهي. هن جي ڪل ملڪيت ۾ ٻه ٽي ٽتل ڦٽل سائيڪلون، موبائل، گهڙيال هارن وغيره سان ڪئي ڪٽا پريا پيا آهن هي هر موڪل واري ڏينهن اهي تباهه حال شيون ڪڍي ڏسندو آهي. جيڪڏهن ڪو به پرزو گهٽ نڪتو ته هي ان شيءِ جو بهانو بڻائي هنگامو ڪڙو ڪندو آهي. هن جي کائڻ ۾ دلچسپي گهٽجي وئي آهي تنهنڪري هي ڳري ڪندا ٿي ويو آهي.

## ماه رخ خان (پٽ)

ماه رخ خان منهنجو ٻيو نمبر پٽ آهي، شاهه رخ خان ۽ ماه رخ خان جاڙا نه آهن، پر نالا جاڙا اٿن هي 20 جنوري 1996ع تي غني اسپتال ۾ ڄائو، غني اسپتال سنڌ ميوزيم جي سامهون اهي، هن جو اسٽار (Capricorn) جدي آهي. مان هن کي مارو ڪوئينلو آهيان (مارو راجستان جو هڪ قلعو آهي) الي منهنجا ماروئڙا، مون چيو نه آهي هي هڪدم حڪم جي غلام وانگر حاضر ٿي ويندو آهي. هي ڏاڍو محنتي آهي پر پڙهائي ۾ ڏاڍو ڪمزور آهي. هي ساڳي اسڪول ۾ اٺين درجي ۾ پڙهي ٿو جنهن اسڪول ۾ شاه رخ پوزيشن ڪندو آهي پر هن مولائي کي سنڌي ۾ به پنهنجو نالو لکڻ ڪو نه ايندو آهي هي فل ٽائيم منهنجو اسسٽنٽ آهي ۽ مون وانگر سڄي رات جاڳندو ۽ صبح جو اسڪول جي ٽائيم تي ڪيس ننڊ ايندي آهي هي اسڪول ۾ رڳو سمهڻ ويندو آهي. هي ڪڏهن ڪڏهن بيزار ٿي چوندو آهي ته، "بابا جيڪڏهن مان پاڪستان جو صدر هجان ها ته رڳو ٻه ڪم ڪريان ها هڪ تمام اسڪول بند ڪريان ها، ٻيو آفيسون، نه مان اسڪول وڃان ها نه تون آفيس، پوءِ سڄو ڏينهن ستا پيا ننڊون ڪريون ها، گهٽ ۾ گهٽ اٺڻ جو فڪر ته نه هجي ها." مان چوندو آهيانس ته، وارو ڪرڻ صدر ٿي وٽ ته منهنجي به جان ڇُٽي ته تنهنجي به

اسڪول جي زماني ۾ ماڊل اسڪول ۾ منهنجي هڪ ڪلاس ميٽ هئي ماه رخ ظالم جون اکيون غضب جون هيون، مان سندس اکين جو عاشق هئس. "جيڪي ڪجهه به ارپي سگهندس ارپي ڏيندس، مان پنهنجي پٽ تي نانءُ رکندس ساجن تنهنجو نانءُ" مون سوچيو هاڻ جيڪڏهن ڏيءُ ڄائي ته ان جو نالو ماه رخ رکندس پر قدرت پٽ ڏنو جنهن جون اکيون به هوبهو ماهه رخ جهڙيون هيون، سو مون به بسم الله ڪري هن جو نالو ماهه رخ بجاءِ ماه رخ خان رکيو. مان چوندو آهيان "شارو ماهُ جو پٽ آهي ۽ مارو منهنجو پٽ آهي." هي سڄو ڏينهن ڳڏهه وانگر وهندو آهي، ٻارن ۾ مائرن جا ڪم به انيڪ پوندا آهن. "مارو پٺهي جو گند ته ڦٽي ڪري اچ." مان گڏلو آهيان ان ڪري ڪن ڪچرو تمام گهڻو گڏ ٿي وڃي ٿو. ٻاهر گند ڪچرو اڇلائي اچڻ جي اها ڊيوٽي سدائين ويچاري مارو جي. "ڇگو ٻلا مسجد مان ته ٻه چار ڏول ته ڀري اچ!" ڀري آيو ته چوندس "ٻلا ميندي ڪان هالار لاءِ پاپا نه وٺي آ." "ٻلا ڪنائي ڪان ڪتاڻ ته وني اچ،" ٻاجي وار جو هوڪو ٿو اچي بيهارينس ته ٻاجي وٺون" "سٽ پائي درزياڻي کي نينا جو چولو ته ڏئي آ." "ڪٽ جي ٽانگهه ته ڇڪي وٺ" ائين هن مسڪين جي بيڪار ڪان بيگار پلي تحت ڇڱي ورزش ٿيندي آهي وڏي ٻاءُ شاهه رخ هن کي ڇٽ ڏئي خراب سائيڪل مٽي ۾ اٽڪائي سٽڪائي گهر جو گهر ۾ مارو کي اٺ سؤن ۾ وڪي، جا ڏينهن ٻن ۾ وري خراب ٿي پئي مارو ويچارو، آئي ڏينهن هن تي خرچ ڪري صفا اڙجي ويو. هي مسڪين

سائيڪل تي خرچ ڪري ٺيڪ ڪرائي ته گهمندو وري شاهه رخ وٽ. جيڪا مون مارو ڪان جمع بازار ۾ ڪپرائي تڏهن وڃي هن مسڪين جي جان ڇٽي. شڪل شبيع توڙي عادتن ۾ ٻئي پاڻ شاهه رخ ۽ ماه رخ هڪ ٻئي جي صفا ابتڙ آهن. مارو گهر ڏانهن جيترو ئي وقت جوابدار آهي شاهه رخ اوترو ئي لاپرواهه آهي. ماه رخ جي پيٽ ۾ شاهه رخ بي چيو آهي هر ڪم لاءِ پڙ ڪڍي بيهندو آهي هن کي برو چڙهيو وڃي. اصلي تپ چڙهيو وڃنيس. ماه رخ ڪڏهن ڪنهن کي هلڪي چماٽ به نه هڻي پر شاهه رخ زبردست لڙاڪو آهي. هنن جو ڦلبت ۾ به جهجهو فرق آهي. شاهه رخ منهنجو پٽ هاڻي ڪان ئي ليبر آهي اڳتي هلي الائي ڪهڙا ڦاڙا ماريندو. ڪنهن کي ڪٽي ڪٽندي هئي ته ان جي شامت ايندي هئي، هي ٻئي صرف ماني کائڻ گهر ايندا آهن وري گم، سڄي رات گذري وڃين ته به ڏاءُ نه ٿئين. هي گهر ۾ هوندا ته تپائيندا ۽ ڪڪ ڪندا آهن سڄو وقت گهٽيون ڪڇيندا وتندا آهن. ڪو به ضابطو يا ڪنٽرول ڪو نه رهيو آهي. ٻار جي پيدائش ۾ مناسب وقت ضروري آهي. بي صورت ۾ پهرين ٻار سان چڱي خاصي زيادتي ٿي وڃي ٿي. نئين ٻار جي اچڻ ڪري پهريون ٻار ٻي نمبر تي هليو ويندو آهي ۽ اوپرو ٿي ويندو آهي

اُتر ڪان هالار مٿان، تو ڪيڏو ڪارونڀار اچي!
ڏکڻ ڏانهن هلي آ اڏري، ننڊ نه ڪر واهيري ۾.

## هالار (پٽ)

هالار منهنجي اولاد ۾ آخري ڪرڙ آهي. هالار جنهن کي ماءُ ”هالو“ چوندي آهي، هي 1 جولائي 2003ع تي ڊاڪٽر شمير انصاري جيڪا ليڪا پڻ آهي جي هٿان عاصم ڪلينڪ قاسم آباد ۾ منهنجي مفلسي جي پيرڊ ۾ مفت ۾ ڄائو. ۽ ان ڏينهن ڪان منهنجا ڀاڳ کليا. ساڳي ڏينهن مان نوڪري تي ٻيهر بحال ٿيوس ۽ پروموشن پڻ مليو، عدالت ڪان زبردستي ڪسيل گهر منهنجي پالٿهار بازي پلٽي واپس ڏنو، هي پاڻ سان گڏ منهنجا ڀاڳ به ڪٽي آيو. هن جو اسٽار سرطان آهي اهو ساڳيو اسٽار منهنجي پياري ”پارو“ جو پڻ آهي جا (Cancer) منهنجي زندگي آهي. هالار هاڻ ون ۾ پڙهي ٿو. ماشاءَ الله پنهنجي عمر ڪان وڌيڪ ذهين آهي ۽ پنهنجي سيني پاڻرن ۽ پيٽرئن ڪان ذهن ۾ اڳتي نڪري ويو آهي، هالار، مان نه چوندو آهي، پر پنهنجو نالو وٺندو آهي ”بابا هالار کي شهر جو نه وٺي ويئڻ ٻڌائي؟“ ”هالار کي بخار آهي. ڊاڪٽر ڏي وٺي هل،“ ”هالار جي شي ڪٽي آهي؟“ وغيره وغيره. هي صبح اٿڻ شرط شيءِ گهرندو آهي. مان هن لاءِ روزانو رات جو ئي ڪيڪ، بسڪٽ، پاپا ۽ مزيدار چاڪليٽ آڻيندو آهيان هالار ويچاري لاءِ ته سدائين ويل ماءُ هن کي ٻاهر ڇڏيندي نه آهي، ”مان توکي ٻاهر ڇڏيان ئي نه ٿي. هٽائين نه اهڙو منهن وارو چنبو“ پوءِ ويچارو لاچار روئي پئي

سمهي پوندو آهي هالار کي هر حال ۾ پاڻ وٽ سمهاريندي آهي، هالار رات جو پاسو ورائي ها ته هو ڏسندو آهي ته اهو خالي ته نه آهي. هي ماءُ کي رات جو هڪ منٽ ۾ مون سان نه ڇڏيندو آهي اهو ئي سبب آهي جو هو وڏيڪ ٻار پيدا ڪري نه سگهي آهي. هي ايڏو چالاڪ آهي جو هڪ ڏينهن اسان زال مڙس جو پاڻ ۾ جهڳڙو ٿي پيو. هن ماءُ کي جهيڙي دوران چيو "امان هالار کي ڌهل ڏئي ته وڃايان،" "ماٺين جي شادي آهي ڇا؟ دل اچي ڪٿان" ڪيس ماءُ ڪاوڙ ۾ چيو، پوءِ هالار ڪچن مان ڪا ڏيڳڙي ڪڍي وڃائڻ لڳو مون پڇيو "بابا هالار اهو ڇا آهي؟ ڪهڙي خوشيءَ ۾ ٿا ڍُهل وڄن." چوڻ لڳو توهان وڙهو ٿا ته مون کي غيرت ٿي اچي. ڍهل ان لاءِ ٿو وڃايان ته ان ڍهل جي آواز ۾ اوهان جي جهيڙي جو آواز پاڙي وارا نه ٻڌن، نه ته هو سمجهندا هي جاهيل آهن جو وڙهن ٿا." هي منهنجي سيني دوستن جو ٻه دوست آهي ۾ خاص ڪري پرويز کي گهڻو ويجهو آهي جنهن کي هي "ٻشني ماما" چوندو آهي. هالار جي معصوم مرڪ مون لاءِ ڪائنات جي سڀ کان وڏي خوشي آهي. هن جي ماءُ جو ٻه هن ۾ ساهه آهي. هي بيمار ٿئي ٿو ته هن کي ٻه ڊپريشن ٿي وڃي ٿو. هي ممتا پري دل تمام گهڻي ڪنفيوز ٿي وڃي ٿي. مان ارام سان ستو پيو هوندو آهيان پيو ڪو حل نه ڏسي هو ياءُ نعيم کي ٻاهران ڪٿان فون ڪري گهرائي ٿي، هي ڪجهه ٻه نه سمجهڻ جي حالت ۾ آهي. هن جي سيني ۾ تڪليف سبب هن جو وات پڇي پوي ٿو. هن کي الٽي اچي ٿي. هالار جي طبيعت جمڻ کان اڄ ڏينهن تائين هر پندرهين ڏينهن نه ته هر مهيني خراب ٿيڻ لڳي ٿي، هن کي الٽي ۽ موشن ٿين ٿا. مونکي خبر آهي ته هالار کي ٿوري ٻه تڪليف ٿئي ٿي ته هو تمام گهڻو پريشان ٿي وڃي ٿي. هن کي ڏس هي تيز ساهه جو پيو کڻي؟" "هن جو مٿو ڇو گرم آهي؟" "هن جا پير ايڏا ٿڌا ڇو آهين؟" "هن کي بخار ڇڏي ڇو نٿو؟" اسان جو فيملي ڊاڪٽر اشوڪ ڪمار لوهاڻو آهي، پر هي ڪنهن ٻئي چائلڊ اسپيشلسٽ ڏانهن وڃي ٿي. هن کي (Chest Infection) رهڻ لڳي ٿو. هي مختلف ڊاڪٽر ڏانهن وٺي وڃي ٿي. هن جي اندر ٻه هڪ عجيب خوف آهي، جيڪو هن کي سڪون سان رهڻ نٿو ڏئي. هالار کي رات جو ڪيترا دفعا اٿي ڏسندي آهي، هن کي سمجهايان ٿو "اهي ننڍيون وڏيون تڪليفون ٻار لاءِ بلڪل فطري آهن. انهن جو اثر نه وٺڻ گهرجي" پر هن کي ڪير سمجهائي. هڪ ڏينهن هو هالار کي کڻي ڊوڙي ايگريڪلچر پلازه ۾ منهنجي ٽاڪ (هوٽل) تي منهنجي دوستن جي روبرو اچي روئڻ لڳي ٿي. مان ڊاڪٽر عمران آخوند جي ڪار ۾ ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيئي جي چوڻ تي ڪيس حلال احمر داخل ڪريان ٿو. ڇاڪاڻ ته هڪ لمحي جي غفلت ۽ غلطي سبب ڪجهه ٻه ٿي سگهي ٿو. ٻئي ڏينهن آفيس کان اسپتال اچان ٿو. مان دروازو کولي اندر داخل ٿيان ٿو. اُتي

ڪيترائي ٻار آهن، ڪن کي آڪسيجن تہ ڪن کي ٻرپ لڳل آهن، منهنجي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وڃي ٿي منهنجو سڄو وجود ڏڪي رهيو آهي. هالار کي بہ ٻرپ لڳل آهي هو هڪ پاسي بيوسي جي تصوير بڻيو ستو پيو آهي ۽ مان پلنگ وٽ گر سر ويٺو آهيان ۽ هن جي پرس ۾ چوڙين، جيولري يا ڪاسميٽڪس بدران، دوائون ۽ انهن جي رسيدن جا انبار آهن.

## اسان جا وڏا

سنڌي قوم ۾ هزار سالن ۾ قبيلن، پاڙن ۽ ذاتين جي اندر گڏجي رهي چڪي جو جنهن بہ سنڌوءَ کي وهندي ڏٺو، اهو ان وٽ اچي آباد ٿيو ڪو هن ڪپر کان تہ ڪو هُن ڪپر کان ڪو لاڙي ٿيو تہ ڪو اُترادي ۽ انهي سنڌوءَ جي مزاج جي ڪشش سبب ٻولي ٻولي. اسين جيڪي سنڌ ۾ رهون ٿا تن جا وڏا ساڳيا آهن. منهنجو خاندان اُتان شروع ٿئي ٿو، جتان اوهان جي ڏاڏي ڇڏيو. منهنجو پيءُ، ان جو پيءُ ۽ ان جو پيءُ منهنجو خاندان ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڪيئي پيڙهيون هڪ پيءُ پڙيان سيڙهيون، اسان جا وڏا شڪارپور جا نہ هئا. اصل ۾ هو ترڪستان، بخارا، خراسان، ڪابل، قندار يا ايران مان لڏي اچي شڪارپور کي وطن ڪري ويٺا. اسان جا وڏا ابا ڏاڏا گهوري رزق ۽ اجهي جي ڳولا ۾ هتي آيا. ڪتنا ماڻهو مسافري ڪري هت پهچي ٿو. اهو فطري عمل هو. انسان ٻي گهر ۽ ٻي وطن چونڊو ٿئي پنهنجا گهر ڇڏي. ابن ڏاڏن جون قبرون ڇڏي. پاڻ کي برباد ڪري ٻي زمين ڏانهن چونڊو پهچي. پنهنجي ڌرتي پنهنجو وطن ڇڏي وڃبو تہ ڇا ڌاري ڌرتي. ڌاريو وطن اهو قرب ۽ پنهنجائپ ڏئي سگهندو؟ ماڻهو هتئون جو هُت ۽ هُتون جو هت هجرت ڪري ڏاڏاڻا ڏيهہ ڇڏي پناهہ گير بڻجي سڪيو ستابو بہ ٿئي ٿو يا وڌيڪ برباد ٿي ٿو وڃي. اتي صحيح هئا سون يا هتي صحيح آهيون جي

چڪر ۾ انسان نہ هتان جو ٿو رهي نہ هتان جو. ڪهڙي ضرورت آهي گهر خالي ڪري رشتا ناتا ختم ڪري ماڻهو ڀراڙين کان شهر ڏي ۽ شهرن کان صوبن ڏي ۽ پوءِ صوبن کان ملڪن ڏي. پوءِ هڪ ملڪ ٻيو ملڪ ۽ ٽيون ملڪ انهي پاڇوڪڙ انسان کي سڪ ڪٿي بہ ملڻو نہ آهي. رزق ۽ روٽي جو واعدو خدا ڪيو آهي اُها اُتي بہ ملندي. انسان جنت جهڙو سک ڇڏي ڇا ٿو حاصل ڪرڻ چاهي؟ مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي. حقيقت ۾ اها حوا ٽائيپ عورت آهي جنهن جي فطرت آهي تہ جي سندس مائيٽ کي عزت نہ ملي تہ هو ان جو بدلو وٺڻ لاءِ مڙس کي ڀائر ۽ سندس خاندان کان الڳ ڪري ٿي.

## ڌرتيءَ جي سزا

نيڪالي منهنجي وڏن جي ريت آهي منهنجو ابو (ڏاڏو آدم) رب جي جنت مان تڙيو ويو منهنجو پيءُ شڪارپور جي جنت مان تڙيو ويو ۽ مان پنهنجي گهر جي جنت مان تڙيو ويس. مان جڏهن پنهنجي شهر ۽ گهر ڏانهن موٽان ٿو تڏهن اهو شهر ۽ اهو گهر مون لاءِ پنهنجو نه رهيو آهي، هي شهر ته موجود هو پر مان شهر بدر هوس. ڏورانهين ڳوٺ شڪارپور کان پهريون پيرو حيدرآباد شهر آيل بابو اسان جي خاندان جو پهريون نوجوان هو. پنهنجي شهر (جنم ڀومي) کان وڇڙڻ کان پوءِ بابو جلاوطن ٿي ماءُ جي هنج ۾ ستو. جتي ڇائو نپيو جتي جي خاڪ هو انهي جي خمير ۾ نه ستو. ڌرتي جي سزا به ڏاڍي آهي ته ڏٺي جي به اڄ اسين دربدر آهيون، پنهنجي وطن کان بي وطن، پنهنجي ڪفن کان بي ڪفن، ڪٿو ڪٿو ٿي رلي ويا آهيون. هن هيڏي ساري محبت کي ڇڏڻ کان پوءِ به قدر نه پيو. ڇا اسان ڀهراڙيءَ جي ساري زندگيءَ ۾ ديانتداري ۽ فطرت ڏانهن موٽي نه ٿا سگهون.

## منهنجو بابا

هاڻي جڏهن بابا جي ڳالهه نڪتي آهي تڏهن مان هن تي ڪجهه لکڻ چاهيان ٿو. منهنجي پيءُ جو نالو لالا عبدالڪريم ولد محمد بچل هو. بابا ڪالو نائزيشن آفيس، سکر بيراج ڊپارٽمينٽ جي هيڊ ڪوارٽر حيدرآباد ۾ هيڊ منشي (اسسٽنٽ مختيار ڪار) طور رهيو بابا 55 ورهين جي عمر ۾ دل جي دوري سبب 18 مئي 1979ع ۾ پنهنجو وارو وڄائي ويو. بابا جو جنم شڪارپور ۾ ٿيو. منهنجي ڏاڏي جو ٻه شاديون ڪيل هيون. هڪ مان حميد چاچا ۽ حاجن چاچا جن هئا ۽ ٻي مان سڪندر چاچا، بابا ۽ مقبول چاچا هئا ۽ ٻه پيٽون خورشيد داد، ۽ ڦڦي امير هيون، خبر ناهي بابا جو پنهنجن ويڳن ڀائرن سان ڪهڙو تڪرار ٿي پيو جو اختلاف وڌي ويا. اهو سوچي بابا دل جو مريض بڻجي پيو. ڀائرن جي ظلم بابا کي شهر بدر ڪرڻ تي مجبور ڪيو. شڪارپور جي ٿهر جي گرمي ۽ گهٽ هن جو ڪجهه نه بگاڙي سگهي پر هڪ ٿي گهر ۾ ڀائرن سان گڏ رهندي هن کي مونجهه ٿيڻ لڳي. هي جڏهن علاج واسطي پنهنجي هڪ ڪلاس فيلو ۽ هم نام دل جي جڳ مشهور ڊاڪٽر ڪريم عباسي کي ڏيکارڻ حيدرآباد آيو ته هن دوست ڪيس صلاح ڏني ته "حيدرآباد ۾ منهنجي موجودگي ۽ هتان جي پرفضا آب هوا تنهنجي لاءِ مفيد ثابت ٿيندي. تون پنهنجا ٻار ٻچا وٺي مون وٽ اچي رهو الله بهتر ڪندو." بابا امان سان صلاح ڪئي امان Ok ڏيندي چيو "مونکي تنهنجي صحت کان وڌيڪ ڪجهه نه کپي." بابو پنهنجي جيابي جي سهولت خاطر فڪرمند هو. تن ڏينهن ۾ بابو لاڙڪاڻي جي راشن شاپ ۾ نوڪري ڪندو هو. ان ڪري نوڪري کي ڇڏي. بابي کي هت حيدرآباد ۾ آڪهه تاتڻي هئي جيڪا نوڪري جي سک کان سواءِ ممڪن نه هئي. قاضي غلام

مصطفيٰ جو انگريز جي صاحبي ۾ سنڌ جو ڪليڪٽر هو. جو بابا جو ويجهو عزيز هو. بابا جڏهن سندس جي.او.آر ڪالوني واري بنگلي تي مليو ته هن ڪيس سکر بيراج ۾ نوڪري جي پيشڪش ڪئي. سکر بيراج ۽ ڪوٽڙي بيراج ٺهڻ ڪري حڪومت سرڪار نوڪرين لاءِ نوان موقعا پيدا ڪيا. تنهن سرڪاري نوڪرين مان سرس آمدني هئي. ان سان شهرن ۾ رهڻ جو موقعو مليو ٿي. جتي ٻهراڙيءَ جي ڀيٽا ۾ زندگيءَ جون سهولتون وڌيڪ هيون جنهن ڪري تبديلي لازمي هئي. انگريزن سنڌي ٻولي جي بقا لاءِ سنڌي ورنيڪيولر فائنل جو امتحان متعارف ڪرايو. بابي ستين درجي وارو اهو امتحان پاس ڪيو هو. بابا کي ڪوٽڙي بيئراج ۾ نوڪري ملي وئي جنهن سان گڏ کيس وحدت ڪالوني ۾ C-85 نمبر ڪوارٽر پڻ ملي ويو. پهرين بابا وڃي اُتي رهيو ۽ پوءِ پنهنجي ڪٽنب کي اُتي گهرائي ورتائين، بابو جڏهن آکهه سرڏو شڪارپور ڇڏڻ جي تياري ۾ هو ته منهنجو جنم ٿيو. هجرت جي هوائن ۽ لٽپلان جون لاٽون ڏٺي بابو هڪ نئين جوت ۽ هڪ نئون جذبو کڻي حيدرآباد شفٽ ٿيو. شڪارپور جي ڌرتي منهنجي پيءُ جا پير نه پٽي ڇڏيا پر هوڏانهن حيدرآباد سڏي رهي هئي. منهنجي ڄمڻ کان ٿورو پوءِ ڏاڏو ۽ ڏاڏي به وفات ڪري ويا تنهن بعد هت رهڻ جو جواز به باقي نه رهيو. بابا پنهنجي ابائي ڳوٺ شڪارپور کي هميشه لاءِ الوداع چئي. هجرت جو زهر پئي حيدرآباد ۾ اچي آباد ٿيو ۽ وڌيڪ ٻار ٻيا پيدا ڪري هتان جي سيٽيزن شپ وٺي هتان جو ٿي رهجي ويو. حيدرآباد جي ٿڌي سڙڪ تي گهر، آفيس ۽ آخري آرام گاهه بابن شاهه قبرستان رهيو. صرف اڌ ڪلوميٽر اندر هن جي پوري زندگي قيد ٿي رهجي وئي، ان وقت بابا جي پگهار ڪا خاص چڱي نه هوندي هئي مڙيئي چڪي تائي گهر جي خرچ جي پورت ڪندو هو، بابا نهايت ئي شريف انسان هو. چاهي ها ته پئون ٻارهن ٿين ها. بي داغي ۽ ايمانداري سبب بابا هيڊ منشي جي درجي تي ترقي ڪري وڃي بهتر تن ڏينهن ۾ انهيءَ عهدي وارا پاڻ جهڙو ڪنهن کي نه سمجهندا هئا. ڪنهن کي گاهه نه وجهندا هئا. ساڳي ڊپارٽمينٽ ۾ منهنجي بابا پنهنجي هڪ ياءُ مرزا سڪندر کي به نوڪري وٺي ڏني. نه رڳو نوڪري پر پنهنجو گهر C-85 به خالي ڪري ڏنو ۽ پاڻ وحدت ڪالوني جي ڪوارٽر نمبر C-36 ۾ شفٽ ٿي ويو. چاچا کي حيدرآباد راس نه آيو ۽ هو مسلسل بيمار رهڻ لڳو آخر 1965 ۾ وفات ڪري ويو. تنهن کان پوءِ بابا سکر ۽ ڪوٽڙي بيراج ۾ منهنجن ٽن وڏن ياٽرن لالا ناظم الدين، لالا غني پناڻ ۽ آغا رشيد کي پاڻ وٽ نوڪري ڏني، جن مان هڪ ياءُ لالا غني بابا کان پوءِ 1981ع ۾ ايڪسيڊنٽ ۾ وفات ڪري ويو. آغا رشيد وقت کان اڳ رٽائرمينٽ ورتي. باقي سڀ کان وڏو ياءُ لالا ناظم اڃان سروس ۾ آهي کيس رٽائرمنٽ ۾ ٿورو وقت باقي بچيو آهي. بابا نه رڳو ياٽرن ۽ پٽن کي نوڪري وٺي ڏني پر اهڙن 40 کن سنڌي بي روزگار نوجوانن کي روزگار تي لڳايو

جيڪي اڄ بہ بابا کي دعائون ڏين ٿا. آخر ۾ بابا مختيار ڪار ٿيو جنھن کي ٽئين درجي جج جا پاور ھئا. جيڪو مقلمہ ھلائي ڏوھين کي ڏنڊ وجھي سزائون ڏئي سگھندو ھو. ٿرڊ ڪلاس مائجسٽيٽ جو لفظ مون کي تن ڏينھن ۾ ناپسند ھو. ھڪ ڏينھن مون بابا کي آفيس ۾ سنڌن دوستن جي روبرو چيو بابا اوھان ٿرڊ ڪلاس آيو جا؟ ٻاھر تختي تي لکيل آھي. بابا ۽ سندس دوست ڏاڍو کليا. تختي تي پلي ٿرڊ ڪلاس لکيل ھجي پر منھنجو بابا تہ فرسٽ ڪلاس ھو. امان جي پيٽ ۾ مان "بابا جي ويجھو ھيس ٻيا پٽ، بابا کان ڪجھ فاصلي تي رھيا، مان بابا سان گڏ ائين ھلندو ھوس جيئن ھڪ اڪيلو ۽ لاڏلو پٽ ھلندو آھي. مون کي منھنجو بابا بہ سڪيلڌي پٽ جيان ئي بيحد گھڻو پيار ڪندو ھو. بابا مونکي زندگيءَ ۾ ڪڏھن چماٽ نہ ھئي نہ وري ڪڏھن ڪو دڙڪو ڏنو. مان بابا جو معشوق ھئس ۽ بابا منھنجو عاشق، الائي ڇو بابا جو مون تي ناز ھو ۽ ايترو ڀروسو. ھو چاھيندو ھو تہ ھو جيڪي ڪجھ زندگي ۾ نہ ڪري سگھيو آھي مان ڪيان ھن مونکي ھڪ اعليٰ مقام تي ڏسڻ ٿي چاھيو. جن ڏينھن ۾ بابو ھيڊ ڪوارٽر تي ھيڊ منشي ھو تن ڏينھن ۾ بابا کي مٽي پٿدا بہ جام ھئي رشوت پائلين ۾ ملندي ھئي. بابو رشوت سوکڙي جي شڪل ۾ قبول ڪندو ھو. روڪڙو ڪو نہ وٺندو ھو. ڏاڍو ڪمايائين صحيح يا غلط پر سمورو خرچ ڪري ڇڏيائين بچايائين ڪجھ بہ نہ ھن جو دولت ٻاچي ڪرڻ ۾ ايمان نہ ھو، ھو ڪنھن بہ شي جي ٻاچي ڪرڻ جي مخالف ھو، ھن جھڙا ٻيا جلد ئي لکاپتي بڻجي ويا. بابو حد کان وڌيڪ ھٺ جو ڪليل ۽ دل جو سخي ھو، اوڙي پاڙي ڳوٺ راڄ جي مسڪين ماڻھن ۾ ورھائيندو ھو. پنھنجي پاڻرن جي ٻچڙي والي بہ پالينلو ھو. پنھنجن پائيٽن ۾ تہ ساھ ھيس. مٽ مائٽن جا دوا درمل، نيائين جا ونواھ بہ بابا جي خرچ تي ٿيندا ھئا. جن کي ھو ڳجھيءَ طرح گھر وٺي مدد پھچائيندو ھو. بابو چوندو ھو تہ "خيرات ۾ خرچڻ سان ڌن وڌندو آھي." ھن لاءِ اسلام جي وڏي ۾ وڏي خلمت اھا ھئي. بابو پڪا گھر يا ماڙيو اڏائڻ کي فضول خرچي سمجھندو ھو. بابا جائيداد خريد ڪرڻ جي بہ خلاف ھو ۽ منع ڀڻ ڪندو ھو، ھو چوندو ھو "سڀ ھتي ئي رھجي ويندو." تن ڏينھن ۾ راشن جو خدا اسان تي مھربان ھو. اسان جي گھر ۾ سڄداسي چانورن جا مڻ جا مڻ ۽ ڪڪڪ جون ڳوٿيون پريل ھونديو ھيون ۽ گيھن جا دٻا. گھر ڀاتين کان سواءِ اوڙو پاڙو ۽ مٽ مائٽ ٻيا پلبا ھئا. اسان جي گھر ۾ ھاروھي ڇڻ لنگر پيو ھلندو ھو. تڏھن سڀ شي سستي ملندي ھئي برڪت ڀريا زمانا ھئا. مھمان بہ موقعي سارو آيو ۽ چپ چاپ ھليو ويو. ھاڻ وانگر نہ جو لٽو لاھي ويھي. "لڏ بہ ڏئي تہ لاڏائي بہ ڏئي." تڏھن بابا جي دور جا سڪيا ستابا ڏينھن ھئا، جن جي سچائي مون پنھنجي اکين سان ڏٺي آھي ڏينھن اڄ بہ ياد پون ٿا. بابا جي زماني ۾ اسان ڪڏھن بہ پئسن جي ڪوٽ محسوس نہ ڪئي کھڙو نہ سھانگائي، سياڳ ۽ آسودائي، جو دور ھو. اڳ تڪو پئسو ھلندو ھو تڪي آني ۾ ڇدي واري ڪاري سودا جي بوتل

پئي فرحت وٺندا هئاسون. هڪ پائي خرچي ملندي هئي هڪ آني ۾ ٻه ٽڪا هئا. چار آنا، ٻه آنا پوءِ پائلي به آئي، جيڪا مونکي تن ڏينهن ۾ سيڪسي لڳندي هئي. بابو روزانو مونکي اسڪول لاءِ هڪ پائلي ڏيندو هو.

جهڙي اڄي مندر تهڙي پائلي، جهڙو صاحب تهڙي پائلي
او پائلي وڙي الله مون کي، پائر ڏني پڳهار مان پائلي

اهڙي ريت آني بجا ڏهه پئسا، ڏهه پئسن وارو سڪو، چار پايون، ٻن پاين وارا سڪا ۽ ٽڪا اُن بعد پنهنجن پاين وارا چورس سڪ به نڪتا. مهانگائي ڪري آڌيلو بلڪل گم ٿي ويو پائي صرف نالي ۾ رهي هئي. بابو دسترخواني جو به بادشاهه هو. اڳ پاڙي وارن کي به مٽن ماڻٽن ڳٽبو هو پاڙو هڪ گڏيل ڪٽنب هو. رڳو موڪل واري ڏينهن منهنجا پاڙيسري جيڪي ڪلاس فيلو به هئا ته دوست به ماني ساڳي دسترخاني تي ضرور کائيند هئاسين. اها بريڪ فاسٽ ڪم لنچ هوندي هئي. جيڪا منجهند 12 لڳي کن ٿيندي هئي. انهيءَ ڏينهن اسان گهر جا ٻاتي رات جي ماني وري شام جو 5 لڳي کندا هئاسون. بابا بهتر راڌو (Cook) پڻ هو، جيڪو صرف موڪل واري ڏينهن اهو طعام پاڻ ڪندو هو. بابو نيرن ۾ پينهون شوق سان ڪندو هو. حيدرآباد ۾ گهر هئڻ ڪري اسان وٽ شڪارپور جي مهمانن جي اچ وڃ هون به گهڻي هئي. بيماري، سيماري، شادي غمي هوند اٿهوند مهمان مڙهو آيو ويو. مهمان ائين ڪاڏي پتي ڪانسواءِ وڃن سا ته اسان لاءِ ٻڌڻ جي ڳالهه هئي. بابو مهمانن کي چوندو هو "پهرين طعام پوءِ ڪلام" بابو، امان کي سڏي چوندو هو "ٻاڳن ڀري مهمانن کي ته ڪاراءِ" امان ڪڏهن نه چڙي. دانگي چاڙهي طعام پچائيندي تريل مغز، جيرا، بڪيون پلي جي آنين جو ڀوڙ، مکڻ، ڏڌرو لسي، مربا، ڪچومبر، ڪٺاڻ مطلب ته جيڪو به گهر ۾ هوندو اچي مهمانن اڳيان سجائي رکندي هئي. پوءِ بابو مهمانن کي چوندو "ڪاڏو نري بي سواد نه ٿي پئي گهمائي وٺو کر کي" اسٽاٽ وٺائيڻ لاءِ بابو سلاد مان ڪچو بصر کائيندو ته مهمان شروع ٿي ويندا، ريس ۾ پوءِ هو ايترو کائيندا هئا ڄڻ سڄو مهينو بک ڪاٽي آيا هجن، بابا کي ميوي سان به ڏاڍي دل هوندي هئي، بابا جو مون سان روح رچيل هئو. مونکي ٻيءَ سڀ ڪجهه ڏنو سڀ ڪجهه کارايو. بابو چوندو هو "ميوو بهشت جو ڦل آهي" بابو مونکي فروٽ (Furit) کارائي چوندو هو "ڪائي وٽ پٽ يا نصيب وي هجان نه هجان، جيستائين جيئرو هوندس هي پيا ڏاءُ تي کائيجو." بابا فروٽ جا ڪيئي ٽوڪرا ڀري وٺي ايندو هو. هنداڻا، ڏاڙهون، صوف، انگور، ڪيلا، چڪو، زيتون، آلوبخارا، زردالو، ناسپاتيون، ڦارهوا، توت، آڙو، نارنگيون، مالٽا ڪارڪون، ڏوڪا، ٻير مطلب ته هر مند جو ميوو بابا وٺي ايندو هو. بابا کي وري لاڙڪاڻي جا زيتون بيحد پسند هئا. بابا چوندو هو "انب ميون جو بادشاهه آهي. قرآن ۾ زيتون جو ته ذڪر آهي ۽

انب جو ذڪر الائي ڇو نہ آهي؟ شايد ان زماني ۾ انب ڪو نہ هو." بابا سنڌ جو مشهور انب سنڌڙي ۽ ٻين انبن جون جنسون وٺي ايندو هو. مان انب وڪري لاءِ آئينڊڙ ڪان رٿونگ طور هڪ ٻہ انب ائين ڪٽي وٺندو هوس جيڪي پوءِ صرف منهنجي ملڪيت هوندا هئا. اڳئي انب مٽن ۾ يا تيلين واري ڪاري ۾ ملندا هئا. اهي انب مٺي ذائقي وارا هوندا هئا، ڄڻ مصري جا ڳنڍيا هجن. بابا گهر اچي انب مان پاڻ ڦار ڪپي ڏيندو هو. بابا پاڻ انب جي ڦار نہ پرڪڪڙي مان لطف اندوز ٿيندو هو. بابا اونهاري ۾. اڪثر پاڻ انب وٺي انگوشي ۾ ٻڌي درياهہ تي هلندو هو. ۽ درياهہ تي ٽڏا ڪري هڪ هڪ ڪري ڏيندو هو. مان وري جهپ هٽي ڀنهي هٽن ۾ ۽ انب ڪٽي وٺندو هوس ۽ ڏاڍو مزي سان چوسيندو هوس. اسان انبن سان چانور بہ ڪائيندا هئاسون ان سير ۾ امان اسان کي چاهين سان پريل ٿال بہ اڳيان ڪري ڏيندي هئي. بابا ۽ مان جڏهن ڇيحون ڪٽي گوشت وٺڻ مارڪيٽ ٽاور ويندا هواسين تہ بابا چيلهہ جيڏا ڏگها ٽنيرا، پلا، هر قسم جو ٻاڪرو گوشت ۽ جهينگا پڻ وٺندو هو. جهينگا بابا لاءِ مرغوب غذاءَ هئي جيڪي وري مونکي لپ نہ وٺندا هئا. بازار مان پاڇين ۽ ميون جا ٽوڪرا بابا مزدورن کان ڪٽائي ٽانگي تائين ايندو هو. پوءِ اسان بگيءَ ۾ چڙهي گهر ايندا هئاسون بابا رڪشا جي پيٽ ۾ بگيءَ تي چڙهڻ ۾ عزت سمجهندو هو. بابا منهنجي فرمائش تي پتائي ۽ لاهوري گجر سان گڏ سنگ ونگيون ۽ ليمان پڻ خريد ڪندو هو. سياري ۾ وري اسان جي خوراڪ سڪو ميوو هوندو هو. ڇهارا باداميون، پستا، اکروٽ، نيزا انجير، ۽ ڪاڄا وغيره، بابا پاڻ ٽررو ڪائيندو هو ۽ باقي اسان ٻارن کي ڪارائي ڏاڍو خوش ٿيندو هو. ۽ چوندو هو تہ "انهن ۾ وڏيڪ غذائيت آهي، سيني نبين آهي بهشتي-ميوا ڪاڌا اوهان بہ ڪائو." بابا اسان لاءِ نان ڪتايون، ريوڙيون، لايون، نقل ڀڳڙا، ٻٽينڊا، گجڪ، مصري، پتاشا نبات ڪان سواءِ بسڪوٽ جا ڪيئي قسم ڪارن فليڪس ۽ ڪير، جئر نارنگي، چيري، ڪاري ڪشمڪش اسٽرابيري، فارين آلو جي ڪتاڻ، ڦارون جي ڪتاڻ، پرٽنگ، ٽماٽو ڪيچپ ۽ شربت جا شيشا پڻ وٺي ايندو هو. ڀهہ، ڏوڏيون، لوڙهہ، ڦلا، ڳنڊيريون، ڪمنڊ وڙو جليبيون نختي بوندي نمڪ پارا سمبوسا شڪارپور جي منائي، گهوٽڪي جا پيڙا، مهيڙ جو مائو ڪائي ڊو ڪندا هئاسون هر ڪا شي سير سواسير ملندي هئي هاڻ ڪلو ۽ گرامن وارو سرشتو آهي هاڻ تہ رڳو شين مان ميناڄ بہ نڪري وئي آهي پر ماڻهن مان بہ اها شي نڪري وئي آهي. ماڻهو ماڻهوءَ جو ماس ٿو ڪائي. بابي جي عادت هئي هن سڄي زندگي سامان هڪئي دوڪاندار ڪان ورتو مرڻ گهڙي تائين هو ٻئي ڪنهن دوڪاندار وٽ نہ ويو. هو سيٺو، پاڇي، گوشت، فروٽ، ڪپڙو لٽو، درزي، ڌوٻي، نائي ۽ موچي هڪ ئي رکندو هو. بابو ڪپڙو شاهي بازار جي قريشي ڪلاٿ تان ۽ سيٺو مارڪيٽ ٽاور جي قاضي

برادرس کان وٺندو هو. هڪ ڀيري بابي منهنجي روبرو هن دوڪان کان گهر لاءِ مهيني جو پورو راشن وٺڻ لاءِ هڪ لسٽ ڏني. هن سامان پيڪ ڪري بابا کي ڏنو، بابا وٽس حساب چڪتو ڪري گهر آيو. هن ڀيري هن دوڪاندار بابا سان وڏي ويسا کهاتي ڪئي. هڪ ته اصل قيمت کان مٿي اگهه ورتا پيو ته شي غير معياري هٿي ويو، تيون ته لسٽ ۾ بل ۾ سامان موجود هو پر ان ۾ ڪجهه سامان اصل ۾ هو ئي ڪونه بابا کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. بابا ٻيٺي پير ڀيهر مونکي ان دوڪاندار ڏانهن وٺي هليو. بابا جڏهن ڪيس ان ڳالهه جي شڪايت ڪئي ته هو دوڪاندار مڃڻ لاءِ تيار نه هو چئي "ائين ٿي نٿو سگهي. مان اعتماد وارو دوڪاندار آهيان، منهنجو لکن جو ڪاروبار هلي ٿو مان ائين چو ڪندس." پوءِ بابي چيو "ان جو مطلب اهو ٿيو ته مان ڪوڙو آهيان،" ان ڳالهه جو بابي کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ بابو هليو آيو. ٻئي ڀيري بابو ان دوڪاندار ڏانهن اصل نه ويو، پر سامهون سندس حريف کان خريدار ڪرڻ لڳو. بابي جڏهن محسوس ڪيو ته هي دوڪاندار دل ۾ ان ڳالهه تي خوش آهي ته هن، هُن جو پڪو گيراڪ ٽوڙيو آهي. بابي اهو پڻ محسوس ڪيو ته اصل ڪو دوڪاندار پيشيمان ٿي ڪيس نمائي نظرن سان ڏسي رهيو آهي. ان وقت بابا جي حالت اها هئي جڻ ڪيس ڪنهن وچ بازار ۾ اگهاڙو ڪري ڇڏيو هجي. اصل ۾ بابا انهن ڳالهين جي برخلاف هو. بابا جي اها عادت مون ۾ به بابا کان پئي، ٻين ڳالهين ۾ اسان مان ڪو به بابا جي نقش قدمن تي نه هليو. بابا موسم آر آگنجيون، سوئيٽر، مفلر، ٽوپيون، ڪوٽ، ريشمي ۽ اوني شالون، چادرون، رليون، پٽرائيون، فراسيون، وهاڻا ۽ هنڌ هر وقت پيو خريد ڪندو هو. اسان وٽ ڪپڙن کان سواءِ ٽين واريون وڏيون پيٽيون سامان سڙي سان ڀريون پيون هونديون هيون، آهي ڳڏ ڪيل شيون تلفن ۾ ڍڪيون پيون هونديون هيون. بابا هر مهيني موڪل واري ڏينهن تي پيتي ۾ پيل بسترا صاف ڪري واري سٽي سنڀالي رکندو هو. چاڪاڻ ته پيتي سامان سان 4 کان 5 فوٽن تائين ڊگهي ٿيل هوندي هئي. انهيءَ ڪري انهن

کي سٺي ترتيب ۾ رکڻو پوندو هو ته جيئن پيتي جو ڍڪ سولائي سان اچي سگهي، پيتي جو ڍڪ پٽيل هئڻ سبب ڪوئن جو ڊپ هو. بابو بسترن ۾ نم جا ٻن ۽ فنائن جو ڳوريون پڻ وجهندو هو ته جيئن انهن ۾ آڏهي يا تڏ نه لڳي، هو هر مهيني مقرر وقت تي وري وري ائين ڪندو هو. سڄا بسترا هئڻ بابا شان سمجهندو هو. بابا اسان سڀني ڀائرن، ڀيڻن لاءِ شادي جا بسترا پڻ ڳڏ ڪيا هئا. جيڪي اسان کي وقت تي ڪم آيا. ويندي اولاد جي طهرن تائين به اسان کي هڪ به شي وٺڻي نه پئي. بابا جي وفات کان وٺي اڄ ڏينهن تائين مان هڪ به رلي نه ورتي آهي.

## بابا جو لباس

بابا جي پنهنجي نجي قومي پوشاڪ هئي. بابا اڪثر اڇي سُٿڻ قميض پائيندو هو، بابا مُنڍ کان ئي اڇو ڪپڙو پسند ڪندو هو. اڇو رنگ وقار امن ۽ پاڪيزگي جي علامت آهي، اڇا وارا، اڇو بوٽ، اڇو رومان ۽ اڇي جوڙي جي شلوار قميض ۾ بابا ڪا وڏي روحاني شخصيت لڳندو هو. بابا اٺ ڏهه وڳا هڪ ئي وقت سبائي رکندو هو، سياري ۾ فل ۽ اونهاري ۾ اڌ ٻانهن وارا چولا ڪيس پسند هئا. بابو ململ پائڻ ۾ به شان سمجهندو هو، بابو هر سال بافتي جا ٿانُ ۽ ململ جا تاڪيے وٺي ايندو هو، پوشاڪ جا فيشن بدلجندا رهيا پر بابو ساڳي پراڻي فيشن جو شوقين هو. بابو گهر ۾ اڪثر ڪانڊيءَ جو ڪُرتو ۽ ڪانڊيءَ جو لنگوٽو پائيندو هو، يا وري شڪارپور جي ڳاڙهي ننڍي ڌوتي تي ململ جو چولو پائيندو هو، بابا پنهنجا ڪپڙا پاڻ پنهنجي هٿن سان ڌوئيندو هو. باقي استري ڌوٻيءَ کان ڪرائيندو هو. خريدار يا سفر ۾ بوڇڻ به ڪلهي تي ضرور رکندو هو. وهنجڻ وقت يا پاڇي پتي ڪٽڻ لاءِ بوڇڻ ڪم ايندو هو.و افسوس جو اڄڪلهه اهڙي ڪارائتي چيز جو واهپو نه رهيو آهي. بابو انگوشو ٻڌي ميٽ ۾ ليمي جا پن وجهي چڙهندو هو. ڪلاڪ ڏيڍ اهو ميٽ لائي پوءِ وهنجندو هو. وهنجڻ جو اهو ميٽ گنجي ٽڪر ۽ خيرپور ميرس جي ٽڪرين مان نڪري ٿو ۽ برصغير ۾ ٻئي هنڌ ڪونهي. تن ڏينهن ۾ اهو ميٽ خيرپور ميرس جي ريلوي اسٽيشن تي ملندو هو. بابا شڪارپور کان موٽندي اڪثر خيرپور اسٽيشن تي لهي ٻوڙ پائي 10 سير ڪن وٺيون ايندو هو. بابا کي صابڻ کان چڙ هوندي هئي. بابو خاص ڪري موڪل واري ڏينهن وچ پٽر تي صندلي رکي وهنجندو هو. هر هاج هو پنهنجي هٿ سان ڪندو هو. بابا ڪاٿيندو شادي خواهه غمي ۾ پنهنجي گهر ئي هو. بابا دوستن توڙي پاڙي اوڙي جو امين به هو، بابا ڪڏهن به ڪنهن جي پائي ميري نه ڪئي بابا اڪثر عام ماڻهن سان گهٽ ملندو هو ۽ اڪيلائي ۾ رهڻ پسند ڪندو هو. هو گهر ۾ به امان ۽ گهر جي ٻين ڀاتين سان مقصد کان سواءِ فضول نه ڳالهيندو هو. پر مون لاءِ اُهي قانون نه ها. مان اڪثر سندس مٿو ڪاٿيندو هوس. موٽ ۾ هو صرف مشڪندو هو. مون لاءِ هو ڪاٺ ڪاڻ ڪا نه ڪا شيءِ آڻيندو هو. جا گهر ۾ ٻين کان لڪائي رکندو هو. ۽ هر پيري لڪائڻ جي جاءِ مٽائيندو هو. پوءِ اهو منهنجو ڪمال هو جو مان ان مون لاءِ آندل شيءِ کي ڪيئن ٿو ڳولهي لهان. بابا رڳو ان طرف اک جو اشارو ڪندو هو. مون ۾ ڇڻ ڪتي واري حس هئي جو منٽن ۾ اها شي ڳولهي لهندو هوس پوءِ بابا ۽ مان ٻئي ڏاڍو خوش ٿيندا هئاسون، اها ڇڻ اسان ٻيءِ پٽ جي وندر هئي. بابا جا مختصر ٽي چار دوست هئا جن سان هو ڪڏهن ڪڏهن اتفاقي ملندو هو. جن مان جان محمد عباسي، رسول بخش قريشي، ابراهيم صديقي ۽ اسماعيل راڄپر.

### دلا پريندس دل سان

اسان جي گهر ۾ ڪيئي ٺڪرجا دلا، مٽ، ناديون، گهگهيون هيون، جن ۾ سدائين ٿڌو ۽ فرحت بخش پاڻي هوندو هو. انهن مٽن ۾ پاڻي به بابا پاڻ پريندو هو. بابا روزانو رات جو اُهي پريل دلا ۽ مٽ خالي ڪري اونڌا ڪري ڇڏيندو هو. ۽ ٻي ڏينهن انهن ۾ ٻيهر تازو پاڻي پريندو هو، سڄي رات جي پيئڻ لاءِ صرف گهگهي يا ننڍي مٽڪي ڇڏيندو هو. بابا توڪلي هو. هو چوندو هو "سيان جا ٻاڳ سيان سان" بابا جڏهن دلا پريندو هو ته اڪثر مائي ڀاڳئي جو هي گيت جهونگاريندو هو ته "سمن سائين مان ته گولي غلام تنهنجي در جي، دلا پريندس دل سان." اسان جي گهر ۾ قطار ۾ رکيل اُهي دلا وغيره ائين لڳندا هئا ڄڻ ڪنهن درگاهه تي رکيل آهن اسان جي گهر ٺڪرن جي ٿانون جو واهپو به وڌيڪ هو. ڇو جو ٺڪر جي ڪُني ۾ رڌل ڪاڌو ۾ سواد وڌيڪ ٿيندو آهي، ڪاڌو ذائقيدار چٽڪيدار ٺهندو آهي.

### پاڙي جو چور

هڪ ڀيري ڪو پاڙي جو چور چوريءَ خاطر اسان جي گهر ٽپيو ۽ ڪڙو پٽي ڪوليان. بابا ورانڊي ۾ ستل هو. ان رات ڪيس ڏاڙ ۾ ڏاڍو سور هو ننڊ نه پئي آيس، سور جون گوريون به ورتيون هئين ته به سور نه ويو. در تي ڪڙڪو جو ٿيو ته بابي کي ڪڙڪ پئجي وئي. بابي مونکي هوشياري وڌائي. مون اٽڪل سان چور کي پويان ٽنگون کان سوگهو ڪيو سامهون بابا به ٻکي جهلي ورتس ۽ چور چور ڪئي، چور مونکي لت هڻي ته مان وڃي پٽ سان لڳس چور پٽ ٽپڻ وقت ڇڏائڻ لاءِ بابي کي هڪ ٻري مڪ هڻين، هڪ ئي مڪ سان بابي جو سور لهي ويو ۽ اهو ڏاڙ وارو آزار سدائين لاءِ ختم ٿي ويو. ڳالهه ڏاڙ ۽ ڏندن جي نڪتي آهي ته اها ڳالهه به ڪندو هلان. بابا کي اڳين منئين ٻن ڏندن جي وچ ۾ هڪ وٿي هئي جا سندس اولاد ۾ مون کي به آهي ته منهنجي ڀيڻ رضوانه کي به هئي. بابا اها وٿي ڀاڳ جي نشاني سمجهندو هو ۽ چوندا هو ته "پاڻ سڀڳورن کي به اها وٿي هئي."

### بابا ۽ بابو بيڙي

بابا ديسي بيڙي بابو ڇاپ پيئندو هو. جا لڳاتار بنڊل جا بنڊل ڇڪي پورا ڪندو هو يعنئ بيڙي جو چين سموڪر هو، تن ڏينهن ۾ ماٺهو بيڙي شوق سان پيئندا هئا. جا ڦاروي جي پن ۾ ويڙهيل تماڪ جي ڪٽيل پنن مان ٺهيل هوندي هئي هن بيريءَ جي پن جي انهيءَ وڻ کي تيندو سڏجي ٿو، زالون به بيڙي جام ڇڪينديون هيون، بيڙيءَ جو عادي ڄڻ دم جو مريض هجي هڪ پيرو جي کنگهه آئي ته همراهه گنگهٽن ۾ ويو ته ڄڻ ڪلاڪ کن ڇٽو، جيسيئين بريڪ نه لڳي. بابا کي سگريٽ اصل نه وٽي بابا پنهنجي رومال ۾ ٻه کن بنڊل بابو برانڊ ۽

هڪ بنڊل فرمائش ٻيڙين جا هر وقت هٿ ۾ رکندو هو، اها بابا جي روز جي ڪوٽا هوندي هئي، بابو جنهن تنهن کي ٻيڙي نه آڇيندو هو. وات تي چڪ ۾ نه ته هن جي هٿ ۾ سارو وقت ٻيڙي هوندي هئي جا ڳالهائڻ جي دوران ۾ اڌ ۾ وسامي ويل ضرور هوندي هئي، امان سان مان گهر ۾ اڪثر شرط رکندو هوس ته امان ٻڌائي ”هن وقت بابا جي وات ۾ ٻيڙي هوندي ڪن نه“ امان چوندي هئي ”نه“ ۽ مان چوندو هوس ”ها“. مان امان کان سدائين شرط کٽي، امان مون کان اها شرط ڪڏهن نه کٽي. بابا جڏهن دل جو مريض بڻيو ته ڊاڪٽر کيس سختي سان ٻيڙي پيئڻ کان منع ڪئي. ٻيڙي جي پرهيز بابي کي چتو ڪري وڌو. هڪ ڏينهن اڌ رات جو بابي مون کي اٿاري چيو ”قومي ڪتان به ٻيڙي آڻي ڏي، منهنجو ساهه ٿو منجهي“ ( بابو مونکي پيار مان قومي ڪري سڏيندو هو) امان جڏهن منع ڪندي هوس ته ”ٻيڙي نه پئي“ ته چوندو هو. ”پنسان پاڻ ته ڊاڪٽر دل جو ڊاڪٽر هوندي به سڄو وقت پيو سگريٽ پئي ۽ مون کي هڪ ٻيڙي کان ٿو سڪائي. هو ٽي وي ۾ روزنو اشتهار نه ٿي ڏسين ته سگريٽ پيئڻ صحت لاءِ نقصانڪار آهي باقي ڪڏهن اهو ٻڌائي ته ٻيڙي به ڪا نقصان ڪندي آهي.“ منهنجي سگريٽن جي به هڪ ڪهاڻي رهي آهي. مان بابا جي روبرو ڪڏهن ڪڏهن آڳرين جي وچ ۾ اڻ دکيل ٻيڙي جهلي مٺي ڪٽي گهوريندو هو ته اکين ۾ چڻ نشو پرجي ويندو هو. لونڊڙيون گرم ٿي وينديون هيون پوءِ جڏهن مان ٿورو وڏو ٿيس ته بابا جي بنڊل مان ٻيڙيون چورائي ڦوڪ پري نٽ ڪندو هوس. ٻيڙيون جام چڪيم سگريٽ اڃا شروع نه ڪياهيم. ٻيڙين جي عادت مونکي انن سالن کان پئي جيڪا ترقي ڪري پوءِ سگريٽ تي پهتي مون باسلسلي سگريٽ چڪڻ شروع ڪيو، تينچي چاپ، ٻگلو چاپ بنا فلٽر وارا سگريٽ به پيتا. مون جڏهن پهريون پيرو فلٽر وارو سگريٽ پيتو ته سگريٽ وات تي ابتو اچي ويو ۽ فلٽر کي باهه لڳي وئي. رات جو منهنجي کسي مان ۾ تي ماچيس نڪرندا هئا ته بابو چوندو هو، ”چورا سگريٽ ته نٿو پئين،“ مان چوندو هوس ”نه بابا مون هي ماچيس ته اوهان لاءِ رکيا آهن، اوهان جي ٻيڙي هر هر وسامي ٿي وڃي.“ ائين بابا کي ڪڏهن به شڪ ٿيڻ نه ڏنم. مون سڀ نشا عارضي طور ڪيا پر سگريٽ جي عادت مون مان نه وئي. منهنجي دل جا ٽي وال بند آهن ته به مان سگريٽ جو چين سموڪر آهيان مان 50 کن سگريٽ روزانو اڪيلي سر ڦوڪي ڇڏيندو آهيان. منهنجو ذاتي ڪبٽ سگريٽ جي پيڪيٽن ۽ ڊٻن سان هر وقت ڀريل رهي ٿو، گولڊ فليگ منهنجي پسنديده برانڊ آهي، جا ويهه سالن کان مسلسل هلي پيو ان وچ ۾ ڪو به نئون برانڊ هڪ دفعو چکي ضرور ڏسندو آهيان مون لاءِ سگريٽ جو هڪ گهرو ڪش ٿي سبب ڪجهه آهي. منهنجا ڦڦڙ دونهين تي هيرل آهن. جڏهن نڪ مان دونهون

ڪيان ٿو ته مونکي چين اچي ٿو ۽ راحت ملي ٿي، الائي جو بنا سگريٽ جي منهنجو دم گهٽجي ٿو ۽ مونکي ڦيراٽي اچي ٿي ۽ بي چين ٿي وڃان ٿو. مان رستي تي ڦٽو ڪيل ٻرندڙ سگريٽ آهيان.

## ڀنگ

ڪنهن زماني ۾ سنڌ ۾ شراب کان وڌيڪ ڀنگ جو واهپو هو. سرڪار طرفان منظور ٿيل ڀنگ جا دڪان هئا جتي ڀنگ کلئي عام ملندي هئي. ڀنگ شڪارپور کان وڌيڪ بوبڪن جي مشهور هئي ان وقت ماڻهن کي وقت جام هوندو هو. ڪو فڪر يا ڳڻتي ڪانه هئي. ايوب خان جي مارشلا دور ۾ جڏهن ڀنگ زمين تي پوکڻ جي پابندي لڳي ته ماڻهن ڀنگ گهرن جي ڇت تي پوکڻ شروع ڪئي ائين "مرشل ڀنگ" ايجاد ٿي. جيڪا عام سنڌي ڀنگ کان ڪجهه تکي آهي. ڀنگ يا ٿاڌل گهوٽڻ جا ڪونڊا هالا جا مشهور آهن. هالا جا هي ڪونڊا اهڙي چيڪي مٽي جا ٺهيل آهن جا اهڙي ڪا مضبوط آهي جو ٿهلڻ ڏنڊڻ جا ٺڪا ٺڪ سٽڪا سهندي به هي ڪونڊا ڀڄندا نه آهن. بابا کي به عادت هئي ڀنگ پيئڻ جي، اسان وٽ روزانو گهر ۾ شام ٿيندئي ڀنگ پئي گهوٽبي هئي. بابو جڏهن ڀنگ جو ڪٽي پيڙ ڪڻ پيڙ پيڙڻ ڪندو هو ته ڏنڊي ڪونڊي جا گهرڙاٽ عجيب موسيقي پيدا ڪندا هئا. بابو جڏهن ڪونڊي ۾ ڀنگ گهوٽيندو هو ته، انهيءَ گهوٽڻ ۽ ڏاگهڻ جي مهم ۾ امان به شامل هوندي هئي. امان بابا هڪٻئي جي آمهون سامهون سنڌليون رکي ويهندا هئا ۽ وچ ۾ هوندو هو ڪونڊو جيڪو ٻنهي جي پيرن سان سڪ هوندو هو. پوءِ بابو ٻانهون مٿي چاڙهي شروع ٿي ويندو هو گهوٽڻ. امان اڪثر ڀنگ گهوٽائڻ مهل گر ٿي ويندي هئي، چوندي هئي ته "مونکي چڪر ٿا اچن" پر جڏهن بابو ڏنڊو اولاري ڪيس چڙٻ ڪيندو هو ته امان بي دليو ڪر ڪندي هئي، بابا چائڻ مهل تائين ترئي لڳو پيو هوندو هو. مان وري بابا جو هيلپر هوندو هوس، پاڻي جو ذمو مون تي هوندو هو، ۽ هر وقت اسٽينڊ بائي تي رهندو هوس. بابا ڀنگ گهوٽيندو هو گهاٽي ڇهج سائي. جنهن تنهن جو ڪم نه هو جو اها ڀنگ پي سگهي. آخر ڀنگ گهوٽجي ڇاڻ جي تيار ٿيندي هئي. بابا ڀنگ ڏنڊي ڪونڊي ۾ گهوٽي صافي ڇاڻي ان مان ڀنگ جو ڳنڊيو پوءِ اڇلي ڇڏيندو هو. پوءِ واندو ڪيل ڏنڊو، ڪونڊو ۽ صافي چڱي طرح صاف ڪري. ڀنگ جو ڀريل ڪونڊو ڍڪ ڏئي رکندو هو ڍڪيءَ تي، پوءِ تڙ ڪري پاڪ ساز ٿي، بسم الله ڪري لڳندو هو ڪونڊي کي، ان سان گڏ نعرو پڻ هڻندو هو " جيڪو پئي سرجئي ڪونڊو پوٽ تي چاڙهي هڪ ئي ساهي ۾ پورو ڪندو هو. بابا روزانو هڪ ڪونڊو ڀنگ جو اڪيلي سر پئي ويندو هو. بابو اهو ڀنگ جو ترنگ صرف چين پائڻ لاءِ ڪندو هو نه ڪي نشي ڪاڻ، پوءِ ڪتولي تي پلٿي ماري ماني کائي سرور وٺندو

هو. سخت گرميءَ جا ڏينهن ها بابا جو خيال هو ته ٺاڌل ناهي پنجي ته جيئن جئي ٺاري بابا مونکي سڏي چيو "اڄ ته قومي تيوهڻ ٺي وڃي کو ٺاڌل چکو پيون. ٺانکي هاڻ، به خالي آهي." ان هلڪي ٺاڌل ٺائيپ ڀنگ خس خس، باداميون ۽ مصر وغيره سان مغز ۾ مستي ۽ خمار ايندا هئا بابا جون ٺاڌل لاءِ آندل باداميون جيکي هن پسائي رکيون هيون تن مان اڌ ته مان اگ کائي چکو هوس. ان زماني ۾ به جڳ مشهور شربت محاذ ٺاڌل جا نواب شاهه جي مولوي محمد معاذ جي ملندي هئي پر بابا چئي "اپڙي گهوٽ ته نشا هوئين" جي اصول تحت هليو. مان زندگي ۾ ڀنگ يا ٺاڌل اجان تائين نه چکي هئي، سو مونکي به اچي شوق ٿيو ته ڏسان ڀنگ ٿيندي ڪئين آهي. بابا جي اسرار تي ڀنگ جي قربائتي ڪوندي مان چکو پيئڻ لاءِ هٿ وڌايو. بابا اڌ گلاس ڀنگ ۾ پاڻي ملائي چڏي ڪري ڏني. چاکاڻ ته ٺاڌل ۾ بابا نوري ڀنگ وڌي هئي. مان چکي پيتي ته چڻ لونگي مرچن جا بڪ! وڏيل هجن. ڏاڍي تکي لڳي جڏهن ته هلڪي ڦلکي هئي. مون گلاس هاريو ٺي. بابا چيو "هارين چو ٺو؟ هارئي ڪان پيتو پلو ڪجهه نه ٿيندو مان وينو آهيان نه سنڀالي وٺندس" پوءِ مان هک ٺي ڳيت سان ٻي ويس. ڀنگ به هجي گهاٽي سو گهڙي ڪن ڪان پوءِ پنهنجو رنگ ڏيکارڻ شروع ڪيائين. مون وارو دماغ هاٿي چوڏاري ڦري پيو. منهنجو مٿو ڀاري ٿي ويو، منهنجون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون ڀنگ پئي روح ٻڌجي ويس. مونکي اچي پنهنجي سرجي لڳي چاڻ منهنجو سر ويو. مان اڌ گلاس ڀنگ جو پچائي نه سگهيس اجا اڌ گلاس جو تاثير هو. نشي جي حالت ۾ منهنجو وجود ڏکي ويو. منهنجي حالت بري هئي هن منهنجو حشر ڪري چڏيو. بلا ڀنگ جو نشو ڀاڙي. ٻاهرين صفحي ۾ هک الٽي آئي. پوءِ ٻئي ائين الٽيون شروع ٿيون. سمورو ناشتو پاڻي ٻاهر نکري آيو. اها منهنجي شکل ڏسڻ وٽان هئي جهڙي هئيڏ. الٽين ڪان پوءِ تڏهن وڃي دل تان بار هلڪو ٿيو. بابا چئي "ڏيڄان ڪجهه فضلحت سک،" مان اتان ڦڻ تي ڪائي امان ڏانهن آيس. امان چيو "ترکي ٿيو چا آهي؟ جو ڪلين ٺو" ڪجهه وقت ڪان پوءِ پاڻ کي سنڀالي ورتم ۽ سنجيده ٿي ويس مونکي خبر ڪانه هئي ته کو ڀنگ ۾ ايترو نشو آهي. ڀنگ اهڙي غالب پنجي وئي جو ڏينهن تائين هوش جاءِ تي نه آيو. ڀنگ جي گهري نشي ۾ زور زور سان کونگهرا پئي هنيا ۽ ڏينهن ليٽو رهيس امان اسڪول لاءِ ڏونڌاڙي اٺاري وهاريو مجال جو اک پنجي. کا حالت هئي مونسان ان بعد ڀنگ جو وري نالو ٺي نه ورتم.

## بابا جي بيماري

پڇاڙيءَ ۾ بابا تمام گهڻو بيمار ٿي پيو. ڪيس دل جو آزار هو. وقت تي مانيءَ نه کائڻ ڪري بابا کي هاضمي ۾ به تڪليف ٿي پئي. مسلسل گوريون کائڻ ڪري بابا کي سائي ٿي پئي گهڻو ئي علاج ٿيو پر مٿان شايد حڪم نه هو. بابا جي وفات تي سڀ روئون پيا. منهنجي اکين مان لڙڪ بنا آواز جي برسات جيان وسڻ لڳا. پيءُ جي وفات اسان کي صفا ڏوڏي ڇڏيو. بابا جا ويو ڄڻ گهر جي ڇت اڏامي ويئي، ڄڻ صفا اگهاڙا ٿي روڊ تي اچي وياسون. بنا وارث جي ننڍڙا ٿي پياسون، پاڻ کي ڇنا ڇورا سمجهڻ لڳاسون، ان عرش کان فرش تي منهن ڀر ڪرڻ واري رحم جوڳي حالت تي اسان سان ڪنهن به همدردي ڪانه ڪئي. سڄي زندگي جن لاءِ بابا مٿو سي ته ڪلهي ڪانڌي به نه ٿيا، جتي پيءُ جو نالو نشان ناهي ان گهر جي ڪايا پلٽجي ويندي آهي، افلاس جا پاچولا ان گهر جي مٿان گهاٽا ٿي پوندا آهن، غربت جي دل وڏڻ لڳندي آهي ۽ مفلسي تڏا وڇائڻ شروع ڪندي آهي، آخر ۾ ان گهر جا فرد ڪنگال ۽ بي حال ٿي پوئتي پئجي ويندا آهن. بابا جي رحلت بعد گهر مان برڪت به موڪلائي وئي بابا جا ويو ڄڻ برڪت ۽ بخت هو پاڻ سان گڏ ڪٺي ويو. اسان جي ڪٽنب کي بابا جي گرائف يعني ڀرين خوشحالي ۽ آسودگي واري حالت تي پهچڻ لاءِ الائجي ڪيترو وقت اجان لڳندو.

چاڻن ڪان هٿوم بيت لال لطيف جو
امڙ سو آلاپ ۾ اولاڻو ڏنوم،
تهان پوءِ پيتوم، ڪير پنهنجي ماءُ جو

## جيجل ماءُ

مائون منهنجون ٻه ٿيون، هڪ آيل ٻي جيجل، امڙ ٿي آيل، جيجل منهنجي سنڌڙي، هاڻ مان پنهنجي ماءُ جو سبق پڙهندس. منهنجو ماءُ پيءُ ڄڻ منهنجو ڪعبو قبلو هئا. ماءُ جو حق وڌيڪ آهي پيءُ کان. مون کي يقين آهي ته جڏهن مون ڀرين پيرو اکيون کوليو دنيا کي ڏٺو هوندو ته سڀ کان ڀرين ماءُ کي ڏٺو هوندو. مونکي جنهن ماءُ ڄڻيو هو، جنهن جي ٿڃ پيتي هئي سا ماءُ ۽ ٿڃ سڀ کان ويجهو هئي. ان ڪري ان سان ڀرين سڃاڻپ ٿي. جنهن کي مان "امان" ڪري سڏيندو هوس. جڏهن مان اڃا امان، امان جو مٺڙو نالوئي اچاري سگهندو هوس. امان جو لفظ دنيا جي مٺي ۾ مٺي موسيقي آهي، هڪ ٻار لاءِ ماءُ جي جهوليءَ سڀ ڪجهه هوندي آهي، ماءُ جي هنج مان ئي خدا جي خدائي ملي ٿي. مان امان جي ياڪر ۾ آهيان. هڪ گهڙي چانو هڪ گهڙو يقين، جڏهن جيجل جي جهوليءَ جي يادگيري اچي ٿي. تنهن مٺڙي ماءُ جي ياد اچي ٿي. جڏهن ڪڏهن اهي ڏينهن دل تي تري ايندا اٿم ته ازخود روئي پوندو

آهيان. امان جي تعلق ۾ جيڪا خوبصورتي آهي سان ڪنهن ٻه رشتي ۾ نه آهي، جا ايڏا ته قرب آهن جو لکي پورو ڪو نه پوندس. درد جي انتها تي منهنجي جيجل جو جنم ٿيو ٿو. ماءُ جي وجود جي پناهه گاهه ۾ زندگيءَ جا آثار پيدا ٿين ٿا. زندگي منهنجي سڪيا پيدائش ڪان ئي شروع آهي، منهنجي ڇهري تي هڪ نئين ماحول جو هڪ عجيب تاثر آهي. مان ماحول جو جائزو وٺان ٿو. منهنجي حس ڪافي تيز آهي. منهنجي اوُس ۾ ماءُ جو ڪردار آهي، منهنجي سڪيا جو عمل ڀهرين ڏينهن ڪان شروع آهي. ماءُ مون کي ڪتڪتايون ڪڍيو مرڪڻ تي مجبور ٿي ڪري. مون مرڪڻ شروع ڪيو آهي ۽ پوءِ مان گهري ننڊ ۾ به مرڪڻ جي مشق ڪريان ٿو. منهنجي پالنا ٿيندي رهي ٿي. مان پانبڙا پائڻ لڳان ٿو. مونکي ڪاٺ جي گاڏڙي ۾ پيرن ۾ ڇير ٻڌي پنڌ سيکاريو وڃي ٿو. مان زندگيءَ جي ڀهرين وک کڻان ٿو، مان ڀهريون لفظ امان سکان ٿو، آهستي آهستي منهنجي مڪڙي ٽرندي رهي ٿي ۽ ائين منهنجي زندگي جو سفر شروع ٿئي ٿو. ٻار جي شروعاتي تربيت جي 80 سيڪڙو نميواري ماءُ تي هوندي آهي. هڪ مشهو قول آهي ته "تون مونکي هڪ سٺي ماءُ ڏي مان تون کي هڪ سٺو معاشرو ڏيندس." مان خوشنصيب آهيان جو ماءُ جي ٿڃ پيتي زکي ڦيٻر، مان ٻار هئس ۽ منهنجو روئڻ ٻڌي امڙ ٻوڙي ايندي هئي ۽ هنج ۾ کڻي کير ڏارائيندي هئي. مان کير پياڪ ننڍڙو معصوم آهيان ماءُ جي ٿڃ ڏائڻ مهل ٻڪ وچان تڪڙي تڪڙي ڇڳڙ ڏيڻ شروع ڪيان ٿو ۽ رکي رکي سُتل ماءُ جي ڇاتيءَ ۾ ڦوٽو هٽي سندس ننڊ ٿو ڦٽايان. ڏسو ته قدرت منجهس ڪيترو ٿي پيار پيدا ڪري، ماءُ ٿي پٽ سان پاڻ کي ملائي ڪيڻن ٿي هڪ ڪري. ٻار ٻلي ٻري هجي ۾ ٻک لڳيس ته ماءُ جي ٿڻن ۾ ازخود اٿليو پوي. مان اڄ تائين ان ماءُ جي ٿڃ جي کير جو ذائقو نه وساري سگهيو آهيان. هر کير ڏيندڙ ماءُ کي ماتا جو اچو درجو مليل آهي. "يا رب مونکي هر ماءُ لاءِ احترام ڏي ۽ اهو بهشت منهنجي ديد ڪان ڳجهو نه رک جو تو ان جي پيرن هيٺان رکيون آهي." ماءُ جنهن جي قدمن ۾ جنت پئي ڏيکاري ڏئي جيئڻ نه هي هن وقت جسماني طور اسان وٽ موجود ڪونهي. هن جو روح اسان سان هر وقت هر هنڌ شامل حال آهي. سا امان جڻ روبرو آهي حياتيءَ جو هڪڙو دم به هن جو اسان لاهي نٿا سگهون اها ماءُ زندگيءَ ۾ مون لاءِ آئٽ هئي، اها ماءُ جا مونکي موررڪتي مٽي ڪان رکيو سمهاري، پينگهي ۾ سمهاري، کٽ جي ٻانهي ۾ ڪپڙو ٻڌي سمهاري، جهولي ۾ سمهاري يا پر ۾ ليٽائي ڇڏيندي هئي ۽ ٺڏڙا ڪڍي لولي ڏئي ننڊ ڪرائيندي هئي سا اڄ پاڻ سڪون سان اکيون بند ڪري پنهنجي قبر ۾ ستل آهي. سامهون امان جي قبر آهي ۽ مان امان جي قبر جي سيراندي ڪان ويٺو آهيان ڪنڌ جهڪائي. قبر تي مان پنهنجي امڙ جي ساهن جي خوشبو محسوس ڪري رهيو آهيان. مونکي جنم ڏيڻ واري منهنجي ڳڻتي ڪرڻ واري امان هاڻ هڪ خاموش تصور بڻجي وئي آهي رڳو خيالن ۾ ئي اچي سگهي ٿي. "منهنجي قربن ڀري امڙ!

تنھنجي ياد ڪيڏي نہ مٺي آهي. ڪيئن نہ اکين ۾ پاڻي ٿو اچي وچي ٿو ڪي نہ ڏسي. امان تنھنجي وجود جو حصو آهيان مان. منھنجي رڳن ۾ تنھنجو خون ٻوڙي رهيو آهي. منھنجي ساهن ۾ تنھنجي ساهن جو تسلسل آهي. جيستائين منھنجو وجود آهي يا منھنجي وجود جو حصو آهي منھنجي اولاد، جنھن جي رڳن ۾ منھنجو خون ٻوڙي ٿو. جنھن جي ساهن ۾ منھنجي ساهن جو تسلسل آهي تيستائين منھنجي ماءُ تون مري نٿي سگهين" امان جي ڪهاڻي هي آهي تہ منھنجي ماءُ جي پيءُ يعني منھنجي نانا سائين، الھ ڏني خان ٻہ شاديون ڪيون هيون. امان جي ماءُ پناڻي هئي جنھن مان هڪ امان ۽ ٻئي نورجهان خالا هئي. ٻئي ابڙو ذات جي هئي جنھن ماءُ مان امان کي زيبو خالا، روضي خالا ۽ ثريا خالا ٽي ڀيڻون آهن ۽ نواز ماما، لياقت ماما ۽ احمد علي ماما ٽئي ڀائر آهن. امان سڀني ۾ وڏي هئي. نانا، ناني، خالا نورجهان ۽ امان هاڻ هن دنيا ۾ نہ آهين. باقي ٻيا سڀ حال حيات آهن ۽ شل ڏکهي حياتي مائين، منھنجي سادڙي ماءُ هڪ گهريلو، مثالي ۽ غير معمولي عورت هئي. امان جو نالو "بادشاھ زادي" هو. امان قسمت جي بہ بادشاھ هئي. رڳو ٻچاڙيءَ جو سکي جيون مائي نہ سگهي. مون کي فخر آهي تہ مان هڪ بادشاھ زادي جو بادشاھ زادو پٽ آهيان. جنھن سان مان هڪ بادشاھ زادي جهڙا انگل ڪنلو هوس.ماءُ لاءِ اولاد کهڙو بہ هجي ان کي سڀني کان وڌيڪ مٺو آهي. منھنجي ماءُ پنھنجي زندگي پنھنجي اولاد لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. امان اڪثر چوندي هئي "صلتي وڃان پنھنجي ٻچن تان" هو سچ پچ پنھنجي ٻچن تان صدقو ٿي هلي وئي. فطرت سان بي انتها محبت مونکي ماءُ کا ورثي ۾ ملي. مان جڏهن ٻاهر ويندو هوس تہ امان منھنجا ڪپڙا لاهي وهنجاري، اچا ڪپڙا پارائي سرمو پارائي منھن تي هلڪيون سنهيون ٽڪون هڻندي هئي تہ جيئن ڪنھن بدنظر جي نظر نہ لڳي. مان جڏهن بيمار ٿيندو هوس تہ ڪيئن نہ پريشان ٿيندي هئي. مان سائي وانگر امان سان گڏ هلڻ چاهيندو هوس. مونکي خبر نہ آهي تہ چو امان جي وچائيجي وڃڻ جو خوف هوندو هوم. تن ڏينهن ۾ اچان ٽي وي عام نہ هئي. جو اسان وٽ هڪ گهوڙين واري بليڪ اينڊ وائيٽ سولر ٽي وي هئي. جا امان پنھنجي ڳري ڪٽ تي ويهي ڏسندي هئي. ٽي وي ۾ اداڪارن کي روئيندو ڏسي الائي جو اڪثر پاڻ بہ روئي پوندي هئي. اڪثر اسان ڀائر ڀيڻون گهر ۾ ڪيڏيندي ڌمچر مچائيندا هئاسون. آخر امان ڪڪ ٿي چوندي هئي. "ٽرو وڃي ٻاهر مرو" ۽ پوءِ جڏهن ٻاهر وڃي پاڙي کي ڪڪ ڪندا هئاسون تہ اڪثر اها شڪايت امان کي ئي ملندي هئي ۽ پوءِ امان جي وڪڙ ۾ اسان مان جيڪو ٻار هٿ آيو امان ان جي ڪل لائي ڇڏيندي هئي. پر الائي چو هو مونکي ڪجهہ بہ نہ چوندي هئي جڏهن تہ سڄي شرارت منھنجي هوندي هئي هن جي لاڏ ڪوڏ مون ۾ البيلائي ۽ بيپرواهي ڀري ڇڏي هئي. مان رول پارٽي هئس، صبح جو نڪتل ٻنپهرن جي ماني تي اچان وري آڌي رات جو هنڌ مان اٿي امان بابا کان لڪي وڃي اتي پهچندو هوس. اڌ رات گذري وڃڻ بعد گهر

اينلو هوس. هو مونکي گهر ۾ ڳوليندي هئي مون کي بستري تي نه ڏسي هن جو ساهه هيٺ مٿي ٿيندو هو. هي اکيون ديوارن تي ٽنگي ڇڏيندي هئي. مان رات جو دير دير سان اينلو هوس ته بابا جي پوَ کان پت ٽپي گهر ۾ سمهي پوندو هوس. امان کي جاڳ ٿيندي پهرين ته پٺي لهواريون اوپاريون ٻڌائيندي هئي. پوءِ ماني به کارائيندي هئي، ۽ نصيحتون به ڪندي هئي ته "انهن لوفرن جي پنيان نه لڳ، رول ۾ نه پءُ." ان سمجهاڻي کان پوءِ هو مونکي سمهاري ڇڏيندي هئي. اڌ رات تائين ڪو نه سمهندو هوس ته امان به سڄي رات جاڳندي هئي ۽ هر هر ڳرانڊيون پائيندي هئي ته "گم ٿي وڃي ها ته!" مان ڪندي چوندي هو مانس، " مان ٻار ٿورائي آهيان جو گم ٿي وڃان ها!" گهر جي در تي امڙ اڪثر انتظار ۾ ويٺي هوندي هئي ته جاڻ آيو منهنجو پنهل پٽ، ڏاڍي آنڌ مانڌ هوندي هيس اڳڻ ۾ پٺي چڪر ڏيندي هئي. بابا چوندو هوس "چو ٿي پريشان ٿين اچي ويندو رولو ڍور هوندو لوفرن سان" "ماءُ آهيان نه سڪ نه ٿو اچيم، هيانءُ ۾ چڪ پيو اٿم." بابا جي اٿت ۽ تسلي تي ذرو به پرسڪون نه ٿيندي هئي. مونکي خبر هوندي هئي ته امان انتظار ۾ در تي ويٺي هوندي. منهنجي هلڪي سيٽي وڄائڻ تي امان در ڪوليندي هئي گهر پهچندي ڪڏهن بابا جي مار به ملندي هئي، بابا جو هڪ ئي چنبو ڪافي هو. پوءِ مان امان جي چشمي جي پويان ناراضگي مان گهوريندڙ اکين کان لکي ويندو هوس. پوءِ امان پويان سڏ ڪندي هئي پر مان سڏ ٻڌي به جواب نه ڏيندو هوس. پوءِ امان منهنجي بستري تائين ايندي هئي ۽ بابا پاران مليل انهيءَ پليڪار ۾ ڳاڙها ٿي ويل ڳل چمندي هئي ۽ مون سان گڏ پاڻ به روئي پوندي هئي. امان جو پنهنجي ساهيڙن ۾ به ساهه هو. هن جي ساهيڙن ۾ افروز قريشي، مختيار ماءُ، شيدي ماءُ، منگولي ماءُ، پنهوراڻي اڪرم ماءُ، ماسي ڦٽان، چوندا نه آهن ته "هڪ ٻکيا هيو نالا ڏکيا." امان جي ڪن سهلين جا نالا ڏکيا هوندا هئا. جيڪي مان اچاري نه سگهندو هوس. سو يادگيري طور چوندو هوس آمهون واري سامهون واري ڪوئي واري، پويان واري، ڪاري، پوري، اڇي، جوزي واري، واڙي واري ڳاڙهن وارن واري، وغيره وغيره. امان برقعو پائي ڪڏهن ڪڏهن انهن پيٽن کان به وڏيڪ محبت ڏيندڙ ساهيڙين ڏانهن ويهندي هئي ته اڪثر مونکي وٺي ويندي هئي. ويچاريون ايڏو ته قرب ڏينديون هيون جنهن جو حساب ئي ناهي ڪٽڻ تي رليون وڄائجي وينديون هيون ڪڪڙ ڪسجي ويندا هئا ۽ ٻيا مال مناٻون به اچي وينديون هيون، ڪڏهن ڪڏهن امان جون اُهي ساهيڙيون اسان جي گهر ۾ به اينديون هيون. منهنجي امان قربن پري هنن کي ايڏو ته قرب ڏيندي هئي جو هو اسان کي چوڏاري وڪوڙي وينديون هيون. مان امان جي گوڏي تي سمهي پوندو هوس، پوءِ امان جا قصا هوندا هئا. امان جڏهن اندر وراندي ۾ ويهي ساهڙين سان ڳالهائيندي هئي ته ڪڏهن ڪڏهن مان سندس رلئي جي پلئه کي ڪٽي وٺي ڀڄندو هوس هڪ ڏينهن امان ساهڙين سان نئين رلين جا نمونا پسند ڪري رهي هئي ته مان جو ناٽڪي هوس سو

ناٽڪ جي بهاني امان جي هڪ رلي ڪٽي پنهنجي مٿان وڌي ۽ لٺ ڪٽي امان وٽ فريادي ٿي آيس. "بادشاهه سلامت فريادي جو عرض ٻڌو وڃي،" ان حرڪت سبب اتفاق سان امان جو ڪو چشمون ٽٽي پيو امان ڪاوڙ ۾ چيو "ڏوڙ وجهنس بادشاهه سلامت جي منهن ۾" هڪ ٻن ڪي ڇڏي امان سان گڏ امان جون اُهي ساهڙيون به هاڻ هن دنيا ۾ نه رهيون آهن ڇڻ هنن سيني گڏ صلاح ڪئي هجي امڙ هڪ اکر به پڙهيل نه هئي تب تڪليفن ۾ هو قرآن ڪٽي پڙهندي هئي. مان ڏسندو هوس امان هر سپٽ تي اشد اگر رکي بسم الله پڙهندي هئي. ائين بسم الله بسم الله ڪندي، رڳو بسم الله ۾ ئي سڄو قرآن شريف پڙهي پورو ڪندي هئي، پوءِ خدا به ان جو مددگار ٿيندو هو. امان اهو بسم الله وارو قرآن پڙهي اچي اسان اولاد جي ڇاتي ۽ مٿي تي هٿ ڦيريندي هئي. ماءُ جي دعا ڪٿان لڀي. اُهي ڀاڳ وارا آهن، جن کي ملي. مان اڪثر ماني کائيندي ماءُ کي ڏاڍو ياد ڪندو آهيان امان وڏي عصر اُٿندي هئي. اٿي ڪلمو پڙهي گهر جي صفائي ڪندي هئي نيرن پچائي ٻارن کي کارائيندي هئي. ڪاڏو سڄي عمر امان پاڻ ڪيو. بورچيائي ۽ نوڪرياڻي جو اسان وٽ رواج نه آهي. مونکي امان بصر ڪپيندي، اٽو ڳوهيندي، ڇانور ڌوئيندي، بورچيخانو صاف رکندي اڄان ياد اچي ٿي. امان ڪاڏو بلڪل سٺو ۽ عملو تيار ڪندي هئي. ٻوڙ ۾ ايڏي ته لذت هوندي هئي جو ڏئو ڪرڻ ڪان .پوءِ به دل چوندي هئي ته اڃا به کائجي، امان پلو به ڏاڍو سٺو ٺاهيندي هئي. انبڙين جي مند ۾ انبڙين جو ڪچومبر به ڏيندي هئي. ڪٽڪ جي اٽي ۾ ڳڙ ملائي بسري جي ماني پچائي مکڻ وجهي پوءِ ڏيندي هئي. ڏڌ ولوڙي لسي به ٺاهيندي هئي سفر ۾ اڪثر امان اٽي ۾ ڪنڊ، وڏف جيرو، ڪارا مرچ ننڍا ڦوٽا ۽ مکڻ جو گيهه ملائي لولا پچائي اسان لاءِ سفر ۾ ڪنندي هئي، جيڪي اسان کي ڏاڍو مزو ڏيندا هئا. نيرن، منجهند ۽ رات جي ماني ٽائين مان امان کي هر وقت ڪچن ۾ ئي ويٺل ڏٺو. امان کي مٿي کنهڻ جي به واندڪائي نه ملندي هئي امان رات ڏينهن اسان کي ٻوڙ پلاءُ چانور ڏيندي هئي ۽ پاڻ وري راتوڪا پاروٽا چانور صبح جو پيهر ٺئي تي گرم ڪري انهيءَ ۾ ڏنٿرو ۽ ڳڙ واري مُستي يا ڪنڊ وجهي کائيندي هئي ۽ انهن ٻوڙ پلاءُ وارن لذيذ طعامن کي تيار ڪرڻ مهل چکڻ ڪان پوءِ هٿ به نه لائيندي هئي.

## خاندان جي ترتيب

امان ٻارنهن ڪن وير ڪيا هئا. اها حقيقت فخر سان ٻڌائيندي هئي. امان هر سال ٻار ڪو نه ڄڻيندي هئي، اسان ڀائرن ۽ ڀينرن جي وچ ۾ ٽي يا چار سال ڄر جو وقفو هو. امان جا اٽڪل چار وير ڪچا هئا ته رائگان ويا باقي اسين پاڻ ۾ اٺ ڀاءُ ڀيڻون هئاسون. پنج ڀائر ۽ ٽي ڀيڻون. جا ترتيب هن ريت آهي. سڀ ڪان وڏي ڀيڻ آهي آپا نسيم جا بيوه آهي ۽ ڪيس ڪابه اولاد ڪونهي ان ڪان بعد هڪ ڀاءُ آهي لالا ناظر الدين جنهن کي ماشاء الله 5 پٽ 2 نياڻيون آهن. جن مان ٻن

ناٽڪ جي ٻهاني امان جي هڪ رلي ڪٽي پنهنجي مٿان وڌي ۽ لٽ ڪٽي امان وٽ فريادي ٿي آيس. ”بادشاهه سلامت فريادي جو عرض ٻڌو وڃي،“ ان حرڪت سبب اتفاق سان امان جو ڪو چشمون ٽٽي پيو امان ڪاوڙ ۾ چيو ”ڊوڙ وڃهنس بادشاهه سلامت جي منهن ۾“ هڪ ٻن کي چڙي امان سان گڏ امان جون اُهي ساهيڙيون به هاڻ هن دنيا ۾ نه رهيون آهن ڇڻ هنن سيني گڏ صلاح ڪئي هجي امڙ هڪ اکر به پڙهيل نه هئي تب تڪليفن ۾ هو قرآن ڪٽي پڙهندي هئي. مان ڏسندو هوس امان هر سپٽ تي اشد اگر رکي بسم الله پڙهندي هئي. ائين بسم الله بسم الله ڪندي، رڳو بسم الله ۾ ئي سڄو قرآن شريف پڙهي پورو ڪندي هئي، پوءِ خدا به ان جو مددگار ٿيندو هو. امان اهو بسم الله وارو قرآن پڙهي اچي اسان اولاد جي ڇاتي ۽ مٿي تي هٿ ڦيريندي هئي. ماءُ جي دعا ڪٿان لڀي. اُهي ڀاڳ وارا آهن، جن کي ملي. مان اڪثر ماني کائيندي ماءُ کي ڏاڍو ياد ڪندو آهيان امان وڏي عصر اُٿندي هئي. اٿي ڪلمو پڙهي گهر جي صفائي ڪندي هئي نيرن پچائي ٻارن کي کارائيندي هئي. ڪاڏو سڄي عمر امان پاڻ ڪيو. بورچياڻي ۽ نوڪرياڻي جو اسان وٽ رواج نه آهي. مونکي امان بصر ڪپيندي، اٽو ڳوهيندي، چانور ڌوئيندي، بورچيخانو صاف رکندي اڄان ياد اچي ٿي. امان ڪاڏو بلڪل سنو ۽ عملو تيار ڪندي هئي. ڀوڙ ۾ ايڏي ته لذت هوندي هئي جو ڏيو ڪرڻ ڪان پوءِ به دل چوندي هئي ته اڃا به کائجي، امان پلو به ڏاڍو سٺو ٺاهيندي هئي. انبڙين جي مند ۾ انبڙين جو ڪچومبر به ڏيندي هئي. ڪٽڪ جي اٽي ۾ ڳڙ ملائي بسري جي ماني پچائي مکڻ وجهي پوءِ ڏيندي هئي. ڏڌ ولوڙي لسي به ٺاهيندي هئي سفر ۾ اڪثر امان اٽي ۾ ڪنڊ، وڏف جيرو، ڪارا مرچ ننڍا ڦوٽا ۽ مکڻ جو گيهه ملائي لولا پچائي اسان لاءِ سفر ۾ ڪٽندي هئي، جيڪي اسان کي ڏاڍو مزو ڏيندا هئا. نيرن، منجهند ۽ رات جي ماني تائين مان امان کي هر وقت ڪچن ۾ ئي ويٺل ڏٺو. امان کي مٿي ڪنهڻ جي به واندڪائي نه ملندي هئي امان رات ڏينهن اسان کي ڀوڙ پلاءُ جام ڏيندي هئي ۽ پاڻ وري راتوڪا پاروٽا چانور صبح جو ٻيهر تئي تي گرم ڪري انهيءَ ۾ ڏنڙو ۽ ڳڙ واري مُستي يا ڪنڊ وجهي کائيندي هئي ۽ انهن ڀوڙ پلاءُ وارن لذيذ طعامن کي تيار ڪرڻ مهل چکڻ کان پوءِ هٿ به نه لائيندي هئي.

## خاندان جي ترتيب

امان ٻارنهن ڪن وير ڪيا هئا. اها حقيقت فخر سان ٻڌائيندي هئي. امان هر سال ٻار ڪو نه ڄڻيندي هئي، اسان پائرن ۽ ڀينرن جي وچ ۾ ٽي يا چار سال ڇر جو وقفو هو. امان جا اٽڪل چار وير ڪچا هئا ته رائگان ويا باقي اسين پاڻ ۾ اٺ ڀاءُ ڀيٽون هئاسون. پنج ڀائر ۽ ٽي ڀيٽون. جا ترتيب هن ريت آهي. سڀ کان وڏي ڀيڻ آهي آپا نسيم جا بيوه آهي ۽ ڪيس ڪابه اولاد ڪونهي ان ڪان بعد هڪ ڀاءُ آهي لالا ناظر الدين جنهن کي ماشاء الله 5 پٽ 2 نياڻيون آهن. جن مان ٻن

ٻن ۾ ٻن نياڻين جي شادي ڪيل اٿس ۽ ڏوهٽن پوٽن وارو آهي. تنهن کانپوءِ
هڪ ڀاءُ هو لالا غني جيڪو اڃا ڪنوارو هو ته ايڪسيڊنٽ ۾ وفات ڪري ويو.
ان بعد آغا رشيد آهي. جنهن کي صرف هڪ نياڻي آهي هن کي هڪ پٽ به هو
جو ٻن سالن جو هو ته وفات ڪري ويو. رشيد کان پوءِ منهنجو نمبر اچي ٿو. مان
آغا قيوم ماشاءَ الله ٽن پٽن ۽ هڪ نياڻي وارو آهيان پر اولاد اڃان ننڍي آهي.
مون کان پوءِ هڪ ڀيڻ هئي رضوانه جا به ڪنواري هئي ته گذاري ويئي. تنهن
بعد هڪ ڀيڻ آهي فرزانه جا پڻ ماشاءَ الله ٻن پٽن ۽ ٽن نياڻين واري آهي. اولاد
اڃان ننڍي اٿس. سڀ کان آخري ننڍو ڀاءُ آهي آغا لطيف جنهن کي رڳو ڌيءُ، پٽ
آهي. ٻئي اڃا معصوم آهن. اسان سڀ امان جو پلو نسل آهيون.

## رشتا

رشتا احساس جي ڏور سان ٻڌل هوندا آهن. رشتا امرت ڌارا وانگر
هوندا آهن، رشتا جيئڻ جو ڏان سڪاريندا آهن. رشتا مئل ۽ بيجان لاشن ۾ جان
وجهندا آهن. انساني رشتن جي اهائي ته خاص ڳالهه آهي ته رشتا نه صرف
جيئاريندا آهن بلڪ زندگي ڪسي به وٺندا آهن. رشتن جي ڪا وڏي فلاسافي نه
آهي. پيچيدگيون ذهن جي پيداوار آهن. مان رشتن کي دنيا جي هر شي تي
ترجيح ڏيندو آهيان. نئين دور جي بدلجندڙ تقاضائن جي باوجود به، مان رشتن لاءِ
روئيندو ۽ رڙندو وتان ٿو بس اهو ئي ڏک آهي. هتي انساني رشتن جو احترام
ناهي رشتن جي سونهن بي معنيٰ بڻجي وئي آهي. ننڍيون اتسائيندڙ خوشين جي
ڪا اهميت ناهي رهي، رشتن جي سونهن محسوس جو ترازو برقرار رکي نه
سگهي آهي. ماڻهن هڪبئي سان ملڻ جلڻ ڇڏي ڏنو آهي. ماڻهو پنهنجي انوکي
دنيا ۾ گم آهي. اڄ جي انسان فطرت کان منهن موڙي ورتو آهي، هو نئين دور
جي مصنوعي روشينن ۾ ڪٿي وڃائجي ويو آهي. اوهان جي دلين ۾ اونداهي
چو آهي؟ تون مان سڀ اندا چو ٿي پيا آهيون اهي مئل ۽ بيجان لاشي جهڙا رشتا
ڪنهن پنهنجي ڏانهن ڏسن نٿا. اهو سچو ناٽڪ آهي. رشتا نظر جو فريب آهن.
سڄي زندگي ماڻهو جي انا سان اڪيوٽ ڪيڏا رهندا آهن. ماڻهن کي ڪر به
احساس ڪونهي هو نظر کان اڏو ايڏو محروم ٿي ويا آهن. جو هي سواءِ پنهنجي
پيٽ جي پيو ڪجهه ڏسي نٿا سگهن، الفت گهٽ آهي. مرٽي پرٽي هڪبئي وٽ
ڪر لڙي نٿو اچي. اچڻ وڃڻ جو سرشتو قائم نه رهيو آهي. ڪنهن کي ڪا
تڪليف پهچي ٿي ته اڳلو چوي ٿو "گڏ ۾ هئي اسانجو ڇا." گهما گهمي ۾
مختلف رشتن ۾ ورهائجي مصلحت پسند ٿي ويٺو پوري ٿو. اڳي رشتن ناتن جي
نفسيات محسوس ڪئي ويندي هئي. اڳي سادا سودا سڀا جهڙا هئا وڏا. امن
پسند، هروڀرو ويرنه وجهندڙ، وچن جا سچا، هيڄ ۽ ڏائج کان پري. ويساهي اهڙا
جو جيڪر ليکو ناهي ٻڌائيندن سو قبول ڪندا. اسين پل ان کي اکائي سمجهون

پر ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ انھن کي رشتن جو قدر ھو، مان انھن جي لاثاني محبت ۽ پوري سان اتل رشتي جي جذبي کي سلام ڪريا ٿو منھنجا رشتا مون کان وڃائجي ويا آھن. مان اڄاتل ٽئين راھ تي گم سم بيٺو آھيان من ۾ ڇارا آھن ڪورئيڙا ڪو آھن مان اندران ٽڪيو پيو آھيان. رشتا جيڪي سمجھوتا (مجبورين) جو ڀاڱو آھن. ان بنيادي عمر ۾ سواءِ رت جي رشتي ۾ سوٽن ۽ ماساتن جي ٻي ڪنھن روحاني رشتي کي ڳنڍي ڪو نہ سگھيس. مون رشتن جي سڄي اونداھي کي پنھنجي وجود ۾ جذب ڪري، رشتن جي جذبات سان کيڏندڙ نئين نسل کي اميد جي ان روشن موڙ تي آڻي بيھاريو آھي جنھن مان نڪرندڙ ھر رستو اندلٽ جي رنگن جي عبادت آھي.

## ڀائر

رواجي طور اسان سڀ ڀائر پيٽون پنھنجي پيءُ ماءُ سان ھڪ ئي گھر ۾ گڏيل ڪٽنب طور رھندا ھئاسون، ھڪ وڏو ڪشارو گھر ھو تہ گڏ رھندڙ دليون بہ ڪشاديون ھيون. وڏا وڏن سان ۽ ننڍا ننڍن سال حال اوريندا ھئا. وڏي ڳالھ ھئي ياءُ پيڻ جي سڪ ۽ پيار جي، ڪچھريون ٿينديون ھيون، ڪلون ٿينديون ھيون. واڻ جي کٽ تي اڪٽ ڳالھيون بہ ڪنداھياسين. ڏکيا ئي ۾ ھڪ ٻئي کي ساٿ بہ ڏنو ھو تہ خوشيءَ ۾ گڏجي کليو بہ ھو. وڙھندا ھئاسون تہ نھندا بہ ھئاسون ھڪٻئي جا حال پائي ھئاسون، جڳھڙا ٿيندا ھئا تہ، انھن تڪرارن جا برادرانہ ماحول ۾ گڏجي نبيرا بہ ٿيندا ھئا. ڀائرن ۽ پيٽن ۾ اختلاف ٿيندا آھن، مسئلا سڀني گھرن ۾ ھوندا آھن گھر جا فرد وڙھندا بہ آھن ۽ انھن ۾ اختلاف راءِ بہ ھوندي آھي، اھا ھڪ فطري ڳالھ آھي ھونھن بہ ھر ماڻھوءَ جو پنھنجو الڳ مزاج ھوندو آھي. وقت سان گڏ سماج ۾ تبديلي ھڪ فطري ڳالھ آھي اھو اسان جي زندگيءَ جو ڪيڏو نہ وڏو الميو آھي تہ جڏھن گڏ ھياسين تہ گڏ ھوندي بہ پري ھياسين مان پنھنجن جا کھڙا ڪيس ۽ گھاءُ ٻڌايان. گھر جا وڏا ويا تہ گھرن ۾ ڪيترائي اختلاف پيدا ٿي پيا. آھستي آھستي ھر شي بدلجي وئي. اڱڻ جي وچ ۾ ھڪ وڏي ويري (ريکا) ڏٺي نہ رڳو گھر کي پر دلين کي بہ ڏار ڪيو ويو. ھڪ ڪھاڻي ٻڙ جي وڻ جيان ڦھليل ھي پريوار ٽن ٽڪرن ۾ ورھائجي ويو. گھرجي ڀھرين حصي ۾ منھنجو وڏو ڀاءُ رشيد، وچئين حصي ۾ منھنجو ننڍو ڀاءُ لطيف ۽ آخري حصي ۾ مان رھان ٿو. سمجھوتہ ايڪسپريس ٽرين جي ڏٻن جيان ھڪ ٻئي جي پٺيان بيٺ ھي ھن گھر جا ٽي حصا مونکي ائين لڳن ٿا ڄڻ ڪنھن منھنجي وجود کي ٽن حصن مٿي، ڏڙ ۽ ٽنگون کان ڌار ڪيو ھجي. ڄڻ ھي گھر، جو ملڪ مثل ھو انڊيا، پاڪستان ۽ بنگلاديش ۾ ورھائجي ويو ھجي. ڌاريون گھرن ۾ جا آھيون اسان ڌاريا ٿي وياسون، لڪيءَ کي لعنت آ. اھو ڀاڃريون ٻج سڄي فساد جي جڙ آ. جيڪو ڀاڻ سان گڏ، بدصورتي، ساڙ، ڪر ڪر ۽ ڪروڌ ڪٽي

ٿو. جيڪو نہ تيري ۽ خوش آ نہ ميري ۾، ھي ھر وقت سازشون سٽيندڙ ڪنھن اچي ٿو. جيڪو نہ تيري ۾ خوش آ نہ ميري ۾، ھي ھر وقت سازشون سٽيندڙ ڪنھن جا بہ خيرخواہ نہ آھين. ھي مڙسن کي مڇو ڪري پاڻن کي پاڻ ۾ ويڙھي منھنجي دانگي مَلِن ٿيون. انھن نہ ٿئي جو ڪير ڏاڙھين تي اعتبار ڪرڻ ڇڏي ڏي. گڏيل ڪٽنب جو نظام ۾ ڏار پوڻ جو ھڪ سبب پئسو بہ آھي جو ھڻن جي مير آھي. چيل آھي تہ ناڻو نهن کان ماس وڇوڙي ٿو. تڏھن پئسي جو ملھ ھو پر ان کي ايتري اھميت نہ ھئي اڄ جي انسان کي ڪلھ جي مقابلي ۾ بهتر ماحول ميسر آھي سڀ ڪجھ ھئڻ جي باوجود ڪيس لڳي ٿو ھن وٽ ڪجھ بہ نہ آھي. ھر ڪنھن کي پنھنجون زندگيون آھن، پنھنجا خاندان آھن اڳي وڏا سڀ گڏ ھئا ھاڻ ننڍا سڀ الڳ جو آھن؟ وڏا ڇا ويا، ھي پنھنجي پرين لاءِ ھڪ نہ ختم ٿيندڙ عذاب ڇڏي ويا. اُھي گھر جون دريون نہ ھيون دل جون دريون ھيون. جيڪي ھاڻ ڪلڻ بند ٿي ويون آھن، اسين بند درين جي وٿين مان بہ ڏسڻ جا عادي نہ آھيون رھيا. ھاڻ پاڙن ۾ پيئرن جو پاڻ ۾ پريم نہ آھي رھيو. اسان مان مروت ۾ پيار ۾ پنھنجائپ ڇڏائجي ويئي آھي. مون کي گھر وڪريل لڳي ٿو ھر فرد ھئي کان الڳ آھي الڳ ۾ لاتعلق. ھاڻ تہ خلوص ۾ پنھنجائپ بہ موڪلائي ويئي آھي ڪنھن جي بہ ڪنھن سان وابستگي نہ آھي اڪين ۾ پنھنجائپ بدران نفرت جون چڻگون ٻرندڙ نظر اچڻ لڳن ٿيون. اھا اجنبيت ۾ لاتعلقي ماري ڇڏيندي. صرف گھر جي پاٽين جي گڏ رھڻ جو اطمينان آھي. ڪاش ان ٻت ۾ ڏار پئجي وڃن.

## پاڙن جا ڪيس ۽ گھاءُ

مان پنھنجي گھر جي دسترخوان تي پنھنجي پاءُ پيٽون کي تلاش ڪري رھيو آھيان. ڪيڏو نہ اذيت ڏيندڙ ۽ دڪدائڪ ٿو لڳي. اسان کي ماءُ تہ ھڪ ئي ٿالھي ۾ گڏجي ڪارائڻ سيکاريو ھو، پوءِ اڄ اسان جا ٿانو اڇوتن جي ٿانون جيان الڳ الڳ ڇو آھن؟ اسانجو تہ ماءُ پيءُ بہ ساڳيو ھو تہ رت ست بہ ساڳيو آھي. اسان پوءِ ڇو ھڪبئي جي خون جا پياس بڻجي پيا آھيون؟ چون ٿا تہ رت دانگيءَ تي بہ ورندو آھي، پوءِ ھي ڇو نٿو وري؟ اسان ھڪبئي جا ويري بڻجي پنھنجي ماءُ پيءُ جو نالو بدنام ڪري پنھنجي عاقبت ڇو پيا خراب ڪريون؟ ان انا جي فطرت ماڻھن مان سھپ ۾ برداشت جو مادو ختم ڪري ڇڏيو آھي. ھٽ ھٽ ۾ ڏيئي ھلڻ وارن جو ھڪبئي کان ھٽ ڇڏائجي ويو آھي. ائين منھنجي ڪٽنب جي مالھا جا داڻا ھتي ھتي پکڙيل آھن. اُھي ڇڳل رشتا گنڍيان تہ ڪيئن گنڍيان؟ مان ھر ٽٽل شيءِ جوڙي سگھان ٿو سواءِ دل جي. اھي جھيڙا جھٽا اسان جون توانايون ضايع ڪري ڇڏيندا. پنھنجو پنھنجي کي ڪھي پيو ھي سڀ اسان جي اعمالن جون شامتون آھن، اڄ ائين ٿو لڳي تہ مان پنھنجي ئي ذات ۾ اوپرو ٿي پيو آھيان. پاڙن ھوندي نندڙڪائي سڪ جو سڏ سڪ سان ٻڌڻ وارو ڪرئي

ڪونهي نه ڪوئي اوهي پيهي نه ڪوئي ڏٽي سائين. اهو جيڪو پيءُ جو ڀڳدار جنهن کي ابو سمجهي عزت ۽ ادب ڪندا هئاسون. جنهن کي مرڻي پرڻي مٿي وڏو ڪري ويهاريندا هئاسون، اهو جيڪو هاڻي بس نالي ۾ ئي ڀاءُ وڃي رهيو آهي آس پاس جي ماحول کان لاتعلق، ڪوڙي همدردي به نه ٿو ڏيکاري، ڄڻ پٿر جو مجسمو بڻجي پيو آهي. صرف هڪ ليڪو آهي ان کي ڊاهڻ کپي. اهو اڄ به اسان جي جيڪڏهن پرجهيلي وارثي ڪري ته هنن ڀائرن ۾ ڪجهه شناس اٿي سگهي ٿو هڪ سٺو عمل هڪ ٻئي سٺي عمل کي جنم ڏيندو آهي پنهنجي عمل سان گهڻو ڪجهه ڪري سگهي ٿو. رسڪ ۽ قرباني سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿي. پر اڄڪلهه اُن کي ايترو فضول تاثير ڪٿي آهي جو ڪنهن ٻئي جي نفسيات ويهي سمجهي. مونکي ڪو به انهن منافقن جي ساک نٿو ڏيئي. مان اڪيلي سر انهن خوام خواه جي مسئلن کي حل ڪندي ٿڪي چڪو آهيان. هي ڏاڏايون، وير ۽ ڏمر الائي ڪهڙي جنم جو بدلو چڪايان پيو. منهنجا ڪانڌي ئي منهنجا ويري بڻجي پيا، جن جا ڪل هانوءَ ۾ ڪپن پيا. مان جيڪو ڳڙ سان ئي مري پوندس، تنهن کي زهر سان ڇو ٿا ماريو. هي ناپسنديده رويا ڪڏهن مونکي جيئرو ماري وجهندا، هڪ ئي ماءُ جي پيٽان ڄاوا هي اذيتون ڏيندڙ ڀائر منهنجي مٿي پڇاڻان رڳو سڏڪائي پريندا رهجي ويندا.

## لالا ناظم الدين پنهوَر

منهنجي هن ڀاءُ ناظم الدين کي سڀ درويش ڪري ميڃيندا آهن. هي هڪ خدا ترسي انسان آهي. بابا جي وفات بعد اسان جي ڪٽنب جو سربراهه بڻيو. اسان ڀائرن ڀيٽيون جو سڄو بار اڄ به هن جي مٿي تي آهي. هي بابا جي هوندي الڳ هو ۽ بابا کان پوءِ الڳ هوندي به گڏ آهي. منهنجي هن ڀاءُ جي فيملي ۾ سڀ فرد فضيلت وارا آهن. ننڍي وڏي جي سڃاڻپ اٿن پنهنجي جو دل ۾ درد رکن ٿا. قدرت ڪيس زال به سگهڙ ڏني آهي. منهنجي ڀاڄائي شاهده منهنجي ڀاءُ جي سڄيءَ سوٽ آهي. هن ڀلي عورت کي مان اڪثر جاءِ نماز تي ويٺل ڏسندو آهيان تسبيح هٿ ۾ هوندي اٿس. ڏاڍي اخلاق واري پرهيزگار عبادت گذار عورت آهي. جڏهن مان بيمار هئس ته اسپتال ۾ هي منهنجي مٽان هڪ ماءُ جيان ويهي خدمت ڪندي هئي، ۽ منهنجي صحتيابي لاءِ دعائون گهرندي هئي. منهنجي سمورن ٻارن جي پيدائش وقت هي سڀ کان اڳ اسپتال پهتي. هي اسان جي هر درد کي پنهنجو درد سمجهي منهن ڏيندي آهي. منهنجو ڀائيٽيو عابد به مهل جو ماڻهو آهي. هي اسپتال ۾ هر پيري مون لاءِ فروٽ، جوس، ڊبل روٽي، بسڪوٽ ۽ کير وغيره کڻي ايندو هو. امجد گاڏيون ٻوڙائي دوائون وٺي ايندو، آصف ۽ ڪاشف وري مانيون ٻوٽڻ ۾ پورا، سابقه يو سي ناظم آغا زاهد وري رس رسائي لڳ لاڳاپن ۽ ياري باشيءَ ذريعي وڏن کان به

سرس ڪمائي ڏيڪاريندو آهي. ڪيس ڪنوار ٻه ڀلي ملي آهي. منهنجي بيماري مونکي انهيءَ لاءِ ڇڏي وئي جو هي سڀ مون سان گڏ هئا. اڄ ٻه انهن جي گهر ۾ ڪو سٺو رڌبو آهي ته هي اسان ڏانهن موڪليندا آهن. هي ٻئي زال مڙس اولاد سميت درياهه دل آهن هي اها لڪا ڪو نه ڏيندا آهن ته اسان جدا آهيون، هن شائسته ۽ ثميرا جهڙيون ڌيئر ڏارين ۾ ڏيئي، ڏاريون نهرون ورتيون هي ڏنل ۽ ورتل سڀ سٺا رهيا. اهو هنن جي سٺي عملن جو ڦل آهي. ڏاريون ڇڻ آيون ته هن گهر ۾ پنهنجو ڀاڳ ڪٺي آيون عابد جي زال جو نه رڳو پنهنجن مائٽن ۾ پر اسان جي گهر ۾ ٻه ساهه آهي. عابد هر تڪليف ۽ پريشاني ۾ گهر جي سڀني فردن کي سٺو سات ڏيندو آهي هي هر مهيني فروٽ جو گڏهه گاڏو ڀري اچي ذهني مريضن جي اسپتال ۾ ڪارائيندو آهي. هي ننڍا ننڍا ڇوڪرا هڪٻئي جي ريس تي واپاري نڪري پيا آهن ۽ ڪمائڻ لڳا آهن مڙيئي روضي روٽي ڪن پيا شل بخت ورين سرڪاري شعبو روزگار ۾ ضامن جو ذريعو نه رهيو آهي. سياسي مداخلت ۽ ڪمزور پلاننگ سبب ڪي واڪاڻ جوڳا نتيجا ڏيندي نظر نٿو اچي. تنهنڪري خانگي شعبن جون نوڪريون ۽ وچولا ڪاروبار ئي آبادي جي وڏي انگ جي روزگار جون ضرورتون پوريون ڪري سگهندا. اها سوچ رکي منهنجي هن وڏي ڀاءُ ناظم پنهنجي اولاد لاءِ اهو روزگار جو ذريعو سمجهي آٽو پان روڊ تي هڪ اٽي پيهڻ جي مل هنئين. جا هينئر سندا محنت جو عاليشان ڪارنامو آهي شڪر آهي. اسٽار بوڪ هائوس، آغا وڊيو سينٽر، عقاب بيڪري ۽ پاڪولا ڪمپني جي ايجنسي جهڙن تجربن کان پوءِ هي ڪاروبار ڪجهه لپ ڏيندڙ ثابت ٿيو. رب کين اجا برڪت ڏئي ۽ نظر بد کان بچائي. مونکي ياد ٿو اچي ته منهنجي هن ڀاءُ لالا ناظم الدين کي جواني کان وٺي پئسا بچائڻ جي عادت هئي. هي اڪثر پئسا پنڊارن ۾ وجهندو هو. هي گهر جي ڏاکڻ جي هيٺان واري ڪهري ۾ پنڊار لڪائي پئسا ڪٺا ڪندو هو يا پٽين ۾ پانڊارا رنگي ڇڏيندو هو. هي ڪڏهن ڪڏهن اڱڻ ۾ ڪڏ ڪوٽي نشان هٽي فرش ۾ پئسن سان ڀريل پنڊار پوري ٻه ڇڏيندو هو ته جيئن ڪنهن کي خبر نه پوي مونکي الائي ڪيئن ڌپ پوندي هئي مان اُهي پئسا اٽڪل سان چورائي خرچي ڇڏيندو هوس انهن پانڊارن ۾ رڳو سڪا هوندا هئا. پاولي آڌي، پنج پيسا، ٽڪر ۽ آنڪي، الائي ڪيترا هوندا هئا. منهنجي ڇڻ عيد ٿي ويندي هئي. تنهن زماني ۾ ٽڪي جو ملهه ٻه ملهن جهڙو هو. دوستن سان فلمون ڏسي، منايون ڪائي ۽ شيون وٺي ايندو هوس تپ نه ڪٽندا هئا. ڪڏهن ٻه منهنجي هن ڀاءُ جو شڪ مون تي نه ويندو مان ننڍپڻ ۾ شڪل جو ڏاڍو معصوم هوس ۽ منهنجو وڏو ڀاءُ رشيد شڪل ۾ ئي بشني لڳندو هو ۽ ويچارو منهنجي حصي جي مار خوب تي کائيندو هو. دنيا کي هرويرو مارون ڏيندڙ منهنجو هي ڀاءُ رشيد جڏهن پاڻ بي گناهه وڏي ڀاءُ جون مارون کائيندو هو ته مان دل

ئي دل ۾ خوش ٿيندو هوس. تن ڏينهن ۾ منهنجو هي ڀاءُ ناظر تپيداري ڪاليج ۾ پڙهندو هو. انهيءَ زماني ۾ ماءُ ڪنهن کي دعا ڪندي هئي ته "پٽ شل تپيدار ٿيندي" تپيدار ٿيڻ وڏي ڳالهه هئي سو منهنجي هن ڀاءُ کي به تپيدار ٿيڻ جو شوق هو جنهن لاءِ شايد هي اهي پئسا ڪٺا ڪندو هو.

## اسان جي خاندان جا حڪيم

اسان جي خاندان ۾ لالا منظور خان به جيلر جي نوڪري وڃائڻ کان پوءِ حڪيم طبابت جو ڌنڌو ڪندو هو، هي طبيب خطري جان هو، هن گهر ۾ دواخانو ٺاهيو هو هن جي حڪمت پاڙي ۽ خاندان تائين محدود رهي، هي پيٽ جي سور، مٿي جي سور جي لاءِ ڦڪين واريون پڙيون ڏيندو هو،هن جي حڪيمي نسخن ۾ مريض کي فائدو ٿئي يا نه ٿئي، مريض وهم ۾ دوا استعمال ڪري يا نه ڪري پر هن مسڪين جو گذر پيو ٿيندو هو، هن آهستي آهستي هڪ اهڙو نسخو تيار ڪيو جنهن جي ڪائڻ سان ننڍي قد واري جو وڏو قد ٿيندو هو، هن جو ننڍو پٽ آغا عامر جيڪو قد نه ڪندو هو، هاڻ قداور مڙس آهي، هن دل جي مريض لاءِ هڪ اڪسير نسخو تيار ڪيو، جيڪو هن مون تي به آزمائڻ چاهيو جي اتفاق سان مان مري ويس ته وزن جي خبر پئجي ويندي گهٽ ۾ گهٽ ٻين کي ته فائدو ٿيندو، مرندا ته سڀ آهن، پر هي فن به مري ويندو منهنجي دل نه جلڻ تي هن مسڪين آزمائشي طور ٻهرين ڀاڻ تي آزمايو، صبح جوڏسون ته حڪيم صاحب الله کي پيارو ٿي چڪو هو، هاڻ سندس جاءِ نشين پٽ آغا منصب خان کي هن دوا جي وزن جي خبر پئجي ويئي هوندي. منهنجي ڀائرن مان وڏي ڀاءُ لالا ناظر الدين کي به، اهو حڪيم ٿيڻ وارو مرض ٿيو آهي هن به حڪمت جا ناياب ڪتاب خريد پسڻ جي پيڻگ ڪئي آهي، هي اجا تصديق ٿيل حڪيم نه اهي، ڪتابن مان علاج نقل ڪري نسخا ٺاهي ٿو پر هن جو ڪو به فارمولو اجا تائين ڪارگر ثابت نه آهي ٿيو، هي آس پاس ناظر حڪيم ته سڏجي ٿو پر هن جو جمال گهوٽي وارو جلاب اڃان به آزمائش لاءِ حاضر آهي، ڏسڻ رڳو اهو آهي ته ڏسون کهڙي واندي کي ڪتي ٿي ڪٽي گهٽ ۾ گهٽ وزن جي ته خبر پوندي.

## لاهوتي فقير

اسان جي پاڙي ۾ تنهن زماني ۾ هڪ پيرسن لاهوتي فقير ايندو هو، هي جمعي جمعي رات ايندو هو، هي فقير دردر تي سيڻ هڻندو هو، هن کي ڪارو وڳو پهريل هوندو هو. هي واسڪوٽي، گوڏڙي ۽ ٽوپي رلي جهڙي پائيندو هو چيتن گينديل. ڳچيءَ ۾ پٿر جو ڪنٺو پائيندو هو. ٽوپي ڳوٿري ۽ واسڪوٽي تي ڳاڙهي سنگ مرمر جا داڻا. ڪرڏيون. سڪا ۽ ٻيو الاهي جا جا لڳل هوندا هئس. نڙ وڄائي خيرات گهرندو هو. ڪاري لٺ هٿ ۾ ڏسڻي آگر جو اشارو ڪري خيرات گهرندو ته

هو پر دعا بہ ڏيندو هو. ”ڏيندي تہ من واهہ واهہ نہ ڏيندي تب واهہ واهہ“ هي دل سان ڏيڻ يا نہ ڏيڻ وارن ٻنهي کي دعا ڪندو هو. هي فقير اسان جي در تي ايندو هو تہ امان يا بابا اڪثر پاڻ وٽان ڪيس خيرات ڏيندا هئا. امان هن کي اٽي لپ ڏيندي هئي ۽ بابا ڪيس وري ڪاڏو بہ ڪارائيندو هو. هي اسان ٻارن کي پيار مان ڪلهي تي ٿڦڪو هڻي دعا ڏيندو ويندو هو، هنجي ٻانهن ۾ پاتل لوهہ جي ڪڙن جو پر اسرار ساز لطف ڏيندو هو. هن لاهوتي فقير جي منهنجي ڀاءُ غني ۽ منهنجي ننڍي ڀيڻ شمي سان ڏاڍي دل هئي، هي شمي، لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ انتظار ڪندو هو. هن کي ٽافيون يا مٺائي ڏيئي پيار ڪري پوءِ ويندو هو. هي جڏهن شمي، کي هنج ۾ ويهاري پيار ڪندو هو تہ هن جي اکين مان ڳوڙها نڪري ايندا هئا، هن جي شايد ڌوهٽي يا پوٽي شمي جهڙي هئي. اسان ڪڏهن ڪڏهن مذاق ۾ پنهنجي ڀيڻ شمي، کي چوندا هئاسون تہ ”تون اسان جي ڀيڻ ٿورئي آهين توکي تہ چاچا لاهوتي فقير اسان جي گهر ڇڏي ويو هو“، پوءِ هو روئي پوندي هئي، تہ مٿان واقعي ائين هجي تڏهن تہ لاهوتي مون سان ملڻ وقت جذباتي ٿيو وڃي. سچ پچ هي اهو فقير هو جنهن کي خيرات ڏيڻ لاءِ اسان جو سڄو گهر هفتو هفتو انتظار ڪندو هو. هي چڻ خيرات وٺڻ نہ پر دعائون ڏيڻ ايندو هو، مون کي چڱي طرح ياد آهي، هو هڪ ڏينهن بنا جمعي رات جي ڪنهن ٻي ڏينهن آيو اچي ماءُ کي در تي سڏي چوڻ لڳو ”امڙ خدا خير ڪري مون رات خواب ڏٺو آهي تہ منهنجي ٻچڙي لالا غني کي ڪا لاري چيلاڻي ٿي ڇڏي مان اڄ خيرات وٺڻ نہ پر اهو چوڻ آيو آهيان تہ پنهنجي ٻچڙي کي تيستائين ٻاهر نہ ڪيجان جيستائين بابي کي جوان مان ڪو مرشد کان بدنظر جو تعويذ نہ وٺي اچان“ پوءِ هو شايد پندرهہ ڏينهن ڪن نہ آيو. ان وچ ۾ هڪ ڀيرو غني امان کي ليڊي ٻفرن اسپتال امان کي ڪنهن ٻار جي ڊليوري جي سلسلي ۾ چيڪ اپ لاءِ وٺي ويو تہ روڊ ڪراس ڪندي اسپتال جي گيٽ وٽ SRTC بس جي ويل هيٺان اچي ويو بچاءُ ٿي ويو پر ڪيس ٽنگ ۾ ڌڪ لڳو ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ سچ پچ ساڳي SRTC بس کان پاڻ کي بچائيندي دوست سڻو وڃي آئل ٽينڪر ۾ لڳو ۽ دوست سميت گذاري ويو. غني جي وفات کان پوءِ جڏهن لاهوتي فقير تعويذ سميت حاضر ٿيو تہ ڪيس ڏاڍو ڌڪ ٿيو پوءِ هن اسان جي در تي اچڻ ڇڏي ڏنو نہ وري پوءِ اهو لاهوتي فقير ڪٿي ڏٺو ويو.

سوٽ بوٽ ۾ ظالم توني کيسا رنگ نڪالا
هيلو هيلو مسٽر عبدالغني

## لالا عبدالغني

1981 جي نيئڻ سال جي آمد اسان لاءِ نياڳي رهي جڏهن دنيا "هيپي نيو ائير" جي جشن ۾ مگن هئي ٺيڪ انهيءَ ويل هڪ روڊ حادثي ۾ اسان جو مي ياءُ لالا غني بي موت مري ويو. مونکي صرف ماءُ ڇاڻيو هو باقي ڇڻ پاليو هن ياءُ هو. مان هن جي هنج ۾ وڏو ٿيو هوس، مان هن جي اکين آڏو ريڙهيون پائي ٻوڙندي، ننڍي کان وڏو ٿي هڪ مهڪندڙ ٽڙندڙ ۽ ڪلندڙ گل ٿيو هوس، هو مونکي چيچ مان وٺي راڻي باغ گهمائيندو هو، هو مونکي ڪلهي تي چاڙهي قلندر جي درتي نغارن ۽ ڌمال جي تيز گونج ۾ رقص ڪندو هو. هو مونکي ڪٺي سينيما به وٺي هلندو هو. مان اڄ به هن جي بي جان ٻڌجي ويل تصوير جي اکين ۾ پنهنجو ننڍپڻ ڳولايان پيو، مان هن کي "ياڻو" چوندو هوس. سواءِ هن ياءُ جي ٻين پاڻرن منهنجي ننڍڙي عمر تي ڪو رهنمائي تاثر نه ڇڏيو. هي به ان لاءِ ٿو محسوس ٿئي جو هو هاڻ هن دنيا ۾ نه آهي شايد انهيءَ ڪري. پر نه هي، ته سڀني کان الڳ ٿلڳ هو. بابا جو ڪجهه عادتون هن ۾ به هيون. هي بابا جي گهوٽيل گهاتي ٿاڌل چورائي ان ۾ اوترو پاڻي وجهي ڇڏيندو هو. بابا کي خبر ڪانه پوندي هئي. بابا ڀنگ پئي سرور نه اچڻ جي صورت ۾ چوندو هو "پئسان چا زمانو اچي ويو آهي ماٺهو ڀنگ جهڙي شي ۾ به ملاوٽ ٿا ڪن." بابا جي اها چورايل ڀنگ غني لاءِ وڏي ۾ وڏي عياشي هئي. هو بابا جو ٻانهن ٻيلي به هو. گهر جي مالي حالت سڌارڻ لاءِ هو ڪو به ايمانداريءَ جو پورهيو ڪرڻ لاءِ هردم تيار هوندو هو. هو بيڪار رهڻ کان بيگار وهڻ وڌيڪ پسند ڪندو هو، هن کي گهر تروڙي پاڙي ۾ هر ڪنهن کي ڪنهن به ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ لاءِ رڳو آشاري ڪرڻ جي دير هئي. بابا کان پوءِ هن جو بي وقتائتو موت منهنجي زندگي جو ٻيو وڏو صلمو هو. مونکي اهو ڏينهن اڄ به چڱي ريت ياد آهي غنيءَ جي ڪيبرن جي عبدالحليم ميمڻ جي نياڻي سان منگڻي جي ڪري اڄان اسان جي گهر ۾ ڏهل وڄن پيا غني جي هٿن پيرن تي ميندي جو رنگ گهٽو آهي غني جو جگري يار پريل چانديو اچي ٿو ۽ غني ان سان موٽر سائيڪل تي چڙهي شهر مان منائي وٺڻ لاءِ نڪتو آهي. اڌ رات اچي ٿي آهي منهنجي ڪاٻي اک ڦڙڪي ٿي غني جو ڪو دوست ٻڌائي ٿو ته "مون به ٿي ڪلاڪ اڳ انهن کي لا ڪاليج جي فنڪشن ۾ ڏٺو جتي فساد سبب مان ته نڪري آيس گيٽ تي خبر پئي اندر فساد ۾ ٻه چوڪرا مارجي ويا آهن جن کي پوءِ لال بتي ڪٽي ويا آهن ڪٺي هو." ائين چئي ٿو ته مان ان جي وات تي هٿ رکي ان خوف کي ڪٽي لال بتي اچان ٿو.

ريسيپشن تي ڊيوٽي ڪندڙ ٻڌائي ٿو ته لا ڪاليج جا نہ پر ڪنهن ائڪسيڊنٽ ۾ مري ويل ٻن نوجوان جا لاوارث لاش رکيل آهن. مان هاڻ اسپتال جي حد ڇڏي چڪو آهيان وري اوچتو جنتا جاڳي مان موٽان ٿو. سول اسپتال جي ڊيڊ هائوس (مرده خانو) جتي مختلف حادثن ۾ مري ويل جو پوسٽ مارٽم ٿيندو آهي اتي اچان ٿو. سرد خاني ۾ رکيل ٻن دوستن جا لاش رکيل آهن. جن مان هڪ جا ٽڏا ٽي ويل پير چما ٿو MP (ملٽري پوليس) جو هڪ سپاهي ٻڌائي ٿو تہ "چاوڻي جي پرسان ريس ڪورس واري ميدان وٽ جتي گهوڙي جي تصوير لڳل آهي اتي هڪ آئل ٽينڪر خراب بيٺل هئي هي اچي ان کي لڳا ۽ اعزرائيل اچي هنن کي کڻي ويو. مان هنن جي ڊيڊ باڊي کي هتي کڻي آيو آهيان ۽ ڊرائيور پڻ گرفتار ڪيو ائر جا حڪم آهي؟" منهنجا هٿ پير ڏڪي رهيا آهن. مان پنڌ ئي پنڌ پناڻ ڪالوني اچان ٿو جتي منهنجو دوست هاشم جوکيو رهي ٿو. هو گهر ۾ موجود نہ آهي ڪنڊياري ڳوٺ ويل آهي مان سندس ماءُ کان بہ نيون چادرون وٺان ٿو ۽ ٻنهي جا لاش کڻي گهر اچان ٿو. امان غني جي مڱڻي ۾ آيل مهمانن لاءِ ناشتي جي تياري لاءِ صبح صبح اٿئي آهي. مان ڪيس پاڪر وجهي پار ڪڍي روئان ٿو. سڄو گهر مهمانن سميت اُٿي پوي ٿو امان سميت سڀ حيران ۽ پريشان آهن. امان گهر ۾ سموري اولاد کي ڳڻي ٿي غني گُٽل آهي. هو بنا رئي جي تڪڙي مين گيٽ ڏانهن ڊوڙي ٿي در کولي ٿي در جي ٻاهر ايمبولينس بيٺل آهي. امان چادرن ۾ ٿي بہ لاش ڏسي ٿي ۽ بيهوش ٿي وڃي ٿي. منهنجو وڏو ڀاءُ ناظم ڀاءُ جو لاش وصول ڪري ٿو ۽ غني جا دوست پريل جو لاش ساڳي ايمبولينس ۾ ڪٺائي سندس ڳوٺ شايد ميهڙ ڪٺائي وڃن ٿا. ان دردناڪ خبر ٻڌڻ سان سموري پاڙي ۾ سوڳ آهي. جنازي ۾ ايترا تہ ماٿهو گڏ ٿيا جو ايترا ماڻهو ڪڏهن هتان جي خوشي ۾ بہ گڏ ٿيندي نہ ڏٺا ويا هئا. ڪانڊيي جي پٽ تي هڪ پناڻ اوچتو منهنجي پيرن تي ڪري زارو قطار روئي معافي گهري ٿو. هو پاڻ سان گڏ ستن ورهين جو پٽ آڻي اسان جي حوالي ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ "مون اوهانجو ڀاءُ ماريو آهي. اوهان هي منهنجو اڪيلو پٽ عيوض ۾ ماريو." مان ان ٻار کي امان ڏانهن گهر وٺي وڃان ٿو تہ جيئن امان کي پيرن تي ڪري معافي وٺي. مان اهو ڏسي حيران ٿي وڃان ٿو تہ امان جيڪا اسان پٽن کي اڳ چئي چڪي هئي تہ "جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن بہ ان شخص کي معاف ڪيو جنهن منهنجو لال ڪسيو، مان قيامت ۾ بخش نہ ڪندي سان" ان ٻار کي ايترو ڀئي چمي جو ايترو هن ماءُ ڪڏهن غني سان بہ پيار نہ ڪيو هو. امان مون کي سڏي چوي ٿي "هن ٻار کي اکين ۾ ڏس جهڙو منهنجو غني موٽي آيو آهي." مونکي غني جي ننڍپڻ جي تصويرن وانگر هو هوبهو غني لڳي ٿو. امان ان شخص کي معاف ڪري

چوي ٿي تہ "ڪو پنهنجي پٽ جي مستقبل کي ماري نٿو سگهي." امان هن ننڍڙي غني جي صدقي پنهنجي غني جي قاتل کي دعائن سان رخصت ڪري ٿي. اهو پناڻ پنهنجي پٽ جهانزيب خٽڪ کي هڪ نئون نالو ڏئي "لالا غني پناڻ" ڪري هتان وٺي وڃي ٿو اڄ منهنجي رب اسان کي منهنجي وڏي پٽ شاهہ رخ خان جي شڪل ۾ منهنجي ڀاءُ غني جو ننڍپڻ موٽائي ڏنو آهي. ان غني جي ڊپليڪيٽ شاهہ رخ خان کي خدا وڏي ڄمار ڏئي (آمين)

## آغا عبدالرشيد

منهنجو هي ڀاءُ آغا رشيد 3 جنوري 1958ع ۾ ڄائو، جيڪو هاڻ ماشاءالله 52 ورهين جو آهي. هي مون کان صرف 3 سال وڏو آهي. لينڊ ايڪيوزيشن ڊپارٽمينٽ ۾ داروغو هو. ۾ وقت کان اڳ رٽائرمينٽ وٺي گهرجي هڪ ڪمري ۾ دوڪان کولي هڻ واٺيو ٿي. ويٺو آهي جنهن زماني ۾ هي نوڪري ڪندو هو. تنهن زماني ۾ هي وڏو ڀاڳ وارو هو هي هيڊ آفيس ۾ پٽي والو ٿي ڪم ڪندو هو. آفيسر هن جي مرضيءَ کان سواءِ هلي نہ سگهندا هئا. وڏيرن سان سموري ڊيل هي ڪندو هو. کهڙي ٻنيءَ مان روڊ نڪرڻ کپي کهڙي مان نہ اهو هن جو فيصلو پٿر تي ڇڻ ليڪو هو. آفيسر هن جي مرض تہ هليا تہ لک گهر ڪٽي ويندا نہ تہ ٽڪي ٽڪي لاءِ ٻانهون پيا ڪائيندا هئا. هن جو گهر ڪنهن ڊي سي کان گهٽ نہ هو. باٿ روم ۾ بہ ٽي وي ۽ فون هوس، ليڊ ڪروزرن تي پيو ڦرندو هو. هاڻ تہ بڪ ٿو مري تب ڇڻ لک تي مٿو ڌوتل اٿس. هي اڄ بہ ائين محسوس ڪندو آهي ڇڻ جڳ جو والي هجي. دنيا ۾ سڄ لهي ۽ چڙهي ٿي هن جي مٿان ٿو. هي ڏاڍو آرڏو ۽ اڙانگو مڙس آهي. هن ماٿهو ۾ ماٿهپو نہ آهي، هي خود فراموش، بدنيت ۽ پليت آهي. هي جاهل، جٽ ۽ اڏ مغزي جي مٽي ۾، مونکي لڳي ٿو تہ ميجالو ئي ڪونهي. هي ننڍپڻ کان ئي شودي طبيعت جو آهي هن ۾ اها خرابي آهي تہ هي مارڪيٽ گهٽي ڪندو آهي. هل هنگامي ڪانسواءِ هي جيءُ نہ سگهندو آهي. جهيڙو جهڳڙو ڪرڻ هن لاءِ راند آهي، هن جي هٿن ۾ ٻارهوئي خارش رهندي آهي. هن جو منٽ منٽ تي پارو چڙهندو ۽ لهندو آهي. هروڀرو ۽ خواهہ مخواهہ جا ڦڏا ڪٿندو آهي ۽ پوءِ لوڙهيندو بہ پاڻ آهي. هن کي جڏهن لهرو ڪٿندو آهي تہ هي ڪاوڙ ۽ دوستي ۾ سوئر ٿي پوندو آهي. ڪنهن کي هروڀرو تنگ ۽ پريشان ڪري هن کي الائي کهڙو مزو ايندو آهي.

## آغا رشيد جا جهيڙا جهڳڙا

هن جا ننڍي هوندي جا اهڙا ڪيئي قصا آهن. جيڪي هن منهنجي ڪري ڪيا تن جو هتي ذڪر ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان. اسڪول جي زماني ۾ هي پاڻ کان وڏن ڇوڪرن کي ڏسي اسڪول توڙي پاڙي جو دادا بڻيو. جنهن سبب ان جو اتي وڏو ڏاهر

هو. شل نہ ڪنهن تي ڪاوڙجي بس پوءِ ان جي ڦٽي هي نہ ڏسندو نہ سامهون ڪير آهي، نہ ڪنلو هر نہ تہ ڪيس گريبان کان جهلي شروع ٿي ويندو لتن ۽ مڪون سان جيستائين اُهو رنگ کان ٻاهر نہ ڪري ڪنهن ڪي ڪنهن سان پلئہ ڪرڻو هوندو تہ سڏيندو رشيد کي، ڪنهن کي هن سان جهيڙي جي جرائت نہ هوندي، هر ڪو پيو هن سان کن هٽندو. ريل ۾ بابو ڳوٺ وڃي هلي تہ خبر پوي تہ بوگني ۾ جهيڙو ٿي پيو آهي. بابو يڪلمر سمجهي ويندو هو تہ "اُهو پيو ڪو نہ مون وارو لفر هوندو" پوءِ وڃي ڏسي تہ ڪنهن نہ ڪنهن جو مٿو ڦاٽو پيو آهي. پوءِ بابو ميڙ منٿ ڪري جان ڇڏائيندس. ريل ۾ جهيڙو، بس ۾ جهيڙو، سئنما ۾ جهيڙو، ميلي تي جهيڙو غمي ۽ خوشي ۾ جهيڙو، پاڙي ۾ اسڪول ۾ جهيڙو اهو روز جو معمول هو. بابو اچي بيزار ٿيو بابا جي ليڪچر ڏيڻ تہ چوي "بابا توکي ڪهڙي خبر هي شرافت جي زبان ٿورئي سمجهندا آهن. هنن تي ڏنبو ڪڻڻ ضروري آهي. سير تي سواءِ سير آهي." ڪيترن هنڻن تي هن مولائي پاڻ بہ خوب تي مارون کاڌيون هيون. پوءِ دوستن ۾ اچي سنگت تي ٻچڙي، "تون وري پڙوا ڏسين پيو هٽيس نہ پيو ڪنڌ واري مڪ" پوءِ ڪسرون ڪڍندو ان مسڪين مان چماٽن سان هٽي سڃائي وجهندس ڪنهن کي ڪوتي ڪٽي جو وچ ۾ اچي. اسان پاڙي جي اسڪول ۾ پڙهندا هئاسين. ان لاءِ اچڻ وڃڻ گڏ هو. هي مونکان هڪ درجو مٿي هو. هڪ پيري موڪل ملڻ جي باوجود جڏهن هن مين گيٽ تي مونکي نہ ڏٺو تہ منهنجي ڪلاس ۾ آيو سماءُ وٺڻ دري مان جو ڏسي مار مان مرغو ٿيل هجان ۽ منهنجي مٿان چارکن سرون رکيل هجن سچو پگهر ۾ شل هجان، ٿوري ڳوئي هيٺ ڪريان تہ استاد لڪڻ سان ماري مٿي ڪري. اهو لقاءُ ڏسي ڀاءُ جو خون ٽهڪڻ لڳو ۽ دريءَ مان ٽپ ڏئي استاد کي اچي جن تي لڳو. هن جي لتن موڪن ۽ ٺونشن سان استاد وڃي پٽ تي ڳوئي ڪوڙي پوءِ بانبر وانگر چڙهي ويٺو سندس ڇاتي تي، ٺونشن سبب استاد جي ناسن مان رت ڦواري جيان وهڻ لڳو. اهڙيون تہ لاپڙون هنيائين جو استاد پوراتين سبب اٿي نٿي سگهيو. آخر ماستر ويچاري هٿ آسمان ڏانهن ڪنيان ۽ هار مڃيائين. استاد ميڙي ويا ميڙ منٿ ٿئي چوي تہ "ماستر منهنجي هن ڀاءُ کي پيرن پئي معافي وٺي تہ پوءِ پچر ڇڏيندو مانس." نيٺ جيئن تئين ڪري نابر آئي. استاد ڇُري ڦري نٿي سگهيو، هيڊ ماستر ڪيس اسپتال ڪٽائي ويو. پوليس ڪيس بڻي ٿيو. آخر فيصلو اهو ٿيو تہ ڪيس اسڪول نيڪالي ڏني وڃي ائين هن مسڪين جي تعليم اڌ ۾ رهجي وئي.

رشيد جون شاديون

مهنجي هن ڀاءُ رشيد جون بہ شاديون ڪيل هيون پهرين گهرواري شائستہ ڳڙهي ياسين جي هئي. جا بروهي قوم مان هئي. هن جي اها ڪنوار زيبو خالا جي

پٽ وحيد هن لاءِ چوندي هئي. منهنجو هي ماسات وحيد ليڊي ٽيلر ماسٽر آهي. هن جو هي دوڪان هر وقت شڪارپور جي مورتن سان ڀريل هوندو آهي. وحيد پاڻ ته رنڊو آهي منهنجي هن ڀاڄائي جو ڀاءُ خلد ته عورتاڻو روح رکندو آهي. ٻنهي جا روح جا رشتا آهن. جن جي خواهش هئي ته هن رشتي بعد رشتيدار ٿي پونداسون ۽ پوءِ نورجهان خالا ان خواب کي حقيقت ۾ بدليو ۽ ائين 4 ڊسمبر 1992 هي سرد هوائن ۾ هن لائون لڌيون. 4 سالن بعد 26 نومبر 1996 تي اسان جي هي پياري ڀاڄائي شائسته پروين، وفات ڪري وئي. هن مان هن کي هڪ ستن مهينن جي ڏي ڄائي. جا ڄمڻ کان وٺي ٻن سالن تائين چلڊرن وارڊ ۾ ئي رهي. مسلسل دماغي علاج هن کي ذهني اپاهج بڻائي ڇڏيو. بابا کي ڀيرين ڏيءُ جي اولاد نسيم ذهني مفلوج نڪتي، منهنجي ڀيرين سالي شاهين چري آهي ان ويرم ۽ فڪرات ته مٿان منهنجي هي ڏي ته خدا نه ڪري ائين هجي. ان ويرم منهنجي ڀاءُ رشيد کي سمهڻ نٿي ڏنو. مون هن کي تسلي ڏني "الله ڀلي ڪندو. هي ڇوڪري اسان جي خاندان جي ذهين ترين ڇوڪري هوندي." مون هن جو نالو "ماه پاره" چونديو. ماه پاره هاڻ ماشاءِ الله اڃي جوان ٿي آهي هي ڄائي ڄمر کان گونگي ۽ ٻوڙي آهي هي ڪنهن به اسڪول ۾ ناهي پڙهي. هن کي ڪنهن به ٽريننگ ناهي ڏني پر هي ايتري ذهين آهي جو ڪو به نارمل ٻار هن سان ذهانت ۾ مقابلو ڪري نٿو سگهي، مان يقين سان چوان ٿو ته "جيڪڏهن هن کي معذورن جي اسڪول ۾ ٽيچر ڪري رکيو وڃي ته هي سمورين استادن کي پوئتي ڇڏي سگهي ٿي. اهو سيڪجهه هن پاڻ سکيو آهي. هن جي ماءُ حسين هئي تنهنڪري هي ذهين هئڻ سان گڏ خوبصورت پڻ آهي ته خوب سيرت به، ماه پاره جي ماءُ هڪ ٻار پڻ ڄڻيو هو جيڪو بلڪل ڪچو ۽ ٽٽو هو. جنهن جو زهر چڙهي وڃڻ کان پوءِ هو جلدي گذاري وئي. ان وقت ماه پاره ننڍي هئي ته هن جي پيءُ رشيد کي خيال ٿيو ته هن جي پالنا لاءِ هڪ ٻي شادي ڪجي، هن ڏاڍي ڪوشش ڪئي ماءُ کان پوءِ بهتر ماءُ ماسي ٿي سگهي پر هن جي دال نه ڳري آخر هن جو حل ملي ويو. ڀيرين زال جي ڳوٺ ڳڙهي ياسين ۾ هڪ گهر پناڻن جو اهڙو به هو جنهن ۾ هڪ ڇوڪري هن جي مرحوم زال جي گهاٽي سهيلي هئي. جيڪا جلدي بيوه ٿي وئي هئي. شادي جي ٻن ٽن مهينن اندر مڙس کي ڏاڙيلن ڦر ڪندي ماري وڌو هو. آخر هي، هئي سيڪنبر هيندر ۽ گهڻ ميٽر هليل زال 18 آڪٽومبر 1997 ۾ پرڻيو. ان ملڪ پگراج مان رشيد کي هڪ پٽ ڄائو. جنهن جي نالي جي چونڊ به مون "حسنين" جي نالي طور ڪئي. حسنين ڏاڍو پيارو ٻار هو. منهنجي ڏي نينا جي حسنين سان ڏاڍي دل هئي نينا ان وقت اٺ سالن جي هئي، نينا حسنين کي سڄو ڏينهن هنج ۾ کڻي ويني هوندي هئي. حسنين ٻن سالن جو ٿيو ته ڏاڍو پيارو ۽ صحت مند هو هر هڪ جي هن ۾ نظر هئي. حسنين کي گهر جي ڇت تي وينل

ڪانو ڏاڍا پسند هئا. هو ڪانون سان کيڏندو هو ۽ ڪانو به هن سان راند ڪندا هئا. مونکي سکر جو درويش "قاضي بابا" ڪانون وارو ياد ايندو هو پر هتي ان ڪان ڳالهه چڙهيل هئي نينا، حسنين کي هنج ۾ کڻي اڪثر چوندي هئي. "آءُ ڪانو، اچ حسنين کي کڻي وڃ" اهو ٻڌي حسنين ڏاڍو خوش ٿيندو هو. اهو ٻڌي ڪانو آهستي آهستي ٻٽ کان هيٺ پٽ تي لهندا هئا ڇڻ نينا جي ٻولي سمجهندا هجن آخر 7 اپريل 2002ع جي صبح ڪانون نينا جي ٻڌي سچ پچ حسنين کي هميشه هميشه لاءِ کڻي ويا. ان ڏينهن حسنين کي معمولي بخار هو. سڪيلٽو پٽ هو. منهنجي منع ڪرڻ جي باوجود رشيد ڪيس ڪنهن نادان ڊاڪٽر وٽ وٺي ويو جنهن هن کي منهنجي پيڻ رضوانه جيان غلط انجيڪشن هڻيون جنهن جي رينڪشن سبب هي موت جو ٻاڪ ڀڃي ويو. حسنين کي غسل ڏيڻ وقت منهنجا هٿ ائين پئي ڏڪيا. ڇڻ مان حسنين کي نه پاڻ کي پاڻ غسل ڏئي رهيو هوس غسل ڏيڻ وقت مون سوچيو مونکي هن جو نالو حسنين نه رکڻ کپندو هو. حسنين امام حسن رضه ۽ امام حسين رضه جو گڏيل نالو آهي. ٻنهي شهادت جو جام پيتو حسنين به ڇڻ انجيڪشن جي زهر جو جام پي شهيد ٿيو. رشيد جي گهرواري حسنين جي ماءُ ڪپڙ ۾ جڏهن ڪپڙا ناهي رکندي آهي ته اتفاق سان حسنين جي اچي پهراڻ جنهن ۾ هو وفات ڪري ويو ڏسي ڏاڍو پار ڪڍي روئيندي آهي. پوءِ ائين لڳندو آهي ڇڻ حسنين ان ڏينهن نه پر اڄ گذاري ويو هجي. حسنين جي الله کي پيار ٿيڻ کان پوءِ رشيد کي نرينا اولاد ڪرنهي منهنجي هي پاڃائي هاڻ ٻار پيدا ڪرڻ کان خوف کائي ٿي ته متان وري حسنين ٻيو جنم وٺي اچي ۽ وري متان ڪسجي وڃي ان ٻيهر صلمي کي سهڻ جي هن کي طاقت نه آهي.

## واڳون سان وير

چوندا آهن ته "ندي ڪناري رهي واڳون سان وير نه رکجي." سو صاحبو نه رڳو منهنجو واڳو سان وير رهيو. پر مان هن نانگ جي ٻر ۾ هٿ به وڌو، ڇڻ ڪکر ۾ ڪڙو هنيون، قصر چور نه ته چاڪي وارو هو پر ضد ٽڪرجي پيا هڪٻئي جا هٿ گريبان ۾ اچي ويا. ڪجهه مان چريون نڪري آيون، امان ويچاري اسان ٻائرن جي اختلاف جي چڪيءَ ۾ پيسجي رهي. ان وٽ پڪڙ ۽ ڇڏائڻ جي چڪر ۾ امان ويچاري جو هٿ رتو رت ٿي پيو. منهنجي دل درياهه آهي جڏهن موج ۾ ايندي آهي ته ڪپر کي پڇي ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي ۽ پوءِ جڏهن ماءُ جي شڪل سامهون ايندي آهي ته سمجهي ويندو آهيان. مونکي به هو ٻهريان جوش جو ڪيس ڏينهن جا تارا ڏيکاريان پر پوءِ امان هٿ ٻڌي پارت ڪئي ماءُ جو چير ڪير ۽ ٿلو پيس ۽ ماءُ جي جيڏي توڙي مٽي کان پوءِ هن ڀاءُ جي حسد، ڏنگائين جنين ۽ ڏهر هوندي اڄ تائين پڙوو آهيان. اهو منهنجو صبر ۽ حوصلو

آهي حقيقت ۾ روز روز جي ڪٽ پٽ ۽ خوام خواه جي بڪواس ۽ فساد جي جڙ هئي اصل ۾ هن جي زال جنهن مڙس کي ڪي مڃو ٻڌائي آڱرن تي پئي نچايو. هو چاهي پئي تہ ڪنهن نموني فساد ڪرائي سيني کي گهر مان ڪڍائي اڪيلي مڙس کي وٺي چٽي. ماءُ جيڪا پنهنجي بيوه ڌي، نسيم سميت هن پٽ جي ٽڪرن تي پئي پلجي تنهن هميشہ هن جو بلڊ ڪنيون. آخر 9 محرم جي رات هن دائمي جهڳڙن مان منهنجي هميشہ هميشہ لاءِ جان ڇٽي، جڏهن منهنجي هن ڀاءُ منهنجيءَ ٺئين ڪنوار کي جنڊن ڪان وٺي ٽپڙن سميت ٻاهر ڦٽي ڪيو ۽ ماءُ اسان کي ٻي ڏوهي هوندي انتهائي جذباتي ٿي هن گهر کي ڇڏڻ واري قدم کڻڻ تي مجبور ڪيو. ائين مان انهن چرين کي پنهنجي روهہ تي ڇڏي گهر ڪان تہ ڇا ڇڻ وجود ڪان بہ الڳ ٿي ويس. ڇڻ منهنجو ساهہ هن گهر ۾ هجي رڳو ديٺ ٻاڊي ٻاهر پئي نڪتي ڇڻ جيٺري ٿي منهنجو هن گهر مان لاشو نڪري رهيو هو. مون پنهنجي گهر کي آخري پيرو مڙي ڏٺو. جيڪو در اسان لاءِ هميشہ هميشہ لاءِ بند ڪيو ويو ان تي وڏن اکرن سان لکيل هو. لاليءَ جو گهر ۽ لالي مان هوس. هن گهر ڪان ڌار ٿيڻ ڪان پوءِ منهنجي بربادي جي ڪهاڻي شروع ٿئي ٿي.

## منهنجو گهر

هي گهر تہ اسان جو آهي فقط مالڪي ڪنهن ٻئي جي آهي. بابا جي وفات ڪان پوءِ جڏهن سندس پڳدار پٽ لالا ناظر الدين ماءُ پيءُ وارو اباڻو گهر پنهنجي سالي لالا اعجاز کي ڪپايو تہ ان جو ڪفارو ادا ڪرڻ لاءِ هن بابا جي قوتي پئسن مان هي گهر چوڌري رفيق آرائين ڪان 23 هزار ۾ خريد ڪري اسان جي حوالي ڪيو. هي تن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن زمين جو ٽڪر هتي 6 روپيا فٽ ملندو هو. جيڪو هاڻ 200 روپيا فوٽ آهي. هن گهر ۾ مان امان منهنجي وڏي ڀيڻ آپا نسيم ننڍي ڀيڻ فرزانہ ڪان سواءِ ٻہ ڀائر رشيد ۽ لطيف بہ رهندا هئا. هي رشيد جو گهر سنڀو هو. جنهن کي مون پنهنجي پگهر ۽ خون پسيني جي ڪمائي ۾ هڪ مڪمل گهر ڪيو هو. جيئن تہ هن گهر ۾ منهنجي ڀاءُ رشيد جي اجارا داري هلندي هئي. منهنجي شادي ڪان پوءِ ڪنهن ننڍيري اختلاف تي جڏهن هن اسان کي ٻي گهر ڪيو تہ مون وري بہ ماءُ جي ممتا ۾ رهڻ پسند ڪندين پرواري ڪڏ تي قبضو ڪيو ۽ ان ڪڏ کي جڏهن مڪمل هڪ گهر ڪيو تہ هڪ ڏينهن مون وٽ ڪورٽ جو سمسن آيو. مون ڏيان ڪونہ ڏنو، ايس ڊگري پاس ٿي منهنجو گهر مسمار ڪرڻ لاءِ هن گهر جو اصل دعويدار مرزا انوار بيگ وڪيل ديرٺي ڪانہ ڪئي ماجسٽريٽ ۽ حد جي ٿاڻي جي پوليس سميت منهنجي در تي پهچي ويو. ڪورٽ جون ڌمڪيون تہ هو ان ڪان اڳ ڪيئي پيرا ڏئي چڪو هو. ”عزت اها آهي تہ عزت سان هي گهر خالي ڪر ٻئي

صورت ۾ گهر جا ٽپڙ کڻي ٻاهر ڦٽا ڪيا ويندا.“ مان ڪيس ڪجهه نٿي ڪري سگهيس. جڏهن ته هو مون کان ڏاڍو ٻه نه هو. ماٺهو مڙي ويا. سڀ ڏسڻا واسڻا چڱا ماٺهو هي تماشو ڏسڻ لاءِ گڏ ٿيا هئا. پاڙي ۾ منهنجي بدنامي ٿئي رهي هئي. مان سادو ماٺهو آهيان عدالتي داءُ پيچ مونکي پريشان ڪندا آهن. مان عدالتي جنهجهٽن ۾ نه پئي پوڻ چاهيو. هن اهو ڪم اوچتو ڪيو جنهن جو هن اڳواٽ اطلاع نه ڏنو. مان زندگيءَ ۾ ڪيترائي ٿيڙ ٿاپا کاڌا پر مان ڪي زندگي ۾ ڪڏهن به ڪنهن نروس يا گهٻرائيندو نه ڏٺو. پر هن پناهگير منهنجون وايون بتال ڪري ڇڏيون. مان اهو ڏک برداشت ڪري نه سگهين. هي پناهگير سوڻ جي سرڪي پري چوڻ لڳو ”هي ملڪ اسان ناهيو. اسان ئي هن ڌرتي جا اصل ڌڻي آهيون.“ مون کي هن گهر مان بي گهر ڪرڻ وارو هي مهاجر ٺورئي هو، هن ويچاري جو ته ڪو ڏوهه نه هو مونکي ته ڊرپلر سائين جي ايم سيد ڪيو. جي ايم سيد مونکي پيون پيرو بي گهر ڪيو هڪ پيرو ڏهن جڏهن منهنجا وڏا سنڌي هندو پاڪستان ٺهڻ ڪري بي گهر ۽ بي وطن ٿيا ٻيو پيرو اڄ هن مهاجر جي هٿان جن کي هن هتي آندو. هي پناهگير جيڪي هتي ياجوج ماجوج ماڪڙ وانگر ظاهر ٿيا، ۽ سڄو ملڪ کائي ويا. پنهنجا ويا ڌارا آيا، واڻيا ويا مهاجر آيا، اسان گدڙ ڏيئي بگهڙ ورتا. 1947 ۾ جڏهن پاڪستان ٺيو تڏهن هي مخلوق سنڌ ۾ آئي 1958ع ۾ ايوب خان ڪليمن جون سموريون زمينون جي واڻيا ڇڏي ويا هئا مهاجرن کي ڏنيون سنڌ جي ٽيهه لک ايڪڙ زمين مهاجرن کي ڪليم ۾ ڏنائون. مهاجرن ڪليمن سان ساز بازي ڪري اهڙو چڪر هلايو جو هي زمينون ڪليمڻ کي مليو. نقلي دستاويز لکرائي. انهن تي ڪوڙيون صحيحتون ڪرائي پاڻ کي انهن تي شاهدن جي حيثيت ۾ صحيحون ٿي ڪيائون. رجسٽرار جي آفيس ۾ حصو

پتي ڏئي دستاويز ورهاڱي کان اڳ جي تاريخ جا رجسٽر ڪيا ويندا هئا. جنهن کي جيڪو مالي غنيمت هٿ آيو اهو هنن کي ڦٻي ويو. ڪوئي قانون نه هو، ڪائي آيف.آءِ.آر نه لکي ويندي هئي جنهن جي جاءِ ڦٻائي هوندي. ان سان اهڙو حشر ڪندا جهڙو هنن مون سان ڪيو1965ع ۾ ڪليم ختم ٿيو پر مرزا انوار بيگ وڪيل هي ڪليم 1978ع ۾ ورتو ڪو پڇڻ وارو ڪو نه هو. منهنجي پاڙن سمجهيو هي رڳو ظاهري ڏيکاءُ آهي پر هي وڪيل ته طاقت جي آنڌ جي گهوڙي تي سوار هو. دير ئي نه لڳي گهر جون ڇتيون وغيره ڊاهي گهر کي کنڊر بڻايو ويو. منهنجي اکين ڪيترن ئي گهرن کي تباهه ٿيندي ڏٺو آهي پر منهنجي اکيون پنهنجي هن گهر جي تباهي جو منظر ڏسي نه سگهيون جڏهن گهر به محفوظ نه رهندو آهي ته دل ٽوٽي پوندي آهي. ان گهر ۾ رهندڙن جا خواب ڪسجي ويندا آهن. مون تي ڪا برائي ويٺل هئي نوڪري تا سپيندڀ ڪيل گهر کان بي گهر. اهو سوچي منهنجا حوصلا خطا ٿي ويا مون ۾ اُٿڻ جي همت نه هئي. ان بي حسيءَ جهڙي حالت ۾ مونکي خشڪيون

ونڌلون تي ويون مان هي صدمو جهي نہ سگهيس ۽ مونکي آخر ECO ۾ داخل ڪيو ويو، اهو منهنجي زندگي ۾ پهريون دل جو اٽيڪ هو. اسپتال ۾ منهنجي وڏي ڀاءُ ناظم تسلي ڏيندي چيو سڀائي مان پاڻهي منهن ڏيندس. اسپتال ۾ اتفاقي، ليڪ اشوڪ ڪمار لوهاڻو مليو جيڪو وڪيل پڻ آهي جنهن سان سندس ڀاءُ ڊاڪٽر اشوڻام جي معرفت واقفيت ٿي هئي جيڪو پڻ ليڪ آهي هن پنهنجي والد وڪيل صاحب ڏي ڪي لوهاڻي جي معرفت منهنجي وڪيل سان ڳاله ڪرايو جو سئو روپيا فوٽ تي راضي ٿيو ڪجهہ موحلت ملڻ جي اميد تي مون گهر جو پورو سامان وڪڻي ڪجهہ پئسا ڪيا. جيڪي لوهاڻي صاحب جي معرفت انوار بيگ کي ملايا آخر هُن بي پرواه بادشاهہ جي چاهي ڦري ۽ پٽر تہ اهو جڳهہ جو دعويدار هن دنيا ۾ هاڻ نہ آهي رهيو. تڏهن وڃي مون سک جو ساهہ کنيون. منهنجي هن گهر ۾ پاڻ بهار جي ڪيترين شامن جي رنگ سان ڳالهيون ڪيون هونديون ڪيتران سيارا هن جي پنهنجائپ جي گرمي ۾ گذريا هوندا.

## هالار جو گهر

ٻاهر جا سمورا رستا واپس اچي منهنجي گهر تي ختم ٿين ٿا. گهر مون لاءِ اڻوٽ ڇڪ ۽ ڪشش جو باعث بڻيو رهيو. منهنجي منزل منهنجو گهر منهنجو خواب منهنجو بستر آهي، منهنجو گهر منهنجي اندر جو آئينو آهي، جيڪو منهنجي مزاج مطابق آهي. هو مونکي مڪمل طور تي سمجهي ٿو. گهر جي دروازي تي قدم رکندي هو مونکي ڀاڪر پائي چمي ڏئي ٿو. هن گهر سان پنجهائپ جو تعلق قائم آهي گهر جهڙو ادارو انتهائي اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. مون سدائين گهر کي هڪ اهم ادارو سمجهيو آهي. گهر هڪ يونٽ وانگر هوندو آهي. گهر ۾ رهواسين جي مزاج وانگر ٿي ويندو آهي. اندر داخل ٿيڻ سان زندگيءَ ۽ تازگيءَ جو احساس ٿيندو آهي، گهر اهو ديپ آهي جنهن جي لاٽ دل وٽان ٻرندي محسوس ٿيندي آهي، گهر تہ گهر هوندو آهي هڪ محفوظ پناهہ گاهہ، گهر جي اهائي خاص ڳالهہ آهي تہ ڪير هن ڪان نفرت ڪري يا محبت پر هو سيني کي پناهہ ڏيندو آهي. ننڍپڻ کان مون وٽ گهر لاءِ هڪ منفرد ۽ رومانوي تصور رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي تہ مونکي گهر سان دليءَ لڳاءُ رهيو آهي، مونکي ياد ٿو اچي تہ ننڍپڻ ۾ منهنجو پسنديده مشغلو واريءَ جا گهر جوڙڻ هو، جن کي مان وڏي چاهہ سان سجائيندو هوس. اندر ۾ هڪ عجيب خوف بہ هوندو هو تہ ڪٿي ڪو شرارتي ٻار اچي اهو گهر ڊاهي نہ وڃي ۽ پوءِ ٿيندو بہ ائين هو واپسي ۾ اڪثر اهو گهر منهنجو سڳو ڀاءُ رشيد هڪ ئي لت سان ڊاهي پٽ ڪندو هو. مون پنهنجي اکين ۾ خوابن جو هڪ اهڙو گهر ٺاهيو هو، جنهن جا بنياد مون حقيقي گهر جوڙڻ وقت وڌا هئا. جيڪو منهنجو آخري پناهہ گاهہ آهي؛

واريءَ جي گهر کان خوابن جي گهر جو سلسلو ۽ پوءِ حقيقي گهر جوڙڻ، گهر کهڙو به جو نه هجي پر آهي ته منهنجو ئي گهر. گهر وسائڻ کان پوءِ مون پنهنجي لاءِ هڪ الڳ گهر ناهي ورتو مان پنهنجي گهر جي ڀرين سر ان اميد تي رکان ٿو ته ان جي ڇانو منهنجي ٻچين جي پناهه گاهه بڻبو. منهنجي موجوده رهائش گاهه حيدرآباد جي سدوري علائقي وحدت ڪالوني لڳ الشهباز ڪالوني ۾ آهي. مان جنهن گهر ۾ رهان ٿو اهو گهر "هالار جو گهر" سڏجي ٿو. هالار منهنجو سڀ کان ننڍو پٽ آهي. جتي اڄ اسان جو گهر آهي اتي اڳ هڪ سنسان جهنگل هو. ڪنهن دوست پڇيو "لالي مان توکي ڪٿي اچي ڳولهيان؟" مون چيو "ڏاڍو ڪو پولو آهين وحدت ڪالوني لهي ڪنهن کي به چئين ها ته آغا قيوم يا لالي وٽ وڃي هل ته ڪو ٻار به توکي اگر کان وٺي مون وٽ پهچائي وڃي ها." مونکي ڀين مشغلين وچ ۾ جي پنڌرنهن منٽ به گهر گهارڻ لاءِ ملندا آهن ته مان گهر هليو ايندو آهيان جڏهن گهر واپس ايندو آهيان ته دل بهار بهار ٿي ويندي آهي تڏهن منهنجا سارا ڏک درد لهي ويندا آهن، هڪ عجيب قسم جي ڪيفيت ٿيندي آهي. هزارن بنگلن کان منهنجي هي پونگي ڀلي آهي. اڳي گهر هوندا هئا ۽ هاڻي گهر نه آهين اُهي رڳو عمارتون آهن. اهو گهر جنهن کي مون سدائين ناهيو ۽ بگاڙيو / ناهيندو ۽ ڊاهيندو رهيو آهيان. منهنجي گهر طرف نظر نه وجهي جا منهنجي پنهنجي دنيا هئي ٽڪ پڇي، نئون سنئون ٿي وري گهران نڪرندس اڌ رات گذرڻي گهر وڃان يا منيءَ رات گذري ته گرم ڪاڏو ملندو.

الامُ جهري ۾ شال غريبن جي جهوپڙي
زندگي ۾ طوفان اچڻ ضروري آهي ته جيئن خبر پوي ته اسان جي گهر

جي ڪهڙو ديوار ڪچي آهي ۽ ڪهڙي ديوار پڪي آهي ته ايندڙ طرفان کان اڳ ان کي به مضبوط ڪجي ته جيئن ڀيهر اهڙو ڏينهن نه ڏسڻو پوي.

- مون ڪافي انسانن تي اوچتو آفتون ايندي ڏٺيون آهن
- اڄو ته اسان سڀ ملي ڪري پنهنجا پنهنجا گهر مضبوط ناهيون جنهن جي خوشين کي ڪو به چور ڪاٽ هڻڻ جي ڪوشش نه ڪري ٽوٽيون ٽٽيا ڏيندا رهون ته جيئن ڪو به طوفان يا آنڌهي هن جي مضبوط ٿنين کي اُکيڙي نه سگهي.
- مان جيڪو وقت جي تيز لهرن کان بي خبر طوفان ۽ برسات ۾ هڪ سال اهڙي ٻوڏ آئي جنهن جو مون تصور به نه ڪيو. ان برسات ۾ درياهه شاهه بند پڃي شهر جي حدن ۾ .داخل ٿي چڪو هو، سارو ميدان پاڻي ٿي ويو پورو پاڙو ٻڏي ويو. ٻاهر رڙيون ۽ افراتفري مچي وئي. ماڻهن ۾ لڏ پلاڻ پئجي وئي اسان پڻ ٽرتلي ۾ اچي وياسون. جڏهن منهنجي گهر جي چوڌاري پاڻي

ڦري آيو تڏهن اسان جو گهر به ٻڏي ويو. گهر ۾ پاڻي جمع ٿي چڪو ته مان سخت متاثر ٿيس. گهر ۾ اٽڪل ٻه ٽي فوٽ پاڻي بيٺل هو. ماڻهو پنهنجا ماڳ ڇڏي جتي به ڪين اجهو مليو اتي ٽانڊيڪا ٿيندا ويا. پاڙي وارن ته اسڪول ۾ پناهه ورتي. منهنجي گهر کان سڏ پنڌ تي ريلوي بند هو. جيڪو ٻوڏ جي سطح کان ٿيڪو مٿي هو. سڄي پاڙي سميت مان به ڪجهه ٽپڙ کڻي بند تي وڃي ويٺس. مون غير محفوظ ٿي وڃڻ واري احساس هيٺ محفوظ هنڌ جو رخ ته رکيو پر منهنجي زندگيءَ جو سمورو اهم رڪارڊ، ڪتاب تصويرون ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه ٻڏي ويو. منهنجي گهر ۾ مهينن تائين ٻوڏ جي پاڻي هيٺ هو. گهر جي پوري نظرداري نه ڪري سگهيس.

- برساتن ۾ گهر جي ڇتن مان پاڻي پيو ٽمندو هو. جو پوءِ زمين ۾ هليو ويندو هو اتان ڪنهن جهرڻي جي صورت ۾ نڪري ايندو هو. برساتن دوران گهر هيٺ هئڻ سبب اسان کي سخت تڪليف جو منهن ڏسڻو پوي ٿو.

- ڇتين وغيره ٺاهڻ لاءِ ڪنيل مٽي جي ڪري کڏ ٿي وئي، سو، برسات جو پاڻي سيلابي پاڻي سان ڀرجي وئي آس پاس جو گندو پاڻي به گڏ ٿيندو هو. گندي پاڻيءَ جو پورو نيڪال نه هو. پرواري گهرن جي گند ڪچري جي ڍونڍ جهڙي ڏپ پيدا ٿيندي هئي گهرن جو گند ڪچرو کڏ ۾ ڦٽو ڪندا هئا. اها کڏ مڇرن ۽ مکين لاءِ مرغوب مقام ٿي پئي ان وقت مليريا وبائي صورت ۾ پکڙجي وئي هئي چوپايو مال، ۽ ڪتا هن جي پر ۾ ايندا هئا. پر ڪنهن به ان کي ڀرڻ لاءِ ڪوشش نه ڪئي اتي ڪيل ڪن ڪچهري ۽ گهڻي ۾ ڪا جڳهه ٿي نهي ته ان جي ريتي ۽ سورن سبب گاڏين جي لنگهڻ لاءِ نهيل گهٽيون جيڪي مون جڏهن ڏٺيون هيون اتان اٺ گاڏا لنگهي ويندا هئا هاڻي ان لاءِ ڪو گز نه رهيو هو پاڙي کي صاف سٿرو ۽ رهائش لاءِ آماده ڪرڻ واسطي مولا بخش لغاري ۽ لالا نياز خان هڪ تنظيم جوڙي ۽ هنن جي گڏيل ڪوشش سبب ڍنڍ يا کڏ جو وجود ته نه رهيو پر هڪ انچ زمين به نه بچي. اڄ اتي 17 ڪن گهر نياز خان جي پٽن جا ۽ 4 ڪن گهر حاجي مولا بخش لغاري جا 2 اسڪول مولا بخش جا 4 دوڪان لالا نياز خان جا ۽ هڪ مسجد لالا نياز خان جي ياد ڏياري ٿي. اهو انهن جو ڪمال آهي جو جهنگل مان منگل ڪيون، اڄان به لالا نياز خان جي اولاد جيڪا تنگدل ۽ تعصبي آهي هر وقت جهيڙا جهيڙا ڪري پنهنجي عورت گهر جي راڻي ۽ مالڪياڻي هوندي آهي گهر ٺاهڻ ۽ ڍاهڻ ۾ گهر جي تعمير ۾ عورت اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. هنئي صورت ۾ نتيجتاً گهر جهڙو اهم ادارو به وڪرڻ شروع ٿي وڃي ٿو مونکي گهر مان به اها پناهه نه ملي، مان گهر ۾ رهندي به

گهر جي سڪون کان پري آهيان، مونکي گهر هوندي به پناهه گاهه جي ڳولا آهي، پر ڪا به اهڙي پرسڪون جڳهه نه آهي جتي وڃي مان پنهنجي احساس جو ٽڪ لاهي سگهان.

## آغا عبداللطيف

بابا قلندر جي پيٽ ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪي وڏيڪ پسند ڪندو هو. بابا ڀٽ ڌڻي سان روحاني عشق رکندو هو. هو هر سال ڀٽائي ڀلاري جي سالاني عرس تي مونکي وٺي ويندو هو. اُتي ڪو بابا جو تپيدار دوست هو جتي بابا جي جوڙ جا سڀ يار ڪٺا ٿي ڀنگ گهوٽيندا هئا. بابا ۽ مان ميلي تي ويل هئاسون ته پويا گهر ۾ ان رات منهنجو هي ڀاءُ پيدا ٿيو. بابا هن پٽ جو نالو عبداللطيف رکيو بابا ٻڌايو ته "اهو عجيب اتفاق آهي ته توهان جو ڏاڏو وري شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جو عاشق هو شاهه ڪريم بلڙي وارو، شاهه عبداللطيف جو پڙڏاڏو ٿئي. تنهنجو ڏاڏو بلڙي شاهه جي ميلي تي ويل هو ته پويان مان پيدا ٿيس پوءِ ان منهنجو نالو شاهه ڪريم بلڙي جي نسبت سان عبدالڪريم رکيو، ۽ مون وري شاهه لطيف جي پويان هن پٽ جو نالو عبداللطيف رکيو آهي منهنجو هي سڀ کان ننڍو ڀاءُ لطيف اسان جي پيءُ جي ڪرڙ آهي: آغا لطيف، 29 جنوري 2004ع تي گهوٽ ٿيو. هن وقت ڪيس ڏي پٽ آهي. "ٿورا ٻار پيار ٿي پيار" ڀاڻ هن وقت پرائمري ماستر اهي ۽ سنڌس گهرواري 16 گريڊ ۾ تعليم کاتي ۾ سپروائيزر آهي. هن حسين آباد جي شورن مان شادي ڪئي آهي. رڳو به ٻار گهر پنهنجو، مسواڙ ڪانه، گئس، پاڻي، بجلي ڪيبل مفت ٻئي زال مڙس ڪمائين. نه ڪنهن ڪنهن ڏي وڃن نه ڪنهنجو اچڻ پسند ڪن ته به هائي گهوڙا ته اسان وٽ ڪجهه به نه آهي. "پڙي ميان تو پڙي ميان ڇهوٽي ميان سبحان الله،" هي رن پئو به ان لوسي ڀاءُ رشيد وانگر اسان جي ابي ڏاڍي تي چڙيو وتي، هي به ساڳي مزاج جو آهي هي گونهه ڪتن جو. شادي کان اڳ پاڻي جو گلاس به ڪڻ تي گهرندو هو. ۽ هاڻي جوءِ جي چوڻ تي ليٽرين جو ڪموڊ به پاڻ ئو صفا ڪري. گهر جو هر اهو ڪم جيڪو جوٽس کي ڪرڻ کپي پاڻ پيو ڪري. صفا پڙوو ٿي پيو آهي. هي پيءُ جي تخم جي ڪرالتي ثابت ڪري نه سگهيو. مان هن جي جتي ۾ به پير پائڻ جي جرئت نٿو ڪري سگهان. هن ۾ به منهنجي گهر لاءِ جيلسي ڪوٽ ڪوٽ ڀريل آهي هي ٻئي ٻئي هڪٻئي جا ساٿاري آهن ۽ منهنجا ازلي ويري، هي عيد تهوار تي به گهر گهر سان گڏ هئڻ جي باوجود هڪ پليٽ به نه موڪلين پاڙي اوڙي مان خبر پوندي آهي ته اڄ سنڌس گهر ۾ ڪنهن ٻار جي سالگرهه آهي هي توائي باز ماستر مهنجي معصوم پٽ هالار کي چڙب ڏئي چوندو آهي "اسان جي گهر نه ايندو ڪر." مان موقعي جو مرح سچائي هن ڀاڄائي

جي عورتاڻي تڪليف ۾ پنھنجي زال کي موڪليندو آھيان. اھو منھنجي گھرواري جو ظرف آھي تہ ھو سڀ ويچا وساري بنا پردي لنگھي ويندي آھي. ٺيڪ ٺيڪ تي ھي پڙوي پاڇائي منھنجي زال کي چوندي آھي تہ ”ڀيھر منھنجي گھر نہ اچجھائين.“ ھي پاڻي جي ڏائڻ منھنجي پاءُ لطيف لاءِ اسان جي وڏي پاڇائي شاھده چوندي ھئي خاندان جو حور پريون ڇڏي پاڇائي ھن ڪجي، جي جن ۾ الائي ڇا ڏنو؟ ڪتي جو ٻچ ٻارھان مھينا نڙ ۾ وجھہ تب ساڳيو. مونکي سمجھہ ۾ نٿو اچي تہ ھي زال مڙس مستقبل جي ٻارن کي ڇا پڙھيندا ھوندا. خدا انھن ٻارن تي رحم ڪري جن جا ھي ٽيچر آھين.

## آپا نسيم

رات شادي ٿي صبح جو گھوٽ چيو ”اوھان جي ڀيڻ پاڳل آھي، اوھان ڪيس واپس وٺي وڃون، خدا جو قسم مان ڪيس ڇھيو بہ ڪونھي.“ ان اطلاع تي صبح جو امان سان گڏجي ڪڙي نواب خان مان سندس گھر نيين پور پھچي ڏٺم تہ آدي واقعي ھوش حواس ڪوئي ويٺي ھئي ھن ٻڌايو تہ ”رات جو جڏھن ھن اچي شادي، جا حق ورتس تہ ھو ھراس ۾ پرجي دردناڪ دانھون ڪري ماءُ پيءُ کي پڪارڻ لڳي روئڻ کان بس ئي نہ ڪري چوي تہ مان ڪيس مريان ٿو. اوھان پاڻ فيصلو ڪريو مان پڙھيل ڳڙھيل بئنڪ آفيسر، ھي جاھل ٻنھ ڄٽ، مونکي زماني سان اٿڻو ويھڻو بہ تہ آھي. ڪنھن پارٽي ۾ وڃي نٿو سگھان. ماٿھر ڇا چوندا تہ زال چري اٿس،“ ”ادا امان کي چوءِ تہ ھي مونکي ھتان وٺي ھلي، مان اُتي ٽانوَ ٻھارو ڪنديس پر ھت ھاڻ ھرگز نہ رھندس.“ مڙس ڪيس ڇڏي ڏنو. منھنجي گلن جھڙي ٽرنڊڙ پياري ڀيڻ جي حياتي برباد ٿي وئي. بابا کي ڄڻ ڇاتيءِ ۾ ڇرو ڪبي ويو. گھر جي وڏي ڌيءَ جو پاڳل قرار ڏيئي ۽ ڪيس ھڪ ئي رات ۾ علامتي طلاق ملڻ، پريان ڀ نِنديون نياٽيون اجا باقي آھن. اھو صدمو بابا سھي نہ سگھيو. اسان ھن جي ٻي شادي نہ ڪرائي سڄي ڄمار اڪيلائي جي فضول زندگي گذاري دماغي توازن ڪوھيندي رھي. ھڪ ڏينھن ھن جي ڪل

ٽوڪي ويئي. آخر ھو سڄ ٻچ چري ٿي پئي. ڄڻ جيئري، مئل رھي. ڏوھہ سراسر منھنجي ڀيڻ جي تقدير جو ھو، ھن جي تقدير ائين چو ٿي. ھي ڪرمن سڙي تہ سڄي زندگي سڙندي رھي. ھن آنڌن جلي جو ڏک امان بابا کي سڄي حياتي کائيندو رھيو ھي ڪلاس ۾ سمورن ٻارن کان ھوشيار ھئي ھن وڌيڪ پڙھڻ ٿي چاھيو ”اسان وٽ خدا جو ڏنو ڇا نہ آھي جو ھاٽي توڪي پڙھائي نوڪري ڪرائيندوس ڌيءَ ڌڻ جي ھٿ ۾ قلم ڏئي مونکي پنھنجي قيامت ڪاري ڪرڻي آھي ڇا؟“ بابا کان خطا ٿي ويئي ھي وڏي ڌي گھر ۾ وھارڻ ڪيڏو نہ گناھ آھي اھو سوچي ھن ٻي واھ نہ ڏسي، پاءُ جي بيوه سان ڌي وٽ تي سڱاوتي ڪئي،

منهنجي وڏي ڀاءُ لالا ناظم الدين جو سنگ منهنجي سوٽ شاهده سان ۽ سوٽ اعجاز جو سنگ عيوضي طور منهنجي ڀيڻ نسيم سان 23 مارچ 1973 تي ٿيو، هي ڪو اڻ وڻندڙ سمجهوتو هو. هن ڏيتي ليتي جي لعنت سبب منهنجي ڀيڻ بربادي جي ڀيٽ چڙهي. ان ادلي بدلي جي رواج ڪيئي حياتون برباد ڪيون آهن. ڀائيٽي ڀاران ڏيءُ ڪي ڇڏڻ جي ردعمل ۾ بابا تنگدلي جو شڪار ٿيو آهستي آهستي تناءُ جي هوا هن کي پنهنجي گرفت ۾ آڻڻ لڳي. ڀيٽوي کان اتي جو اتي ڀلاند وٺڻ ڀاءُ جو ڀيڻ عيوض زال ڇڏڻ جو خوف ۽ ڏينهن ائين ڪرڻ تي بابا ۽ گهر جا سڀ ڀاتي بيحد دکي ٿا. ”اٽبڙهت هڪ بدصورت پري آهي“ هن کي مرحوم ڀاءُ سڪندر جي صورت سامهون آهي. ان غليظ سوچ تي بابا کي افسوس ٿيو، ۽ هڪ ڀيو گهر تباهه ٿيڻ کان بچي ويو، يتيميءَ ۾ بابا جي ٽڪرن تي پلجندڙ بابا جي هن ڀائيٽي اعجاز جڏهن هر رستون صفا ڏٺو تڏهن اهو سنهري موقعو ڇائي پنهنجي وڏندڙ حوس لاءِ سمورا منافق گڏ ڪيا ۽ ساڳي سال هڪ ڀيو وهان رچايو. جنهن ۾ منهنجا اهي سوٽ آغا سعيد ۽ آغا سهيل جن تي بابا ساهه ڏيندو هو جن جون مگينديون ببلي ۽ شمي اڄان ٻه اسان جي گهر ويٺل هيون. جيڪي ماءُ ڪلثوم سميت پيش پيش هئا ۽ بابي بابي ۽ ڀائي جان ڀائي جان ڪندي نٽي ٿڪيا. ايترو ئي نه منهنجي ڀيڻ جي بدزيب ڀاڄ کي سينگارڻ ۾ منهنجي هڪ ماسي روضي خالا ٻه سڀ کان اڳ پري هئي. نڪاح نامي تي دستخط ڪندڙ شاهدن کان هي آهي هٽ هئا جيڪي بابا کي پيرين پئي ملندا هئا. گهوٽ جي اڳيان سرڪس ۾ ناچو ٿي نچندڙن يتيمن جي پيرن ۾ بابا جا ڏنل مضبوط بوٽ اڃا ٻه هئا. نڪاح پڙهندڙ مولوي کي ذرو ٻه شرم نه هو جو هڪ هفتو اڳ سندس نياڻي کي بابا پنهنجي نياڻي سمجهي سمورو ڏاج ڏنو هو. شاباس آهي زيبو خالا کي جو ڀيڻ روضي خالا جو اڄ ڏينهن تائين منهن نٽي ڏسي جو ان شادي ۾ شرڪت ڪئي هئي. پر منهنجي هي خالا انهن سمورن شرڪت ڪندڙ مائٽن جي پرٽي توڙي مرٽي شريڪ ناهي ٿيندي. جڏهن ته اسان وري ٻه شريڪ ٿيندا آهيون منهنجي هن ڀيڻ نسيم جي ڀاڄ مان منهنجي سوٽ اعجاز ڪي ٻه ٽي ٻار آهن جيڪي اڃي جوان ٿيا آهن هن کي شادي جي کهڙي ضرورت هئي ٻار پيدا ڪرڻ هئا ته هو منهنجي هن ڀيڻ کي تائير ڏئي ها، جو ان مان ٻه ٿي پئي سگهيا. جيئري شادي جي قانون تي بندش ڪاڻ هئي، پر ٻهرين زال جي اجازت کان سواءِ ٻي شادي قانونن جرم هئي. ان وقت بابا چاهي ها ته گهوٽ ڪنوار سميت سڀ جڄ اندر پئي ٿي سگهي ۽ مولوي ٻه جيل ۾ چڪي پيو پيسي ها. ان حد جو SHO جيڪو بابا جو هر زلف هو بابا کي چيو ”لالا رڳو حڪم ڪريو.“ پر اهو بابا جو ظرف هو جو بابا ائين نه ڪيو. خدا وٽ دير آ انڌير

نہ پورو گهٽي وقت کان پوءِ خدا جي لٽ ڦري منهنجو اهو پيٽرو بئنڪ ۾ فراڊ ڪرڻ ڪري سزا ڪاٽي نوڪري وڃائي ڪراچي ۾ ساهرن جي گهر اچي رهيو ۽ هي ٽڪرن جو هريل انهن جي ٽڪرن تي پلجڻ لڳو، هڪ ڏينهن گهران نڪتو ته اڄ ڏينهن تائين ڪنهن کي خبر نہ آهي تہ زنده بہ آهي يا مري کپي ويو. منهنجي هي ڀيڻ نسيم مڙس جي ڇڏي وڃڻ کان اڄ ڏينهن تائين منهنجي ڀاءُ رشيد جي گهر رهي ٿي ڀاءُ رشيد جي ڏي ماه پاره کي ڏيءُ ڪري پالي ٿي. جا رشيد جي گهر کان سواءِ هڪ رات بہ ڪنهن ٻئي ڀاءُ جي گهر رهڻ پسند نٿي ڪري. هن وٽ نہ پنهنجو ڪو گهر آهي نہ ڪا پنهنجي ملڪيت، هن جي سموري ملڪيت هڪ لوهہ جي پيتي ۾ آهي جنهن کي هي بہ تالا ڏئي رکي ٿي. هن جي انهيءَ سڪيلڏي پراڻي پيتي ۾ الائي ڇا ڇا ڀريل آهي. هي ڏينهن ۾ ٻہ ٽي دفعا انهيءَ پيتيءَ جي ڪچ کي پٽي ڪوٽيندي آهي. جنهن ۾ ٽوٽل ڦٽل آڊيو ڪيسٽن جا خالي ڪوڪا، ڇمڇا، پيلٽون اڃلايل خالي بال پينون، گهر جا ڀاريل ماچس، اداڪارن جو ڦاٽل تصويرون ڪوڪا بوتلن جا خالي ڍڪڻ وغيره وغيره هڪ ڏينهن ڏسان ته منهنجي ڪلياڻ اڏواڻي واري شاهہ جي رسالي جو ڦاٽل ڳاڙهو جلد پرتي ۾ ويڙهي فضيلت سان رکيو ائس. جنهن کي هو قرآن شريف سمجهي چمندي آهي ۽ هر تڪليف ۽ پريشاني ۾ دستگير ٻئي ڪندي آهي. منهنجي هن ڀيڻ کي طوطن پالڻ جو بہ شوق آهي. هن وٽ ڪيئي منو پٽ آهن. هي گهر ۾ اڪيلي اڪيلي ويٺي انهن سان ڳالهائيندي آهي هو بہ ڪن ڏئي غور سان ٻڌندا آهن، ڄڻ هن جي ٻولي سمجهندا هجن.

رضوانہ

پومي سڀ جي ڀيڻ، پوميءَ ڀائر ڪيترا

نہ وسرندڙ يادون جي صورت ۾ هڪ صورت منهنجي ڀيڻ جي بہ آهي، منهنجي هي ڀيڻ رضوانہ گذاري ويئي ائين ڪونجن جي قطار مان هڪڙي ڪونج وڇڙي ويئي. مان پنهنجي ڀيڻ ٻبلي جي موت جي تصويرن ۾ چهرو ڏسان ٿو. هن جون خواب ڏسندڙ وڏيون نرگسي اکيون جن جي اڌ کليل اکين ۾ پوءِ بہ منهنجو انتظار باقي هو. هن جو منگڻو ٿنڊپڻ ۾ پنهنجي سوٽ آغا سعيد سان ٿيل هو جنهن جي هي ڪنوار ٿجي نہ سگهي.

رضوانہ منهنجي ننڍي ڀيڻ جنهن کي اسان سڀ ٻبلي ڪري سڏيندا هئاسون. ڏاڍو ياد اچي رهي آهي. جا مونکي پائيڙا چوندي هئي. جا پنهنجي هن پائيڙي سان اتني رسندي ۽ اتني پرچندي هئي تن ڏينهن ۾ مان نئون ڪوٽ ۾ واپڊا جي سب ڊويزن ۾ ڪلارڪ هوس ۽ هر مهيني جي تازي پگار ڪٽي حيدرآباد گهر ايندو هوس. هيل بہ مون ائين ئي ڪيو ۽ جڏهن موڪلائڻ لڳس نہ

هن سڏي چيو "پائيڙا هتڙي ويهه ۽ ڪن ڪولي ٻڌ اڄ نه تون امان ڪي خرچ ڏيڻ آيو آهين پر هن مهيني پيهر به توکي اچڻو پوندو صرف مون لاءِ 10-10-1985 جي تاريخ ذهن تي لکي ڇڏ انهيءَ ڏينهن منهنجو جنم ڏينهن آهي. جيڪڏهن تون نه آئين نه پوءِ منهنجو منهن نه ڏسي سگهندي" 10-10-1985 تي مون کي دير ٿي وئي ۽ واقعي مان هن جو منهن ڏسي نه سگهيس. هن کي ٽانسز (ڳلين جو مرض) هئو. هن ناشتي ۾ آچار ورتو هو هن جي طبيعت خراب ٿي پئي گهر ۾ امڙ کان سواءِ ڪوئي مرد موجود نه هو. امان ڪيس شهر فيملي ڊاڪٽر شريف ڏانهن وٺي ويئي. نادان ڊاڪٽر سمجهيو هي فرزانه آهي. ٻئي ڀيڻون رضوانه ۽ فرزانه جاڙيون نه هيون. پر جاڙيون لڳنديون هيون. ڊاڪٽر کي ٻه ڏينهن اڳ جي فرزانه جي خون جي رپورٽ هٿئي هي نه رضوانه هٿي ڊاڪٽر ٺوڪي پينسلين جي اجائي انجڪشن هڻي. گهر ايندي هي ريئيڪشن ۾ وٺجي وئي، ۽ واپس اسپتال تائين پهچندي پهچندي هن رستي ۾ دم ڏنو. ڊاڪٽر جي اڻ ڄاڻائي ۽ بي پرواهي ڪري هڪ انساني قيمتي حياتي جو نقصان ٿي پيو ۽ سڄي زندگي پائڻ تي ساهه ڏيندڙ هڪ ڏينهن آخر يڪو ساهه ڏئي وئي. جسم ۾ زهر ڦلجي وڃڻ ۽ تائير تزا ٿيڻ سبب منهنجو انتظار نه ٿي سگهيو اسلام مئلن کي جلد دفنائڻ جي تڪڙ جي تاڪيد انهيءَ لاءِ ٿو ڪري نه جيئن صلبي جو پيرڊ جلد ختم ٿئي. ڪيس آخري آرام گاهه تان جڏهن دفنائي منهنجا پائر خالي ڏولي سان موٽيا نه منهنجي آمد ٿي، پنهنجي 16 جنم ڏينهن تي هو اسان کان موڪلائي وئي مونکي بنا منهن ڏيکارڻ جي، منهنجي هي پياري ڀيڻ رضوانه اڄ به پنهنجو نان ڏئي پنهنجي وڏي بيوهه ڀيڻ نسير کي ڪيئي ورهين کان زڪوات تي پالي پئي.

فرزانه (شمي)

"اڄ ڪٿان سج اڀريو آهي جو ڀيڻ جي سڪ لڳي اٿئي." هي مشهور ڊائيلاڪ آهي منهنجي سڀ کان ننڍي ڀيڻ فرزانه جو جنهن کي اسان سڀ فيملي ميمبر پيار مان "شمي" ڪري سڏيندا آهيون. هن جي شادي پنهنجن ۾ ٿيل آهي. پنهنجي سوٽ آغا سهيل سان، جيڪو خوبصورت شاعر آغا سعيد جو ننڍو ڀاءُ آهي. منهنجو ڀيٽيرو آغا سهيل سوشل ويلفيئر ڊپارٽمنٽ ۾ سروس ڪري ٿو. هي نيو وحدت ڪالوني حيدرآباد ۾ رهندو آهي، منهنجي گهر کان اڌ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي رهندڙ هن ڀيڻ وٽ مان عيد تي به نه وڃان پر مهيني ۾ هڪ ٻه ڀيرا هي اسان جي گهر ايندي آهي. هن کي گهڻا ٻار آهن. انهن جا نالا ڇا آهن. شڪليون ڪهڙيون آهن. اها خبر مونکي گهٽ پوءِ پئي. هڪ ڏينهن مان دستور مطابق آفيس مان ڊيوٽي ڪري جڏهن گهر آيس نه منهنجي دستڪ تي گهر جو دروازو هڪ نوجوان ڇوڪريءَ کوليو. ظاهر آهي هي منهنجو پنهنجو گهر هو مان جڏهن اندر داخل ٿيڻ لاءِ وڌيس نه ان ڇوڪريءَ ڊپ ۾ در يڪلم بند ڪري وٺي اندر ڊوڙي. ۽

گهرواري کي چوڻ لڳي "مامي الائي ڪهڙو پوائنٽو ماڻهو زبردستي گهر منهنجي گهرواري جنهن جو ڪاڪڙو عرش تائين پئي پهتو آهي
۾ پئي گهڙيو." منهنجي گهرواري جنهن جو ڪاڪڙو عرش تائين پئي پهتو آهي
مون ٻاهر پئي ٻڌو "ڪير آهي دماغ خراب اٿس ڇا هل مان ٺيڪ ڪيانس" مو
جڏهن در تي آئي ته مونکي ڏسي کلڻ لڳي. مون سمجهيو نينا جي ڪا سهيلي
هوندي جنهن کي خبر نه آهي ته مان نينا جو پيءُ آهيان ۽ هي منهنجو گهر آهي
مان جڏهن در تپي گهر آيس ته منهنجي گهرواري زوري ٻانهن کان وٺي ان ڪمري
وٺي. ڪمري ۾ ان چوڪري سان ويٺل سندس ماءُ اٿي مون سان گلي ملي
چوڪري وائڙي ٿي ويٺي هي ڪير آهي جنهن کي مامي گهر وٺي آئي آهي ۽ امان
۾ هن سان ڀاڪر پائي پئي ملي. اڇا ته هي آهي منهنجو مامو آغا قيوم منهنجو ناٺو
ته تنديڻ ڪان ٻڌو هوس ۾ ڏسي هو اڄ سورهن سالن کان پوءِ پئي. اهو عجيب
اتفاق هو جو منهنجي هي ڀاڻيجي موتيا جڏهن ۾ اسان جي گهر آئي ته مان جيڪو
ٻارهان مهينا رول گهر ۾ رهو سمهڻ اچان ۽ جڏهن قسمتي هن پيڻ جي گهر اچان
ته هي اسڪول يا ٽوشن تي ويل هجي، ماٽن ڄي ڪنهن شادي غمي ۾ مان نه
وڃان جو ڪر فوٽو نڪري يا مووي ۾ اچان پوءِ هڻ ويچاري جو ڏوهه ڪهڙو آهي
هڪ ڀاءُ جا هي حال آهي هن پيڻ جي لاءِ سورهن سالن کان هڪ ئي شهر ۾ ئي
رهي پر هڪٻئي جي شڪل نٿا ڏسي سگهون جڏهن ته ڪي اختلاف به نه آهن.
منهنجي هن پيڻ کي ٻه پٽ آغا فيصل ۽ آغا شرجيل آهن جڏهن ته ٽي ڌيرون
موتيا، ستاره ۽ مهرين آهن.

جا عمر! تو مل عيد، سان سان سوءِ ورتي سومر!
ويٺي ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد

**عيد**

اسان مسلمانن لاءِ سال ۾ ٻه تهوار عيدالفطر (روزن واري عيد) ۽ ٻي عيدالضحيٰ (قرباني واري عيد) وڏي اهميت رکن ٿيون. اڄ عيد جو پلارو ڏينهن آهي. سنڌ ٽي وي تي عيد اسپيشل پروگرام مذاحيه مشاعرو پيو هلي، جنهن ۾ مان هڪ شاعر جي حيثيت سان عيد جي مناسبت سان مذاحيه شعر پڙهي رهيو آهيان. جو هن ريت آهي.

مهينو ويو سڄو گذري، نصيبن ۾ نہ ٿيا روزا
آسر جو عيد پڙهڻ لئي، اٿاريندي تہ خوش هوندين
گسايان کين ٿو ڪڏهن، ڪرڻ افطار مسجد ۾
ملن جي مار کان مونکي، بچائيندين تہ خوش هوندين
اچي وئي عيد پر دل ۾ رهي ٿو، رات ڏينهن اونو
ٻني روپيہ ٻٽون؛ مان جيَ، ڇڏائيندين تہ خوش هوندين
مڇي، مرغي، مٺن ميوا، سيون ڪسٽر ۽ ڪجهہ سبزيون
سنگت کي عيد تي ساري، ڪارائيندين تہ خوش هوندين
آهي اڄ سنڌ ٽي وي تي، مڃائي مشڪرن جا محفل
اتي جي اينٽري منهنجي، ڪرائيندين تہ خوش هوندين.

نئين چنڊ ڏسڻ سان عيد جون تياريون زور ٿي وٺن ٿيون عيد اچي وڃي ٿي، پاڙي ۾ چاڻ سڃاڻ وارن ۾ عيد جي ڏهاڙي تي تيار ٿيل کاڌن جي ورهائڻ واري رسم جاري هئي. عيد جو ڏينهن مون کي واهيات ترين ڏينهن لڳندو آهي، مان چوندو آهيان تہ ”هي عيد اچي ڇو ٿي؟ اچئي نہ.“ جيئن عيد جي ڏينهن ڇا جي عيد نماز هر ڪو پنهنجو لشڪر وٺي ساهرن ڏانهن نڪري پوندو آهي تيئن منهنجي گهر واري بہ اتالو وٺي نڪتي آهي، هونئن بہ گهر ۾ هجي ها تہ هن سڄوري ڏينهن تي حشر هجي ها. ٽري ڇڳي آ. ملڪ تہ ٽريو پيو آ. باقي منهنجي بڪ کي پاڻ ئي ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيو منهن ڏيندو. جڏهن عيد تي عيد کي ڳولهڻ لاءِ هر ڪو هڪٻئي جي گهر ايندو آهي ان مغرور عيد جون مبارڪون ڏيڻ، تڏهن مان بہ هميشہ جيان ڊاڪٽر ٻگهيو وٽ عيد ڪندو آهيان. هي تہ واقعيءَ دسترخوان جو بادشاهہ آهي. هن جي پنهنجهائپ جي ڪا بہ حد ناهي. مهمان سراءِ ۾ طرح طرح جا کاڌا يقلم ٽيبل تي سڄي ويندا آهن پاڻي گهر تہ شربت پيو اچي. شابس هجي ياڄائيءَ کي طعام ڏاڍا لذيذ تيار ڪندي آهي. سچ پڇ تہ عيد تہ مونکي هن گهر ۾ لڳندي آهي. اها پر لطف ۽ سوادي عيد ڪرڻ کان پوءِ ڇانهہ جو دور بہ هلندو آهي تہ ڪچهري بہ، جيتوڻيڪ آهي روايتون پشت بہ پشت هلنديون اچن ٿيون. عيد ڏينهن خرچين جي تبادلي واري روايت بہ پنهنيج اهميت وڃائي ويٺي آهي. عيد تہ محبت ۽ ميلاپ وڌائڻ جو ڏينهن آهي. عيد ڏينهن ڪو بہ اسان ڏانهن لڙي نہ ايندو آهي. اسان ٻائر تہ عيد تي بہ پاڻ ۾ گڏ نہ آهيون ٿيندا. هر ڪو عيد نماز پڙهي وڏن جي قبر تي ٻڃي. مان تہ وڏن جي قبر تي عيد ڏينهن بہ نہ وڃان. نہ روزا رکان، نہ عيد نماز تي وڃان عيد ڏينهن مان رڳو ننڊون ڪندو آهيان. منهنجا سمورا دوست عيد پنهنجي ڳوٺ ڪن. ڪجهہ دوست عيد نماز عيدگاهہ بجاءِ پاڙي جي مسجد ۾ پڙهن پوءِ يا تہ ٽي وي ڏسن يا

انٽرنيٽ تي ويهي رهن. هوٽلون بند ڪٽان چانهه جي ڪوپ جي به اميد نه پوءِ ننڍيون نه ڪريان ته ڇا ڪريان؟ عيد مان اها خوشي ۽ برڪت به نڪري ويئي آهي. اڳي عيد هوندي هئي. اسين سڀ گهر جا ڀاتي وڪٽوريا گاڏيءِ تي چڙهي چار شوري المنظر تي گهمڻ ويندا هئاسون. عيد تي سيون سيرا ۽ حلوه هوندا هئا. وڏي عيد تي ڪرس به ٿيندو هو. گهرن تي هٿ سان ڪير واريون سيون ٺهنديون هيون جيڪي پاڙي اوڙي ۾ ورهائي خوشي ٿيندي هئي ڦٽاڪن واري عيد به ڪا عيد هوندي هئي بابا اسان لاءِ ڦٽاڪن جا ٽوڪرا وٺي ايندو هو. جيڪي ٻاري ٻاري ٿڪبا هئاسون ته به نه ڪٽندا هئا. گهرن کي ڏيئن سان سينگاريو ويندو هو. هاڻ ته اسان جي گهرن جا به ايترا حصا ٿي ويا آهن جيترا حصا بابا اضحيٰ واري عيد تي قرباني واري ڳئون جا ڪندو هو. هاڻ دنيا بدلجي وئي آهي هر ڪنهن کي پنهنجون زندگيون آهن پنهنجا خاندان آهن ڪو به دوست يا مٽ مائٽ عيد تي به ڪنهن ڏانهن ڪو نه ٿو وڃي ڪنهن کي به ايترو فضول ٽائيم ڪونهي بس رڳو منافقي جا پاڪر آهن ۽ ٻغلن ۾ خنجر لڪيل آهن. ننڍين اُتسائيندڙ خوشين جي ڪا به اهميت ناهي رهي. عيد تي قرباني اڄ به ٿئي ٿي رڳو ڏيکاءُ خاطر جيڪي سواءِ پنهنجي پيٽ جي ٻيو ڪجهه به ڏسي نٿا سگهن، فريج ۽ ڊيفريزر ۾ قرباني جو گوشت رکي رڳو پنهنجو پيٽ ڀرين ٿا ۽ بس اڄ عيد، سڀاڻ گيد، پرئين ساڳي ماني ساڳ سان.

## يادن جي شهر ڏانهن واپسي جو سفر

مونکي پنهنجو شهر شڪارپور اڪثر ياد ايندو آهي، مونکي رکي رکي پور پوندا آهن، شڪارپور جي فطرتي دلچسپيءَ مونکي انهن جي بار بار ڏسڻ تي آماده ڪيو. مون کي ننڍپڻ کان ئي ڳوٺ وڻندا آهن، مٽن مائٽن جي خيرو خيرات انهن جي موتي فوتي جي باري ۾ دلچسپي وٺندو هوس. هن جي ننڍين خوشين ۽ غمن ۾ شريڪ ٿيندو هوس، مٽي مائٽي ڏک سک ونڊائڻ جو نالو آهي، سوٽ ماسات، ماروٽ ۽ پڦاٽ ته هر ڪنهن کي پنهنجا پيارا هوندا آهن. اهي مٽ جيستائين زنده آهن تيستائين ته روح کي ڇڪ ايندي، وڏا ته سڀ مري کپي ويا، ڪو به منهنجو آواز ٻڌي نٿو سگهي، ان ڪان اڳ جو سچ پچ مان به مري وڃان آخري ڀيرو پنهنجي جنم ڀومي کي ڏسڻ چاهيان ٿو. سو هيل مرڊ ٿيو ته پنهنجو هي جنم ڏينهن پنهنجي جنم ڀومي ۾ ملهائجي، هونئن به ڳوٺ ويئي ڏينهن ٿيا هئا. اهو بهانو بڻائي پنهنجي ڳوٺ گهمڻ لاءِ تياري جي چڪر ۾ لڳي ويس. هي ٻهريون ڀيرو هو جو مان هن سفر ۾ ڪو ساٿي نٿي ڪڻڻ چاهيو. مان شڪارپور جڏهن به فيملي کان سواءِ ويو آهيان نه اڪيلو نه ويو آهيان ڪو نه ڪو نئون مغشوق ساڻ ڪري ويو آهيان. هن ڀيري به ڪيئي معشوق تيار ٿيا پر هي ٽوٽر مان پنهنجي آتم ڪٿا جي سلسلي ۾ ٽوٽس وٺڻ لاءِ وقف ٿي ڪرڻ چاهيو. جنهن لاءِ مونکي مائٽن جي ويجهو رهڻ لازمي هو، ڪو ڏاريو گڏ هوندو ته هو پاڻ به بيزار ٿي مونکي به بيزار ڪندو، منهنجي ڏي نين تارا

جنهن کي مان پيار مان نينا چوندو آهيان، ميٽرڪ ڪري تازو اسڪول مان پري ٿي هئي. اڃان رزلٽ نڪري پوءِ ڪاليج ۾ داخلا ٿئي تيستائين هي واندي هئي مون سوچيو هي توٽو چو نه نينا سان ڪجهه هوندڻ به ٻارن کي گهمائڻ ڦيرائڻ هن جي تربيت جو هڪ اهم حصو هوندو آهي. مون نينا کي سڏي چيو "ڇا خيال آهي شڪارپور هلون. هل نه توکي شڪارپور وٺي هلان." هي چوڻ لڳي "ها بلڪل خيالي طور تي ڪٿي به هلي سگهجي ٿو." هن کي پڪ هئي ته هن دفعي به اسان ڪيڏانهن نه پيا وڃون. اهي رڳو خيالي پلاءُ آهن. منهنجو ته اهو به خيال هو ته ٻارن سان وڃان وڪيشن ته سمورن ٻارن کي هئي بجيٽ به ڪافي هئي. شاهه رخ ۽ ماهه رخ به ڪروڊ ڪيو ته اسان به هلنداسين. مان گهر جو سڄو اٿالو (گدو بنڊل) ساڻ کڻڻ نٿي چاهيو. ريل ۾ ٻڌڪو مچي وڃي ها. بيزار ٿي پوان ها. هجن ها پاڻ ۾ ڪير ڪنڌ ته بي ڳالهه هئي، اڄ نه سڀان ڪندي هڪ هفتو ترسائي ڇڏيو مانس، سندس پاءُ شاهه رخ کيس وڃڻ ئي نه ڏئي. آخر اچي 17 مارچ تي مون سوچيو سياڻي منهنجو جنم ڏينهن آهي پٽ اڪيلو ٿي نڪري پهو هي جن جان ڪو نه ڇڏيندا، مان وجهي بيگ ڪلهي ۾ الله توهار جي تيار ڪرڻ لڳس ان وقت نينا ٻارن جيان روئي پئي. ڪيس ائين لڳو ته چڻ مان کيس هميشه هميشه لاءِ ڇڏي ٿو وڃان. هو ايلاز ٿي ڪري ته "بابا مان به هلان" "نه مائي نه" مان پنهنجي رئل نينا کي پرچائڻ چاهيم ٿورن ڏينهن جي ته ڳالهه آهي. هي انگل ڪري چوڻ لڳي "نه بابا نه" مان پيءُ طور ڪيس گهربل خوشين ڏئي نه سگهيو آهيان نينا منهنجو ٻيو ساهه آهي. مان ٻيو سڀ ڪجهه برداشت ڪري سگهان ٿو پر منهنجي پياري سڪيلڏي نينا جي اکين ۾ ڳوڙها نٿو ڏسي سگهان، نينا جي معصوم مرڪ مون لاءِ ڪائنات جي سڀ کان وڏي خوشي آهي. منهنجو هن سان بي انتها پيار آهي سو هن جي خواهش آڏو ضد کان دستبردار ٿي هٿيار ڦٽو ڪيا. "مان تهنجي لاءِ جان به قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان ڇري، هي ته رڳو معمولي سفر آهي." اها خوش خبري ٻڌي هي ڏاڍو خوش ٿي. خوشي جي ڪري هن جي منهن ۾ پيهر جوت موٽي آيس، هن اطمينان جو ساهه کنيو. اکين ۾ تري آيل ڳوڙا هن ويهائي سان مهٽي ڇڏيا ڇڻ ڳوڙها هئا ئي ڪو نه. "ترين جو ٽائيم ٿي رهيو آهي. مان توکي صرف پنج منٽ ڏيندس. ايمرجنسي ۾ تيار ٿي وٺ." ٻئي پاٽر صلاح ڪري پيڻ جو هڪ هفته کان تيار ٽيل ٽيهلو اين ٽائيم تي ڪٽي لڪائي آيا ته جيئن هي نه وڃي سگهي. اها حقيقت جڏهن نينا کي خبر پئي ته هي ڏاڍو پريشان ٿي. هن وٽ باقي رکيل گهر جا ڪپڙا ته هئا پر ڊوتل ڪو نه هئا. سي هن يڪلم ويڙهي هڪ ٿيلهي ۾ وجهي مونکي ڏنا ته متان هنن تان به هٽ نه ڊوٽا پون. باقي ڪيس هڪ اهڙي صاف وڳي جي ضرورت هئي جيڪو هي فضيلت سان سفر ۾ پائي هلي. مونکي ياد آيو ته جڏهن ماريا مون سان گڏ نئون ڪوٽ ۾ رهندي هئي ته مان ڪيس اڪثر رات جو

مردانا ڪپڙا پارائي هوا خوري لاءِ ٻاهر وٺي ويندو هوس. پوءِ ڪافي عرصو ڪنهن
کي خبر ئي نہ پئي تہ هي ڪا ڇوڪري آهي. ليکڪ امر سنڌو صحافي عنبرين
هيسباڻي وڪيل نسرين قادري، ٽنڊو جهانيان واري سيدياڻي جيجي، ٺٽي واري پي
پي جي ليڊر شميم ميمڻ فقير جي پڙ تي گلن واري ۽ آزاد بوڪ ڊيپو جي مالڪ بہ
تہ ڇوڪريون آهن. مرد ٿي هلڻ ٿيون هونئن بہ جڏهن نينا ڪافي وڏي هئي تہ
ڇوڪرن جا ڪپڙا پائيندي هئي. اهو اڄڪلهہ فيشن بہ آهي. مون جيڪا شاهہ رخ لاءِ
ورگر ٽائيپ پينٽ شرٽ آندي هئي جا ڪيس پسند نہ آئي هئي. گل سينٽر وارو
دوڪاندار واپس يا تبديل بہ نہ پيو ڪري رشيد جمالي کي ڏيڻ ڪاڻ رکي هئي سان
ڪٻٽ مان آڻي نينا کي ڏني تہ ڇگو ڀلا هئين ڪر هي پائي. جينس جي پينٽ ڪافي
ڏينهن تائين ميري ڪانہ ٿيندي الله ڪندو هن هڪئي وڳي ۾ ٽوئر ٿي ويندو. ٿوري
دير ۾ نينا جينس جي پينٽ تي، اسڪو ل جو جاگر بليڪ ڪلر جي شرٽ ڪاري
رنگ جو چشمو پائي جڏهن ڪمري کان ٻاهر آئي تہ مان حيران ٿي ويس. شولبرن
تائين ڪٽيل وارن تي ڪيپ ۾ هوبهو ڀاءُ شاهہ رخ پئي لڳي. شاهہ رخ خان جو بہ
وات پٽجي ويو. نينا جڏهن پنهنجو پاڻ کي آئيني ۾ ڏٺو تہ ٺهڪ ۾ پئجي وئي. چوڻ
لڳي "بابا مان تہ صفا ڇوڪرو پئي لڳان" جڏهن ڳالهہ جي پڇاڙي تي کلي پئي تہ
ڏاڍي پيار پئي لڳي. هن چيو "بابا ٻاهر جو ماحول ڀيو آهي متان ڪنهن ڏچي ۾ نہ
ڦاسي پئون" مون چيو "ڪا ڳالهہ نہ آهي رات آهي سفر ۾ ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ
تون ڪا ڇوڪري آهين ڀيو تہ مان جو تو سان گڏ آهيان الله ڀلي ڪندو. رڳو اهو
ڪارو چشمو لاٿي ڇڏ ماڻهو چوندا بيوقوف ڇوڪرو رات جو چشمو پائي وتي پيو
گهمندو" مان هميشہ سفر ۾ شارٽس پائي انجواءِ ڪندو آهيان. پر هن سفر ۾ نيائي
گڏ آهي سو ٽائوزر پائي پيو ٽوئر ڪيان. نينا ماءُ کان آشيروارد وٺي تڪڙي تڪڙي
گهر کان ٻاهر نڪري آئي. ٻارن کان موڪلائي آيا سون تہ انهن جي اکين مان پاڻي
زاروزار پئي وهيو. پويان ٻارن جا ٻيڪاڻ پئي پيا. سرانياڻ ۽ ٻائيتال اڏ ۾ چڙهي
رڪشا ۾ سوار ٿي اسٽيشن روانا ٿياسون مونکي گهران نڪرڻ وارو سين ڏسي
پنهنجي رهجي ويل ٻارڙن جي ڏاڍي ڳڻتي ٿي. ڪٽي اسٽيشن تائين نہ پويان لڳڻ
مس مس ڪري جان ڇٽي. نينا کي ڏک صرف اهو هو تہ امي جي طبيعت بہ ڪجهہ
ڏينهن کان وڌيڪ خراب هئي ان جو خيال ڪير ڪندو. نعيم ماما اسلام آباد ويل
آهي. شاهہ رخ ۽ ماہ رخ سڄو ڏينهن رول ۾ پورا هوندا ۽ هالار اڃا معصوم ٻار آهي
اهو سوچي دکي ٿي وئي. مان وڏي عرصي ڪانپوءِ پيو پنهنجي اباڻي ڳوٺ وڃان.
شڪارپور جي سڪ ڪٽي سفر جا سور ڪٽي ۽ گهر جا وڇوڙا ڪٽي. مان پنهنجي
وڃايل ننڍپڻ کي ڳولڻ لاءِ پنهنجي ٻالڪپڻي ڏانهن موٽي رهيو آهيان. هي منهنجو
يادن جي شهر ڏانهن واپسي جو سفر آهي. هن سفر جو هڪ پيو بہ نرالو پهلو هي

آهي ته اڄ مون سان ڪو پرين ٻرين گڏ نه آهي. منهنجي ڏي پرين جي روپ ۾ مون سان گڏ آهي. اهو مون لاءِ هڪ نئون تجربو آهي. ريل جو سفر بس جي نسبت گهڻو سهوليت وارو آهي. ان لاءِ مونکي پسند آهي. گهران نهي سنبري اسٽيشن آياسون. اسٽيشن تي وقت سر پهچي وياسين گاڏي تيار بيٺي هئي ساهن جي سٽ سلجهائي. ٽڪيٽ وٺي پليٽ فارم تي پهتاسين مس ته، ڀرين وسل وڳي ٽرين چٽڻ کان اڳ پليٽ فارم تي هجوم کي ڪٽيندا ٽرين پڪڙي ڪنهن نامعلوم ڪمپارٽمينٽ ۾ چڙهي پياسون گاڏي سيٽي وڄائي گارڊ سائي جهنڊي ڏيکاري ۽ گاڏي باقاعده هلڻ لڳي، ٽرين حيدرآباد جي اسٽيشن کي ڇڏي. ڇڪ ڇڪ، ڇڪ ڇڪ! ڪندي تيزي سان اڳتي وڌي رهي هئي. اسان کي ٽيڪٽ هئي. پر رزرويشن ڪانه هئي. جن کي سيٽون بڪ هيون سي بالم ٻٽجي ويهي رهيا، جيستائين ڪا سيٽ ورچڙهي. ماٺهن سان سٽيل ريل گاڏي جي ڊبڙ دوس ۾ نينا اچي ڏاڍو پريشان ٿي. پوءِ اسان ٽرين ۾ سيٽ ڪاڻ ڦرندا رهياسون. هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ريل لتاڙي آياسون ته نقير فياض ٻرڙي جو يار بابو ملي ويو ڇيو آغا تون هتي ڪيئن؟" "ايمرجنسي ۾ ڳوٺ پيو وڃان نياٽي گڏ اٿم سيٽ ڪا هٽ ڪري ڏي." "اڙي بادشاهه ماٺهو آ، فقير فياض جهڙا يار ويٺا اٿئي سڄي ريل بوڪ ڪري ڏئي ها، درويش ان سان ته ملين ها." "بس ٽائيم نه ملي سگهيو هي سڀ اوچتو ٿيو." هن مولائي جيئن تئين ڪري هڪ برٿ ۽ ٻه سيٽون هٽ ڪري ڏنيون. پاڳ سان سيٽ ڏري واري پاسي کان ملي، مزي سان، منهن نظرن واري پاسي ڪري ويٺاسون، مان ڪيس پنج سئو جو نوٽ ڪڍي ڏنو ته چيائين "بس هاڻ رکي ڇڏ گهٽا ٿيا اٿئي ڇا؟" جڏهن گهڻو زور پريو ماٺس ته مون کان وٺي نينا کي ڏئي ڇئين هي هن نياڻي جا ٿيا. متان وٺينس نينا کي ڇوڻ لڳو "ڏي متان ڏينس پڙين ٻشني اٿئي ڪسي نه وڃين. پوءِ نينا کي مٺي تي هٿ رکي دعا ڏئي هليو ويو. ريل ۾ سفر ڪندي مونکي پنهنجو ننڍپڻ ياد اچي ويو. بابا اسان کي حيدرآباد کان شڪارپور اڪثر ريل گاڏي رستي وٺي ويندو هو، تنهن زماني ۾ حيدرآباد کان شڪارپور لاءِ هڪ لوڪل ٽرين مهراڻ جي نالي سان هلندي هئي. صبح کان نڪربو هو ته رات ڏاري ڳوٺ پهچي وڃبو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته روهڙي اسٽيشن تان ٻي گاڏي ٻه بدلائيٽي پوندي هئي يا وري وين ۾ سکر کان چڙهٹو پوندو هو. هڪ سامان جو بار ٻيو ٻارن جي لانڍ گڏ بابا لاءِ وڏي ڏچو هوندو هو. پوءِ مهراڻ کي ترقي ڏئي سنڌ ايڪسپريس ڪيون جيڪا جيڪب آباد تائين ويندي هئي سڄي رات ڳوٺ هلڻ جي تياري ٿيندي هئي. امان کي سامان ناهيندي ناهيندي اُسر اچي ٿيندو هو پوءِ لڳندي هئي نيرن کي نيرن سان گڏ هڪ ويلو سفر لاءِ ٻه ڪٽيو هو. ٽفن پرجي ويندا هئا. انبو ٿيمون، مڇي، مانيون، اچا چانور، برزن ڪن پليٽون ڇمچا. مطلب ته ضرورت جي هر شي هوندي هئي ريل اجان

ڪراچي جي لوڪر شيڊ تي ڊربي هئي ته بابو ٻه ٽي ڪلاڪ اڳ ئي اچي اٽالو وٺي حيدرآباد جي اسٽيشن تي ٽڪا ڪندو هو. سڄي رات جو هلڻ جي خوشي ۾ اوجاڳو پيو صبح ڪان ئي اسٽيشن تي ويهي ويهي اصل ڪڙجي پوندا هئاسون. ان ڪان سواءِ پنج پنج ڪلاڪ گاڏين جي ليٽ ٿيڻ جسماني ڀوڳنا ۽ دماغي پريشان جو باعث بڻيو هو. عورتون ته وڃي ويٽنگ روم ۾ ويهنديون هيون باقي اسان ٻار پليٽ فارم تي يا بيٺا جمبورا جيان ۽ وري بسترن کي ٽيڪ ڏئي يا چڙهي ويهندا هئاسون. سامان ٻه ايترو هوندو هو جڻ لڏو پٽي پيا وڃون. گهران ڊوڙتي نيرن ڪرڻ ڪان پوءِ ٻه اسٽيشن تي ڪتن وانگر پيهر نيرن ڪري وٺندا هئاسون. جيتر ريل اچي تيز چانهه ڪيڪن جو الڳ بابا کي ٻرو ڏيندا هئاسين. ڪڏهن ته بابا ڪوٽڙي اسٽيشن ڪان بولان ميل ۾ ٻه ڳوٺ وٺي هلندو هو. جيڪا ڪراچي ڪان ڪوئيٽا تائين ويندي هئي. ٽرين سيوهڻ دادو، لاڙڪاڻو ڪان ٿيندي شڪارپور ڇڏيندي هئي. هن ريل ۾ پٺاڻن جو وري وڏو آزار هوندو هو. هي نسواري، مجال آ جو ڪنهن کي انچ به جاءِ ڏي. جڻ پيءُ جي گاڏي هجين. سيڪنڊ ڪلاس ۾ جڳهه نه ملندي هئي ته بابا ٿرڊ ۾ به سفر ڪندو هو. پٽين واري بينچ تي، مان هونئن به ٿرڊ ڪلاس ماڻهو آهيان ان ڪري مونکي ٿرڊ ڪلاس ۾ سفر ڪرڻ ۾ مزو ايندو هو. تنهن زماني ۾ سيٽون بوڪ نه ڪرائيبون هيون رڳو ٽڪيٽ وٺي گاڏي ۾ ويهبو هو. سيٽ ملي ته واه واه نه ته الله الله خير سلا. اسٽيشن جي پليٽ فارم تي جڏهن لائوڊ ذريعي انائونسمينٽ ٿيندي هئي ته فلاڻي ريل فلاڻي پليٽ فارم تي اچي رهي آهي ۽ پل جي ذريعي جلدي پهچو ته ڪولين ۽ سامان جي وٺ پڪڙ شروع ٿي ويندي هئي. ريل جي آمد جي ٽن ٽن اسڪول جي موڪل جي ياد ڏياريندي آهي. بابو امان کي ويٽنگ روم مان سڏي امان کي ۽ مونکي سامان جي حفاظت لاءِ ويهاري ويندو هو. منهنجا ڀائر ٻوڙي وڃي پنهنجو سيٽون والارڻ لاءِ دري مان ٽپ ڏي يڪدم سيٽ هٿ ڪندا هئا. ڪڏهن جڳهه ملندي هئي ته ڪڏهن نه. پوءِ بابا انهيءَ رش ۾ ڪوليءَ ڪان سامان کڻائي اسان کي ٻوڙيندو اچي گاڏي ۾ سوار ڪندو هو. برٿ ۽ سيٽن هيٺان سامان سٽي چادرن تنگهي ڪمرو ڪندا هئاسون. جڻ ٻيبيون گڏ هجن ڪڏهن ته لنگهه جي وچ تي سامان رکي ڪڪڙ ٻڌجي ويهندا هئاسون ته ڪڏهن رش ۾ ڪوٽڙي ڪان سيوهڻ تائين ٻڪهه وانگر هڪ ٽنگ تي بيهي ساهٽا ٿي پوندا هئاسون. جڏهن انهن مولائين جي ڪٽ خلق سيوهڻ ۾ لهندي هئي ته ڪجهه سڪون ملندو هو. عجيب نه وسرندڙ تاثر هوندو هو مان حيرت ۽ ڊپ ۾ آهي ڏڪهن وارن وارا مست ڏسندو هوس. ٻه پيرا نيرن ڪرڻ ڪان پوءِ به امان کي ماني لاءِ تنگ ڪندا هئاسون جا ريل ۾ وري به ڊوڙتي ماني ڏيندي هئي. اسان ڇوڪرا پارٽي ته گاڏي ۾ ڏما ڇوڪڙي مچائي ڇڏيندا هئاسين. خبر ئي نه پوندي هئي ته اٺ ڏهه ڪلاڪ سفر ڪلندي ڪيڏندي گذري ويندو هو پوءِ

خبر تڏهن پوندي هئي ته گاڏي اچي شڪارپور جي اسٽيشن تي بيهندي هئي هتي هن لاڙڪاڻي روٽ تي پٽي صاحب جي ڪوشش سان ريل ڪارون به هلايون. جيڪي ٽن ڏٻن تي مشتمل هيون ۽ پنهنجي پاسن انجڻ هئي پر اها ڏسڻ ۾ ڪانه ايندي هئي. هي تکي اسپيڊ واريون هيون جيڪي پٽي صاحب جاپان کان آنديون هيون. جيڪي ڪمزور پٽڙين سبب بند ٿي ويون. باقي اجان به لاهور ۽ اسلام آباد وچ ۾ هلن پيون. اها ريل ڪار جڏهن لکي جي جبلن وٽان لنگهندي هئي ته اسان هيٺ ڏسندا هئاسون ته عجب مزو ايندو هو اهڙو دلفريب منظر ڏسي اسان خوش ٿيندا هئاسون. ڪڏهن ڪڏهن گهران شڪارپور وڃڻ لاءِ نڪتاسون ته ريل ڇٽي ويئي ته گهر واپس موٽي اچبو هو. ڪيئي پيرا ائين ٿيو هوندو. ڪڏهن ڪڏهن ته گاڏي جي ليٽ سبب بابي جو بلڊ ڦرندو هو. پروگرام اتي جو اتي ڪئنسل هلو بابا واپس گهر هلو، بابا سفر ۾ غصو گهٽو ڪندو هو. اسان ٻار ڪيس ڏاڍو بيزار به ڪري وجهندا هئاسون. هڪ دفعو بابو بيٺل گاڏي مان لاهي ٽڪيٽون سوڌو گهر اچي نڪتو ڪٽي ڪمائي چٽ تي ويئي. غصي جي خبر اڄ تائين نه پئي سگهي ته قصو ڇا هو.

وري الائي ڪيئن يادن جو بنڊ آن ٿي ويو. پنهنجي سيٽي تي ويٺي ويٺي مان ڇڻ ننڍپڻ جي ساروڻين ۾ جڪڙجي ويس. ريل جو منهنجي زندگي ۾ هڪ عجيب ساٿ رهيو آهي. ريل سڀ کان پهرين مون مرحوم ڀاءُ غني جي ڪڇ مان ڏٺي. انهيءَ ڪاري ڪانو ۽ ڪاري مينهن ڏسڻ واري ايج ۾ مان ريل جي ڪاري انجڻ جو آواز ٻڌي ڀاءُ جي هنج ۾ جهومڻ لڳندو هوس. ريل جي بند جي ويجهو گهر هجڻ سبب اها ريل جي پٽڙي مون لاءِ اوپري نه هئي. اها پٽڙي مون لاءِ هڪ ٻئي دلڪشي هئي، ريل جو اهو بند زمين جي سطح کان صرف ڏهه فوٽ ڪن مٿي هو. اسان سڀ پتڪڙا ٻار وڏن ٻارن کان به اڳ يڪلمر بند تي چڙهي ويندا هئاسون. جتي ريل گاڏي جي ڦيٿن هيٺان پٽڙي تي سڪو رکي ڇپي وڏو ڪري خوش ٿيندا هئاسون. پٽڙي تي ڪن رکي پري کان ايندڙ هن هيبت جو آواز ڪنائيندو هوس. اهو گونجندڙ آواز ڪنهن ڪاري انجڻ جي، ڇڪ ڇڪ وانگر ٻڌڻ ۾ ايندو هو. تيزيءَ سان لنگهي ويندڙ ترين جي درين منجهه ويٺل ۽ دروازن تي بيٺل انهن پرديسي مسافرن کي تيزي سان هٿ لوڏي ٽاٽا ڪرڻ سان جا خوشي محسوس ٿيندي هئي سا اڄ سڳن ماڻهن جي روبرو ملڻ سان نٿي ملي. آهستي آهستي لنگهي ويندڙ ۽ ايندڙ ڏگهي مال گاڏين جا ڳاڌا ڳڻڻ منهنجي من پسند ونڊر هئي. آهي مال گاڏا اسان جي ڳڻپ پڪي ڪرڻ جا بنياد به آهن. ريل جي پور وچوٽ پٽن مان ڪنهن هڪ پٽي تي هٿن جي بيلنس سان ائين هلندو هوس جيئن سرڪس جي ڪا حسينه رسي يا تار تي امبريلا جي بيلنس تي هلندي آهي، ائين مان راند ڪندو اڪيلو ئي اڪيلو ڪجهه ڪلوميٽر پري گدو جي اسٽيشن تائين نڪري ويندو هوس. مان ريل جي پٽي تي

جڏهن ٻه ايندو هوس ته گهران ڪاڪوس ڪري پوءِ ايندو هوس. مون کي اهو خوف ويٺل هوندو هو ته جيڪڏهن خدا نه خواسته ريل ڇڇي وڃي ۽ ڪاڪوس نه ڪيل هجي ۽ لاش سان گڏ چپ ۾ ڪاڪوس وهي وڃي ته ڏسندڙ ڇا چوندا. ته "ڍٺسان واهيات هو." ماڻهو مري ته گهٽ ۾ گهٽ صاف سٿرو ٿي ته مري. شام ٿيندي مان جڏهن بند تان لهي گهر ايندو هوس ته الائي ڪنهن، منهن مان ئي امان اهو اندازو لڳائي وٺندي هئي ته مان ريل جي پٽڙي تي ويو هوس پوءِ بابا جا پاشن ٻڌڻا پوندا هئا ۽ امان جي مار ڪاٺي پوندي هئي، جڏهن امان ماري بس ڪندي هئي ته پرچائڻ لاءِ چوندي هئي "پٽ جو ويندو آهين ان مئي پٽڙي تي ڪا ريل منهنجي ٻچڙي کي چيڀاٽي ماري وڃي ته اسان کي ڪيئن خبر پوندي تون ڪٿي آهين. اسان توکي ڪٿي ڳوليندا سون." مان امان کي خوش ڪرڻ لاءِ چوندو هوس ته "امان اها پٽڙي ته شڪارپور خالا ڏانهن وڃي ٿي مان ته پٽڙي تي نورجهان خالا کي تنهنجا سلام ڏيڻ ويو هوس." پوءِ امان جي اکين مان پيڻ جي ياد جا ڳوڙها ڳڙي پوندا هئا. ائين مان ماءُ جي جذبات سان کيڏندو هوس. نيٺ يادن مان پاڻ ڇڏائي وري مان منظر ڏسڻ لاءِ ٻاهر ڪنڌ ڪڍيم. ريل ۾ سفر ڪندڙ هر ماڻهو جي ڪيفيت ساڳي هوندي آهي، مسافر پنهنجي سيٽ تي ويٺي هلندڙ ريل گاڏي جي دري مان ٻاهر جهاتي پائي ٻاهر نظارن جو لطف وٺندو آهي، سموري ڪمپارٽمينٽ ۾ مانار ڇانئيل آهي. نينا پنهنجي برٿ تي پرسڪون ننڊ ۾ ستل آهي. ريل "ويندس ويندس ۾" چئي وڃي رهي آهي. ريل ساهيون پٽيندي منزلون پوريون ڪندي هلي رهي آهي. اوڏيرو لال- ٽنڊو آدم، شهدادپور- ٻوڇهري، دوڙ، ٻانڌي، جلال مري، نواب شاهه، پڊعيدن، سيال آباد، لاکا روڊ، راڻي پور، محراب پور، سينارجا، خيرپور ۽ ٽنڊو مستي خان، هڪ نگر کان ٻئي ۽ اتان ٽئين نگر ڏانهن، هي ريل نيون پراڻيون، ويران اسٽيشنون ننڍا وڏا پليٽ فارم، وشال ميدان، اجڙيل بيابان، باغ ٻنيون، پٽيان ڇڏي پل پل مون کي منهنجي ماضي ڏانهن وٺي وڃي رهي آهي. مان هن لمحي پنهنجي ماضي جي يادون جي قريب کان قريب تر ٿيندو ٿو وڃان. ريل جي پيرن ۾ وڇايل پٽڙين ۾ 300 ڪلوميٽر مفاصلو رڙي چڪو آهي. ريل مسلسل زندگي کان موت طرف ٻوڙي رهي آهي. مان ٻه انهي ريل سان گڏ ٻوڙڻ چاهيان ٿو. سفر الائي جو مون کي صدين جيڏو لڳڻ لڳو. ڄاڻم ته ڄڻ ازل کان سفر ۾ آهيان، مان منزل ڏانهن وڃي رهيو هوس يا الائي ماضي ڏانهن موٽي رهيو هوس. الائي جو مون کي اهو وهم وڪوڙي ويو ته هي شايد منهنجي زندگي جو آخري سفر نه هجي. الائي جو مون کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ مان انهن ڳوٺن کي آخري دفعو پيو ڏسان ۽ زندگي ۾ وري ڪڏهن ڪين ٻيهر ڏسي نه سگهندس. ٽڪيٽ چيڪر جي سڏڻ تي سوچن جو سلسلو ٽٽو. منهنجي مٿان هڪ دٿوس قسم جو ٽڪيٽ چيڪر بيٺو هو مان ٽڪيٽ ڪڍي ڪيس ڏيکاري

ٽڪيٽ ڏسڻ بعد ٽڪيٽ چيڪر هليو ويو. نينا کي جاءِ بدل سبب شايد ننڊ نہ آئي هئي
هيڻ لئي ۽ ٽائلٽ وٺي وري مٿي سمهي رهي. ٻالٽي جي ڇهاءُ سان محسوس ڪير
ته هن ۾ سوڍا بوتلون هونديون. اڳ ريل ۾ جيڪا شيءِ پنج روپين ۾ ملندي هئي
سا هاڻي 15 روپين ۾ بہ نٿي ملي سموري سفر ۾ مون نينا کي پاڻ سان گڏ برابر
واري حيثيت ۾ رکيو. مان پاڻ چانهہ وٺان پيو تہ نينا لاءِ بوتل هئي. ريل پنهنجو
منو سفر پورو ڪري روهڙي جنڪشن تي ساهي پٽي رهي هئي. اتي نينا جي پاڻ
مرادو اک کُلي وئي. روهڙي اسٽيشن آئي تہ ريل مان لهي پليٽ فارم تي گشت
ڪرڻ لڳاسون. ريلوي اسٽيشن تي ڪافي گهماگهمي هئي. اسٽيشن تي اڄ لڳي
سبيل تي پاڻي ٻڪ ۾ پيتوسون. نينا کي ڏاڍي بک لڳي هن جي دل ڪجھ کائڻ لاءِ
پئي ڪيو. هون تہ هتي ڪافي ٻوڙ پلاءُ هئا. پر ٻن ٽن ڏينهن جي باسي ڪاڌي جي
ڪري آنڊو خراب ٿيڻ جو ڊپ هو. تنهن لاءِ ڪيس چانهہ بسڪيٽ جي اسٽال تي وٺي
آيس هي ٻڪ ۾ بسڪوٽن جو پورو ڊبو اڪيلو ئي کائي وئي. منهنجي بسڪوٽ
گهرڻ تي بسڪوٽ جو آخري اڌ وات ڪان موٽائي مون کي ڏيڻ جي ڪئي تہ مون
اکين جي اشاري سان اهو بہ کائڻ لاءِ چيومانس ۽ ڪلڻ لڳس پليٽ فارم تي هڪ
ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين سلو مارچ ڪندا چڱو اڳتي نڪري وياسون. روهڙي جي
منظرن جي هٻڪار ۾ ساهہ کڻڻ لاءِ سامهون هڪڙي خالي بنئچ تي ويهي رهياسون.
هتي اسان کي ڏسي هڪ دوست ٺهڪ ڏيندي چيو تہ ”يار مان پاڻ اڪيلو ڏاڍو بور
ٿيو هوس شڪر ٿيو جو توهين ملي ويا.“ هي نينا جي پر ۾ اچي ويهي رهيو. نينا
ڪجھ مفاصلي تي هن کان پري ٿي ويٺي. مون کي خبر نہ پهجي سگهندي آهي تہ
هي رحمت الله آخوند آهي يا هدايت الله آخوند ٻئي جاڙا ڀائر آهن. هنن ٻڌايو هوتہ
اسان کي جنهن ماءُ ڄڻيو هو سا بہ نہ سڃاڻي سگهندي هئي تہ انهن مان هدايت الله
ڪهڙو آهي ۽ رحمت الله ڪهڙو بس هڪ پاءُ پاسي کان سينڌ ڪڍندو هو ۽ ٻيو
وچان هاڻ مون کان اهو بہ وسري ويو هو تہ وچان ڪهڙو سينڌ ڪڍندو آهي ۽ پاسي
کان ڪهڙو برحال هي ڪيترن سالن کانپوءِ مليو هو. مون لاءِ منڙي ماڻهو سنڌ
يونيورسٽي جي اديب پروفيسر هدايت پريم جا ٻئي پاٽيجا اکين تي پريم صاحب
سان اڄان تائين پراڻي شفقت ۽ پيار هلندو اچي هن سان ملڻ کان پوءِ ائين لڳندو هو
تہ زندگي اڄان زنده آهي رب شل ڪيس ڏينهن ڏئي، انهيءَ هدايت الله يا رحمت الله
حجت ڪري چيو ”لالي هي نئون يار وري ڪٿان هٿ ڪيو اٿئي.“ نينا جيئن تہ
مرداڻي ڪپڙن ۾ اسڪرين فيس مان ئي ڇوڪرو پئي لڳي هونهن بہ دنيا ۾
ڇوڪرين کان وڌيڪ خوبصورت ڇوڪرا پيا آهن. حيدرآباد کان روهڙي تائين ريل ۾
بہ ڪنهن کي خبر ئي نہ پئجي سگهي تہ هي ڇوڪرو نہ ڇوڪري آهي؟ ان کان اڳئي
جو اهو دوست گند ڪري مون هن جو تعارف ڪرايو تہ هي منهنجو پٽ آهي. هن

چيو (Sorry) معاف ڪجو مون کي خبر ڪانہ هئي نينا جا هٿ پينٽ جي کيسي ۾ هئا
هن ان کي ڪنڌ هيٺ ڪري سلام ڪيو. پڻ نالو ڇا اٿئي؟ شاهہ رخ خان نينا ڪيس
پاڻ جو نالو پنهنجو ڪري ٻڌايو شاهہ رخ خان، نالو ٻڌي هن ذهن تي ڪجهہ زور ڏنو
۽ هڪ نظر نينا ڏانهن ڏسي ڪيس گهورڻ لڳو، نينا مون ڏانهن ڏسي ڄڻ اکين ئي
اکين ۾ چوندي هجي ڏنئي نہ بابا چوري پڪڙجي پئي. پاڻبو ڦٽڻ تي مان ڪيس
ٻڌائڻ وارو هوس تہ ان کان اڳ هن وري سوال ڪيو "يار لالي ڳالهہ تہ ٻڌ جيتري قدر
مون کي ياد ٿو اچي تہ ماريا مان جيڪر توکي پٽ هو تنهن جو نالو تہ شايد ايپي چند
هو. پوءِ هي شاهہ رخ خان ڪيئن ٿي ويو. هي ٻيو پٽ اٿئي ڇا؟" بي وفا ماريا جيڪا
نينا جي ڄمڻ کان بہ گهڻو اڳ منهنجي روحاني زال هئي جنهن. مان مون کي هڪ
پٽ ايپي چند بہ هو. ماريا ميمڻ جيڪا پراڻي سکر جي رائل روڊ تي ڪنهن ماڊرن
اسلاميان هاءِ اسڪول ۾ ٽيچر هئي. جنهن کي اڪثر مان خوابن ۾ ڏسندو آهيان جا
اڄ بہ منهنجي دل ۾ وسي ٿي پئي. هن سفر جواني واري انهيءَ اوائلي سفر جي ياد
هڪ ڀيرو ٻيهر تازي ڪري ڇڏي (ماريہ جو ذڪر اوهان اڳتي عشق نامي واري باب
۾ پڙهندا) هن مون کي پريشان ڏسي وڌيڪ سوال ڪرڻ بجاءِ موڪلائڻ جي ڪئي.
موڪلائڻ مهل نينا ڪيس اهو سرپرائيز ٻڌايو تہ "مان آغا قيوم جو پٽ شاهہ رخ خان
نہ آهيان شاهہ رخ خان تہ منهنجو پاڻ آهي مان هن جي ڌيءَ آهيان نين تارا" هن کي
ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي هو حيران ۽ پريشان ٿي هليو ويو ايتري ۾ ريل سيٽي
هڻين تہ اسان گاڏي طرف روانا ٿياسون اڄ کان پوءِ روهڙي اسٽيشن جي هن اڪيلي
بينچ کي سار بہ نہ هوندي تہ ڪڏهن هتي ڪي گهڙيون ڪو ترسيو هو. روهڙي
اسٽيشن تي ريل جڏهن ساهي پٽي آهستي هلڻ لڳي تہ پريان ڪنهن چانهہ
جي اسٽال کان اهو گيت پئي هليو تہ "جب تيري شهر سي گذرتا هون. تيري
رسوائيون سي ڊرتاهون،" انهيءَ وقت مون کي پنهنجو ننڍپڻ وري ياد اچڻ لڳو. مان
امان بابا ۽ گهر جي ٻين ڀاتين سان گڏ شڪارپور کان سنڌ ايڪسپريس ۾ واپس
حيدرآباد اچي رهيو هوس تہ ٽرين ائين روهڙي ۾ وقفو ڪيو. شڪارپور مان ايندڙ
گاڏي جي انجڻ جو منهن حيدرآباد جي بجاءِ لاهور طرف هو. مون سمجهيو اها انجڻ
ڪنجي گول ڦيرو ڪائي آخري ٻوگيءَ سان ڳنڍيبي پوءِ ريل جو منهن حيدرآباد طرف
ٿي ويندو. اسان جو آخري گاڏو هو، انجڻ لڳڻ کان پوءِ ڦيريون ٿي ويندو. ائين انجڻ
ڪنجندي ۽ ٻيهر لڳندي مون ڪئي ڀيرا ڏٺو هو. پر حقيقت جي خبر نہ هئي سو
انجڻ ڪنجڻ مهل انجڻ تي ويٺل مسافر جيان مان بہ چڙهي گهمڻ جو مزو وٺي
رهيو هوس مون کي پڪ هئي تہ اها انجڻ ڦري گيري اڳيان لڳندي پوءِ ٽپ ڏئي
پرسان واري گاڏي ۾ اچي امان جن سان ملندس، جڏهن ريل لوڪو شيڊ تي پهتي ۽
اها مسافر جيڪي ريلوي جا ملازم هئا پنهنجي گهرن ڏانهن راهي ٿيا تہ مون انجڻ

جي ڊرائيور کان پڇيو "ڇا هي انجڻ ڊوڙڻ کان پوءِ لڳندي" هن چيو "ڇورا ڊوڙ هي
لڳندي کاڻ پوءِ پريان ٽرين کي نئين انجڻ ۽ نوان ڊرائيور ملي ويا هوندا پڇڻ جي ڪر
متان رڻ ۾ نه رلي وڃي." مون وٽي پريان ڊوڙ پاتي. مان جڏهن ايشيا جي سڀ کان
وڏي پليٽ فارم تي پهتس ئي مس ته اها ريل جيڪا گهڻي وقت کان ڄڻ منهنجي
انتظار ۾ بيٺي هئي ريل جي وسل جي آواز تي آهستي آهستي هلڻ لڳي مان هلندڙ
گاڏي ۾ چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي پر هٿ صحيح طرح نه ٽپيا. گاڏي جي دروازي
جي ڍاڪڻ واري رڪ جي نلڪن ۾ هٿ هئا ته سهي پر مان ڪافي پنڌ تائين گهلجي
آيس وري اٽي ٽرين سان ڊوڙڻ لڳس گاڏي جي رفتار تيز ٿي وئي ٽنگو هلندڙ گاڏي
جي رفتار سان نه پيون ڪڇن. منهنجي پنين ۾ ڄڻ ڳڏڙيون پئجي ويون. مان ٿڪجي
بيحال ٿيڻ تي هوس، پوءِ ڄڻ ڪنهن ازغيبي طاقت مٿي ڇڪي ورتو. مان
جيڪڏهن ٿوري دير اڃان مٿي نه ٿيان ها ته هي ڪتاب جيوڻ ڪهاڻي نه لکي سگهان
ها. وري مان ننڊيڻ ڏانهن واپس اچان ٿو. ان وقت مون کي الائي ڇو اهو خيال اچي
ٿو ته "موت ۾ هڪڙن کي ريل گاڏي تي ڪٽي وڃي ٿو ۽ ٻيا پليٽ فارم تي بيٺا آهن
۽ ويندڙن کي الوداع ڪن ٿا. مان ڪليل دري مان منهن ٻاهر ڪڍي ٻيهر انهن بيچين
نظارن کي ڏسڻ لڳان ٿو. ٽرين شڪارپور طرف لاڳيتو ڊوڙي رهي آهي سامهون
سکر واري سيٺ جي ٻي منگهارام جو بسڪوٽن وارو ڪارخانو نظر اچي ٿو. ان
بسڪوٽ ڪمپني جا لوهه وارا گول ڏٻا بابا اڪثر اسان جي ڪاڻ لاءِ وٺي ايندو هو.
جيڪي اسان ڪاٺي ڏاڍو خوش ٿيندا هئاسون، ان کان وڌيڪ خوشي انهن خالي ڏٻن
۾ رانديڪا ۽ سڪا گڏ ڪرڻ ۾ ايندي هئي. اڄ به لوهه جي انهن بسڪوٽن واري خالي
ڏٻي ۾ نينا پنهنجو ميڪ اپ جو سامان محفوظ ڪندي آهي. اهي ڏٻا انهن ڏينهن جي
ياد تازا ڪن پيا. هاڻ ته هي بسڪوٽن جي فيڪٽري به بجلي جي بقايا يونين ليڊر
سردار الهداد خان مشوري جي پڙوت ۽ ٻين سببن ڪري تباهه ٿي چڪي آهي،
پاڪرلا ڪمپني جيڪا سکر جي آهي ان جي حيدرآباد ۾ ڪامياب ايجنسي هلندڙ
منهنجي وڏي ڀاءُ لالا ناظم الدين جو اهو خيال آهي ته مان جي ٻي منگهارام جي هي
بند ٿيل بسڪوٽ فيڪٽري به هلائي سگهان ٿو. يقيناً هي هلي پوندي پر شرط اهو
آهي ته جيڪڏهن منهنجو ڀاءُ هن ۾ دلچسپي وٺي، اهو عجيب اتفاق آهي جو جنهن
شهر حيدرآباد ۾ مان رهان ٿو ان شهر جو هڪ جاڙو ڀاءُ ڪوٽڙي به آهي. سنڌ جي
سيڻ منجهان وهندڙ هي عظيم دريا، سنڌو دريا هنن جاڙن شهرن سکر ۽ روهڙي کي
هت به الڳ ڪري ٿو ته هوت به جاڙن شهرن حيدرآباد ۽ ڪوٽڙي کي الڳ ڪري ٿو.
هت چوهٽ دروازن واري سکر بئراج سکر روهڙي کي پاڻ ۾ ملائي ٿي ته اُت
چاهٽ دروازن واري ڪوٽڙي براج ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد کي ڳنڍي ٿي. روهڙي غريبن
جو شهر آهي ته سکر اميرن جو، ڪوٽڙي مسڪينن جو شهر آهي ته حيدرآباد

شاهوڪارن جو، ڇاڪاڻ ته ڪان شڪارپور اچڻ وڃڻ ڪري شايد روهڙي سکر به مون
کي پنهنجي وجود جو پنهنجي ماضي جو هڪ حصو لڳندا آهن، چانڊوڪيءَ جي
ٿڌي ٿڌي ورڪا به ريهي دري مان اکين جي چانڊوڪيءَ سان چوڏهين جي چانڊاڻ
سان گڏ ترين جو هي نظارو جيڪو پورروچوڻ پٽن تي ڪنهن ڪاريهر وانگر
وروڪڙ ڪائيندي سکر روهڙي جي وچ ۾ بنا ٿنين ۽ بنا پيل پاون جي زنجيرن تي
بيٺل هن پل لئسنڊائون پل تي لنگهندي جڻ پُل صراط تان گذري رهي آهي. هنڌوري
جيان لڏندي هن پل تان اڪرڻ وقت سڄ فوٽ اوچو معصوم شاهه جو مينار. لب
مهراڻ، سکر بيراج، بکر جو قلعو، ستين جو آستان ۽ ساڌ ٻيلو، چانڊوڪيءَ جي
چقمق جي اثر هيٺ ۽ ريل جي ڪُوڪ ۾ آرٽ جي علامت لڳن ٿا. مون کي پونم
جو چنڊ ڏاڍو وڻندو آهي. سنڌو درياهه کي پنهنجو مزاج آهي ته لئسنڊائون پل کي
پنهنجو ڪمال آهي. ريل کي پنهنجو ناز آهي ته ساڌ ٻيلي کي پنهنجي شخصيت ۽
چانڊوڪي کي پنهنجي سونهن ته اسان کي پنهنجون اکيون آهن. ساڌ ٻيلي کي مون
ڦيريون ڀيرو هلندڙ ريل جي دري مان ماڻهو جي هنج مان ڏٺو. چنڊ جيترو مونکي
ٻوڙندڙ ريل مان ساڌ ٻيلي جي مٿان ڏسڻ مان وڻندو آهي ايترو اڳ ڪٿان به ناهي
موهي سگهيو، ائين پيو لڳي جڻ چنڊ ۽ ساڌ ٻيلي کي مان ڦيريون ڀيرو پيو ڏسان،
آسمان تي ڪڪر جڻ چنڊ سان اکيوڻ کيڏي رهيا آهن ۽ هيٺ اسان چوڏهين جي چنڊ
جي بيچين لهرن جي چاڙهه جي اثر هيٺ ريل گاڏي ۾ جڻ چنڊ رهاڻ ملهائي رهيا
آهيون. درياهه ۾ چنڊ جي چانڊاڻ ۾ لينڊ اسڪيپ جا اُبتا عڪس ماحول ۾ هڪ
عجيب ڪيفيت پري رهيا آهن. هي زندگي جا مختصر لمحا هميشه يادگار رهندا.
مٿان هي لمحا وري ڀيهر نه ماڻي سگهان. ريل جي سفر جي هن انوکي چانڊوڪي
رات کي مان پنهنجي هيندي ڪيمپ ۾ قيد ٿوڪري چڙيان ريل جي ڦيٿن هيٺان
سنڌو دريا کسڪي چڪو آهي ۽ريل ٻوڙندي شڪارپور طرف وڌي رهي آهي، چنڊ
اڃان منهنجي مٿان هلي رهيو آهي. جڻ منهنجو ساٿ ڇڏڻ نٿو چاهي، پل ڪراس
ڪري گاڏي سکر اچي بيهي ٿي. اختر درگاهي جي روهڙي کان پوءِ سکر، اياز گل ۽
ادل سومري جو شهر آهي هلندي هلندي رات ڪٽجي ٿي وڃي. گوسڙ جي ايئر
پورٽ، حبيب ڪوٽ، سنڌ واهه کي ڪراس ڪندي شڪارپور جي حد شروع ٿئي
ٿي، وڏي عرصي کان پوءِ پنهنجي ابائي شهر شڪارپور اچڻ ضروري هو، هي
منهنجو انتهائي جذباتي وزٽ آهي، منهنجي مٽي جي خوشبو محسوس ٿي جا
ڪنهن ٻئي شهر ۾ ناهي. جيڪا مون هڪ وڏي عرصي کان پوءِ محسوس ڪئي
هئي. هن خوشبو کي محسوس ڪرڻ لاءِ ته مان هتي آيو هوس. مون وڏا وڏا ساهه
کڻڻ شروع ڪيا. مون کي انهن ساهن ۾ پنهنجي وڏن جي خوشبو سمائجندي
محسوس ٿي. پنهنجي پُرن جي بوءِ ڪٿي مان اڃان زنده آهيان، مينهوڳي ٿيڻ ڪري

ڪچي مٽي جي اها مهڪ اڃا آئي هئي. هر خطي جي پنهنجي خوشبو هوندي آهي. مان شڪارپور جي پرڪشش وجود جي خمار ۾ ورتل وڃان ٿو. سنڌ واهه ڪان پوءِ شنڪرپارتي، شڪارپور جي ”سي اينڊ ايس ڪاليج،“ ڀرين نظر ۾ شڪارپور جو اهو منظر اسان کي ڪيڏو نه دلبر ۽ ڪيڏو نه پنهنجو لڳو. هي اڄ به مون لاءِ پنهنجائپ ۽ سڪ رکي ٿو. مان جڏهن ماضي کي ڏسان ٿو سارو شڪارپور اکين اڳيان اچي ٿو. ڪوسيون هوائون ڏوڙ وسنديون، لڪون لڳنديون هيون. ائين لڳو ڄڻ اوچتو منهنجي اک کولي هجي، جسم ۾ سفر جي ٿڪاوٽ جو هلڪو درد هجي. اٺ نينا، سنڌس اک کلي وئي اکيون مهٽيندي ڏٺائين. اوچتو ڪجهه ننڊ مان پانيولجي اٿي، نينا شڪارپور جي نظرن جو حصو بڻجڻ لاءِ خوابن جا اُٺ ۽ انتظار جو بوجهه کڻي پنهنجي ڳرن قلمن سان ڏر تائين آئي، اسان وڏيڪ ڪپڙا ۽ سامان کڻي اچي لاٿا هئاسون، صبح جا پنج ڪن ٿيا هئا. حيدرآباد کان اٽڪل ست اٺ ڪلاڪ مسافري ڪري پنهنجي منزل مقصود تي پهتاهئاسين. ڦاٽڪ ڪراس ڪري ريل اسٽيشن جي حد ۾ اينٽري ٿي. اسٽيشن جي چانڊاڻ جهڙي مک تي شڪارپور ڏسي ڏاڍو خوش ٿيس. ريل هوريان هوريان پليٽ فارم نمبر 1 تي اچي بيٺي، ان سمي مونکي ائين لڳو ڄڻ مان پرڏيهي پکي جيان پنهنجي ڏيهه ۾ لٿوهجان پنهنجي پٽڻ تي پهريون قدم رکان ٿو، مان پنهنجو پاڻ کي سنڀاليان ٿو، شڪارپور مون لاءِ پنهنجون ٻانهون کولي ٿو. مان شڪارپور سان پاڪر پائي ملان ٿو. ”ڪچ ۾ قرآن هٿ ۾ ڇري“ منهنجي ابائي ڌرتي لاءِ الائي ڪهڙي واهيات اهو مشهور ڪيو آهي. ائين محسوس پيو ٿي ڄڻ مان هتي نه پر جنت ۾ آهيان. ”سنڌ ديس جي ڌرتي توتي پنهنجو سيس نمايان مٽي ماٿي لائيان مان.“ پنهنجي ڌرتي کي سجدو ڪري نرڙ تي تلڪ هڻي. شڪارپور جي مٽي کي ڇُهي ڄڻ مان پنهنجي ننڍپڻ کي ڇُهي رهيو آهيان، مون کي صدين جي احساس جو ڇهاءُ ٿو محسوس ٿئي. شڪارپور جي مٽي منهنجي من کي اڳي کان به اُجرو ٿي ڪري ڇڏي. سفر ۾ نينا جا هڏ ڇور ٿي ويا هئا. هلڻ کان هلاڪ هئي. ننڍاڪڙن نيڻن سان سامان جي وزن سبب ٿڙندي ٿاٻڙندي ٿي هلي. مون کي ڏاڍي اُڃ لڳي هئي، اها صدين جي اُڃ هئي. ”نينا پمپ هلائي ته مان ٻُڪ تي پاڻي پيان.“ اسٽال وارو گلاس وڏائي ٿو ته مان منع ٿو ڪريان. نينا پمپ هلايو ته مون پاڻي پيتو. وري مون پمپ گيڙيو ۽ نينا ٻُڪ تي پاڻي پيتو. پوءِ اسان فريش ٿي چانهه جي اسٽال تي اچون ٿا صبح جي دود پتي چانهه پيءُ شڪارپور جي ماحول ۾ ڀاڳي ڀائيوار ٿيڻ لاءِ اسٽيشن کان ٻاهر اچون ٿا. هاڻ شڪارپور جو رخ ڪيون ٿا. منهنجي زندگي جو سفر اُتان ئي شروع ٿئي ٿو جتي ريل جو سفر پورو ٿئي ٿو. هن شهر شڪارپور ۾ منهنجي اور پوريل آهي. جنهن جي جڪ کڻي آئي آهي. اسان کي کڙي نواب خان وڃڻو هو جو ريلوي اسٽيشن کان ٻٽي ڪلوميٽر اندر آهي. اسٽيشن

تي لهي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳاسون، مَن کو ٽانگو ملي پوي، زماني جا رنگ تيزي سان بدلبا رهيا، شهر ۾ رڪشا اچي ويا ٽانگن جي عروج جي زوال جي شروعات ٿيڻ لڳي وري پوءِ چنگچيون ڪڙڪيون ته ٽانگن جي رهي کهي سواري به ٽانگن کي ڇڏي چنگچن تي چڙهڻ لڳي. چنگچي هتي في سواري جي حساب سان ڀاڙو مقرر ڪيو. جڏهن رڪشن جو تعداد وڌيو ته ماڻهو ٽانگن تي گهٽ چڙهڻ لڳا. ماڻهو رڪشن ۽ چنگچين تي وڃڻ پسند ڪندا هئا ڇو جو اها سواري ٽانگي کان تکڙي هئي. مون کي ته شڪارپور جي ياد تازا ڪرڻي هئي تنهن لاءِ مون ٽانگي تي چڙهڻ پسند ڪيو. ”گهوڙي سواري زنده باد،“ انهيءَ ئي فڪر ۾ اسٽيشن کان ٻاهران ويٺا هئاسون ته اسان جي قسمت پلي هئي جو هڪڙو ٽانگو آيو. اسان اهو ٽانگو پڪڙيو، اسٽيشن کان بگيءَ ۾ چڙهي پياسون. ”چڙهي گهر چڙهي گهر.“ مان هن جي دکدي رڳ تي هٿ رکي چنگچين ۽ رڪشائن جو ذڪر هرويرو ڇيڙيو. ”بس بابا ڳالهه نه پڇ سڄو ڏينهن رڙيون ڪندي ٽڙي سڪي وڃي ٿي مس مس ڪا سواري لڳي ٿي، سواري به ڪا اهڙي مروان مٿي ۾ لڳي ٿي جو ڀاڙو به ڏيندي ڪرڪر ڪري ٿي جو مٿو ئي ڦيري ٿي ڇڏي. صاحب ڪابه عزت نه آهي ان کان سوچون ٿا ته ڪو ڇڪلو ڪولجي پر ٽانگو نه. وهائجي جانور جي ڪاٿي انهن جي پيٽ ۾ وجهون ٿا ته رزق ٿو ملي. هنن لسوٽ چورن کي هندل جي به پيٽ ئي ڪانهي وتن ٿا چنگچيون ڦريندا. ڀهرين استاد جي گير تي هٿ پڪو ڪن پوءِ اها ڏوڙ ڪٽي پائين.“ هن رڪشائن کان وڌيڪ چنگچين وارن کي وڏيون گاريون ڏنيون. نينا ٽانگي واري جي ويهڻ ڪري پويان ويٺي مون سوچيو. هلندي هلندي متان ٽنڊ اچي وڃيس سو مان به پويان ٿي ويٺس. هي پنهنجي سيٽ تان اٿي ٽانگي جي ٻم تي وڃي ويٺو. شايد اسان جو پويان وزن وڌيڪ هو. الله توهار ڪري گهوڙي جي لغام ڍري ڪئي ته گهوڙي رڙهڻ جو نالو ئي نه ورتو. هن جو پوڙهو گهوڙو هو جنهنجون پاسيرون به نڪري آيون هيون، چنل ڦاٿل بگي هلائي رهيو هو، جنهنجا ڦيٿا به چيڪاٽ ڪري رهيا هئا، واڳون زور سان ڇڪڻ سان گهوڙي جون واڇون چيريون هيون. ڇهبڪ هٿي، گهوڙي کي وڏيون هڪلون ڪري هلڻ لاءِ آماده ڪندو رهيو، گهوڙو ويچارو سڄي رات جو ٿڪايل سو ڪوشش ڪرڻ جي باوجود به اڳتي نه رڙهي، ”اهوچنبو گهوڙو هلندو ئي ڪانه هرويرو بابا اسان انهي گهوڙي سواري جي چڪر ۾ خوار ٿينداسون“ نينا بيزار ٿيندي چيو. هن جو ڇهبڪن تي مارو هجي پر مجال آهي جو گهوڙو چُوري، بس پوءِ ته هن جون هڪلون هجن گهوڙي تي هڪ گار لهي ته ٻي چڙهي پئي. شڪارپور جا ٽانگي وارا بگي وارا فحش پولي ڳالهائڻ ۾ بدنام آهن. ”ريلوڪيانءِ.“ ”منتانس ناسن ۾.“ پوءِ ته هي ليڊيز جو به خيال نه ڪندا آهن. ٽانگي واري کي به خبر نه پئي ته ڪرڳڏ نينگري آهي مردائن ڪپڙن ۾ پوءِ جڏهن

مان چيومانس "استاد ٿورو خيال ڪر نياڻي گڏ اٿم." ته ويچارو نينا کي ڏسي شرمندو ٿيو. انهي هڻ هٽان ۾ ڦلٽڪ پار ڪري اچي اسپتال جي پرسان پهتاسون هي شڪارپور جي منگهارام اوڌوداس جي خيراتي اسپتال تاراچند اسپتال آهي. هن عظيم درويش پنهنجو نالو اسپتال جي ڏاکڻ واري فرش تي اُڪرائي ڇڏيو هو ته جيئن آيو ويو ان جي نالي کي پيرن سان لتاڙيندو وڃي. ائين هن کي سڪون ملندو هو. اسپتال جي منهن ۾ هن جي اڳ هڪ مورتي به لڳل هئي جا هاڻ سنڌالاجي ۾ رکيل آهي. مون کي بابا وارو زمانو ياد اچي ويو، بابو اڪثر اسٽيشن کان ٿلي کان نڙ کٽائي ٻاهر ٽانگي ۾ رکائيندو هو. بابا په ٽانگا ڪندو هو هڪڙي ۾ سامان ۽ ٻئي ۾ گهر جا سڀ ڀاتي چڙهندا هئاسون تن ڏينهن ۾ شڪارپور جي روڊن تي گهوڙا ترڪندا هئا. شهر جا روڊ رستا ڪشادا ۽ صاف سٿرا هئا. انهن ڏينهن ۾ سواريءَ لاءِ ماڻهو ٽانگو استعمال ڪندا هئا، اجان رڪشا ڪونه هئا ٽانگن لاءِ وچ شهر ۾ هڪ بگي اسٽان هوندو هو، جتان هر وقت بگيون يا ٽانگا ملندا هئا. اڄ به فيملي لاءِ ٽانگي جي سواري بهترين ۽ آرامده آهي. منهنجو ناناڻو ۽ ڏاڏاڻو ڳوٺ شڪارپور اڄ به ساڳيو آهي پر رڳو ان دور جا ماڻهو بدلجي ويا آهن. ٻنهي پاسن شڪارپور ڏاڍي خوبصورت آهي. شڪارپور جي منظرن ۾ جڏهن مان گم ٿي وڃان ٿو، اُهي سڀ ماڻهو جتي اڳ ورهيه گذاريا هئا، پنهنجي پراڻي زندگي اکين اڳيان ترڻ لڳي، اُهي بگيون، اُهي ٽي گهوڙا رڳو جاتي ڪاتي چنگچيون وڌيون آهن. مون کي ننڍپڻ کان وٺي اڄ ٽانگن جي خوشبو محسوس ٿيندي ٿي. رستي ۾ ڏڏڙ گهٽي اُڏامي ٿي، ڪا گاڏي لنگهي ٿي ته مٽيءَ سان پيوت ڪندي ٿي وڃي. مس مس وڃي لکيلر اچي ٿو. لکيلر کان تقريباً اڌ-اڌ ميل تي ٻيا به ست دروازا شهر جي چوگرد آهن. شڪارپور ميونسپالٽي کان ٽانگو هاٿي در ڏانهن رخ ڪري ٿو. هن ميونسپالٽي ۾ منهنجو ليبر ملو لالا لياقت چئرمين ٿيو. ٻاهران فائيربرگيڊ ۽ پاڻيءَ جا حوض به نظر آيا. هت سيٺ ڪيولرام جماڻي جو جماڻي هال به آهي. جتي مان ۽ مقصود منگريو گڏجي شڪارپور جا سهڻا گڏ ڪري عيد ملن پارٽيون به ڪندا هئاسين. هاٿيدار تي لالا فقير حسين جو گهر هو جتي هاڏي بخش جاويد قمرالزمان، بدرجمال جن رهندا هئا. هاٿيدار تي نذير شجراءِ، قيوم منگي، امبر سومرو ۽ عامر عباس سومرو جون يادون آهن، جيڪي مان وساري نٿو سگهان. هاٿيلر ڪانپورءِ خانپوري در وٽ هڪ سڪ پل آهي جنهن جي هيٺان اسان گذرون پيا. برسات ۾ هي رستو واهه بڻجي ويندو آهي. سڪ پل کان ٽنڊي کان ٿيندو. هڪ رستو ڪڙي عطا محمد به وڃي ٿو ۽ بيو ٻاهران به وڃي ٿو. جتي آغا منصب جو گهر آهي شاهي بازار جي پڇاڙي وٽ اناج منڊي به آهي جتي طرح طرح جي اناج جا ڪرا رکيل آهن مڇي مارڪيٽ ٽانگا اسٽينڊ به آهي، ان جڳهه تي اسٽول گنج آهي انهيءَ اسٽور گنج مارڪيٽ وٽ هڪ

اسٽور گنج ٿانو بہ آهي، جتي مان چورن کي کلي عام مارڪيٽ ڪندي بہ ڏسندو هوس. آهي ڊور ڏيڻ جا چور مون پهريون ڀيرو ڏٺا هئا. ڊاڪٽر شمشاد آغا جي شاهي ڪلينڪ ڪان پوءِ اسان سڌو ڪڙي پٺاسون ڪڙيون بہ آهن جن جي منڍن ۾ اسان سنڌي پٺاڻن جا سئو سوا سئو گهر آهن ڪڙي پشتو ٻولي جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، "پاڙو يا محلو." هڪڙي پاسي ڪڙي عطا محمد آهي تہ ٻئي پاسي ڪڙي نواب خان وچ ۾ رڳو شاهي قبرستان آهي، جيڪو انهن ٻنهي ڪڙين کي الڳ ڪري ٿو. هي ڪڙي نواب خان آهي. جا ڊورن واري ڪڙي سڏجي ٿي جو هتي ٻارهوئي ڊورن جي ٻڙي لڳي ٿي هتان جي پٺاڻن جي هڪ الڳ دنيا آهي. هتي ڪو اوپرو يا ڌاريو اچي نٿو سگهي. ڏاڍا ڏنگا ۽ ڦڏئي مڙس آهن. هي گهوڙي کي ٻيهارڻ لاءِ زينون چڪي ٿو ۽ گهوڙي کي بريڪ لڳي ٿي مان ۽ نينا لهون ٿا. منهنجي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وڃي ٿي. "جڻ ڪڙي ۾ مان نہ پر مون جي ڊيٿ باڊي آئي هجي. منهنجو ئي لاش پنهنجي ڪلهي تي پاڻ کڻي اچڻ ڪيڏو نہ تڪليف ڏيندڙ هوندو آهي." هڪ هڪ ماڻهو کي چتائي ڏسان ٿو پر ڪير بہ مونکي نٿو سڃاڻي نہ مان ڪنهن کي سڃاڻان ٿو. ڪڙي جي شڪل ئي مٽجي ويئي هئي، منهنجي ذهن ۾ هلچل مچي وڃي ٿي، نوان نوان رخ هئا. ڪڙي ۾ وڏي تبديلي اچي وئي آهي، اڳي جيڪي ٻار هئا اهي هاڻ ٻار نہ رهيا آهن وڏا ٿي ويا آهن. جيڪي اڳ ٻار هئا هاڻي اچي جوان ٿيا آهن. جيڪي جوان هئا اهي پوڙها ٿي ويا آهن ۽ جيڪي ڪراڙا هئا اهي مٽيءَ سان مٽي ٿي ويا آهن. جيڪي رضا الله ڪري ويا تن جي جنازن کي ڪلهو ڏيڻ لاءِ بہ نہ اچي سگهيس. ڪڙي جون ديوارون اوچنگارون ڏئي ڳڏيون. پنهنجي گهٽي ۾ گهوڙي ٿو پڙان. اهو سوچان ٿو تہ رهجي ڪٿي ننڍيڻ ۾ منهنجا پير جن ماڻٽن جا دروازا ڳولهي لهندا آهن انهن جي گهرن ڏانهن ويندي منهنجا پير لڙکڙائين پيا ۽ هٿ دروازن کي کڙکڻ تي ڏکن پيا. هي نازو خالا جو گهر آهي. هي زيبو خالا جو گهر آهي. هي روضي خالا جو گهر آهي. هي ثريا خالا جو گهر آهي. هي نعمت جو گهر آهي هي مقبول چاچا جو گهر آهي. برڪت لالا جي دوڪان کان پوءِ مان نورجهان خالا جي در تي اچان ٿو هتي منهنجا پير ڄمي ويهي ٿا رهن.

منهنجا قدم جن ماڻٽن جي گهر جا رستا ڳولي لهندا هئا، تن گهر مان هڪ گهر منهنجي پياري ماسي نورجهان جو بہ آهي. جيڪا هاڻ هن دنيا ۾ نہ رهي آهي. جڏهن امان پنهنجي سڄي اهل عيال سميت هن قربانتي پيڻ وٽ اچي رهندي هئي تہ هي ماسي اسان سڀني کي بسترا بہ پورا ڏيندي هئي مان اڄ بہ هن خالا جي گهر تي اچي لڪائو ڪير. در جو ڪڙو کڙڪايم. ڏر ڪليو تہ دروازي جي اوٽ مان هڪ هٿ ٻاهر آيو جنهن ۾ هڪ ڪير جو خالي ٿانو هو. ڏوهہ اسان جو بہ نہ هو دراصل صبح جو اهو تاثير ڪير واري جو هو، جنهن تاثير تي اسان آيا هئاسون. مان اهو ٿانو وٺي ڏهل وانگر وڄائڻ لڳس ۽ هٿ جي اشاري سان نينا کي چپ رهڻ جو

اشارو به ڪيو. پوءِ جڏهن مان ٽانوَ سوڊو اندر داخل ٿيس ته گلشن کلڻ لڳي. گلشن منهنجي ماسات ديدار مرحوم جي بيوه آهي، گلشن جڏهن در بند ٿي ڪيو ته مون کيس چيو مون سان هڪ دوست به گڏ آهي چيائين "ٺيڪ آهي مان پاسي ٿي ٿيا، تون دوست کي وٺي اچ." خالا جي گهر ٽائينڪا ٽيڻ ڪانپوءِ، گلشن مون سان خير خيرافت ڪئي ته مون کيس چيو "هي دوست ٿو چوي ته جڏهن آغا اسان جي گهر اينلو آهي ته اسان جون جوان ڇوڪريون به پردو نه ڪنديون آهن، پر هتي ته توهان جون پوڙهيون به پردو ٿيون ڪن. سو بات وچڻ جو مسئلو ڪيئن حل ٿيندو. هل ته هوٽل تي هلي ٽا رهون." ڏنم ته گلشن نينا کي اتان ئي چوڻ لڳي "نه نه ادا هي اوهانجو پنهنجو گهر آهي، ياءُ آهين، هتان جو ماحول ٻيو آهي ۽ ڪجھ اسان جا پناڻ به ڏنگا آهن." پوءِ جڏهن اندران نينا کلڻ لڳي ته مونکي به کل آئي، اسان کي کلندو ڏسي گلشن حيران ۽ پريشان ٿي. نيٺ مون کيس ٻڌايو ته "هي ڇوڪرو دوست وغيره ناهي منهنجي ڌي آهي نين تارا" تڏهن وڃي هن کي ساهه پيو. مون کيس چيو "ڪجھ کائڻ لاءِ آهي، ڇو جو هن رات کان ماني نه کاڌي آهي." نينا جنهن جي پيٽ ۾ ڪنا ٻوڙي رهيا هئا. ان جو ماني جو ٻڌو ته کيس پيٽ ۾ اوچتو بک جا راڪاس ٻيهر حملو ڪرڻ لڳا. گلشن انئي ۽ چوڻ لڳي "مان اجهو منٽن ۾ ٿي نيرن ڪري وٺان توهان نهي ويهو." هڪ سفر جو اٿاڳو ۽ ٽڪ صفا چيلهه ٽڪرا ٽڪرا ٿي پئي مون ڏٺو هڪ وڇايل هنڌ تي نينا ٽڪ لاهڻ ۽ وڏيڪ لڪ ساهڻ لاءِ انهي ڪپڙن ۾ ڪجھ ليٽي پئي. سو مان به هڪڙي خالي ڪٽولي تي وڇايل هنڌ تي ڍيري ٿي پئيجي رهيس. الائي ڪيترو دير ستا پيا هئاسين ته گلشن اسان کي نيرن لاءِ اٿاريو. "ڇئي ته مان اٿاري اٿاري هڃ ٿي پيس چانهه به ٺري ويئي آهي، جلدي اچو نيرن ڪيو پوءِ يڪيون پيا ننڊون ڪجو" وري ٻيهر نينڊاڪڙين اکين کي توانائي بخشڻ لاءِ اُٿياسون گلشن اسان جي ڏاڍي خلمت ڪئي ڇڻ فدا فدا پئي ويئي ڇئي ته "ڪالهه کان ڪانءُ لنوءِ مان اڳئي سمجهي ويس ته ڪي مهمان اچڻا آهن. گلشن لنچ وغيره ڪرائڻ کان پوءِ، نينا جا ميرا ڪپڙا ڌوئي سڪائي استري ڪري به ڪٽي آئي. شام جو ٽڪ لهڻ کان پوءِ مان گلشن کان انگريچو ترال ولي تڙ پاٽي ڪري تيار ٿيس. نينا جيڪا اڳ ۾ ئي نهي نوڪي ويئي هئي ٻاهر تفريحي لاءِ نڪتاسون. مان هوس روڊ ماسٽر نينا کي به پئي مزو آيو. اٿين اوٽ موٽ ڇهه ڪلوميٽر ڪن سير سپاٽو ڪري آياسون. ايتري واڪ کان پوءِ به نينا جي دل پئي چاهيو ته اچا گهمان، هي هوريان هوريان شڪارپور کي سمجهڻ لڳي. کيس هر طرح کان شڪارپور ڏاڍا پيارو لڳڻ لڳو ايترو پيارو جيترو شايد دنيا جو ڪو ٻيو شهر لڳي ها، هن چاهيو ٿي ته سڄي زندگي هتي رهان ٻي ڏينهن اسان مٺ مائٽن ۽ دوست دڙن ڏانهن نڪري پياسين.

سُک وچڙن نہ ڪڏهن ٻي جيڪر – پنهنجا پيارا ٿي جي ڌاريا نہ ٿين.

## ڪڙي نواب خان

مان شڪارپور جي ڌرتيءَ جو ڄائو آهيان. منهنجو اباڻو پاڙو ڪڙي نواب خان آهي. منهنجو ناناڻو پاڙو نيين پور آهي ۽ منهنجا ساهراڻا مير شاهہ قبي جا آهن. ڍڪ بازار جي آخري چيڙي تي هي ڪڙي نواب خان واقعي آهي. هي منهنجو پراڻو پاڙوآهي. هن جي گهٽين ۾ منهنجي ننڍپڻ جون يادون وابسطا آهن. جتي منهنجي ذهني تربيت ٿي. ڪڙي جو سڄو منظر بدلجي ويو آهي. ڪڙي جو افسوس ناڪ حال ڏسي ائين پيو لڳي ڄڻ ڪو هتي راڪاس گهمي ويو آهي. ڪڙي جي انهن گهرن جي ديوارن ڪان مان ڏهي گُذران ٿو. مون کي پنهنجن جي گهرن جو رستو هٿ چڙ نٿو اچي. ڪڙي جي گهٽي مون کي بيچين ڪري ڇڏيو آهي. ڪڙي ڄڻ مون لاءِ اوپري بنجي وئي آهي. اڄ سڀ اوپرا ۽ مان ڌاريو پيو لڳان. اڄوڪو اڄڻ بلڪل نرالوءِ ڌاريو محسوس ٿي رهيو آهي. مان هڪ پراڻو منهن ۽ شڪل ڪٿي آيوآهيان. ڇا ڪڙي ساڳيءَ آهي رڳو منهنجي سوچ بدلجي وئي آهي. ڪڙي جي گهرن جا دروازا اڄ بہ مون لاءِ ڪليل آهن پر اتي تقريبن سيني جي نفسيات بدلجي چڪي آهي. غلط فهمين، شڪ، شبهن، منافقتنءِ انتهائي تنگ نظري ڪڙي جي ماحول کي ايترو تہ گدلو ڪري ڇڏيو آهي جو اڄ ڪو پنهنجي ٿي ڪنهن مٺ مائيٽ جي جنازي کي ڪلهي ڪانڌي ٿيڻ لاءِ بہ تيار نہ آهي. ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا آهن. گهر، ڦڙو ڦڙو ٿي ويو آهي خون. ذرا ذرا ٿي وئي آهي ڪڙي ۽ ان جي چاهت. سامهون هڪ اوچي ديوار آهي ۽ ان جي هيٺ هڪ وڏو دروازو آهي دروازي تي منجهي پيس تہ ڪوليان يا نہ، هي زيبو خالا جو گهر آهي هن گهر جي نيسري مان ڄڻ ماسڙ نظير خان جا لڙڪ ڳڙي رهيا آهن مان هيڏانهن هوڏانهن ڏسي رهيو آهيان. منهنجي اکين ۾ هڪ نہ ختم ٿيندڙ ڳولا آهي. مان وڃائجي ويل دور ۾ جهاتي پائڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان. جيڪي مون کي جهولي ۾ ڪٺي گهمندڙ مرڪندڙ چهرا جيڪي مان هتي ڇڏي ويو هوس. جن جي اکين ۾ خواب هئا. ايتري کلندڙ مسڪرائيندڙ زندگيءَ سان ڀرپور نازو خالا جا ٽهڪ ڪيئن مري سگهن ٿا. مٺي امان وري شايد ڪنهن جي رشتي ڪرائڻ لاءِ ويل آهي. مٺي لالا شايد نعمت جي ٻارن کي گهمڻ وٺي ويو هوندو. برڪت لالا شايد نماز تي ويئل نہ هجي. نورجهان خالا پڪ سان بورچي خاني ۾ هوندي. مير محمد خان ڊيوٽي تي ويئل هوندو. فقير بابا شڪيل جي ڏاڏي کي زور بہ ڏيندي هوندي تہ اوٻاسيون. فصل خان جو پيءُ امان الله خان ڄاڻ ڪير ڪان اٿيو. اهي جيڪي اڄ زنده نہ آهن مون لاءِ ڄڻ ڀيهر زنده ٿي پيا آهن، ”هوشياري وٽ ڇريا اي پل تہ ماضي ۾ داخل ٿي تاريخ جو حصو بڻجي چڪا آهن.“ هي سڀ ڪاڏي ويا. هي جيڪي ڪڏهن مون وانگر زنده هئا ڪڏهوڪا فنا ٿي ويا. مان هڪ زنده دنيا جو

جڻ مرده دنيا سان همر ڪلام آهيان، مان ڄڻ قبرستان ۾ گهمي رهيو آهيان. احساس زنده آهن ته ڄڻ ماڻهو به زنده آهي. مان هڪ هڪ گهر ۾ هنن جي زندگي جا آثار ڳولڻ وڃان ٿو. هر گهر ۾ ڪيئي قبرون آهن ڇو منهنجا ته سڀ مري ويا. ڄڻ ته منهنجو سڄو خاندان مري ويو آهي. ٻنهي ڪڙن جي وچ وارو شاهي قبرستان ٻنهي ڪڙن جي طرف تيز سان وڌي رهيو آهي هي شايد هن ڪڙي کي به ڳڙڪائي ويندو قبرستان جتي منهنجي ماءُ پيءُ جا پيءُ ماءُ پوريل آهن جتي هي سڀ جا سڀ مرده نوڙي زنده دفن آهن. ڇا اڃان هي منهنجا مٽ مارينديون. ڇا هن مٽيءَ جو پيٽ پرڄڻو ٿي نه آهي. منهنجي دل ٻڏڻ ۽ ترڻ لڳي ٿي. منهنجو ساهه بند ٿي وڃي ٿو. شڪارپور هيل مون کي راس نه آئي. مان به هتان جو درد آهيان هتان جي مٽي آهيان. مان ڄڻ هتي پنهنجي قبر ڳولڻ آيو آهيان.

ماسات مٺي ذات، ڪڪڙ ڪهه ته ڪاٺون رات
سِرو رڌ ته، پٺون پنڌ، ڏر لاهه ته ٻارين ٻاهه.

## نورجهان خالا

نورجهان خالا امان کي پنهنجي جان کان به وڌيڪ پياري هئي. سندس ڳالهيون ڏاڍيون دلچسپ ۽ عجيب هونديون هيون. نورجهان خالا هر وقت ڪچن ۾ ويٺي هوندي هئي تنهن لاءِ ڪيس ويهڻ واري جڳهه تي ڦوڙهي نڪتي جنهن سبب ڪينسر ٿي پيس ۽ هڪ ڏينهن ان ڦوڙهي جان ڪينس. نورجهان خالا کي مرحوم ديدار پٽ ڪانسواءِ ڪا ٻي اولاد نه هئي. تنهن لاءِ هن پنهنجي پياري سهيلي نازو خالا کان اڪيلي سيڪلڊي ڌي شيرين گوڏ ورتي شيرين. جهڙو نالو شيرين هو تهڙي واقعي شيرين هئي. هي منهنجي پياري ڀيڻ رضوانه جي پڪي دوست هئيءَ شرين مان مونکي پنهنجي مرحوم ڀيڻ ببلي جڙي آسيس ايندي هئي.

## برڪت لالا

تنهن زماني ۾ شڪارپور ۾ اسان سنڌي پٺاڻن جي پاڙي، ڪڙي نواب خان ۾ برڪت لالا جو هڪ ٿي هٽ (دوڪان) هو. اهو برڪت لالا جو هٽڪي دوڪان اسان جي گهرن جي وچ ۾ هو. ڪڙي جا سمورا گراهڪ مهيني جو سڄو سامان هن کان وٺندا هئا. هي اتي چانور کان سواءِ گراهڪن جي سهوليت لاءِ بصر ۽ پٽاٽا به رکندو هو. هي ٻارن لاءِ پاپا ۽ لوش ۽ ٽافين کان سواءِ ڪيلا نارنگيون به رکندو هو. هن وٽ عورتن لاءِ موساڳ ۽ ميٽ به هو ته رانديگرن لاءِ تاش ۽ لوڊيو به هو. گنجي، اڳٽ، گوڏ رومال، ٻوهارو، صندلي، گليل، ڦٽڪا، لغڙ، اداڪارن جون تصويرون لطيفن جا ڪتاب، پيچڪس، پڪڙ، بلب بجلي جو بورڊ، وانهڙ، ڪنامار، پيٽ جي سور دستن، بخار ۽ زڪام لاءِ گوريون، ڦڪيءَ، ۽ عرق

ٻه هئا، روزانو ايندڙ اخبارون ٻه هيون مطلب ته پڙوت ڪانسواءِ ڪابه اهڙي شي هن وٽ نه هئي جو گراهڪ خالي هٿين وڃي. ريٽ ٻه هن وٽ عام دوڪاندارن کان گهٽ هئا. ڪابه سيزن واري شيءِ ڪيس واري ۾ سستي ملندي هئي ته يڪلم خريد ڪري ڇڏيندو هو. سڀ ڪم توڪل تي هلندو هو. رب ٻه ڪيس دوڪان ۾ برڪت ڏني هئي. ڪنهن ٻه ٻئي واپاري کان ڪيترو ٻه مال کڻي ايندو هو ته پوپان هو رڙ ٻه نه ڪندا هئا، جو ڪين خبر هئي ته برڪت لالا وٽ آهي پئسا ڄڻ سونا آهن. ان لاءِ هن کي ڪنهن ٻه موقعي تي دوڪان پرڻ لاءِ ڪنهن کان ٻه قرض کڻڻو نه پوندو هو. سب ڪم اعتبار ۽ زبان جي سچائي تي هلندو هو. جهڙ هجي مينهن هجي. عيد هجي. محرم هجي، ڪنهن مائيٽ جي خوشي تي يا غمي پر برڪت لالا جو دوڪان اوهان کي کليل ئي ملندو. وکر وکڻڻ جو هن کي انوکو ڏانءُ هو. ڪيئي وقتن تي مائٽن توڙي ٻي قوم وارن. هن جي ساڙ يا لالچ ۾ دوڪان ڪوليا ٻه هوندا ته آهي مهينو ٻه مس هليا هوندا. آخر ۾ انهن باقي سامان برڪت لالا کي اڌ ٻهاءِ ۽ اڌار تي ڏئي پنهنجي جان ڇڏائي هوندي. اهو هو هن جو ڀاڳ هو. برڪت لالا جو اهو دوڪان پراڻي طرز تي ٺهيل هو جنهن کي ٻه دروازا هئا هڪ وڏو دروازو جتان هي ويهي گراهڪن کي منهن ڏيندو هو، ٻيو پرسان هڪ ننڍو دروازو هو. انهي ننڍي دروازي مان هي نه رڳو ٻئو سامان آڻي ګڏ ڪندو هو پر اوڙي پاڙي ۾ ڪنهن وٽ ٻه ڪو مهمان ايندو هو ته برڪت لالا جي دوڪان جي هن حصي ۾ ويهندو هو ائين سمجهيو ته برڪت لالا جي دوڪان جو پنيون اڌ ڄڻ ڳوٺ جي ګڏيل اوطاق هئي. ڪوڙي ۾ ڪنهن ٻه قوم واري ڏاڙئي مهمان کي گهر ۾ ويهارڻ جو رواج ڪونهي ظاهر آهي مهمان جنهن جو هوندو خدمت ٻه اهوئي ڪندو، ڏنڊو برڪت لالا جو ئي ٽيندو هو. پوءِ اهو نقد ڏئي يا اُڌار ڪري برڪت لالا وٽ سڀ هلندو هو. برڪت لالا پاڙي جي مسجد جي ڪاميٽي جو چيئرمين زڪوات ڪاميٽي جو چيئرمين ۽ پاڙي جي يونين جو صدر پڻ هو. ڪنهن کي ڪفن گهرجي ڪنهن کي نڪاح لاءِ مولوي گهرجي، ڪانيون گهرجن. ديگ ڪپي، شاميانو ڪپي، ڏهلاري گهرجن لنگيائو گهرجن تب هو ٻوڙندو ايندو هو برڪتا لالا ڏانهن، پاڙي جو پل مشهور ڊاڪٽر هجي ايم اين اي، ايم پي اي هجي زميدار هجي يا خان، خان جو پٽ هجي پر سندس خط ۾ معرفت برڪت لالا جي هوندي هئي پوءِ ڦري ملي لکيل هوندو هو. پر جي معرفت نه ٻه لکيل هجي تب پهريان خط برڪت لالا کي ضرور ملندو پوءِ ان تائين پهچائڻ برڪت لالا جو فرض هوندو هو.. ڪنهن جي ٻه نڪاح ۾ نڪاح جا چوهارا ورهائڻ برڪت لالا جو ئي شرق هو. نڪاح جا ڏٺي ڪيس 200 ٽيلهيون يا ايترين ٽيلهيون هجن هي حساب لفافن سميت ٽوٽل ڪري وٺندو هو. پوءِ

جڙهارا تورڻ. لفافا ڏاهڻ ۽ ورهائڻ اهو ڪم برڪت لالا جو هو. مجال آ جو پئسا
هيٺ مٿي ٿي وڃن. برڪت لالا پاڙي جو امين به هو ماڻهو ڪيس پنهنجو نه رڳو
پيسو پر نيائين لاءِ گڏ ڪيل ڳهه ڳٺا به رکندا هئا. جنهن جي ڪا به رسيد وغيره نه
هوندي هئي پر وقت تي گهربا هئا ته برڪت لالا پنجن منٽن ۾ گهران ڪڍي ايندو
هو. هي اهي امانت رکيل باڪس، دٻا، ٻڌل رومال ۽ هڙان ڪولي به نه ڏسندو هو
نه ڏسان هن ۾ ڇا آهي ۽ نه ئي امانت رکندڙ کي ٻڌائڻ جي ضرورت به هئي ته هن
کي خيال سان رکجان هن ۾ فلاڻي شيءِ آهي. برڪت لالا گهر ۾ اهي امانتون
اٿي منهنجي خالا ماسي، نورجهان خالا کي ڏيندو هو، جا سندس گهرواري هئي،
خالا به اهي شيون ڪو تالن ۾ بند ڪري ڪانه رکندي هئي پر سندس گهر ۾ عام
شين جيان ڪوپن ۾ جڳن ۾ ديڳڙن ۾ رکيل هونديون هيون. مجال آ جو ڪو
گهر جو ڀاتي ڀيهر اوڏانهن اک کڻي به ڏسي هڪ ڀيري ڪو امانتي اوچتو
برڪت لالا کان امانت واپس وٺڻ آيو. خالا ڪڙي عطا محمد ڪنهن عزيز جي
شادي ۾ ويل هجي مان به موجود هوس برڪت لالا ڀاڻتي نعمت کي دوڪان تي
ويهاري شادي ۾ اچي نڪتو، خالا ٻڌايس ته اها امانت فلاڻي جڳهه تي رکيل آهي.
برڪت لالا واپسي ۾ مون کي گڏ وٺي آيو ته جيئن امانت ملي وڃڻ جو برابر
اطلاع خالا کي ڏيان ته جنهن کيس ڪا پريشاني نه ٿي. مون کي يقين نه آيو، اهي
ان زماني جي حساب سان گهٽ ۾ گهٽ 30-35 هزار جا ڏيور هئا جيڪي عام
رومال جهڙي ميري ڪپڙي ۾ ٻڌل هئا، جيڪي برڪت لالا، خالا جي ٻڌيل جڳهه
يعني گهرجي ڪچن مان مون کي ڪڍڻ لاءِ چيا. روز استعمال ٿيندڙ اٽي جي ٽين
مان مون ڪف چاڙهي ٻانهن وجهي برڪت لالا کي ڪڍي ڏنا جيڪي امانتي
ڪنهن ٻئي کي اسان جي روبرو ڏنا. اهو امانتي دراصل ٻاڻ ڪنهن ٻئي جو
امانتي هو. برڪت لالا رمضان شريف ۾ پڻ سڄو مهينو ٽين جو ڏهو ۽ لٽ ڪٽي
وڃائي روضن لاءِ اٽارڻ جو ثواب پڻ ڪمائيندو هو. برڪت لالا کي اولاد صرف
هڪ پٽ هو، لالا ديدار علي جنهن جي شادي ٿيل هئي. جنهن مان ديدار کي ٽي
نيائيون هيون. هڪ ديدار جي وفات کان پوءِ گرم گار جي پاڻي ۾ سڙي وفات
ڪري وئي باقي به اڄان موجود آهن جيڪي شادي واريون آهن ديدار جي
گهرواري گلشن پڻ حيات آهي. ديدار صرف 30 سالن جي جواني جي موت مئو.
هي دوستن سان سنڌ واهه تي پڪنڪ ملهائڻ لاءِ ويو ته وري واپس نه آيو. سنڌ
واهه جي لهرن جي ٻڪ ٿي ويو. ديدار ڏاڍو ملڻ سار هڏڏوڪي، جفاڪش، محنتي
ڪلڻو ملڻو ۽ دل ۾ درد رکندڙ انسان هو. ديدار پيءُ سان گڏ دوڪان ۾ هر وقت
ٻانهن ٻيلي ٿي رهيو. پٽ ديدار جي وفات کان پوءِ برڪت لالا صفا ٽٽي چڪو هو
۾ ڪيس سندس ڀاڻتي آغا نعمت خان سنڀالي ورتو. جو سندس پٽ ديدار جو

سالو پڻ هو. برڪت لالا جو سواءِ نعمت جي ڪنهن بہ تہ اعتبار نہ هو. دوڪان سڄو جو سڄو نعمت جي حوالي ڪري گهر ۾ ڪجهہ ڪلاڪ سڪون جي ننڊ ڪندو هو. نعمت جي هوندي هي نماز، شادي غمي توڙي اسان وٽ حيدرآباد هفتو هفتو بہ ٽڪي پئي تہ پويان فڪر نہ هوندو هوس دلجاءِ هوندي هيس تہ نعمت سنڀالي وٺندو. برڪت لالا ناس واري مني امان جو سڀ کان وڏو پٽ هو. برڪت لالا کي، ممتاز خان، امداد خان ۽ آغا ڪرم الله ڀائر هئا. جڏهن تہ ڀيڻن ۾ فقير بابا (جنن واري خالا) ۽ آغا سعيد جي ماءُ ڪلثوم. جيڪا منهنجي ننڍي چاچي ٿئي. پڇاڙي جو برڪت لالا سخت بيمار ٿي پيو. ڪيئي حڪيم ڊاڪٽر آيا پر برڪت لالا کي حڪم نہ ٿيو. هي ڪنگال ٿي ويو جڏهن ڪک بہ نہ بچيو تہ هن پنهنجي ڀائٽي پروفيسر آغا صفدر خان کي دوڪان جو اوطاق وارو حصو وڪيو ۽ باقي اڌ وڏي دروازي وارو پاسو پنهنجي پٽ ديدار جي آخري ڏيءَ جي منگيندي ثريا خالا جي پٽ خالد کي گفٽ ڪيو تہ جيئن هو گهر ٺاهي گهر ڪري تہ نياڻي جو ٻار هلڪو ٿئي. دنيا فاني آهي نيٺ برڪت لالا وفات ڪري ويو. هڪ دؤر جي پڄاڻي ٿي اڳ جتي برڪت لالا جو پراڻي طرز جو دوڪان هو جتي اوڙي پاڙي جا گڏجي ڏک سک ونڊيندا هئا. ۽ اڄ پروفيسر آغا صفدر علي خان جي جديد طرز جي اوطاق آهي جتي اوڙو پاڙو گڏجي ٿو. برڪت لالا دڪان ۾ اوطاق جو بنياد وجهي ويو ۽ سندس ڀائٽيو پروفيسر صاحب سندس خواب کي حقيقت بنائي اسان ٻارن لاءِ هڪ مڪمل اوطاق آباد ڪيو ويٺو آهي.

## مني امان

مون مني مان کي آخري ڀيرو سندس وڏي پٽ برڪت لالا جي گهر ڏٺو هو. جتي هو سخت بيمار هئي. مني امان کٽ تي بيحال پئي هئي ۽ سندس پٽ امداد خان کيس ڏونڌاڙي رهيو هو "امان... او... امان". امداد خان هڪ رعبدار پرسنلٽي جو مالڪ آهي. ڪوڙي جا ننڍا توڙي وڏا سڀ هن کان خوف کائيندا آهن. مان جيڪو ڪنهن بہ پيءُ کان نہ ڊڄندو هوس پر امداد خان آڏو ڪڪڙ ٻڌجي ويندو آهيان، پر هي دل جو صاف انسان آهي ۽ اندر مينڻ کان بہ وڌيڪ نرم اٿس. هي مون کي چئي رهيو هو "يار قيوم امان سڏ جو نٿي ڏئي" هي ٻارڙن جيان روئي رهيو هو. هن جي ماءُ سان ڏاڍي دل هئي. هي ماءُ کان سواءِ ڇڻ اڌورو هو. هي پوڙن ڏوهٽن وارو هو. تہ بہ ماءُ آڏو ڇڻ هڪ معصوم ٻار هو. هن پنهنجي ماءُ مني امان جي وڏي خدمت ڪئي اهڙي خدمت اڄ تائين ڪنهن پٽ ماءُ جي نہ ڪئي هوندي. "جنهن ماءُ جي خدمت ڪئي تنهن ڪئيو." ماءُ بہ هن کي هر وقت دعا ڏيندي هئي. امداد خان هڪ مڪمل اسپورٽس مين آهي. هي ڪاليج جي شاگردن کي اسپورٽس سيکاريندو آهي ۽ ڪين رانديون کيڏڻ لاءِ ٽوئر تي ڇڻ ولي ويندو آهي. هي سڄي زندگي جسم ۾

سدا بهار رهيو. سندس آڊو سندس پوٽا. ڏوهٽا ب چڱ وڏا لڳندا آهن، هي صفا ينگ لڳندو آهي. هر وقت پاڻ کي ٽپ ٽاپ رکندو آهي. هن تي شاگرديائيون ب عاشق هيون روز ٻڌندا هئاسون تہ اڄ هن سان ٿو شادي ڪري. هُن سان ٿو شادي ڪري، پر هن تہ زندگي ۾ هڪ ئي شادي ڪئي هئي منهنجي خالا ”نازو خالا“ سان. اها هن جي پيار جي شادي هئي. نازو خالا دراصل پشتو پٺاڻ هئي. سڄي خاندان تي ساھ ڏيندي هئي. هي چڱ مرد هئي. شادين ۾ مردن جا ڪپڙ پائي موڇون هٽي ٽنڪو پائي کهاڙي ڪٽي اڳيان اڳيان هلندي هئي. ڪڙي جي گهٽين ۾ ستل ماڻهن جون ڪتون اسان ڇوڪرن کان ڪٽائي جنگ ۾ چڙي ايندي هئي. نازو خالا ۽ نورجهان خالا جو جوڙ هو. نازو خالا جي پٽ ڊاڪٽر آغا شمشاد کي جڏهن پٽ ڄائو (شايد پرنس) جنهن کي ڇائي ڇمر کان وٺي وات ۾ مٺيان ڏند هئا. مٺي مان ٻڌايو تہ ”جنهن ڇاول ٻار کي اهڙا ڏند هوندا تہ اهو چڱو ناهي. ٻار جي ناناڻن ۾ يا تہ ڪو ماڻهو مرندو يا ڏاڏي ڇت تي چڙهي ڊانس ڪندي.“ نازو خالا مٺي امان کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي گهر جي ڇت تي چڙهي وڃي ڊانس ڪيو. سڀ ڪل ۾ ٻُٽ هئاسون ڏاڍو سٺو شغل ٿيو. اهڙيون زنده دل عورتون ڪٿي ٿيون لين دنيا ۾. ڳالھ شروع ٿي هئي مٺي امان کان، سو مٺي امان سان هر وقت ناس جي دٻلي گڏ هوندي هئي. ناس جي دٻلي، نڪ اگهڻ لاءِ ڳاڙهو ريشمي رومال ۽ تسبيح سندس خاص نشانيون هيون. پٽن تي هر وقت نادر حڪم جاري هوندو هو تہ ڪاري ناس گهرائي ڏيو. ناس جي چپٽي ڏيندي هئي تہ سندس مغز هلڪو ٿيندو هو. مٺي امان ٻڌايو هو تہ ”اڳي عورتن کي شادي جي ڏاج ۾ بہ ناس جي آئيني واري دٻي ۽ ناس سان ڀريل دٻو بہ ڏيندا هئا.“ مٺي امان کي تہ ناس سان خاص نينهن هو. هن جي نہ ملڻ تي آنڌ مانڌ ٿيندي هيس. مرندي مري ويئي پر بيماري ۾ بہ ناس کان پري نہ رهي هن جي لهجي ۾ ايترو پيار ايتري عقيدت هوندي هئي جو اهو رشتو دنيا جو عظيم ترين رشتو لڳندو هو. هن گهر جا سمورا ڀاتي مٺي امان. امداد خان، نازو خالا. آغا صفدر سندس گهرواري روشن، ڊاڪٽر شمشاد، حاجي حيدر علي. مطلب تہ سڀني سان ملي سچي خوشي ٿيندي هئي.

## چاچي ڪلثوم

چار ٻچڙا ماءُ اڪيلي- سا بہ ٽولي ياد آ
چاڻ جوڙا جوان ٿيا- سا ڀاجھ ٻولي ياد آ.

سلو مرشن سان ذهن ڦهلجي ٿو جيئن ڊنڊ جي پاڻي ۾ پٿر اڇلائڻ سان پاڻي دائرا دائرا ٿي پکڙجندو ڦلهجندو محسوس ٿيندو آهي. اهو دردناڪ منظر ۽ ان وقت جي پيڙا آهي. منهنجي سوٽ آغا سعيد ۽ مونکي هڪ جهڙو گلابي وڳو پاتل آهي. هي دنيا کان بي خبر ٻار پنهنجي مٺيءَ ۾ مست آهي، هي هڪ ڊنڊ ۾ مسلسل

پٿر اڇلائي دائرا دائرا ٿيندڙ پاڻي کي ڏسي خوش ٿي رهيو آهي. هن کي خوش رکڻ لاءِ بظاهر مان بہ هن سان گڏ خوش ٿي رهيو آهيان پر منهنجي اکين ۾ ڳوڙها آهن. منهنجو اندر ۾ لوهہ ٻري رهيو آهي. مان هر هر پويان پيو ڏسان، پويان هڪ دردناڪ منظر آهي. هن کي خبر ناهي تہ مان هن کي انهيءَ منظر کان دور رکڻ لاءِ هتي وٺي آيو آهيان. پويان چند قدمن تي سندس پيارو ڊيڊي کيس ۽ کيس جي ٽن معصوم ڀائرن کي يتيم ڪري هميشہ مٽيءَ ماءُ جي هنج ۾ سمهاريو پيو وڃي. جڏهن بيٺل پاڻي جي تلاءُ ۾ ڪنڪر اڇلائي هن ٻالڪ ڪنڪرن جو ڍير پورو ڪيو تہ پويان دفنائڻ وارن هن جي پيءُ کي دفنائي هڪ مٽيءَ جو ڍير قبر جي صورت ۾ کڙو ڪيو. جڏهن هن ٻالڪ کي ڪو پٿر هٿ نہ چڙهيو تہ هن اڻ وقت انهيءَ اڪيلي تازي قبر تي هڪ گل اڻ ڄاڻائي مان ڪٿي آخري پٿر طور ڍنڍ ۾ اڇلايو. جيڪو هن ڪناري کان ترندوهن ڪناري تائين ويندو رهيو. هي ان گل کي تيستائين ڏسندو رهيو جيستائين اهو گل نظرن کان اوجهل نہ ٿي پاڻي ۾ جذب نہ ٿيو. منهنجو هانءُ ڦاٽي رهيوهو. مان کيس اتان تڪڙو تڪڙو ٻاهر وٺي آيس ۽ پوءِ جڏهن هن پنهنجي ڊيڊي جي تصوير تي پنهنجي ماءُ کي اگربتيون ٻاريندي ڏٺو تہ پوءِ کيس سڄي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ويئي. چاچي ڪلثوم جا جوانيءَ ۾ ئي بيوهہ ٿي ويئي. هي جيڪا ننڍپڻ کان ئي ڏاڍي خوبصورت هئي جنهن جوانيءَ ۾ ڏاڍي ڏک ڀري زندگي گذاري حياتيءَ جي گهڙين ۾ جڏهن سندس ور کيس اڪيلو ڇڏي رب ڏانهن راهي ٿيو تہ هن اڪيلي سر پنهنجي چئين معصوم پٽن آغا سعيد، آغا سهيل، آغا مصهوڊ ۽ آغا سجاد جي ايتري تہ بهترين تربيت ڪئي جو سندن پيءُ نہ هئڻ جو ڪين احساس بہ نہ ٿيو، مان سوچيندو آهيان تہ هن افراتفري ۽ نفسانفسي واري دور ۾ هن ڪيئن پنهنجي پٽن کي پالي وڏو ڪيو اهو شايد سندس اندر جي سچائي جو عڪس آهي. کيس صرف چئن پٽن جو اولاد هو. جن مان آغا سعيد کي منهنجي هڪ ڀيڻ رضوانہ ۽ آغا سهيل کي منهنجي ٻي ڀيڻ فرزانہ منگ طور ڏنل هيون. انهي زماني ۾ مان چاچي کي چوندو هوس "چاچي گهٽ ۾ گهٽ مون لاءِ هڪ پاڻ جهڙي خوبصورت ڌيءُ تہ ڄڻي ڏين ها تہ ڇا پئي ٿئي.

## زيبو خالا

سڄو ڏينهن مٽن سان ملاقاتون ڪيم پئي، ڪڙي جي انهيءَ ٿڌي ڇانوَ ۾ هڪ گهر زيبو خالا جو بہ آهي ڪاٺ جي وڏي دروازي تي لڳل پردي کي هٽائي اندر داخل ٿيس. سيني سان مليس خالا مضبوط ڀاڪر پاتو. هن ڇڄ مون کي مٽي تي محبت جي ٿبڪي هٿي ڇڏيندي هئي. يا ٻانهن ڊگهاري سيني سان لڳائيندي هئي. اها مائٽياڻي محبت اڄان تائين منهنجي حياتي جو بي بها ثمر آهي. هي رت سان گڏ روح جي بہ محبت هئي. زيبو خالا سان ملندو هيس تہ ڇڄ خوشيءَ جو درياهہ اٿلي

هو. زيبو خالا ۽ امان جي شڪلين ۾ ڪافي مشابهت هئي. امان جي هوبهو
شڪل جي هي منهنجي ماسي جڻ منهنجي وڃائجي ويل ماءُ آهي. هن سان وڏو
ٻاڪر پائڻ کان پوءِ هن جي ساهه ۾ مون کي امان جي ساهه جهڙو تسلسل لڳندو
آهي. وڃڻ سان ئي زيبو خالا تي حڪم هلائيو هو ته خالا چانهن ڪپي. خالا هڪدم
چانهه تيار ڪري کڻي ايندي هئي. مان ڪڏي ۾ پل جيترا به ڏينهن هجان. ڪنهن جي
به گهر لڳل هجان. جتي پل منهنجو دعوتون يا مانيون جهليل هجن پر هي منهنجي
ماسي مون لاءِ تي ويل ماني ضرور رکندي. جنهن سان هر قسم جو آچار پڻ هوندو.
ماسڙ نظير خان جي ڪچهري ۾ مان به هڪ وڏي مدبر شخصيت وانگر پروقار ٿي
ويهندو هوس. منهنجي ماسٽن مان، شڪيل، وحيد، جميل، نديم، قوي، شيبا، مافيه،
مطلب ته سڀ قرب ڏيندا هئا. وحيد سان منهنجي گهٽي لڳندي آهي وحيد درزڪو
ڪم ڪندو آهي ۽ گهر ۾ ڇوڪرين کي درزڪو ڪم سيکاريندو پڻ آهي. وحيد
ڪڙي تال واري مورت پڻ آهي. اسان جون روح جون ڳنڍيون آهن.

**نعمت جو گهر**

گلشن ۽ روشن جي پاءُ نعمت لالا جي هن گهر جي خفائن ۾ ڪٽي به
بيبي بلقيس جي يادگيرين جو ذڪر ڪرڻهي چاڪاڻ ته نعمت ٻي شادي ڪري
ڇڏي هئي. بلقيس جيڪا منهنجي پڦي خورشيد دادا جي ڌي هئي جنهن کي
سڀڪو "بيبي آپا" چوندو هو. هن کي نعمت مان ڪابه اولاد ڪانه هئي تنهنڪري
هن جو گهر دوزخ بڻجي ويو هو. هڪ ڏينهن نعمت جي گهر هڪ فقيرياڻي سدا
هڻي ته "پٽ خيرات ڏيم الله ڪندو توکي ست پٽ ٿيندا". "مائي ڪوڙ ته نه هڻ
هن اڃان ڪتي جو ڦر به نه ڏٺو اهي ست پٽ ڪٿان ڪيندي". برحال فقيرياڻي
خير وٺي دعا ڪري ويئي اڄ نعمت کي ماشاءالله جهڙوڪ ست پٽ آهن. فقيرياڻي
جي دعا قبول پئي پر هي ست پٽ هن کي بلقيس مان نه پر ٻي گهرواري مان آهن
جيڪا ٻار ڪيڻ جي مشين آهي، جيڪڏهن نعمت وقت سر هن جو ٻوچ بند نه
ڪري ها ته هي هن وقت تائين 50 ڪن ٻار ڪيڍي چڪي هجي ها. نعمت کي ٻارن
لوي لوي ڪري ورتو آهي. هي هاڻي ٻارن مان بيزار اچي ٿيو آهي. هن جا پٽ به
ڄڻ هن جا پٽ نه آهن. ڄڻ شيطان جا ڦر هجن. ملڪ تتو پيو آهي.

**ماسي سمع ماءُ**

نعمت جي گهر وڃڻ لاءِ وچ مان لنگهه موجود هو. اهو دروازو ڏينهن جو
کليل هوندو هو ۽ رات جو پيڪڙيل رهندو هو. اسان ننڍا ننڍا ٻنا ٻروڙڻ جي اڄ
وڄ ڪري سگهندا هئاسين سميع ماءُ رات جو انهي در جو ڦاٽڪ بند ڪري
سمهندي هئي. مون پنهنجن سمورين خالائن کي ننڍپڻ کان رڳو رڌڻي ۾ ڏٺو
آهي. مان پنهنجي ماسين سان اڪثر بورچيخاني ۾ ملندو آهيان. نورجهان خالا،
زيبو خالا، روضي خالا، ثريا خالا، نازو خالا ننڍي مامي، وڏي مامي، منهنجي

سس جمي دادا ۽ سميع ماءُ سڄي زندگي ڪچن ۾ ئي نظر آيون. پر الائي ڇو ماسي سميع ماءُ سان نندپڻ کان ئي منھنجي دل ھئي "جيڪڏھن مون کان خدا پڇي ته دنيا ۾ ٻيھر ڪنھن جو پٽ ٿيڻ پسند ڪندين ته مان پنھنجي رب کي چوندس ته مونکي ھر ھر ماسي سميع ماءُ جو پٽ ڪري پيدا ڪجان." ھي عظيم عورت مون کي ماءُ کان به وڌيڪ قرب ڏيندي آھي. پنھنجي سڳن پٽن کان به وڌيڪ چاھيندي آھي، اھو ئي سبب ھو جو سندس پٽ توڙي نياڻيون مون کي ناپسند ڪنديون ھيون. مان پنھنجي ھن خالا جي رڌڻي ۾ منجيءَ تي ويھي پنھنجي ھٿن جي پيالي ۾ چھرو رکي چلھ ۾ ٻرندڙ گھري نارنگي رنگ جي باھ کي تڪيندي الائي ته ڪٿي وڃائجي ويندو ھوس. چلھ ۾ ڪاٺيون ٻارڻ ته جنسي جڻ ھوندي ھئي خالا جڏھن وچٿر ھٽندي ھئي ته اھڙو ڪڙو دونھون مچندو ھو جو اکين مان لاتان پيون وھنديون ھيون ھو چوندي ھئي "پٽ اُٿ اتان، دونھون پرجي ويندي اکين ۾" مان ضد ڪندو ھوس "ڀلي دونھون منھنجي اکين ۾ پرجي وڃي" منھنجي لاءِ ڪپ ۾ چانھ ڪيڻ لڳندي ھئي مان ھن جي پرسان صندلي تي ويھي چانھ پيئڻ لڳندو ھوس گھرن جي بورچي خانن مان اُٿندڙ ڪاٺين جو دونھون آھستي آھستي مٿي وڃي ڪڙي جي چوڌاري وڪري ھڪ خوفناڪ ماحول پيدا ڪري ڇڏيندو ھو. انھيءَ گھٽي ۾ ثريا خالا جو گھر به ھو. ثريا خالا امان جي سڀ کان ننڍي ڀيڻ ھئي ھن کي صرف ھڪ پٽ خالد آھي.

## ثريا خالا

ثريا خالا جو مڙس فضل خان ناڪي منشي آھي. ڏاڍو سادو ماڻھو آھي. ماڻھن جي شادين ۾ گھوٽ جي سرگس تي جتي ٻيا نوجوان ڊانس ڪندا ھئا ته فضل خان کي به غيرت اچي ويندي ھئي پوءِ لھي پوندو ھو ميدان تي ھن جو ڊانس ڏسڻ وٽان ھو. ڪڙي جي تنگ گلين ۾ ڊانس ڪندي ڪندي اڌ ڇڄ ته ڪٽر ۾ ڪيري وڃھندو ھو. ٻيڙي وات ۾ منٽ منٽ تي ٻيڙي دکائيندو ھو. ھي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ھڪ ٽنگ تي ڊانس ڪندو ھو. "واھ فضل واھ اسان ٽيڪرون ڏئي ھمراھ کي مٿي تي چاڙھيندا ھئاسون." خالا غصو ڪندي ھئي ڪا فضيلت سڪو.

## فقير بابا

خالا سان گڏ پر ۾ فضل خان جي ماءُ ۽ پيءُ رھندا ھئا. فضل جو پيءُ ادا امان الله خان به گريڊ ماڻھو ھو. ڪڙي ۾ ڪنھن به عورت کي امرجنسي ۾ ڪجھ گھرجي امان الله خان ڇپٽي وڃائيندي وٺي ايندو ھو. فضل ماءُ جنھن کي سڀ "فقير بابا" چوندا ھئا، سڀ چوندا ھئا ته فضل ماءُ کي فقير بابا نالي جن عمل ۾ آھي. فضل ماءُ وٽ جڏھن فقير بابا ايندو ھو ته ھن کي دورا پوندا ھئا جنھن ۾ ھن جا ھٿ پير ٽيڙا ۽ اکيون ھڪ ھنڌ بيھي وينديون ھيون پوءِ ھن جون ھميشہ

لاءِ اکيون ڦري ويون، ڇو ته ان جو اثر هو. خير خدا ٿو ڄاڻي پنهنجي ڳجهن کي. ان فقير بابا جي معرفت مائٽن کي گهڻ پر ٻاهرين کي وڌيڪ فيض مليو هو. فقير بابا منهنجي ڪيترن دوستن جا نه ٽيندڙ ڪم ڪيا. آغا واجد ته فقير بابا جو مريد بڻجي ويو. منهنجي هڪ آفيسر جي وڃائجي ويل نياڻي فقير بابا جي ڪوشش سان گهر با سلامت پهتي. ڪڙي جون سموريون عورتون شٽل ڪاڪ برقعا پائينديون هيون ڇو ته هتي سخت پردي جو رواج آهي. شيخ اياز جي هڪ ماءُ ڪڙي نواب خان جي سنڌي پناه هئي ڪڙي جي گهر گهر ۾ هينڊ پمپ گيڙڻ جي چڪ چڪ هيءَ مان هنن هينڊ پمپن مان هر قسم جو لطف وٺندو هوس.

وڻ وڻ ٿو ڳالهائي، وڻ وڻ ٿو مون سان ڳالهائي
وڻ وڻ کي ڪوڙ زبانون آهن، وڻ وڻ ٿو ڳالهائي

منهنجي ننڍپڻ جو دوست

## پپل جو وڻ

هي سنڌ جا وڻ ۽ پکي جڻ منهنجي وجود جو حصو آهن، منهنجي من ۾ به هڪ گهاٽو وڻ آهي، جنهن جي شاخن جي پناهه ۾ مان ڏاڍو خوش آهيان. انهن شاخن تي اڪثر آزاد پکي اچي ويهندا آهن. جن جون سرسبز شاخون سدائين آباد هجن ٿيون. وڻ جيڪو اُس جون سختيون جهلي اسان کي ڇانوَ ڏيندو آهي ۽ اهو وڻ ڇانوَ نڇاور ڪرڻ وقت اها ڳالهه ناهي سوچيندو ته منهنجي هيٺان ڪير ويٺو آهي. وڻ ڪنهن جي دل ناهي رنجائيندا ۽ نه ئي ڪنهن کي شڪايت ڪندا آهن، بس خاموشيءَ ۽ انتهائي پاٻوهه سان پنهنجي ٿڌي ڇانوَ نڇاور ڪري خوش ٿيندا آهن. وڻ صحرا ۾ ڀٽڪندڙ مسافر کي ڏاڍي سٺي ڇانوَ ڏيندا آهن. مون کي اڄ به وڻ هيٺان ويهڻ ۾ فرحت اچي ٿي. مان نه گل آهيان نه سائو پن آهيان ۽ نه ئي ڇانوَ وارو وڻ آهيان. مون کي انهي سموري ڳالهه تي حيرت آهي ته هن هاري (پالڻهار) مونکي ڪهڙي ڪم لاءِ پرڪيو آهي؟ ڇو ته وڻ ۾ هر ذات پلجندا آهن. جڏهن مون شڪارپور جا وڻ ڇڏيا ته منهنجي من زرد پن جيان شاخ تان ٽٽڻ لڳو. خوبصورت ڇانوري جي طلب مون کي اڄ به آهي. انسان جنهن وڻ هيٺ ويهي سندس ڇانوَ هيٺ وقت گذاري، ان کي به ياد ڪري، مون کي ياد آهي ته شڪارپور ۾ اسان جي پاڙي "نيين پور محل" جي مين روڊ تي ٽي وڻ هئا. جن مان هڪ پپل جو وڻ به هو. منهنجي گهر سان لڳ اهو پپل جو گهاٽو وڻ هوندو هو. اسان جي "پپل واري جاءِ" سڏبي هئي. اهو وڻ اسان جي به ماڙ ڪوٺي کان به ٽيهارو

فوت مٿي وينلو هو. ان وڻ جا ڏار ۽ ٽاريون اسان جي ڇڇري سان گسنديون هيون ۽ ان جون ڪيئي لامون ڪوٺي تي ڇت وانگر وڌي ويون هيون. اهو وڻ هن گهر جو محافظ بڻجي علامت طور آسمان ڏانهن ڪر ڪنيو بيٺو هوندو هو. ٻاهر پپل جا پن هوا جي جهونڪن تي ڏيمي ڏيمي لڏندا هئا. هوائن جي پيار پرڻي ڇهاءُ سان ڇڻ هو نمي گهر کي چمندا هجن. هن جي هر ڇمي منهنجي گهر جي پيشاني تي ٽڙي پوندي هئي. اهو ساڳيو وڻ هو جيڪو اسان کي نندپڻ ۾ راند ڪيڏندي ڏسي خاموشيءَ سان تڪيندو رهندو هو. هو ڇڻ منهنجي نندپڻ جو دوست هو. منهنجي اها وندر هئي جو مان هن اٽانگي وڻ تي چڙهي چوٽي تائين پهچي خوشي محسوس ڪندو هوس. مان ڪڏهن ڪڏهن انهي وڻ تي چڙهي مختلف جانورن جا آواز ڪڍي ايندڙ ويندڙ کي ڏيڄاريندو هوس. مان انهيءَ وڻ تي مرزا قليچ بيگ جيان آکيرو ناهي گهر ڪري ويهندو هوس پر ڪچين ٽارين تي منهنجو اهو آکيرو جٽادار نہ هو. مون هن وڻ جي هنڌ هنڌ هر پيري عادت مطابق چاقون سان ڪوٺي پنهنجو نالو لکندو هوس ۽ هت اڄڻ جي تاريخ لکي ڇڏيندو هوس. مان هن وڻ جي پنيان اڪثر ڀاڪر پائي لکي ويندو هوس. مان ڪيئي ڪلاڪن تائين انهن ماڪوڙين کي ڏسندو رهندو هوس جيڪي هڪٻئي سان ڳالهائي ماٺ ميٺ ۾ رستو وٺنديون هيون، انهي وڻ ۾ منهنجي آکيري کان سواءِ ٻين پکين جا آکيرا بہ ٺرندا هئا. هو پکي جڏهن قطار ڪري پنهنجي آکيرن ڏانهن واپس ورندا هئا تہ مان ڏاڍو خوش ٿيندو هوس. پپل جي وڻ ۾ طرحين طرحين جا پکي مٺيون لاتيون پيا لنوندا هئا. انهن رنگا رنگي پکين جي لاتين ۾ هڪ عجيب قسم جي مٺاس هئي. پکين جون اُهي ٻوليون موسم جي حسن ۾ اضافو ڪري ڇڏينديون هيون انهيءَ وڻ ۾ ڳجهن بہ آکيرا ناهيا هئا. طوطا، ڪٻر، ٻربليون، جهرڪيون، نوريئڙي وڻ تي هوندا هئا. ساوا طوطا مونکي ڏاڍا وڻندا هئا. پيار مان ڪين پاڻي پيارينلو هوس. جي ڪنڌ لاڙي مري ويندا هئا تہ روئندو هوس. جڏهن ٻالڪني ۾ رکيل پاڻ تي ڪبوتر هوهو ڪندا هئا تہ مان رات جا ٻچيل پاروتا چانور ۽ ٻيو چوڳو وجهندو هوس. پوري رنگ جي ڦوسڙي جا هر وقت پنهنجو پچ لوڏيندي رهندي هئي. جنهن کي چوندو هوس "اڙي ڌوٻي جا مونکي رومال دوئي نہ ڏيندي ڇا؟" ٽيٽيهر مون وانگر هر وقت ٽنگون مٿي ڪري سمهندو هو جو ڪيس شايد خوف هو تہ مٿان منهنجي مٿان آسمان نہ ڪري پوي. گهر ۾ رکيل آئيني آڏو اڪثر بلبل ايندي هئي جا پنهنجي شڪل ڏسي سمجهندي هئي تہ ڪو ٻيو دشمن آهي ۽ پوءِ ان کي خوب ٺونگا ۽ چنبا هڻندي هئي. بلبل جي آئيني آڏو بنا وير جي ويڙه ۾ هڪ عجيب رونشو هوندو هو. بلبل جهڙي ملوڪ جيئري جاڳندي راندڪڙي کي ڏارڻ جي

دل سرکي نيٺ منهنجو نانا مون لاءِ هڪڙي بلبل ڦاسائي آيو
منهنجي به اچي بڌي هيرائڻ لڳس ڦاٽل بلبل گهٽو ئي گهيگهه ڪنديون هيون پر
ڪيس ڏور ۾ بڌي مان ڪيس پنهنجي وس ۾ ڪندو هوس. بلبل کي ريشمي ڏور ۾ ٻڌيو هو
آخرڪار مان ڪيس پنهنجي وس ۾ ڪندو هوس. بلبل کي ريشمي ڏور ۾ ٻڌبو هو
۽ پوءِ هري مري ويندي هئي. هٿ يا ڪلهي تي ويهندي هئي ۽ چڻي وڃائڻ سان
هڪ آڳر ڪان ٻي تي ويهندي هئي پوءِ ڪيس پنهنجو چمن وسري ويندو هو.
اچي تي انهيءَ هيريل بلبل جي آواز تي ڪارائڻ جي لالچ ۾ پيون بلبلون به
وڻ ڦاسائيندو هوس. جو پوءِ احمد ماما پنهنجي دوستن جي ٻارن کي ڏيندو هو. مان
روزانو پنهنجي پاليل بلبل کي آزاد ڪندو هوس جا پوءِ ٽينگ ٽپا ڏيندي هئي.
هڪ ڏينهن گهر جي ٻلي هن کي تاڙي ورتو ۽ هو وجهه تلاش ڪري رهي هئي
ان ٻلي جي ارادي کي پرکي ورتو ۽ بلبل کي هڪ پڃري ۾ حفاظت ۾ رکيو. ان
رات الائي ڪيئن ٻلي جو چنبو هن تائين پهتو هو، پڃري ۾ رکو بلبل جا ڪنپ ۽
جهنب پٽي هئي ٻلي ته چپ چڻي مشڪي رئي هئي پر هن بلبل جي وفات جو
مونتي ڏاڍو صلمو رسيو. آزاد پکين کي انسان آخر ڇو قيد ڪري ٿو ۽ انهن
نچندڙ ڪڏندڙ پکين جو پاپ ڪٽي ٿو. مان امان سان اڪثر ان وڻ جو ذڪر ڪندو
هوس. هڪ ڏينهن امان ٻڌايو ته ”جڏهن ڀائي رشيد منهنجي پيٽ ۾ هو ته مان
اڪثر بيمار رهندي هيس هڪ رات مان خواب ۾ ڇا ڏسان ته پپل جو اهو وڻ
مونکي چئي رهيو آهي ته مائي هروڀرو پريشان نه ٿي صبح جو هيئن ڪجان ته
جيڪو تازو پن منهنجو هيٺ پٽ تي ڪريل ڏسين اهو پيٽ تي رکجان الله ڀلي
ڪندو سيڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو، پوءِ منهنجي اک کُلي وئي پر صبح جو مون کان
اها خواب واري ڳالهه وسري وئي. صبح جو ڀائي غني ٻاهر راند ڪندي ڀاڻ مرادو
ان پپل جو ڪو تازو پن کٽي آيو ۽ حرڪت ڪندي منهنجو چولو مٿي ڪري
منهنجي پيٽ تي پن رکي ڇوڻ لڳو امان ڏسجان اڌڙي کي پيٽ تي اهو پان چاپيل
هوندو. مان ٻئي ڏينهن ڀاڳمرادو ٺيڪ ٿي وئي ويس. جڏهن ڀائي رشيد ڄائو ته
منهنجي حيرت جي انتها نه رهي جو ان جي پيٽ تي هوبهو اهڙو پپل جو پن
چاپيل هو. جهڙو ڀائي غني منهنجي پيٽ تي رکيو هو.“ اڄ منهنجي ان ڀاءُ رشيد
جي عمر لڳ ڀڳ 50 سال آهي، اڄ به سندس پيٽ تي اهو پپل جو پن هوبهو بيٺو
آهي. يقين نه اچي ته منهنجي ڀاءُ جي قميص مٿي کٽي ڏسي سگهو ٿا. متان چئو
آغا هٿ جي ٿو هٽي. اهو وڻ اسان جي گهر جي چاونٽ تي منهنجي لاءِ آٿت جو
وڏو سبب بڻيل رهيو. چوندا آهن سائي وڻ کي جيڪو اکيڙيندو اهو ڪڏهن به
سائو ٿي نه سگهندو جڏهن منهنجي صدوري ڀاءُ لالا ناظم الدين اسان جو هي گهر
پيٽوپي کي وکيو ته ان سڀ ڪان پهرين هي سائو وڻ ڪٽرائي ڇڏيو. انهيءَ وقت

مون پهنجي زندگي جو هي پهريون دردناڪ گيت لکيو:

يادن جي هن شهر ۾ بس- هڪ گهر اسان جو ﺑ هو.

چند سکن ڪاٺ جو وکجي ويو. گهر جي چوکٽ تي بيٺل

صدين ڪان پپل جو وڻ. هوا جي هر جهوٽي سان

گهر منهنجي پيشاني چمندو تہ هو- شام ٿيندي ٿي جو وڃي ويو.

مون ڪان تہ هٿي چاٿون ڪسيون ويون هڪ گهر جي ۽ ٻي انهيءَ وڻ جي ٿڌي ڇانوَ، ڪٿي مون کي ﺑ تہ انهي پپل جي وڻ جي تہ بد دعا ناهي. هن وڻ کي ٽي پيرا آزاريو ويو هو. پهريون پيرو جڏهن منهنجو جنم ٿيو تہ هن کي ڪرٽي منهنجي اورَ پوري ويئي. ٻيو پيرو منهنجي سنت جي کل ڪرٽي پوري ويئي ۽ آخري پيرو منهنجي پيٽيوي لالا اعجاز خان تہ مورڳو هن کي پاڙ کان اوکيڙي ڦٽو ڪيو. وڻ جي اونچائي جي پوري ماپ تڏهن معلوم ٿي سگهي ٿي جڏهن اهو ڪيرايو وڃي ٿو. هن کي ڪيرائڻ بعد خبر پئي تہ هي وڻ ڪيترو نہ اونچو هو. مان مسلمان آهيان انهيءَ لاءِ مان هٿي جنم ۾ يقين نٿو رکان نہ تہ منهنجي وصيت هجي ها تہ مون کي هٿي جنم ۾ هن گهر جي انهي وڻ جي ڇانوَ ۾ دفنايو وڃي. پر هاڻ تہ منهنجي اها وصيت ﺑ ڪنهن ڪم جي ناهي. جو اڄ اتي نہ اهو گهر آهي تہ اهو وڻ باقي آهي جنهن جي ڇانوَ مونکي پسند هئي. مون کي مٽي پچاڻان جيڪڏهن ڪٿي ﺑ دفنايو ويو تہ اوهان کي منهنجي روح صرف هن ٽڪري ۾ ئي پٽڪندي ملندي. هن وڻ جي وڃڻ کان پوءِ ڇڻ منهنجي شاخ ﺑ خالي رهجي ويئي. منهنجي من جا سمورا رنگ ﺑ رنگي پکي اڏامي ويا. شاخ خالي ڇڻ دل خالي ۽ دل خالي ڇڻ منهنجي دنيا خالي ٿي وئي ڪنهن اجنبي پکين جي لات تي منهنجون اکيون پرجي اينديون آهن. مان پنهنجا ڪهڙا ڪهڙا پکي ياد ڪيان. جهرڪيون، چترن، ڪانوَ، ڪاٺ ڪنا، ﮘيرا، ڪٻرون، بلبليون ۽

ڪوئل جون لاتيون ڇڻ مونکي سڏي رهيون هجن. اُهي جيڪي مون ڪان کسيون ويون هيون منهنجون اُهي سرسبز شاخون جيڪي سدائين آزاد هيون جن تي اڏامندڙ ۽ ٻوليندڙ پکي ترسندا هئا. جن جا چهاءَ اڄ ﺑ محسوس ٿين ٿا. منهنجي دل ڪوئل جي ڪوڪ وانگر ڏڙڪندي رهي ٿي اها ڪوئل جيڪا پنهنجو آنو ڪانگ جي آکيري ۾ لاهي ٿي ڇڻ هر موسم ۾ خزان وڪوڙيل هجي جن خالي شاخن تي اُداسيءَ جي ڪوئل مستقل ڪوڪندي هجي. جئين ڏکويل ڪوئل وڻ تي ويهي وڇڙيل سائين کي ياد ڪري ورلاپ ڪندي روئيندي آهي. تئين مان ڇڻ ڏگ پلجي ويو هجان ڇڻ وڇڙيل ساٿي ﮘوليندو هجان ڇڻ اڪيلو رهجي ويو هجان. ڇڻ ٽڪجي ٽُٽي چڪو هجان، ڪوئل جي ڪوڪ درد جي علامت آهي. مان زندگيءَ جو سمورو درد ۽ سور ڪوئل جي ڪوڪ ۽ رڙ ۾

سمائي ڇڏيو آهي، مان ڪرنل جيان ڪوڪيندڙ اڪيلو بيچين پکي آهيان. مان ڪنھن لاءِ ڪرڪان ٿو. مان رلندي رلندي ڪنھن کي ڳوليان ٿو مون کي ڪنھن جي تلاش آهي. منھنجي آڪيري جو ڏگ جيڪو مون کان وسري ويو آهي. ڇا اھا ساري زندگي جي تلاش منھنجو مقدر آهي.

**ڄنم گھر**

شڪارپور جي هن پاڙي نيين پور ۾ جتي مون ڄنم ورتو هو. جتي منھنجي آورُ پوريل هئي جتي مون پھريون ساھ ڪنيو، جنھن فضا ۾ منھنجي پالنا ٿي، جتي بانبڙا پاتا، جتي سک جون چند ساعتون گھاريون، جتي منھنجي ماءُ پيءُ جو گھر هو. جيڪو منھنجو ٻه گھر هو. پنھنجي اباڻي گھر، پنھنجي ڌرتي پنھنجي اصل وطن جي مٽي جنھن ڏانھن موٽڻ ڪاڻ منھنجو روح اُباڻڪو هو. منھنجي ٿي خاموش زبان ۾ جيڪو ڪجھ ڳالھايو مون کان مور نہ وسرند. مان ننڍپڻ ۾ هتي جيتريون راتيون رهيس اُهي مون کي هميشہ ياد رهنديون. منھنجي هن گھر جي ڇانٽ جي ڇمي ڪنھن محبوب کي ڏنل ڇمي کان هرگز گھٽ نہ هئي، منھنجو هي گھر شيخ اياز جي گھر کان رڳو سئو قلمن تي هو، جتي فقط هروائي شيخ رهندا هئا. جتي رڳو ٻه گھر اسان جي ناناڻن جا ٻه هئا "هتي جيڪا اصلڪي جھوني جڳھ هئي سا اسان جي هئي هاڻ جيڪا نئين جڳھ آهي سا اسان جي نہ آهي"، هن نئين جڳھ ۾ هاڻ منھنجو مامو لالا لياقت قيام پذير آهي. هي گھر اسان جي ڪل ڪائنات هو. منھنجي صدوري پاءُ جڏهن پنھنجي ماءُ پيءُ جي آخري نشاني بمع سامان جي وڪرو ڪئي. جڏهن منھنجي پاءُ ناظم الدين پنھنجي ماءُ پيءُ پيٽن، پاڻرن، پنھنجي ۽ منھنجي ماضي جي يادن جو ايترو سستو سوڌو ڪيو تہ منھنجي روح ڪان بي اختيار رڙ نڪري وئي. ڇڻ مان مري ويس، نہ رڳو مان مري ويس پر مون کي ائين لڳو ڇڻ مون سان گڏ منھنجو پورو گھر مري ويو هجي. رڳو لاش ئي لاش هجن. جنھن جي هاڻ ڪا بہ تلافي ٿي نہ ٿي سگھي، گھر، ڌرتي، ۽ ماءُ کي وڪبو نہ آهي. اهو گھر جو پناھ ڏئي، اُها ڌرتي جيڪا جاءِ ڏئي ۽ اُها ماءُ جيڪا هنج ڏئي تنھن کي وڪبو نہ آهي. اهو درد اهو ڏک منھنجي وجود ۾ ايڏو تہ گھر ڪري ويو جو شايد مان ان مان ڪڏهن بہ نڪري نہ سگھان. مان اڄ انھيءَ گھر جي ٻاهران بيٺو آهيان جيڪو منھنجي ڄم جو گھر آهي جو ڪڏهن منھنجو گھر هو، جنھن ۾ ڪڏهن مان رهندو هوس، مان هوريان هوريان اکيون ٻوٽي ٿو ڇڏيان، مائڪين جي اسڪرين تي گھر جو نقشو تري ٿو اچي. پراڻي گھر جي پنھنجي هڪ الڳ سونھن ۽ پراسراريت آهي. هن گھر جي هڪ پنھنجي الڳ خوشبو هئي گھر ۾ 12 ڪن بالڪنيون هيون جيڪي چوڏاري ٻاهر نڪتل هيون، ان ۾ حفاظت لاءِ ڪاٺ جو ڪنھڙو ڏنل هو، ڪمري ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ هڪ گول چبوترو هو. جنھن ۾

هيٺ گهر ۾ نظر پوندي هئي. ڪمري جي اندران ۽ ٻاهران ديال جي ڪاٺ جو ڪم ٿيل هو. ايتري قدر جو ڪٻٽ، تجوڙي ۽ در درين تي رنگين شيشا ۽ مور ۽ ٻين خوبصورت پکين جون تصويرون هيون، شهتير به ڪاٺ جا هئا. وڏا ڪليل ۽ هوادار ڪمرا جن جون ڇتيون انتهائي اوچيون هيون. هن جي هال جي ڇت جي اوچائي ٻماڙ وري ڪمري جي ڇت جي برابر هئي. ڇت توڙي فرش ۾ ڪاشي فوٽ بائي فوٽ واريون سرون لڳل هيون. جنهن گهر ۾ مان ڄائو هوس اهو شاندار گهر ته ٽماڙ هو. هن گهر جو بنياد ڇهه فوٽ ويڪرو هو. جنهن تي جاءِ جون به فوٽ ويڪريون ڇتيون ڪنيل هيون. پاسي ۾ به ڪوٺيون هيون. اسان جي گهر جي ڇتين ۾ ڪاٺ جا پينگها (جهليون) به ٽنگيندا هئاسين. گهر جي پٺ جي ديوارن جون ٻانهون ڪشاديون هيون ته به گهر جون ڪوٺيون هوادار هيون. ڇتين ۾ ڏيئي جي رکڻ جي جاءِ به هوندي هئي. بابا جڏهن هن گهر ۾ اچي رهندو هو ته ڪنڊ، صابڻ، ڪپڙو لٽو پنهجو ڪندو هو. سياري ۾ گهر جا ڀاتي چلهه جي چوڌاري تڏي تي ويهندا هئا ۽ هٿ سيڪيندا هئا. بابا ڪاٺ جي ٻوري جي سگري ٻاريندو هو. ۽ امان اگرن تي ئي ماني تيار ڪندي هئي. ۽ گوٺ جو هر ماڻهو ٻاهه ٻارڻ لاءِ ڏڳن جي ڇيڻن جا ڍنيا ٺڦي سڪائيندو هو. اسان جون عورتون ڇيڻن ٺڦڻ ۽ ڪاٺيون وڍڻ کان آجيون هيون. شاهي باغ روڊ تي جاءِ هئڻ جي ڪري هتان ٻيگري واهه ڏانهن ويندڙ مينهون ۽ ڏڳيون هر وقت پيون گذرنديون هيون پاڙي جون غريب عورتون اهي ڇيڻا ميڙي ڍير ڪنديون هيون جن کان بابا خريد ڪري ڇت تي گڏ ڪندو هو. اسان جي گهر جي ڪمري جيڏي ٻورچيخاني ۾ اٽڪل ڏهه ٻارنهن ٽامي جا ديڳڙ ۽ ديڳڙيون هڪٻئي جي مٿان رکيل هوندا هئا ۽ عام رڌ پچاءُ جا ان کان سواءِ ٿانوَ هئا اهي روز مره جي رڌ پچاءُ ۾ استعمال ڪرڻ ٿيندا هئا. روز جي ڪم لاءِ جدا ٿانوَ هئا. رڌڻي ۾ ٽامي ۽ چيني جون لسي تري واريون ننڍيون وڏيون ٿالهيون پڻ هونديون هيون اسان وٽ پليٽون سوُن جي تعداد ۾ هيون. پاڻي پيئڻ لاءِ ڪنجهي جا گلاس هئا. ان کان سواءِ پتل ۽ جست جا ننڍا وڏا ٿانوَ پڻ هئا. ان کان سواءِ جنڊي تي لٿل سامان کٽون، پينگهو، بند ٿيندڙ آرامده ڪرسيون، وڏيون ميزون، ٽپايون، دفتري ڪرسيون به شامل هيون. "هنڌوئن وٽ هندورا ۽ اسان پناڻن وٽ پينگها هوندا هئا." بابا وٽ هالن جو هڪ پينگهو هو جو جنڊي جو ٺيل هو جنهن ۾ پاسن کان مور جون تصويرون هيون. ان کان سواءِ منڌيڙو، اٽي لاءِ چڪرا ويلڻ، ڏويون پڻ جنڊي مان ٺهيل هيون. بابا ٽالهي ۽ شيشم جي ڪم جو عاشق هو. پر ننڍا ڪم جهڙوڪ کٽ جي مرمت وغيره بابا ڏکڻ جي بجاءِ پاڻ ڪندو هو. بابا تڏن، توڙري

۽ موڙن جو بہ عاشق هو، هن جاءِ ۾ بابا بہ لوهہ جون وڏيون بتيون وٺي رکيون هيون جنهن ۾ هنڌ بسترن کان سواءِ گهر جو ضروري سامان پڻ هر وقت ڪلفن ۽ تالن ۾ بند رکيل هوندو هو. جنهن جي چاٻي فياض ماءُ کي ڏنل هئي جا اسان جي وڏي چاچي هئي ٿامي جا وٽا، ديڳڙا، ٿالهيون بدنا، لوٽا جوڪڙيون، ٿالهہ، ٿيون، ڪفگير چمچا تہ آئي ڏينهن شادي يا غمي ۾ مائٽن ڏانهن ويندا هئا تہ انهن کي ڪا اها پڪ هئي جو اُهي سامان واپس نہ ڪندا هئا. اُهي بابا ٻيهر خريد ڪندو هو. جڏهن بيماري سبب بابا حيدرآباد کان شڪارپور اچڻ گهٽايو تہ هي قديم طرز جي پراسرار جاءِ. سار سنڀال نہ هئڻ سبب ختم هال ٿي خوفائتي لڳڻ لڳي تہ هن جي سنڀال لاءِ بابا ماما جن کي پارت ڪئي، وقت بہ وقت نوجوان نسل پنهنجي مالي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ هن گهر کي ٻنهي هٿن سان لٽيو. ان اباڻي ملڪيت کي لٽڻ ۾ ٻيا ڌاريا نہ پر بابا جا پنهنجا هئا. جڏهن سئي گيس جي ميٽر جي چوري جي الزام ۾ بابا پنهنجي ننڍي ڀاءُ ماستر مقبول کي حيدرآباد مان گهر بدر ڪيو تہ هن ان جو بدلو وٺڻ لاءِ شڪارپور جي هن جاءِ مان ديڳڙا وغيره چوري ڪري وڪيا. منهنجو مامو لالا لياقت بہ وقت بہ وقت هن گهر جي سامان جي پيڪنگ ڪندو رهيو، سوٽ اعجاز خان قيمتي سامان ڪراچي کڻي ويو، اُهي گهر جا چور اڪيلا نہ هئا انهن سان گڏ انهي سلسلي ۾ مک منهنجو وڏو ڀاءُ لالا ناظم بہ شامل هو. جنهن نہ رڳو امان جي سونن روپن گهڻ کي ٻرو ڏنو پر الائي ڪهڙي بک هوس جو باقي بچيل سامان سوڌو هن شاندار جڳهہ کي ٻڳڙن جي مٽ ان سالي کي جڳهہ ڪپائي جنهن اسان جي پيڻ کي هڪ رات ۾ علامتي طلاق ڏني هئي. مٽي مائٽي جي نظر ٿي ويل هي جڳهہ. هن گهر کي ڇيهو رسيو منهنجي هن گهر جي ڪابہ سر سلامت نہ رهي. اها ٻيج ڏاهہ وارو مرحلو سالا سال هليو، دريون، در پٽائي چڙئين. اهو شاندار گهر ٻيجي دوڙ ٿي ويو. جڏهن گهر مٽي جو ڍير ٿي ويو تہ اها اصلوڪي جهوني جڳهہ جو جڏهن نالو نشان نہ رهيو تہ هڪ نئون خريدار ميدان تي آيو اهو هو منهنجو مامو لالا لياقت هن ليبر پٽ کي نئون گهر ناهڻ ۾ هتي ملي ۽ هتي ماما جي هڪ نئين جڳهہ جڙي راس ٿي ۽ هن گهر جو نقشو ئي تبديل ٿي ويو. اها هاڻي ماما جي ملڪيت آهي. شايد زندگي جي ڪنهن بہ شيءِ کي بقا نہ آهي، شايد تبديلي هن ڪائنات جي هڪ اهم ضرورت آهي. منهنجي ڀاءُ اسان جي هن ڪنيل ملڪيت جو اهو حصر فروخت ڪيو. گهر جيڪڏهن هڪ ڀيرو فروخت ٿيو تہ اهو هر هر فروخت ٿيندو آهي. ناظم اهو گهر اعجاز کي فروخت ڪيو. اعجاز اهو گهر لالا لياقت کي فروخت ڪيو ۽ لالا لياقت وري هي گهر ڪنهن ٻئي.کي فروخت ڪندو. ائين هي گهر هر هر فروخت ٿيندو رهندو نہ ناظم هن گهر مان سک

ورتو، تہ سوڻ اعجاز سک وٺي سگھيو نہ وري لالا لياقت هن گھر مان سک ماڻي سگھندو. هي اهو وائکو گھر هو جنهن واٽيي لڏ پلاڻ وقت مال سوڌو ڇڏيو. ان وقت ان جي ڇا کيفيت هوندي. ورهاڱي وقت پنهنجي ملڪيت جو سامان سان سٽيل هئي، اهو صدمو ان لاءِ ڇا گھٽ نہ هو. هي مون لاءِ بہ هڪ وڏو صدمو هو. هاڻ پڇتاون جي بوجهہ ۾ ڪابہ ڪمي نہ ٿي، ٿي سگھي جيڪي ڪجهہ بہ ٿيو اڻڄاڻائي ۾ ٿيو جيئن شڪارپور جي ڪٽ واري ڊرمسال جي گاديسر بابا رامداس ورهاڱي کان پوءِ بمبئي جي چيمبور ڪوپري ڪالوني جي ڀرسان قائم الهاس نگر ڪيمپ (ڪلياڻ ڪيمپ) ۾ سنتو نگر ۽ شڪارپور آباد ڪيو. تيئن منهنجي بہ آخري خواهش آهي تہ مان (حسين آباد) جي سنڌو درياهہ جي بند لڳ هڪ اهڙو ئي گھر ٻيهر آباد ڪريان. جيڪڏهن منهنجو ڀاءُ لالا ناظر، سوڻ فياض ۽ ماما لالا لياقت جيڪي ماشاءالله اڄ صاحب حيثيت بہ آهن ازالو ڪرڻ چاهين تہ هڪ گڏيل ملڪيت طور منهنجو اهو خواب پورو ڪري سگھن ٿا. ناظر جو پٽ آغا زاهد بلدبر آهي آغا آصف جي ان حد ۾ اٿي جي چڪي آهي. جيڪڏهن آغا آصف پنهنجي اٿي جي چڪيءَ لڳ شادي ڪري اهو گھر آباد ڪري ويهي رهي تہ منهنجي مٺي ٻچاڻان منهنجي روح کي بہ سڪون ملي سگھي ٿو. منهنجون اکيون جيڪي اڄ ڳوڙهن کان خالي آهن ان گھر کي تلاش ڪري رهيون آهن. آهي بي رنگ پکي اڄ بہ پنهنجي آکيرن کي ڳولي رهيا آهن. هڪ منڙي لات ٻولڻ لاءِ

## نانا

اسان جو ناناڻو پاڙو نيين پور محلہ شڪارپور آهي، جيڪو شاهي باغ روڊ تي آهي. اسان جي ناناڻي خاندان ۾ ڪجهہ معروف ۽ معتبر شخصيتون بہ آهن جن جو تعارف ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو، طويل عمر خدا جي دين آهي.

منهنجو نانو الله ڏنو خان ولد محمد سچل خان چوَن ٿا تہ ڏکهي چمار ماڻي لڳ ڀڳ سئو ورهيہ جي عمر ۾ هن جهان مان چولو مٽائي ويو، منهنجو نانو بيماري کان اڳ 96 سالن جي عمر تائين تڙو ڪڙو هو. هن بہ شاديون ڪيون هيون ۽ ٽين جي حسرت هو دل ۾ ڪٺي ويو. نانا جڏهن سخت بيمار ٿيو تہ مان چوندو هوماس "نانا هاڻ اوهان جي ٽين شادي جو ڇا ٿيندو؟" تہ چوندو هو. "ٻچا لڳي ٿو تہ ٽئين شادي قبر سان ٿيندي" ۽ پوءِ ائين ٿيو جو هي ٽين شادي قبر سان ڪري قبرستان جو گھرجائو ٿي هليو ويو. منهنجو نانو بابا جو سڳو سوٽ پڻ هو، منهنجا ڏاڏاڻا ۽ ناناڻا هڪ ئي خاندان مان هئا. منهنجو نانو الله ڏنو خان پوري ايشيا ۾ گھوڙن جو واحد ميجيل حڪيم هو. سندس هٿ ۾ ايڏي تہ شفا هئي جو بيمار گھوڙو نانا

جي ٻوٽ کي ڏسندئي شفاياب ٿي ويندو هو. گهوڙي جي جسم تي ڪو ڦوڙ نڪرندو هو ته نانا جي هٿ لاهڻ سان اهو ڦوڙ سُڪي سڙي ويندو هو. گهوڙن جي ڪاري وا بيماري لاءِ ته صفا پڙي هو. گهوڙو گهڻو ڪري پيٽ جي سور سبب مرندو آهي. نانو گهوڙي کي پنگ ۾ نموريون ۽ نم جا پتا گهوٽي پياريندو هو ته گهوڙو تيار. سالن کان منڊا ۽ ناڪاره گهوڙا. جيڪي ٽنگن ۾ هڪ هڪ سر جيڏو ڦوڙ ٿيڻ ڪري چري ڦري به نه سگهندا هئا. سي بيمار گهوڙا جن مان مالڪ به بيزار هجن آڏي جو جن کي روڊ تي ڇڏي اچن، نانو انهن کي اٿي تيار ڪندو هو ته مالڪ پيدا ٿي پوندا هئا. اهڙن بيمار گهوڙن جو هو علاج گهوڙي جي قيمت کان وڌيڪ ٻڌائيندو هو ته مالڪ ڪيس پيڳڙن جي ملهه ڪپائي به ويندا هئا پوءِ نانو انهن بيمار گهوڙن کي سنوت ۾ آڻيندو هو. جي مالڪ جي پلن گهوڙن کان به ريس ڪٽي ڏيکاريندا هئا. انهن گهوڙن جي حڪمت سبب نانو پوري ايشيا جوسير پڻ ڪري چڪو هو. پر هن کي ملتان وڌيڪ پسند هو جو ڪيس اتي هن جي حڪمت جو قدر هو نانو ڳچ عرصو ملتان ۾ به گذاري آيو. اسان جي ويجهو عزيز ميجرآغا عطا محمد خان، جنهن جي سکر ۾ شاليمار سئنيما، جيڪب آباد ۾ سهڻي سئنيما، ڪراچي ۾ ڪمار سئنيما ۽ لاڙڪاڻي ۾ به ڪا سئنيما هئي جتي نانو مون کي اڪثر وٺي وڃي مفت ۾ فلمون ڏيکاريندو هو. نانا اڪثر اُهي فلمون پسند ڪندو هو جنهن ۾ پلا گهوڙا ۽ ٽانگا ڏيکاريل هجن جهڙوڪ ٽانگي والي ۽ تلاش وغيره اسان جا امير ترين عزيز لالا ميجر عطا محمد، لالا سني خان، لالا اختر جان به منهنجي نانا جي وڏي عزت ڪندا هئا جو انهن جي ڪليبر جي دوستن کي جڏهن به ڪنهن پلي گهوڙي جي سوڏي جي شناخت ڪرڻي هوندي هئي يا علاج ته هو نانا کي چوندا ها. جنهن سبب نانا سان گڏ انهن مٽ مائٽن جو به قدر وڌندو هو. نانا ميجر عطا محمد لالا جي انهن رٽائر فوجي آفيسرن سان ميجر صاحب جي ڪري ڪو حساب نه ڪندو هو. جنهن لاءِ ميجر صاحب نانا کي

گهڻو پائيندو هو. اُهي گهوڙي سوار ۽ سابقه فوجي عملدار گهوڙي جي چال ڏسندا هئا ته نانا جي تربيت جي ڪمال کي داد ڏيندا هئا. نانا جو گهوڙن سان جنون جي حد تائين عشق هو. تنهن زماني ۾ پليون مينهون پلا اٺ ۽ پلا گهوڙا پالڻ وڏن ماڻهو جو شوق هو. نانا صرف پلا گهوڙا رکندو هو. نانا وٽ ڪئي پلا گهوڙا هئا. هن جي طنبيلي ۾ ڇهه کان اٺ گهوڙا هئا. هن جو اهو طنبيلو گهر کان ٿورو مفاصلي تي هو. مان جڏهن به ويڪيشن، شادي جا غمي ۾ ڳوٺ ايندو هوس ته نانا جي ٻلي هوندو هوس نانا مون سان گهڻو پيار ڪندو هو. پين ٻارن جي معاملي ۾ هو ڪجهه وڌيڪ بخيل هو. پر مون تي ساهه ڏيندو هو. ڪنهن به امير مٽ مائٽ ۽ سنگت ڏي ويندو هو ته مان خرچي مان مليل سکن جون

ٻجڪيون پري ايندو هوس اڄ ٻه مون وٽ نانا جون ڏنل اهڙيون ڪيئي ٻجڪيون آهن جن ۾ مان پان سگريٽ. پين رومال ۽ نظر جو چشمو وجهي هر وقت پاڻ سان گڏ رکندو آهيان. مون کي چڱي طرح ياد آهي ته ننڍپڻ ۾ نانا پنهنجا پلا گهوڙا ڏيکارڻ مون کي پنهنجي طنبيلي تي وٺي هليو جتي تندرست ۽ شاندار گهوڙا ٻڌل هوندا هئا. هي گهوڙاو، گورنر آهي ته هي براق. هي ڪُميت هي سُرهو. هي سنجان ۽ هي مشڪي اٿئي. مون کي مشڪي گهوڙو ڏاڍو پسند هو. شايد انهي لاءِ جو ٻيا گهوڙا مونکي پنهنجي پٺي ته هٿ رکڻ نه ڏيندا هئا ۽ مشڪي گهوڙو مون سان پيار ڪندو هو. هو ڪنڌ هيٺ مٿي ڪري مونکي ويجهو اچڻ لاءِ سڏيندو هو، پوءِ جڏهن مان ڪيس منهن تي هٿ لاهيندو هوس ته هٺڪار ڪري پڇ ڦيرائي هو مونکي چٽيندو هو. مان جڏهن اتان واپس ويندو هوس ته هٺڪارون ڪندو هو. براق اڇي رنگ جو گهوڙو هو براق کي ڏسي مون نانا کي چيو "نانا هن جا پر ڪٿي آهن متان اُتامي نه وڃي انهيءَ لاءِ شايد اُهي پر تو ڪٽي ڇڏيا آهن." ته نانا مشڪندو هو. مون نانا جي سمهڻ واري ڪمري ۾ براق جي تصوير ڏٺي هئي جنهن کي پر هئا ۽ هو آسمان ۾ اُڏري رهيو هو. جنهن جي هڪ پاسي يا الله ۽ ٻئي پاسي يا محمد لکيل هو، نانا روزانو .شام جو ان تصوير تي اگربتون ٻاري پوءِ ٻاهر نڪرندو هو. نانا ان تصوير تي واپسي ۾ لکيدر تان رابيل جي اڇي ڪنڍي آڻي ٻه ٽنگيندو هو. نانا کي ٽانگي ۽گهوڙي کي سجائڻ جو شوق هو. نانو اڪثر مون کي پنهنجي بگي گهوڙي تي چاڙهي سڄي شڪارپور جو سير ڪرائيندو هو. هي ڪڏهن ٻه سواري نه ڪٽندو هو، هي هن جو شوق هو. ناني جي ٽانگي جي اسٽيل جي باڊي هئي جا رات جي روشنيءَ تي چمڪي پوندي هئي ٽانگي جي ٻنهي پاسن کان فانوس لڳل هوندا هئا. جيڪي رات جي وقت مزو ڪندا هئا. نانا ٽانگي ۾ گهنڊ ٻه لڳرايو هو جيڪو پيرن سان وڄندو هو. هون ته منهنجو نانو جامو پائيندو هو. جنهن ۾ ٻٽڻ بدلي تي يا چار کهيون ٻڌندو هو ته ٻداپي ۾ ٻه ڪڙو تڙو لڳندو هو. ان وقت منهنجي نانا جي لئي هئي. هي بوسڪي جو ڊبل گهوڙا پٺڪو پائي بنا ڪالر واري قميص ۽ وڏن گيرن واري ٻروچڪي سلوار پائي نڪرندو هو. نانا جڏهن انهيءَ سير سپاٽي لاءِ مون کي ڪٺي نڪرندو هو ته ڪنهن تي فلڪ ٽي نه اٽيندو هو. نانا جڏهن گهوڙو واپسي ۾ سنڌ واهه تان ڀوڙائيندو ايندو هو ته مان کيس چوندو هوس "نانا آهستي هلا ڪٿي مان گهوڙي تان ڪِري نه پوان ته ٽنگ ٻانهن نه ڀڃي پوي." نانا چوندو هو ته "جڏهن مان گهوڙن جون ٽنگون ٺيڪ ڪري سگهان ٿو ته تنهنجي ٽنگ ٻانهن هڪڙي ڏينهن ۾ ٺيڪ ڪري وٺندس گهٻرائي نه." گهوڙي کي خبر هئي ته سندس سوار تجربيڪار هو. نانا طنبيلي کي هر وقت صاف رکندو هو. پڇاڙي ۾ جڏهن سخت بيمار ٿي پيو ته مامن اڇي

گھوڙا ڪيا ايا جو اجايو بار ۽ آزار هئا. تن ڏينهن ۾ ماما جي بيماري تي لک ڏيڍ خرچ پئجي آيو. جو انهن گھوڙن جي رقم ڏک جهليو نه ته ماما ويچارا ڪٿان دپ جهلين ها. پڇاڙي جو نانا ويچارو پنهنجي سڀ کان ننڍي مولائي پٽ احمد علي ماما کي منٿ ميڙ ڪري علي سائين جا واسطا ڏيندو هو ته هو جهٽ پل لاءِ ڪيس ڏيڍي تي ڪٺي طنبيلي ايندو هو، ۽ پوءِ نانا انهي خالي طنبيلي ۾ ناسون ڦاڙي وڏا وڏا ساهه کڻندو هو. اکين مان ڳوڙها ڳاڙي موٽندو هو ته ڪجهه ڏينهن جئي پوندو هو. مون سندس حياتي ۾ سندس تصوير وارو هڪ ڪئلينڊر ڇپايو هو جو نانا ۽ مان گڏجي اڌ سنڌ جو بگي تي توئر ڪري ڪپايو به هو. اهو نئين سال جو نانا جي تصوير وارو ڪئلينڊر ٽانگن وارن گھوڙن جي نالن وارن ۽ گھوڙن جي شوقينن جئن مرشد جو ڪئلينڊر سمجهي خريد ڪيو هو. افسوس جو هاڻ ان جي هڪ ڪاپي به ڪٺي ڪوشش سان هٿ نه لڳي سگهي آهي. نانا گھوڙي کي نال هڻڻ جي نئين ترڪيب پئجي ڏني. اڳ نال وڏن وڏن ڪلين سان لڳندو هو نانا بنا ڪلين ۽ ڪوڪن جي باهه تي نال کي گرم ڪري هڻندو هو. جو اڄ مان جاگراني چينل تي انگريزن کي هڻندي ڏسان پيو پر ڪٺي به منهنجي نانا جو ذڪر نه آهي ته هي شيءِ هن ايجاد ڪئي هئي. نانا جي بگي گھوڙن جو وڏو ٽول باڪس اڄ به احمد علي ماما وٽ رکيل آهي جيڪو نانا جي ياد ڏياري ٿو. نانا گھوڙن جي بيمار ۽ پالنا تي هڪ بهترين ڪتاب پئجي لکڻ چاهيو پر وقت ساٿ نه ڏنس ان ڪتاب جا ڪجهه پنا شايد احمد ماما وٽ محفوظ هجن. افسوس ته اهڙي ناياب هنر جي مالڪ حڪيم اهو فن نه ڪنهن شاگرد يا اولاد کي ڪي ڏنو. سندس سان گڏ اهو فن به هميشه هميشه لاءِ دفن ٿي ويو. پڇاڙي ۾ ناني مرحوم اسان کي ڏاڍو تنگ ڪيو. سندس سڀ پٽ ۽ ڏيئرون ته شڪارپور ۾ هيون رڳو امان ويچاري هتي حيدرآباد ۾ بابا کي پرديس ۾ ڏنل هئي پڇاڙي جو رکي رکي هر ٻئي مهيني اوچتو اطلاع ملندو هو ته جي پيءُ جو منهن ڏسڻو اٿئي ته پهرين گاڏي ۾ پهچ، امان ويچاري روڄ پٽڪا ڪري اٿالي سميت پهچندي هئي ته ڏسندا هئاسون ته نانا لڪيدر تي گھر جي پاڇي وينو خريد ڪري، ائين اٺ ڏهه ڀيرا اوچتو اطلاع تي امان پهتي هئي امان جي نانا سان ڏاڍي دل هئي. امان نانا جو پهريون ٻار هئي. هڪ ڀيرو اهڙي اطلاع تي امان انڪار ڪيو ته ٻئي ڏينهن موت جي ڪوڙي خبر ڏئي امان کي گھرايو ويو تب نانا چڙي پيو. نانا پويان پساهه پيو کڻندو هو ته ڪنولي تان لاهي زمين تي ليپو پائي سمهاريندا هئا. ان موڪلائي کان به جڏهن نانا رخصت نه ٿيو ته واپس کٺي ڪنولي تي سمهاريونس، ناني حيرت ۾ وجهي ڇڏيو ڇهه دفعا ليپن مان اٿيو ناني ڪڪ ٿي جڏهن چئيس هيلي هاڻ اسان جي پچر ڇڏ ڪنهن مٺل پياري گھوڙي جو واسطو ڏئي انهيءَ سان وڃي مل تڏهن وڃي مس مس ناني برقعو مٽايو. سو به تڏهن جو شايد سندس نياڻي ثريا خالا جي شادي جو موقعو هو.

## ناني

منهنجي نانيءَ جو نالو ناز بيبي هو. ناني شينهن مڙس هئي. ناني جي شخصيت کان جڳ مشهور صحافي حسن مجتبيٰ ايترو متاثر هو جو هن ناني تي نيوز لائيٽ ۾ هڪ ڀرپور تاثر لکيو هو. ان وقت ناني اڃان حيات هئي. ناني ذوالفقار علي ڀٽي جي پيپلز پارٽي جي اصل عاشق هئي. ڀٽي صاحب جي شروعاتي جلسن ۾ ناني عورتن جو اتالو وٺي اچي لهندي هئي. ناني محترمہ بينظير جو ب ڪافي ساٿ ڏنو. ناني انگريزن سان ب سنڌي ۾ شروع ٿي ويندي هئي. انگريزن کي ڏسي وٺي پي پي جا نعره هڻندي هئي. ناني جو وزن ب ماشاءالله هو. ناني صحتمند جسم جي مالڪ هئي ناني جڏهن SP علي گوهر منيائي کي ٿپ هڻئين هئي ت اهو بي بي سي نشر ڪيو هو ڀٽي جي جلسن ۾ BBC جو نمائندو. مارڪ ٽيلي ناني کي ڳولي اچي لهندو هو. ناني 24 ڪلاڪ ضياءُ الحق کي گاريون ڏيندي هئي ضياءُ جي پوري دؤر ۾ ناني ٽي وي ن ڏٺي ت متان ان سوئر ضياءُ جي شڪل ن ڏسڻي پئي جنهن سنڌس محبوب ليڊر کي شهيد ڪيو هو. ضياءُ جي حادثي ۾ مرڻ تي ناني ٻاهر روڊ تي ٽي وي ڪڍي آئي هئي انهي ڏينهن شڪارپور جي مٺائي جي دوڪانن تي ماڻهن مٺائي ناني جي خرچ تي کاڌي هئي. ناني وڏي اصول پرست هئي ڪنهن ڳالھ تي امان سان ڪاوڙي ت مرندي مري وئي پر امان سان ناھ ن ڪيائين ن ڪڏهن منهن ڏيکاريئين. ناني جو مون سان منڍ کان وٺي چاھ هو مون تي ت ناني اصليٰ ساھ ڏيندي هئي. مان هن لاءِ اڃان ننڍو ٻار هوس. مان جڏهن ڇهن سالن جو هوس ت ناني حيدرآباد آئي هئي ان زماني ۾ مان پنهنجي وڏي ڀاءُ رشيد جو نالو صحيح اُچاري ن سگهندو هوس. منهنجي ڀاءُ جو ڪو دوست هو ببلو اهو جڏهن اسان جي در تي ايندو

هو ت مان ٻوڙندو ڀاءُ رشيد ڏي ايندو هوس ۽ چوندو هوس ت ”ت بابلو آيو آئي“ اها ننڍي لاءِ جي يادگيري ناني کي سڄي عمر رهي مان جڏهن ب شڪارپور ناني سان ملندو هوس ت ناني ”ت بابلو آيو آئي“ ڪري ملندي هئي ۽ ان ننڍپڻ جو ذڪر ضرور ڪندي هئي. مان ناني آڏو ان عمر کان وڏو ٿي، ن سگهيس. ناني وٽ گهر ۾ هڪ جهنڊي جي پاون واري ڪٽ هئي. جنهن تي ناني ويهي برادري تي حڪم هلائيندي هئي. هو ڪٽ تي ڪنهن کي ب ويهڻ ت ڇا هٿ رکڻ ب ن ڏيندي هئي. هو هر پاون کي لوٽي ۾ گلاب جو پاڻي پري ڌوئيندي هئي ۽ ڪٽ جي چوڏاري ب گلاب سان ڇٽڪار ڪندي هئي. هن کي ڪٽ سان عجيب اُنسيت هوندي هئي. ان کان پري ويچي هو هڪ عجيب اُداسي محسوس ڪندي هئي. ڇڻ جسم بنا روح جي هجي هن کي اهو خوف ويٺل هو ت هن ڪٽ تي ڪو ٻيو ن قبضو جمائي ويهي ن رهي هي پاون کي مضبوطيءَ سان پڪڙي ويهندي هئي ڇڻ ڪو هن کان ڪٽ ڪسي رهيو هجي. هي ان ڪٽ تي پنهنجي اولاد مان ب ڪنهن کي ويهڻ ن ڏيندي هئي. مون سان ملڻ لاءِ

۾ هوءِ اها ڪڻ ڇڏي پرسان رکيل هڪ صندل تي اچي ملي يقلم واپس ڪڻ تي
ويهندي هئي ۽ مان صندل تي ويٺي ساڻس ڪچهري ڪندو هوس. اتي مون کي هر
پيري گڏامڙي سان ڪچالن جو پيالو پري ڏيندي هئي ڇاڪاڻ ته هو مون کي ننڍپڻ ۾
کي پسند هئا. مان ناني کي چوندوهوس ”نانيءَ هاڻ مان وڏو ٿي ويو آهيان. هي
گهڻو کائيندس ته کڏڙو نه ٿي پوان“ ته چوندي هئي ”تون شرم ٿو ڪرين ان لاءِ منع
ٿو ڪرين.“ پوءِ به زبردستي اڌ ڪلو کن کارائي پوءِ ڇڏيندي هئي. ناني مون کي
ننڍپڻ جي يادن کي تازو ڪرڻ لاءِ هڪ ڪپڙي جي بجڪي ناهي سڄي سڪن سان
پري ڏيندي هئي. چوندي هئي ”هي تنهنجي خرچي آهي جيڪا مان تولاءِ ڪافي وقت
کان سنڀالي رکي هئي.“ ڳوٺ ۾ اوڙي پاڙي جون ٻانهون پڃي ويندي يون هيون ته
انهن جا فيصلا به ناني ڪندي هئي عورتن جا قصا روز ٻڌندا هئاسين ويچارن سان
گهرن ۾ ڳوڻن ۾ ٽپندا به ته ويلا هئا. نانا به هليو ويو بعد ۾ ناني به رضا ڪئي.

## لالا نواز علي خان

لالا نواز علي خان منهنجو سڀ کان وڏو مامو آهي. جنهن کي مان نواز
ماما چوندو آهيان منهنجو هي مامو به پياري طبيعت جو مالڪ آهي. هي ڪپڙن
لٽن ۾ سادو پر دل جو وڏو سخي آهي. پنهنجي پوري جواني شير شاهه ڪالوني
ڪراچي ۾ ٺيڪيداري ڪندي گذريائين هاڻ شڪارپور ۾ پڻ اول نمبر جو
ٺيڪيدار آهي. شاهي باغ کي شاهي باغ ڪندڙ بهترين نموني تيار ڪندڙ ۽ هر
وقت شڪارپور جي خوبصورتي تي سوچيندڙ هي شخص سدائين ماءُ جي دعا
سان آباد رهيو آهي. مان ڏسندو هوس ته هي جڏهن به ڪم تي ويندو هو ته سڀ
کان پهرين ماءُ کي پيرين پوندو هو مان به ڪيس سڄو قرآن شريف گهوري.

دعائون جي برڪت سان رخصيت ڪندي هئي. سنڌ گورنمينٽ جي گاڏين جي
پلونمبر پليٽ (GS) پهريون پيرو ماما جي معتارف ڪرايل آهي، جنهن مان هن
لک ڪميا پر سنڀالي نه سگهيو. منهنجو هي مامو به پيپلز پارٽي جو جيالو آهي.
ناني جي ڪري سڄو ڪٽنب پيپلو آهي. ذوالفقار علي ڀٽي سان محبت رکڻ
ڪري هن پنهنجي وڏي پٽ جو نالو ذوالفقار علي رکيو ته پيار علي الانا سان
دوستيءَ سبب ٻئي پٽ جو نالو پيار علي رکيو سندس پٽ ذوالفقار علي پوليس
ڊپارٽمينٽ ۾ آفيسر آهي جيڪو چاهي ٿو ته مان به اي.ڊي خواجه ۽ ثناءالله
عباسي جيان نالو ڪڍان.

## لالا لياقت پناڻ

شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کي اچي ڇمڙي وارا ساٿي ۽ ڪارڪن ڏاڍا وڻندا
هئا (صرف وڻڻ جي حد تائين) انهن سڀڻن جو هو نالو نه ڪٺلو هو انهن کي ”سهڻا
منڊا“ چوندو هو. جن مان غلام مصطفيٰ کر، عبدالحفيظ پيرزادو ۽ ٻيا هئا. پر ڀٽي

صاحب جا حقيقي پرين ھئا لاڙڪاڻي وارو اياز سومرو ۽ شڪارپور وارو لالا لياقت پناھ ھي پناٺکو ٻار اڄ ٻہ انھن ڪَڳ تي ويل "سھٽڻ منڊا" کان گھٽ ھرگز نہ اھي. جيئن پاڻ سڳورن جي قافلي ۾ علي سائين سڀ کان ننڍي عمر جو ۽ سڀ کان دلير ھو. ائين ذوالفقار علي ڀٽي جي قافلي ۾ سڀ کان ننڍي عمر جو۽ دلير منھنجو مامو لالا لياقت ھو. پاڪستان پيپلز پارٽي جو آئين، 73 جو آئين عبدالحفيظ پيرادي لکيو ۽ اھو آئين سڀ کان پھرين پنھنجي خرچ تي ڇپائي پنھنجي ھٿن سان ورھائڻ وارو شخص ھو لالا لياقت، ماما پيپلز پارٽي جو بنيادي ڪارڪن آھي. ھي ڏسڻ ۾ انگريز لڳندڙ منھنجو مامو پيپلز پارٽي ڊسٽرڪٽ شڪارپور جو اڳوڻو پريزيڊنٽ، ميونسپالٽي شڪارپور جو اڳوڻو چيئرمين ۽ سنڌ جو مشھور وڪيل آھي. لالا لياقت جيترو پيپلز پارٽي سان سچو ۽ وفادار ھو. پارٽي ھن سان ايتري سچي نہ ھئي. ھن پارٽي لاءِ جيل پڻ ڪاٽيو. لالا لياقت ذوالفقار علي ڀٽي واري زماني ۾ ڄام صادق علي جو بہ گھاٽو يار ھو. جنھن دور ۾ ڄام صادق علي وزير اعليٰ سنڌ ٿيو. تنھن دور ۾ پيپلز پارٽي جا ڪيئي وفادار لوٽا بڻجي ڄام جي ھٿن ۾ ڪيڏڻ لڳا پر ماما نہ وڪيو. جڏھن ڄام صادق علي گھڻي زور ھٽي ٽڪيو تہ ھن ماما کي الذوالفقار تنظيم جو آرگنائيزر قرار ڏئي ايجنسين کان کٽايو. جڏھن تہ ڄام صادق علي کي خبر ھئي تہ ھي اھو لالا لياقت نہ آھي. اھولالا لياقت لاڙڪاڻي ۾ چانڊڪا جو شاگرد اڳواڻ ھو جيڪو جونيئر سڏبو ھو. ڇھن مھينن تائين تہ ڪا خبر نہ پئي ماما زندہ بہ آھي يا شھيد ٿي ويو. تنھن زماني ۾ منھنجو يار صحافي حسن مجتبيٰ عبرت مگزين ۽ فرنٽير پوسٽ ۾ جاب ڪندو ھو. حسن مجتبيٰ جي ڪوشش سان پاڪستان جي سمورين اخبارن ۾ واويلا مچي وئي تہ ڄام صادق علي (جھڙي ڇپ) وانڱرو ٿي ويو ۽ ھڪ ڏينھن آڌي رات جو ضلعي شڪارپور جي حد ۾ ڪنھن جڳھ تي اکيون بند ڪري ڇڏي ويا. آزادي کان پوءِ ھڪ مھيني تائين تہ ماما ڇڻ پنھنجي حواسن ۾ نہ ھو ايترو خوف ۾ ورتل ھو جو ڪيس سڳا ڀائر بہ ايجنسي جا ماڻھو ٿي لڳا، ھو ڪجھہ ٻڌائڻ لاءِ تيار نہ ھو، تہ ڪٿي ھو ۽ ڪيئن آيو. ان کان اڳ بہ ماما ڪئي ڀيرا ضياءَ جي دور ۾ روپوش ھو انھيءَ روپوشي واري دور ۾ ماما مون کي ڀاڄي وانگر ڳڏ رکيو ماما جو مون تي مڪمل فيٽ ھو جڏھن تہ مان ڪڏھن پيپلز پارٽي ۾ رھيو بہ نہ آھيان. انھيءَ روپوشيءَ واري دور ۾ ماما وقت بوقت لکي لکي پنھنجي دوستن وٽ وٺي ھلندو ھو. جن مان اياز سومرو موجودہ منسٽر ۽ مرحوم عبدالله ورياھ ننڍو آدم وارو منھنجا بہ بھترين دوست بڻجي ويا. ماما مونکي عبدالڪريم پلي وٽ بہ وٺي ھليو تہ نصرالله خان بابر وٽ بہ ماما مون کي پيپلز پارٽي جي ڪيئي ليڊرن سان ملايو عيد جا ٽي ڏينھن جڏھن ڳڙھي ياسين جي ڪنھن پيپلز ميڊيڪل اسٽور ۾ لڪيل رھياسون تہ ماما فيصلو ڪيو تہ ھاڻ منھنجو

سنڌ ۾ رهڻ خطري کان خالي نه آهي. تون ۽ مان سياڻي هري پور هزاره هلنداسون
جتي منهنجو هڪ دوست آهي جتان مان پوءِ ڪنهن گم نام جڳهه تي هليو ويندس
جيستائين حالات منهنجي حق ۾ نٿا وڃن ۽ تون هري پور مان واپس حيدرآباد هليو
اچجان تنهنجو مون سان گهڻو وقت رهڻ خطري کان خالي نه آهي. جڏهن اسان اُتي
پهتاسون ته اسان کي نوان نالا مليا ماما کي جيڪو نالو مليو سو مون کان به لڪايو
ويو. جيئن ته مون کي اڳتي ويٺو نه هو انهيءَ لاءِ مون نئون نالو وٺڻ کان انڪار
ڪيو. چيو ويو ائين ڪرڻ اوهان لاءِ بهتر آهي مون چيو ائين نئين نالي سان مان
وڌيڪ ڪنفيوز ٿي ويندس ۽ اوهان لاءِ مصيبت پيدا ٿيندي. سو مون کين صلاح
ڏني ته منهنجو نئون نالو لاجبر رکيو وڃي. گهٽ ۾ گهٽ انهيءَ نالي سان منهنجي
ڪا وابسطگي رهي آهي نالو ڪٽڻ سان مان موڙي ته ڏسندس. لاجبر منهنجي هڪ
پياري پرين دوست جو نالو هو ۽ بلڪل الڳ ٿلڳ به هو پوءِ مون پنهنجي ڪابي
ٻانهن تي انهن کان انگلش ۾ LAJBER لکرايو جو اڄ به 26 سالن گذري وڃڻ کان پوءِ
اهڙو جو اهڙو لکيل آهي. اسلامي نقطي نگاهه کان جسم جي ڪنهن حصي تي ائين
نقش ڪيڻ اسلام ۾ حرام آهي. مرڻ کان پوءِ غسل ڏيندڙ ملا ڪروڌ ڪري سگهي
ٿو ته مان غسل نه ڏيندس. اسلام ۾ خودڪشي ڪرڻ به حرام آهي. موت جي منهن مان
ڪو جيڪڏهن ڪنهن نئين نالي سان بچي سگهي ٿو ته بچي پوءِ اهو به حرام آهي ته
ماڻهو ويچارو ڪيڏانهن وڃي. (اصل عزرائيل ته ڪيترا به نالا مٽائي اچڻو هوندو ته
پنهنجي ٽائيم تي ايندو) مان ان جي ڳالهه نٿو ڪريان باقي جنهن پارٽي جو مان نه
هجان. ان پارٽي لاءِ هروڀرو سرگهوريان ۽ مفت ماريو وڃان اهو به صحيح ناهي. ماما
هري پور مان نڪري ويو ۽ مان حيدرآباد هليو آيس ۽ پويان ماما پڪڙجي پيو لالا

لياقت شايد 3 سال مختلف جيلون ڪٽيندو آخري وري هري پورهزاره جيل ۾ ايو.
اُتي ڪنهن ڪرنل يا ميجر جي ڌي ماما جي حسن تي چري ٿي پئي جنهن تي پڻو
چريو هو. ان تي ڪا ڇوڪري چري ڇونه ٿئي، پيءُ جي سڪيلڊي ڌي پيءُ سان انگل
ڪير ته مون کي اهو گهوٽ گهرجي لالا لياقت مان ان سواءِ ٻيو گهوٽ نه ڪنديس
ماما جي اڳ پنهنجن مان شادي ڪيل هئي جنهن مان ماما کي انوقت به گلن جهڙا
پٽ هئا. بابر ۽ همايون. ماما انڪار ڪيو ماما ڪيس چيو ته "مان آمر ضياءَ کان نفرت
ڪيان ٿو جنهن جي خاڪي وردي آهي ۽ مان ڪنهن خاڪي وردي واري جي ڌيءَ جو
گهوٽ ٿيان اهو مون لاءِ ٻڏڻ جو مقام آهي." فوجي دور هو ان ڪرنل ماما تي ايترا
ڪيس هڻين جو ماما جي ٽي نسل به جان آجي نٿي ڪري سگهيا. پيپلز پارٽي وارن
ماما کي پڇيو به نه ته ڪهڙي حال ۾ آهي ماما جيڪو ڪڏهن به وڪڻڻ جو سوچي به
نٿي سگهيو (ماما جي اندروني ڪهاڻي ماما جي لکيل جيل جي ڊائري ۾ پڙهندا)

آخر ماما هار مڃي. اهو ماما جيڪو ضياءِ الحق جي آڏو نہ جهڪيو، جيڪو چاچر صادق علي وٽ نہ وڪيو هڪ معمولي ميجر يا ڪرنل آڏو ڪيئن جهڪيو وڌيڪ ماما ٻڌائي سگهي ٿو. هري پور هزاره جيل ۾ ماما جي ٻي شادي ٿي. نئين ڪنوار ڪورٽ ۾ درخواست ڏني تہ "اهو ڪٿان جو انصاف آهي جو نئين ڪنوار سيج تي اڪيلي سمهندي گذاري ۽ مڙس جيل ۾ هجي." آمر جو دور هو ميجر جي ڏي هئي. ماما آزاد ڪيو ويو هڪ زنده لاش کي نئين ڪنوار هڪ سال تائين چوسيندي رهي. ماما هڪ قيد مان آزاد ٿي ٻي قيد ۾ قيد رهيو آخر هن مان ڪيس نياڻي ڇائي اها سموري ڪهاڻي سڀ ڪان پهرين مونکي خبر پئي. لالا لياقت جي ماءُ (منهنجي ناني) ۽ سمورو خاندان ان ڳالھ کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هئا. آخر هڪ ڏينهن ماما ان زال ۽ ڌي سميت منهنجي گهر وحدت ڪالوني جي ڪچي آبادي اچي نڪتو. ماما پيپلز پارٽي ڇڏي ڏني ماما تي غداري جو ٺپو لڳو ماما ڪافي وقت تائين جيءُ نہ سگهيو. آخر دور بدليو ماما کي مشهور ڪرڪيٽر عمران خان پنهنجي گهر سڏايو. ماما عمران خان جي نئين پارٽي تحريڪ انصاف ۾ ويو ۽ ڪراچي جي تاج محل هوٽل جي هڪ ڪمري ۾ زال ۽ ٻارن سميت رهيو ۽ ٻئي ڪمري ۾ آفيس کولي ويٺو. پر هي بنيادي طور پيپلو هو هن جي اُتي دل نہ لڳي. اڄ ماما شڪارپور ۾ وري وڪالت ڪري ٿو ۽ ڪڏهن هُن زال وٽ شڪارپور ۾ رهي ٿو تہ ڪڏهن هن زال وٽ ڪراچي يا لاهور ۾ رهي ٿو. محترمہ بينظير ڀٽو بہ پيءُ جي ٻن سائين اياز سومرو ۽ لالا لياقت جي گهڻي عزت ڪندي هئي هي ڇڻ سندس فيملي ميمبر هئا. محترمہ بينظير ڀٽو. ڪئي ڀيرا ماما سان ملڻ شڪارپور سندس گهر تي آئي. منهنجي ماسات ديدار جي وفات وقت بينظير ڀٽو اوچتو منهنجي خالا مامي نورجهان جي گهر سندس پٽ جي وفات لاءِ آئي ۽ منهنجي امان سان بہ ڀاڪر پائي ملي جو اها لالا لياقت جي وڏي ڀيڻ ٿئي. اهي تصويرون اڄ بہ منهنجي ننڍي ڀاءُ آغا لطيف وٽ موجود آهن. شهيد مير مرتضيٰ ڀٽو بہ لالا لياقت سان محبت رکندو هو. ۽ اڪثر ماما سان ملڻ سندس گهر ايندو هو. شڪارپور جي ميونسپالٽي جا هر دور ۾ ڪٽيل رهي. جڏهن هن خلمت گذار ۽ عوامي ماڻهو جي حوالي هئي تہ خوشحال رهي. ماما پنهنجي چيئرميني جي دور ۾ شڪارپور لاءِ ڪئي مثالي ڪم پڻ ڪيا. جن جا بنياد اڄ بہ ڏسي سگهجن ٿا. سک پل کي اصلي حالت ۾ آڻي ڏيکارڻ ماما جي دور جو ڪمال آهي. ماما کي جيل جي ڊائري گم ٿيڻ جو ڏاڍو افسوس آهي. ماما ڪڏهن ڪڏهن مون تي الزام هڻندو آهي تہ اها جيل جي ڊائري تو گم ڪئي آهي. جڏهن تہ ائين نہ آهي. ماما هرويرو پنهنجو تاثير پيو خراب ڪري هو اڄ بہ مون سان يا ڪن دوستن سان ڪچهري رکي جنهن ۾ هو جيل جو احوال ٻڌائي جيڪو ڪنهن ٽيپ تي رڪارڊ ڪري اُتاري سگهجي ٿو. ڪجھ جيل جون ڊائريون پڙهي جيل جي

ٽيڪنيڪل لفظن جي مدد وٺي هڪ بهترين ڪتاب آڻي سگهجي ٿو، جيڪو انوقت جي سچي تاريخ پڻ هوندو. ماما پاڻ سستي ڪري رهيو آهي چاهي ته سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. فوجي جي ڏي گهر ۾ زال اٿس، پاڻ وڪيل آهي. هري پور جيل جا فوٽو ڪڍي، رڪارڊ مان ان دور جي جيلر، سپاهي، قيدين جا نالا ۽ فوٽو به حاصل ڪري سگهي ٿو. اهو ڪم ته مان به ڪري سگهان ٿو جي ڪرايو ڀاڙو ڏئي. رب پاڪ ڪيس وڏي ڄمار ڏئي. هي اسان جي خاندان جو پهريون سياستدان ۽ پهريون قيدي پڻ آهي هن اسان جي خاندان کي سياسي شعور ڏنو. افسوس آهي جو ڪالهه جا چتون ۽ پڙوو سياستدان جيڪي هن ڪان سکيا. هن کي لتاڙي اڳيان نڪري ويا آهن ۽ هي ويچارو سچو، محنتي ۽ مخلص ڪارڪن ائين ئي ضايع ٿي رهيو آهي. هي اڄ به حڪومت ۾ صلاحڪار ٿي پوي ته سنڌ لاءِ ڪافي ڀلائي جا ڪم ٿي سگهن ٿا. هي جيڪو شڪارپور جو چاڻو آهي پنهنجي جنم ڀومي ۽ ماتر ڀومي تي ساهه ڏيندو آهي شل سدا آباد رهي.

بي وفا اولاد جو شهر

## شڪارپور

اڄ صدي منهنجي اڌو ڦري ٿي مان پنهنجو رخ ماضي ڏانهن موڙيان ٿو. شاسترن مطابق ديوتائن جو واسو اتر طرف آهي. اتر ۾ منهنجون نگاهون شڪارپور ڏانهن پيون وڃن. سو موٽي ٿا هلون اُن مٽيءَ ڏانهن جنهن مٽي مون کي ۽ منهنجي وڏن کي جنم ڏنو جنهن مٽي تي مرڻو آ. تنهن مٽيءَ کي پهرين سار، بانبڙا پائيندي سڀ ڪان اڳ پٽ تان ڪٽي مون چا وات ۾ وڌو هوندو ظاهر آهي مون کي ياد نه هوندو پر مان پڪ سان چوان ٿو اها منهنجي وطن جي مٽي هوندي. شايد اهوئي سبب آهي جو مون کي سنڌ ۽ سنڌين لاءِ پيار ديوانگيءَ جي حد تائين آهي. منهنجي جسم ۾ شڪارپور جي مٽيءَ جي سرهاڻ اڃا به سمائي پئي آهي. چوندا آهن ته ”مٽيءَ ۾ رت جي ڇڪ ٿيندي آهي.“ مون کي رت ۾ ابرڪا اڃڻ لڳندا آهن. منهنجو اتان جي مٽ مائٽن سان اٽوٽ رشتو آهي، جيڪو نه ٽٽو آهي ۽ نه ئي ٽٽڻو آهي. مونکي منهنجي ماتر ڀومي سنڌ ۾ جنم ڀومي شڪارپور سان بيحد الفت آهي. ايتري ڊگهي جدائي جي باوجود منهنجو روح شڪارپور ۾ رچيل آهي. هر شهر جي پنهنجي معنيٰ آهي، هر شهر جي پنهنجي هڪ الڳ ڪهاڻي آهي. شڪارپور جي ڌرتي پيار جي امر ڪهاڻي آهي، جا ڪٿي نه ڪٽي آهي. شڪارپور ۾ گهڙڻ سان گلاب ۽ رابيل جي رهاڻ اوهان جي آجيان ڪندي، جيترو حسن، جيتري سونهن هن شهر شڪارپور ۾ آهي. مون اوتري سونهن ٻئي ڪٿي نه ڏٺي آهي. اهو هن شهر جو فخر آهي. شڪارپور منهنجو پراڻو دوست، ساٿي ۽ محبوب آهي. منهنجي زندگي شڪارپور جي يادن ڪان

سواءِ اڌوري آهي. شڪارپور منهنجو جنم ڀومي، جتي ماءُ جي پيٽ ۾ نوَ مهينا ۽ نوَ مهينن پوءِ ماءُ جي هنج ۾ رهيس جتي جي هوائن ۾ مون ڦيريان ڦيريان ساهه کنيان. جت جي قدم قدم تي ننڍپڻ جون يادون وکريل آهن. هتان جي گلين ۾ مون آواره گردي ڪئي. جتي پرٿي ۽ مرٿي جي رسمن ۾شريڪ رهيس. شڪارپور ۾ گذرندي ننڍپڻ جا يادگار ڏينهن مونکي اڄ به ياد آهن، جيڪي وسري نٿا وسرن. منهنجي اها عادت آهي ته مان ننڍپڻ جي سمورن ماڳ مڪانن تي ضرور ويندو آهيان مان شڪارپور جي ڏسڻ لائق جڳهين جي اتهاس کان ڀلي ڀت واقف آهيان. بقول منهنجي يار نصير مرزا جي ته ”شڪارپور جون گهٽيون گهمڻ لاءِ جتين جو موٽو هجڻ ضروري آهي.“ شڪارپور جو ذڪر پراڻن تاريخن ۾ به ملي ٿو مان ديگهه جي ڊپ کان شڪارپور جي تاريخ جو ذڪر نٿو ڪريان. هن شهر شڪارپور جو ڪجهه اڇاترو بيان ضروري آهي. جيون ٿا ته ايران، ترڪستان، خراسان، روس ۽ بخارا جهڙن ملڪن جي واپارين ڪي مهينن جي اڙانگن پهاڙي پنڌن ڪانپوءِ جو پهريون مکيه شهر پوندو هو سو هو شڪارپور. قنڌار کان شڪارپور صرف 350 ملين جي مفاصلي تي هو. هي سنڌ ۽ هند جو واپاري تخت گاهه هو. شڪارپور جي بناوت دنيا جي قديم شهرن جهڙي آهي جن جي مکيه بازارين ۾ مٿان ڍڪ هئا. اُس، مينهن ۽ گرمي کان بچاءُ لاءِ جنهن شڪارپور جي شاهي بازار کي ڍڪ آهي. جنهن لاءِ هن کي ڍڪ بازار سڏجي ٿو.

## شاهي باغ

شڪارپور ۾ سڀ کان وڏو شاهي باغ اٽڪل ٻن هزار چورس ميلن ۾ هو جتي هر قسم جا جانور ۽ پکي به هئا. جيڪو اڄ به موجود آهي. شاهي باغ جي ڀرسان پاسي سنڌ واهه ڏانهن هڪ ڌني سڙڪ وڃي ٿي جتي ٻنهي پاسن کان وڻن جي قدرتي ڇت آهي. سنڌ واهه جي پڪن ڏلهن وارن گهاٽن تي ونجهڻ، ۽ تڙ ڪرڻ کان پوءِ انب چوسڻ جو مزو ۽ لطف ڪجهه اور هو. لکيدر جا گرم گرم بيهه، پٽاٽن جي جاٽ چشڪيدار مزي کان پوءِ وائيٽ روز پيڻ جي جا ڳالهه ڪجي ڪيفي اعجاز جي ٻاهران هڪ وڏو حقو رکيل هوندو هو جو ڪاڏي ڪانپوءِ آيو ويو مفت ۾ ٽڙ ۾ وات وجهي سوٽو هڻندو هو. شڪارپور جي پڪين گهٽين ۽ زير زمين زبردست برينج جي نظام جي جا ڳالهه ڪجي.

## بيگاري واهه

شاهي باغ لڳ هڪ بيگاري واهه آهي. درياهه ۾ جڏهن پاڻي جو چاڙهه ايندو هو تڏهن اها بيگاري پرجي ويندي هئي جتي جمعي ۽ آچر تي ماڻهو هزارن جي تعداد ۾ ايندا هئا ۽ پنهنجي هٿن سان ڪاڌو تيار ڪري پنهنجي پنهنجي مجلس ڪي ڪارائيندا هئا. هن بيگاري واهه جي لطف کان ڙالون به وانجهيل نه هيون. عورتن لاءِ وڏين پٽين وارو علحده وڏو گهاٽ هوندو هو. هڪ پاسي سڀ وڏا تارو هوندا هئا ته

بي پاسي ڳچي تائين پاڻي هوندو هو جتي اڻ تارو يا ٻار ترُ ڪندا هئا. ڇوڏاري پيل جي ڇانءَ هوندي هئي، اهڙو نظارو هوندو هو جو دل اتان تي نہ ڇوندي هئي. ترڻ، پل تان ٽپا ڏيڻ، شرطون پڇائڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. مان همت جو سنڌرو ٻڌي اڻ تارو هوندي بہ گهڙي پوندو هوس جو اُتي واهہ جي وٽن ۾ رسي ٻڌي ماڻهو ٻچي ٿي سگهيو. اڻ تارو اُن رسي ۾ هٿ وجهي ٻاهر سلامت اچي سگهندو هو. ڪڏهن مان واهہ جي ٻئي پار ڏڙام ڪري ٽپو ڏيندو هوس تہ ڪڏهن هن پار. پوءِ جڏهن ٻڏندڙ ماڻهو جيان ٽاڦوڙا هڻندو هوس تہ انهن رسين ۾ هٿ پئجي ويندو هو ۽ مان جلدي ڪنڌي تي ايندو هوس تہ متان ڪل مان ذل نہ ٿي پئي. پاڻي ۾ ڪڇريون ۽ رانديون بہ ڪندا هئاسون. هي سنتو جو واهہ آهي جنهن ڪي چاهي ٻوڙي، جنهن ڪي چاهي تاري مون ڪي دوست يار ۽ سوٽ ماسات ٽنگو ٽالي ڪري ڪنيو پوءِ ٽنگن ٻانهن کان وٺي پينگهي وانگر لوڏائي ڦٽو ڪندا هئا ۽ مان ڏڙام ڪري وڃي پاڻي ۾ هيٺ هليو ويندو هوس. مان تارو نہ هوس ۽ بہ ٽي دفعا ٻڏندي بچيو آهيان. مان درياهہ سان ڪونس نہ ڪندو آهيان ڇاڪاڻ تہ مان تارو نہ آهيان. گرمي سبب بدن تي ميٽ لائي هڪٻئي ڪي پاڻي ۾ اڇلائيندا هئاسون. ٽپيون ڏيندا شرطون پڄائيندا هئاسين. بيگاري مان جل جون لپون ڀري هڪ ٻئي ڪي هڻندا هئاسين، ٻئي ڪناري تي پهچندو هوس تہ ٽپي ڏئي ساهي منجهائي موٽي ايندو هوس. ڪڏهن اُن ٻڏڻ ۽ ترڻ وارين ڪيفيتن جي وچوٽي ۾ اونتو ٿي ويندو هوس ۽ هٿوراڙي ڏئي مٿي چڙهڻ جي ڪوشش ڪندو هوس ڪنارن جون آهي ديوارون منهنجي قد کان مٿي هونديون هيون. ڪڏهن تہ اڌ پنڌ تري اچي همت جواب ڏيندي هئي وڏيڪ هٿ هٽي نہ سگهندو هوس. مون ڪي اڄ بہ اهو ڏسي حيرت لڳندي آهي تہ مان اڻ تارو ۽ ايترو ٻار هوندي ڪيئن دل ٻڌي الله توهار ڪري هن بيگاري ۾ گهڙي پوندو هوس. مون ڪي اُهي ٽپيون اڄ بہ ياد اچن ٿيون. مان پنهنجي ننڍپڻ جون اُهي امر گهڙيون ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندس.

## جهلي

شڪارپور ۾ اونهارو تہ ويل جو هوندو هو. ڏينهن تہ ڏينهن پر مجال آ جو هبس ۾ رات جو بہ آرام اچي رات جو بہ مونجهہ ۾ جڻ گهٽا پيا ايندا آهن. ڏينهن جو ٽاندا ۽ رات جو ساهيو پوسٽ. شڪارپور جا ماڻهو تہ هر حال ۾ هري نود ٿي ويا آهن. پر اسان پارا شهري تہ ائين لڳندو آهي جڻ جيئري دوزخ ۾ هجن. رات جو بہ پگهر ريلا ڪري پيو وهندو هو. آرائين ۽ گرمي داڻن سان بندن ٻچي پوندو هو. جيڪي سين وانگر پيا چيندا هئا. هڻن پيرن ۽ ٻانهن جون ڪلون لاهي ويندين هيون. تنهن زماني ۾ ڪڙي نواب خان ۾ بجلي تہ هئي پر شايد رات ڏهين بجي کان پوءِ بند ڪئي ويندي هئي يا وڏا بجلي جا دشمن هئا يا

غريب هئا. مون کي يادگيرو نٿو اچي تہ ڇا سبب هو. پر جيستري تائين مون کي ياد ٿو اچي ننڍڙن ننڍڙن ڪائين واري بجلي جي لائين هئي تہ سهي برڪت لالا جي دوڪان تي نڪتل تصوير جنهن ۾ برڪت لالا جي هنج ۾ مرحوم ديدار چئن سالن جو آهي ۽ پويان ٽيبل تي بجلي جو پکو هلي پيو معنيٰ لائيٽ هئي. جڏيو ان ڳالهہ کي پاڻ اچون ٿا جهلي تي هٿ وارو پکو جيڪو ڪجهي جي پنن مان ٺاهيو ويندو هو. جنهن جي پاسن کنڊن کان ڇڄي پوڻ کان بچائڻ لاءِ نورجهان خالا ڪپڙو ٽاڪيندي هئي. آهي پکا خاص ڪري خالا تڏهن ٻاهر ڪڍندي هئي جڏهن اسان مهمان ٿي ايندا هئاسون. ڪڏهن ڪڏهن منهنجيي حرڪتن تي خالا انهي پکي جي ڳن سان ماريندي بہ هئي. جيڪي ڪڏهن ڪڏهن ٽٽي بہ پوندا هئا. انهن هٿ جي پکن کان علاوه، مون پنهنجي ڪتي مائٽن جي گهرن ۾، شڪارپور جي اسڪولن ۽ سرڪاري آفيسن ۾ بہ جهليون ڏٺيون هيون. جهلي دراصل پکي جو ئي ڪم ڏيندي آهي. جهلي کي هوا لاءِ ان جي هيٺان ويٺل ماڻهو اڳتي پوئتي ڇڪيندا آهن جنهن سان نہ رڳو هوا ايندي هئي پر ان جي ڇڪڻ سان مڇر بہ ڀڄي ويندا هئا. خالا جي گهر ڪمري جي ڇت ۾ جهلي ٽنگل هوندي هئي ۽ خالا سڄي رات پيرن سان پئي ڇڪيندي هئي مان وري پنهنجي سوٽ آغا سعيد جي گهر ڪچهري دوران سڄي رات پيو ڇڪيندو هوس، مون کي وري جهلي ڇڪڻ رونشو لڳندو هو. جهلي ڇت ۾ لڙڪائبي هئي. ناني وٽ بہ هڪ ريشمي ڪپڙي جي جهلي هئي جيڪا هر وقت ڇڪيندي رهندي هئي. مون کي ڪڏهن ڪڏهن جهلي هيٺان سمهندي ڊپ بہ ٿيندو هو تہ متان جهلي نہ متان ڪري پئي. جهليون ڪرنديون بہ هيون پر ڪڏهن ڪو جاني نقصان نہ ٿيو. جهلي دراصل 6 فوٽ ڊگهو ۽ ٻہ فوٽ ويڪرو ڪاٺ جو هڪڙو تختو هو جنهن جي مٿئين پاسي ۾ بہ ڪُنڍا لڳل هئا اهو وري ڇت جي گارڊر ۾ ٽنگيل هئا. جن ۾ ٻہ ڊگهيون رسيون ٻڌل هيون. هڪڙي رسي ٻي بہ هئي جنهن سان تختي کي اڳتي پوئتي ڇڪبو هو. تختي جي هيٺين پاسي کا فراسي. چادر. رلي جا ڪر ڪپڙو جهالر نموني ٺاهي ڪوڪن سان هنيون ويندو هو. اها هئي ان زماني جي ايئرڪنڊيشن جهلي، اڄڪلهہ انهن جهلين جي جاءِ تي بجليءَ جا پکا ۽ ايئرڪنڊيشن اچي ويا آهن. پر 12.12 ڪلاڪ لوڊشيڊنگ جي ڪري وري بہ بجلي جي بدلي اڄ بہ ايتري فائديمند ۽ ڪارائتي آهي جيتري اڳ هئي. منهنجي بہ دل چوي ٿي تہ هن بجلي جي آزار ڪري هڪ اهڙي جهلي شڪارپور مان آڊر تي تيار ڪرائي ڪٽي اچان.

## منهنجو ننڊپڻ

مان پنهنجي ننڊپڻ کي ڳولڻ جي ڪوشش ۾ آيو آهيان، پر منهنجو ننڊپڻ مون کان هميشه هميشه لاءِ رسي ويو آهي. وڃائجي وڃڻ سولو آهي پر ڳولهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڪي ته سڄي ڄمار پيا ڳوليندا آهن، پر انسان جي نصيب ۾ ملڻ نه هوندو آهي. شايد مان پنهنجي پاڻ کي ڳوليان پيو پاڻ ۾ پاڻ کان آزاد ٿيڻ ئي وڏي آزادي آهي. مون وٽ هميشه لاءِ وڃائجي وڃڻ جو هڪ پرائتو احساس آهي. مون کي ائين لڳندو هو ڄڻ ڪنهن اڻڄاڻ رستي تي ڀٽڪي وڃائجي نه وڃان مان وڃائجي وڃڻ جي ڳولا ۾ ڀٽڪندي خود به وڃائجي ويو آهيان. جڏهن مان معصوم ٻارن وانگر آڏمنڊڙ پرڀڻن پويان اڪثر گهر جو رستو وڃائجي ويندو هوس. شڪارپور جون ور وڪڙ گهٽيون مون کي ڏاڍو عجيب لڳنديون هيون، ڪافي پيره انهن گهٽين ۾ وڃائجي به ويو هيس. ڏاڍو پرائتو احساس هو گهر تي وڃڻ جو اکين ۾ خوف پري مان هڪ اڻڄاڻ رستي تي گهر سر بيٺو هوس ڪجهه وڃائجي وڃڻ جو خوف ظاهر ٿيڻ لڳو.مان ان خوف کي محسوس ڪندي روئي پوندو هوس، روئي روئي منهنجون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويندريون هيون. مان اڪثر گهر جي واٽ ڀلجي ويندو هوس. ننڊپڻ ۾ مان غلط جڳهه تي پهچي هر ماڻهو کان روئيندي پنهنجي گهر جو پتو پڇندو هوس. مون کان منهنجي گهر وڃائجي ويندو هو. مان تمام ننڍو هوس. نيين پور مان پنهنجي ڀڦي خورشيد جي گهر مير شاهه قبي ٿي وڃڻ چاهيو. گهٽيون ڀلجي پيس مونکي هڪ بگي وارو مليو جنهن چيو "توکي تنهنجو گهر ملي ويندو ٻچا گهبراءِ نه" هن مون کي پنهنجي ۾ سان ويهاريو هن مون کان گهر جا پار پتا پڇيا. مون کيس ايترو ٻڌايو ته اسان جي گهر کي ڪارو ڳڻو آهي ۽ اُتي اُٺ گهڻا بيهندا آهن اُتي هڪ قبي واري درگاهه آهي. پوءِ هن اچي مون کي سڌو مير شاهه قبي وٽ ڇڏيو.

## ادا نظير

ادا نظير ادا ظهور، آغا ثناءالله وحيد ۽ نويد سڀ قربانتا آهن. منهنجي گهر واري جون ٻئي ڀڦيون مون تي ۽ منهنجي ٻارن تي ساهه ڏينديون آهن، منهنجي سيني ٻارن لاءِ هر پيري نوان وڳا. تيل آچار مٺائي ۽ ڪوڙ سارا سلام موڪلينديون آهن. ٻڌو آهي ته هڪ ڀڦي گل جان جنهن منهنجي گهر واري کي پاليو هو. باٿ روم ۾ پير سلپ ٿيڻ سبب ٽنگ جي ڏڪ ڪري مسلسل بيمار ۽ اپاهج بڻجي ويئي آهي. ۽ ڳوٺان مسلسل ميسيج پيا اچن ته منهن ڏسڻو اٿو ته اچي ڏسي وڃون. گهر جا سمورا ڀاتي نظام الدين، شڪيل فهيم، محسن ۽ جهانزيب سميت هن ڏاڏي ۽ ناني لاءِ فڪرمند آهن رب پاڪ کيس صحت ۽ وڏي ڄمار ڏيس (آمين) نوٽ: پر پوءِ اسان جي پهچڻ کان اڳ ڀڦي الله کي پياري ٿي وئي.

## سالي (آڌي گھروالي)

ساهراڻي آکھ ۾ ڪنهن کي سالا وٽندا آهن تہ ڪنهن کي ساليون. "ساري خدائي هڪ طرف، جوڙو ڪا پائي هڪ طرف" يا "سالي آڌي گھر والي". پاڻ هتي صرف سالي جي سارھ ڪنداسين. اهو منهنجي زندگي جو ڪتاب سالي جي ذڪر کان خالي هجي اڻ پورو ۽ نامڪمل هوندو. سالي جو رشتو هڪ اهڙو رشتو آهي، جنهن جا انوپ روپ آهن. ساليون يا ساليون هونديون آهن يا ساليون. ساليون گھڻ ژالون وڏيڪ لڳنديون آهن. سالي جو رشتو هڪ نازڪ پر لچڪيدار رشتو آهي، هڪ مضبوط ۽ نہ ٽٽندڙ رشتو، هن رشتي کي جنهن نموني هلائبو هلندو. انهي جي ٽٽڻ، ڀڄڻ ۽ پرڻ جو ڪوبہ خوف يا خطرو نہ هوندو آهي. سالي جو اهو جاندار، مضبوط ۽ اٽوٽ رشتو هڪ اهم ۽ معتبر رشتو آهي. اڄ تائين ڪنهن هن جي اهميت ۽ ضرورت کان انڪار نہ ڪيو آهي، جنهن سان هر پيٽوئي جو واسطو سڌي توڙي اڻ سڌي طرح پوي ٿو ۽ بار بار پوي ٿو. شادي کان اڳ بہ ۽ شادي کان پوءِ بہ، سالي سان پيٽون جا حق ۽ واسطا سڀ سيڪڙو هجن ٿا. اهي خوشگوار دوستاڻا تعلقات وقت گذرڻ سان پيار ۾ تبديل ٿي وڃن ٿا انجي ضرورت ۽ اهميت ڏينهون ڏينهن وڌندي وڃي ٿي، هر سالي ۽ پيٽوي وچ ۾ پيار هوندو آهي. هر سالي ۽ پيٽوي جا تعلقات پاڻ ۾ سڌا سنوان ۽ سفارتي بنيادن تي دوستانا ۽ پاڻ ۾ انبراسٽيڊنگ (هم خيالي) وارا هوندا آهن، سالي جي تعلقات تي ڪنهن پنهنجي يا پرائي کي ڪو شڪ يا اعتراض نہ ڪرڻ گھرجي. ساهراڻي آکھ ۾ نانئي ۽ ساهرن وچ ۾ ڪو رخنو ٻڌجي وڃي تہ دنيا ۾ سالي جو وجود ئي هڪ واحد رشتو هوندو آهي، جنهن کي وچ ۾ بفر زون واري اهميت حاصل هوندي آهي، آخر ۾ مان نالي واري مصرا ۾ اهو چوندس تہ "سالي ماني کان پوءِ سوئيٽ ڊيش آهي" مون کي چار ساليون آهن، شاهين، مسرت، انيلا ۽ ناهيد. جن سان مان صرف لوڊيو راند ۾ ناڳڻ جوڳڻ ڪيڏي وقت گذاريو. ساليون جيڪڏهن پيٽڻ جيڏيون هجن تہ ان کي ڀيڻ سمجهڻ گھرجي ۽ پيٽڻ کان ننڍيون هجن تہ پيار ۽ شفقت جي قابل هونديون آهن، انهن سان پيار ڪرڻ گھرجي. منهنجي چوندبہ وڪري آهي چاڪاڻ تہ مان وڪري ٽائيپ جو ماڻهو آهيان. مونکي پاڪستاني ڳائڻين ۾ ناهيد اختر، شاعرن ۾ ڪشور ناهيد ۽ رعنا ناهيد رعنا، عظيم استادن ۾ ناهيد مگريو، پاڪستان پيپلز پارٽي جي ليڊي ليڊرن ۾ ناهيد خان، وحدت ڪالوني جي ڪاسائين ۾ ناهيد ڪاسائي (مرد) ۽ سالين ۾ سڀ کان ننڍي سالي ناهيد پسند هئي. چاڪاڻ تہ هو پيارُ جي قابل هئي.

کي يهان تيرا ڪوئي نهين

**پيا جو گهر**

گڏيل ڪٽنب جي نظام وکرڻ کان پوءِ جڏهن سيني پنهنجي الڳ ڪائنات وسائي تہ هوءِ اڪيلي رهجي ويل تصوير ٻہ سونهن ٻٽي ڪنهن ٻئي جيون – البم جي ۽ ائين هي هڪ وڏو پريل گهر. هڪ هڪ ڪري خالي ٿي ويو. ڪلهہ جو ڀريل گهر اڄ خالي آهي، هر گهر ۾ ائين ٿيندو آهي، گهر خالي ٿي ويندو آهي فقط يادن جا پاڇا رهجي ويندا آهن، ٿڪ هوائن ۾ وکري ويندا آهن آخر ۾ بس چند لڙڪ رهجي ويندا آهن. هن سڄي ساري گهر ۾ هاڻي ڪجهہ ٻہ ناهي رهيو، سواءِ يادن جي خوشبو جي. هڪ خالي گهر جنهن ۾ رهندڙ جڏهن هليا ويندا آهن تہ هڪ عجيب اُداسي ڇڏي ويندا آهن. مونکي خالي گهر، خالي ٿانون ۽ خالي ماڻهن کان وحشت ٿيندي آهي. هن گهر سان مون کي پنهنجائپ جو تعلق قائم آهي. مون جنهن کي بي پناهہ چاهيو ظاهر آ مونکي اُن جو گهر پڻ پيارو هوندو. هُن ڏي چا هن جي گهر ڏي ئي ڪڏهن حڪم ناهي تہ نهارجي، اڄ ٻہ ڪلهہ جيان اُداس ۽ تنها جڏهن تنهنجي گهر جي اڳيان ٿو گذارن تہ مان ادب وچان تنهنجي گهر جي چائنٺ تي ٻئي هٿ رکان ۽ چما ٿو. منهنجي لاءِ تنهنجو هي گهر ڪنهن مقدس عبادت گاهہ کان گهٽ هرگز نہ آ. هي گهر پس منظر ۾ زندگيءَ سان ڀرپور مرڪن جو انتظار اڄ ٻہ ڪري ٿو. هن دروُزي کي ڪنهن مخصوص هٿن جي دستڪ جو انتظار اڄ ٻہ آ. مان سوچيان ٿو تہ مون وانگر هن گهر کي ٻہ احساس آهي تہ هي گهر هن گهر جون ڀتيون ۽ هر هڪ شي هن کي ياد ڪري اُداس ٿي وڃي ٿي. هر خطي جي پنهنجي الڳ خوشبو هوندي آهي هر گهر هر ماحول ۽ هر ماڻهو جي منفرد خوشبوءِ هوندي آهي. مان جڏهن ٻہ هن جي هن گهر ايندو آهيان تہ مونکي گهر جي هر هڪ شيءِ مان هن جي ڇهاءُ جي خوشبو ايندي آهي. گهر جي ڀتين مان اٿندڙ سندس وجود جي مهڪ مونکي خوش آمديد چوڻ لاءِ آتي هوندي آهي. هن گهر جون هوائون مونکي ڀليڪار ڪنديون آهن هن جي چهري جي تازگي، جذبن جي سونهن ۽ احساس جي نزاڪت مون کي محسوس ٿيندي آهي ان خوشبو جي گهرائين ۾ يقين جو هڪ چانورو هوندو آهي. هن جي غير موجودگي موجودگي ٻڻجي ويندي آهي. شايد اها هنجي ساهن جي چانڊوڪي آهي، جيڪا هر هن گهر ۾ ڇڏي وئي آهي. اڄ تنهنجي ڪمري ۾ اونداهي آهي. مان بلب آن ڪري تنهنجي ان ڪمري ۾ وڃي گهڙي پل لاءِ اکيون بند ٿو ڪريان هر طرف خاموشي ۽ سانت آهي. مون کي تنهنجي ڪمري مان اڄ ٻہ تنهنجي خوشبو اچي ٿي، ڇڻ تنهنجو چهرو نظر ٿو اچي تنهنجو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. مان تنهنجي ڪمري جي خاموشيءَ جي زبان

سمجهي ونندو آهيان هن ڪمري جي پيتين جي خاموشيءَ مون سان ڪيترا پيرا ڳالهيون ڪيون آهن منهنجون اکيون اجان بند آهن هن گهر جي ڪا پراڻي ياد دهرائيندي ڊاڪٽر تي تنهن قدمن جا ڏڪا، رڌڻي ۾ مون لاءِ تو پاران تيار ڪيل جانهہ جي مخصوص خوشبو، هر طرف زندگيءَ جي سرهاڻ، ماحول ۾ ان ڪان پوءِ خاموشي، گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ نمايا آهي ۽ منهنجا احساسن جي مالا وڪري وڃي ٿي. مان باٿ روم ۾ اچي خوب روئي چهرو ڌوئي ٻاهر نڪري اچان ٿو. ۽ پوءِ پويا ڏنڌ ۾ تنهنجو گهر گم ٿي وڃي ٿو.

## عشق نامو

سونيا (ڪسي ڪي هٿ نہ آئي گئي يہ لڙڪي)

هي منهنجي دل جي ڪتاب جو مهاڳ آهي ۽ ان ڪانسواءِ اها عظيم ڪتا نامڪمل آهي، جيڪا مان لکڻ چاهيان ٿو. هر نوجوان جي زندگي جي منڊ ۾ هڪ چوڪري اچڻ ضروري آهي، موت ڪان جيڪڏهن ڪوئي ڏاڍو آهي تہ اهو عشق آهي، پيار ۾ انسان ڪائنات ڪان وڏو آهي، عشق، موت ۽ خدا ٽي اهڙا اسرار آهن جي هن وقت تائين ڪنهن بہ نہ چليا آهن ۽ نہ چاڻي سگهندو، حضرت عشق هڪ نور آهي، عشق الاهي جسماني يا روحاني- فاني يا لافاني هر ڳالهہ ڪان آتم آهي، جنت عشق جي آغوش اڳيان ڪهڙي شيءِ آهي. عشق ڪنهن سان ڪبو نہ آهي ٿي ويندو آهي. ڪنهنجو ڪنهن سان عشق چو ٿو ٿئي؟ عشق اها باهہ آهي جا لڳي بہ نہ ٿي ۽ وسامي بہ نہ ٿي. عشق هڪ چڻنگ آهي جا هڪ اک مان ٻي اک ۾ ٻري ٿي. عشق ٻن دلين جي سازش آهي، جا آزاديءَ جو شعور ڏئي ٿي، عشق معاشري سان بغاوت آهي، قانون شڪني آهي، ماءُ پيءُ ڀيڻ ڀاءُ جو ناراضپو آهي. عشق دل جي ڪيفيت جو اهو اظهار آهي، جنهن لاءِ انسان سر جي بازي لڳائي ويهي ٿو. ”عشق زنده باد- پائنده باد“.

عشق واقعي دماغ جو خلل آهي. عاشق ڪي اسلام بہ خراب ڪري ٿو تہ ڪفر بہ خراب ڪري ٿو. عشق ۽ مشڪ لڪڻ جو ناهي، راحت ملي ٿي درد مان پيار ڪان صلقي، تمام ٿورا انسان آهن جيڪي عشق ۾ حوس ۽ توازن برڪرار رکي سگهندا آهن. چوڪريون شروعات ۾ مرد جي ٻن وصفن وحشت ۽ دهشت تي مرنديون آهن پر دائمي پريم لاءِ ڪجهہ ٻيو کپي.

## پيار جو پٽرنامو

قدرت جي ڪيڏي ستم ظريفي آهي جن مون ڪي چاهيو انهن ڪي مان نہ مليس، جنهن ڪي مون چاهيو اها مون ڪي نہ ملي، اها ڪا اڻ ٽيٽي يا خيرت جهڙي ڳالهہ نہ آهي، اڄ تائين ائين ٿي ٿيندو آيو آهي. ڪنهن پريمڪا جو ديدار ٿي هڪ پاڪ زيارت آهي ۽ سندس ساراهہ ڳائڻ هڪ عبادت آهي. جڏهن منهنجي ڀوهہ جواني هئي تنهن وقت ڪيئي محبوبائون ۽ محبوب منهنجي زندگيءَ ۾ آيا. پر

هي خوشبوءِ جي انوکي چاڻ سڀ کان الڳ هئي. ڪي شادي کان اڳ عشق ڪندا آهن ته ڪي شادي، کان پوءِ عشق ڪندا آهن ۽ ڪي وري شادي کان پوءِ پنهنجي زال سان عشق ڪندا آهن. منهنجو هي عشق انوکو هو. جيڪو مون شادي کان اڳ نه پر شادي، جي ڏينهن کيو، زال سان نه پر، هُن اندر جلي جي پيڻ سان جا ان ڏينهن دل ۾ ايتري کپي وئي جو اڄ تائين نڪري نه سگهي آهي. ”ڪاش تون منهنجي زندگيءَ ۾ شادي، کان ڪجهه سال اڳي اچين ها!“ عشق واسينگ آهي، واسينگ جو جنهن سان، هڪ دفعو ڏنگڻ سان، انسان پنهنجو هوش وڃائي ويهندو آهي، پر اسان انسان به عجيب آهيون حاصل ٿيندڙ شين کي وڃائي ۽ وڃايل شين کي پائڻ جي ڌن ۾ هڪ محور کان ٻئي محور تائين ڀٽڪندا رهندا آهيون. ماڻهو جڏهن زال جي حقيقي محبت ڇڏي، ٻين عارضي محبت ڏانهن ڊوڙندا آهن ته اُهي انڌاهين ۾ ڪرندا آهن ۽ ڪين ڪا به هڙ حاصل نه ٿيندي اٿن. مون کي به ڪو پيار ”ديوداس“ بڻائي ويو. ديوداس اصل ۾ ”مانڪ پور“ جو هو ۽ مان ”شڪارپور“ جو آهيان، اهي ڇرپور وارا وڏا عاشق مجاز هوندا آهن. انهن کان بچو، ديوداس ۾ ٽي ڪردار آهن، (ديوداس. پاروتي ۽ چندر مکي) ۽ اسان به ٽي ڪردار هئاسون. مان (ديوداس) منهنجي زال (چندر مکي) ۽ هو منهنجي (پارو) هئي. هو منهنجي بيڊروم ۾ منهنجي ٺي بيڊ تي منهنجي گهر واري سان سمهندي هئي هي منهنجي پيرن کان سمهندي هئي مون کي ائين لڳندو هو ڄڻ مان ڪعبي ڏانهن پير ڪري ستو هجان. ڪڏهن ته مان هڪ ڪٽ تي زال سان سمهندو هوس ته ٿورو پري، پرسان ٻئي ڪٽ تي پارو منهنجي ٻارن سان سمهي پئي هوندي هئي. پيارا ماڻهو اسان جي اندر ۾ مڪمل طور جذب ٿي وجود جو اڻمٽ حصو بڻجي ويندا آهن ۽ پو اُهي ڪيترو ئي پري ڇو نه هجن اسان جي وجود ۾ روح بڻجي ساهه کڻڻ لڳندا آهن. هو جڏهن به ايندي هئي ته اسان جي گهر جو بي جان ماحول جي پوندو هو. هي شاهه لطيف ڪاليج ۾ پڙهندي هئي ۽ اڇي يونيفارم ۾ ڄڻ پري لڳندي هئي. نه رڳو ميناج ۽ گڻن ۾ پر سونهن ۾ به اُپسرا هئي سانوري، سلوڻي، مشڪي، ڪٽڪ رنگي، ڇهري تي رقص ڪندڙ ڪِلوپيٽرا ڪٽ وار، هن جي اکين ۾ ڪيڏي جوت هئي. ڄڻ پرهه هن ۾ گهاريندي هئي، اهو سنڌس حسن ۽ محبت جو ڪرشمو هو. منهنجي آس پاس ڪا به وينگس هن جهڙي ڪانه هئي. هوءِ ڄڻ خدا جو تحفو هئي. هي جا نينهن جا نشا چاڙهي ڇڏيندي هئي. هو منهنجي من ۾ کپي وئي هئي. مان هوشمنديءَ کان ديوانگيءَ تائين هن سان پيار ڪيو آهي. هي هڪ سٺي دوست هئي، جنهن کي سان وٺي هلندو هوس. هن سان منهنجي دوستي به هئي ته بي تڪلفي به اسان هڪٻئي جا ڏک سک جا ساٿي هئاسون. اسان جي هر ڳالهه ڄڻ اهم هئي. ان جو منهنجي حياتيءَ ۾ وڏو هٿ آهي. هن جو پنهنجو عشق

ڪنهن سان نہ هوندو هو پر هن کي ان مان لطف ايندو هو "آدي کي خبر نہ چار ادو عشق ۾ انڌو" اهو منهنجو ون وي ٽرئفڪ جيان عشق هو، هو صرف مون کي عزت ڏيندي ۽ منهنجو مان مٿاهون ڪرڻ لاءِ ائين ڪندي هئي. منهنجو ٽيهن سالن ۾ پير هو ۽ هو فقط سورهن سالن جي مس هئي. هو ڪنواري نينگري، ڪاليج گرل هئي ۽ مان شادي شده، ان اڌوري ۽ لاحاصل رمز ۾ اٿڃاٿائي جي ڌنڌ ۾ هر پل گم ٿيندي، ان رچ کي اندر ۾ جذب ڪندي ڪندي دل درياهہ ٻڃي پئي، مان بند لتاڙي سهڻي جيان ڪچي گهڙي تي درياهہ ۾ ٽپي پيس. مان هن آتش ۾ بنا خطري ٽپي تہ پيس پر هو جا رات ۽ ڏينهن جي سپنن ۾ ايري ايندڙ، ٻالاپڻ کان جوين ۾ قلم رکندي، ڌڙڪندڙ دل، ڪنهن ٻي دل ۾ پنهنجو آشيانو ڳولهڻ شروع ڪيو. حقيقي زندگيءَ ۾ سپنن جي ڪابہ اهميت ناهي. ان راتِ هوءَ منهنجي گهر ۾ هئي ۽ مان پنهنجي آتم ڪٿا لاءِ ان بابت لکي رهيو هيس، موڪلائڻ وقت هن مون کي چيو "مهرباني ڪري منهنجو اوهان نالو نہ ڏجو وڏيڪ اوهان جي مرضي" ان جي خواري ڇڻ منهنجي خواريءَ، مان هن جي ماٽن جي عزت کي نيلام نٿو ڪرڻ چاهيان، هونءَ تہ منهنجي دل جي قرهيءَ تي هن جو نانءُ هر وقت اڪريل رهندو. مان هن جو نانءُ وٺڻ نٿو چاهيان پل تہ هو منهنجي جيون جي پرولي رهي، اهو تمام وڏو معمو آهي جيڪو سيني کي حل ڪرڻو آهي. اهو منهنجو دل جو راز آهي ۽ راز ئي رهندو، نالو ۽ پتو ٻڌائڻو هجي ها تہ هن کان اڳ اوهان کي ٻڌائي نہ ڇڏيان ها. مان هن ڪتاب ۾ هن جو فرضي نالو (سونيا) ڪري لکندس يا وري (پارو) مون کي محبت جي هڪ گهري تڏي چانڊ جي ڳولا هئي. جون جي اُس ۾ هي چوري جنهن تي دل ٿي هئي مون لاءِ چانڊ هئي. بس زندگيءَ ۾ هڪ طوفان آيو ۽ هليو ويو، طوفان ۾ شاهي وڻ ڪري پوندا آهن پر گاهہ کي ڪوبہ خطرو نہ ٿيندو آهي. خاموشي جي تيز وهڪري ۾ اڪثر محبتون لڙهي وينديون آهن، مون کي هن سان جيون جي حد تائين عشق هو. مان هن سان پنهنجي موتَ تائين محبت ڪندو رهندس. اها شيرٽي جنهن کي شيرٽيءَ جي دل هئي، منهنجي دل ڏانهن شاهي رستي مان داخل ٿي. جا هڪ لهر ٻڃي منهنجي جيون ۾ پرورش ڪرڻ لڳي. هو منهنجي دل ۾ هميشہ لاءِ جوان ۽ خوبصورت رهندي. هن سان پريم مان سالن کان سيني ۾ سانڍيندو ٿو اچان، هي منهنجي زندگي ۾ هڪ خاص اثر ڇڏي ويئي. دل هڪ دفعو ڏٻي آهي. هڪ دفعو دل ڏٻي آهي تہ ان سان توڙ تائين نباهبو آهي، مون ڪُفر آندو ۽ اُنکي تنهنجي عشق ۾ ايمان ٻڌائي ڇڏيو هين بتن جي پوڄا دراصل منافقي آهي، منهنجي دل ۾ هن جي هوندي ڪا بہ جڳهہ ناهي بچي؛ منهنجي دل ۾ ساهہ ڪڻ جيترو خال اڃا باقي آهي، هي منهنجي جيون ۾ نہ اچي ها تہ منهنجي جيون جو رخ ئي ٻيو هجي ها. سڀ جهان جون نعمتون مون کي مليون

پر هوءِ نہ ملي تہ منهنجي زندگي جڻ تہ اڌوري رهجي ويئي، اڄڪلهہ مان ان کي دل جي گهرائي سان محسوس ڪندو آهيان. هي هڪ ٿي تہ هئي جنهن سان مان پنهنجون خوشيون ۽ ڏک شيئر ڪري سگهندو هوس. هي منهنجي محبت، جنون ۽ ديوانگي کي سمجهي نہ سگهي. ان گيت جو مان ساز ٿي پوان ها تہ جهان ۾ هڪ گونج پيدا ٿي پئي ها. مان ماضيءَ ۾ وڃائجي ويل پنهنجي پيار جي احساس جي روشني ڳوليندو رهان ٿو. ”مان پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي توکي محسوس ڪريان پيو.“ مون پنهنجي من مندر ۾ ويٺل ان ديوي جي ڏينهن رات پوڄا ڪئي آهي ۽ باقي عمر بہ بنا ڪنهن شرڪ جي انهيءَ جي پوڄا ڪندو رهندس. هي جا منهنجي هستي ۾ شامل آهي، مان شايد قيامت تائين هن کي وساري نہ سگهان. ”زندگي جي هر گذرندڙ پل ۾ تنهنجي ساهہ جي سرهاڻ پنهنجي سرير ۾ محسوس ڪئي اٿم.“ مون هن کي نہ وساريو آهي تہ هوءَ بہ مون کي وساري نٿي سگهي. مون هن کي جڏهن بہ ياد ڪيو آهي، اتي دکي ٿيو آهيان. منهنجي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا. اکين مان زارو قطار لڙڪ وهڻ لڳا هڪڙا اڳهندو ويس ٻيا ايندا ويا، هڪ غم جو ساگر هو. اڄ مان ورهين کان پوءِ دل کولي رُنو آهيان. زندگيءَ ۾ ان ڪري تڪليف آهي جو ان ۾ وڇوڙو آهي. جدائي نظر جو ۽ فطرت جو ڏوڪو آهي. منهنجي دل ۾ ان جي ياد تہ آهي، جيڪا مون کان ڪوئي بہ کسي نٿو سگهي. مان ماضي ۾ ٽو ٻيي هٿان پرائي گهر وسائڻ جي اون ۾ سيني لاءِ ڪو سنو گهر ڳپندو هو. پر هي نندي هر طرح آزاد هئي هن جو پيءُ ماءُ هن ڏيءُ جي سلسلي ۾ سڀ کان آزاد خيال هئا. هن کي چوڻ هئي تہ چا بہ ڪري اڃان ننڍي آهي. هڪ ڏينهن مون ڪاٺونس پڇيو ”انارڪلي تنهنجو شهزادو سليم ڪير هوندو؟“ هن کلي جواب ڏنو هو تہ ”جڏهن چنڊ چڙهندو تہ سڀ ڪو ڏسندو. اي مسٽر نہ مان انارڪلي آهيان نہ تون شهزادو سليم، نہ مان نورجهان آهيان نہ ڪو تون جهانگير ۽ نہ مان ڪا تنهنجي پاروتي آهيان نہ تون ڪو ديوداس آهين. تنهنجي اها خواهش ڪڏهن بہ پوري ڪانہ ٿيندي. سج ۽ چنڊ، صبح ۽ شام، زمين ۽ آسمان ڪڏهن بہ پاڻ ۾ ملي نٿا سگهن. مان تہ اهو ڪبوتر آهيان جو نورجهان جي ڪبوتر وانگر تنهنجي هٿن مان اڏامي ويندس ۽ تون ڏسندو رهجي ويندين.“ زندگي روان دوان هئي پر قدرت پردي پٺيان پنهنجو ڪم خاموشي سان پئي ڪيو. جنهن جي مون کي ڪل ئي ڪانہ هئي. پوءِ جڏهن وقت وريو تڏهن اها خبر پئي منهنجو وايون بتال ٿي ويون، جڻ منهنجي مٿان بجلي ڪڙڪاٽ ڪري اچي پئي هئي، هڪ سيڪنڊ ۾ سڀ خوشيون رک ٿي ويون. هڪ طرفي عشق جو اهوئي نتيجو نڪتو سندس مڱڻو ٿيو تہ هو مون کان پري پري رهڻ لڳي، مون سان ملڻ کان ئي نٽائيندي هئي. ملندي هئي تہ پورو ڳالهائيندي ڪانہ هئي هون يا هان ۾ ورائيندي ڏيندي هئي. مان

پڇڻ جي باوجود بہ پڇي نہ سگهيس ۽ هو ٻڌائڻ جي ڪوشش جي باوجود بہ ٻڌائي نہ سگهي. هو پرڻجي چڪي هئي شادي شده جوڙو ڪاري ڊيڪيل گاڏي ۾ هو، جت محبت هوندي أتي درشن ڏيندي 4 جنوري 2007ع جي نياڳي ڏينهن علي پليس ٻاهران قيامت جي با معنيٰ خاموشي ڇانيل هئي ٻاهر نڪتس تہ منهنجي اکين ۾ پاڻي پرجي آيو. برسات جو مسلسل بوندون ڇڻ شاهدي ڏئي رهيون هيون تہ خدا بہ ڇڻ رنو هجي. هن ۽ منهنجي وچ ۾ هڪ وڇوٽي ۽ هڪ وٿي هئي هن جو ديدار منهنجي هٿ وس ۾ نہ هو. مون جيئن تيئن پاڻ تي قابو پاتو، مان پنهنجي دل جي وڌندڙ ڌڙڪن ٻڌڻ لڳس پر نہ اڳتي وڌيس نہ پٺتي موٽيس، الائي گهڻو وقت ائين ڇميو بيٺو رهيس، مان ڳالهائي نہ سگهيس، منهنجو گلو پرجي آيو. هن الوداع نظر جي اجهامڻ کان اڳ نگاهن سان خدا حافظ چيو. ان کي ڊوڙ تي ڏسي نہ سگهيس هو هلي وئي مان ڏسندو رهجي ويس. هن جي سينگاريل ڪاري ڏائڻ جهڙي گاڏي جڏهن وڃڻ لڳي تہ منهنجو سڀ ڪان ننڍو پٽ هالار جو ان وقت منهنجي هنج ۾ هو اُپ ڏاريندڙ رڙيونڪري روئڻ لڳو مونکي ائين لڳو ڇڻ هو نہ پر مان هانوءِ ڦاڙي رئندڙ هجان. هوءِ منهنجي زندگيءَ ۾ خوشبو ڇڏي اُڏري وئي. هاڻ مان هن جو ديدار ڪري نہ سگهندس. ان ڏينهن ڪائنات ڇڻ تہ ڪک پن ٿي منهنجي نظر آڏو غائب ٿي وئي. منهنجي بهار هڪ دائمي خزان ۾ بدلجي چڪي. منهنجو چهرو زرد ٿيندو ٿي ويو. منهنجو ذهن منتشر ٿيڻ لڳو.درد جو هڪ بيچين سمنڊ هيو. درد بہ هڪ نشو آهي جدائيءَ جي نشي کان بہ وڌيڪ مست ڪندڙ هڪ عجيب ڪشش آهي. ڇڻ مان هڪ اونهي سمنڊ ۾ مسلسل ٻڏي رهيو هوس. هڪ اهڙي اذيت جيڪا نہ مرڻ ڏئي نہ وري جيئڻ ڏئي. فقط ان هڪ لمحي منهنجي رڳن مان سڄو ساهہ نپوڙي ڪڍيو هو. منهنجي زندگيءَ جو چراغ اُجهامي رهيو هجي، مان خود تتي ڦٿي ويس، مون کي ائين لڳو ڇڻ تہ منهنجي وجود کي ڪو ڪوري ڪپي ويو هجي، وجود نہ ڄاڻ تہ ڪيترن حصن ۾ ورهائجي ويو. ردي ڪاغذ جيان ويڳاڻپ جي حالت ۾ پئي ڦريس، هو منهنجي جان هئي. هن جي محبت جي پڄاڻيءَ کان پوءِ، سڄو پيار وڃائڻ کان پوءِ بہ مان زنده آهيان. هن کان پوءِ ڇڻ پوري سنسار جي سونهن مون لاءِ بي معنيٰ ٿي وئي. هن کان آجو آئيندو ڪاٽڻ لڳو، مان ننڍ جون گوريون پڳڻ جيان ڪائڻ لڳس، آخر اسپتال جي بستري تي هن جي انتظار ۾ موت کي روڪي رکيو. ڌڙڪن جو ردم ساڳيو هو ۽ روح جي فريڪونسي بہ ساڳي هئي. پيار هو ۽ آهي، چا ٿي پيو جي هوءِ ٻئي جي ٿي وئي. زهر هن زندگي جو سفر ڪٽجي نہ پيو. هن ساڳي ٿي جوڻ ۾ الائي ڪاٽي لکي وئي هئي. هن ساڳي شهر ۾ رهندي بہ غير موجود هئي ڪيڏا نہ فاصلا ۽ وڇوٽيون آهن، رابطن ۾، ڪٿي هئي ۽ ڪهڙي حال ۾ هئي؟ آسمان ۾ ويندڙ جهاز ۽ شهر

۾ ٿيندڙ ڪنهن به تقريب جي آتش بازي هڪ ئي وقت پنهنجي پنهنجي ڪمرن جي اڳڻ مان ڏسي پئي سگهياسون پر هڪٻئي سان ملي نٿي سگهياسون. اسان جي اڄ وڃ بند ٿي ويئي هئي. ”ڏني ڏينهن ٿيامر“ هن کان جدا ٿي ائين لڳو ڄڻ جنم گذري ويا هجن، شادي بعد هن ۾ ڪيترو نه ڦيرو اچي ويو هو. شينهن ڪلهي چڙهڻ کان پوءِ هي هاڻ پوپٽن ۽ پونرن جي شوقين نه هئي رهي. هي شادي بعد ڪنهن سان به رکڻ نٿي چاهي، هن جو گهوٽ ”جُگنو“ ڏاڍو شرميلو ۽ حليم آهي، هو ڪنهن سان به ملڻ ۾ شرم ٿو محسوس ڪري ۽ مائيٽي جون جوابداريون نباهي نه ٿو سگهي. هن ناتو ڪٽي ڇڏيو ۽ مون به ڪڏهن سندس واٽ نه ورتي. پر هي نه منهنجي زندگي مان نڪتي ۽ نه ئي مان انهيءَ ڪي پنهنجي اندر مان ڏڪي ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيس. چون ٿا ته ”گهٽي جدائي کان پوءِ محبت ڪي پائندگي نه ٿيندي آهي اهو ڪوڙ آهي. ڪوبه رستو نه پيو سجهي جو هن جي ماڳ تائين اينلو هجي. مڙئي هن جي خبر چار پئي پوندي هئي. اها رڃ وانگر منهنجي زندگي مان گم ٿي وئي پر ازل جي اُڃ ڇڏي ويئي. هڪ ڏينهن ڪو مون ڪي هن جي اچڻ جي، خوشخبري ڏئي ويو. مون هن جي اچڻ جي پل جو انتظار ڪيو، مون ڪي انتظار ۾ ڏاڍو مزو ايندو آهي. انتظار جو انهيءَ ڪي قدر هوندو جنهن انتظار ڪيو هوندو. شادي بعد هو پهريون دفعو پيڪي آئي هئي. اتان پوءِ هو اسان جي گهر به آئي. همت ڪري جيئن ئي دروازو کوليم ته هڪ خوشبوءِ ۾ ويڙهيل ٿڌو جهونڪو ساهه ۾ لهي آيو. ڏيڪا ڏيکي زال هاڻ برقعي ۾ بند هڪ پرده نشين عورت بڻجي چڪي هئي. مان چرڪي ويس جڏهن هو منهنجي گهر پنهنجي پاءُ سان برقعي ۾ آئي. چهري تي نقابن جا ڪتبا، ڪاري برقعي مان هن جو منهن ائين جهلڪي رهيو هو ڄڻ ڪارن ڪڪرن مان چنڊ چمڪي رهيو هجي. اهي اکين جا آئينا مون لاءِ اجان اوپرا نه آهن ٿيا. اجان به مقدس بڻجي ويا آهن، مون هن کي سالن کان پوءِ پهريون پيرو ڏٺو هو. هن جا ڳل، چپ، اکيون ۽ سارو بدن ترو تازه هو. وقت انهن کي مرجهائي نه سگهيو هو. بس رڳو هوءَ گهر ۾ قيد ٿي ويئي هئي. هن سان ملڻ کان پوءِ زندگي کي سُرهاڻ ملي هئي. شادي کان ڪجهه وقت اڳ هو ڪنهن کان به نه ڊڄندي هئي. هن جي ذات ۾ سمجهوتو نه هيو. شادي جي ٻنڌڻ ۾ ٻنڌڻ کان پوءِ جڏهن هن کي ملان ٽائيپ مڙس برقعو پارايو ته هن خاموشيءَ سان پائي ڇڏيو. هن ٻڌايو ته ”مون سمجهوتو ڪيو آهي زندگيءَ سان“ هي مڙس کي پٺ ڏئي پوڳڙ نه ٿي چاهي، هيءَ ان کي برداشت ڪري ٿي. هي معاشري ۾ جيئڻ چاهي ٿي، هيءَ پنهنجي شڪست کي تسليم ڪري ٿي، هن جيڪو منهنجي دل تائين رستو ٺاهيو هو سو ٻاءِ پاس ڪانپوءِ پنهنجي اهميت وڃائي وينو آهي، هي هاڻ موٽر وي تي سفر ڪري ٿي. هي ۽ ان جو مڙس هڪ گاڏي جا ٻه ڦيٿا بڻجي ويا آهن. ”چون ٿا ته

زيبا محمد علي جي فلم ۾ رنگيلي جو ڪھڙو ڪم” پر مان اڄان آڻ نہ مڃي آھي، اسان ٻئي ڀل ٻن الڳ الڳ دنيائن ۾ ورھائجي ويھا ھجون ڀل ھن ظاھري طور آڻ مڃي ورتي ھجي پر ھن جي اندر ۾ زوردار ھوائن جا طوفان لڪيل آھن جيڪي وقت اچڻ تي ڪير بہ روڪي نٿو سگھي، جيڪي پنھنجي طاقت سان ھر شي کي اڏائي ڇڏيندا. منھنجي وچايل مرڪ جو طبعي جسم ڀلي ھن جي مڙس جو ھجي پر ھن جو روح منھنجو آھي ۽ منھنجي لاءِ آھي. ھڪ سچي رومانوي، مجازي عشق ۽ پريم جو ناتو سرير سان نہ آتما سان ٺھندو آھي. تڏھن سڀ ڳالھيون وڻنديون ھيون جڏھن دلي ۽ دماغي ڪيفيت ٻنھي ھئي، جڏھن زلفون ھن جي پيشاني تي پکرا ڏينديون ھيون تہ ھي مونکي ڏاڍي پياري لڳندي ھئي، مون ھن جي ڇھاءُ کان سواءِ ھن کي ڇھيو آھي. منھنجو ھن سان باوضو عشق ھو. مون کي پيار آرٽ وانگر آزاد لڳندو آھي. پيار ھڪ سوڌا جي برتل آھي جا پياس ٻجھائڻ لاءِ آھي. ڪنھن جي رس ڀري محبت مان گھٽو ڪجھہ حاصل ڪري سگھجي ٿو، پر حسن سان حيا ضروري آھي، جنھن حسن ۾ حياءُ نہ آھي، اھو حسن نہ آھي. ھو منھنجي اکين جا پيغام سمجھي ويندي ھئي، ھڪ ڏينھن مان عجيب ٻاراڻي ڪري وينس ھو اڄان اسڪول ۾ پڙھندي ھئي سونيا وھنجي سھنجي صاف سٿرا اڇا لوَن جا ڪپڙا پائي پنھنجي ڪمري ۾ آئي مان ڪيس تروتازا ڏٺو. ھي اڃا باڌي نہ پائيندي ھئي سندس ڇاتين جا اُڀار بہ ظاھر ٿي پيا ھئا. ھن جون نپلس مون کي پريشان ڪري وڌو ھو. عاشقي جي لباس ۾ محبوبيت جو جسم ھو. بہ آئينا ھڪٻئي کي ڏسن ٿا. ھڪ جو ٻئي ۾ عڪس پوي ٿو. مون ھن جي الھڙپڻي، اڀرجھائي ۽ چڪ کي ٻاجھہ سان ڏٺو ۽ ھن کي ڪنھن ڇھيو بہ نہ ھو. منھنجي دل چاھيو ھن جي سونھن جيڪر پنھنجي ھٿن جو پيالو ٺاھي پي وڃان. ھي ڇرڪجي شوخ ٻٽجي پرونٽي ھٽي ويئي پر مون ھن کي پنھنجي ڀاڪر ۾ پڪوڙي رکيو مون ھن جي چپن جي چاشني جي گھري چمي ورتي. اسين چمي کي مٺي بہ چوندا آھيون. اھا مناڻ ان چمي کان پوءِ وري وري محسوس ڪندو آھيان. اڄ بہ ان چمي کي ياد ڪندو آھيان. جڏھن مان ڀانيان ٿو تہ جي مان ائين ڪرڻ چاھيان ھا تہ ھو مون کي روڪي بہ نہ ھا. پر اھا مون طرفان ڪميٽائي ٿئي ھا، جا منھنجي فطرت ۾ نہ ھئي. مان سونيا جي باري ۾ ائين سوچي بہ نٿو سگھان منھنجي چپن ھن جي چپن جو ذائقو چکي ورتو اھو مون لاءِ ڪافي آھي. مان جسماني طور ھن سان ڀاڪر ۽ چمي، تائين ئي وڌيو ھوس. ھڪ ڀيرو ھي جڏھن پنھنجي بستر تان اٿي ائين لڳو ڄڻ خوابن مان جاڳي ھئي ڄڻ سچو وقت ڪيس ڪنھن ڇميو ھجي. ڪنڌ ورائي مون بہ ھڪ چمي جو اضافو ڪيس، مونٽ ۾ ھن رڳو ايترو چيو شيطان آھين ڏاڍو. ھڪ ڀيري ھي ڇت تي ڪپڙا سڪائي ڏاڪڻ تان ھيٺ لھي رھي ھئي ۽ مان

ڏاڪڻ تان اڪيلو چڙهي رهيو هوس مون هن جو منهن پنهنجي هٿن ۾ جهلي ان جي مٺي وٺڻ چاهيو سو هو گهبرائجي وئي چاڪاڻ تہ اسين هن جي ياءُ آڏو سڀ سوڙو پڪڙجي پيا هئاسون پوءِ هو مون کان ڪترائڻ لڳي. هو جڏهن شباب جي عمر کي پهتي. ان ريل گاڏي ۾ جنهن ۾ رات جو اسان ڪنهن عزيز جي شادي ۾ وڃي رهيا هئاسون جڳهہ تنگ هئي ۽ هي سيٽ تي ٽنگون مٽي ڪري ويٺي ۽ مان سندس پيرن ڪان ويٺو هوس هي رات جي ماني دوران چانورن سان انب ڪائي رهي هئي انب جي ڪڪڙي وات ۾ هجيس سا چوسيندي نہ ڪيائين هم نہ تم نوڪي ڪٽي ڪڪڙي منهنجي وات ۾ وڌائين مون بہ هن سان موٽ ۾ مذاق ڪرڻ ٿي چاهي. سڄي ريل جي بوڳي ننڊ ۾ الوٽ هئي لائيٽ پڻ جهڪي نہ هئڻ جي برابر هئي قدرتي هن جي سلوار جي ٻچي قاتل هئي منهنجي دل ۾ آيو هو تہ هن کي آغوش ۾ ڇڪي وٺان. هن جي عمر ۽ ”دڪتي هي“ ڏاڍو بي چين ڪيو هن کي جڏهن ننڊ جا گهيرٽ هئا تہ مان هن جي ”دڪتي هِي“ کي مذاق خاطر آڱر ڪئي هو ڳاڙهي ٿي ويئي. هن جي ذهن ۾ منهنجو غلط تاثر ويهي رهيو. ان غليظ حرڪت تي مان پاڻ کي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندس مان روهڙي اسٽيشن تي پاڻي پيئي شيشي جي گلاس کي ٽوڙي پنهنجي هٿ کي زخمي ڪري وڌو، منهنجي هٿ تي پٽڙل پٽي ڪيئي ڏينهن رهي. هن مون کي پنهنجي معافي جو يقين ڏيارڻ لاءِ ان زخمي هٿ کي چميو پر مان پاڻ کي حيف ۽ ڌڪار ۾ توريو. مان اڄ تائين ان پيار ۾ خيانت نہ ڪئي آهي نہ سوچي سگهان ٿو نہ ضرورت بہ محسوس ٿي آهي، نہ ڄاڻان اسان ڪهڙي جنم ۾ مليا هئاسين، عشق جي راهہ تي وڃڻ وارن جو ڪو طريقو نہ هوندو آهي. هو جڏهن بہ ايندي آهي مان انهي پل جيئندو بہ آهيان تہ مرندو بہ آهيان چون ٿا تہ ”عمر وڌڻ سان دڳ ۾ پيار ڦوڳ ٻٽجي ويندو آهي“ پر هر باز نہ آئي اس محبت سي جنهن سونيا سان منهنجو عشق هو، هُو هاڻ ٽن ٻارن جي ماءُ آهي، هن کي هڪ ٻئي پنيان ٽي ڌيئر ڄايون هيون. هي پنهنجا نقش پنهنجي اولاد ۾ منتقل ڪندي وڃي. ڪو انسان ڪنهن سان تمام عمر گذاري بہ پريان ڪا ياد ڪا نشاني نہ ڇڏيندو آهي ۽ ڪنهن جي قرب ۾ گهاريل هڪ ٿي لمحو جهنم کي جنت ۾ تبديل ڪرڻ جو اختيار رکي ٿو. مان هن سان گذريل لمحن کي عشق جي علامت طور پاڻ وٽ سنڀالي رکڻ لڳو هوس. مون هن جي ياد کي محفوظ رکيو آهي، ائين جيئن بئنڪ جي لاڪر ۾ حقيقي شيون سوگهيون رکيون آهن. اڄ جو انسان قيمتي شين جي حفاظت ڪرڻ تہ ڄاڻي ٿو پر هو حقيقي احساسن جي حفاظت ڇونہ ڪري سگهيو آهي؟ ”سونيا هر سپني ۾ تنهنجو انوپ روپ ڏٺو اٿم مون اڪثر تصور ۾ تنهنجي سيني تي سر رکي توسان ڪوڙ ساريون ڳالهيون ڪيون اٿم توکي ڀاڪر ۾ ڀري تنهنجا ڏک ونڊيا اٿم. تنهنجو سر

پنهنجي هنج ۾ رکي تنهنجي سچ جيان جرڪندڙ چهري تي پيار ڪيو اٿم. الائي ڪيئن توکي پنهنجو پيار ڏنو اٿم. تون منهنجو پيار محسوس ڪيو ٻه آهي يا نه؟ منهنجي چپن جو ڇهاءُ محوسس ڪيو ٻه آهي يا نه؟ تو ونواه ۾ ويهڻ کان اڳ پنهنجي اها الماري جنهن ۾ تنهنجي دل هئي مون کي ڳفٽ ڪئي هئي جا الماري اڄ ٻه منهنجي دل آهي، جنهن مان، مان تنهنجي خوشبوءِ کي محسوس ڪندو آهيان. هن الماري ۾ تنهنجي هٿن جي مهير جا نشان آهن، جيڪي مون لاءِ ڇڻ مقدس آهن شايد اهو ئي سبب آهي جو مان ان ڪبٽ کي اڄ تائين ڪو نئون رنگ نه ڪرائي سگهيو آهيان. هن الماري ۾ تنهنجو ماضي آهي. هن الماري ۾ منهنجا ڪيئي البم پڻ رکيل آهن. جن کي اُٿلائيندي تنهنجو البم ڏسان ٿو جن ۾ تنهنجي ننڍپڻ کان وٺي جوانيءَ تائين بيشمار تصويرون محفوظ آهن. مان سڄي زندگي رڳو تنهنجون تصويرون تہ ڪڍيون آهن. اهو البم ڏسي يادن جو جڳنو اکين ۾ جرڪڻ لڳي ٿو تنهنجي ذاتي البم ۾ مون کي تنهنجي سفيد لباس واري تصوير گهڻي پسند آهي، جا تنهنجي گهر جي ڪچن ۾ نڪتل آهي جنهن ۾ تون ڪا پري لڳي رهين آهين. جنهن کي ڪو ديوَ ڪٽي ويو. جڏهن تنهنجو ياءُ تنهنجي شادي جو البم سڀ کان پهرين ڪٽي اچي پيڻ کي ڊيڪاريو تہ مون کي تنهنجي ذاتي البم مان هڪ تصوير ڏاڍي وڻي. جنهن ۾ تون ڳاڙهي وڳي ۾ ڪنوار بڻيل هئين. مون کي تنهنجي اها تصوير ڪيتري ئي نه مختلف ۽ پياري لڳي رهي هئي. تنهنجي اکين ۾ پنهنجي منزل ماڻڻ جو گهرو نشو هو مان البم مان تنهنجي اها تصوير ڪڍي هٿن ۾ جهلي ڪيتري دير تائين ڏسندو رهيس. مون با معنيٰ اکين سان تنهنجي ياءُ ڏانهن ڏٺو منهنجي اکين ۾ التجا هئي. تنهنجي ياءُ معنيٰ خيز نظرن سان مکري ڏٺو ۽ البم منهنجي هٿن مان منهنجي زال کسي وٺي تي ۽ هو البم بند ڪري ڪٽي هليو ٿو وڃي. ۽ پوءِ اها تصوير منهنجي هٿن ۾ رهجي وڃي ٿي جا مون اڄ ٻه سنڀالي رکي آهي“. جنهن جي خوبصورتي ۾ مان اڪثر وڃائجي ويندو آهيان. مان انهيءَ تصوير کي الماري ۾ پل ڪيترائي تالا هڻي محفوظ ڪريان پر وقت اسان کان اسان جي ياد کسي ويندو... اُهي سڀ اجائيون نشانيون واري جي طوفان ۾ هر اصليت جي نشان ٿي ويندون. مون کي پنهنجي ساهه ۾ چڪ محسوس ٿئي ٿي، رڳو ٻه جان تصويرون ئي مون وٽ رهجي ويون آهن ۽ ساهه بيا ڪٽي ويا آهن. هڪ ڏينهن هو مون وٽ آئي ۽ رات ٻه ٽڪي هن جي پل پل بدلجندڙ ڪيفيت کي مان سمجهي نه سگهيس، هيٰ مون کان پنهنجي ياد کسڻ جي مڪمل تياري سان آئي هئي. هن مون کان اُهي سڀ شيون واپس ورتيون جيڪي مون کي جان کان پياريون هيون. هن پنهنجي سمورين يادن کي هڪ هنڌ ڳڏ ڪري مون کان ماچيس وٺي انهيءَ کي منهنجي روبرو باهه ڏئي ڇڏي هئي ڇڻ منهنجي

دل ٻيهر رهي منهنجي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. منهنجو ڪيئي نشانيون ڇڏي ويون.
هي منهنجي اکين ڪي چمي ۽ چپن ڪي گهري چمي ڏئي هلي ويئي ۽ مان هن جي
وڃڻ ڪان پوءِ سچو ڏينهن اها رک ميڙي محفوظ ڪندو رهيس، بس هاڻ رڳو هن
جو چهرو منهنجي اکين ۾ اريپل آهي. ”پيرون پچڻ جي موسم ۾ مان جڏهن دنيا
مان موڪلائي ويندس تڏهن تون منهنجي لاش مٿان اچي ويهندي ته تنهنجي
مخصوص خوشبو تب مان محسوس ڪندس. هتي نه ته ڪٿين جنم ۾ پاڻ ملڻا
اوس آهيون. منهنجو ازل ڪان اَڇاپل اکيون جيڪي منهنجي موت ويل تنهنجي
اوسيئڙي ۾ اڌ ڪليل هونديون جن کي پوءِ مان پنهنجي ئي نسل ۾ منتقل
ڪندوس. مون کي الائي ڇو يقين آهي ته منهنجي تنهي پڻ مان منهنجو ڪرنه
ڪر پڻ تنهنجي تنهي ڏيٿرن مان ڪنهن نه ڪنهن ڏيءَ جو گهرڻ ضرور ٻڌبو.
تڏهن اسان جا روح ڳنڍبا ۽ انهن جو ڀهريون نئون چاول ٻار يقين پڻ هوندو ۽ اهو
پڻ مان هوندس اهو منهنجي وڃائجي ويل خوابن جو ٻيو جنم هوندو پوءِ ان جو
آغا قيوم جونيئر نالو ڏيئي مون کي اڳتي وڌڻ جو حوصلو ڏيجان؟. مان يقين جو
ننڍڙو ديپ پنهنجي لاٽ ۾ سمائي هڪ روشني کي ٻئي روشني ۾ جذب ڪري
دهرائي، يقين ۽ اُميد جو استخارو ڪريان ٿو.

آيل! اُن نه وسهان، هنجون جي هارين
آئيو آب اکين ۾، ڏيهه کي ڏيڪارين
سچڻ جي سارين، سي نڪي روئڻ نه چرنڪي

**بنا سبب روئڻ**

چون ٿا ته ”ڪڏهن ڪڏهن ڪو ڏک روئاريندو ناهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن
پوڳ تي ٻيٻو آ روئي“ اڄ تائين منهنجي اکين ۾ لڙڪ ته ڪنهن ڏنائي ناهين. مان
روئي روئي ڪئي راتيون گذاريون آهين. مان اڪثر گونگا لڙڪ لاڙيندو آهيان. ڇڻ
منهنجي اکين ۾ ڪلورو فارم پريل هجي. مان ڪنهن به وقت ڪنهن به مهل روئي
سگهان ٿو. مان ڪڏهن ڪڏهن بنا سبب جي بي انتها روئيندو آهيان. ان جو ظاهري
سبب مون کي به معلوم نه آهي. ڇا روئڻ جو سبب ٻڌايان دوست!؟ اڪ ۾ ڪڪ
ڪو پيو هوندو. اهڙو روئڻ جنهن جو ڪو ظاهري سبب به نه هوندو آهي. شايد ذهني
بيماري آهي ۽ دماغي ڪمزوري. اهو روئڻ تڏهن ٿيندو آهي جڏهن مان اڪيلو هوندو
آهيان. ان وقت جڏهن مون سان پاڻ خدا گڏ هوندو آهي. اهو روئڻ جهڙو روح جي
چوٽڪاري جو وسيلو هوندو آهي. تڪليفن، ڏکن ۽ سورن ۾ ته هر ڪو روئيندو
آهي پر سڀ نعمتون هجن. ۽ پاڳ ۾ روئڻ. روحاني روئڻ آهي. مان روئندو به دل
سان آهيان. ان بي سبب روئڻ سان منهنجي دل جو بار هلڪو ٿي پوندو آهي ۽ مان
ڄڻ تازو توانو ٿي پوندو آهيان. نيڻ اڃا پي آلا تنهنجا ڪنهن کي تون، پرچائي آئين؟
نير وهائيندي، روئندڙن کي پرچائيندي ڄڻ لڙڪن جون لارون ڏوهي وينديون آهن.

هِن جي ڪرمن تي لڙڪ لاڙيندڙ دراصل اندران ڪوڪلا ۽ شڪست ڪاڌل هوندا آهن.
چئين ”روئين ڇو ٿو ڇيړ؟“ ته ”شڪل ئي اهڙي آهي.“ وسڻ اکڙين جيئن جي هوند
سکئين مينهن! ته هوند راتو ڏينهن، بس بوندون نه ڪرين يا روئنديون ڏئيون مون،
ان در متي دادليون
روئڻ سان رهن ها جي سُپرين، مان نيٽين نير نه روڪيان ها! مان ڳوڙها
ڳاڙي ڳايان ها.

تون حبيب، تون طبيب، تون درد جي دوا
جانب! منهنجي جيءَ ۾، آزار جا انوا
صاحب! ڏي شفا، ميان! مريضن کي

## بيماري

بيماري، مايوسي، ۽ موت اٽڪر آهي. ”تندرستي هزار نعمت آهي“ پر ماڻهو
ته هميشه تندرست رهي نٿو سگهي. ناچاڪائي جان جو صدقو ۽آزمائش آهي.
انهيءَآزمائش کان رب پناهه ۾ رکي. اهو تقدير جو حصو آهي، اهو سڀ پنهنجي
ڪرتي پرتي ۽ ڪرتوتن جو نتيجو آهي. هر ڪنهن کي پنهنجي ڪئي جو حساب
ڏيڻو آهي ۽ هو وٺندو. مڪافات عمل کان ڪر به بچي نٿو سگهي. ماڻهو جو
پهاڙ ڏاري سگهي ٿو پر سٽ اچي وڃي ٿي ته ماڻهو پورو ٿي پوي ٿو. هر انسان
کي رب سندس همت مطابق تڪليف ڏيئي ٿو. جيڪو برداشت ڪري سگهي.
تڪليف ۾ هڪ نه ختم ٿيندڙ اذيت، رڙيون ۽ آهون هجن ٿيون. ان تڪليف،
عذاب، پيڙا ۽ درد جي اذيت جي سواد ۾ هڪ عجيب لذت هوندي آهي. سچي
صحت انهيءَ سور ۽ سچي راحت انهيءَ مصيبت ۾ لڪيل آهي. شل خدا اسان
جي هر مصيبت آسان ڪري. انسان گناهگار آهي جنهن کي پنهنجي مصيبت کان
جان ڇڏائڻ لاءِ ”رب آڏو توبه تائب ٿيڻو پوندو. ڏتيءَ در سوال ڪرڻو پوندو ته
رب پاڪ اسان کي صحت ڏئي ۽ اسان جي زندگي بخشي،“ بيشڪ هو غفور و
رحيم آهي. ختا بخش ڪندڙ آهي ۽ اها اميد ۽ خاطري رکڻي آهي ته الله چڱي
ڪندو. جيئڻ جي بهاني حياتي لئه جستجو جياپي جي آرزو ڪرڻي پوندي، جان
مقدس امانت آهي. جيڪا رب طرفان ملي ٿي، ان کي هر حال ۾ بچائڻو
آهي.بيمار ٿي نيڪ ٿي وڃڻ هڪ خوشنصيبي آهي. اها نصيحت پراڻي آهي ته
اهو پل پل جيئڻ مرڻ ڇو آهي؟ مان پڻ گهڻين ٻاهين مان بچي نڪتو آهيان ۽
هاڻي ڪجهه بهتر آهيان. الائي ڪنهن جي سهاري زندگي جا ڏينهن گذاري رهيو
آهيان. مون کي بيمار رهڻ جو شوق نه آهي پر سدائين مون کي رَوَيا بيمار ڪندا
آهن. شايد مان سوچيان گهڻو ٿو. شايد منهنجون دماغي رڳون منهنجي سوچ جو

بار ڪٽي نٿيون سگهن. اڪيون ۾ ذهن بارود خانو بڻجي وڃي ٿو. دل و دماغ ۾ آنڌ مانڌ ٿئي ٿي. بي چين ٿي پوان ٿو. دراصل مون شروع کان ئي لاپرواهه جي زندگي گذاري آهي. بي آرامي ۾ بيپرواهه ٿي رهڻ ڪري مون کي مرض اچي ورائيندو آهي. بخار جي شدت ۾ اضافو اچي ويندو آهي. مان هون ته هر مصيبت کي دليريءَ سان منهن ڏيندو آهيان پر معمولي طبيعت خراب ٿيڻ ڪري مان خوفزده ٿي پاڙيو ٿي پوندو آهيان. اهي اذيت ڏيندڙ رويا مون کي ذهني معذور بڻائي ناسور بڻجي پوندا آهن ۽ مان اپاهج بڻجي کٽ تي پئجي ويندو آهيان. ان غير صحت مند ماحول ۾ مان جڏهن انهيءَ ننڍي ۽ عام بيمار تي ڏيان نه ڏيڻ سبب کٽ تي پئجي ويندو آهيان ته پوءِ پرڻ لڳندو آهيان ۽ پوءِ ان بيماري خلاف ويڙهه ۾ زندگي مون سان کيڏندي آهي. مان تڪليف جو وڏاءُ هروڀرو نه ڪندو آهيان. مان جڏهن بيمار رهندو آهيان ته منهنجي گهر جا ڀاتي ٻچا ۽ ڀائر پريشان ٿي ويندا آهن ۽ هر طرح جو ساٿ ڏيندا آهن. مان مائٽن توڙي سنگت کي اجائي سجائي تڪليف پڻ ڪا نه ڏيندو آهيان. مون کي معلوم نه آهي ته هر سال مارچ مهيني ۾ مان ڇو بيمار ٿي پوندو آهيان. ائين ننڍ کان وٺي مون سان ٿيندو رهيو آهي. مون کي محرم ۽ اپريل جو مهينو به ڀانءِ نه پوندو آهي. مان انهن ٻنهي مهينن ۾ وڏي تڪليف ڏسندو آهيان. مان ننڍپڻ کان سواءِ مليريا جي ٻين مرضن کان آجو هوس. ڊبل نمونئيا، ٽائفائيڊ، سردي گرمي جو احساس، گوڏن ۾ وائي سور، ننڍي ماتا (ارڙي)، سائي، ڏندن ۾ سور، ڦٽ ڦرڙيون، قبضي، گئس، پيٽ اندرجي پوڻ، ٽيڙ تپ وغيره پڻ ٿيا. سخت بيماري سبب سو چار ڊگريون تپ اچي چڙهندو هو ته ٿورو وقت رلي يا سوڙ ويڙهي ليٽي پوندو هوس ته پگهر ٿي ته جيئن تپ دفع ٿي وڃي. مان بيماري جو علاج نه ڪرائيندو آهيان ته اهي دائمي مرض بڻجي پوندا آهن. مان ليٽيس ته اٿي نه سگهندو هوس. ائين مان پندرهن ڏينهن کان وٺي اڍائي به مهينا لوڙهيندو هوس. ائين اهي ڏيڍ به مهينا کائڻ پيئڻ ڇڏي بک تي ڳري هڏا ٿي ويندو هوس. اهو منهنجو مڪمل بيڊ ريسٽ هوندو آهي. بيماري دوران ڪنهن به همدرد جا همدرداڻا ٻه ٻول به نه ٻولڻ، تڪليف جو نه ختم ٿيندڙ احساس، خاطر خواهه علاج نه ٿيڻ ۽ کائڻ پيئڻ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڇڏي ڏيڻ جا گهٽ جهاد ناهي.؟

ويچ! ۾ ٻڪي ڏي! الاچڱي م ٿيان سچڻ مان آچي ڪر لاهوتي ڪڏهين

اڳي سنڌ ۾ گهرو علاج گهڻا ٿيندا هئا. وڏن جي هٿن ۾ نه ڄاڻ ته ڇا هوندو هو جو لاعلاج بيمار به ٺيڪ ٿي پوندا هئا. گهر ۾ وڏيون اڪثر دوا درمل ڪنديون هيون. مٿي جي سور لاءِ بام هئي جنهن سان مالش ڪبي هئي. ڦٽ يا ڦرڙي نڪرندي هئي ته لپري ٻڌبي هئي. رڳ ٽڙڪي ته سوٽ ڏبي هئي. پيٽ جي سور يا بدهضمي وغيره لاءِ

قسمين قسمين جا عرق تيار ڪري رکيا هئا. تپ، ڪنگهه، گرمي جي جهڙپ، بخار، وائي بادي ۽ دستن جا عرق ۽ سنڍ، هيڊ، جاڦل، لونگ، هنگ، ڦٽڪي، لوڻ، سونف، جنهوري ٽڪي، اهو ته هر گهر ۾ موجود هوندو هو. گلي جي ٽانسيل ٿي پوندو هو ته منڍي ڪاني سان ڪاڪڙو ڪٽنديون هيون ته ڪلين جي سوڄ لهي ويندي هئي. مطلب ته رواجي بيمارين لاءِ اهو اڪثير علاج هو جنهن سان اجايو پئسو ۽ وقت به برباد نه ٿيندو هو. ماڻهو اهي ستيون ولي ٻئي ڏينهن تائين چاق چڱو ڀلو ٿيو وتندو هو گهمندو. هڪ ڏينهن مون کي چور تپ ٿيو (اهو بخار جيڪو رڳو رات جو اچي) ڪنهن ڏس ڏنو ته ڪنهن چور کان سڳو وٺائي ٻڌبو ته لهي ويندو. مون کي منهنجو دوست ماستر غلام حسين عرف ڪڙڪ جلال پنهنجي چاچي ڏي وٺي هيو. جيڪو اسان جي پاڙي ۾ چوڪيدار آهي ۽ نيڪ نمازي پڻ ان مون کي هڪ ڪارو سڳو وٺي ڏنو واقعي ٿيو به ائين مان ڏينهن ٻن ۾ ٺيڪ ٿي ويس. پوءِ خبر پئي ته اهو چانديوچاچو چوڪيدار اڳ نامي گرامي چور هو. هڪ ڀيرو مون کي سائي ٿي پئي ان لاءِ به هي هڪ ٽڪ آهي. هن منهنجون اکيون ڏٺيون، ننهن ڏٺا. تيل ۽ نم جي پٽن سان سائي پڙهي ته مان ٺيڪ ٿي ويس. هڪ ڏينهن الائي ڪنهن جي لڳي وئي. اڄان تائين ڪيتو پيو لوڙيان. شايد پاڻي خراب هئڻ سبب مڪائت ۾ ڦرڙي نڪتي. ڊاڪٽر ٻڌايو ته "ان جوآپريشن ٿيندو پر هينئر هرو ڀرو لازمي ڪونهي. اڳتي هلي ڪرائجو." پر چمڙي جي ڊاڪٽر خلد ابڙي گهوڙي واري سئي گهرائي ڏاڍي ڦڙتي سان گند ڪڍيو ته مس وڃي انهيءَ موذي آزار مان جان ڇٽي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڳاڙهي مرچ جي چٽڻي ڪائڻ سان ٿورو منهن ڪيندي آهي ته ويلو سيف ڪيئفسول وٺي ڇڏيندو آهيان ته ڇڻ هئي ڪا نه. مان بيماري ۾ اڪثر امان کي سڏيندوآهيان. "امان او امان،" پر منهجا سڏ هوائن ۾ ڪٿي وڃائجي ويندا آهن.امان جو اهو مهربان آواز وري نه ٻڌي سگهيس. امان جي سڄي ممتا مٽي جي حوالي ٿي وئي آهي. بيماري ۾ مون کي جيجل جي جهولي ڏاڍي ياد ايندي آهي. جڏهن مان رلي پني گهر ۾ ايندو هوس ته منهنجي ماءُ منهنجو منهن ڌوئاري مون کي پنهنجي هٿن سان ماني کارائيندي هئي. سڄو ڏينهن منهنجا انگل ڪڻڻ ۾ پوري هوندي هئي. جڏهن مان بيمار ٿيندو هوس ته اصل وڃائجي ويندي هئي. مون تي وار وار ڪندي هئي. مان اڄ تائين جيجل کي وساري نه سگهيو آهيان. مان شديد بخار ۾ الله کي گهٽ ۽ ماءُ کي وڌيڪ پڪاريندو آهيان. مان تڪليف ۾ ماءُ کي ائين سڏيندو آهيان ڄڻ هو منهنجي ڀر ۾ ستل هجي ڄڻ منهنجي سڏ تي جاڳ پنهنجي ننڊ ڦٽائي آئي. مون کي سچ پچ محسوس ٿيندو آهي ته ڄڻ امان منهنجي مٿي ۽ پيرن کي زور پئي ڏئي. ڄڻ منهنجي ڳل تي اُبتو هٿ لائي منهنجو تپ پئي ڏسي ۽ پوءِ منهنجو تپ هوندو ئي ڪونهي. صبح جو مان چاق چڱوڀلو ٿي پوندو آهيان، جڏهن ته تپ سبب آفيس نه اچي سگهڻ لاءِ منهنجو نياپو پڻ ڪيل هوندو آهي؛ تب آفيس ويندو آهيان.

سعيد پور ٽڪڙ ۾ محترم ڪيلر ڄان سرهندي جي دعوت ڪائي مان ۽ ڪريم راهو واپس حيدرآباد اچون ٿا تہ منهنجي ڪاٻي اک مسلسل ڦڙڪي ٿي. خدا خير ڪري منهنجي اها اک جڏهن بہ ڦڙڪندي آهي تہ مون تي ڪا وڏي مصيبت ايندي آهي. اچي ڳٺتي ورتم خير سان اهو ڏينهن بہ گذري ويو ٿو شام ڪان پوءِ وري رات ٿئي ٿي. رات جو دير سان دل ۾ هڪ عجيب قسم جي گهبراهٽ پيدا ٿئي ٿي. ڄڻ دل تي ڪو بوجهہ هجي. انڙ تي تور سبب ساهہ کڻڻ ۾ دقت محسوس ٿئي ٿي. دل ۾ مونجهہ سبب دم گهٽجي پيو. سيني ۾ سور جيئن پوءِ تيئن وڌندو ويو. آڪسيجن جي کوٽ آهي، گئس آهي يا دل جي بيماري هئي. الله جي ڪا ٻي بيماري هئي. ڇئي نٿو سگهجي. ٿوري هوا کپي، مان اڱڻ ۾ وڃڻ لاءِ کٽ تان اٿان ٿو. منهنجا قدم اکڙڻ لڳن ٿا. ڄڻ بت مان ساهہ نڪري ويو هجي. مان هلي نٿو سگهان. اکين ۾ ڌنڌ ڦهلجندي وڃي ٿي، مان پورو ڪجهہ ڏسي نٿو سگهان. دماغ بہ سن ٿي وڃي ٿو پر واري ڪمري ۾ ٻار ۽ گهر واري سُتل آهن مان ڪين سڏڻ چاهيان ٿو پر منهنجي زبان لڙکڙائڻ لڳي ٿي. ڏاڍو بيوسي جو احساس ٿيئم ٿو. ان سور ۾ ننهن ڪان چوٽيءَ تائين پگهرجي وڃان ٿو. پگهر منهنجي ڪڙين ڪان اچي نڪاءُ ڪري ٿو. مان ڏڪي رهيو هجان ٿو. پگهر سان گڏ منهنجو دماغ بہ ڦرڻ لڳي ٿو. مان وري کٽ تي ليٽي پوان ٿو. بدن ۾ طاقت نہ هئڻ جي باوجود تڪليف جي احساس ڪان کٽ جي ٽانگهہ ڇڏئي پوي ٿي ۽ مان غش ٿي هيٺ ڪري پوان ٿو. هاڻ تہ ڪجهہ بہ ياد نہ اٿم تہ ڇا ٿيو هو. رات الله الله ڪندي الاءِ ڪيئن ڪٽي تہ ٻارن مون کي اٿاريو. صبح جو روايتي لاپرواهي سبب قصا الاهي دل جو جان ليوا دورو پيو. الائي ڪنهن جي لڳي وئي، دل ۾ خيال آيو تہ اڄ مان خلاص ٿيندس. پنهنجي جڳهہ جي ٻاري ۾ سوچيندي سوچيندي دل جو روڳ لڳائي وينس ۽ دل جو مريض بڻجي پيس. اهو 29سيپٽمبر 1999ع جو نياڳو ڏينهن هو. منهنجي دل جي آزار سبب مون سان ڪيئي ورهين ڪان نہ ڳالهائيندڙ وڏي ڀاءُ آغا رشيد اوچتوگهر ۾ گهڙي آيو. مان ڪنهن ڪنسٽنٽ يا هارٽ اسپيشلسٽ کي ڏيکارڻ بجاءِ پنهنجي دوست ڊاڪٽر احمد علي ٻگهيو وٽ اچان ٿو جو منهنجي ڀاءُ کي ٻڌائي ٿو تہ "هن کي ( HEART ATTACK) ٿيو آهي، ڪيس فورن ايمبولنس ڪري ديوان مشتاق داخل ڪيو وڃي." اهوٻڌي مان اندروني طور ٽٽي وڃان ٿو هاڻ مان ايمبولينس ۾ آهيان منهنجي هستي ختم ٿي رهي آهي. ٻوڙيندڙ ايمبولنس جي سائرن ۾ موت جو ڪيل پيو ڏسان ائين پئي لڳو ڄڻ جيئري پنهنجي زندگيءَ جو موت پيو ڏسان. هاسپيٽل ۾ اسٽريچر تان مون کي "آءِ سي يو" ۾ آندو پئي ويو تہ ڊاڪٽرن منهنجي ڀاءُ کي جان بچائڻ واري انجيڪشن آڻڻ لاءِ چيو، جيڪا پنج هزار جي

هئي پاڻ جي ڪيسي ۾ ان وقت صرف 300 رپيا هئا. اهو ٻڌي ان جي نبض سست ٿيڻ لڳي ۽ هو ڪافي گهٻرائجي ويو. هارٽ اسپيشلسٽ ڊاڪٽر خالده سومرو فورن ٻاهر نڪري آئي ميڊيڪل تان 2 عدد انجيڪشن پاڻ جي سجائپ ڪارڊ تي ملڻ ڪان پوءِ مون کي ايمرجنسي وارڊ ۾ آندو ويو. انتهائي نگهداشت واري وارڊ ۾ مان موت ۽ زندگي جي ڪشمڪش ۾ مبتلا هوس. منهنجي (اي سي جي) ٿي. مون کي انجيڪشن هڻڻ لاءِ هڪ سپاجهي نرس گهربل نس نہ ملڻ ڪانڻ ڪافي پريشان هئي. مونکي چڪاس لاءِ بيهوش ڪيو ويو. تيزيءَ سان ايندڙ ويندڙ ڊاڪٽر مون کي بچائڻ جي جستجو ۾ لڳل رهيا. منهنجو شعور بيهوشيءَ ۾ بہ بيدار هو. منهنجا مٽ مائٽ اسپتال اچي وڃن ٿا.نيم غشيءَ واري ڪيفيت ۾ آيتن جو ورد ڪندڙ مهربان چهري تي نظر پئي ٿي جا منهنجي وڏي پاڻائي شاهده هجي ٿي. مان اڃان شعوري بيدار نہ آهيان. منهنجون اکيون وري بند ٿي وڃن ٿيون. هوشيار ڊاڪٽر اسڪرين تي ساهہ جو اتار چڙهاءُ ڏسن پيا. دل جي ڌڙڪن ڌڙڪي رهي آهي. ڌڪ...... ڌڪ..... ڌڪ...... ڌڪ پر دل جي هڪ ڌڙڪن ڪان ٻي تائين جي فاصلي ۽ دل جي ردم ۾ گڙٻڙ آهي. هر هر منهنجي نبض چيڪ ڪئي وڃي ٿي. ايڪسپرٽ پاڻ ۾ صلاح ڪن ٿا. ٻي طرف وارڊ ۾ منتظر نگاهون، الله سائين ڪان منهنجي صحتيابي لاءِ دعائون گهري رهيون آهن. چهري تي ٻي وسي ۽ التجا آهي. مان انهن ڪنهن جو ڪيتو لوڙهي رهيو آهيان ۽ پوءِ رب کي مون تي رحم اچي ٿو سور ٻنهہ گهٽجي وڃي ٿو ۽ پوءِ ڪجهہ آرام محسوس ٿئي ٿو. ان بعد مون کي هڪ اسپيشل وارڊ ۾ منتقل ڪيو وڃي ٿو. ۽ پوءِ جنرل وارڊ،سيمي پرائيويٽ وارڊ، پرائيويٽ وارڊ پر اڃان تائين منهنجي اکين ۾ آشا ۽ نراشا جي اکبوٽ جاري آهي. ڊاڪٽر، نرس ۽ وارڊ بوائي شفقت سان پيش اچن ٿا. نرس جي جيتري عزت ڪجي گهٽ آهي هو ڪنهن نہ جذبي ۽ قرب سان منهنجي ديک پال پئي ڪري. سرڪار جي هي خيراتي اسپتال جتي بيمار، لاچار، زخمي ۽ اهڙن مريضن کي علاج لاءِ آندو وڃي ٿو، اسپتال جي ماحول ۾ هڪ اداسي آهي ماڻهو نہ چاهيندي بہ اسپتال اچي ٿو. ماڻهن جي ذهن ۾ ويٺل آهي تہ سرڪاري اسپتال ۾ علاج ڪونهي، ڊاڪٽر دوائون ڪاپو وڃن ٿا. اسپتال جا چڪر ڊاڪٽرن جا چهرا، شيشيون، گوريون، سوين ٽنبينديون ڏسي ماڻهو بيزار ٿي وڃي ٿو. سرڪاري اسپتال يعني موت جي منهن ۾ وڃڻ مشهور آهي تہ "سرڪاري اسپتال ۾ وڃڻ يا قبر ۾ وڃڻ ۾ ڪو فرق ڪونهي" حقيقت اها آهي تہ حلال احمر يا ٻيون اسپتالون لکين رپيا ڦري جڏهن ڏسن ٿيون تہ مريض ۾ چاڙهو ڪونهي تہ ان مريض کي مرٽينگ حالت ۾ هتي موڪليو وڃي ٿو. ان ڪري هتي گهڻا مريض مرن وڃن پر جيڪڏهن منڍ ۾ مريض فورن

هتي آندو وڃي ته ڪافي بهتر ٿي سگهي ٿو. مون کي ته سرڪاري اسپتال جو ديوان مشتاق واروشعبو ۽ لال بتي ان ٽڳ حلال احمر (دل جي اسپتال) کان هزار دفعا بهتر لڳو. اٽڪل ٻه هفتا ڪن اتي رهيس. تڪليف جي شدت ۽ بيماري کان پوءِ ڪافي ڏٻرو ٿي پيس. پر بيماريءَ مان چڙهي نڪتس. ڊسچارج ٿيڻ کان پوءِ مهينو ٻه گهر ۾ آرام ڪيم. گهر پهچڻ تي پارو منهنجي عيادت ڪئي منهن جي اڏ مُني بيماري ته هن جي حاضر ٿيڻ سان لهي ويئي پوءِ مان جلد چاق ٿي ويس. جڏهن بيماري الائي ڪاڏي هلي وئي ته مون سک جو ساهه کنيو. مون کي ڊاڪٽرن سختي سان منع ڪئي ته "ڪنهن ڳالهه تي غصو نه ڪيان. پان، تماڪ، بلڪل بند ڪريان رات جو گهڻو نه جاڳان ۽ کاڌي ۾ پرهيز رکان." هن ڪافي دوائون پڻ لکي ڏنيون هيون جيڪي پوري لائيف کائڻيون آهن. مان گورين جو ٻڪ هر روز کائيندو هوس. ڪا پرهيز ڪرڻ منهنجي اصولن ۾ ناهي. مان اڄ ڪلهه ڪا ٻه ٽريٽمينٽ نٿو وٺان. دوائون خاص مهانگيون آهن مان هون ٻه دوائون اڄلائي ڇڏيندو آهيان ۽ نسخا ڦاڙي ڇڏيندو آهيان. مان ته ڪنسلٽنٽ کي ٻه نه آهيان ڏيکاريندو ۽ دوا درمل ٻه نه ٿو ڪريان. مسلسل دوائون کائڻ ڪري جڏهن مون کي سائي ٿي پئي ته ڊاڪٽرن کان وڌيڪ مائٽ مٽ ۽ يار دوست ڊاڪٽر ٿي پيا. ڏس ڏنو ته "ڪمند جو رس وڌ کان وڌ پيءُ." ڪمند جو رس وٺي پيتم ته دل ۾ خيال آيو ته ڇڻ گهوڙي جو پيشاب پيو پيان. گهوڙي جو پيشاب پيئڻ کان بهتر آهي ته پنهنجو مُٽ پيجي. بهرحال بيماريءَ ۽ ڏکن ۾ اهو سال 1999ع ڏاڍو خراب گذريو. مون کي دل جو آزار آهي. هارٽ ٽربل، مون کي هميشه بلڊ پريشر رهي ٿو. رت جي ڄمڻ سبب هاضمي ۽ ساهه ۾ تڪليف رهي ٿي، ٿورو پنڌ ڪريان ٿو ته ٿڪجي پوان ٿو ۽ ٽنيون ٿي پون ٿيون. دل جا والا بند ٿي ويا آهن. دل جون رڳون سوڙهيون ٿي پيون آهن، رت جو وهڪرو سولائي سان نٿو وڃي رڳن کي ڻاهڻو پوندو. مون گهڻو سوچي نروس سسٽم ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي. مان ساهه ۾ مونجهه سبب باٿ روم جو دروازو بند نه ڪندو آهيان. مون کي هر ڊاڪٽر الڳ دوائون لکي ڏيئي ٿو. مان پينو سينو علاج کان لاچار آهيان. مون کي واپڊا اسپتال مان ٻه پوريون دوائون نه پيون ملن، منهنجي صحت خراب آهي. مون دل جو باءِ پاس نه ڪرايو آهي. مون وٽ بائي پاس جيترا پئسا نه آهن. خبر نه آهي ته ڪنهن گهڙي ڪنهن پل ساهن جي اها مالها وکري وڃي، مان سوچيو ته ماڻهو علاج لاءِ ملڪ کان ٻاهر ٻه وڃن ٿا تب انهن جا لاش ملڪ ۾ موٽي اچن ٿا. جيتري حياتي هوندي ملندي. تن من جو طبيب شل منهنجي نن من کي شفا ڏي. هيءُ پيرو اهو پوائنٽو منظر منهنجي بيقرار ۽ پريشان دل کي ڏوڏڻ لاءِ ڪافي هو. 29 ڊسمبر 2006ع تي پنهنجي ٽاڪ (ڪوئيٽا بخارا هوٽل) ايگريڪلچر

ڪامپليڪس تي پنهنجي دوست گلشاد چانديو سان دل جو احوال اوريندي وڏيڪ جذباتي ٿي ويس. دل جي ردم ساٿ ڇڏي ڏنو. آئو ٻرسور پيو (ISODNI FIVE) آئسو ڊن فائيو چپ هيٺان رکيم پر درد جي شدت وڌيڪ هئي. گلشاد يڪدم رڪشا تي ڪٺائي وقت سر سول اسپتال آندو ۽ مان بچي ويس. ٽيون ڀيرو 29 ڊسمبر 2007ع تي ماني کائي ليٽي پيس ته ڪجھ وقت کان پوءِ دل ۾ تڪليف ٿي. دل جي سارنگي بند ٿيڻ لڳي ته ٻار آڌي رات جو گلشاد وٽ پهتا گلشاد، ڪامريڊ شمن ميمڻ کي فون ڪئي ٻئي گڏجي مون کي حلال احمر (دل جي اسپتال) ڪٺائي ويا. ممڪن هو ته مان ان ڏينهن مري وڃان ها، پر وري به منهنجا پير زور هڻا ۽ مان بچي ويس. منهنجي دل جو درد اڃان ستو ناهي، دل جي دردن جو ماريل مان پل پل جو موت جيان پيو. خبر نه آهي ته ڪنهن جي صديقي جيان پيو. خيران جا چاهيندڙ خيران جو خير هجي جي ورد سان ڪنهن ڪنڌ ڀاسي منهنجي زندگي لاءِ به دعائون گهرن پيا ته آغا لالي جو خير هجي. مون کي ٽيئي ڀيرا هارٽ اٽيڪ ٿي چڪو آهي. انهن دل جي دورن کان پوءِ موت کان في الحال نجات شايد ان ڪري ملي آهي جو قدرت کي مون کان ڪو اهم ڪم وٺڻو آهي. پر مان موت جي آجيان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان ڇو ته هن وقت مون کي افسوس ڪو نه ٿيندو. مون کي جيڪي ٿي سگهيو ٿي سو مون ڪيو آهي. زندگيءَ ۾ جاڳل مان در حقيقت ننڊ ۾ نه پر موت جي آغوش ۾ آهيان. زندگي جي انهيءَ کيل ۾ مان موت سان ڪيڏان پيو. آخر ڪيستائين مان موت کان لڪندو رهندس. نيٺ ته دل کي سٽ پوندي ۽ دل ڪم ڪرڻ بلڪل ڇڏي ڏيندي. مان رب ۽ انهن ڊاڪٽرن جو شڪر گذار آهيان جن مون کي جيون جو دان ڏنو، هر انسان وٽ زندگي گذارڻ لاءِ ڪو نه ڪو فلسفو هوندو آهي. منهنجو محور ۽ مرڪز منهنجو گهر ۽ اولاد آهي، جنهن جي مستقبل جي ڳڻتي لاءِ مان فڪرمند آهيان. جن لاءِ مون رب کان زندگيءَ جي هي ذري پني اٿم. هن اداري حياتي گهاريندڙ هن ٽڪل ۽ بيمار وجود کي انت ساھ اڳ پوءِ ڏيڻو آهي. جڏهن ڇڙيل جنگ انجام کي پهچندي تڏهن زور سان موت جي لت لڳندي ۽ موت چوندو "اٺ پٺ ڪلمو پر ڇڙ ڏگ ڏگي تي هاڻ تنهنجو وارو آهي. گهڻا ڏينهن بچو لئي ڪئي اٿئي." تڏهن زندگي جو اصلي روپ ڪنهن راڪاس جيان مون کي هڪ ڳيت سان ڳهي ويندو. بي مهلو موت خدا شل دشمن کي به نه ڏئي پر جيڪڏهن ڪو اڻ منداڻتو موت ٿئي ٿو ته اسان جي دل کي ڌچڪو رسي ٿو. جيڪا رب جي رضا.

دور ٿيندا وڃن روز جوڳيئڙا
تون اچا ٿو جيئن، هاءِ ڙي جيئڙا

**مرڻ ناهي مهڻو**

ڄمڻ،روڳ ۽ مرتيو هر ماڻهو جي جيون ۾ اوس اچڻو آهي. هر انت پيري آهي ۽ پيري بيماري ۽ بيماري موت، زندگي ۽ موت هڪ ٻئي ڪيفيت جا ٻه مختلف نالا آهن. زندگي ته پاڻڻ ۽ وڃائڻ جو نالو آهي زندگي ساندهه آهي ۽ موت هڪ پل آهي. پل گذري ٿو ته عمر ٿي وڌي ۽ پل گذري ٿو ته حياتي ٿي گهٽي. وقت جيڪو زندگي آهي اهو ئي وقت ته ساڳي وقت موت به آهي. جڏهن ساهه ٻت مان نڪري وڃي ٿو تڏهن جسم مري وڃي ٿو. جسم فاني آهي ۽ روح (ساهه) امر آهي.

پکي پرواز ٿي ويندا، حويليءَ ۾ نه هل رهندو
اڏامي بلبليون وينديون نه گلشن ۾ ڪو گل رهندو.

هي دنيا فاني آهي، جنهن مان هر ڪنهن کي لڏي وڃڻو آهي. هي ٿورن ڏينهن جو ٺڪاڻو آهي. هي دنيا هڪ مسافرخانو آهي. زندگي جي وچ ۾ اسان موت ۾ آهيون. زندگي جي پڇاڙي موت آهي ۽ آخري فاتح به موت جي آهي. موت اڪيرڻ جو معاملو آهي. انسان جي حياتي جا آهي ڪجهه به نه آهي. هڪ اک ڇنڀ آهي. زندگي فقط اک ڀوڻڻ سان ڇڻ ٿي وڃي ٿي. تقدير جو ليکو ڪري ٿو مٽائي سگهي، مرڻ کان منهن ته نٿو موڙي سگهجي. زندگيءَ جي مٺي ذائي کان پوءِ موت جو تلخ ذائقو به چکڻو پوندو. موت جوانن ڏانهن پاڻ اچي ٿو ۽ پوڙها موت ڏانهن پاڻ وڃن ٿا. جيڪي ڪلهه هو سو اڄ نه آهي، جيڪي اڄ آهي سو سڀاڻي نه هوندو. موت اچڻو آهي چاهي اهو ڪتولي جو حقير عام موت ڇو نه هجي. الائي ڪٿان ٿا اچون نه الائي ڪيڏانهن ٿا وڃون ۽ ڪجهه ڪٺي ٿا اچون ۽ نه ڪجهه ڪٺي ٿا وڃون؟ ڏسندي ڏسندي ڪئي آيا ڪيئي ويا. اڳ ۾ مرڻ يا دير سان مرڻ اهميت وارو نه آهي. پوئتان ڪير آهي اڳتان ڪير آهي؟ اسان کان اڳ وارا به گذاري ويا اسان کان پوءِ جيڪي ٻيا پيدا ٿيندا سڀ مري ويندا. تخت ۽ تاج جا مالڪ به مٽي ٿي وڃن ٿا. خوبصورت چهرا، بدصورت جسم، ٻرڪ ڏاها، اڪابر، پير، فقير، اوليا ۽ پيغمبر سڀ هليا ٿا وڃن. پوءِ نه آئي پاڻ، الا مان اوڏري ويندو ساڻ؛

اڄ تنهنجو جنازو وڃي رهيو آهي ۽ سڀاڻي مون کي به وڃڻو آهي ڇا ان ڪري فرق پوي ٿو ته ڪنهن جا ڪانڌي ڪيترا آهن. مون کي ٻي پيره نئين زندگي ملي آهي. هاڻ غلطي جي گنجائش نشتا، جيڪي ڏينهن ڀاڳ ۾ لکيل هوندا سو ئي ملندا. هڪ ڏينهن اسان جو زندگي آهي ته ٻيو ڏينهن موت آهي. موت به اسان جي وجود ۾ ڪٿي لڪل هوندو آهي. فنا پري ناهي هوندي پر اسان سان گڏ گڏ هلندي آهي. جيستائين اسان جو وجود آهي. موت موجود نه آهي ۽ جڏهن موت موجود هوندو اسان جو وجود نه هوندو. موت ڪئلينڊر ۾ تاريخ ڏسي مقرر وقت يا جڳهه تي

نہ اينلو آهي. موت نگارا وڄائيندا بہ نہ اينلو آهي. موت ڪنهن کان اپائنٽمينٽ وٺي اطلاع ڏيئي يا وزيٽنگ ڪارڊ موڪلي ڪو نہ اينلو آهي. منهنجو هر ساهہ هڪ قلم آهي جو مون کي موت طرف ڌڪي رهيو آهي. مرڻ ناهي مٺو، هڪ ڏينهن هر ڪ کي مات ڏيئي. نيڪي ۽ بدي جو ڪرم پاڻ سان کڻي اڪيلو هليو ويندس. نہ هوندين تون ادا قيوم سدا موجود محفل ۾. دنيا هڪ وهندڙ درياهہ آهي. هڪ پاڻي وهي ٿو وڃي تہ پيو ان جي جڳهہ ٿو وٺي خال تہ ڪڏهن بہ نٿو رهي!

ڪڏهن اڱڻ مران تہ پوءِ، ٻہ چار لڙڪ هارجو

ڪڏهن ڪڏهن تہ سارجو، تہ ڪير ماڳ ۾ مئو

هي دنيا نيٺ تہ لڏڻي آهي. هر چيز هتي ئي ڇڏڻي آهي. سڀ ڪجهہ فنا آهي خوب ساپيا اشا ۽ نراشا، ڪوڙ ۽ سچائي. محبت ۽ جدائي سڀ هڪ ڀئي ۾ جذب ٿي ويندا. مون کي قدرت ڪيترائي ڀيرا موت جي هٿن مان جهٽي ورتو آهي. ڪيستائين منهنجي دل جي سنڌ ۾ حيدرآباد جون مست هوائون راس اينديون. ڪيستائين دل جو ردم سات ڏيندو ۽ دل جي سارنگي وڄندي رهندي. موت هٿن ۾ فتح جا جام ڇلڪائي رهيو آهي، پنهنجي طاقت جي نشي ۾ سرشار آهي ۽ فتح جو ڀرپور مزو ماڻي رهيو آهي ۽ دنيا موت جي ڌن تي رقصان آهي. مون کي بہ موت سان دوستي ٿي وئي آهي. پيار ٿي ويو آهي، عشق ٿي ويو آهي، منهنجي روح ۾ بہ سائين مرنا جا لافاني سر جذب ٿي وڃن ٿا ۽ ڪنن ۾ بسم الله خان جي شهنائي جو آلاپ ٻڌڻ ۾ پيو اچي، مان تہ مارڻ کان اڳ ئي مري چڪو آهيان ۽ غرق ٿيڻ کان اڳ عزت ٿي ويو آهيان. منهنجي ڀنبٽين تي موت جا پاڇاوا آهن. منهنجي زندگي کي گرڻ لڳي چڪي آهي ۽ موت منهنجي چوڌاري ڦيرا ڏئي رهيو آهي. منهنجي زندگيءَجو آخر سچ ٻڌڻ وارو آهي. مان هڪ فرضي موت جيئان پيو. ان دم دلاسي جي ڪشمڪش ۾ هڪ بيحسي جي موت جيئان پيو، انهيءَ کان اڳ جو اعلان ڪيو وڃي تہ آغا قيوم (لالي) گذاري ويو. تيسين سک نہ سمنڊس يا خدا زندگي مان تيسين نہ گهرائيندو جيسين هن پنهنجي آخري جيت ۽ آخري خواب، ”جيون ڪتاب“ کي حقيقت ۾ نہ بدلائيندس، مان اڃان تہ لڪان پيو تہ هنن اکين ڪنهن ڪنهن کي ڏٺو، هنن ڪنن ڪنهن ڪنهن کي ٻڌو ۽ هنن پيرن ڪنهن ڪنهن جي عشق ۾ پنڌ ڪيا. مون کي ٽڪ نہ آهي ٿيندو. مان اڳو پوءِ قبر ۾ ٽڪ لاهيندس. جڏهن منهنجي زندگي جا ٽڪ ٽٽندا. جڏهن عمر ساري تمام ٿيندي ۽ جڏهن منهنجي جيون ڪتاب جي پڄاڻي ٿيندي تڏهن مان محبوبن کي آخري الوداع چوندس. پڄاڻيءَ جو جڏهن چنل ڪٽ تي هي نفرتن وارو جهان ڇڏيندس تہ منهنجي منهن تي ملائڪن وارو ڏيک هوندو. بس زندگي ان هڪ رات ۾ گذري ويندي. منهنجي تقدير ۾ اها بدنصيب رات لکيل هوندي ۽ اوهان جي مقدر ۾ اهو غم ۽ ائين هڪ دور پڄاڻي کي پهچندو. وڇوڙي جا گيت امر ۽ لازوال آهن هي ڪائنات وڇوڙي ۽ ميلاپ جي

سنگم سان جڙي آهي. جيڪو اڄ آهي اهو انسان سپاٽي نه هوندو. زندگي جي پلاند ۾ ڪهڙا ڪهڙا نه خوبصورت چرڪائيندڙ ۽ دکي ڪري ڇڏيندڙ منظر محفوظ آهن، هي منهنجو سفر الائي ڪڏهن پورو ٿيندو. ڪير اکين تي هٿ ڏيندو. ڪنهن ڪنهن جي ڪلهن تي منهنجو لاش ڪنيل هوندو. ڪير ڪير پوريندو، ڪٿي پوريندا، ڪا خبر نه آهي، بس اکيون بند ٿيندين پرسان گل هوندا ڪيل ختم. هي جيڪي مون کي جيئري هڪ گل به نه ٿا ڏين اهي گل شاد، گل بر گل خان ۽ گل شير منهنجي مٽي منهنجي لاش تي ڪيئي گل چاڙهيندا. بس منهنجا هٿ خالي رهجي ويندا ۽ چپن ۾ چميون اڌوريون رهجي وينديون. جڏهن منهنجو ضروري وجود غير ضروري بڻجي ويندو ته بس مان رڳو هڪڙو گوڙهو بڻجي ويندس. منهنجي تقدير جو فيصلو آسمان تي ڪنهن اڻ ڏٺل هستي اڳ ۾ ئي ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي اجل جو وقت ڏينهن ۽ هنڌ مقرر ٿي چڪو آهي. مان زندگي جي موت جي چڙواتي تي بيٺل آهيان. فضائن ۾ موت جا انديشا لڪيل آهن. موت مون کي ہلي وانگر گهوري رهيو آهي ۽ مان ڪبوتر وانگر اکيون ہوٽي ويٺو آهيان ۽ آسمان تي ڳجهون مسلسل لامارا ڏئي رهيون آهن. مون کي منهنجي ڌرتي جي مٽي جي ڪشش ماءُ وانگر گود ۾ اصليت ڏانهن ڇڪي رهي آهي. زندگي مون سان گهڻو وقت نڀائي نه سگهندي. هاڻ منهنجي انت جي شروعات ٿي چڪي آهي. هاڻ منهنجي نجات جي گهڙي آ. منهنجي ان غير رومينٽڪ ۽ دردناڪ موت جي دل ڏڪائيندڙ اها منحوس خبر ڪو منحوس ئي ڏيندو. منهنجي قبر پيڙا ٿيڻ کان اڳ منهنجي سرد ۽ بيجان جسم کي غسل ڏياري مون کي اڇي خيراتي ڪفن ۾ ويڙهي آخري سفر لاءِ سينگاريو ويندو. جڏهن منهنجي ميت کي گهر کان ٻاهر آڻي رکيو ويندو. ته منهنجو جنازي ڪڄڻ کان اڳ تو؟ کي منهنجو منهن ڏسڻ ڏنو ويندو. ۽ تون پنهنجي هٿن سان منهنجي ڪفن کي کولي منهنجو، پنهنجي پرپور نگاهن سان آخري ديدار ڪندين. منهنجي خواهشن، منهنجي بيحسي ۽ منهنجي سچائپ کي جڏهن وقت چورائي ويندو. تڏهن منهنجي چهري جي لازوال حسن ۾ منهنجي روح جا رنگ ڪوڙندا. اها عجيب ۽ پُرنور روشني جا منهنجي زندگيءَ جي سمورن ڏکن، تڪليفن ۽ پريشانين جو انعام هوندي ۽ منهنجي چهري تي هڪ ابدي سڪون هوندو. تو اهڙو سڪون ڪڏهن زندگيءَ ۾ منهنجي هن چهري تي نه ڏٺو هوندو. گهر جي چانئٽ ٽپندي ئي تنهنجي اپ ڏاريندڙ رڙين ۾ تنهنجي اکين جا بند به ٽٽي پوندا. جنازي نماز پڙهائي منهنجي ڏولي کي ڪڍائي دارالبقا ڏانهن روانا ڪيو ويندو، ان آخري سفر ۾ مسافري دوران رستي جا راهي ته ٻوڙندا منهنجي جنازي کي ڪلهو ڏيئي ثواب ڪمائيندا پر منهنجي ڪانڌين جي جلوس ۾ اُهي جاني نه هوندا "جان جن لاءِ ڏنم سي نه ڪانڌي ٿيم." دوست سڀ مصروف سڀني کي پنهنجن پنهنجن ڪلهن تي لاش ڪنيل هوندا. ماٺهو ڪيڏو نه سيلف فش آهي پر مون تي ڪو فرق نٿو پوي ته منهنجي جنازي ۾ ڪيترا ڪانڌي

شريڪ ٿيا. يا اخبارن ۾ نيوز لڳي يا نہ چينلن تي خبر نشر ٿيڻ وقت بجلي جي لوڊ شيڊنگ هئي يا نہ. اديب پهتا يا نہ، هي ڪهڙي مسافري آهي جنهن ۾ ماڻهو کي ان منزل تي پهچايو ٿو وڃي جتان هن جي ڪا بہ خبر نہ ٿي اچي. ان سفر ۾ پيا اسان کي چڻڻ اچن ٿا سو اوستائين پيا چڻڻ ايندا اڳيان حڪم ڪرڻهي. ماءُ جي سائونڊ پروف گرڀ (پيٽ) کان گور (قبر) جي سائونڊ پروف پيٽ تائين پينگهي کان قبر تائين يا جنم کان مرتيو. اهو جيون جو سفر منزل طرف ياترا آهي. موت کان پوءِ ڇا ٿو ٿئي ڪنهن کي خبر ناهي پر چون ٿا تہ "موت زندگيءَ جو ٻيو دروازو آهي." بابن شاه جي مٽيءَ ۾ اهڙي ڪا وفا آهي جو هي قبرستان جڻ سموري وحدت ڪالوني جو ابائي قبرستان هجي. بابن شاه منهنجي ابي امان، ياءُ پيڻ مٽن مائٽن ۽ عزيزن قريبن جو بہ مقام آهي. جڏهن منهنجي لاش جي ڏولي جي سرڪس فائنل امتحان لاءِ بابن شاه قبرستان جي آغوش ۾ آندي ويندي تڏهن منهنجي جسم خاڪ جو آدر ياءُ مردا ۽ فرشتا گڏجي دهلن شرناين سان ڪندا، جيڪو ڪٿي آيو خير سان هو جمالو! اها ڏن منهنجي جيت جي اڳڪٿي هوندي يا هار جي اڳواٽ ٽنولي! شل منهنجي خاڪي جسم جو خير هجي. مان ان ڪٺن امتحان ۾ سٺو ثابت ٿيندس يا نہ اهو هُن بي پرواه بادشاه کي خبر آهي. هت دنيا وارن مون کي سک سان ويهڻ نہ ڏنو ۽ قبر ۾ ملائڪ مون کي سک سان سمهڻ نہ ڏيندا. فرشتا جڏهن مون کان حساب ڪتاب گهرندا تہ مان ڪين پنهنجي سمورن عيبن ثوابن جو اعمالنامو پنهنجو هي جيون ڪتاب ڪين عزازي ڪاپي طور ڏئي چوندس تہ "سڀ ڪجهہ هن ۾ اٿوَ." پوءِ مان قبر ۾ رڳو خالي اکيون ٻوٽي شان سان ليٽي سگهندس. هي ڪٽون (قبرون) اسان پاڻ ئي پنهنجي لاءِ پنهنجي هٿن سان کوٽيون آهن ۽ انهن ۾ غرق بہ اسان پاڻ ئي ٿيندا آهيون جڏهن مان بہ قبر جي ان پاتال ۾ داخل ڪيو ويندس تڏهن هي مٽي مون کان پنهنجي حق تلفي جو بدلو ضرور وٺندي. دفن ٿيڻ کان پوءِ مٽي سان مٽي ٿيڻو آهي. هڪ ڏينهن ڪپڙي ۾ ويڙهيل هڪ معصوم وجود جنم وٺندي پنهنجن جي هٿن ۾ اچي ٿو ۽ هڪ ڏينهن ڪفن ۾ ويڙهيل هڪ سرد لاش دنيا مان موڪلائيندي وري پنهنجن جي هٿن تي آخري سفر ڪري ٿو. ان اچڻ ۽ وڃڻ جي وچ ۾ اهو ئي انسان هنن ئي هٿن کي مضبوط ڪرڻ بجاءِ ڪچلي ٿو ۽ پوءِ جڏهن اهي هٿ کيس قبر ۾ داخل ڪرڻ وقت جلد کان جلد دفنائن ٿا ائين هو پنهنجو انتقام وٺن ٿا. جڏهن وقت جو ديو مون کي بابن شاه جي قبرستان ۾ قيد ڪري ڇڏيندو، تڏهن منهنجي قبر جي سيراندي ۽ آس پاس ڇاتل سڃاتل ۽ اڻ ڇاڻ چهرا منهنجي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ فاتح جو ورد، درود شريف ۽ چار قل پڙهندا، شايد ائين ڪرڻ سان منهنجي روح کي ڪا شانتي ملندي ۽ شايد نيڪ انهيءَ ويل انهن ناقابل فراموش ۽ امر لمحن کي منهنجو پڳدار پٽ شاه رخ خان منهنجي دادلي ڪيمرا (هينڊي ڪيمپ) ۾ هميشہ هميشہ لاءِ محفوظ ڪري. جڏهن منهنجي تصوير سونهن

ڀٽيءَ بابن شاھ قبرستان جي تڏهن منهنجي سڃاڻپ جون سڀئي نشانيون قبر جي هنج ۾ فنا ٿي وينديون ۽ قبر جي مٽي ۾ منهنجا جذبات به دفن ٿي ويندا. ”تون به مٽي مان به مٽي اچ ته پرچون پاڻ ۾.“ حدنظر تائين هي قبرون ڪنهن جون آهن اهي ڪهڙا شخص هئا جي هتي قبرن اندر ستل آهن. انهن قبرن ۾ ڪيترين اکين جا خواب ستل آهن. قبرون جي پريان هڪڙي خوشبوءِ جي تاريخ رهي ٿي. اندر پوريل قبر مٿان پيل گلن جي چانو ڪي جا ڪندا. قبر جي مٿان ڀلي سون هجي پر قبر ته آخر قبر آهي. پورجڻ کان پوءِ مان به رڳو هڏا وڃي بچندس ۽ ممڪن آهي ته واچ ۽ مينهن منهنجي قبر به ڍاهي ڇڏي. اگربتين ۾ گلاب جي گلن جي سڳنڌ وکري وڃڻ کان پوءِ هوريان هوريان سچ لهي ويندو پير ڀڄي ويندا. ٿوري دير اڳ مان جيڪي زندگيءَ سان ڀرپور ٽهڪ پئي ڏنا. هاڻي بابن شاھ جي قبرستان ۾ ابدي ننڊ ستل هوندس. مان ڄاڻان ٿو ته جڏهن منهنجي ڪچيءَ قبر جا گل اجان سڪندا به نه، اڃان ته اگربتين جو واس باقي هوندو ته هي سڀ منهنجا پنهنجا مون کي وساري ڇڏيندا. ڀلي هي ويل ترنديءَ، مان به انهن کان وسري وڃان پر ڪنهن جي ته دل ۾ مان تربت ڀٽجي ايندڙ ڪوڙ سارا سال جيئندس ڀل وقت ۽ زمانو منهنجو نانءُ مٽائي ڇڏي پر مان مور نه وسرندس ۽ اوهان مون کي چاهيندي به ذهن مان ٻهاري نه سگهندا. موت کان پوءِ ٽي ڏينهن مسلسل منهنجي تڏي تي هر ڪو پنهنجا سور روئيندو. جڏهن مان خاڪ ٿي ويندس اهو اڄ جيڪو سيان منهنجو ماضي ٿي ويندو. جڏهن منهنجو روح منهنجو نه هوندو تڏهن اوهان کي منهنجي ڪيڏي ڪمي ۽ اهميت محسوس ٿيندي. هتي اڪثر انسان جو قدر ان جي مئي کان پوءِ ٿيندو آهي. پوءِ مون کي ياد ڪيو ويندو. منهنجي ساٿ جي سارو ٿين کي ياد ڪيو ويندو. منهنجي وڇوڙي جي نسبت سان منهنجي ياد جو ڏينهن يا منهنجي ڀرين ورسي ملهائي ويندي. انهيءَ تعزيتي ميڙ ۾ مون کي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ منهنجي روح کي لفظن جي پيتا ڏيڻ لاءِ منهنجي نيڪ نامين کي ظاهر ڪيو ويندو. منهنجي انهيءَ شام غريبان ۾ وڇوڙي جو ماتم ٿيندو. منهنجا سڀ مٽ مائٽ، ساٿي سنگتي اوڙو پاڙو ۽ ليکڪ شاعر منهنجي يادن جي وسائيل ڏيئن جا ڪتبا پنهنجي گوڙهن جي شفا ۽ نمڪين ڪفن ۾ لڪائي ايندا. جا توهان سڀ منهنجو گلريل ڪر پل موٽائي سگهندا. جيستائين اوهان زنده هوندا منهنجي يادگيري منهنجي هٻڪار ۽ منهنجي خوشبو اوهان ۾ هوندي. اي موت! موت جي مهل تون چو نه مئين، اي موت! سمهي پئو هاڻ ڪٿي تو ڏرتيءَ ۾ پوريا ڏرتي ڏٺي.

بسم الله الرحمٰن الرحيم .

پاڪستان ۾ سڀ کان وڏيڪ ڪتاب سنڌي زبان ۾ شايع ٿيا آهن .

جيئي سنڌ ڊجيٽل ڪتاب گھر ، پراڻا ، ان لڀ ۽ معياري ڪتاب ، سورهيه سنڌي ادب ويب سائيٽ تي pdf ۾ پيش ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو .

ان سلسلي جي ڪڙي ڪتاب نمبر (41) اگھاڙو سچ - آغا قيوم - 2011ع - (آتم ڪٿا) - محترم شير علي چانڊيو - حيدرآباد جي تورن سان پيش ڪجي ٿو .

اميد آهي ته اسان جي هن ڪوشش کي قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويندو .

صاحب خان "سورهيه" ميراڻي
0344 - 3919786

